# تحريڪ آزاديءَ ۾
# سنڌ جي
# عالمن جو حصو

ڊاڪٽر مظهر الدين سومرو

| | | |
|---|---|---|
| ڪتاب جو نالو | : | تحريڪ آزاديءَ ۾ سنڌ جي عالمن جو حصو |
| مصنف | : | ڊاڪٽر مظهر الدين سومرو |
| ڇاپو | : | پهريون ــ نومبر 2008ع |
| ڇپائيندڙ | : | الطاف مظهر سومرو |
| ڳاڻيٽو | : | 500 |
| ملهه | : | 600 رپيا |
| ڇاپيندڙ | : | نقش پبليڪيشنز، ڪراچي |

## ملڻ جا هنڌ:

1- **فليٽ نمبر 4، رضيه ٽيريس**
پير ڳڙزي روڊ، هيرآباد
حيدرآباد ــ سنڌ
فون: 022-2613197
موبائيل: 0300-3091401

2- **شاهه لطيف ڪتاب گهر**
گاڏي کاتو ــ حيدر چوڪ
حيدرآباد ــ سنڌ

آئون

هيءُ پيار پريو پورهيو

ڏيهہ جي ڏاهي

روشن خيال

انسان دوست عالم

۽

محب وطن مفڪر

محترم

**محمد ابراهيم جويو**

ڪي

منسوب ڪريان ٿو

"زير نظر ڪتاب ۾ اوڻيهين صديءَ جي اهڙيئي هڪ ڇڙواڳ رولو، ست سمنڊ پار ڪان نڪتل، دولت جي بکئي، جديد دَور جي سفيد فام تهذيب جي دعوي دار تاجر ۽ چالاڪ ٽولي جي ڳالهه ڪيل آهي. جنهن 1843ع ۾ سنڌ جي حڪمران ٽالپرن جي دولت کي لٽڻ ۽ ڦرڻ لاءِ سنڌ تي حملو ڪيو. هن ڪتاب ۾ سَڄڻ هڪ سوءُ سالن جي اُنهن ئي لٽيرن، شاطرن ۽ لٽيرن جي غلاميءَ مان آزاديءَ جي تحريڪ ۾ همعصر سنڌي علماءِ ڪرام جي ورتل حصي ۾ادا ڪيل ڪردار جي ڳالهه ڪيل آهي، تفصيل وار وڏيءَ محنت ۽ علمي تحقيق جي روشنيءَ ۾ ٻڌايل ان ڳالهه کي ڌيان سان پڙهڻ ۽ آئيندي لاءِ ان مان گڏيل قومي اصلاح ۽ چڱائيءَ جا سبق وٺڻ، هن ڪتاب جي لائق پڙهندڙن جو قومي ۽ انساني فرض آهي."

محمد ابراهيم جويو

# فهرست

## خلافت تحريڪ 139

## عالمن جي زندگيءَ جو احوال

# پيش لفظ

”ڪِنين ماضي من ۾، ڪِنين استقبالُ
حيف تِنين جو حالُ، جن وساريو حال کي.“

تاريخ لاءِ لکيل ڪٿي پڙهيم:

”سياڳا آهن اُهي، جن وٽ تاريخ آهي،
ڀاڳ ڀريا آهي تہ ڪين آئيندي ڀي ڪرٽو آهي؛
سياڳا آهن اُهي جن جو آئيندو روشن آهي،
ڀاڳ ڀريا آهي تہ ڪين اڄ ڀي ڪرٽو آهي.“

قومي تاريخ جي ڳالهہ بہ ائين آهي، جيئن ڪنهن فرد انسانيءَ جي زندگيءَ جي ڳالهہ. ماڻهوءَ جي ڄمڻ کان پوءِ ڪجهہ وقت، حافظي جي نہ هئڻ ڪري، ڪجهہ ياد نٿو رهي؛ پوءِ عمر پَر ڳالهہ يا ڳالهيون ڪجن ٿيون ۽ ياد رهن ٿيون. انساني زندگيءَ جي اوائلي تاريخ بہ ائين اَڄاتَل رهي. ان بابت ماڻهن جا پاڻ گهڙيا اندازا گهڻو پوءِ جا، ڪافي ڪجهہ بُڌَل ۽ ٻڌايل بہ آهن.

حيات انسانيءَ بلڪ سڀنيءَ جِيوَت جي فطرت غير برابريءَ جي حامل ۽ ان ڏانهن مائل نظر اچي ٿي. ان صورت حال ۾ گهڻ طاقتور جِيوَ گڏجي، اجتماعن ۾، وڏ طاقتور جِيوَ يا جِيوَن کان پنهنجو بچاءُ ڪن ٿا- پکين لاءِ ڏٺو ۽ چيو ويو آهي تہ ”ولر ڪيو وتن پرت نہ ڇنن پاڻ ۾.“ ننڍا ۽ هيٺا جيوَ ائين گڏجي گذاري لاءِ فطري طور پنهنجي جنسي ڄمر جي واڌ کان بہ ڪر وٺن ٿا- جيئن جيتن ۾ ڪيليون ۽ ماڪوڙيون، آبي جيوت ۾ ننڍيون مڇيون، گانگٽ وغيره، پکين ۾ اڏامندڙ جيت، ۽ جهرڪين جا ولر، ۽ چوپاين ۾ هرڻ، سَها وغيره.

بني نوع انسانَ تہ نوعُ ئي هڪُ آهن- چمڙيءَ جي رنگ، قدَ بُت ۽ مهاندڻ ۾ ڪجهہ ڪجهہ فرق سان حياتياتي طور انسانَ ذات هڪُ ئي نسلُ آهي، ۽ ٻيءَ سڀنيءَ جيوت کان غير برابريءَ جي خيال کان، برتر ۽ بالاتر آهي- اِن لاءِ هو پاڻ کي مخلوقات ۾ اشرف بہ چوائين ٿا، ۽ اهو پنهنجو اوچو درجو بلڪ غلبو هو سڀنيءَ فطرت (Nature) جي لقاءَ تي پنهنجو حق ۽ شان سمجهن ٿا. ارتقائي اوسر ۾ ڪين ميڃالي ۽ جسماني بيهڪ يا ڍانچي جي صورت ۾، ڌرتيءَ تي ٻيءَ سڀنيءَ جيوت تي لٽي پٽي وڏي هڪ وٽي بہ حاصل آهي. حياتيءَ جي جهد ۾ اِن وٽيءَ جي زور تي بني نوع انسانَ، پنهنجي

پاڻ ۾ پولين ۽ طرح طرح جي ٻيءَ حاصلات جي وسيلي، اندروني طور، تفريق ۽ تصادم جا اُهي اُهي لقاءَ پيدا ڪيا آهن، جو اِن تاءَ ۽ ڪشمڪش ۾ مجموعي طرح مساوات سان گڏ اخوت ۽ آزاديءَ جون نعمتون منجهن ناياب نه ته به رڳو ڪن گروهن ۽ قومن ۾، سي به ڪنهن ڪنهن سطح تائين محدود ۽ مو ڪيون، ملن ٿيون.

جيوت جي عالم ۾ انسانُ جيئن سمجهدار ٿيو، ته چاڻ چاهيائين ته سندس وجود جو ڇا سبب هو. جديد سماجي علم حيات وسيلي انساني زندگيءَ جي، اوائلي دورن جا ڪي علمي احوال به لکڻ ۽ پڙهڻ ۾ آيل آهن. حيوان ۽ انسان جون جسماني هڪجهڙايون ۽ جياپي لاءِ ڪافي هڪجهڙيون ضرورتون سامهون رکندي، جيوت جي اِنهن ٻن وڏن روپن ۾ سمجهه ۽ سُرت جو ويڇو وڏو امتيازُ به مڃيو ويو. ٻن پيرن تي اٿي بيهڻ سان جڏهن انسانَ پنهنجي ڪاڏي لاءِ باچٺو شين کي گڏ ڪرڻ ۽ سانڍي رکڻ جو عمل شروع ڪيو ته انسانن ۾ ملڪيتداريءَ جي سِرشتِ ۽ ان لاءِ حرص جي ابتدا ٿي، ۽ ان ابتدا سان سوين هزارين لکين صدين کان اڄ تائين انساني سماج ۾ ملڪيتداريءَ ۽ ان سان گڏ اٿيلَ سماجي غير برابري- زمين، زر ۽ زن - تائينءَ ڪي ضابطي ۾ آڻڻ ۽ اُن جي واڌو اقتدار ۽ اختيار جي هيبت ۽ هاڃيڪاريءَ کان بچاءَ جا تدارڪ، قاعدا قانون به قدري ٺهيا ۽ قائم رهيا آهن. ملڪيت جو حرصُ هڪ پاسي ۽ ان کان بُڇان طور ۽ بچڻ لاءِ راڄ مهاجَن، رسم رواجَ، سرڪاريون، مذهب ۽ انقلاب به پئي وارد ٿيا. پر حقيقت سامهون اها آيل رهي ته انهن سڀني بندوبستن، تدارڪن ۽ ڪوششن ملڪيتداريءَ جي حق کي تسليم پئي ڪيو آهي- ايتري قدر، جو اُن کي جڻ اڻ ڇپيو ۽ اڻ ڪُڇيو سڳورپ جو درجو ملي ويو. مطلب ته ملڪيت جي حق سان گڏ افلاس ۽ غريبيءَ جي آڌت ۽ علاج طور ملڪيتدار سخاوتون ۽ خيراتَ ڪن، ملڪيت جي ايڏي هيڇ ۽ لالچ نه رکن ۽ اٿهوند وارا صبر ڪن، شڪر ڪن ۽ قناعت کان ڪم وٺن- اهي صلاحون، نصيحتون ۽ همدرديون سڀني لاءِ. شاهوڪارن ۽ پيٽ گذارُن ٻنهي جي پنهنجي پنهنجي مرضيءَ تي ڇڏيل هيون. مطلب ته ملڪيتداريءَ جي حد به ڪانه هئي ۽ مسڪينيءَ جي به حد ڪانه هئي، البت ملڪيت ۽ مال جي چوريءَ ۽ ان سان هٿ چراند وغيره تي پابنديءَ ۽ سزائن جا قانون ۽ قاعدا سخت ۽ پڏرا هئا ۽ عملدار انهن جي تعميل لاءِ هڪيا حاضر ۽ اڻ ڇُڪيا چست موجود ئي رهيا. ملڪيت جي اهڙي حق کي دنيا جي سڀني مذهبن ۽ انقلابن، ويندي 1789ع جي فرينچ انقلاب به، نه رڳو مڃيو ٿي پر مانُ ٿي ڏنو. ويهين صديءَ جي شروع وارو سوويٽ انقلاب ئي هو، جنهن ملڪيت جي اهڙيءَ سڳورپ بدران انساني پورهئي کي اُها فضيلت ۽ عظمت ٿي ڏني- ڇو ته ملڪيت جي گڏ ٿيڻ جو منطق

ٺي انساني پورهئي جي ڏاڙي تي بيٺل هو- اهڙن انساني پورهئي جي ڏاڙي تي، جنهن جي پيدا ڪيل دولت ٺي ملڪيتدارن وٽ وڃي ٿي گڏ ٿِي، ۽ اهي پورهيت پاڻ انهيءَ پنهنجيءَ ٺي دولت کان محروم ٿي رهجي ويا.

گڏ ٿيل ۽ ڪارج ۾ نه ايندڙ ملڪيت هونئن به ڪليل دعوت هجي ٿي ته لُٽجي ۽ ڦُرجي ۽ اِن سلسلي سان لاڳاپيل ڀي هڪ ڳالهه به وڏي ۽ اٽڪر سامهون هئي ته رولو غنيم ۽ ڦورن ۽ لٽيرن جا ٽولا انبوهَن ۾ ٿي نڪتا ۽ وَسيل ٿهيل سُکين ستابن ماڻهن، پنهنجن پنهنجن وطنن ۾ ويٺلن تي هلان ڪري آيا ٿي ۽ کين ٺي مفت ۾ ماري- چوته بچاءَ ۾ سامهون به اهي پاڻ ٺي ٿي آيا- سندن ٺي دولت، ٻين وٽ ڪٺي ٿيل دولت جا ڍير کنيو هليا ٿي ويا. جيئن لُٽيرو محمود غزنوي سنڌ جي رستي سان پوريون سترهن ڪاهون ڪري، سومنات مان ڀيري ڀيري سون، چانديءَ ۽ موتين سان پنهنجن خچرن جون خزينون ڀَري ۽ ڏٺي روانو ٿي ويندو هو. ان طرح قديم دَورن کان هند سنڌ جي دولت تي حريص نگاهون رکندڙ يونانين، ايرانين، افغانن، ترڪن، منگولن ۽ عربن جون ڪاهون ٿينديون رهيون ۽ هتان جي ملڪن ۽ سرزمين جي دولت لٽبي ۽ ڦربي رهي.

زير نظر ڪتاب ۾ اوڻيهين صديءَ جي اهڙي ٺي هڪ ڇڙواڳ رولو، ست سمنڊ پار کان نڪتل، دولت جي ٻکئي، جديد دَور جي سفيد فام تهذيب جي دعويدار تاجر ۽ چالاڪ ٽولي جي ڳالهه ڪيل آهي، جنهن 1843ع ۾ سنڌ جي حڪمران ٽالپرن جي دولت کي لٽڻ ۽ ڦرڻ لاءِ سنڌ تي حملو ڪيو. هن ڪتاب ۾ سڄن هڪ سؤ سالن جي انهن ٺي لٽيرن شاطرن ۽ لُٽيرن جي غلاميءَ مان آزاديءَ جي تحريڪ ۾ همعصر سنڌي علماءِ ڪرام جي ورتل حصي ۾ ادا ڪيل ڪردار جي ڳالهه ڪيل آهي. تفصيلوار وڏيءَ محنت ۽ علمي تحقيق جي روشنيءَ ۾ ٻڌايل اِن ڳالهه کي ڌيان سان پڙهڻ ۽ آئيندي لاءِ ان مان گڏيل قومي اصلاح ۽ چڱائيءَ جا سبَق وٺڻ، هن ڪتاب جي لائق پڙهندڙن جو قومي ۽ انساني فرض آهي.

سائين مظهر الدين سومري جي هن وڏي قدر لائق ڪتاب لکڻ تي کين پي. ايچ. ڊيءَ جي ڊگري ملي. سندن هيءُ ڪتاب مون به پيرا اکر اکر ڪري پڙهيو آهي- پهريون پيرو مخطوطي جي صورت ۾ ۽ ٻيو پيرو اُن جي ٽائيپ ۾ ڪمپوز ٿيل صورت ۾. ٽائيپ ٿيل ڪتاب جي ڪن جزوي اکرن جي درستين ڏانهن پبلشر جو ڌيان به ڇڪايو هوم ۽ اُهي اُئين درست به ٿيا، جنهن جي مون کي بيحد خوشي آهي

سنڌ جي تاريخ جي مخصوص دور جي هِن تصنيف اسان تي ڪي خاص ڳالهيون واضح ڪيون آهن. مثلاً فرقيواريت ۽ قوميت جي ڳالهه تحريڪ جي آخري نتيجي ۾

وڏ نقصان پهچايو، ۽ اڄ تائين اُن جا اُگرا نتيجا پيو ڳڻا بہ پئي پيا آهن. لائق پڙهندڙ خود بہ هن روشن سوچ جي تصنيف جي مطالعي مان ڏسي سگهندا تہ سنڌ جا علماءِ ڪرام اڪثريت ۾ قوميت، وطنيت، انسانيت بمقابل فرقيواريت ۽ مسلڪيت وسيع القلب آهن ۽ انساني معاشري جي بهتري قومن جي برابريءَ ۽ انساني اخوت، مساوات ۽ آزاديءَ ۾ ڏسن ٿا. ڊاڪٽر مظهر الدين سومري صاحب جي هن پي. ايڇ. ڊيءَ جي علمي مقالي ۾ ڄاڻ جا هيٺيان نڪتا خاص توجهہ لائق آهن:

● انگريزن کان اڳ اسان جي ملڪ سنڌ ۾ مذهبي ڪٽرپڻي جو نالو بہ ڪونہ هو. هندو خواه مسلمان ۽ مختلف مذهبن جا پوئلڳ هئڻ جي باوجود محبت ۽ رواداريءَ سان گذاريندا هئا. انگريزن اچڻ سان ئي مذهبي اختلافن جو ٻج ڇٽيو. نتيجي ۾ هڪ ئي ڌرتيءَ جا ماڻهو هڪ ٻئي جي رت جا پياسي ٿي پيا ۽ ماڻهن مذهبي جنون ۾ اچي، هڪ ٻئي جو رت بہ وَهايو.

سنڌ محمدن ائسوسيئيشن بہ نج سنڌي ماحول ۽ حالتن جي پيداوار هئي، جنهن سن 1884ع کان وٺي 1936ع تائين سنڌ جي عوام جي تعليمي، سماجي، مذهبي ۽ سياسي خدمت ڪئي. "سنڌ مدرسة الاسلام" جو قيام هن ئي جماعت جو ڪارنامو هو. هن جمٰاعت جي ڪارڳيءَ ۾ سنڌي عالمن ڪي وڏو عمل دخل رهيو. مولانا محمد صادق کڏي مدرسي وارو، مولانا الهہ بخش ابوجهو، مولانا دين محمد وفائي ۽ حڪيم فتح محمد سيوهاڻي هن جماعت جا سرگرم ڪارڪن هئا، جي فرقيواريت کان ڪوهين پري هئا.

"ريشمي رومال تحريڪ" جي ڪهاڻي بہ سنڌين جي سياسي بصيرت ۽ وطن دوستيءَ جي ڪارنامن سان ڀريل هئي. هن تحريڪ جو اصل قائد مولانا عبيدالله سنڌي هو، جو پاڻ کي سنڌي سڏائڻ ۾ فخر محسوس ڪندو هو. ان کان سواءِ امروٽ ۾ مولانا تاج محمود امروٽيءَ، پير جهنڊي ۾ پير رُشد الله شاهہ راشديءَ ۽ ڪراچيءَ ۾ مولانا محمد صادق کڏي واري زير زمين مرڪز قائم ڪري، هن تحريڪ کي ڪامياب بنائڻ جي ڪوشش ڪئي.

ان ۾ ڪوبہ شڪ نہ آهي تہ "خلافت تحريڪ" سنڌ ۽ هند جي گڏيل تحريڪ هئي، پر هن کي عروج تي پهچائڻ وارا سنڌ جا ئي عالم هئا. سنڌ جي عالمن هن تحريڪ دوران جيڪي قربانيون ڏنيون، سي سنڌن وطن دوستيءَ جي جذبي ۽ سچائيءَ جو مثال آهن. سنڌ اندر هن تحريڪ جون 7 ضلعي ڪاميٽيون ۽ 252 شاخون هيون. اهڙيءَ طرح لڳ ڀڳ 300 عالمن هن تحريڪ ۾ حصو ورتو.

انگريزن جي آمد کان پوءِ سنڌ هڪ الڳ، آزاد ۽ خود مختيار ملڪ پنهنجي

حيثيت وڃائي ويٺو. انگريزي راڄ سنڌ جي سياست ۾ وڏو ڦيرو آڻي ڇڏيو. سندن راڄ ۾ هڪ ملڪ بدلجي پهريائين هڪ صوبو، پوءِ اُهو پنهنجي صوبائي حيثيت به وڃائي، وڃي بمبئي پرڳڻي جو حصو بڻيو. انهن سياسي واقعن اسان جي عالمن ۾ پهريائين بيچيني، پوءِ بيزاري ۽ آخر ۾ بيداري پيدا ڪري ڇڏي. ڪيترا عالم ملڪ ڇڏي هليا ويا. مثال طور مولانا عبدالڪريم منياروي پنهنجي وطن جي آزادي ختم ٿيندي ڏسي چيو ته، "اسين فرنگي حاڪمن کي ڏسي نٿا سگهون. ان ڪري هاڻي اسان جو هتي رهڻ نه ٿيندو." پوءِ هو سنڌ ڇڏي مني مرسل جي ملڪ ڏانهن هليو ويو.

"سنڌ هاري ڪاميٽي" سڪر بئراج جي تڪميل کان پوءِ وارين حالتن جي پسمنظر ۾ ٺاهي وئي. هِن پارٽيءَ جي ڪوشش سان اسيمبليءَ جي ايوان خواهه ايوان کان ٻاهر هارين جي حقن جون ڳالهيون ٿيڻ لڳيون ۽ پورهيت طبقي ۾ هڪ قسم جي بيداري آئي. سنڌ جي ڪيترن عالمن جهڙوڪ مولوي عبدالله لغاري، مولوي عزيزالله جروار، مولوي محمد معاذ پيرزادو ۽ نذير حسين جتوئي وغيره هن جماعت جي قيام ۽ ڪارڪردگيءَ ۾ ڀرپور حصو ورتو.

ڊسمبر 1939ع ۾ سنڌ جي عالمن مولانا عبيدالله سنڌيءَ جي قيادت ۾ "جمنا ـ نربدا- سنڌ ساگر پارٽي" ٺاهي. هن پارٽيءَ کي ان ڪري قائم ڪيو ويو هو، ته جيئن پورهيت طبقي جي حالت ۽ حيثيت کي بدلايو وڃي ۽ هندستان کي مذهب بدران زبان ۽ تهذيب جي بنياد تي تقسيم ڪرائڻ جي ڪوشش ورتي وڃي.

مطالعي هيٺ آيل دور جو آخري اڌ ڏهاڪو سنڌ ۾ مذهبي سياست جي جوش ۽ جنون وارو دور هو، جنهن ۾ عوام ڪانگريس ۽ مسلم ليگ جي پليٽفارمن تان مذهب جي بنياد تي هڪ ٻئي کان الڳ ٿيڻ جو فيصلو ڪيو، ۽ آخرڪار ملڪ جو ورهاڱو ٿيو.

هن مذهبي سياست واري دور ۾ سنڌ جا ڪي عالم "مسلم ليگ" ۾ به ساڳئي جوش ۽ جذبي سان ڪم ڪرڻ لڳا، جهڙيءَ طرح هو خلافت جي زماني ۾ پنهنجيون سياسي خدمتون انجام ڏيئي چڪا هئا. هِن موڙ تي تاريخ پنهنجو رخ بدلايو، ۽ وقت جي حالتن سنڌي عالمن جي قيادت بدران سندن ڪارڪُنيءَ کي قبول ڪيو، ۽ اهو مقصد ڪين جهڙو تهڙو حاصل ٿي ويو، جنهن لاءِ به هُنن جدوجهد ڪئي هئي!

سنڌ جي تاريخ جو ڪوبه اهڙو دور نه رهيو، جنهن ۾ سنڌ جي علماءِ ڪرام سياست ۾ ڀرپور حصو نه ورتو هجي. هُنن سنڌ کان سواءِ هند جي سطح تي به پنهنجا سياسي اڻمٽ اثر ڇڏيا آهن.

سنڌي عالمن مذهبي رواداري اختيار ڪندي، مختلف تحريڪن ۽ تنظيمن ۾

حصو ورتو. جنهن ڪري منجهن رواداريءَ جي گڻ ايترين تہ پاڙون پختيون ڪيون، جو هنن غير مسلم اڳواڻن لاءِ، پنهنجي مذهبي عبادتگاهن جا دروازا بند نہ ڪيا. ۽ ساڻن گڏجي تحريڪون هلايون.

مطالعي هيٺ آيل دور ۾، سنڌي عالم جڏهن سڌو سنئون عوام جي رابطي ۾ آيا، ۽ باهمي اعتماد کي قائم ڪري ورتائون تہ انهيءَ موقعي، هن طبقي کي عوامي مسئلن جي سمجهڻ ۽ انهن کي حل ڪرڻ جي قوت بخشي. ان ڪري وقت گذرڻ سان گڏوگڏ هيءُ طبقو عوامي حقن جي حفاظت ۽ آواز جو ترجمان بہ بڻيو. تان جو ڪيترن عالمن "هاري تحريڪ" ۾ شرڪت ڪئي ۽ "جمنا ـ نربدا ـ سنڌ ساگر پارٽيءَ" جي سياسي ميدان تان انصاف تي ٻڌل سماجي ۽ اقتصادي منشور ڏنو.

مطالعي هيٺ آيل دور ۾ جيتوڻيڪ اتي ۾ لوڻ برابر عالم سرڪاري ۽ درٻاري نوازشن جو نشانو بڻجي، عوام کان ڪٽجي ويا هئا، پر سندن گهڻائي خوددار، بيباڪ ۽ بي غرض رهي. ڪين نہ تہ ڪو اقتدارُ مرعوب ڪري سگهيو ۽ نہ وري ڪا درٻار يا سرڪار خريد ڪري سگهي، جنهن جا هيٺيان مکيہ ٽي سبب هئا:

1- مدرسن طرفان مهيا ڪيل خاص نوعيت جي ذهني، علمي ۽ انتظامي تربيت.

2- آمدنيءَ جا ذاتي ذريعا جهڙوڪ طبابت وغيره.

3- سياسي جماعتن جو مستحڪم مالي نظام، جنهن جي وسيلي سندن مالي مدد ٿي سگهندي هئي.

## ڪتاب جي قابل احترام مصنف بابت

پاڻ بابت، منهنجي پنهنجي گذارش تي، ڏاڍي نماڻي انداز ۾ مختصر احوال لکي ڏنو اٿن، جنهن جا ٻہ چار اقتباس پيش خدمت آهن:

"بابا جي ٻڌايل شجري مطابق سندس خاندان ۾ ٽي محمد فاضلَ ۽ ٽي محمد اسحاقَ اڳ ۾ ٿي گذريا ۽ مٿس چوٿين نمبر تي نالو محمد فاضل رکيو ويو. تمام وڏو پهريون محمد فاضل، اُن جو پُٽ محمد اسحاق، جنهن جو پٽ محمد فاضل، اُن جو پٽ محمد اسحاق، جنهن جو پٽ محمد فاضل، تنهن جو پُٽ محمد اسحاق، جنهن کي ٻہ پٽ ٿيا. انهن ۾ وڏو خميسو ۽ ننڍو آئون، جنهن تي سلسليوار وچي چوٿون نمبر نالو محمد فاضل بيهي ٿو."

"اسان جا وڏا پوڪي راهي ڪندا هئا. اُتي بہ لڏيندا هئا. ۽ نارن تي ٻنيون بہ کاهيندا هئا. منجهن ڪي ڇِرَ جو ڪم بہ ڪندا هئا. بابا جو چوڻ هو تہ سندس پهريون

ڏاڏو محمد فاضل درويش شخص ٿي گذريو آهي، نتيجي ۾ خاندان ديني تعليم ڏانهن راغب رهندو آيو. اسان جا وڏا سڪرنڊ تعلقي جي تاريخي قبرستان مخدوم بلاوليءَ ۾ مدفون آهن."

"بابا جو پيءُ محمد اسحاق مين لائين جي ريلوي اسٽيشن سرهاڙي ۽ ڳوٺ نَفُرَ جي وچ ۾ اُٺ تي ٽپال کڻندو هو. اهو انگريزن جو دور هو. نَفُرَ ڳوٺ ۾ هندو واپاري رهندا هئا. هيءُ ڳوٺ سنڌو درياءَ جي ڪپر سان هٽڻ ڪري، دريائي ٻيڙن جي اچ وڃ سبب واپار جو مرڪز هو. اِن ڪري هتي ٽپال ايندي ويندي هئي."

"بابا کي 1918ع ۾، شايد پيءُ جي ورثي طور چيهوپڊ ۾ ٽپال ڪاتي ۾ ميل پيون ڪري رکيو ويو ۽ ان بعد سڪرنڊ ۾ ٺي نوڪري ڪيائين. پهريائين سنڌس پگهار 9 روپيا ۽ پوءِ 12 روپيا ٿيو... ٽپال ڏيٽي ونڻي نه به هوندي هئي ته به مقرر ڳوٺن ۾ ضرور پهچي اُن ڳوٺ جي نيڪ مرد کان صحيح وٺبي هئي ته ٽپالي پهتو.... بابا کي فرض شناسيءَ ۽ ايمانداريءَ جو اهڙو ته احساس هوندو هو، جو نوڪريءَ دوران سَنَ شهر جو هڪ خط اچي سڪرنڊ وٽس پهتو، پاڻ ڪنهن ٻئي کي ڏيڻ جي بجاءِ محرابپور کان ٽيندو، ٻيلي مان پنڌ ڪري، ٻيڙيءَ جي ذريعي درياءُ اُڪري وڃي سن پهتو، ۽ خط واسطيدار ماڻهوءَ جي حوالي ڪري واپس وريو...."

"آئون 8 جنوري 1940ع مطابق 28 ذوالقعد 1358هه اڱاري جي رات تاريخي ڳوٺڙي جلالاٽيءَ ۾... پٽن ۾ ٻئي نمبر تي ڄائس ۽ منهنجو نالو مظهر الدين رکيو ويو."

".... ابتدائي تعليم جو آغاز پرائمري اسڪول بهادر جوکيو، تعلقي سڪرنڊ مان ڪيم. اسان جو استاد اسان جو پڦاٽ مرحوم مولا بخش سومرو هو، جيڪو هندو استادن وٽ پڙهي، سنڌي فائينل جو امتحان پاس ڪري استاد ٿيو هو. سنڌس بدلي ڳوٺ عيسو ڪيريو ۾ ٿي ته اسان کي به پاڻ سان وٺي ويو. اهڙيءَ طرح سنڌس بدلي سڪرنڊ جي مين پرائمري اسڪول ۾ ٿي ته مون به وڃي اُتان پرائمريءَ جي تعليم پوري ڪري سڪرنڊ جي ٽي اي. پي ڪلاس ۾ داخلا ورتي... جيئن ته اسان جي رهائش تڏهن ڊِبَ واري ڳوٺ هئي، منهنجو وڏو ڀاءُ نظام الدين فائينل پاس ڪري ماستر ٿي ويو. آئون ۽ ننڍو ڀاءُ نظير الدين ڊِبَ کان سڪرنڊ تائين اوٽ موٽ چار ميل واريءَ جو پنڌ ڪري انگريزي پڙهڻ ويندا هئاسون. منجهند کان پوءِ موٽي اچي مال جو گاهه به ڪرڻو پوندو هو. اهڙيءَ طرح آئون ته پنهنجي شوق سان مينهون ڏهڻ به سکي ويس، ۽ هر به هلائيندو هوس.

"... ٻهراڙيءَ ۾ رهندا هئاسون، روشنيءَ جو انتظام ڪونه هو. هڻ وٽ ۽ ٻيج ٻڃان

واري زندگي هئي. استاد ڏاڍا محنتي، هوشيار ۽ خيرخواهہ هوندا هئا. ڳوٺ ۾ ڪم ڪار جي ڪري وقت ڪونہ ملندو هو، ان ڪري هوم ورڪ بہ اسڪول ۾ رسيس دوران ئي ڪري ڇڏيندو هوس.

"..... ماءُ پيءُ جي محنت ۽ اورچائيءَ ڪي ڏسي، مون ۾ جذبو پيدا ٿيندو هو تہ پنهنجي محتاجيءَ کان بچڻ لاءِ پاڻ تي پاڙي اڳتي وڌان. ڳاهہ لٽندو هوس، ڪانيون ڪري ايندو هوس. مينهن کي جهنگ ۾ ڪاهي ويندو هوس. روهڙي ڪئنال ويجهو هئڻ ڪري اُن ۾ ترندو هوس، گهوڙي سواريءَ جو شوق هو، جنهن ڪري گهوڙي ڏاري، بلاوليءَ جي ميلي ۾ گهوڙن جي ڊوڙ ۾ شريڪ ٿي داد بہ حاصل ڪيم. ان کان پوءِ 1956ع ڌاري ڀراڙي ڇڏي اچي سڪرنڊ شهر ۾ ويٺاسون.

"..... 1958ع ۾ اچا پنجين انگريزيءَ ۾ ئي هوس تہ انٽرميڊيئٽ ڊرائنگ ۽ سنڌي فائينل جو امتحان پاس ڪري ورتم. اهڙيءَ طرح آرٽس ۾ 1961ع ۾ مئٽرڪ جو امتحان ڏنم ۽ نتيجي اچڻ کان اڳ ۾ ئي سنڌي فائينل جي بنياد تي سڪرنڊ کان اولهہ طرف سنڌو درياءَ لڳ 10 ميل پري ڳوٺ مراد علي چانڊيو ۾ مون کي پرائمري ٽيچر مقرر ڪيو ويو. هڪ مهيني بعد نوڪريءَ تان لاٿو ويو. ان بعد جيئن ئي مئٽرڪ جو نتيجو ظاهر ٿيو تہ سڪرنڊ کان 8 ميل اوڀر طرف مشهور ڳوٺ ڪڏهر ۾ پرائمري ماستر مقرر ٿيس..... منهنجا ڪجهہ ساٿي جيڪي سائنس ۾ هئا، تن وڃي گورنمينٽ ڪاليج، ڪاري موري، حيدرآباد ۾ داخلا ورتي. جڏهن تہ آئون هڪ تہ آرٽس ۾ هوس، ۽ ٻيو تہ ذميدارين جي وڌڻ سبب استاديءَ جي پسنديده پيشي کي اختيار ڪري چڪو هوس، ان ڪري تعليم ڪاتي ۾ ئي اڳتي وڌڻ لاءِ پرائيويٽ طور امتحانن جو سلسلو شروع ڪري ڏنم. انهيءَ دوران مون تي بيمارين بہ حملو ڪيو، پر مون تعليم جي حصول ۾ حوصلو نہ هاريو. منهنجي امتحانن جي ترتيب هن طرح آهي:

| | | | |
|---|---|---|---|
| 1- انٽرميڊيئٽ ڊرائنگ | 1958ع | 7- ايم. اي. اسلامڪ ڪلچر | 1968ع |
| 2- سنڌي فائينل جو امتحان | 1958ع | 8- بي. ايڊ | 1968ع |
| 3- مئٽرڪ | 1961ع | 9- ايم. ايڊ | 1972ع |
| 4- انٽر آرٽس | 1964ع | 10- ايم. اي پوليٽيڪل سائنس | 1976ع |
| 5- ايس. وي | 1964ع | 11- ايل ايل بي | 1976ع |
| 6- بي. اي | 1966ع | 12- پي ايڇ. ڊي (تحريڪ آزاديءَ ۾ سنڌ جي عالمن جو حصو)-" | 1984ع |

زير نظر ڪتابُ جيڪو اسان جي هن صابر، شاڪر ۽ تعليمي پورهيت جو مٿينءَ

سندن ڏنل امتحانن جي لسٽ ۾ آخري عنوان آهي، اُن جي تياريءَ ۾ تمت بالخير رسائڻ تائين پاڻ ڪيتري محنت، جاکوڙ ۽ کوجنا ڪئي اٿن، اُن جو ڪجهه ذڪر ته پاڻ ئي ڪتاب جي مُهاڳ ۾ شايد ڪن، پر اسين اوهين ۽ ٻيا سڀ علم دوست، جيڪي ڪتابن پڙهڻ جا هيراڪ آهيون ۽ ڪتابن جي سڃاڻپ ۽ پرک به رکن ٿا، سي ئي هِن ڪتاب تي ڪيل عرق ريزيءَ جو اندازو ۽ قدر ڪري ٿا سگهن.

ٻَچائي ٻَهاڻُ، جن رَساٽيو رُڪَ ڪي،
تَنين سندو ڄاڻُ، آهي آڳڙين ڪي.
(شاهه- يمن ڪلياڻ)

ٿا صَرافَ سُڃَنِ، پاڻ ڪوٺائِن جوهَري،
ماڻِڪَ ڪَري مُٺِ ۾، واڻ وَڻِي وَٽِ تَنِ،
پاٽِيئَڙَ ئِي پَرڪَنِ، ڪِ ڪَئِنچَلُ گڏِنِ ڪَچَ سين.
(شاهه ــ سر يراڳ)

محمد ابراهيم جويو

حيدرآباد ــ سنڌ.
16 آگسٽ 2008ع

# مهاڳ

سنڌ قديم تهذيبن جو گهوارو پئي رهي آهي. هن خطي ڪيترن ئي عالمن، اديبن، شاعرن ۽ شجاعن کي مسلسل پئي جنم ڏنو آهي. جيڪي پنهنجي اهليت ۽ ايثار جي جذبي تحت سنڌ وارن جي خدمت ڪرڻ ۾ فخر محسوس ڪندي، پاڻ تہ رمندا رهيا، پر اسان لاءِ اهڙا ابدي اشارا ۽ دائمي درس ڇڏي ويا، جيڪي زندگيءَ جي سنوارڻ ۾ ڪارآمد ثابت ٿيندا اچن. اهڙين شخصيتن جي هڪ هڪ ادا کي ويهي قلمبند ڪجي تہ جيڪر سوين صفحا درڪار ٿين.

اها پڻ حقيقت آهي تہ هر نئون نسل پنهنجن وڏڙن جي ڏسيل ڏات کي راهہ جو رهبر سمجهي، اڳتي وڌڻ جا جتن ڪندو آهي. اهڙي رهنمائي اسان جي نسل کي تڏهن نصيب ٿيندي، جڏهن گذري ويل نمايان شخصيتن جي زندگين کي تحريري صورت ۾ آڻي، سندن آڏو رکنداسون.

سنڌ جي سياسي تحريڪن جي تاريخ ۾ جيتوڻيڪ اثر رسوخ وارن ماڻهن جو تہ ڪنهن حد تائين ذڪر ڪيو ويو آهي، پر اسان جي تاريخ ديني عالم، سياستدانن -جن وطن جي آزاديءَ خاطر پنهنجون جانيون قربان ڪيون، ڇڪيون ڪاهيون ۽ جيل ۾ پوڳي جسم جلايا، تن جي احوال کان بلڪل وانجهيل نظر اچي ٿي.

سنڌ جي سرزمين اهڙا سورهيہ ۽ سرويچ پيدا ڪيا، جن ڌارين جي غلامي قبول نہ ڪئي، جيئرا هئا تہ مقابلو ڪيائون ۽ جي سر تي آئي تہ سرُ ڏيئي سرها ٿيا.

انهيءَ ڳالهہ جو مون کي احساس ان وقت ٿيو، جڏهن سنڌ جي تاريخ جو مطالعو ڪرڻ شروع ڪيم. اسان جو نئون نسل محض واهہ! واهہ!! ڪرڻ ۾ پورو آهي، ۽ وقت توڙي حالتن جي دز اسان جي شاندار ماضيءَ کي وڪوڙيندي وڃي. ان ڪري ارادو ڪيم تہ آئون بہ ڪنهن هڪ دور وارن عالمن جي تحريڪي سرگرمين کي يڪجاءِ ڪريان، تہ جيئن نئين ٽهيءَ وارا انهن جي ڪارنامن کان روشناس ٿين.

سنڌ جي عالمن جي اها تاريخي روايت پئي رهي آهي تہ جڏهن بہ هن ڌرتي تي ڪي ڏکيا ڏينهن آيا، تہ هُنن ڌرتي ۽ ڌرتيءَ وارن کي وقت تي سڏ ۾ سڏُ ڏيندي، ڪڏهن

مخدوم بلال (وفات 929ھ)، تہ ڪڏھن شاھ عنايت شھيد جھوڪ وارو (وفات 1130ھ)، ۽ ڪڏھن مخدوم رحمت الله پاٽائي (وفات 1138ھ)، تہ ڪڏھن مخدوم عبدالرحمٰن کھڙائي (وفات 1145ھ) جي روپ ۾ پنھنجو تن، من ۽ ڌن پيئي قربان ڪيو آھي.

اڄ جي ڪيترن نووارد عالمن ۽ اديبن پنھنجين قلمي ڪاوشن ذريعي اھو پيئي تاثر ڏنو آھي تہ تحريڪ آزاديءَ ۾ سنڌ جي عالمن جو حصو ئي نہ ھو. ان ڪري وقت جي تقاضا ھئي تہ ھن موضوع جو مطالعو ڪري ڪنھن نتيجي تي پھچجي.

انگريزي دور ھن ننڍي کنڊ پاڪ وھند لاءِ غلاميءَ جو ھڪ دور ھو. پھرين جنگ عظيم جي خاتمي کان پوءِ، پوري دنيا سياسي آزاديءَ جي لھر ۾ لڙھندي ويئي ۽ ان جو اثر اسان جي وطن تي بہ پوڻ لڳو. ڪيترن ئي قومي تحريڪون وجود ۾ آيون، جن ۾ سنڌي عالمن نمايان ڪردار ادا ڪندي، ثابت ڪري ڏيکاريو تہ اھي نہ صرف مسند نشين مدرس ھئا، پر وڏا محرڪ ۽ آزاديءَ جا علمبردار بہ ھئا.

بيشڪ قومي محبت ھڪ انمول جذبي جو نالو آھي، پر ڪو بہ جذبو تيستائين بي معنيٰ ئي رھندو، جيستائين ان تي عمل نہ ڪيو وڃي. ان ڪري ڪيتري عرصي کان اھو جذبو مون کان عمل جي تقاضا ڪندو رھيو، تہ سنڌ جي انھن وچايل تاريخي وٿين کي ورائي ھٿ ڪريان ۽ ان متعلق ھڪ جامع مقالو لکان.

انھيءَ ضرورت کي نظر ۾ رکندي مون ماضي قريب جي تاريخي، سياسي، سماجي، مذھبي، تعليمي، ثقافتي ۽ ادبي حالتن جو باريڪ بينيءَ سان جائزو وٺڻ شروع ڪيو، ۽ انھيءَ جي ڇنڊڇاڻ ڪرڻ کان پوءِ منھنجي اھا دلي مراد تڏھن پوري ٿي، جڏھن سنڌ جي نامور جيد عالم، مفڪر ۽ دانشور علامہ غلام مصطفيٰ قاسميءَ جي رھبري ۽ رھنمائي نصيب ٿي. چوڻي آھي تہ "لوھ پارس سان لڳي سون بڻجي ويندو آھي." انھيءَ مقولي جي مصداق سائين قاسمي صاحب جن جي رھبريءَ منھنجي مطالعي کي مفيد ۽ ڪارآمد بڻايو، جنھن جي پس منظر ۾ مون سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ "تحريڪ آزاديءَ ۾ سنڌ جي عالمن جو حصو" جي موضوع تي ڊاڪٽريٽ ڪرڻ لاءِ درخواست ڏني، جيڪا اختياريءَ وارن قبول فرمائي.

انهيءَ مقصد کي اڳيان رکي جڏهن مون پنهنجي تحقيقي ڪم جو آغاز ڪيو، تڏهن اندازو لڳائي سگهيس تہ مکڻ جي مانڊي ناهڻ تہ آسان آهي، پر سنڌ ۾ سنڌ جي تاريخ تي تحقيق ڪرڻ ڏکيو ڪم آهي. هن سلسلي ۾ خاص ڪري مون کي وسيلن ۽ ذريعن جي ڪميءَ کان سواءِ معلوماتي مواد جي پڻ کوٽ نظر آئي. جيتوڻيڪ آئون ماضي قريب تي کوجنا ڪري رهيو هوس، پر ان هوندي بہ ائين محسوس ٿيڻ لڳو تہ ڄڻ اهو دور صديون اڳ گذري چڪو آهي. هن موڙ تي پنهنجي قوم جي تاريخ سان بي رخي ۽ علمي بخل جو پڻ شديد احساس ٿيو، پر آئون تہ اهڙيءَ منزل تي پهچي چڪو هوس، جتي مات ڪري ويهڻ بدران محنت جو سهارو وٺي ڏونگر ڏورڻا پيا. آئون پاڻ کي انهيءَ سلسلي ۾ خوش نصيب سمجهان ٿو، تہ ڪن علم دوست ۽ ادب پرور انسانن پنهنجي ذاتي لائبريرين کي ڏسڻ جي اجازت ڏني، جتي مون ڏينهن جا ڏينهن ۽ راتين جون راتيون ويهي ڪيترن مان ڪتاب اٿلايا ۽ پنهنجي مطلب جي معلومات گڏ ڪئي.

اهڙن ادب پرورن مان آئون مڙني کان اڳ جناب غلام محمد ڪنڀرءَ جو نالو ڳڻائڻ گهران ٿو، جنهن ميرپور بٺوري ۾ علم ۽ ادب جو مچ مچائي رکيو آهي، ۽ هو هر علمي آس رکندڙ جي مدد ڪندو رهي ٿو. مون سندس ذاتي لائبريريءَ مان ڪيترين ئي اخبارن جا فائيل ڦولهي ۽ مطالعو ڪيو.

اهڙيءَ طرح پنهنجي ڳوٺ سڪرنڊ ۾ جناب عبدالرحمٰن منگيي ۽ ڳوٺ چنجڻي ضلعي لاڙڪاڻي ۾ مولوي درمحمد "خاڪ" مرحوم جي ذاتي لائبريرين جا پڻ خزانا ملي ويا.

انهن ذاتي لائبريرين کان سواءِ مون کي ٻين ڪيترن ئي ڪتب خانن، پبلڪ خواهہ يونيورسٽين جي لائبريرين ڏسڻ جو پڻ موقعو مليو. جن مان: شاهہ ولي الله اڪيڊمي، حيدرآباد، انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي، اسلاميہ ڪاليج ڪراچي، انجمن ترقي اردو ڪراچي، اورينٽل ڪاليج منصوره، ايجوڪيشنل ڪانفرنس ڪراچي، آثار قديمه ڪراچي، پاڪستان آرڪائيوز ڪراچي، پير جهنڊي، سنڌ يونيورسٽي ڄام شورو، مجلس علمي ڪراچي، لياقت ميموريل ڪراچي ۽ ڊاڪٽر محمود حسين ڪراچي

يونيورسٽيءَ جون لائبريريون ذڪر لائق آهن.

انسان معلومات جا ڪيڏا بہ پنڊار ۽ ڪتابن جا ڍڳ هٿ ڪري، پر جيستائين هن پنهنجن بزرگن جو تجربو، دوستن جا مشورا ۽ عالمن جون هدايتون حاصل نہ ڪيون، تہ سندس مطالعي يا محنت جا ڪيترائي زاويا اڻپورا رهجي ويندا. جنهن لاءِ آئون پاڻ کي خوش نصيب سمجهان ٿو جو هن قحط الرجال جي دور ۽ علمي بخل جي زماني ۾ مون کي علم دوست، خير خواهہ عالم ۽ هڏ ڏوکي محسن مليا، جن جي صحبت ۽ ساٿ مان مون گهڻو ڪجهہ پرايو.

انهيءَ سلسلي ۾ آئون مڙني کان اڳ پنهنجي مربي ۽ مهربان استاد علامہ غلام مصطفيٰ قاسميءَ جو اسم شريف ڳڻائڻ گهران ٿو، جنهن هر موڙ تي مون کي پنهنجين مهربانين سان نوازيو، رهبري ڪئي ۽ منزل تي پهچايو.

جڏهن هن دور جي ناميارن عالمن ۽ محققن جو ذڪر نڪتو آهي تہ مرحوم پير حسام الدين راشدي، محترم محمد ابراهيم جويو، ڊاڪٽر عبدالواحد هاليپوٽو ۽ ڊاڪٽر غلام علي الانا جي صحبتن کي بہ وساري نٿو سگهان، جيڪي مون کي هن تحقيقي ڪم دوران نصيب ٿيون.

اهڙيءَ طرح ڊاڪٽر درمحمد پٺاڻ ۽ محترم حامد علي خانائيءَ پڻ نيڪ مشورن سان نوازيو، جنهن لاءِ سندن ٿورائتو آهيان.

ان کان سواءِ جناب محمد خان سومري بدينوي ۽ حافظ حبيب "سنڌي" چوهڙ جماليءَ واري جو پڻ شڪر گذار آهيان، جن پنهنجي تَرَ جي عالمن جي معلومات فراهم ڪئي.

هن ڏس ۾ محترم عبدالحميد قريشيءَ جي قربن، برادرم نور محمد شيخ جي نوازشن، برادرم لطف علي دوداڻي، برادرم ارباب علي نوناري، برادرم بدر الدين اڄڻ، ڊاڪٽر حافظ محمد يوسف ميمڻ، ۽ جناب وزير احمد سولنگيءَ جي حوصلہ افزائي کي بہ وساري نٿو سگهان.

آخر ۾ آئون پنهنجي عزيز ساٿي پير بخش سومري کي بہ وساري نٿو سگهان،

جنهن هن تحقيقي ڪم دوران ڪراچيءَ ۾ گڏ رهي، زندگيءَ جي معاملات کي آسان بنائڻ ۾ سٺو سهڪار ڪيو.

منهنجي هيءَ نماڻي ڪوشش 78 مهينن جي لڳاتار محنت جو نتيجو آهي. انهيءَ عرصي دوران مون نه رڳو سنڌ جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ وڃي معلومات هٿ ڪئي، پر مختلف لائبريرين ۾ گوڏا کوڙي جملي 159 ڪتاب، 59 رسالا ۽ ڪيترين ئي اخبارون اٿلايون ۽ مطالعو ڪيو.

پڇاڙيءَ ۾ وري به آئون انهن مڙني همدردن جو احسانمند آهيان، جن منهنجي هن تحقيقي ڪم ۾ هٿ ونڊايو ۽ همٿايو.

جيئن ته انسان عيبن جو گهر آهي ۽ هن مقالي ۾ ڪافي اوڻايون رهجي ويون هونديون، اميد ته پڙهندڙ درگذر ڪندا، ۽ منهنجي محنت جو قدر ڪرڻ فرمائيندا.

پلئه پايو سچ، آچيندي لڄ مران.
(شاهه)

خادم العلم
**مظهر الدين سومرو**

ڪراچي ـ سنڌ.
25مئي 1983ع

# عرض حال

سنڌ يونيورسٽيءَ طرفان پي ايڇ. ڊي (Ph.D) جون ڊگريون ملنديون اچن ۽ هر ٿيسز (Thesis) جي ڪاپي سنڌي قوم جي ورثي ۽ امانتدار اداري سنڌالاجيءَ ۾ به سهيڙبي وڃي. هيءُ ادارو بيشڪ قوم جي سڃاڻپ ۽ تحقيق جو مرڪز آهي. اهڙيءَ طرح ادارن جي مصلحتن سان ڪجھ تحقيقي مقالا ڇپجي منظر عام تي اچن ٿا، ۽ باقي بيوسيءَ جي عالم ۾ اتي ئي مدفون آهن.

هڪ باضمير اديب جي ذميواري آهي تہ نيڪ مقصد خاطر اهڙن ادارن مان وڌ ۾ وڌ استفادو ڪري، ادب کي اجاري پنهنجيءَ قوم جو ڳاٽ اوچو ڪري. پر ڏک انهن ماڻهن جو آهي، جيڪي ريسرچ جي نالي ۾، تحقيقي مقالن جي چيرڦاڙ ڪري، جيئن جو تيئن (وڌ ۾ وڌ ٿوري ڦيرڦار سان يا ٻيءَ ٻوليءَ ۾ ترجمو ڪري) پنهنجي پاران ڪتابي صورت ۾ ڇپارائيندا وتن. جيتوڻيڪ ائين ڪجھ منهنجي ٿيسز سان بہ ٿيو آهي، پر اهڙن ماڻائتن ۽ ساٿي محققن کي ان طرح جي سهل پسنديءَ کان پرهيز جي پارت هجي!

اهڙين حالتن کي محسوس ڪندي منهنجي دوستن مشورو ڏنو تہ ٿيسز پنهنجي طور تي شايع ڪرائي وڃي. ڇاڪاڻ تہ اها سن1983ع جي لکيل آهي، ۽ ان جي اصليت پنهنجي جاءِ تي برقرار رهندي.

ڇپائيءَ جي سلسلي ۾ گهڻي وقت کان اسلاميہ ڪاليج ڪراچيءَ جو منهنجو ساٿي محترم نور محمد شيخ زور ڀريندو رهيو آهي، پر آئون ڪن مجبورين سبب، هن ڪم ۾ هٿ وجهي نہ سگهيس. هوڏانهن منهنجو ڳوٺائي ڊاڪٽر عبدالرسول قادري بہ اشاعت جي باري ۾ اتساهيندو آيو.

انهن ٻنهي مهربانن جي همٿائڻ کان پوءِ، اشاعت جي اصولن موجب، مون پنهنجي ٿيسز جي اصلاح شروع ڪري ڏني، ۽ ڇپائيءَ جي سلسلي ۾ وڃي محترم محمد ابراهيم جويي سان صلاح ڪيم. جنهن صاحب جيءَ ۾ جايون ڏيندي، مون تي نہ صرف مشورن جا مينهن وسايا، بلڪ ڪتاب متعلق پنهنجو رايو لکي وڏو احسان بہ ڪيو.

هاڻي جڏهن ڇپائيءَ جو مرحلو اچي ويو آهي تہ ان لاءِ ضروري سمجهان ٿو تہ ڪجھ وضاحتون هن هيٺ اڳواٽ پيش ڪري ڇڏيان تہ جيئن هن ڪتاب جي مطالعي وقت اجايون غلط فهميون پيدا نہ ٿين.

1- نج سنڌي ماحول ۾ قائم ٿيل سنڌ جي سياسي جماعتن تي ڪوشش ڪري تفصيل سان لکيو ويو آهي، تہ جيئن اڳتي هلي انهيءَ بنياد تي دور جي سياسي تاريخ مرتب ڪرڻ ۾ آساني پيدا ٿئي.

2- جن پارٽين ۾ عالمن ڪثرت سان حصو ورتو آحي، تن تي ڪوشش ڪري ڀرپور انداز ۾ روشني وڌي ويئي آهي.

3- گهٽو ڪري سمورين پارٽين جي اهڙي قسم جي سياسي ڪارڪردگيءَ ڪي اوليت ڏني ويئي آهي، جنهن جي اجاگر ڪرڻ سان عالمن جون سياسي خدمتون نمايان طور تي ظاهر ٿين ٿيون. ان هوندي بہ جماعتن جي مجموعي ڪارڪردگيءَ ڪي بہ نظر انداز نہ ڪيو ويو آهي.

4- سياسي پارٽين جي شاخن کي سنڌي الف- بي جي ترتيب سان رکيو ويو آهي. البت پارٽين جي سياسي ڪارڪردگيءَ ڪي تاريخوار بيان ڪيو ويو آهي.

5- جيئن تہ انگريزن جي دور ۾ ملڪ جو انتظامي ڍانچو مختلف هو، ان ڪري ماڳن ۽ هنڌن جو ذڪر، ان موجب ڪيو ويو آهي. پر ورهاڱي کان پوءِ جڏهن سنڌ جي مختلف ضلعن ۽ تعلقن ۾ انتظامي تبديليون آيون، تہ عالمن جون سياسي خدمتون وري انهيءَ دور جي انتظامي جوڙجڪ مطابق بيان ڪيون ويون آهن، ۽ انهن ۾ ڪابہ تبديلي نہ آندي ويئي آهي. البت عالمن جي سوانح لکندي ڪين سن 1983ع تائين وارن تعلقن ۽ ضلعن ۾ شامل ڪيو ويو آهي.

6- عالمن کي بہ سنڌي الف- بي جي ترتيب سان رکيو ويو آهي، پر سندن سوانح لکندي هڪ ئي نالي وارن عالمن مان، پهريائين ان عالم کي آندو ويو آهي، جنهن جي وفات اڳ ۾ ٿي آهي. ان کان پوءِ جيڪو عالم تحقيق دوران تہ زنده هو، پر ڪتاب جي ڇپجڻ (2008ع) تائين فوت ٿي چڪو، تنهن جي سوانح ۽ وفات جو ذڪر حاشيي ۾ ڪيو ويو آهي.

7- عالمن جي سوانح لکندي سندن جنم ۽ وفات جي سَن کي ”تقويم تاريخي“، هجري ۽ عيسوي- ٻنهي سنن کي آندو ويو آهي.

8- ”خلافت تحريڪ“ دوران ئي ”جمعيت العلماء“ جو قيام عمل ۾ آيو. خلافت جي عوامي هلچل سبب ”جمعيت العلماء“ جي ڪارڪردگي نمايان نہ ٿي سگهي، ۽ جڏهن خلافت تحريڪ جو خاتمو ٿيو تہ، جمعيت العلماءَ ان جي جڳهہ والاري. ان ڪري عالمن جي سوانح لکڻ وقت ”خلافت تحريڪ“ ۽ ”جمعيت العلماء“ جي اهڙي فرق کي واضح ڪيو ويو آهي.

9- انهن سمورن عالمن جي سوانح ڏني ويئي آهي، جن جي معلومات ملي سگهي آهي. سوانح لکندي خاص توجهه عالمن جي سياسي ڪارنامن تي ڏنو ويو آهي، جنهن ڪري سوانح مختصر هئڻ سان گڏ جامع به بڻائي ويئي آهي.

10- جن عالمن جي زندگيءَ جو احوال نه ملي سگهيو آهي، تن جي الف- بي وار نالن جو آخر ۾ ضميمو ڏنو ويو آهي.

11- اهڙيءَ طرح ٻيو ضميمو الف- بي وار "خلافت تحريڪ" جي انهن شاخن تي مشتمل آهي، جيڪي سنڌ اندر قائم ٿيون هيون، ۽ طوالت جي ڊپ کان انهن کي خلافت واري باب ۾ نه آندو ويو آهي.

12- ڪتاب جي حوالن کي هرهڪ باب جي آخر ۾ لکيو ويو آهي، جڏهن ته حوالي طور آيل ڪتابن، رسالن ۽ اخبارن جي آخر ۾ "مددي ڪتاب" طور فهرست ڏني ويئي آهي. البت وضاحتي حاشيا ساڳئي صفحي تي هيٺ آندا ويا آهن.

خادم العلم
ڊاڪٽر مظهر الدين سومرو
سومرا گهٽي- محلو ليلا آباد
سڪرنڊ
ضلع نواب شاهه - سنڌ

20 آگسٽ 2008ع

(11)مولانا سيد عبدالرحيم شاھ

(12) مولانا عبدالغفور سيتائي

(13)مولانا عبدالڪريم درس

(14) مولانا عبدالڪريم چشتي

(15)مولانا عبيدالله سنڌي

(16) مولانا سيد حاجي علي اڪبر شاهه

(17) مولانا مخدوم غلام حيدر هالائي

(18) مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي

(19) مولانا حڪيم فتح محمد سيوهاڻي

(20) مولانا پير حاجي مٺل شاهه

(26)مولانا محمد عظيم "شيدا"

(27)مولانا حكيم محمد معاذ پيرزادو

(28) مولانا محمد هاشم گهانگهرو

(29)مولانا معين الدين كنياروي

(30) مولانا هدايت الله تنيو

## باب پهريون

# سنڌ ۾ انگريزن جي آمد ۽ ان جا سبب

سونهاري سنڌ، سڪندر اعظم جي آمد 325ق.م کان پوءِ پندرهين صدي عيسويءَ تائين ڪنهن به يورپي ماڻهوءَ کي نه ڏٺو هو. هيءَ ڌرتي سورهين صديءَ جي آخري ڏهاڪي تائين مغرب وارن لاءِ هڪ بند ٿيل ڪتاب هئي، ۽ ڪين ان متعلق ڪا به ڄاڻ نه هئي. جيڪڏهن ڪجهه ڄاڻندا به هئا ته ان ۾ ڪيترين ئي غلط ڳالهين به شامل هيون.* سنڌ ۾ يورپي قومن جي آمد جا ڪيترائي سبب ٻڌائي سگهجن ٿا، جن جو مختصر ذڪر هيٺ ڪجي ٿو:

**مذهبي مفاد:** ننڍي کنڊ ۾ پرڏيهي قومن جي اچڻ جو وڏي ۾ وڏو سبب، سندن مذهبي جنون هو. ڇو ته انهيءَ زماني جي يورپ ۾ اهو سمجهيو ويندو هو ته اوڀر وارن ملڪن ۾ عيسائي مذهب جا پوئلڳ ڏکيا ڏينهن گذاري رهيا آهن. انهن تي اتان جا مسلمان ظلم ۽ تشدد ڪري رهيا آهن (1). جن کي ڇڏائڻ خاطر هنن ايرندي وارن ملڪن ڏانهن اچڻ شروع ڪيو.

”سينٽ ٿامس“ (St. Thomas) پهريون حواري هو، جنهن جي تبليغ تي ٽيڪسيلا جي راجا ”گونڊي فيرس“ (Gonde Phares) عيسائي مذهب اختيار ڪيو(2). جيئن ته ٽيڪسيلا به ان زماني ۾ سنڌ سان مليل هئي، تنهن ڪري هن واقعي کي به سنڌ جو واقعو قرار ڏئي سگهجي ٿو(3). هن تبديليءَ کي ذهن ۾ رکي چئي سگهجي ٿو ته يورپي قومون نج مذهبي مفاد به آڏو رکي سنڌ ۾ آيون.

عيسائيت جا مبلغ انهيءَ واقعيءَ کان پوءِ به سنڌ ۾ ايندا رهيا، پر کين ڪا به ڪاميابي حاصل نه ٿي. سندن موجودگيءَ جا اهڃاڻ محمد بن قاسم جي ڪاهه وقت به ملن ٿا(4). پر پورچوگيزن هٽان ٺٽي کي لٽڻ ۽ ساڙڻ واري واقعي کان پوءِ اهي منظر ٿي، سنڌ ۾ پنهنجي مذهب جي تبليغ ڪرڻ لڳا. انهيءَ سلسلي ۾ گوا کان ”آگسٽينين“ (Augustinians) پادري

---

* آڳاٽن سياحن مان ”ڊيوريٽ باربوسا“ (Duarte Barbosa) پهريون سياح هو، جنهن ”هرمز“ پيٽ کان وٺي گجرات تائين سمنڊ وسيلي مسافري ڪئي. هو سنڌ بابت غلط بياني ڪندي لکي ٿو:

”سنڌ تي عربن جي حڪومت آهي، هتي جا رهاڪو سڪي مڇي گهوڙن کي کارائين ٿا. هتي جي هڪ ٻوٽي جو ڪانو ماڻهن جي چنگهن جهڙو ٿلهو ٿئي ٿو. سنڌو درياءَ فرات درياءَ مان نڪري ايراني نارمان ٿيندو، ڪنبات جي نار ۾ ڇوڙ ڪري ٿو.“

(Dames, M.L: “The Book of Duate Barbosa”, Volume I, London, Haklut Society, 1918, P.P. 106-107)

سيپ ڪان پهريائين سنڌ ۾ آيا(5). جن مان "ڊائيگوڊيسانٽ آنا" (Diogo de Sant Anna) پهريون آگستينين فرقي جو مبلغ هو. جنهن 1623ع ۾ سنڌ ۾ اچي لاهري بندر ڪي. پنهنجي مذهبي ڪارروائين جو مرڪز بنايو. هنن لاهري بندر ۾ هڪ ديول بہ تعمير ڪرائي. جنهن ڪي وقت جي مغل حڪمران شاهہ جهان ڀاهڻ جو حڪم ڏنو هو(6).

آگستينين فرقي ڪان سواءِ "ڪارميلائيٽس" (Karmelites) فرقي وارا بہ سنڌ ۾ آيا. جن جي آمد جو مرڪز گوا تہ. پر بصره هو (7). هن فرقي مان "فادر ليوڊوويڪس" (F. dudovicus) ۽ "برادر ريڊمپٽس" (B.R. Redemptus) پهريان مبلغ هئا. جيڪي سنڌ ۾ آيا (8). "منوچي" (Manucci) جڏهن سنڌ ۾ آيو. تہ هن بکر ۽ لاهري بندر ۾ ڪارملائٽس پادرين سان ملاقات ڪئي (9). انهيءَ ڪان پوءِ سن 1672ع تائين چئن پادرين جا نالا ملن ٿا. جن ٺٽي ۾ وفات ڪئي*. اهڙيءَ طرح "اليگزينڊر هئملٽن" (Alexander Hamiltn) بہ 1699ع ۾ ٺٽي ۾ عيسائين جي هڪ چرچ جو ذڪر ڪيو آهي(10).

ان ڪان پوءِ سنڌ توڙي هند جي سياسي حالتن ۾ انقلابي تبديليون آيون. جن جو اثر سنڌ اندر عيسائيت جي تبليغ تي بہ پيو. سن 1783ع ۾ ڪلهوڙن جي حڪومت جو خاتمو ٿيو(11) ۽ ٽالپر اقتدار ۾ آيا. سنڌ ڪان ٻاهر ننڍي کنڊ ۾ وري پورچوگيزن جي جاءِ. اچي انگريزن والاري. هن تشين تبديليءَ پڻ سنڌ ۾ عيسائيت جي تبليغ کي متاثر ڪيو. ڇو تہ انهيءَ وقت انگريزن مذهب ڪان وڌيڪ پنهنجي سياسي ۽ اقتصادي مفادن جي بچاءَ خاطر سنڌ سان ٺوان لاڳاپا قائم ڪيا. اهڙيءَ طرح سنڌ ۾ عيسائيت جي تبليغي ڪم کي ڪنهن حد تائين ٻنجو اچي ويو.

**اقتصادي مفاد:** سن 1521ع ۾ شاهہ بيگ ارغون ٺٽو فتح ڪري سنڌ جو حڪمران بڻيو.

---

* اهي پادري هئا:

| | |
|---|---|
| "فادرلوئي فرانسس" (وفات: آڪٽوبر 1622ع) | F.R Louis Francis. |
| "فادرپيٽرڪ آف سينٽ لوئي (وفات: 1643ع) | F.R Patrick of St Louis. |
| "فادر مچل آف سينٽ سائمن" (وفات: 1657ع) | F.R Michael of St simon. |
| "فادرپيٽر" (وفات: 1672ع) | F.R Pater. |

(F. Valens Wienk: "In the Land of the Sindhi and Baluchi", Karachi Rotti Press 1947, P.19)

ڪيس جلد ئي اجل جو شڪار ٿيڻو پيو. نتيجي ۾ 1522ع ۾ سندس پٽ شاھ حسن ارغون سنڌ جو حاڪم ٿيو. سن 1554ع ۾ شاھ حسن ارغون بہ لا ولد لاڏاڻو ڪري ويو. ان ڪري سنڌ ٻن خاندانن ۾ ورهائجي ويئي. سنڌ جو اترين حصو، جنهن جو تخت گاھ "بکر" هو، سو "محمود ڪوڪلتاش" ڪنيو ۽ سنڌ جو ڏاکڻيون حصو، جنهن جو تخت گاھ "ٺٽو" هو، سو "مرزا عيسيٰ ترخان" کي مليو. ان دور ۾ مغربي قومن جون لالچي ۽ حريص نگاھون هندوستان وانگر سنڌ کي بہ تڪي رهيون هيون.

پورچوگيز پهرين مغربي قوم هئا، جن سڀ کان اڳ سنڌ ۾ پير پاتو. سن 1555ع ڌاري ٺٽي جي حڪمران مرزا عيسيٰ ترخان، بکر جي گورنر سلطان محمود کي سيکت ڏيڻ لاءِ پورچوگيزن کان مدد ورتي. سندس سڏ تي "پيڊروبيريٽو رولن" (Pedro Borrato Rolin) اٺاويھ جهاز جنگي سامان ۽ سپاهين سان ڀري اچي ٺٽي پهتو. هن جي پهچڻ کان اڳ مرزا عيسيٰ ترخان، ۽ سلطان محمود جي وچ ۾ ٺاھ ٿي چڪو هو. پورچوگيزن پنهنجي پنڌاٿيءَ ۽ جاکوڙ جي معاوضي جو مطالبو ڪيو، پر مرزا عيسيٰ ترخان انڪار ڪيو، جنهن تي ٺٽي کي لٽيو ويو. اٺ هزار بي گناھ پر امن شهري ماريا ويا ۽ ايشيا جي تاريخ ۾ وڏي ۾ وڏو ڌاڙو هنيو ويو(12).

پورچوگيز شروع کان وٺي توڙ تائين، سنڌ ۾ واپاري ۽ بحري لٽيرا ٿي رهيا* پر ڪڏهن بہ انهن ڌرتيءَ ۾ اکيون نہ وڌيون. مگر انگريزن ائين نہ ڪيو. هنن نہ رڳو سنڌين جو استحصال ڪيو، پر ڪين هڪ صديءَ تائين غلام بہ بنائي رکيو.

يورپي قومن واپاري ۽ تجارتي بنيادن تي دنيا جي پر امن قومن جو اقتصادي استحصال ڪيو. ۽ ڪين غلام بنايو. انگريزن هندوستان تي بہ ان ڪري ئي قبضو ڪيو هو. جڏهن هندوستان جا حاڪم ٿيا تہ سالن کان وٺي سنڌ جي سڪي ۽ ستابي ڌرتيءَ جون ڪهاڻيون ٻڌندا ٿي رهيا. ان ڪري سنڌ تي قبضي ڪرڻ واري نيت کي عملي جامي پهراڻ لاءِ هنن، هن ديس

---

* اهو ئي سبب آهي جو شاھ عبداللطيف يورپي ماڻهن کي سنڌ جي پاڻيءَ تي قابض ٿيندي ڏسي چيو تہ:

دنگي وچ دريا، کي ٻڏي کي اپڙي
هوجي واڍي واٺيا، سي سوهڻ سڀ سڙيا
معلم ماڳ نہ اڳئين فرنگي منجھ ڦريا
ملاح تنهنجي مڪڙيءَ اچي چور چڙهيا
جتي ڊينگ ڊريا،. تتي تاري تنهنجي.

(مرزا قليچ بيگ: وڏو شاھ جو رسالو، شڪارپور، مسٽرپوڪرداس 1913ع ص 97)

سان بہ واپاري ۽ تجارتي لاڳاپا قائم ڪرڻ شروع ڪيا.

”انٿوني اسٽارڪي“ (Anthony Starkey) پهريون انگريز هو، جيڪو فيبروري 1612ع ۾ ٺٽي ۾ پهتو ۽ سنڌ ۾ تجارتي گنجائش جو جائزو ورتائين. جڏهن اها خبر ٺٽي ۾ رهندڙ پورچوگيزن کي پيئي، تہ انهن مان ڪنهن هن کي زهر ڏيئي ماري ڇڏيو(13). ان کان پوءِ سن 1613ع ۾ ”والٽرپيٽون“ (Walter Payton) ۽ ”سررابرٽ شيرلي“ (Sir Rabert Sherley) سنڌ ۾ آيا، جن مان پويون ٺٽي کان ٽيندو آگري پهتو(14). ساڳئي سال ”نڪولس وٿنگٽن“ (NicholasWithington) نالي هڪ برطانوي واپاريءَ جي سنڌ ۾ آمد جو پتو پوي ٿو، جنهن کي ٺٽي جي پرسان سنڌي سردارن هٿان پنهنجو سڀ ڪجهہ وڃائڻو پيو ۽ آخرڪار جان بچائي وڃي سورت پهتو.*

سن 1615ع ۾ برطانيہ سرڪار ”سرٿامس رو“ (Sir Thomas Roe) کي هندستان موڪليو تہ جيئن هو وقت جي حاڪم جهانگير کان پنهنجي ديس وارن لاءِ کي واپاري سهوليتون حاصل ڪري سگهي. جنهن سنڌ ۾ واپار ڪرڻ جي اجازت گهري، پر ڪامياب نہ ٿيو. هن ”سنڌو درياهہ“ تي هڪ خاص رپورٽ لکي ۽ 1616ع ۾ سورت واري انگريزي فيڪٽريءَ جي علمدارن تي سنڌ سان تجارت ڪرڻ لاءِ زور ڀريو(15)، ۽ پهريون ڀيرو سنڌ لاءِ ايسٽ انڊيا ڪمپنيءَ جو ڌيان ڇڪايو ويو. ان وقت ڌاري ”ميٿولڊ“ (Methold) هڪ انگريز بحري ڪپتان جي ذريعي پورچوگيزن سان صلح ڪيو، جنهن ڪري سنڌ جي لاهري بندر ۾ انگريزن کي واپاري ڪوٺي کولڻ جي خواهش پيدا ٿي، پر ان کان پڻ وڏو سبب هيءُ هو جو ان وقت لنڊن جي مارڪيٽ ۾ سوٽي ڪپڙي جي گهٽي گهرج هئي، هيڏانهن ٺٽو ۽ نصرپور ان زماني ۾ سنڌ اندر سوٽي ڪپڙي جا وڏا مرڪز هئا. انهيءَ پوئين سبب هيڪاري انگريزن جي دل ۾ هوس پيدا ڪئي تہ هو سنڌ ۾ واپاري ڪوٺي قائم ڪن. آخر ۾ ستن سالن کان پوءِ سورت

---

* ”نڪولس وٿنگٽن“ (NicholasWithington) سن 1613ع ۾ ”ايسٽ انڊيا ڪمپني“ (East India Company) طرفان نير جي خريداري لاءِ احمد آباد کان سنڌ ۾ آيو، انهن ڏينهن ۾ سنڌ ۾ نير تمام گهڻو ٿيندو هو ۽ ڏيساور موڪليو ويندو هو. ڪيس ميرپوربٺوري جي رستي ۾ ٺي ڏيهين ڦريو. جنهن ڪري هو واپس ننگرپارڪر وريو ۽ هڪ واقفڪار هندو واپاريءَ کان پئسا اڌارا وٺي وڃي احمد آباد پهتو. سفر جي دوران هن جيڪي ڪجهہ ڏٺو وائٽو تنهن کي قلمبند ڪيائين، جنهن ۾ سنڌ جي باري ۾ بہ ڪجهہ مواد ملي ٿو.

(Bal Karishna: "Commerial Relations between India and England", London, George Roultledge, 1924 P.12)

جي اختياريءَ وارن پنهنجن ماڻهن کي سنڌ ۾ واپار ڪرڻ جي اجازت ڏني.

اهڙي طرح "ايسٽ انڊيا ڪمپني" (East India Company) سنڌ ۾ پنهنجا اوائلي قدم رکڻ شروع ڪيا ۽ ڪمپنيءَ جو پهريون جهاز "دي ڊسڪوري" (The Discovery) 28 نومبر 1635ع تي اچي لاهري بندر تي لنگرانداز ٿيو.

سنڌ ۾ انگريزن جي چڱي آجيان ڪئي ويئي ۽ کين ملڪ اندر تجارتي سهوليتن ۽ مارڪيٽن جي جائزي وٺڻ جو موقعو فراهم ڪيو ويو. اهڙيءَ طرح "جان اسپلر" (John Spiller) نالي هڪ انگريز مغل سلطنت جي اجازت سان سن 1640ع ۾ ٺٽي ۾ وارد ٿيو(16).

سن 1652ع کان سن 1662ع تائين ڪيترائي واقعا رونما ٿيا، جن هن فيڪٽريءَ کي متاثر ڪيو. سن 1652ع ۾ "ڊچن" (Duches) سنڌ ۾ انگريزن جي واپاري هڪ هٽيءَ کي ٽوڙڻ جي ڪوشش ڪئي. سن 1656ع ۾ ٺٽي جي سابق گورنر ظفر خان ڪمپنيءَ جون سموريون پيڙهيون پنهنجي ذاتي تحويل ۾ وٺي ڇڏيون. نئين گورنر قباد خان به ڪمپنيءَ وارن سان چڱو قدم نه کنيو. سن 1658ع ۾ مغل سلطنت جي وارثن جي پاڻ ۾ ويڙهه لڳي. ساڳئي سال سنڌ ۾ زبردست ڏڪر پيو. اهي سموريون ڳالهيون ٺٽي جي فيڪٽريءَ تي اثر انداز ٿيون. سن 1660ع ۾ هُن طرف وري سورت ۾ رهندڙ ڪمپنيءَ جي ملازمن ۽ انتظاميه ۾ اختلاف پيدا ٿي پيا. ان کان سواءِ ٺٽي جي فيڪٽريءَ وارو نگهبان "وليم بيل" (William Bell) وري گهوٽالن ۽ غبن تي پاڙڻ لڳو. اهڙين حالتن سن 1662ع ۾ فيڪٽريءَ جو خاتمو آڻي ڇڏيو (17).

سن 1739 ۾ "هينري بارن فورڊ" (Henry Born Ford) هڪ انگريز واپاريءَ نير جي سلسلي ۾ بوبڪ ۽ سن تائين سفر ڪيو( 18). ان کان پوءِ ڪلهوڙن جي دور ۾ ٿي ميان غلام شاهه ڪلهوڙي، سن 1758ع ۾ ڪمپنيءَ جي ايجنٽ "سمپٽن" (Sempton) کي سنڌ ۾ فيڪٽريون کولڻ جي اجازت ڏني (19). سن 1760ع ڌاري بمبئي حڪومت جي پاران مسٽر "ارسڪن" (MR. Erskine) سنڌ ۾ ريزيڊنٽ مقرر ٿي آيو. جنهن واپار کي به زور وٺرايو ۽ پاڻ سنڌ جي سياست ۾ به عملي طرح بهرو وٺڻ لڳو. هن ڪڪرال جي ڄام سان ڳجهيون ڳالهيون ڪرڻ شروع ڪيون، جنهن ڪري سنڌ جو بادشاهه غلام شاهه ڪلهوڙو ناراض ٿي پيو. ميان صاحب جي اشاري تي سندس عامل گلاب راءِ ڪمپنيءَ جي ملازمن کي تنگ ڪرڻ شروع ڪيو(20).

سن 1783ع ۾ مير فتح علي خان ٽالپر هالاڻيءَ جي جنگ ۾ ڪلهوڙن کي شڪست ڏيئي سنڌ فتح ڪئي (21). هن سنڌ کي ٽن حصن ۾ ورهايو، ۽ نئين نظام حڪومت موجب "اتر سنڌ" سهراباڻي خاندان کي ملي. مير سهراب خان "خيرپور" کي پنهنجي حڪومت جي گاديءَ جو هنڌ بنائي راڄ ڪرڻ لڳو(22). "مرڪزي سنڌ" وري شهداداڻي خاندان جي حوالي ٿي،

جنهن "حيدرآباد" کي پنهنجي گاديءَ جو هنڌ بڻايو(23). اهڙيءَ طرح "ڏکڻ اوڀر سنڌ" ملڪاڻي خاندان کي ملي، جن "ميرپور" کي پنهنجي گاديءَ جو هنڌ بنايو ۽ ان تي ميرٿارو خان حڪمراني ڪرڻ لڳو (24).

مٿي ذڪر ڪيل سنڌ جي ٽن حصن مان "حيدرآباد" کي سياسي، سماجي، مذهبي ۽ اقتصادي نقطي نگاهه کان مرڪزي حيثيت حاصل هئي. شهداداڻي خاندان ننڍي کنڊ جي سياسي تاريخ ۾ هڪ انوکو مثال قائم ڪندي، مير فتح علي خان جي سربراهيءَ ۾ جيڪا "چوياري" قائم ڪئي، سا اجتماعي حڪمرانيءَ جو هڪ نادر نمونو هئي.

جيتوڻيڪ ملڪ جو نظم ونسق چارئي ڀائر گڏيل نموني سان هلائيندا هئا* پر عملي طرح سان انهيءَ چوياريءَ جو وڏو مير فتح علي خان هو. ۽ ملڪ جا ڏيهي توڙي پر ڏيهي عهدناما، احڪام ۽ لکپڙهه سندس ئي نالي ۾ ٿيندي هئي.

مير فتح علي خان جي زماني، سن 1799ع ۾ "بمبئي سول سروسز" (Bombay Civil Services) جي "مسٽر ناٿن ڪرو"(Mr. Nathon crowe) ڪراچيءَ ۾ اچي فيڪٽري قائم ڪئي (25). پر انگريز سامراج جي توسيع پسندي حڪمت عمليءَ کي نظر ۾ رکندي، مير صاحب اها فيڪٽري هڪ سال جي قليل عرصي کان پوءِ بند ڪرائي ڇڏي(26). ان ڪري "ايسٽ انڊيا ڪمپني" (East India Company) جي نہ صرف توهين ٿي، پر ڪيس هڪ لک روپين جو نقصان بہ ٿيو.

هيءَ فيڪٽري موجوده چڙيا گهر جي اتر، ۽ لياري نديءَ جي اوپر واري حصي ۾ قائم ڪئي ويئي، ۽ ناٿن ڪرو کي بہ ان عرصي ۾ ئي سنڌ ۾ موڪليو ويو. جنهن پنهنجي سرڪار جي اشاري تي، ڪراچيءَ تي قبضي ڪرڻ متعلق، فوجي، سياسي ۽ سماجي معلومات گڏ ڪرڻ

---

* اهي هئا.

1- مير فتح علي خان 1783ع کان 1802ع.

2- مير غلام علي خان 1802ع کان 1811ع.

3- مير ڪرم علي خان 1811ع کان 1828ع.

4- مير مراد علي خان 1828ع کان 1832ع.

ان کان پوءِ جيڪا بہ چوياري اقتدار ۾ آئي، تنهن ۾ هي شامل هئا.

1- مير نور محمد خان 1833ع کان 1840ع.

2- مير محمد نصير خان 1840ع کان1843ع.

(رحيمداد خان مولائي شيدائي، "تاريخ تمدن سنڌ"، حيدرآباد،سنڌ يونيورسٽي 1959ع ص 581-582)

شروع ڪئي. ان ڪان پوءِ ناٿن ڪرو ٺٽي ڏانهن لڏي آيو. پر ميرن ساڳئي سال جي آڪٽوبر مهيني ۾ انگريز واپارين ۽ تاجرن کي سنڌ ڇڏي وڃڻ جو حڪم ڏنو (27).

ميرَ. "ناٿن ڪرو" (Nathan Crowe) کي ڪارخاني بند ڪرڻ لاءِ حڪم ڏيڻ ۾ حق بجانب هئا. ڇو تہ ناٿن ڪرو جو قيام سنڌ جي مفاد ۾ نہ هو. ناٿن ڪرو سنڌ جي باري ۾ هڪ رپورٽ ڏني، جنهن ۾ هو لکي ٿو تہ: "سنڌي راڳ جا شوقين آهن. مسلمان عيد ملهائين ٿا. مگر منجهن روح نہ آهي. سيدن جي پوڄا جام آهي، ۽ قبرن کي سينگاريو وڃي ٿو. اٺ سواريءَ لاءِ ڪم ڏين ٿا. سمنڊ جي نزديڪ لوٽائيا پوٺا جام آهن. جن تي اٺن جو گذران آهي. شاهه بندر. اورنگ بندر جي ويجهو ڪافي زمين موجود آهي . جنهن ۾ لوڻ تمام گهڻو ٿئي ٿو. ۽ زندگيءَ جون شيون جام ملن ٿيون. سنڌ جي برساتن جي موسم ۾ فوجون لاهي سگهجن ٿيون. ڪراچيءَ جي ڏکڻ اولهہ ۾ سمنڊ جي ڪاڌ آهي. جنهن ۾ وڏا وڏا جهاز لنگرانداز ٿي سگهن ٿا. ٺٽي کان لشڪر خشڪيءَ رستي بہ موڪلي سگهجي ٿو ۽ حيدرآباد ان جي بلڪل سامهون آهي" (28). ناٿن ڪرو جي انهن بيانن مان ظاهر ٿئي ٿو تہ انگريزن کي سنڌ جي فتح جي هوس گهڻو اڳ هئي ۽ اهي واپاري ۽ سوداگر بڻجي. پنهنجي سياسي تدبر سان اچي سنڌ جي قسمت جا مالڪ بڻيا.

انگريزن کي سنڌ فتح ڪرڻ لاءِ بہ اهي ساڳيا جواز هئا . جيڪي هن کان اڳ هندوستان کي هڙپ ڪرڻ لاءِ سندن نظر ۾ هئا . جيتوڻيڪ انگريز هندوستان ۾ محض پنهنجي واپاري طبقي جي مفاد لاءِ داخل ٿيا هئا . ۽ سندن مکيہ مقصد هندوستان جو مال پنهنجي ملڪ انگلينڊ ۽ ٻين يورپي ملڪن ۾ پهچائي دولت ڪمائڻ جو هو. پر سندن ملڪ جي نون معاشي لاڙن ۽ صنعتي انقلاب هنن جي اڳين ارادن کي بنهہ بدلائي ڇڏيو. سندن واپاري طبقو نيم سرمائيداريءَ مان ترقي ڪندو . ملڪ جي بدلجندڙ معاشي حالتن پٽاندر سامراجي طاقت بڻجي ويو. جنهن کي مال جي بدران پيداوار جي ذريعن ۽ مال وڪڻڻ لاءِ بازارن ۽ مارڪيٽن جي تلاش هئي. انهن ٻنهي ضرورتن انگريزن کي بينڪون هٿ ڪرڻ تي آماده ڪيو ۽ اهو ئي جواز هندوستان کان پوءِ سنڌ کي فتح ڪرڻ لاءِ سندن سامهون هو.

**سياسي مفاد:** جيئن تہ "ايسٽ انڊيا" (East India Company) ان وقت پنهنجن مسئلن ۾ منجهيل هئي، ۽ مرهٽن خلاف برسرپيڪار هئي (29). ان ڪري ڪيس سنڌ حڪومت طرفان ڪراچيءَ جي فيڪٽري بند ڪرڻ واري انقلابي ۽ وطن دوستيءَ واري عمل کي ڏسي وائسي نظرانداز ڪرڻو پيو.

انهيءَ عرصي دوران مير فتح علي خان لاڏاڻو ڪري ويو. جنهن ڪري سن 1802ع ۾ مير غلام علي خان گادي نشين ٿيو. جنهن نہ رڳو ڪابل کي ڍل ڏيڻ بند ڪري ڇڏي پر بهاولپور

ڪان سبزل ڪوٽ ۽ ڀنگ پاڙه جا پرڳڻا به فتح ڪيا(30). مير موصوف جي انهن پنهي عملن جو فطري نتيجو اهو نڪرڻو هو ته ڪابل حڪومت جي سامراجي پاليسي جي مقابلي ڪرڻ لاءِ هڪ طاقتور دوست جو ڏيءِ حاصل ڪري. ان ڪري هن پنهنجي مرضيءَ ۽ منشا موجب پاٽمرادو "ايسٽ انڊيا ڪمپني" (East India Company) ڏي سفير اماڻي. پنهنجي پاءُ مرحوم مير فتح علي خان طرفان ڪراچيءَ جي فيڪٽري بند ڪرڻ واري قدم تي افسوس جو اظهار ڪيو ۽ نئين سر دوستيءَ جا ناتا قائم ڪرڻ جي آڇ ڪئي(31).

جيئن ته اها آڇ ڪمپنيءَ جي مفاد ۾ هئي، ان ڪري ايسٽ انڊيا ڪمپنيءَ جي عملدارن، ڪنهن هٻڪ ڪان سواءِ سنڌ دوستيءَ جي حڪمت عملي اختيار ڪئي. ڪراچيءَ ۾ ايسٽ انڊيا ڪمپني جي فيڪٽري قائم ٿيڻ ڪان اڳ ئي ننڍي کنڊ توڙي بين الاقوامي سطح تي انگريزن خلاف محاذ قائم ٿي چڪو هو.

هندستان انگريزن کي ڪڏهن به آرام سان حڪومت ڪرڻ نه ڏني. مقامي طور تي هڪ طرف ٽيپوسلطان ڪمپنيءَ جي راڄ لاءِ خطرو بڻجي چڪو هو(32) ته ٻئي طرف، روس ۽ افغانستان وري انگريزن سان اکيون اکين ۾ ملائڻ لڳا(33). سن 1792ع ۾ افغان حاڪم زمان شاهه 33 هزار سپاهي وٺي لاهور تي حملو ڪيو (34). ان ڪري انگريز سرڪار سڌوسنئون خطرو محسوس ڪيو.

اوڻويهين صديءَ جي پهرئين ڏهاڪي ۾ روس ۽ فرانس جي پاليسيءَ ۾ وڏي تبديلي آئي. سن 1807ع ۾ فرانس جي هڪ سفير جو ايراني دربار ۾ وڏي جوش ۽ جذبي سان آڌرڀاءُ ڪيو ويو. انهيءَ سال انگريزن کي اهو به احساس ٿيو ته سنڌ فرانس سان دوستيءَ جو دم ڀري رهي آهي(35).

نيپولين بونا پارٽ (Nepoleon Bona parte) هندوستان جي حالتن ڪان باخبر ٿيڻ لاءِ فرانس مان ڪيترائي جاسوس موڪليا(36). ساڳئي عرصي دوران فرانس ۽ روس اهو منصوبو رٿيو ته بخارا ۽ قنڌار جي رستي ننڍي کنڊ کي فتح ڪجي(37).

اهڙين حالتن هندستان جي ڪمپني راڄ کي سنڌ ۾ سياسي دلچسپي وٺڻ تي آماده ڪيو. ان ڪري بمبئي گورنمينٽ سن 1808ع ۾ "ڪئپٽن ڊيوڊ سيٽن" (Capt David sten) کي حيدرآباد موڪليو، جنهن جولاءِ 1808ع ۾ ميرن سان دوستيءَ جو معاهدو ڪيو. هن معاهدي موجب انگريزن کي اوکي وقت ۾ ميرن جي فوجي مدد ڪرڻي هئي. تنهن ڪري معاهدو عمل ۾ اچڻ ڪان اڳ ئي رد ڪيو ويو.* ان ڪان پوءِ سن 1809ع ۾ "نڪولس هينڪي سمٿ" (N.H.Smith) جي

---

* هن معاهدي جا شرط هئا:

سربراهيءَ هيٺ پيو وفد موڪليو ويو.

سمٿ 27 اپريل 1809ع تي "ميريا" (Maria) نالي هڪ جهاز ۾ سوار ٿي ڏاڍين تڪليفن کان پوءِ ڪراچي بندرگاهه تي پهتو(38). ڪراچيءَ ۾ ميرن جي نائب، انگريز وفد جي توبن سان عزت افزائي ڪئي. ان هوندي به حيدرآباد جي ٽالپري دربار ۾ ڪراچيءَ جي نواب کي حڪم مليو ته انگريز سفير سان وڌيڪ نرمي اختيار ڪئي وڃي. مسٽر سمٿ جڏهن حيدرآباد پهتو ته هن ميرن کي چوائي موڪليو ته، جڏهن هو دربار ۾ اچي ته مير سندس اٿي استقبال ڪن، ۽ ويهڻ لاءِ ڪيس ڪرسي ڏني وڃي. جيتوڻيڪ هيءَ شرط ڏکيو هو، پر ميرن قبول ڪيو(39). مسٽر سمٿ جو اهو خيال هو ته مير ڪانئس مرعوب ٿين، جنهن مان هن ناٿن ڪرو جي ناڪاميءَ جو بدلو وٺڻ ٿي گهريو، ۽ سنڌ ۾ انگريزن جي اها پهرين سياسي ڪوشش هئي.

سن 1811ع ۾ مير غلام علي خان جي وفات ٿي، ۽ مير ڪرم علي خان تخت تي ويٺو(40). هن جي ڏينهن ۾ هڪ طرف پنجاب جو حاڪم رنجيت سنگهه سنڌ لاءِ خطرو ثابت ٿيڻ لڳو* ته ٻئي طرف برٽش هند (British India) جي راڄ جون حدون اچي سنڌ سان

---

1. ته ٻنهي رياستن جي وچ ۾ دوستيءَ جو مضبوط رشتو قائم رهندو، ۽ هڪڙي رياست جا دوست ٻيءَ رياست جا دوست، ۽ هڪڙيءَ رياست جا دشمن ٻيءَ رياست جا دشمن تسليم ڪيا ويندا.
2. جڏهن به ڪنهن ڌر کي فوجي امداد جي ضرورت محسوس ٿي ته اوس ٻي اها پوري ڪئي ويندي.
3. جيڪڏهن هڪ حڪومت جا ڪنهن سان لاڳاپا خراب ٿيا ته ٻي حڪومت انهن سان دوستي نه رکندي.
4. جيڪڏهن سنڌ سرڪار جا ملازم ڪمپنيءَ سان واسطو رکندڙ بندرن تان اسلح خريد ڪندا ته ڪمپني انهن کي اهڙيون سهوليتون ڏيندي.
5. ته ڪمپنيءَ جو هڪ سفير ميرن جي دربار ۾ رهندو.
6. سرناٿن ڪرو (Sir Nathan Crowe) جي وقت ۾ سنڌ اندر ڪمپنيءَ کي پهتل نقصان کي نظر انداز ڪيو ويندو.
7. ته ٺٽي ۾ هڪ ڪارخانو قائم ڪيو ويندو.

(Aitchison: Treaties, "Engagements and Sanads" Calucatta, Government of India 1930, Volume 7, P.53)

* سن 18؟3ع ڌاري مهاراجا رنجيت سنگهه وڏي فوج وٺي بنو ۽ اٽڪ کان ٿيندو اچي مٺن ڪوٽ جي ويجهو سلطان جي شهر ۾ پهتو. راجا رنجيت سنگهه کي اڳتي وڌندو ڏسي سنڌ جي ميرن کي خطرو محسوس ٿيو. راجا رنجيت سنگهه سن 1825ع ڌاري سنڌ تي حملو ڪيو، مگر ڏڪار جي حالتن سبب واپس موٽي ويو. سن 1827ع ڌاري هن ٻيهر سنڌ تي حملو ڪيو ۽ ميرن کان خراج طلب ڪيائين.

لڳيون(41). اهڙين حالتن ويتر سنڌ سرڪار کي هندوستان جي انگريز حاڪمن طرف راغب ڪري ڇڏيو.

سنڌ جو وطن دوست عوام انهن سياسي تبديلين کان ڪڏهن بہ خوش نہ هو، ۽ وقت بوقت ڌارين دشمنن کي پنهنجي ڌرتيءَ تي پير کوڙڻ کان روڪيندو رهيو. انهيءَ سلسلي ۾ سن 1820ع ۾ سنڌي سپاهين هٿان، انگريز سپاهين کي مار کائڻي پئي. جنهن تي بمبئي سرڪار حيدرآباد جي حڪومت کي ڏوهي ٺهرايو، ۽ ڪيپٽن سيڊلر (Capton Sadlier) جي سرپرستيءَ ۾ ميرن سان نئين معاهدي ڪرڻ لاءِ هڪ وفد روانو ڪيو، جنهن نومبر 1820ع ۾ اچي معاهدو ڪيو.*

سن 1828ع سنڌ جي سياسي تاريخ جو هڪ اهم ۽ نازڪ سال هو. جڏهن مير مراد علي خان ٽالپر تي سَرطان جي بيماريءَ جو حملو ٿيو تہ هُن پنهنجي علاج لاءِ بمبئيءَ جي گورنر کان ڪنهن قابل ڊاڪٽر جي گهر ڪئي. بمبئي سرڪار "ڊاڪٽر جيمس برنس" (DR. James Burnes) کي سنڌ ڏانهن موڪليو(42). ڊاڪٽر جيمس برنس سنڌ ۾ جيڪو وقت رهيو، تنهن ۾ سنڌ جي ملڪي حالتن ۽ انتظام جو جائزو وٺڻ سان گڏ ميرن جي خانگي ۽ شخصي زندگيءَ جو بہ مطالعو ڪيائين. سن 1828ع ۾ مير ڪرم علي خان وفات ڪئي، ۽ ان جي جاءِ تي مير علي مراد خان تخت تي ويٺو (43). هن ئي زماني ۾ برطانيہ حڪومت، لارڊ بينٽنڪ (Lord Bentinck) کي هدايت ڪئي تہ جلد سنڌوندیءَ جي تجارتي آمد کي پنهنجي قبضي ۾ آڻي. ان حقيقت جي روشنيءَ ۾ "هينري پاٽنجر" (Henry Pottinger) کي حيدرآباد موڪليو ويو، جنهن ڪري سن 1832ع ۾ چوٿون معاهدو عمل ۾ آيو(44). جنهن موجب انگريزن کي واپاري ۽ تجارتي ضرورت لاءِ سنڌونديءَ جي استعمال ڪرڻ جي اجازت ڏني وئي. ساڳئي سال "اليگزينڊر برنس (Alexander Burnes) رنجيت سنگهہ ڏانهن سوکڙيون ڪٽي ويو(45) ۽

---

(Joseph Davey Cunnighan: "History of Sikhs", London, John Murray, 1849, P.173)

* هن معاهدي جا شرط هئا:

1. انگريزن ۽ ميرن جي دوستي قائم رهندي.
2. سفيرن جي آمد ورفت جاري رهندي.
3. سنڌ جا مير انگريزن کان سواءِ، ٻئي ڪنهن بہ يورپي يا آمريڪي قوم کي ملڪ ۾ رهڻ نہ ڏيندا.
4. سنڌ جا مير ڪوسن ۽ ٻين قومن کي انگريزي سرحدن اندر ڌمار ڪرڻ کان روڪيندا.

(Eastwick, Captain, E.B: "Speeches of Captain Eastwick on the Scinde Question", London, Smith Elder and Company, 1862, P.74)

ان بهاني سان سنڌ اندر منظم نموني ۾ جاسوسي ڪيائين.

سن 1833ع ۾ مير مراد علي خان جي وفات ڪان پوءِ مير نور محمد خان گاديءَ تي ويٺو(46). هن جي ٿي ڏينهن ۾ انگريزن سان پنجون معاهدو 1838ع ۾ عمل ۾ آيو* جنهن موجب انگريزن کي حيدرآبادي دربار ۾ پنهنجي ايجنٽ رهائڻ جي اجازت ملي. اها انگريزن جي هڪ وڏي چالبازي هئي، جو هڪ ڏک سان ٻه شڪار ڪيائون.

حيدرآبادي دربار ۾ "هينري پاٽنجر" (Henry Pottinger) کي پوليٽيڪل ايجنٽ مقرر ڪيو ويو. جنهن آگسٽ 1838ع ۾ پنهنجيءَ سرڪار کي ڪوڙي خبر پهچائي ته مير ايران جي سات سان انگريزن خلاف سازشون سٽي رهيا آهن (47). انگريز سرڪار پوءِ سٽت ٿي، افغانستان تي چڙهائي ڪرڻ جو ڍونگ رچايو ۽ ان سلسلي ۾ پنجاب جي حاڪم رنجيت سنگهه، جلاوطن افغاني امير شجاع الملڪ ۽ انگريزن جي وچ ۾ هڪ ٽه طرفو معاهدو ٿيو(48).

"لارڊ آڪليننڊ" (Lord Auckland) هڪ طرفو سن 1832ع واري معاهدي جي انهن فقرن تان هٿ ڪٽي ڇڏيو. جنهن موجب ڪمپني حڪومت سنڌونديءَ کي فوجي مقصدن لاءِ استعمال نه پئي ڪري سگهي(49). افغانستان تي ڪاهه ڪرڻ لاءِ سنڌو جو رستو اختيار ڪيو ويو(50). جنهن تي ميرن احتجاج ڪيو، پر فوج "وڪر" تائين پهچي چڪي هئي. هڪ طرف بنگال ريجمينٽ سنڌونديءَ وسيلي حيدرآباد ڏانهن وڌندي رهي، ته ٻئي طرف "جان ڪين" (John keane) جي اڳواڻيءَ هيٺ انگريزي فوج اچي ٺٽي پهتي. ان ڪان سواءِ شجاع الملڪ پنهنجيءَ فوج جو رخ لاڙڪاڻي طرف ڪري ڇڏيو. عين انهيءَ وقت ميرن جي مٿان سن 1839ع وارو معاهدو مڙهيو ويو. جنهن موجب ميرن کي ڪنهن به ٻاهرينءَ طاقت سان مخفي ناهه ڪرڻ واري حق ڪان محروم ڪيو ويو. ميرن انگريزي فوج جي رهائش ۽ کاڌ خوراڪ لاءِ ٽي لک روپيا

---

* هن معاهدي جي شرط هئا:

1. ميرن ۽ انگريزن جي پائيدار دوستيءَ سبب گورنر جنرل چاهي ٿو ته سنڌ جي ميرن ۽ انگريزن جي وچ ۾ جيڪا اٿبٽت ٿي آهي، تنهن کي روڪيو وڃي ته جيئن ٻنهي پاڙيسري رياستن جي دوستي قائم رهي.
2. صلح ۽ جنگ جي وقت ۾ سنڌ جي حڪومت جا ناتا مضبوط رهن. ۽ اهڙيءَ طرح انگريزي سفير حيدرآباد ۾ رهندو ۽ ميرن جو وڪيل انگريزي دربار ۾ رهندو. پر انگريزي سفير کي اجازت هوندي ته ڪيس جتي وڻي اتي رهي سگهي ٿو ۽ پاڻ سان گڏ فوج به رکي سگهندو.

(Mirza Kalichbeg: "History of Sind", Volume II, Karachi, Commissioner's Press, 1902, P.P.224-25)

ڏيئا ڪيا، ۽ افغانستان جي جنگ ۾ انگريزن جي مدد ڪرڻ تي راضپو ڏيکاريو(51). ميرن ۽ انگريزن جي وچ ۾ اهو آخري معاهدو ٿيو.

اهو معاهدو دوستيءَ جي نالي نهاد نالي ۾ ڪيو ويو هو، جنهن تي 5 فيبروري 1839ع تي پنهي ڌرين صحيحون ڪيون ۽ ٺيڪ ٽئين ڏينهن يعني 7 فيبروري 1839ع تي ڪراچيءَ تي قبضو ڪيو ويو(52). انگريزن ڪراچيءَ تي قبضو تڪڙو مگر آسانيءَ سان ڪيو، ڇو ته ميرن کي اها اميد نه هئي ته انگريز سندن اڳڻ تي ويهي چار چشمي ڪندي دغا ڪندا. جنهن ڪري کين مقابلي ڪرڻ جو موقعو ئي نه مليو.

## حوالا


(1) Achilles, Meers Man: "Christianity in Sind and Baluchistan", Anarticle published in the Journal of sind Historical Society Karachi, December 1938, P.83

(2) رحيمداد خان مولائي شيدائي: "جنت السنڌ"، ڪراچي، سنڌي ادبي بورڊ 1958ع ص 49

(3) ڊاڪٽر در محمد پٺاڻ: "سنڌ ۾ عيسائيت جي تبليغ ۽ سنڌي علم ادب". 14 اپريل 1980ع تي "گوئٽي انسٽيٽيوٽ" (Goethe-Institute) ۾ پڙهيل مقالو، ٽائيپ ٿيل ڪاپي ص 4

(4) پادري برڪت الله: "قرون وسطيٰ کي ايشيائي اور هندوستاني ڪليسائين". لاهور، پنجاب، رليجس بوڪ سوسائٽي، 1962ع، ص 450.

(5) F. Valens, Wienk: "In the land of Sindhi and Baluchi", Karachi, Rotti press, 1947, P. 19

(6) Sorly, H.T: "Shah Abdul latif of Bhit", Oxford, University Press, 1940 P.P 72-76.

(7) F. Valens, Wienk: "In the Land of the Sindhi and Baluchi", Karacni, Rotti press 1947 P?

(8) Achilles, Meers Man: "Christianity in Sind and Baluchistan", An article published in the Journal of sind Historical society Karachi, December 1938, P. 86.

(9) Ibid, P. 90

(10) Smyth, J.W: "Gazetteer of Province of Sind", B. Volume I, Karachi, 1907,

P.111
(11) Aitken, E.H: "Gazetteer of Province of Sindh" Bombay, Govt: press, 1907, P.117
(12) غلام رسول مهر: "تاريخ سنڌ" (ڪلهوڙا دور) جلد ٻيو، حصو پهريون، حيدرآباد، سنڌي ادبي بورڊ 1964ع ص559.
(13) Advani, A.B: "The Early British Traders in Sindh" An Article published in the Journal of Sind Historical Society, Karachi, May 1934, P.39
(14) Ibid, P.39
(15) Advani, A.B: "The Early British Traders in Sind", An Article published in the Journal of Sind Historical Society, Karachi, May 1934, P.39
(16) Kala Tharani: "British Political Mission to Sind", New Delhi, Orient Longman limited 1973 P.2
(17) Advani, A.B: "The Early British Traders in Sind", An Article published in the Journal of Sind Historical Society, Karachi May 1934, P.48
(18) رحيمداد خان مولائي شيدائي: "تاريخ تمدن سنڌ"، حيدرآباد سنڌ يونيورسٽي 1959ع ص 487
(19) Kala Tharani: "British Political Mission to Sind", New Delhi, Orient Longman limited, 1973, P.3
(20) غلام رسول مهر: "تاريخ سنڌ" (ڪلهوڙا دور) جلد ٻيو، حصو پهريون، حيدرآباد، سنڌي ادبي بورڊ، 1964 ص 567
(21) عظيم الدين ٺٽوي: "فتح نامه"، حيدرآباد، سنڌي ادبي انجمن 1967ع ص119
(22) رحيمداد خان مولائي شيدائي: "تاريخ سنڌ"، حيدرآباد، سنڌ يونيورسٽي 1959ع ص 581.
(23) خدادا خان: "لب تاريخ سنڌ"، حيدرآباد، سنڌي ادبي بورڊ، 1959ع ص 141
(24) رحميداد خان مولائي شيدائي: "جنت السنڌ"، ڪراچي، سنڌي ادبي بورڊ، 1958ع ص 591
(25) Rennell: "Memoirs of a Map of Hindoostan", London, W.Bulmer and Company, 1792 P.178.
(26) Henry Cousens: "The Antiquities of sind", Karachi, Oxford University

Press, 1975, P.42.

(27) Postans Coptain T: "Personal Observations in Sindh", London, Longman, 1843 P.290.

(28) Napier, W.F.P: "The Conquest of Scinde", London, T & W. Boone, 1845, P.38.

(29) Hunter W.W: "A History of British India," Valume II, London, Green and Co. 1912, P.339.

(30) رحيمداد خان مولائي شيدائي: "تاريخ تمدن سنڌ"، حيدرآباد، سنڌ يونيورسٽي، 1959ع ص 581.

(31) Advani, A.B: "The English Missions of 1908, 1909 and 1920 to Sind", Journal of Sind Historical Society, December 1936 P.8

(32) Reberts P.E: "History of British India", London, Oxford University press 1952 P.198

(33) Eastwick, E.B: "A Glance at Sind before Napier, or Dry leaves from Young Egypt", Karachi, Oxford University Press 1973 P.250.

(34) Syad Muhammad Latif: "History of the Punjab", new Delhi Eurasia Publishing House, 1964 P.301

(35) Eastwick E.B: "A Glance at Sind before Napier, or Dry leaves from Young Egypt", Karachi, Oxford University Press, 1973, P.P 243-44.

(36) Dodwell H.H: "The Cambridge History of India", Volume V London, Cambridge University press 1929 P.330

(37) Eastwick E.B: "A Glance at Sind before Napier, or Dry leaves from Young Egypt", Karachi, Oxford University press 1973 P.176

(38) Advani, A.B: "The English Missions of 1908, 1909 and 1920 to Sind", Journal of Sind Historical Society, December 1936, P.10

(39) Ibid, P. 12.

(40) Mirza Kalichbeg: "History of Sind", Volume II, Karachi, Commissioner's Press, 1902, P.212

(41) رحيمداد خان مولائي شيدائي: "تاريخ تمدن سنڌ"، حيدرآباد، سنڌ يونيورسٽي، 1959ع ص 581

(42) James Burnes: "Narrative of a Visit to the Court of Sinde", London,

Longman and Company 1839, P.2

(43) Mirza Kalichbeg: "History of Sind", Volume II, Karachi, Commissioner's Press, 1902, P.P 218-219

(44) Postans T: "Personal Observations on Sind", Karachi, Indus publications, 1973 P.P293-94

(45) Burton R.F: "Sind and the reces that in habit the velley of the Indus", Karachi, Oxford University Press, 1973, P.28

(46) رحيمداد خان مولائي شيدائي: "تاريخ تمدن سنڌ"، حيدرآباد، سنڌ يونيورسٽي، 1959ع ص 581.

(47) See, "Commissioner's-in-Sind's Record" file No: 302 and 610, letters dated, August 25 & 26 of 1938 from pottinger.

(48) Nicholson A.P: "Scaraps of paper", London, Ernest Benn, 1930, P.67.

(49) Trotter L.J: "The Earl of Auckland", Oxford, Clarendon Press, 1893, P.76.

(50) Humter W.W: "The Indian Empire", London, Kegan Poul, 1890, P.407.

(51) Napier W.F.P: "The Conquest of Scinde", London, T. W. Boone, 1845, P.50.

(52) Baille A.F: "Kurrachee – past present and Future", Culcutta Thacker spink and company, 1890, P.7.

## باب ٻيو

# سنڌ تي انگريزن جو قبضو ۽ ان جا اثر

ايران ۽ فرانس جي ڊپ ۾ "ايسٽ انڊيا ڪمپني" سنڌ سان گڏ افغانستان ۾ به پنهنجن مفادن جي بچاءَ خاطر غلط حڪمت عملي اختيار ڪري رهي هئي. سن 1838ع ۾ انهيءَ پاليسيءَ تي عمل ڪندي انگريزن ڪابل جي امير دوست محمد خان جي عيوض معزول امير شاهه شجاع کي ڪابل جي تخت تي ٽاڪڻ جي ڪوشش ڪئي، ته جيئن هو اقتدار ۾ اچي سندن مفاد جو تحفظ ڪري سگهي. ان کان پوءِ سنت ٿي سن 1840ع ۾ مير نور محمد وفات ڪئي، ۽ مير نصير خان تخت تي ويٺو(1). هوڏانهن ڪابل ۾ وري پٺاڻن شاهه شجاع کي ماري ڇڏيو(2). نتيجي ۾ انگريزن کي سخت مايوسي ڏسڻي پيئي. ويتر انهيءَ عرصي دوران بروهي قلات تي قبضي ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿي ويا(3). ان ڪري انگريز ڪابل خالي ڪرڻ تي مجبور ٿيا. اتان واپس ورندي، هنن پنهنجي بدناميءَ کي مٽائڻ لاءِ سنڌ تي قبضي ڪرڻ جو منصوبو سٽيو ۽ اهو سن 1843ع وارو ساڳيو ئي نياڳو سال هو، جنهن ۾ مياڻيءَ ۽ دٻيءَ جون ٻه جنگيون لڳيون ۽ هڪ آزاد وطن کي غلاميءَ جا زنجير پارايا ويا (4). انگريزن جي قبضي کان پوءِ سنڌ تي جيڪي اثر پيا، تن جو مختصر خاڪو هن طرح ٿئي ٿو:

**سماجي اثر:** انگريزن کان اڳ سنڌ ۾ "سڪار جي سهٽي ۽ دلپذير هير لڳندي هئي، ماڻهو ميا متارا ۽ پريا پاڳيا هئا. ڪفايت ۽ قناعت، ٿوري گهڻي تي راضي رهڻ، پنهنجي پالڻهار پروردگار کان ڊڄڻ ۽ ڪيس ياد ڪرڻ، صبر ۽ همت، محبت ۽ مروت، اهي ۽ ٻيا اهڙا انيڪ اخلاق ماڻهن ۾ موجود هئا. انهيءَ ڪري منجهن نڪا هئي هوس، نه حسد، نه حرص، نه هيچ، نه باهه، نه ساڙ. ٿوري ڪٿئي گهڻي برڪت هئي. ڪو ڪنهن جو مٺ گهرو ڪونه هوندو هو، سڄ ماڻهن جو سير هو. ڪوڙ گهڻي قدر ڪافور هو. انصاف ۽ عدل سهانگو هو. ظلم ۽ بي انصافي ٿيندي هئي ته جهٽ تدارڪ ٿي سگهندو هو. حاڪم ويچارا سادا انسان ۽ راڄ ڏٽي ويچارا حال پائي هوندا هئا(5).

هندن ۽ مسلمانن جو اتحاد ۽ اتفاق هو، عوام کي مڪمل آزادي هئي. عوام پنهنجن حاڪمن وٽ آسانيءَ سان پهچي سگهندو هو. نه ته ڪين اڳوات ملاقات لاءِ تاريخون وٺيون پونديون هيون ۽ نه وري اهو حڪمرانن جي دورن جو انتظار ڪندو هو. راڄ مهاڄڻ دانهين ويندا هئا ته وقت جي حڪمرانن جا مهمان ٿي رهندا هئا. هندن

توڙي مسلمانن جا فيصلا پنهنجين پنهنجين ريتن ۽ رسمن مطابق نبيريا ويندا هئا. انهيءَ دور جا هندو وڏيڪ ڌرمي ۽ مسلمان وڏيڪ ديندار هئا. عوام پنهنجي تهذيب ۽ تمدن جو عاشق ۽ محافظ هو. ڪيس پنهنجي ڌرتيءَ وارن ۽ انهن جي نظرين سان عقيدت ۽ انس هو.

سنڌ تي انگريزي راڄ جي آغاز سان هتان جي معاشري ۾ هڪ تبديلي آئي. هڪ طرف سنڌي، حاڪم قوم جي سياسي غلبي جي اثر هيٺ اچي ويا. هنن ڪري ڪين ڌارين جي حڪم جو پابند ٿيڻو پيو ۽ ٻئي طرف سندن سوچ ۽ فڪر ۾ تبديلي اچڻ لڳي. هن فڪري تبديليءَ سبب سنڌين جا اخلاق ۽ عادتون حاڪمن وانگر ڦرنديون ۽ بگڙجنديون رهيون. تانجو انهن مان ڪيترا پنهنجي اصلي تهذيب ۽ رهڻي ڪهڻي کي الوداع ڪندا ويا. هو پنهنجي تهذيب ۽ اخلاق کي به حڪمرانن جي ڪسوٽيءَ تي پرکڻ لڳا.

انگريز حاڪمن اهڙي فڪري تبديليءَ لاءِ ڏنيون وائٽيون ڪوششون به ڪيون، انهن هن قسم جي انقلاب آڻڻ لاءِ علم ادب جي ميدان جو انتخاب ڪيو، ۽ انعام واڪرام ڏيئي اهڙا ڪتاب ترجمو ڪرايا، جيڪي سنڌين کي ذهني غلام بنائڻ لاءِ ڪافي هئا.*

انگريزن " ويڙهايو ۽ حڪومت ڪريو"جي حڪمت عملي اختيار ڪري سنڌ جي متحد ۽ مربوط سماج کي ڀاڱن ۽ طبقن ۾ ورهائي ڇڏيو. جيئن ته سنڌ "غير منظم جاگيرداري نظام" جي پنجوڙ ۾ ڦاٿل هئي، جنهن کي انگريزن منظم ڪرڻ ۾ اجا به وڌي هٿي ڏني. هتان جي مٿئين طبقي، هر مهل ۽ موقعي تي انگريزن جو ڀرپور ساٿ ڏنو ۽ ڌارين حڪمرانن لاءِ هنن جيري خاطر ٻڪري کهڻ کان به ڪونه ڪيٻايو. هو سرڪار طرفان قائم ڪيل فنڊن ۾ دل کولي چندا ڏيندا هئا. انگريز حڪمرانن جي يادگارن کي تعمير ڪرڻ لاءِ ڳاٽي ڀڳا چندا گڏ ڪندا هئا ۽ انگلنڊ يا بمبئي جي وڏن حاڪمن جي آڌرڀاء لاءِ گهر ٻاري ڏياري ڪندا هئا. "پرنس آف ويلس" (Prince of Wales) جي آمد تي سڄي سنڌ مان 8-7-93622 روپيا سندس آڌرڀاء لاءِ گڏ ڪيا ويا. تصوير جو هڪ ٻيو رخ به ملاحظه ڪيو، ان وقت "حيدرآباد عامل ڪريڊٽ ڪوآپريٽو سوسائٽي (Hyderabad Amil Credit Co. Operative Society) سنڌ جي هندن جي هڪ فعال ۽ ناماري سوسائٽي هئي. هن جماعت جي جملي موڙي ۽ ٻي دولت 8-10-50878 روپيا هئي. يعني هڪ فعال جماعت جي سڄي ڄمار جي ميڙي چونڊيءَ کان ڏيڍوڻون مٿي هڪ شخص جي خوش آمديد تي خرچ ڪيو ٿي ويو(6).

* سنڌي ٻوليءَ جو پهريون ترجمو ٿيل ناول "راسيلاس" به انهيءَ سلسلي جي هڪ ڪڙي هو.

ڏارين جي حڪومت سنڌ جي جاگيردارن ۽ وڏيرن کي "خانصاحب" ۽ "راءِ بهادر" جا خالي لقب ڏيئي، ڪانئن گهڻو ڪجهه ڪسي ورتو هو. ان کان سواءِ آمدرفت جي وسيلن جي سڌاري ۽ انگريزي تعليم جي فروغ سنڌ ۾ وچئين طبقي کي جنم ڏنو. جيئن ته سنڌي مسلمانن يا ته جاگيردارن ۽ نوابن جي طبقي سان تي واسطو رکيو يا وري غريب مگر مذهبي جنون واري طبقي سان سندن لاڳاپو هو. جڏهن ته هيٺئين طبقي کي وري ايترا وسيلا ۽ موقعا ميسر نه هئا. ان ڪري مجموعي طرح سان مسلمان انگريزي تعليم کان ڪيٻائيندا رهيا، ۽ نتيجي ۾ غير مسلم سنڌي، وچئين طبقي جي حيثيت سان ابرڻ لڳا.

جيئن ته مٿيون طبقو اڏنگين ريتن، رسمن ۽ انگريز پرستيءَ سبب هٿين خالي ٿي چڪو هو، ۽ هن جي حصي ۾ رڳو ڪوڙي عزت ۽ وڏماڻهپي جو ڍونگ ئي وڃي بچيا هئا، ان ڪري سندن جياپي جو دارومدار وچي وچئين طبقي تي ٿيو. اهڙيءَ طرح انگريزن جي دور ۾ اصلي اهميت وچئين طبقي کي ملي. جيڪو پڙدي پويان ويهي معاشري جي روزمره واري ڊرامي ۾ وڏن ماڻهن کي ڪاٺ جي پتلين وانگر نچائيندو هو. انگريزي دور ۾ هر تحريڪ کي وچئين طبقي جنم ڏنو، پر غريب عوام ان لاءِ استعمال ٿيو، ۽ وڏا ماڻهو وري شطرنج جي مهرن وانگر ڪم آيا.

مٿي ذڪر ڪيل طبقن کان سواءِ سنڌ جي ڏتڙيل، مظلوم ۽ غريب عوام جو طبقو به هو. جيڪو هو ته اڪثريت ۾ پر باقي طبقن جي ڏاڍ، ڏمر ۽ استحصال جو نشانو بڻبو آيو. هن طبقي ۾ سنڌ جو هاري ۽ پورهيت، مزدور ۽ ننڍو ڪاريگر، ۽ ٻين مختلف ڌنڌن وارا ماڻهو اچي ٿي ويا. هن ئي طبقي کي استعمال ڪري، رستن ۽ روڊن تي آڻي، باقي مٿين طبقن پنهنجا مطلب ۽ مقصد پورا ڪيا، هن طبقي کي تعليم جي روشنيءَ کان پري رکيو ويو، جنهن ڪري سياسي سوچ ۽ لوچ سندس ڀاڱي ۾ نه آئي، ۽ نتيجي ۾ تاريخ جي نازڪ موڙن تي پنهنجي مفادن جو بچاءُ ڪري نه سگهيو ۽ نه وري پاڻ مان ڪا قيادت پيدا ڪري سگهيو، ان ڪري هر تبديلي، جيڪا سندس ڪوشش سان رونما ٿي، تنهن به سندس سک ۽ سڪون جا ڏينهن نه ورايا.

**اقتصادي اثر:** انگريزن کان اڳ سنڌ جي معيشت ۽ معاشرو بنيادي طرح جاگيردارانه هو. البت سنڌ جو جاگيردارانه معاشي نظام ان دور ۾ به قدم اڳتي وڌي آيو هو ۽ ان کان اڳ جي دور ۾ دولت جي فراوانيءَ ۽ لاپرواهيءَ ڪري واپاري طبقو وجود ۾ اچي چڱا پير ڪوڙي چڪو هو. سنڌ ۾ انهيءَ دور اندر جاگيرداري معيشت سان گڏ هلڪو نيم صنعتي دور پڻ شروع ٿي چڪو هو. واپاري ۽ سوداگر طبقو ڪافي دولت

گڏ ڪري، ملڪ جي صنعتن ڪي ترقي ڏياري رهيو هو ۽ صنعتي ڪاميابيءَ، ۽ عروج نہ رڳو ملڪي دولت پئي وڌن مرڪوز ڪئي، بلڪ ٻاهرين ملڪن ۽ پروارن صوبن منجهان دولت کي ڇڪي پئي آندو ۽ ملڪ ڏينهون ڏينهن صنعتي ۽ واپاري لحاظ کان خوشحال ٿيندو ويو(7).

عام ماڻهوءَ جي زندگيءَ جو معيار اطمينان بخش هو. هر ماڻهو پنهنجي محنت ۽ پورهئي جي حياتي نهايت خاموشي ۽ سادگيءَ سان گذاريندو هو. هن جون ضرورتون ٿوريون هيون، ۽ اهي آسانيءَ سان پوريون ٿي سگهنديون هيون. هاري جيڪو ان وقت بہ اڄ جيان سنڌ جي معيشت جي ڪرنگهي جي هڏي هو، "ان وٽ ڪاڏو بہ ڪافي هو. پاڻ ڪجهہ بچت بہ هوندي هيس، پنهنجن هٿن جي پورهئي سان جوڙيل مٽيءَ جو اجهو هوندو هوس، جنهن ۾ مختصر سنهون ٿلهو گهرو سامان بہ هوندو هو. هن وٽ خاص خاص ڏڻن جهڙوڪ ڄمر، شادي مرادي يا عيد براد ملهائڻ لاءِ ڪجهہ چوپايو مال ۽ ٿورو پئسو ڏوڪڙ بہ بچيل هوندو هو. زالن جي فرصت جو وقت سٽ ڪتڻ، ڪير ولوڙي مکڻ ڪڍڻ ۽ گهہ ٺاهڻ ۾ گذرندو هو"(8).

اها تہ هئي عام ماڻهوءَ جي حالت، پر سنڌ جو وچون توڙي مٿيون طبقو نهايت سک ۽ سڪون جي زندگي گذاريندو هو. انهيءَ انفرادي خوشحاليءَ کان سواءِ اجتماعي طور تي بہ پورو ملڪ سرسبز، آباد ۽ صنعت توڙي حرفت جو مرڪز هو.

سنڌ جي زرعي آسودگيءَ جا ڳڻ، انهن قديم وقتن کان وٺي ڳايا ويا آهن، جن جو رڪارڊ موجود آهي. سڪندراعظم کان وٺي ويندي انگريزن جي آمد تائين ان سلسلي ۾ ڪيتريون ئي شاهديون ڏيئي سگهجن ٿيون. سڪندراعظم جي زماني واريءَ سنڌ جي قدرتي دولت ۽ فن جي ساراهہ ڪئي ويئي آهي. عربن جي زماني ۾ المسعودي انهيءَ حقيقت کي تسليم ڪندي لکي ٿو تہ: "سڄو ملڪ چڱيءَ طرح آباديءَ هيٺ آيل آهي، ۽ وڻن ۽ کيتين سان جهنجهيو پيو آهي" (9). ابن حوقل جو چوڻ آهي تہ: "ملڪ ۾ اناج جا انبار لڳا پيا هئا، ۽ قيمتون تمام گهٽ هونديون هيون" (10). انگريزن کان ڪجهہ وقت اڳ جيڪي سياح ۽ سيلاني آيا، تن بہ سنڌ جي زرخيزي ۽ خوشحاليءَ جو ذڪر ڪيو آهي*

---

* اهي هئا:

1. پورچوگيز سيلاني مانرچ (Mannuchi) جيڪو لکي ٿو تہ: "ڪاڏي پيتي جون شيون جتي ڪٿي جام آهن. بازارون شين سان ڏٽيون پيون آهن، سڄو ملڪ ڳوٺن سان آباد آهي. زمين زرخيز ۽ چڱيءَ طرح پوکيل آهي."

اهڙيءَ طرح سنڌ جي هڪ انگريزي ڪوٺيءَ جي منتظم سن 1775ع ۾ سنڌ جي اقتصادي حالتن تي روشني وجهندي لکيو آهي تہ "سنڌ جيتوڻيڪ هڪ ننڍو ملڪ آهي، پر قدرتي طرح زرخيز ملڪ آهي، هيءُ ملڪ نهايت آسودو ۽ آباد ملڪ آهي(11).

صنعتي ۽ واپاري نقطي نگاهہ کان سنڌ، صدين کان وٺي مرڪزي حيثيت رکندڙ هئي. تاريخي دور کان بہ اڳ مغرب توڙي مشرق جي ملڪن سان سنڌس واپاري ناتا پئي رهندا آيا. عربن جي زماني ۾ پڻ هيءُ ملڪ باقي مسلمان ملڪن سان واپاري ناتا قائم رکندو آيو، ۽ سنڌ ۽ خراسان جي وچ ۾ ڪابل ۽ باميان جي رستي، ۽ سنڌ ۽ زابلستان ۽ سيستان جي وچ ۾ غزني ۽ قنڌار جي رستي مال سان ڀريل قافلن جا قافلا پيا ايندا ويندا هئا (12). سنڌ نہ رڳو خشڪي بلڪ بحريءَ رستي بہ ڏورانهن ملڪن سان واپار ۽ تجارت ڪندي هئي. ان کان پوءِ سمن جي دور ۾ سنڌ جو واپار ۽ تجارت، صنعت ۽ ڪاريگري بلند پايي تي پهتل هئي (13). ارغونن، ترخانن ۽ مغلن جي زماني ۾ سنڌ جي آزاديءَ سان گڏوگڏ هن ملڪ جي واپار ۽ صنعت کي بہ متاثر ٿيڻو پيو، ۽ ڪيترا دفعا ملڪ ۾ ڏڪر جهڙيون حالتون پيدا ٿيون*. انهيءَ زماني ۾ پورچوگيزن جي

---

(Elliot: "History of India as told by its own Historians", London, Trubner & Company, 1871, Volume I P.237

.11 ڪيپٽن هئملٽن (Camtain Hamilton) جيڪو لکي ٿو تہ: "ڪٽڪ ۽ چانور، گهوڙا ۽ ٻيو چوپايو مال سنڌ ۾ تمام گهڻو هو، ۽ مکڻ ڪافي انداز ۾ ٻاهر موڪليو ويندو هو."

(Hamilton Alexander: "A New Account of East Indies", London, the Argonaut Press 1930 Volume Viii P.89)

* حڪمرانن جي بي توجهي ۽ هاري طبقي جي بيوسيءَ ان دور ۾ ڪيترائي ڀيرا ڏڪار کي دعوتون ڏنيون. سن 1659ع ۾ شاهہ جهان ۽ سندس پٽن جي وچ ۾ ويڙهہ لڳي، جنهن جي نتيجي ۾ سنڌ توڙي هند جون حالتون خراب ٿي ويون ۽ هتي ڀيانڪ ڏڪار منهن ڪڍيو. جيتوڻيڪ هن کان اڳ بہ سنڌ ۾ ٻہ ڀيرا ڏڪار اچي چڪو هو، پر جيڪو سخت ڏڪار سن1662ع ۾ پيو، تنهن دوران بکر ۾ مکڻ جو هڪ آئونس رپئي ۾ ٿي مليو، ڪڪڙ جي چوزي جي قيمت 13 رپيا، ۽ ڳابي جي قيمت 300 رپيا ٿي وئي.

(مظهر الدين سومرو: شاهہ عنايت جي دور جون اقتصادي حالتون، (مقالو) روزانہ هلال پاڪستان، ڪراچي، مؤرخ 8 ڊسمبر 1979ع ص8)

آمد ٿي. جنهن کان پوءِ انگريزن جي اچڻ تائين مختلف وقتن ۾ مختلف يورپي قومن، هتي پنهنجيون تجارتي ڪوٺيون کوليون، جن جو تفصيل هن ئي ڀاڱي جي پهرئين باب ۾ ڏنو ويو آهي.

هن دور ۾ ٺٽو، نصرپور، سيوهڻ، بکر، روهڙي، سکر، شڪارپور، حيدرآباد، خيرپور، گمبٽ، لاڙڪاڻو، ميرپور ۽ راڻي پور، صنعت،واپار ۽ تجارت جا مرڪز هئا، جن ۾ سوٽي ڪپڙي، ريشم، اوني ڪپڙي، نير، شوري، چمڙي جي سامان، جنديءَ جي ڪمن، ڪاشيءَ جي ٿانون، عاج جي ڪم، ۽ هٿيارن ٺاهڻ جون صنعتون قائم هيون. ارڙهين صديءَ جي وچ واري دور تائين سنڌ ۾ اٽڪل هڪ درجن صنعتون اوج تي رسيل هيون. انهن صنعتن وارو دور، هنرمندي ۽ وسعت وارو دور هو. ساڳئي وقت سنڌ جو تيار ٿيل مال دنيا جي مکيه مارڪيٽن ۾ پهچندو هو، جتي ان جي تمام گهڻي طلب هوندي هئي (16).

انگريزن جي سنڌ جي فتح باقي اڳين فاتحن جي فتحن کان مختلف هئي. هن ڌرتيءَ تي عرب به آيا ته ارغون ۽ افغان به. ساڳئي نموني سان مغلن به هن ملڪ جو استحصال ڪيو ته يونانين ۽ مقدونين به. پر انهن سمورن حڪمرانن جي آمد سنڌ جي سماجي، اقتصادي حالتن ۽ تهذيب وتمدن کي ايتري قدر متاثر نه ڪيو. ان جي مقابلي ۾ انگريزي راڄ سنڌ جي سماج ۽ معاش ۾ وڏيون تبديليون آنديون. سنڌي سماج جا بنيادي ادارا تباهه ۽ برباد ٿي ويا. اصول ۽ طور طريقا بدلجي ويا، ۽ ان جي جاءِ هڪ نئين اقتصادي ڍانچي والاري.

انگريز حڪمرانن سرڪاري سطح تي سنڌ جي صنعت کي وڌائڻ لاءِ ڪا به جوڳي ڪوشش نه ڪئي، پر هڪ هيڏي ساري ملڪ تي قابض هئڻ ڪري پنهنجي انتظام جي گرفت مضبوط رکڻ لاءِ معاشري جي فردن مان ڪامورا ۽ ڪلارڪ پيدا ڪرڻ شروع ڪيا (15).تعليمي نظام ۾ يڪسر زرعي، صنعتي ۽ هنري سکيا ڏانهن ڪو به توجهه نه ڏنو ويو. جنهن جي نتيجي ۾ تعليمي ادارا ۽ اسڪول، نڪما ۽ بيڪار ماڻهو پيدا ڪرڻ لڳا ۽ اهڙيءَ طرح انگريز سرڪار جي تعليمي پاليسي به سنڌ جي اقتصادي بدحاليءَ جو وڏو باعث بڻي.

سنڌ ۾ سرمائيدار طبقي جي جنم وٺڻ کان پوءِ، هن ملڪ ۾ غير سرڪاري سطح تي جديد صنعتڪاريءَ جي دور جي ابتدا ٿي. هن نئين تبديليءَ سنڌ کي ڳوٺن ۽ شهرن ۾ ورهائي ڇڏيو. اهي ڳوٺ جيڪي اڳ، دستڪاريءُ، گهرو هنر ۽ صنعت جا مرڪز هئا، سي شهرن ۾ صنعتي ترقي ٿيڻ ڪري ويران ۽ برباد ٿيڻ لڳا. ماڻهو روزگار ۽ پيٽ

پالڻ جي مسئلي کي حل ڪرڻ لاءِ شهرن ڏانهن ڪوچ ڪرڻ لڳا. جنهن جي نتيجي ۾ ڪيترائي سماجي مسئلا پيدا ٿيا.

انگريزي حڪومت جي غلط اقتصادي حڪمت عمليءَ سبب روزمره لاءِ ڪم ايندڙ شين جا اگهه چوٽ چڙهڻ لڳا،* ۽ عام ماڻهن جي قوت خريد گهٽجڻ لڳي. هن عرصي دوران لڳل ٻن مهاڀاري لڙاين سبب شين جي ويتر ڪوٽ پيدا ٿي پيئي، ۽ انهن جون قيمتون آسمان سان ڳالهيون ڪرڻ لڳيون. اهڙين حالتن ۾ عام ماڻهوءَ جي زندگي وبال بڻجي ويئي.

انگريزن سنڌ تي قبضي ڪرڻ کان پوءِ پنهنجن وفادار ماڻهن کي جاگيرون ڏيئي، سنڌ جي زرعي ترقيءَ کي ڀنجو ڏيئي ڇڏيو. چوويهين مئي 1843ع وارو ڏينهن سنڌ جي تاريخ جو هڪ ظلم جو ڏهاڙو ڪري ميجيو ويندو. هن ڏينهن تي برطانيه جي ملڪ جي سالگرهه هئي. جنهن جي خوشيءَ ۾ سرچارلس نيپئير حيدرآباد ۾ درٻار ڪئي ۽ سنڌ ي جاگيردارن، وڏيرن ۽ پيرن کي سياسي بيعت ڪرڻ جي آڇ ڏني. انهيءَ موقعي تي سرڪار طرفان اهو به اعلان ڪيو ويو ته "فقط انهن جاگيردارن کي زمين جي قبضي

---

* ميرن جي زماني ۾ مکيه شين جا اگهه هن طرح هئا:

| جنس | پايون | آنا | روپيا | في مڻ |
|---|---|---|---|---|
| ڪڻڪ | . | 7 | 1 | = |
| جَوَ | . | 11 | . | = |
| جوار | . | . | 1 | = |
| ٻاجهري | . | 13 | . | = |
| مگ | . | 6 | 1 | = |
| چڻا | . | 15 | . | = |
| چانور سگداسي | . | 7 | 1 | = |

(حڪيم فتح محمد سيوهاڻي، "ميرن جي صاحبي"، ڪراچي "الوحيد" پريس ص140)

سن 1857ع ۾ ڪن شين جا اگهه هن طرح هئا:

| جنس | پايون | آنا | روپيا | في مڻ |
|---|---|---|---|---|
| چانور سگداسي | . | . | 4 | = |
| ڪڻڪ | . | 14 | 3 | = |
| ٻاجهري | .. | 8 | 2 | = |
| چڻا | . | 6 | 1 | = |

(مرزا قليچ بيگ، "يادگيريون"، حيدرآباد، سنڌ يونيورسٽي 1958ع ص 101)

رڪڻ جي اجازت ڏني ويندي، جيڪي دربار ۾ شامل ٿيندا. باقي ٻين جون جاگيرون ضبط ڪيون وينديون.“

هن دربار ۾ سنڌ جا ڪيترائي جاگيردار، پير ۽ وڏيرا شامل ٿيا. جن مان ڪراچيءَ جو سيٺ نائونمل، جوکين جو سردار ڄام مهر علي، ڪرمتين جو چڳو مڙس ملڪ ابراهيم خان، نومڙين جو سردار ملڪ احمد خان، رندن جو سردار بهاول خان، گبولن جو سردار بلندوخان، ڪاڇي جو سردار حاجي خان لغاري، جمالين جو سردار بخشو خان، جهانگارن جو سيد قائم شاهه ۽ چانڊڪي جي سردار شرڪت ڪئي (16).

سنڌ جي زرعي زمين جو گهڻو حصو آگرين تي گهٽ جيترن ماڻهن کي ملي ويو، جيڪي نه ته ان جي سنڀال ڪري ٿي سگهيا، ۽ نه وري پنهنجي محدود وسيلن آهر ان کي پوک هيٺ آڻي ٿي سگهيا. اڪثريت ذريعه معاش جي سلسلي ۾ انهن جي محتاج بڻجي ويئي. هن نئين تبديليءَ سبب هاري ۽ زميندار جي لاڳاپن ۾ به ڦيرو اچي ويو ۽ هاري پنهنجي زميندار جي اڳيان بي وس، مجبور ۽ مفلس بڻجي بيهي رهيو. انهن حالتن به سنڌ ۾ ڪيترائي سماجي ۽ اقتصادي مسئلا پيدا ڪيا.

جهڙي نموني سان هاري پنهنجي زميندار جي رحم ۽ ڪرم تي ٽڪڻ لڳو، تيئن وري زميندار ۽ جاگيردار، لاپي ۽ رسائيءَ جي ٻن پڙن ۾ پيسجڻ لڳو* وقت جا حڪمران عوام سان رابطي ڳنڍڻ واري نالي ۾ جيڪي ڦهر ۽ ڪيس ڪندا هئا، تن اسان جي اقتصادي حالتن تي نهايت برو اثر وڌو.

سنڌ ۾ انگريزن جي معاشي حڪمت عملي اها ٿي رهي جيڪا، سموري هندوستان لاءِ هئي. مقامي صنعتن کي ختم ڪري پنهنجين صنعتن لاءِ ميدان ۽ مارڪيٽ پيدا ڪرڻ، ۽ پنهنجين صنعتن لاءِ ڪچو مال ۽ پيداوار جا ٻيا ذريعي مهيا ڪرڻ سندن تجارتي حڪمت عمليءَ جا به مقصد هئا.

انگريز حڪمرانن سنڌ جي ڪچي مال ۽ پيداوار جي ٻين ذريعن کي ميڙي سيڙي پنهنجي ملڪ ڏانهن موڪلڻ لاءِ ڪيترائي اپاءَ ورتا. هنن ڪراچيءَ ۾ پاڻيءَ واري بندر

---

* انهيءَ ظلم کان سنڌين کي نجات ڏيارڻ لاءِ رئيس غلام محمد خان ڀرڳڙيءَ بمبئي ڪائونسل ۾ ٺهراءُ آندو. جنهن جي نتيجي ۾ جسٽس هيورڊ جي سربراهيءَ ۾ رسائي ڪميشن قائم ٿي، جنهن سن 1918ع ۾ سنڌ ۾ اچي رسائي ۽ لاپي خلاف تفصيلي جاچ پڙتال ڪئي. (جي ايم سيد: ”جنب گذاريم جن سين“، (جلد پهريون) حيدرآباد سنڌي ادبي بورڊ 1967ع ص149)

جي اڏاوت شروع ڪئي. اندرينءَ سنڌ کي بندر سان ملائڻ لاءِ رستن ۽ ريلوي لائنن جي ڄار پکيڙڻ جي ابتدا ڪئي، ۽ سنڌ جي زرعي پيداوار وڌائڻ خاطر سکر بئراج جهڙي وڏي منصوبي کي هٿ ۾ ڪنيو. ساڳئي نموني سان پنهنجي ملڪ مان تيار ٿيل مال ۽ شين جي هڪ اڻ کٽ سلسلي جي ابتدا ڪئي ۽ ڏسندي ئي ڏسندي سڄو ملڪ پرڏيهي مال ۽ سامان جي منڊي بڻجي ويو. نتيجي ۾ سنڌ جي گهريلو دستڪاري، هنرن ۽ صنعت کي وڏو ڇهيو رسيو، ۽ ماڻهن ٻاهريون مال واپرائڻ شروع ڪيو. ان ڪري هڪ طرف سنڌن تهذيب ۽ تمدن متاثر ٿيو ته ٻئي طرف سنڌن ڪمائيءَ جو گهڻو حصو ٻاهرين ملڪن جي پلئه پوڻ سبب اقتصادي طور تي به هو غلاميءَ جي زنجيرن ۾ جڪڙجي ويا (17).

سنڌ جي هنن ڏکوئيندڙ اقتصادي حالتن، نه رڳو عام ماڻهوءَ جي زندگي زهر ڪري ڇڏي، پر امير طبقي کان به سک ۽ سکون کسي ورتو.

سنڌ جو مٿيون طبقو پنهنجي ڪوڙي شان ۽ شوڪت جي ڀرم رکڻ سان گڏ نئين تهذيب کي اختيار ڪرڻ ۾ ايترو ته محو ۽ مگن ٿي ويو، جو ڪنهن وقت کان پوءِ سندس سڪتا هٿ سرمائيدار طرف وڃڻ لڳا ۽ اهڙيءَ طرح هن سماج ۾ طبقاتي ڇڪتاڻ جنم ورتو.

سڀ کان وڏيڪ توجهه اها ڳالهه ٿي گهري ته انگريزي راڄ سنڌ جي خيرخواهي ۽ خدمت ڪرڻ لاءِ قائم نه ڪيو ويو هو، پر ان جو اصلي مقصد ئي ملڪ جو اقتصادي استحصال ڪرڻ هو. ان ڪري حڪومت پنهنجي اقتدار ۽ اختيار جو غلط استعمال ڪيو. ايتري قدر جو ڍلن اوڳاڙڻ ۽ انتظام رکڻ وارن عملدارن کي عدل ۽ انصاف جا به اختيار ڏنا ويا ته جيئن اهي عوام کي پنهنجي مرضيءَ مطابق سزا ڏيئي يا ڦٽڪائي سگهن (18). ۽ سنڌن گرفت کان عام ماڻهو به بچي نه سگهي. اهڙين حالتن ۾ عوام نه رڳو مجبور ٿي پيو، پر روز بروز مفلس به ٿيندو ويو.

**تعليمي اثر:** سنڌ جا ڪنڊر ۽ پراڻيون وستيون هن حقيقت جي تصديق ڪن ٿيون ته هيءُ ملڪ دنيا جي قديم ترين تهذيب يافته ملڪن مان هڪ هو. جنهن جو معاشرو پنهنجي مڙني روپن ۾ مڪمل ۽ جامع هو. جن ۾ تعليم ۽ تعليمي نظام به اڇي وڃي ٿو*.

---

* موهين جي دڙي مان نڪتل شين مان هڪ لکڻ جي سليٽ به ملي آهي، البت اها سليٽ اڄ ڪالهه جي سليٽن جهڙي يعني پٿر جي نه آهي، مگر اها سليٽ ٺڪر جي آهي، جنهن تي اکر لکي وري ڊاهي سگهجن ٿا. (دوارڪا پرساد روچي رام شرما: "پراچين سنڌو سڀيتا جو نظارو". حيدرآباد، تاج محل اليڪٽرڪ پرنٽنگ ورڪس سال ؟؟ ص 67)

اهو تعليمي نظام اسلام کان اڳ مختلف مگر منظم روپن ۾ موجود هو. سنڌي ٻولي عام استعمال جي ٻولي هئي ۽ ان جا مختلف رسم الخط رائج هئا. پر سنڌ تي عربن جي حڪومت جي آغاز کان پوءِ تعليمي ميدان ۾ وڏيون تبديليون رونما ٿيون(19). شروعاتي ٽن صدين اندر ڪيترائي عالم ۽ اديب، مفڪر ۽ مدبر پيدا ٿيا، جن ديس توڙي پرديس ۾ پنهنجو نالو روشن ڪيو*.

هن ئي زماني ۾ منصوره، ديبل، الور، بکر ۽ سيوهڻ ۾ مدرسا قائم ٿيا (20). منصوره جي علمي ۽ ادبي حيثيت دمشق ۽ بغداد جهڙي هوندي هئي، ۽ سيوهڻ جو مدرسو اسلامي دنيا ۾ "فقهاءِ الاسلام" جي نالي سان مشهور هو، جتي ٻاهرين ملڪن جا شاگرد بہ اچي تعليم وٺندا هئا.

سومرن جي دور ۾ مٿي ذڪر ڪيل تعليمي مرڪزن کان سواءِ "اگهم ڪوٽ" ۾ هڪ مدرسو قائم ٿيو، جتي پنج سؤ شاگرد قرآن شريف جي تعليم وٺندا هئا، ۽ سندن رهائش، خوراڪ ۽ پوشاڪ جو خرچ سومرا امير ڀريندا هئا (21).سمن جي ڏينهن ۾ سيوهڻ، بکر، ٺٽو، درٻيلو، تلٽي، ڳاهو، ٻبرلوءِ، هالڪنڊي، نصرپور، اگهاماڻي ۽ ٻين شهرن ۾ مدرسا قائم هئا، جن ۾ شاگردن کي تعليم کان سواءِ کاڌو ۽ ڪپڙو مفت ملندو هو (22).ارغونن ۽ ترخانن جي زماني ۾ جيتوڻيڪ سنڌ، سنڌين ۽ سنڌي ٻوليءَ تي ڏکيا ڏينهن آيا، پر ان هوندي بہ سنڌ جا تعليم دان علم جي نور کي پکيڙيندا آيا. سنڌ ۾ لنواري شريف، راڄوخاڻائي، ميرانپور، ڪڙيو گهنور، ڪوٽ عالم، بجاري شريف مشهور ڳوٺ هئا، جتي علم ۽ ادب جو چرچو هلندڙ هو.

ڪلهوڙن جي دور، سنڌ جي تعليمي تاريخ کي نئون موڙ ڏنو، هن دور ۾ سنڌي ٻوليءَ ۾ تعليم ڏيڻ جي اصول کي رائج ڪيو ويو ۽ مخدوم ابوالحسن سنڌيءَ، سنڌي صورتخطي ٺاهي(23).جنهن جي آڌار تي مخدوم ضياء الدين، مخدوم محمد هاشم ٺٽوي، مخدوم عبدالله، مولوي عبدالخالق ۽ مولوي محمد حسن جهڙن مشهور عالمن

* انهيءَ دور ۾ عبدالملڪ محمد پنهنجي زماني جي زبردست عالمن مان هڪ ٿي گذريو آهي. امام اوزاعي السنڌي حديثن جي چئن امامن مان هڪ هو. ابونصر بن فتح بن عبدالله سنڌي "فقيه متڪلم" جي لقب سان شهرت حاصل ڪئي. (گدواڻي منو تولارام: "سنڌي ٻوليءَ جي لپيءَ جو اتهاس"، ڄام پور، نامديو پبليڪيشن 1968ع ص 37)

ڪتاب لکيا ۽ سنڌيءَ ۾ تعليم ڏني.* ان کان پوءِ جڏهن ٽالپر اقتدار ۾ آيا، تہ انهن سنڌ جي تعليمي درسگاهن جي سرپرستي ڪئي. هن دور ۾ تعليم ايتري تہ ترقي ڪئي جو وقت جا عالم قرآن شريف جو سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪرڻ جي قابل ٿيا.**

سنڌ کان سواءِ باقي ننڍي کنڊ ۾ ميڪالي جي تعليمي پاليسيءَ تي عمل ٿي رهيو هو، جنهن کي هتي بہ رائج ڪيو ويو. ڪاڻ تہ اڳ سنڌ ۾ ڏيهي قسم جو تعليمي نظام رائج هو، جنهن کي سنڌن پاليسيءَ درهم برهم ڪري ڇڏيو. انگريزن کان اڳ وقت جا حڪمران تعليمي ادارن جي مالي، ۽ اخلاقي مدد ڪندا هئا، ۽ سنڌ جي ڪيترن ئي سيدن ۽ آخوندن کي انهيءَ ڏس ۾ جاگيرون بہ ڏنيون ويون هيون. انگريزن سنڌ ۾ اچڻ شرط ڪين ملندڙ مالي امداد بند ڪري ڇڏي، ۽ جاگيرون ضبط ڪري ڇڏيون(24).

ڏارين جيتوڻيڪ فارسي ٻوليءَ کي ملڪ نيڪالي ڏيئي سنڌيءَ کي سرڪاري زبان بڻايو هو، پر ان هوندي بہ انگريزي زبان جي مڪمل سرپرستي ڪئي وئي. ان سلسلي ۾ سن 1846ع ۾ ڪراچيءَ جي ڪليڪٽر "ڪيپٽن پريڊي" (Captain Preedy) ڪراچيءَ ۾ "ڪراچي فري اسڪول" (Karachi Free School) کوليو (25).

اهڙين حالتن ۾ مسلمانن فرنگين جي ٻولي پڙهڻ، پنهنجي مذهبي ۽ قومي غيرت جي خلاف ڄاتو. ان ڪري هو پنهنجي قوم جي ٻين فرقن جي ڀيٽ ۾ انگريزي تعليم کان نفرت ڪرڻ لڳا. جيئن تہ هن نئين تبديليءَ سبب تعليمي نظام سرڪار جي هٿ هيٺ اچي چڪو هو، ۽ انگريز حڪمرانن ڏيهي مڪتبن کولڻ تي پابندي وجهي ڇڏي هئي، يا وري ڪلندڙ مڪتبن تي پنهنجن مفادن مطابق ڪي شرط عائد ڪري

---

* ان دور جي تعليمي ترقيءَ لاءِ "اليگزينڊر هئملٽن" (Alexander Hamilton) ٺٽي بابت لکي ٿو تہ:

"ٺٽو شهر دينيات، لسانيت ۽ عملي سياست جي تعليم ۽ تدريس جي سلسلي ۾ خاص شهرت رکي ٿو. هتي چار سو ڪاليج آهن، جن ۾ شاگردن کي انهن علمن جي تعليم ڏني وڃي ٿي".

(Alexander Hamilton: "A new Account of the East Indies", London, The Argonaut Press, 1930, Volume I, P.78.)

** آخوند عزيز الله سنڌي ٻوليءَ جو پهريون نثر نويس هو، جنهن هن دور ۾ قرآن شريف تحت اللفظ ترجمو ڪيو. (خانصاحب محمد صديق ميمڻ، "سنڌ جي ادبي تاريخ"، (برٽش حڪومت کان اڳ) حيدرآباد، مسلم ادبي (اليڪٽرانڪ) پرنٽنگ پريس، 1944ع ص203.

ڇڏيا. ان ڪري سنڌ جا مسلمان پنهنجا مڪتب ۽ مدرسا بہ قائم ڪري نہ سگهيا. اهڙيءَ طرح سنڌ جي مسلمان آبادي، تعليم جي ميدان ۾ پوئتي ٿيندي ويئي، ۽ پورو سماج پڙهيلن ۽ اڻ پڙهيلن جي ٻن طبقن ۾ ورهائجي ويو.

وقت جي حڪمرانن سنڌ ۾ تعليمي ترقيءَ طرف ڪو بہ ڌيان نہ ڏنو ۽ ٽيهن سالن جي طويل عرصي ۾ هتي رڳو ٽي ثانوي اسڪول قائم ڪري سگهيا.* ان ڪان پوءِ سن 1947ع تائين هڪ بہ اعليٰ تعليمي ادارو نہ کلي سگهيو. سڀ ڪان وڏيڪ ستم ظريفي اها هئي جو ابتدائي دور ۾ تعليم لاءِ ڪو ڌار ڪاتو مقرر نہ هو ۽ تعليمي انتظام روينيو ڪاتي جي زيردستيءَ ۾ هلندو رهيو. جيڪو سن 1900ع ۾ قائم ٿيو هو(26).

**مذهبي اثر:** مذهبي نقطي نگاهہ ڪان سنڌ سدائين صلح، رواداري ۽ ڀائيچاري جو خطو رهيو آهي. هن ڌرتيءَ جي تاريخ جا ورق شاهد آهن تہ هتي مذهبي ڪٽرپڻي ۽ نفاق جو ٻج ڪڏهن بہ سائو سلو ٿي نہ اپريو. انگريزن ڪان اڳ جيتوڻيڪ مسلمان اختيار ۽ اقتدار جا مالڪ هئا، پر غير مسلم سنڌين کي بہ حڪومت جي وهنوار ۽ ڪاروبار ۾ ڀاڱي ڀائيوار بنايو ويندو هو.*

---

* اهي هئا:

| | | |
|---|---|---|
| 1. | ”نارائڻ جڳن ناٿ اسڪول“ ڪراچي. | 1853ع |
| 2. | ”گورنمينٽ هاءِ اسڪول“ حيدرآباد. | 1858ع |
| 3. | ”گورنمينٽ هاءِ اسڪول“ شڪارپور. | 1873ع |

تفصيل لاءِ ڏسو:

A. Symith. J. Ws: “Gazetteer of Province of sind”, (Karachi District), Bombay 1919, P.39.

B. Symith. J. Ws: “Gazetteer of Province of sind”, (Hyderabad District), Bombay 1920, P.28.

C. Symith. J. Ws: “Gazetteer of Province of sind”, (Sukkur District), Bombay 1919, P.33.

* مثال طور ڪجهہ نالا هيٺ ڏجن ٿا:

| | نالو | عهدو | دور حڪومت |
|---|---|---|---|
| 1. | گلابراءِ | گمرگ ڪاتي جو عملدار | مياں غلام شاهہ/ڪلهوڙا دور |
| 2. | ديوداس مهتو | مشير | = |
| 3. | مولراج ڪرن مل مهتو | = | = |
| 4. | ديوان گدومل | = | = |

هن خطي ۾ تصوف ۽ ويدانيت ملي جلي امن ۽ ايڪتا جو انوکو روپ اختيار ڪيو، جنهن جي نتيجي ۾ مذهبي مت ڀيد، رنگ نسل ۽ ذات پات جا ويڇا بنهه گهٽجي ويا، جتي شاهه ۽ سچل کي سنڌ جا عظيم شاعر تسليم ڪيو وڃي ٿو. اتي ساميءَ ۽ دلپت کي به نظرانداز نٿو ڪيو وڃي. هن ئي خطي ۾ ڪيترائي غير مسلم، مسلمان مذهبي پيشوائن جا پوئلڳ نظر ايندا. اڄ به سچل سرمست جي مريدن ۽ معتقدن ۾ مسلمانن سان گڏ هندو به وڏي اڪثريت ۾ موجود آهن. سکر جو ناميارو بزرگ ۽ شاعر بچل شاهه ۽ ڪراچيءَ جو سائين غني، سنڌ جي سنت سيٺ نهالچند جا معتقد هئا. جن سيٺ نهالچند سان عقيدت جو اظهار ڪندي ڪيترو ڪلام به چيو آهي(27).

انگريزن کان اڳ سنڌ جي تاريخ ۾ ايڪڙ ٻيڪڙ واقعن کان سواءِ هتان جي مذهبي ميدان ۾ مڪمل ٺاپر نظر اچي ٿي، * ۽ ڪٿي به مذهبي اختلاف جا اهڃاڻ نظر نٿا اچن.

انگريزن جي آمد سان سنڌ ۾ سياسي، سماجي ۽ معاشي اختلاف ۽ ڏڦيڙن کان سواءِ مذهبي ڪٽرپڻي جو به آغاز ٿيو. عيسائي، جيڪي انگريزن کان اڳ سنڌ جي عوام کي ڏيهي مذهبن کان متنفر ڪرڻ ۾ مشغول هئا، تن کي هن نئين سياسي تبديليءَ کلي

---

| | | | |
|---|---|---|---|
| 5. | جسپتراءِ | = | = |
| 6. | ديوان گدومل | قنڌار ۽ ڪابل جو سفير | ميرن جو دور |
| 7. | جسپتراءِ | سفير | = |
| 8. | پرتابراءِ | منشي | مير صوبدار خان/ = |
| 9. | منشي مشتاق رام | مشير | مير غلام علي خان/ = |
| 10. | ديوان گوپالداس | ڪڇ ۾ ايلچي | مير ڪرم علي خان/ = |
| 11. | منشي خوشيرام | صلاحڪار | مير مراد علي خان/ = |
| 12. | چوئٿرام | مشير | ميرنور محمد خان/ = |
| 13. | ديوان لکميچند | صلاحڪار | مير رستم خان/ = |
| 14. | اتمچند | = | = = |

* سن 1832ع ۾ هڪ ڪٽر مسلمان ڪراچيءَ ۾ هندن جي خلاف احتجاج ڪيو. ۽ لاڙ جي ڪن وڏن شهرن ۾ جهاد جو پرچار ڪيو ۽ مشرڪن جي خلاف مؤمنن کي ڀڙڪايو. ڪراچيءَ وارن فسادن ۾ سيٺ نائون مل جو پيءُ سيٺ هوتچند خاص نشانو بڻيو. ڪيس اغوا ڪري دوآبي ۾ ڪنهن مسلم درگاهه تي وٺي آيا. جتي ڪيس ڪيتري وقت تائين قيد رکيو ويو.
(Seth Naomal Hotchand: "Memoirs of Seth Naomal Hotchand of Karachi", London, William Polarel & Co. Ltd, 1915, P.66).

آزادي ڏيئي ڇڏي، ۽ هنن مذهب اسلام خلاف منظم نموني سان تحريڪ هلائي. ان سلسلي ۾ سنڌ جي عيسائين علم ادب ۽ تعليم جو سهارو ورتو. سن 1846ع ۾ "ڪئپٽن پريڊي" (Captain Preedy) ڪراچيءَ ۾ هڪ اسڪول قائم ڪيو. جيڪو سن 1853ع ۾ "چرچ مشنري سوسائٽي" (Church missionary society) جي حوالي ڪيو ويو. هن اسڪول ۾ عيسائي مذهب جي تعليم لازمي طور تي ڏني ويندي هئي(28).

ادبي ميدان ۾ وري عيسائين "سنڌ ڪرسچن لٽرري سوسائٽي" (Sindh Christian Literary Society) قائم ڪئي.(29) ۽ سنڌيءَ ۾ "جوت" اخبار جو اجراءِ ڪيو.*

ان ڪان پوءِ سنڌ ۾ مذهبي اختلافن جو هڪ طوفان برپا ٿيو، جنهن جي نتيجي ۾ هندو ۽ مسلمان هڪ ٻئي جا مخالف ٿي بيٺا، ۽ ان جي پڄاڻي وڃي سن 1947ع جي سياسي تبديليءَ تي ٿي.

هندن ۽ مسلمانن ۾ مذهبي اختلاف ايترو تہ زور ورتو جو اهي هڪ ٻئي جي مذهبي جاين ۽ درگاهن تي بہ قابض ٿيڻ کان نہ مڙيا. منگهوپير هجي يا قلندر شهباز يا اڏيرولعل. هندو توڙي مسلمان انهن بزرگن تي پنهنجا پنهنجا حق تسليم ڪرائڻ لڳا. منگهي پير کي اڄ بہ ڪيترا هندو لالا جسراج تسليم ڪندا آهن، ۽ مسلمان وري ڪيس حاجي منگهو سڏيندا آهن. ساڳئي نموني سان قلندر شهباز کي ڪيترا هندو راجا ڀرتريءَ جو اوتار ڪري ليکيندا آهن، ۽ ميلي وقت قلندر شهبازجي ميندي سيوهڻ جي ميراثي ۽ نانوائي ڪڍندا آهن(30).

ان ڪان سواءِ مسلمان جتي مندر ڏسندا هئا، اتي ڪين مسجد ٺاهڻ جي يادگيري اچي ويندي هئي، ۽ جتي وري هندن کي ڪا مسجد نظر ايندي هئي، اتي ڪين پنهنجي ٽڪاڻي قائم ڪرڻ جو اچي فڪر دامنگير ٿيندو هو. انگريز حڪمرانن جي "ويڙهايو ۽ حڪومت ڪريو." واري حڪمت عمليءَ جي نتيجي ۾ هندن ۽ مسلمانن جا مذهبي ويڇا جنهن حد کي وڃي پهتا، تنهن جي مختصر جهلڪ هيٺ ڏجي ٿي:

**آريا سماج:** "آريا سماج" جي تحريڪ جو بنياد سن 1875ع ۾ سوامي ديانند سرسوتي وڌو(31). هن تحريڪ هندن ۾ احساس برتري ۽ خود اعتماديءَ جو جذبو تہ

---

* ان اخبار جي جواب ۾ حڪيم فتح محمد سيوهاڻيءَ 100 صفحن تي مشتمل "فتح محمدي" نالي ڪتاب لکيو. جيڪو سن 911ع ۾ وڪٽوريا پريس سکر مان ڇپجي پڌرو ٿيو.

پيدا ڪيو پر ڪٽرپڻي جي بنياد تي پنهنجن پوئلڳن کي مسلمانن ۽ عيسائين خلاف ڀڙڪايو ۽ کين "هندستان هندن لاءِ" جو نعرو ڏنو.

هن تنظيم جي شاخ جڏهن سنڌ ۾ قائم ٿي ته ان هتان جي مذهبي ماحول کي بريءَ طرح متاثر ڪيو، ۽ هندو مسلم اختلاف کي هوا ڏني. آريا سماجين طرفان سنڌ جي مسلمان اڳواڻن سان ڪيترائي مناظرا ٿيا، ۽ ٻنهي مذهبن جي ڪٽر پوئلڳن طرفان هڪ ٻئي تي قلمي وار به ڪيا ويا.*

**شڌي سڀا:** 16 مارچ 1923ع تي ڪراچيءَ جي "هندو يووڪ سڀا" پنهنجي گڏجاڻيءَ ۾ "شڌي سڀا"(32).قائم ڪرڻ جو فيصلو ڪيو ته جيئن ڪراچيءَ ۾ رهندڙ ٽن سون مسلمان گهراڻن کي ٻيهر هندو بڻائجي، جيڪي اڳ ۾ هندو مذهب سان واسطو رکندا هئا، پر پوءِ اسلامي تبليغ تي مسلمان ٿيا (33).هن تحريڪ سنڌ جي سماج ۾ ڏڦيڙ پيدا ڪيو ۽ سنڌي مذهبي بنيادن تي ڌڙن ۾ ورهائجڻ لڳو. مسلمانن طرفان وري "نومسلم ڪانفرنسون" سڏايون ويون. * جهڙيءَ طرح "شڌي سڀا" جو مرڪز ڪراچيءَ کي بنايو ويو، اهڙيءَ طرح اسلامي تبليغ جو آغاز به اتان ٿيو، ۽ ردعمل طور ڪيترن هندن کي

---

* انهيءَ سلسلي ۾ لکيل ڪن مضمونن جو مختصر وچور هيٺ ڏجي ٿو:

| عنوان | ليکڪ | ڪڏهن ڇپيو | ڪنهن ۾ ڇپيو |
|---|---|---|---|
| آريا اخبار جي غلط بياني | محمود شاهه راشدي | آڪٽوبر 1925ع | توحيد |
| آريا ڌرم ۾ عقل | مولانا دين محمد وفائي | فيبروري 1926ع | = |
| آرين جي اعتراض جا جواب | محمد بخش واصف | آڪٽوبر 1934 | = |
| آرين جي سوالن جا جواب | مولانا دين محمد وفائي | آڪٽوبر 1934ع | = |
| معراج جسمانيءَ تي اعتراض | مولانا دين محمد وفائي | آڪٽوبر 1934ع | = |
| آريا ڌرم جو اصلي مسئلو | حاجي محمود هالائي | مارچ 1935ع | = |
| ويد ڇا آهن؟ | محمد بخش واصف | فيبروري 1936ع | = |

* مثال طور 1926ع ۾ شيخ عبدالمجيد سنڌي ڪراچيءَ ۾ نومسلم ڪانفرنس سڏائي، جيڪا سنڌ جي تاريخ ۾ پهرين ۽ شاندار ڪانفرنس هئي. هن ڪانفرنس ۾ نومسلم ماڻهن لاءِ روزگار جي وسيلن مهيا ڪرڻ، تعليم ڏيارڻ، آباد ڪرڻ، ۽ کين اسلام جي صحيح تعليم کان آگاهه ڪرڻ لاءِ مثبت فيصلا ڪيا ويا. (جي ايم سيد: "جنب گذاريم جن سين". جلد پهريون حيدرآباد، سنڌي ادبي بورڊ 1967ع ص 168)

مسلمان بڻايو ويو.* ان کان سواءِ حيدرآباد، سکر، نصرپور، لاڙڪاڻو، شهدادڪوٽ، ۽ راڻي پور ان جا خاص مرڪز رهيا. نصرپور ۾ تہ ڀاٽين ۽ پانڌياڻين جي وچ ۾ ڇڪريون پڻ لڳيون. لاڙڪاڻي ۽ شهدادڪوٽ ۾ ڪيترا سنجوڳي شيخ مرتد ٿيڻ لڳا، جن کي مسلمان عالمن وقت سر پيڙهڪڻ کان بچائي ورتو.*

**سنگٺن:** هن تحريڪ جو آغاز لالا لڇپتراءِ ڪيو، جنهن نہ رڳو ڪيترن ئي هندو جوانن کي جنگي سکيا ڏني، پر ان سکيا جا لاتعداد مرڪز بہ قائم ڪيا. انهن مرڪزن مان تربيت ورتل هندو نوجوانن ننڍي کنڊ جي مختلف هنڌن تي فساد ڪيا. جن جو آغاز ملتان کان ٿيو(34)- ۽ پوءِ ڏسندي ئي ڏسندي سنڌ جي سرزمين بہ ان اثر کان محفوظ نہ رهي سگهي.

"هندو سنگٺن" ۽ "هندو مهاسڀا" جهڙين انتها پسند تحريڪن ۽ جماعتن کي سنڌ ۾ منهن ڏيڻ لاءِ هتان جي مسلمانن اعتدال پسنديءَ جو رويو اختيار ڪيو، تہ جيئن مذهبي ڪٽرپڻي کي ممڪن حد تائين روڪيو وڃي.

هندو قوم جا ليڊر اڇوت قومن کي سڌارڻ ۽ انهن کي پاڻ ۾ ملائڻ جي تہ ڪوشش ڪري رهيا هئا، پر انهن مان کي تنگ دليءَ وچان سنڌ اندر مڙني مذهبن جي پوئلڳن سان ميل ميلاپ رکڻ بجاءِ، مذهبي اختلافن کي شدت سان پکيڙڻ لڳا.

سنڌ ۾ هن تحريڪ پهريائين ادبي ڇڪتاڻ جو روپ ورتو، ۽ پڇاڙي وڃي فسادن

---

* انهيءَ رد عمل هيٺ ڪراچي مرڪز ۾ جن ماڻهن کي مشرف بالاسلام ڪيو ويو، تن مان ڪن جو وچور مثال لاءِ هيٺ ڏجي ٿو:

| اصلي نالو | اسلامي نالو | اصلي نالو | اسلامي نالو |
|---|---|---|---|
| هرڏي | مريم | ٽنڪ | زينب |
| پندان | عزيزه | سوئي | شريفه |
| فصلي | سڪينه | رزان | هاجران |
| سنهي | ڪريمه | پارپتي | آمنت |
| بوڇا | الهه بخش | | |

(ڏسو توحيد ڪراچي، ماه سيپٽمبر 1925ع ص24)

* انهيءَ سلسلي ۾ راڻي پور جي پير ابومحمد صالح شاهہ، مولانا دين محمد وفائي، ۽ مولانا محمد صادق، راڻي پوريءَ تبليغي ڪم ڪيو، ۽ ان فتني کي ڀنجو ڏئي ڇڏيو.
(هيءَ معلومات جناب پير حسام الدين راشدي کان 29 نومبر 1978ع تي انٽرويو ذريعي ورتي ويئي)

۽ هنگامن تي ڪئي. هندن مذهب اسلام ۽ ان جي مشاهير خلاف ڪيترائي مضمون، اشتهاري ڪتابڙا، پوسٽر ۽ ڪتاب شايع ڪرايا،* جن جي جواب ۾ مسلمانن بہ قلم کنيو.♦ ان ڪري سنڌ جي پرامن فضا خراب ٿي پيئي.

**نٿورام جو قتل:** ”شڌي“ ۽ ”سنگٺن“ تحريڪن جي آغاز کان پوءِ پيغمبر ﷺ جي شان ۾ تحريري گستاخين جو سلسلو شروع ٿيو. سن1935ع ۾ نٿورام، راج پال جي لکيل هڪ ڪتاب ”رنگيلا رسول“ جو سنڌي ۾ ترجمو ڪيو، جنهن ڪري مسلمانن قانوني چاراجوئيءَ جو سهارو ورتو. حيدرآباد جي سيشن جج شري ملڪاڻيءَ نٿورام کي سزا ڏيئي ڇڏي. ڪيس، اپيل ۾ ”جوڊيشل ڪمشنر“ وٽ پيش ٿيو. ڪورٽ ۾ ڪاروائي هلندي ڪراچيءَ جي هڪ ڪوچوان عبدالقيوم هزارويءَ، نٿورام کي پيٽ ۾ ڇرو هڻي قتل ڪري ڇڏيو، جنهن جو مقدمو عبدالقيوم تي قائم ٿيو، ۽ ڪيس ڦاسي جي سزا ڏني ويئي.(35) شهيد جو لاش مسلمانن گهريو، جنهن لاءِ

---

* هندن طرفان لکيل ڪن ڪتابن جو وچور هيٺ ڏجي ٿو:

”اسلامي بهشت“، ”علماءِ اسلام کان سوال“، ”معراج ڇا آهي“، ”مغل رنگ محل“، ”مغل شيش محل“، ”منهنجي ايشوري مستي“، ”ستيارٿ پرڪاش“، ”سندري“، ”سنڌو هتيا ڪانڊ“، ”ويدڪ بمگولو“، ”قرآني الله ميان جي تصوير“، ”قرآني الله ميان جي صنعت“ ۽ ”هفتيوار چانڊ“.

♦ مسلمانن انهن جي موٽ ۾ هيٺيان ڪتاب لکيا:

| | |
|---|---|
| ”ڏاهري رنگ محل“ | محمد عثمان ڏيپلائي |
| ”عيد جو چنڊ“ | محمد عثمان ڏيپلائي |
| ”نانڪ مهاراجا ڏاهرسين“ | خليق مورائي |
| ”لاجواب تحرير“ | مولانا دين محمد وفائي |
| ”سندري“ | خليق مورائي |
| ”سومنات جي سندري“ | محمد عثمان ڏيپلائي |
| ”شيوا جي شيش محل“ | محمد عثمان ڏيپلائي |
| ”شڌيءَ جو سانگ“ | خليق مورائي |
| ”واڻڪي شاعري“ | خليق مورائي |
| ”قرآني صداقت“ | مولانا دين محمد وفائي |
| ”ڪتي جو پٽ“ | محمد عثمان ڏيپلائي |

انگريز حاڪم پس و پيش ڪئي. نتيجي ۾ چاڪيواڙي ۾ زبردست فائرنگ ٿي، ۽ چوهٺ مسلمان شهيد ٿيا(36). پر مسلمانن غازي عبدالقيوم جو لاش حاصل ڪري ورتو. هن واقعي سنڌ جي مذهبي توڙي سياسي ماحول کي خراب ڪري ڇڏيو. شيخ عبدالمجيد سنڌيءَ ان خوني واقعي تي احتجاج ڪندي "بمبئي ليجسليٽو اسيمبليءَ (Bombay Legislative Assembly) تان استعفيٰ ڏيئي ڇڏي. (37)

**مسجد منزل گاهه:** انگريزي راڄ جي بدترين ۽ ڏکوئيندڙ واقعن ۾ان "مسجد منزل گاهه" جو حادثو بہ هڪ آهي. سن 1839ع ۾ جڏهن انگريزي فوج سکر تي قبضو ڪيو تہ ان وقت هنن هندو توڙي مسلمانن جي عبادتگاهن کي ڪٽي پنهنجي آفيسن ۽ رهائش گاهہ طور استعمال ڪيو. منزل گاهہ واري ميدان تي سنڌن پريزيڊنسي (Presidency) ٺهيل هئي. انگريزن جڏهن پنهنجين آفيسن ۽ رهائش گاهن لاءِ مستقل طور تي عمارتن جي اڏاوت ڪرائي تہ انهن هندو توڙي مسلمانن جون اڳوٽيون عبادتگاهون مالڪن کي موٽائي ڏيڻ ڪان سواءِ ڇڏي ڏنيون.

اهڙين حالتن ۾ "مسجد منزل گاهه" هڪ مسئلو بڻجي سنڌ جي سياسي افق تي ايرڻ لڳي. سن 1930ع ۾ هندن "مسجد منزل گاهه" کي ساڌٻيلي جي حصي طور تسليم ڪرائڻ جي تحريڪ جو آغاز ڪيو. سندن ڪوشش تڏهن رنگ لاتو، جڏهن سن 1932ع ۾ وقت جي سرڪار مسجد جي تالابندي ڪري ڇڏي.

سنڌ جي بمبئيءَ کان الڳ ٿيڻ کان پوءِ سنڌي مسلمانن ۾ برتريءَ جو احساس پيدا ٿيڻ لڳو، ۽ هنن سر غلام حسين هدايت الله جي وزارت عظميٰ جي زماني ۾ "مسجد منزل گاهه" واري مسئلي کي هٿ ۾ ڪنيو.

سر غلام حسين هدايت الله کان پوءِ جڏهن خانبهادر الهہ بخش سومرو سنڌ جو وڏو وزير ٿيو تہ هن جي آزاد خياليءَ واري حڪمت عمليءَ جي مخالفت ڪندي، سنڌ مسلم ليگ سنڌس مخالفت طور "مسجد منزل گاهه" واري مسئلي کي سامهون آندو*. جنهن جي نتيجي ۾ هيءُ مسئلو ملڪ اندر وڳوڙي حالتن جي پيدا ڪرڻ جو سبب بڻيو.

---

* انهيءَ سلسلي ۾ 19 مئي 1939ع تي سنڌ پراونشل مسلم ليگ جي صدر سيٺ حاجي عبدالله هارون سکر جو دورو ڪيو ۽ جون 1939ع ۾ ليگ جي ورڪنگ ڪاميٽيءَ مسجد منزل گاهه جي بحاليءَ واري ڪاميٽي مقرر ڪئي.
(See, "Causes of Sukkur Disturbances", The Sindh Provincial Muslim League Karachi, 1940 P.9)

آگسٽ 1939ع ۾ سکر جي ڪن ناعاقبت انديش آرين پرچوندڙن واري پير جي فرزند عبدالرحيم کي مارڪٽ ڪئي. ان جي بدلي وٺڻ لاءِ 2 نومبر 1939ع تي مڏر آواز جي مالڪ ڪنور رام پڳت (38) ۽ 17 جولاءِ 1940ع تي صوفي منش سياستدان پروفيسر هاسارام پنماڻيءَ کي قتل ڪيو ويو. (39)

## حوالا


(1) Mirza Kalichbeg: "History of Sind", Volume II, Karachi, Commissioners Press, 1902, P.227.

(2) Olaf Caroe: "The pathans", London, Macmillan & Co. Ltd 1964 P.320.

(3) رحيمداد خان مولائي شيدائي: "بلوچستان جي مختصر تاريخ" سکر، ريلوي اليڪٽرڪ پرنٽنگ پريس 1941ع ص 69

(4) Lambrick H.T: "Sir Charles Napier and Sind" Oxford Clarendon Press 1952 P.177

(5) حڪيم فتح محمد سيوهاڻي: "ميرن جي صاحبي"، ڪراچي، "الوحيد" پريس ص2.

(6) See, "The Daily Gazette", Karachi, dated 11.5.1922 P.5 and dated 15.5.1922 P.5.

(7) سراج الحق: "سنڌ جي اقتصادي تاريخ" (مترجم جو نوٽ) حيدرآباد، حيدرآباد سنڌي ادبي بورڊ 1958ع 13.

(8) Chablani S.P: "Economic Conditions in Sind", Bombay Orient Longmans Ltd, 1951, P.213

(9) ضياءُ الدين اصلاحي: "هندوستان عربون کي نظر مين"، اعظم گڙه، معارف پريس 1960ع ص285.

(10) Aitken, E.H: "Gazetteer of the Province of sind", Bombay Govt: press, 1907 P.246.

(11) Hamilton, Walter: "East India Gazettecr", London, 1815, P.740.

(12) Elliot: "History of India as told by its own Historians", London, Truber & Company 1871, Volume I, P. 427.

(13) Mc Murdo: "Memoirs on the Indus" An article published in the Journal of Royal Asiatic Society Calucutta 1834, P.30.

(14) Chablani S.P: "Economic Conditions in Sind" Bombay, Orient Longmans Ltd, 1951, P.96.

(15) Qureshi Ishtiq Hussain: "Education in Pakistan" Karachi Maaref Ltd, 1975, P. 11.

(16) Naomal Hotchand: "Memors of Seth Naomal", London, William Pollard & Co. Ltd, 1915, P.P.141-142).

(17) رحيمداد خان مولائي شيدائي: "جنت السنڌ ڪراچي"، سنڌي ادبي بورڊ 1958ع ص688.

(18) Metraux. Guy.S: "The new Asia", London, American Library, 1965 P.120.

(19) تفصيل لاءِ ڏسو:

(a) Burton R.F: "Sindh", Karachi, Oxford Universty Press, 1973, P.69.

(ب): ڊاڪٽر خواجه غلام علي الانا: سنڌي ٻوليءَ جي حيثيت اسلام جي آمد کان اڳ، (مقالو) نئين زندگي، ڪراچي ماه سيپٽمبر 1968ع ص ص 23-24.

(ث): پير حسام الدين: "منصوره جي تاريخ جو هڪ باب"، حيدرآباد، سنڌي ادبي بورڊ، سه ماهي "مهراڻ" نمبرا جلد 10، 1961ع ص 143.

ءِ پڻ ڏسو:

(a) Euiot H: "History of India" London, Trubner and Company, 1857, Volume I, P.39.

(b) Ebward, C. Sachan: "Alberuni's India", Kegan Paul Trench, London, 1910, P.173.

(20) رحيمداد خان مولائي شيدائي: "تاريخ تمدن سنڌ"، حيدرآباد، سنڌ يونيورسٽي 1959ع ص338.

(21) قريشي حامد علي "خانائي": "سنڌ جي سومرا قوم" (مقالو) ٽماهي مهراڻ 1، حيدرآباد، سنڌي ادبي بورڊ، جنوري، فيبروري ۽ مارچ 1974ع ص 133.

(22) رحيمداد خان مولائي شيدائي: "تاريخ تمدن سنڌ"، حيدرآباد، سنڌ يونيورسٽي 1959ع ص413.

(23) خانصاحب محمد صديق ميمڻ: "سنڌ جي ادبي تاريخ"، (برٽش حڪومت کان اڳ) حيدرآباد، مسلم ادبي (اليڪٽرڪ) پرنٽنگ پريس، 1944ع ص 59.
(24) Sorley H.T: "Gazetteer of West Pakistan" Lohore, Government of Pakistan, 1968, P.675.
(25) Hughes. A: "Gazetteer of the Province of Sind", London, George Bell & Sons, 1874, P.31.
(26) See, "A Hand Book of the Government Record" Karachi, 1933, P.40
(27) موتيرام: "رتن جوت"، ڪراچي، هيرالڊ پريس 1958ع ص 417.
(28) Harrison: "A Hand book of Karachi", Karachi, Educational Printing Press 1933, P.23.
(29) See, "The Daily Gazette" Karachi, dated 24.3.1926, P.5.
(30) ڀيرومل: "سنڌ جي هندن جي تاريخ"، ڀاڱو 2 ڪراچي 1947ع ص 45.
(31) رحيمداد خان مولائي شيدائي: "تاريخ تمدن سنڌ"، حيدرآباد، سنڌيونيورسٽي 1959ع ص617.
(32) صلاح الدين ناسڪ: تحريڪ آزادي لاهور، عزيز پبلشرز، 1975ع ص ص 248-249.
(33) See, "The Daily Gazette", Karachi, dated 19-3-1923, P. 5.
(34) صلاح الدين ناسڪ: تحريڪ آزادي لاهور، عزيز پبلشرز 1975ع ص ص 247.
(35) See, "The Daily Gazette" Karachi, dated 19-3-1935, P. 1
(36) جي ايم سيد: "جنب گذاريم جن سين"، (جلد پهريون) حيدرآباد، سنڌي ادبي بورڊ، 1967ع، ص170.
(37) ايضاً ص 170.
(38) جي ايم سيد: "جنب گذاريم جن سين"، (جلد ٻيو) حيدرآباد، سنڌي ادبي بورڊ، 1967ع، ص32.
(39) ايضاً ص 32.

## باب ٽيون

# سنڌ ۾ انگريزي راڄ کان بيزاري ۽ تحريڪ آزاديءَ جو آغاز

جيئن ته زير بحث موضوع ئي هن مقالي جو مرڪزي خيال آهي، ۽ ان تي تفصيلي روشني، ايندڙ بابن ۾ وڌي ويئي آهي، ان ڪري هتي اختصار تي ئي اڪتفا ڪجي ٿي. ميرن جو دور نه رڳو سنڌ پر ننڍي کنڊ جي سياسي تاريخ جو هڪ سونهري دور هو، جنهن ۾ پهريون ڀيرو گڏيل حڪومت جي سياسي نظام کي عملي جامو پهرايو ويو هو، جنهن جو ننڍي کنڊ جي تاريخ ۾ مثال ئي نٿو ملي. انگريزن جي آمد کان پوءِ نه رڳو انهيءَ گڏيل حڪومت واري ڪامياب تجربي جي پڄاڻي ٿي، پر سنڌ هڪ الڳ، آزاد ۽ خودمختيار ملڪ پنهنجي حيثيت کي وڃائي ويٺو.

انگريزي راڄ سنڌ جي سياست ۾ اُبتو انقلابي ڦيرو آڻي ڇڏيو. سنڌ راڄ ۾ هڪ ملڪ پهريائين صوبو ٿيو ۽ پوءِ اهو پنهنجي صوبائي حيثيت به وڃائي وڃي بمبئي پرڳڻي جو حصو بڻيو. انهن سياسي واقعن اسان جي عالمن ۾ پهريائين بيچيني ۽ پوءِ بيزاري ۽ آخر ۾ بيداري پيدا ڪري ڇڏي. ڪيترا عالم ملڪ ڇڏي هليا ويا.* ۽ ڪن وري گوشي نشين ٿي پنهنجي زندگيءَ جو قيد ڪاٽڻ شروع ڪيو. مسلمانن انگريزي تعليم ۽ تهذيب ۾ ايتري دلچسپي نه ورتي. نتيجي ۾ غير مسلم حصو اڳتي وڌڻ لڳو ۽ ڏسندي ئي ڏسندي زندگيءَ جي هر هڪ شعبي تي حاوي ٿيندو ويو.* ٽالپرن جي

---

* مثال طور مولانا عبدالڪريم مٽياروي‎ءَ جو نالو پيش ڪري سگهجي ٿو. جنهن پنهنجي وطن جي آزادي ختم ٿيندي ڏسي چيو ته: ”اسين فرنگي حاڪمن کي ڏسي نٿا سگهون، ان ڪري هاڻي اسان جو هتي رهڻ نه ٿيندو“ پوءِ هو سنڌ ڇڏي مٺي مرسل جي ملڪ ڏانهن لڏي ويو. (ڏسو الرحيم: ”مشاهير سنڌ نمبر“، حيدرآباد شاهه ولي الله اڪيڊمي. 1967 ص33)

* مثال جي طور تي سن 1867ع کان وٺي 1871ع تائين 150 روپيا درماهه پگهار کڻندڙ هندو توڙي مسلمان ملازمن جا انگ اکر هن طرح هئا:

| سال | مسلمان | هندو |
|---|---|---|
| 1867ع | 3 | 9 |
| 1868ع | 1 | 4 |
| 1869ع | 5 | 9 |
| 1870ع | 2 | 5 |
| 1871ع | 1 | 3 |

(ڪريم بخش خالد: ”خانبهادر حسن علي آفندي“ (مقالو) نئين زندگي. ڪراچي سيپٽمبر. آڪٽوبر 1974ع. ص75.

دور ۾ جنهن طبقي کي سياست جي ميدان ۾ ايترو عمل داخل حاصل نہ هو، سو هاڻي سياست ۾ بہ قيادت ڪرڻ جي قابل ٿي ويو.* اهڙي طرح انگريزن جي راڄ، سنڌ جي سياست ۾ بہ الڳ ۽ متضاد ڌڙا قائم ڪري وڌا.

انگريز عيسائي هئا، ۽ پنهنجي مذهبي تبليغ کي فرض سمجهندا هئا، سندن اثر هيٺ هتي جي مذهبن تي تقريري ۽ تحريري حملا بہ ڪيا ويا، پر هن حڪمران طبقي هندن توڙي مسلمانن جي مذهبي پيشوائن، پيرن، ۽ پنڊتن تي هٿ بہ رکڻ شروع ڪيو. جن سنڌ جي سياست ۾ حڪومت پرستيءَ جو ڪردار ادا ڪيو. ان جي رد عمل طور اسان جا علماءِ ڪرام سياست جي ميدان ۾ ڪاهي پيا ۽ پيراڻي سياست جو ڀرپور مقابلو ڪيائون.

انگريز سرڪار سنڌ جي سياست کي دين، ڌرم، رنگ، نسل ۽ اميريءَ غريبيءَ جي طبقن ۾ ورهائي چڪي هئي، پر ان هوندي بہ سنڌي عوام موقعو ۽ مهل ملڻ تي فرنگي اقتدار جي زنجيرن ٽوڙڻ جي ڪوشش ڪئي، اهو ئي سبب آهي جو جڏهن سن 1857ع وارو واقعو رونما ٿيو تہ سنڌ جي هندن توڙي مسلمانن، ۽ اميرن توڙي غريبن، ان جنگ آزاديءَ ۾ ڀرپور حصو ورتو.

سنڌ ۾ آزاديءَ جي جنگ جو ناد سڀ کان اڳ صحافت ئي وڄايو، جيئن تہ سنڌ کان ٻاهر وڏي پيماني تي قتلام ٿي چڪو هو، ۽ وقت جي سرڪار وڏي ڪوشش ورتي تہ جيئن باقي هندستان جون خبرون سنڌ جي اخبارن ۾ شايع نہ ٿي سگهن، پر سنڌ جي صحافت سرڪار جي اهڙي ڪوشش جي کليل لفظن ۾ مذمت ڪئي. انهيءَ سلسلي ۾ اخبار ”سنڌ قاصد“ پنهنجي جولاءِ 1857ع جي اشاعت ۾ انهن پابندين خلاف هڪ ايڊيٽوريل لکيو، جنهن ۾ وقت جي سرڪار طرفان اخبارن تي سنسرشپ لاڳو ڪرڻ واري فيصلي تي راءِ ڏني تہ:

”حڪومت جو ڪو بہ قانون اهڙو ناموزون ۽ غير منصفانہ نہ آهي، جيترو پابنديءَ جو هي قانون، جنهن ذريعي هندستان جي پريس تي هڪ ظالمانہ بندش عائد ڪئي ويئي آهي. اسين هن نتيجي تي پهچي چڪا آهيون تہ هيءُ قانون هڪ ئي وقت تي غير

---

* مثال طور ”سنڌ سڀا“ جهڙي سنڌ جي پهرين سياسي جماعت ٿي تہ ڪيتري وقت تائين غير مسلم ان جي اڳواڻي ڪندا رهيا، هن جماعت جو پهريون صدر سيٺ آتمارام پوچواڻي ٿيو ۽ ديوان ڏيارام ڇيتمل توڙي ديوان گدومل بہ جماعت جا اڳواڻ ٿي رهيا. (تارا چند شوقيرام: ڏيارام گدومل جو جيون چرتر، حيدرآباد 1932ع ص16)

منصفانه ۽ غير سياسي آهي. هن قانون هندستاني پريس کي سخت مصيبت ۾ مبتلا ڪري ڇڏيو آهي، هي قانون غير سياسي هن ڪري آهي جو حڪومت هند آئيني ذريعن سان متفق طور تي تمام اخبارن جو ساٿ وٺي سگهي ٿي. هي قانون ظلم جي حد تائين غير منصفانه هن ڪري آهي جو پريس کي بنا ڪنهن سبب جي غلطين جي سزا ڀوڳڻي پوي ٿي." (1)

صحافت جي اهڙي ناد وڄائڻ کان پوءِ سنڌ ۾ سڀ کان پهريائين حيدرآباد ۾ فوجين جي بغاوت جا افواهه پکڙجڻ لڳا. حيدرآباد جي ڏيهي سپاهين 8 سيپٽمبر 1857ع تي حڪومت خلاف آزاديءَ لاءِ جنگ لڙڻ جو فيصلو ڪيو(2). پر آزاديءَ جي هنن اڳواڻن خلاف ڏيهي عملدارن وجي شڪايتون ڪيون ۽ بغاوت جون خبرون پهچايون ته سپاهي ۽ سڄو شهر ڌارين سرڪار خلاف وڙهڻ وارو آهي.

انهيءَ اطلاع ملڻ تي وقت جي سرڪار پنهنجن انگريزي عملدارن ۽ خزاني جي حفاظت جو جوڳو بندوبست ڪري، سمورن ڏيهي سپاهين کي صفون سڌيون ڪرڻ جو حڪم ڏنو ۽ انهيءَ ئي موقعي تي هٿياربند سپاهين کي بي هٿيار بنايو ويو، جنهن تي ڏيهي سپاهين کا ڏني وائني مزاحمت ته نه ڪئي، پر سڄ لهڻ کان پوءِ ڪجهه سپاهي ڇانوڻي ڇڏي وڃي شهر ۾ لڪا ته جيئن بغاوت جو جهنڊو بلند ڪري سگهن، پر ڪين بروقت گرفتار ڪيو ويو.(3) ۽ آخر انهن کي ڪورٽ مارشل ڪري شهيد ڪيو ويو. (4)

حيدرآباد کان پوءِ سنڌ ۾ جنگ آزاديءَ جو ٻيو مرڪز ڪراچي بڻيو. وطن جي هن حصي جي فوجي سپاهين سيپٽمبر 1857ع جي ٻئي هفتي ۾ بغاوت ڪرڻ جو منصوبو رٿيو. پر ساڳئي مهيني جي تيرهين تاريخ رات جو اٽڪل يارهين وڳي فوجي پلٽڻ نمبر يارهين جي ڪمانڊنگ آفيسر "ميگريجر" (M. Gregor) کي معلوم ٿيو ته سندس پلٽڻ انهيءَ رات بغاوت ڪرڻ واري آهي (5). ۽ ڪراچيءَ ۾ فتح حاصل ڪرڻ کان پوءِ اها حيدرآباد رواني ٿي ويندي(6).

جيئن ته ان کان اڳ حيدرآباد ۾ به فوجين جي اهڙي ڪوشش ڪامياب ٿي نه سگهي هئي، ان ڪري جڏهن واسطيدار عملدار کي هڪ حوالدار جي هٿان سڌ پئي (7) ته هن ترت قدم کڻندي وڃي اعليٰ اختياريءَ وارن کي اطلاع ڏنو (8). انهيءَ اطلاع جي پوئواري ڪندي "يوروپين لائيٽ انفينٽري" (European Light Infentary) جي اڳواڻ ڪالونئيل اسٽيلز (Colonel Stiles) يورپي آفيسرن جي خاندانن ۽ سرڪاري خزاني تي سخت پهرو بيهاري ڇڏيو (9). ان کان سواءِ "ميجر بليڪ" (Major Bleke) کي اهو ڪم

سونپيو ويو تہ هو گهوڙيسوارن کي وٺي بغاوت جو منصوبو سٽيندڙ سپاهين جي رهائش گاھ کي پنهنجي گهيري ۾ وٺي.

جڏهن اختياريءَ وارن عملدارن پنهنجي حفاظت جو جوڳو بندوبست ڪيو تہ ان کان پوءِ فوجي پلٽڻ نمبر يارهينءَ کي صفن ۾ سڏائڻ جو حڪم ڏنو. جيئن تہ بغاوت جي باني سپاهين کي اها ڄاڻ نہ هئي تہ ڪو سندن راز فاش ٿي چڪو آهي، ان ڪري هو پنهنجي منصوبي مطابق ظاهري طور تي ڪا بہ اهڙي ڳالھ نٿي ڪري سگهيا. جنهن مان اختياريءَ وارن کي بغاوت بابت ڪو اشارو ملي وڃي. ان ڪري پلٽڻ جي اڪثريت اچي پنهنجون صفون ٺاهيون (10).

ان کان پوءِ هر هڪ سپاهيءَ جو نالو وٺي حاضري پري ويئي. جنهن مان اختياريءَ وارن کي معلوم ٿيو تہ پلٽڻ جا ستاويهہ سپاهي غير حاضر آهن.*

ان بعد سپاهين کان هٿيار کسيا ويا. ۽ سندن جاچ پڙتال ڪئي ويئي. هن جاچ پڙتال مان حڪومت کي معلوم ٿيو تہ تيرهن سپاهين صفن بنائڻ واري قاعدي جي پيچڪڙي ڪندي، پنهنجيون رائفلون پري رکيون هيون(11). جن کي اتي جو اتي گرفتار ڪيو ويو، ۽ باقي ڀاڄوڪڙ سپاهين جي ڳولا ڪئي ويئي.

ڪراچيءَ جي سپاهين کي جيتوڻيڪ پهريائين ناڪامي ڏسڻي پيئي، پر سندن همت جواب ڪونہ ڏنو. پڇي ويل سپاهين کي اهڙا موقعا حاصل هئا تہ اهي بغاوت کي عوامي تحريڪ جي روپ ۾ اپاري سگهن، پر سنڌ جي مٿئين طبقي سان واسطو رکندڙ مکيہ ڀن غدارن حڪومت جو ساٿ ڏنو. جنهن ڪري سپاهين جا باقي منصوبا بہ اڻپورا رهجي ويا.

عوام دشمن ۽ حڪومت جي حامي ڌڙي مان سيٺ نائونمل هوتچند بہ هڪ هو. هن نہ رڳو آزاديءَ جي ان جنگ ۾ حڪومت جو ساٿ ڏنو، پر انهيءَ واقعي کي قلمبند بہ ڪرايو، هو ان سلسلي ۾ چوي ٿو تہ:

---

* غير حاضر سپاهين جي انگن اکرن لاءِ مختلف محققن جي مختلف راءِ آهي، سيد معين الحق جي خيال مطابق اهي سپاهي ستاويهہ هئا. ۽ ڊاڪٽر عظيم الشان حيدر اهي انگ ايڪيهہ ٻڌائي ٿو. ڏسو:

(a) Syed Moinul Heg: "The Great Revolution of 1857", Karachi, Pakistan Historical Society, 1968 P. 298.

(b) Dr Azimusshan Haider: "History of Karachi", Karachi, Ferozsons, 1974, P.20

”سنڌ کان ٻاهر غدر ۾ رتوڇاڻ ۽ ماڻهن سان عقوبتون ٿيون، تن جي بيان ڪرڻ کان قلم قاصر آهي. مان هن وقت به تصور ٿو ڪريان ته دل ڏهلجيو وڃي ٿي. هندستان ۾ جيڪي وهيو واپريو پيئي، تنهن جون ڳالهيون ٻڌي عام ماڻهن خيال ڪيو ته انگريزن جي حڪومت جو اجهو ٿو خاتمو ٿئي.

انهيءَ ڏکئي ۽ آزمائش جي وقت ۾ ”سر بارٽل فريئر“ (Sir Bartle Frere) جيڪو صبر، فڪر، سوچ ۽ حوصلو ڏيکاريو، تنهن جي جيتري واکاڻ ڪجي اوتري گهٽ آهي. هندستان ۾ انگريزن جي طاقت کي جيڪو خطرو هو، ان کي منهن ڏيڻ لاءِ نه تڪليف جو خيال ڪيائين، نه خرچ جو. دستور موافق آئون سربارٽل کي خبرون پهچائيندو ايندو هوس. آئون پنهنجن پراڻن خانداني گماشتن جي معرفت جوڌپور، جيپور، جيسلمير، پالي، راجپوتانا، ۽ پنجاب جي مختلف شهرن مان خبرون گهرائي، سڌو بنا ڪنهن شرط شروط جي، ڪمشنر جي حوالي ڪندو هوس. مون کي ڪنهن به وقت رات هجي يا ڏينهن، گورنمينٽ هائوس ۾ وڃي ڪمشنر سان ملڻ جي اجازت هوندي هئي. ڪمشنر منهنجي لاءِ دربان کي خاص هدايت ڪئي هئي ته هو جنهن وقت به اچي، ان وقت اندر پهچايوس.... مون کي ڊپ هو ته بغاوت سبب سرڪار جي مسلمان سپاهين تي اعتبار ڪو نه ڪيو ويندو، ڇاڪاڻ ته هندستان جي غدر، هڪ جهاد جي صورت اختيار ڪئي هئي. مون هڪڙي ڏينهن سربارٽل فريئر کي لکيو ته جيڪڏهن اوهان جي مرضي هجي ته مان زنجبار ۽ آفريڪا کان ٻه چار هزار ماڻهو وٺي اچان، ڇاڪاڻ ته هو تعصبي نه آهن ۽ ساڳئي وقت هو بهادر، ايماندار ۽ وفادار سپاهي آهن.“(12)

ناٺونمل اهڙي نموني سان سرڪار جي وفاداريءَ جو عملي مظاهرو ڪيو. هن کان سواءِ ٻيو هو صوبدار الهيار خان، هن وري ٻيجي ويل سپاهين کي گرفتار ڪرائڻ ۾ وقت جي حڪمرانن جي مدد ڪئي. سنڌس ٿي سات سان نو ڀاڄوڪڙ سپاهي گرفتار ٿي سگهيا.*

---

* ڇهه وڃي ٿو ته سپاهين جو هڪ ٽولو پلٽڻ مان ڀڄڻ کان پوءِ اچي صوبدار الهيار خان جي ڳوٺ پهتو. جيئن ته رات ٿي چڪي هئي ۽ انهن کي اها غلط فهمي ٿي ته صوبدار الهيار خان ڪين لس ٻيلي جي جام تائين پهچائڻ جو بندوبست ڪندو. پر سڀ ڪجهه سندن خواهشن جي برخلاف ٿي ٿيو. صوبيدار الهيار دو کي ۾ رکي ۽ صبح جي وقت گرفتار ڪري ڪين سرڪار جي حوالي ڪيو.
(Syed Moinul Heq: "The Great Revolution of 1857", Karachi, Pakistan Historical Society, 1968 P. 298)

هڪ طرف سرڪارجي بروقت احتياط ۽ ٻئي طرف ساٿس ڪن ڏيهي ماڻهن جي تعاون سبب سپاهين جي اها ڪوشش ڪامياب ٿي نہ سگهي، ٿن ڏينهن جي معمولي عرصي ۾ بغاوت کي ٻنجو ڏنو ويو ۽ ان کان پوءِ سپاهين کي سزائون ڏنيون ويون.

21 سيپٽمبر 1857ع تائين ايڪٽيهہ باغين مان چوويهن کي زندھ پڪڙيو ويو، جن مان ارڙهن کي موت جي سزا ڏني وئي* ۽ سترهن تي ڪيس هلايا ويا. جن مان ڪن کي ملڪ بدر ڪيو ويو، ۽ ڪن کي ڦاهيءَ تي لٽڪايو ويو جڏهن تہ ٽي سپاهي ويڙھ ۾ مري ويا(13). ان ڪوشش جي باوجود ڪي سپاهي مفرور رهيا.

حيدرآباد ۽ ڪراچيءَ کان پوءِ شڪارپور آزاديءَ جي هن جنگ ۾ حصو ورتو. ڏيهي سپاهين اتي سيپٽمبر 1857ع جي شروعاتي تاريخن ۾ هڪ رات جو هٿيارن تي قبضو ڪري ورتو ۽ سکر کان وڌيڪ امداد پهچڻ جي انتظار ۾ هئا تہ سرڪار کي خبر پئجي وئي. نتيجي ۾ "ڪئپٽن مانٽگمريءَ" (Captain Montgomery) بروقت باغي سپاهين کي گرفتار ڪري ورتو(16). اهڙين ڪوششن جي باوجود 23 سيپٽمبر 1857ع تي اڌ درجن سپاهين ٻي ڪوشش ڪئي ۽ پنهنجون بندوقون ڀري اچي پلٽڻ جي ميدان تي قابض ٿيا، پر ان ڪلي بغاوت کي ايترو اپرڻ جو موقعو نہ مليو(15). انهن سپاهين کي گرفتار ڪرڻ کان پوءِ سکر جي باغين کي بہ پڪڙيو ويو(16).

شڪارپور ۽ سکر سان گڏ جيڪب آباد بہ هن ڏس ۾ پوئتي پير نہ پاتو. جنگ آزاديءَ ۾ هن حصي جا مکيہ ليڊر هئا- سردار دريا خان جکراڻي، دلمراد خان کوسو ۽ شهر شاهپور جي سيد خاندان جو اعليٰ فرد سيد عنايت شاھ.

جيڪب آباد ضلعي جي انهن ٽنهي باغي اڳواڻن جي پوري علائقي ۾ چڱي ميڄتا هئي. سردار دريا خان ۽ دلمراد خان پنهنجن قبيلن جا چڱا مڙس هئا، ۽ سيد عنايت شاھ جو وري قلات، ٻاگناڙي ۽ اپر سنڌ ۾ مريدن ۽ معتقدن جو وڏو حلقو موجود هو. خاص ڪري ابڙن، سومرن، سرڪين، چاچڙن، ٻبرن ۽ جتن جي هن سيد جي خاندان سان عقيدتمندي ۽ روحاني رشتو قائم هو. ان کان سواءِ لاشاري ۽ بگٽي قبيلي جا ماڻهو بہ سندن مريد هئا. بغاوت جي هن ٽہ مورتيءَ پنهنجي اثر رسوخ سان جيڪب آباد ضلعي جي عوام کي انگريزي راڄ خلاف متحد ۽ منظم ڪرڻ شروع ڪيو. تانجو عوام انهن جي رهنمائيءَ هيٺ انگريزي فوج تي حملي ڪرڻ لاءِ آماده ٿي پيو.

---

* سپاهين کي موت جي سزا انهيءَ هنڌ تي ڏني وئي، جتي اڄ امپريس مارڪيٽ ٺهيل آهي.

سنڌ ۾ انگريزن جون قائم ڪيل "بمبئي انفينٽري ريجمينٽ"، "بلوچ بٽالين" ۽ "بنگال ڪئولري" ٽي مکيہ پلٽڻيون هيون. هنن مان ڪجهہ فوجين کي پنجاب ڏانهن بغاوت کي روڪڻ لاءِ موڪليو ويو هو(17)، ۽ ڪجهہ حصو حيدرآباد ۽ شڪارپور ۾ رکيو ويو. جيڪب آباد ۾ جدا "سنڌ هارس ريجمينٽ" موجود هئي. هنن فوجين لاءِ انگريزن کي اميد هئي تہ باقي بچيل فوجي هن علائقي ۾ بغاوت کي روڪڻ لاءِ ڪافي ٿيندا، پر سردار دريا خان جکراڻي، دلمراد خان کوسي ۽ سيد عنايت شاهہ جي هلت چلت انگريز سرڪار جي ارادن کي ڦيرائي ڇڏيو. ان ڪري سنڌ جي انگريز ڪمشنر موقعي جي نزاڪت خواهہ انگريزن لاءِ هڪ وڏي خطري کي محسوس ڪري ترت ئي ايران مان "سرجيمس آئوٽرام" (Sir James Autram) ۽ "جنرل جان جيڪب" (Gen: John Jacob) کي مدد لاءِ گهرائي ورتو ۽ اتر سنڌ جي ڪمان جو سربراهہ جنرل جان جيڪب کي مقرر ڪيو (18).

هن سموري بندوبست جي باوجود انگريزن کي سنڌن ڇاڙتن ۽ جاسوسن ذريعي اها ڄاڻ پئجي ويئي تہ سردار درياخان جکراڻي، دلمراد خان کوسو ۽ سيد عنايت شاهہ منظم بغاوت ڪرڻ جا منصوبا سٽي رهيا آهن. ان ڪري جنگ آزاديءَ جي ٻن سرڪردن، سيد عنايت شاهہ ۽ دلمراد خان کوسي کي دادو ديري ۾ گرفتار ڪيو ويو. سردار دريا خان جکراڻي پنهنجن ٻن سائين جي گرفتاريءَ جو ٻڌي، پٺيان جنگ جاري رکڻ جي خيال کان في الحال ٽڪرين ڏانهن فرار ٿي ويو، پر پوءِ ڪيس بہ گرفتار ڪيو ويو(19).

هنن ٽنهي باغي سردارن گرفتار ٿيڻ کان پوءِ بہ بغاوت جا منصوبا سٽيا ۽ انهن تي عمل ڪيو. ڪين سکر ۾ آڻي قيد ڪيو ويو، پر جيئن ئي ڪين موقعو مليو، تيئن هنن پنهنجي فڪري ۽ ذهني باغي رهبر سيد عنايت شاهہ کي رات جي وقت بنديخاني جي روشن دان رستي فرار ڪرائي ڇڏيو(20)، تہ جيئن هو باقي ٻن جي غير حاضريءَ ۾ انگريز سرڪار خلاف وچي ذهن تيار ڪري. هن منصوبي تي عمل ڪرڻ جو معاوضو باقي ٻن رهبرن کي پنهنجي جان جي صورت ۾ ڏيڻو پيو ۽ ڪين ڪاري پاڻيءَ جي سزا ڏيئي سنڌن حياتيءَ جو خاتمو آندو ويو(21).

حقيقت اها آهي تہ انگريزن جي غلط سياسي حڪمت عمليءَ سنڌ جي سياست تي وڏو اثر وڌو ۽ ان جي ردعمل ۾ ئي هن ڌرتيءَ تي ڪيترين تحريڪن، تنظيمن، ۽ جماعتن جنم ورتو، بمبئي سرڪار جو مائٽيجي ماءُ وارو سلوڪ، سنڌ جي بمبئيءَ کان عليحدگي واري تحريڪ جي پيدا ڪرڻ جو باعث بڻيو. پوءِ برطانيہ سرڪار ترڪن

سان اٿيٽت ڪري پنهنجي راڄ ۾ پنهنجي ئي خلاف "خلافت تحريڪ" کي جنم ڏنو. هن تحريڪ سنڌ جي سياسي تاريخ کي نئون موڙ ڏنو. ۽ هتي ڌارين خلاف نفرت وارو ٻج سائو سلو ٿي اپڙڻ لڳو. خلافت تحريڪ جي خاتمي کان پوءِ ننڍي کنڊ جي وڏين سياسي پارٽين "ڪانگريس" ۽ "مسلم ليگ" الڳ الڳ رهي ٻه آزاديءَ جي تحريڪ هلائي.

سنڌ جي بمبئيءَ کان عليحدگيءَ کان پوءِ هتان جي سياسي ماحول ۾ نئين تبديلي رونما ٿي ۽ سنڌ سطح تي ماڻهن کي منظر تيڻ جو موقعو مليو. هنن پنهنجي مخصوص سياسي حالتن جي روشنيءَ ۾ سنڌ جي ڀلائيءَ خاطر الڳ ۽ نئون سياسي لائحه عمل تيار ڪيو. لاهور واري ٺهراءَ کان پوءِ سنڌ ٻه هندستان جي ٻين پرڳڻن وانگر ننڍي کنڊ جي ٻن وڏين پارٽين جي ڇڪتاڻ جو مرڪز بڻجي ويئي، جيئن ته هن خطي جي اڪثريت مسلمان آباديءَ تي مشتمل هئي. ان ڪري مسلم ليگ کي پنهنجي مقصدن حاصل ڪرڻ لاءِ ڪا به تڪليف ڏسڻي نه پيئي. شروع کان وٺي آخر تائين انگريزي راڄ جي سموري دور ۾ اسان جي عالمن به کلهو کلهي ۾ ملائي عوام ۽ عوامي تحريڪن جو ساٿ ڏنو. جن جو تفصيلي ذڪر مقالي جي ايندڙ صفحن ۾ ڪيو ويندو.

## حوالا


(1) ضياءُ الدين: "تحريڪ آزاديءَ ۾ سنڌ جو حصو". (مقالو). نئين زندگي، ڪراچي، ماهه ڊسمبر 1966، ص20.

(2) Dr. Azimusshan Haider: "History of Karachi", Karachi, Feroz Sons, 1974. P. 20.

(3) Syed Moinul Haq: "The Great Revolution of 1857", Karachi, Pakistan Historical Society, 1968, P. 299.

(4) غلام رباني: "سنڌ ۽ 1857ع جي جنگ آزادي". (مقالو). ماهوار نئين زندگي، ڪراچي، مئي 1957ع، ص10.

(5) See, Letter No. 328 of 1857, From Commissioner-in-Sind to Governor of Bombay, dated, 21st September, 1857.

(6) Syed Moinul Haq: "The Great Revolution of 1857", Karachi, Pakistan Historical Society, 1968, P. 298.

(7) Ibid, P. 299.

(8) Dr. Azimusshan Haider: "History of Karachi", Karachi, Feroz Sons, 1974. P. 20.

(9) Syed Moinul Haq: "The Great Revolution of 1857", Karachi, Pakistan Historical Society, 1968, P. 298.

(10) Ibid, P. 298.

(11) Dr. Azimusshan Haider: "History of Karachi", Karachi, Feroz Sons, 1974. P. 20.

(12) Naomal Hotchand: "Memoirs of Seth Naomal", London, William Pollard & Co, 1915, P. 175.

(13) See, Secret Letter No. 328 of 1857 from Commissionr-in-sind to Governor of Bombay, dated, Karachi, 21st September, 1857.

(14) Syed Moinul Haq: "The Great Revolution of 1857", Karachi, Pakistan Historical Society, 1968, P. 300.

(15) Ibid, P. 301.

(16) عبدالڪريم گدائي: "تحريڪ آزاديءَ ۾ سنڌ جو حصو"، (مقالو)، نئين زندگي، ڪراچي، ماه مارچ 1968ع، ص33.

(17) برڪت علي "آزاد": "1857ع جي جنگ ۾ جيڪب آباد جو حصو"، (مقالو)، هفتيوار آزاد، ڪراچي، مؤرخه 7 اپريل 1975ع، ص7.

(18) ايضاً، ص7.

(19) برڪت علي "آزاد": "1857ع جي جنگ ۾ جيڪب آباد جو حصو"، (مقالو)،، هفتيوار آزاد، مؤرخه 14، اپريل 1975ع، ص4.

(20) ايضاً، ص4.

(21) عبدالڪريم گدائي: "تحريڪ آزاديءَ ۾ سنڌ جو حصو"، (مقالو)، نئين زندگي، ڪراچي، ماه مارچ 1968ع، ص33.

## باب چوٿون

# سياست جو ابتدائي دور ۽ سنڌ جا عالم

## سنڌ محمدن ايسوسيئيشن

**تعارف:** هن ننڍي کنڊ ۾ سنڌ ئي اهڙو واحد ملڪ هو، جيڪو سڀ کان آخر ۾ انگريز سامراج جي تسلط هيٺ آيو. هن خطي کي اهو پڻ شرف حاصل آهي تہ ديس جي دودن ڏارين حڪمرانن کي سک سان ساهہ کڻڻ نہ ڏنو. جيڪو سنڌين جي سياسي بصيرت ۽ قومي غيرت جو هڪ کليو ثبوت آهي.

سن 1843ع ۾ نيپئير (Napier) جي قبضي ڪرڻ (1) سان سنڌ جو ملڪ پنهنجي آزادي ۽ خودمختياري وڃائي ويٺو. مگر هن ملڪ جي ماڻهن ان قومي نقصان جي ازالي لاءِ جلد ئي اک پٽي. هنن نہ رڳو هٿيار هٿ ۾ کنيا، پر هو سياسي طرح سان بہ منظم ۽ متحد ٿيڻ لڳا. سڀ کان اڳ سنڌ ۾ "سنڌ سڀا" نالي هڪ ملڪي جماعت جو قيام عمل ۾ آيو، جنهن ۾ سنڌ جا مسلم توڙي غير مسلم گڏجي پنهنجي ملڪي مسئلن کي حل ڪرڻ جي ڪوشش ڪندا هئا (2). اڳتي هلي جڏهن انگريز سرڪار "ويڙهايو ۽ حڪومت ڪريو" جي حڪمت عملي اختيار ڪئي (3) ۽ ملڪ ۾ رنگ، نسل ۽ دين، ڌرم جا ويڇا وجهڻ شروع ڪيا، تہ سنڌين ۾ مذهبي گروهہ بندي ٿيڻ لڳي. وقت جي سرڪار ڏسي وائسي سنڌ جي مسلمانن کي نظرانداز ڪرڻ شروع ڪيو ۽ مسلمان پاڻ بہ "غيرن سان نفرت ڪرڻ" واري جذبي هيٺ فرنگي قدرن ۽ طريقن کي اختيار ڪرڻ کان نابري واري بيٺا(4). جنهن جو اهو نتيجو نڪتو تہ هندن ۽ مسلمانن جي حيثيت ۽ لياقت ۾ فرق ٿيڻ لڳو. هندو تعليم، دولت ۽ اثررسوخ ۾ وڌندا ويا، ۽ مسلمان پوئتي پوندا ويا (5).

اهو احساس زيان سنڌي مسلمانن جي بيداريءَ جو هڪ وڏو ڪارڻ بڻيو. ۽ غير مسلم سنڌين سان گڏجي ڪم ڪرڻ جي باوجود، هو پنهنجي مخصوص حالتن ۽ مسئلن جي روشنيءَ ۾ جدا منظم ٿيڻ لڳا. مطالعي هيٺ آيل دؤر ۾ ڪراچيءَ کي سنڌ جي تعليمي، سماجي، ثقافتي، تجارتي ۽ سياسي مرڪز جي حيثيت حاصل هئي، ان ڪري سنڌي مسلمانن جي جماعت سازيءَ جو آغاز بہ هن ئي شهر کان ٿيو.

سن 1880ع ۾ ڪراچيءَ ۾ پهريون دفعو "انجمن اسلام" نالي مسلمانن جي هڪ جماعت قائم ٿي(6). جيڪا خانبهادر حسن علي آفندي، ميرزا علي محمد ۽ مولانا الهہ

بخش "اپوجهو" جي ڪوشش جو نتيجو هئي. جيئن ته هن جماعت جي صدارت خانبهادر حسن علي آفندي کي ڏني ويئي هئي، جيڪو بنيادي طرح سان ته هڪ غريب خاندان جو فرد هو(7)، پر هو پنهنجي محنت ۽ جدوجهد سان ترقي ڪري وڃي ناميارو وڪيل، ۽ امير ماڻهو بڻيو. ان ڪري وقت جي پيرن ۽ ميرن کي سندس اڳواڻي ڏکي لڳي ۽ صدارت جي مسئلي تي سنڌي مسلمانن ۾ اختلاف پيدا ٿي پيو ۽ آخرڪار هن نئين ۽ پهرينءَ سياسي جماعت جو ائين ئي خاتمو اچي ويو(8).

مولانا "اپوجهو" انهيءَ حقيقت تي هن طرح روشني وجهي ٿو:

پيو هو اچي اختلاف صدارت
ڪي ميرن جي ڪن ۽ ڪي پيرن جي پارت
ڪي عصمت ڪي ڳولين، ڪي امامت،
ٿهي نا سگهي انجمن جي عمارت
انهيءَ ڳالهه ڪي سال پنج چار گذريا
خيالات سڀ درس تدريس وسريا.

ان ڪان پوءِ ٻي ڪوشش جو آغاز فيبروري 1884ع ۾ ٿيو(9). جنهن لاءِ پڻ اهڙي نئين سوچ ڏيندڙ خانبهادر حسن علي آفندي ئي هو، جنهن جو ساٿ وري مولانا الهه بخش "اپوجهو" ڏيئي رهيو هو(10). پر جيئن ته ڪين هن ڪان اڳ اهو تجربو ٿي چڪو هو، ته سنڌ جو طبقاتي نظام ۽ ذات پات جي رنگ ۾ رَتل معاشرو عوام جي ڀلائيءَ واري ڪم ۾ ڪيڏي رڪاوٽ بڻجي ٿو. ان ڪري ٻنهي جي متفق فيصلي سان اهو طئي ٿيو ته هن انقلابي قدم کڻڻ کان اڳ عوام کي ذهني طور تي تيار ڪيو وڃي.

عوام ۾ ذهني انقلاب آڻڻ جو ڪم مولوي الهه بخش "اپوجهو" پنهنجي سر تي کنيو. هو لڳاتار ٻه مهينا مختلف هنڌن تي وڃي، ماڻهن سان بحث مباحثن ذريعي ڪين قائل ڪندو ويو. (11). آخرڪار سنڌ جي هن عالم جي ڪوشش رنگ لاتو، ۽ تاريخ 17 جمادي الاول سن 1301هه مطابق 16 مارچ 1884ع تي "مجمع محمدي" نالي هڪ جماعت جو قيام عمل ۾ آيو. (12). جنهن کي "سنڌ محمدن ايسوسيئيشن" به چيو وڃي ٿو.

"مجمع محمدي" جي مرڪزي جماعت ٺاهڻ کان پوءِ، سنڌ ۾ ان جي شاخن قائم ڪرڻ جو ڪم به مولانا الله بخش " اپوجهو " جي حوالي ڪيو ويو. جنهن هڪ سال اندر جماعت جون سنڌ ۾ هيٺينءَ طرح شاخون قائم ڪرايون. (13).

18، جون 1884ع تي شڪارپور ۾.
20، سيپٽمبر 1884ع تي لاڙڪاڻي ۾.

15. فبروري 1885ع تي سکر ۾.
13. مارچ 1885ع تي حيدرآباد ۾.

هن جماعت جا پهريان عهديدار، ۽ ورڪنگ ڪاميٽيءَ جا ميمبر هن طرح هئا: (14).

| | |
|---|---|
| صدر: | خانبهادر حسن علي آفندي |
| نائب صدر: | خانبهادر نجم الدين |
| سيڪريٽري: | مولانا الهه بخش "اٻوجهو" |

ميمبر سردار محمد يعقوب، شيخ محمد اسماعيل، خانبهادر خداداد خان، خان بهادر ولي محمد حسن علي، خانبهادر علي حسن علي، سيٺ علي ڀائي ڪريم جي، سيٺ غلام حسين چاڳلا، سيٺ نور محمد لالڻ، سيٺ صالح محمد عمر دوسل، سيٺ غلام حسين خالقڏنو، سيٺ فيض محمد فتح علي، ۽ شهزادو محمد يعقوب.

جيئن ته "سنڌ محمدن ايسوسيئيشن" سنڌ جي مسلمانن جي پهرين سياسي پارٽي هئي. ان ڪري هن جماعت کي پوريءَ طرح سنڌ ۾ نهايت ڪاميابي حاصل ٿي. سن 1917ع تائين هن جماعت جي مرڪزي آفيس ڪراچيءَ ۾ رهي، ۽ ان کان پوءِ ڪجهه وقت لاءِ سکر به جماعت جو مرڪز رهيو. (15). انهيءَ مرڪزي آفيس کان سواءِ جماعت جي هر هڪ ضلعي ۾ هڪ برانچ آفيس به هوندي هئي. هيءَ جماعت سن 1936ع تائين قائم رهي. مولانا الهه بخش "اٻوجهو" هن جماعت جو پهريون سيڪريٽري مقرر ٿيو ۽ سندس وفات کان پوءِ خانبهادر ولي محمد حسن علي جماعت جو آخر تائين سيڪريٽري ٿي رهيو (16).

سن 1884ع کان وٺي 1936ع تائين جماعت جا صدر هيٺينءَ طرح هئا: (17).

| | | | |
|---|---|---|---|
| خانبهادر حسن علي آفندي | 1884ع | کان | 1896ع تائين |
| خانبهادر قادرداد خان وزير آف خيرپور | 1896ع | کان | 1903ع تائين |
| سردار محمد يعقوب | 1903ع | کان | 1907ع تائين |
| خانبهادر شيخ صادق علي خان | 1907ع | کان | 1912ع تائين |

| | | | |
|---|---|---|---|
| شيخ محمد ابراهيم | 1912ع | کان | 1919ع تائين |
| سيد الهندو شاهه | 1919ع | کان | 1925ع تائين |
| سر شاهنواز ڀٽو | 1925 ع | کان | 1933ع تائين |
| خانبهادر محمد ايوب کهڙو | 1933 ع | کان | 1936ع تائين |

## ڪارڪردگي:

هيءَ جماعت جن مقصدن حاصل ڪرڻ لاءِ قائم ڪئي ويئي هئي، سي هن طرح هئا(18) :

1. سنڌي مسلمانن جي تعليم، معاشري ۽ عام مفادن جي نگهباني ڪرڻ.
2. حڪومت اڳيان مسلمانن جا مسئلا پيش ڪري حل ڪرائڻ.
3. حڪومت سان وفاداري قائم رکڻ.
4. ننڍي کنڊ جي ساڳين مقصدن وارين جماعتن سان تعاون ڪرڻ.

"سنڌ محمدن ايسوسيئيشن" جي پوري چمار انهن ئي مقصدن جي حصول لاءِ وقف ٿيل نظر اچي ٿي، پر ان جي باقي خدمتن جو به ذڪر ڪجي ٿو:

**سياسي خدمتون:** "سنڌ محمدن ايسوسيئيشن" کي جيڪڏهن سنڌي مسلمانن جو ابتدائي تنظيمي قدم، ۽ سياسي تجربو چئجي ته ان ۾ ڪو به وڌاءُ نه ٿيندو. (19).

جيتوڻيڪ شروع ۾ هن جماعت ڪو به انقلابي يا قومي سياسي ڪارنامو نه سرانجام نه ڏنو، پر سنڌي مسلمانن جي حقن لاءِ آواز بلند ڪندي، نيٺ هڪ فعال ۽ منظم سياسي جماعت جو روپ اختيار ڪيو. هن جماعت جي سياسي خدمتن جو مختصر خاڪو هن طرح آهي:

**سنڌ جي بمبئيءَ کان جدائي:** مطالعي هيٺ آيل دور ۾ "سنڌ جي بمبئي کان جدائيءِ واري تحريڪ" سنڌي مسلمانن جي ورهاڱي کان اڳ واري سياسي تاريخ ۾ اهم جاءِ ولاري ٿي. "سنڌ محمدن ايسوسيئيشن" نه صرف سنڌي عوام کي سنڌ جي آزاد حيثيت جي فائدن کان باخبر ڪري، ان کي جدا ڪرڻ جو شعور ڏنو، پر هن

تحريڪ جو ڀرپور ساٿ ڏيندي، وقت بہ وقت سرڪار کان سنڌ کي بمبئيءَ کان الڳ ڪرڻ جا بہ مطالبا پئي ڪيا (20). ان ڪري سنڌ جي جدائيءَ واري تحريڪ جي ڪاميابيءَ جو سهرو هن جماعت جي سر تي رکجي تہ ان ۾ ڪو بہ وڌاءُ نہ ٿيندو.

**سائمن ڪميشن:** سن 1919ع جو ”گورنمينٽ آف انڊيا ائڪٽ“ (Government of India Act) هندستاني عوام توڙي برطانيہ سرڪار جو هڪ آئيني تجربو هو. جنهن جي لاڳو ڪرڻ کان پوءِ عوام جي مطالبن تي حڪومت برطانيہ کي هن ائڪٽ تي نظر ثاني ڪرڻ جي ضرورت محسوس ٿي. آخر ۾ برطانيہ سرڪار تاريخ 8 نومبر 1927ع تي ”سرجان سائمن“ (Sir John Simon) جي اڳواڻيءَ هيٺ هڪ ڪميشن مقرر ڪئي(21) تہ جيئن اها وقت ۽ حالتن جي ضرورتن مطابق ائڪٽ ۾ تبديليون آڻڻ جي سفارش پيش ڪري (22).

”سائمن ڪميشن“ قطعي طور تي هڪ پارليامينٽري ڪميشن هئي، جيڪا برطانوي ايوان عام (House of Commons) جي پنجن، ۽ ايوان بالا (House of Lords) جي ٻن ميمبرن تي مشتمل هئي (23). جيئن تہ هن ڪميشن ۾ ڪنهن بہ هندستاني ميمبر کي نہ کنيو ويو هو تنهن ڪري اها جيئن ئي سن 1929ع ۾ هندستان ۾ آئي تہ ان جي تشڪيل ۽ تعاون تي پوري ملڪ ۾ سخت احتجاج ڪيو ويو(24). اهڙي طرح ساڳيو رد عمل ”سنڌ محمدن ايسوسيئيشن“ بہ ظاهر ڪيو ۽ ان ڪميشن اڳيان نهايت زوردار لفظن ۾ ”سنڌ جي بمبئيءَ کان عليحدگيءَ“ جو مطالبو ڪيو (25). انهيءَ مطالبي جا لفظ اڄ بہ تاريخ جي ورقن ۾ هن طرح محفوظ آهن:

> ”سنڌ جي بمبئي ڪاتي سان شموليت، ڪنهن بہ طرح ڪا نہ ٿي ٿهي. اهو ميلاپ نسلي، جاگرافيائي، لساني، زراعتي، يا ٻئي ڪنهن بہ هڪجهڙائيءَ تي ٽڪيو ٿيل نہ آهي. اهو هڪ اتفاقي حادثو هو تہ بمبئيءَ جي لشڪر سنڌ کي فتح ڪيو. جنهن ڪري ان کي بمبئي سان ڳنڍيو ويو. بمبئي علائقي سان رهڻ ڪري، سنڌ کي تعليمي، مالي ۽ سماجي طرح گهڻو نقصان پهتو آهي. جنهن ڪري اها بمبئي ڪاتي جي رهاڪن کان سڀ ڪنهن معاملي ۾ پوئتي رهجي ويئي آهي. انهن ۽ ٻين ڪيترن سببن ڪري هيءَ ايسوسيئيشن ڪميشن کي پرزور سفارش ٿي ڪري تہ سنڌ کي بمبئي ڪاتي کان عليحدو ڪري، کيس جدا اسيمبلي ڏني وڃي، اها گهر سنڌ جي اڪثر رهاڪن جي آهي، جنهن ۾ مسلمان، پارسي، ڪرستان ۽ قوم پرست هندو بہ شريڪ آهن. هندستان جا سڀ مسلمان بہ ان گهر جي

تائيد ۾ آهن. ”انڊين نيشنل ڪانگريس“ (Indian National Congress)
به ان تجويز جي اصول کي قبول ڪيو آهي.“(26)

جڏهن سائمن ڪميشن سنڌي عوام جي جائز گهر کي نظرانداز ڪندي، سنڌ جي جدائيءَ جي مخالفت ۾ فيصلو ڏنو (27) ته ”سنڌ محمدن ايسوسيئيشن“ وڏي سنجيدگيءَ سان انگريز سرڪار جي انهيءَ چال جو نوٽيس ورتو ۽ پرزور لفظن ۾ ڪميشن جي ان فيصلي جي مذمت ڪندي (28). هڪ ٺهراءُ بحال ڪيو ته:

”سائمن ڪميشن جي رپورٽ مان اهو صاف ظاهر آهي ته ان جي اشاعت ۽ عمل مان اسان کي ڪو به فائدو نه آهي، سنڌي مسلمانن جي سنڌ جي جدائيءَ واري جائز گهر کي ڏٺو وائٺو نظر انداز ڪيو ويو آهي“(29).

اهڙيءَ طرح ”سنڌ محمدن ايسوسيئيشن“ تجويز ڪيل ”گول ميز ڪانفرنس“ ۾ هن مسئلي کي نئين سر پيش ڪرڻ جو پروگرام جوڙيو(30). آخرڪار هن ئي جماعت جي ڪوششن سان ”پهرين گول ميز ڪانفرنس“ ۾ سنڌ جي مالي معاملن جي تحقيق ڪرڻ جو فيصلو ڪيو ويو(31). ان سلسلي ۾ سن 1931ع ۾ ”مائيلس ارونگ ڪاميٽي“ (Miles Irwing Committee) ٺاهي وئي(32). ”سنڌ محمدن ايسوسيئيشن“ هن ڪاميٽيءَ اڳيان به سنڌ جي جدائيءَ واري مسئلي کي حل ڪرائڻ لاءِ انگ اکر پيش ڪري، اهو ثابت ڪيو ته سنڌ مالي معاملن ۾ پنهنجي پيرن تي بيهي سگهي ٿي(33).

پوءِ جلد ئي سن 1931ع ۾ ٻي گول ميز ڪانفرنس ٿي (34). جنهن مسٽر بارن (Mr.Barin) جي صدارت هيٺ سنڌ جي هندن توڙي مسلمانن جي ڪانفرنس سڏائڻ جو فيصلو ڪيو ته جيئن ”مائيلس ارونگ ڪاميٽي“(Miles Irwing Committee) جي ڪڍيل نتيجن تي تجويزون وٺي سگهجن (35). سنڌ ”محمدن ائسوسيئيشن“ هن ڪانفرنس ۾ ڀرپور حصو ورتو ۽ پنهنجي نائب صدر جي نمائندگيءَ ۾ سنڌي مسلمانن جي جذبن ۽ امنگن جي ترجماني ڪئي(36). هن جماعت جي ڪوشش نيٺ رنگ لاتو ۽ سن 1935ع جي ائڪٽ ۾ سنڌ جي جدائيءَ واري حق کي تسليم ڪيو ويو (37).

**گول ميز ڪانفرنس:** (Round Table Conference) برطانيه ۾ ”ڪنزرويٽو پارٽي“ (Conservative Party) جي جاءِ تي جڏهن ”ليبر پارٽي“ (Labour Party) اقتدار ۾ آئي ته نئين وزيراعظم ”ريمزي ميڪڊانلڊ“ (Ramsay Mac Donald) هندستان جي آئيني مسئلن کي نئين نظر سان ڏسڻ ۽ حل ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي(38). ڪيس خبر هئي ته هندستاني عوام، جنهن ”سائمن ڪميشن“ جو آڌرڀاءُ ڪرڻ به پسند نه ڪيو، سو ان ڪميشن جي رپورٽ کي به قبول نه ڪندو. ان ڪري هندستان جي

آئيني مسئلي جي حل جو بنياد اها رپورٽ نہ، پر عوام جي صلاح هڻڻ گهرجي. ان ڪري برطانيہ سرڪار پهريون ڀيرو 1930ع ۾ ”گول ميز ڪانفرنس“ (Round Table Conference) سڏائڻ جو فيصلو ڪيو(39).

جيئن تہ برطانيہ سرڪار جو هيءُ فيصلو هندستاني عوام جي گهرجن مطابق هو، ان ڪري هندستان ۾ ”ڪانگريس پارٽي“ (Congress Party) کان سواءِ باقي ٻين جماعتن سان گڏ ”سنڌ محمدن ايسوسيئيشن“ بہ هن فيصلي جي واکاڻ ڪئي (40).

”سنڌ محمدن ايسوسيئيشن“ جيئن تہ ”سائمن ڪميشن“ جي رپورٽ کان مايوس ٿي چڪي هئي، ان ڪري هن جماعت جي ڪارڪنن ”گول ميز ڪانفرنس“ مان فائدي وٺڻ لاءِ پنهنجي اجلاس مؤرخہ 12 جولاءِ 1930ع ۾ اهو فيصلو ڪيو تہ:

”ايندڙ آڪٽوبر ۾ ٿيندڙ ”گول ميز ڪانفرنس“ ۾ جتي هندستان جا مختلف نمائندا پنهنجين تحريڪن ۽ تنظيمن جي ترجماني ڪندا اتي ”سنڌ محمدن ايسوسيئيشن“ پنهنجي صدر سر شاهنواز خان ڀٽي کي اهو اختيار ڏيندي گذارش ٿي ڪري تہ هو بہ ڪانفرنس ۾ وڃي سنڌي مسلمانن جي جائز حقن جي حاصل ڪرڻ لاءِ تن، من ۽ ڌن جي بازي لڳائي“ (41).

”گول ميز ڪانفرنس“(Round Table Conference) جي گڏجاڻي کان اڳ، هندستان جي ڪن سياسي پارٽين، جن ۾ ڪانگريس بہ هڪ هئي، هن ڪانفرنس کي رد ڪري ڇڏيو(42). پر ”سنڌ محمدن ايسوسيئيشن“ اهڙي نازڪ وقت تي، سرڪاري ڌر جو ڪردار ادا ڪندي اهڙين جماعتن جي ڪارڪردگيءَ جي نہ صرف مذمت ڪئي، بلڪ انهن جي مقابلي ڪرڻ لاءِ ميدان ۾ نڪري اچڻ جا منصوبا بہ رٿيا(43).

”سنڌ محمدن ايسوسيئيشن“ سرڪار دوستيءَ واري سياسي حڪمت عمليءَ کي ڪم آڻيندي وقت جي سرڪار کان اها گهر ڪئي تہ ان جي بہ هڪ نمائندگيءَ کي ”گول ميز ڪانفرنس“(Round Table Conference) ۾ شرڪت ڪرڻ جو موقعو ڏنو وڃي(44 ). آخر ۾ ان مطالبي کي مڃائڻ ۾ بہ ڪامياب ٿي ويئي، ۽ هن جماعت جو سرگرم ڪارڪن سر شاهنواز خان ڀٽو، بمبئي سرڪار طرفان ”گول ميز ڪانفرنس“ (Round Table Conference) ۾ شريڪ ٿيڻ لاءِ سنڌ جو نمائندو مقرر ڪيو ويو(45). جنهن جي ڪوششن سان ان ڪانفرنس ۾ ”ارل رسل“ (Earl Russel) جي اڳواڻيءَ هيٺ نائون نمبر سب ڪاميٽي ٺاهي ويئي تہ جيئن سنڌ جي جدائيءَ واري مسئلي تي تفصيل سان غور ڪري سگهجي(46). اهڙي طرح هن جماعت ”گول ميز ڪانفرنس“ (Round Table Conference) ۾ پنهنجو تاريخي ڪردار ادا ڪيو.

**عدم تعاون جي تحريڪ:** "خلافت تحريڪ" جي وقت ۾ "ڪانگريس پارٽي" نہ رڳو هندستاني مسلمانن جون همدرديون حاصل ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿي، پر کيس مسلمانن جي قيادت ڪرڻ جو بہ موقعو مليو. هندو مسلم اتحاد جي ان قوت اڳتي هلي "عدم تعاون جي تحريڪ" جو روپ ورتو.

"عدم تعاون جي تحريڪ"، "ڪانگريس پارٽي" ۽ "خلافت تحريڪ" جي هڪ گڏيل حڪمت عملي هئي. وقت جي سرڪار ان تحريڪ کي دٻائڻ ۽ ختم ڪرڻ لاءِ پنهنجي لٺ ۽ چٽ جا ڪيترائي طريقا استعمال ڪيا. سرڪار خلافتي عالمن کي منهن ڏيڻ لاءِ، سرڪاري عالمن کي اڀارڻ جي ڪوشش ڪئي. اهڙيءَ طرح "امن سڀا" نالي هڪ هٿ ٺوڪي جماعت ٺهرائي، عوام جي اتحاد کي ٽوڙڻ جا جتن ڪيا، ۽ باقي سياسي جماعتن تي پڻ اثر رسوخ هلائي کين "عدم تعاون جي تحريڪ" خلاف ڪم ڪرڻ لاءِ اڀاريو.

"سنڌ محمدن ايسوسيئيشن" هن تحريڪ دوران سرڪار دوستيءَ جو ثبوت ڏيندي سنڌ ۾ "عدم تعاون تحريڪ" جي ڀرپور مخالفت ڪئي(47). هيءَ تحريڪ هڪ ڪان وڌيڪ دفعا هلي*، جنهن ۾ هر دفعي "سنڌ محمدن ايسوسيئيشن" جو ردعمل ساڳيو ئي رهيو(48).

**مذهبي خدمتون:** سنڌ بنيادي طور تي جاگيردار نظام جي اشڪنجي ۾ جڪڙيل رهي آهي، جيئن تہ اهو نظام هميشہ انساني اهميت ۽ عظمت جو مخالف رهندو آيو آهي ٿو، ان ڪري هن ئي ڌرتيءَ تي اهڙي نظام خلاف تحريڪن جو اڀرڻ هڪ فطري ڳالهہ هئي. سنڌ ۾ تصوف ۽ ويدانت جون روحاني تحريڪون بہ اهڙين ئي حالتن جو ردعمل هيون. جن ڪيتري وقت تائين سنڌ جي سماج کي توازن ۾ رکيو. پر جڏهن سنڌ انگريزن جي ور چڙهي تہ اسان جي ڪيترن ئي سماجي قدرن کي متاثر ٿيڻو پيو. خاص ڪري جڏهن انگريز سرڪار "ويڙهايو ۽ حڪومت ڪريو" جي حڪمت عملي اختيار ڪئي تہ سنڌ ۾

---

* "عدم تعاون تحريڪ" هيٺ ڄاڻايل عرصن تي هلائي ويئي:

1 آگسٽ 1920ع کان وٺي 12 فيبروري 1922ع تائين.

4 مارچ 1930ع کان وٺي 4 مارچ 1931ع تائين.

3 جنوري 1932ع کان وٺي 7 اپريل 1934 تائين.

پر 9 مئي 1933ع کان 1 آگسٽ 1933ع تائين مهمل رهي.

(Kanshik, P.D: "The Congress Idiology and Programme", Bombay, Allied Publishers, Private limited 1964 P.222)

وري رنگ نسل ۽ ذات پات جي ريتن ۽ رسمن کي نئين سر اڀرڻ ۽ اسرڻ جو موقعو مليو. ۽ ملڪ ۾ مذهبي تنگ دلي ۽ ڪٽرپڻي کي هوا لڳڻ شروع ٿي. هڪ طرف انگريز عيسائي پنهنجي سرڪار جي سرپرستيءَ هيٺ مذهبي تبليغ کي لڳي ويا ته ٻئي طرف سنڌ جي هندن کي به چڙ ته موقعو ملي ويو.

**شڌي تحريڪ:** سال 1923ع ۾ ڪراچيءَ ۾ "شڌي سڀا" جو قيام عمل ۾ آندو ويو(49). جنهن اڳتي هلي سنڌ ۾ مذهبي ڇڪتاڻ کي جنم ڏنو. هن تحريڪ سبب "لاڙڪاڻي ۽ شهداد ڪوٽ جا سنجوڳي شيخ مرتد ٿيڻ لڳا ۽ پئنچات اڳيان هنن گريه وزاري ڪئي ته کين واپس پنهنجي ڏاڏاڻي ڌرم ۾ داخل ڪيو وڃي" (50). اهڙين حالتن ۾ سنڌ جي مسلمان عالمن کي به اڳتي قدم کڻڻو پيو. مولانا دين محمد وفائي لاڙڪاڻي، مولانا محمد صادق کڏي واري ڪراچي، ۽ مولانا محمد صادق راڻيپوريءَ، راڻيپور کي مرڪز بنائي نه رڳو مرتد ٿيندڙ مسلمانن ۾ تبليغ ڪئي، پر هندن کي به مسلمان بنائڻ جي مهم جو آغاز ڪيو(51).

"سنڌ محمدن ايسوسيئيشن" سنڌ جي انهيءَ نازڪ دور ۾ سنڌي مسلمانن جو ڀرپور سات ڏنو ۽ اسلام جي خدمت لاءِ سرتوڙ ڪوشش ڪئي. انهيءَ سلسلي ۾ ڪجهه مثال ڏيڻ بي مهل نه ٿيندا.

**لاڙڪاڻي جا واقعا:** سن 1927ع جي ابتدا ۾ لاڙڪاڻي جي بااثر هندن هڪ مسلمان عورت کي هرڪائي هندو بنايو. جيئن ته ان عورت کي ٽي ٻار هئا، ان ڪري لاڙڪاڻي جي مسلمانن وڃي عدالت جا در کڙڪايا، ته جيئن انهن ٻارن کي هٿ ڪري سگهن، هن لاءِ ته مسلمان پيءُ جو اولاد هئڻ ڪري، سندن پرورش توڙي تربيت مسلمانن وانگر ٿي سگهي. لاڙڪاڻي جي "ڊسٽرڪٽ مئجسٽريٽ" (District Magistrate) مسلمانن جي هن جائز گهر کي رد ڪري ڇڏيو، ۽ نتيجي ۾ اتي هندو مسلم فساد ٿيا(52). پوريءَ سنڌ جي هندن انهن فسادن تي هاءِ گهوڙا مچائي ڏني. لاڙڪاڻي ۾ جملي 38 مسلمانن کي گرفتار ڪيو ويو. جن مان 15 ڄڻن تي قلم 369 آءِ.پي.سي هيٺ ڪيس هلايو ويو(53). اهڙيءَ طرح لاڙڪاڻو مذهبي ڇڪتاڻ جو مرڪز بنجي ويو.

ذڪر ڪيل عورت جي ڏکوئيندڙ واقعي کان پوءِ لاڙڪاڻي جي عبدالله ڪوکر ۽ دلاور خان ماڇيءَ جي ٻارن کي زوريءَ هندو بنايو ويو(54). لاڙڪاڻي جو "سب ڊويزنل مئجسٽريٽ" (Sub-Divisional Magistrate)۽ ٻيا واسطيدار عملدار هندو هئا، ان

ڪري اهي غير جانبداريءَ تي عمل ڪري نہ سگهيا ۽ نتيجي ۾ لاڙڪاڻي جون حالتون وڌيڪ سنگين ٿي ويون ۽ وري هنگامن جي شروعات ٿي(55).

"سنڌ محمدن ايسوسيئيشن" لاڙڪاڻي جي واقعن تي پنهنجو شديد ردعمل ظاهر ڪيو ۽ پنهنجين گڏجاڻين ۾ واسطيدار هندو عملدارن جي زوردار مذمت ڪئي ۽ سنڌ جي مسلمانن کي 13 جنوري1928ع تي "يوم لاڙڪاڻو" ملهائڻ جي اپيل ڪئي(56). جنهن تي پوريءَ سنڌ ۾ سٺو اثر ظاهر ٿيو ۽ هنڌين ماڳين "يوم لاڙڪاڻو" ملهايو ويو(57).

لاڙڪاڻو هندن ۽ مسلمانن لاءِ قانوني جنگ جو هڪ محاذ بنجي چڪو هو. هتان جي "ريزيڊنٽ مئجسٽريٽ" (Resident Magistrate) مسٽر روپچند (Mr. Rupchand) ڪيترن ئي مسلمانن کي ڏوهاري ٺهرائي، ساڻن جيل پيري چڙهيو(58). پر شهر جي معزز مسلمانن خاص طرح سان خداداد خان سرهيي مسلمانن جي اخلاقي، مالي ۽ قانوني مدد ڪئي (59). ريزيڊنٽ مئجسريٽ جي فيصلي خلاف "سيشن جج" (Session Judge) جي ڪورٽ ۾ ڪيس داخل ڪيو ويو(60) ۽ نتيجي ۾ مسلمانن کي ڪاميابي حاصل ٿي. سيشن جج "مسٽر نارمن" (Mr. Norman) پنهنجي فتويٰ ۾ نہ رڳو مسلمانن کي بي ڏوهي ٺهرايو، پر "ريزيڊنٽ مئجسٽريٽ مسٽر روپچند" تي بہ چنڊا اڇلايا تہ هن فرقيوارانہ نوعيت جو فيصلو ڏنو آهي(61).

سيشن جج جي فيصلي خلاف سموريءَ سنڌ جي هندن ننهن چوٽيءَ جو زور لڳائي، بمبئي سرڪار کي انهيءَ فتويٰ خلاف اپيلون ڪيون(62). "سنڌ محمدن ايسوسيئيشن" انهن حالتن جوڀرپور مقابلو ڪيو ۽ هندن جي اڻ وٽندڙ ارادن کي ناڪام بنائڻ لاءِ بمبئي سرڪار کي سختيءَ سان چتاءُ ڏنو تہ لاڙڪاڻي جا مسلمان اڳيئي هندو عملدارن جي ڏاڍاين جو نشانو بنجي، مالي ۽ جاني نقصان سهي چڪا آهن. جنهن جو ڪي قدر ازالو مسٽر نارمن پنهنجي غير جانبدارانہ فتويٰ ۾ ڪيو آهي. هاڻي جيڪڏهن بمبئي سرڪار هندن جي مسٽر نارمن خلاف ڪيل اپيل تي، ڪو بہ توجه ڏنو تہ اها سراسر مسلمانن سان هڪ زيادتي سمجهي ويندي(63).

**آريا سماج:** "شڌي سڀا" جي قيام کان پوءِ سنڌ جي ڪيترين غير مسلم مذهبي جماعتن منظم نموني سان مذهب اسلام خلاف ڪم ڪرڻ شروع ڪيو. اهڙين جماعتن ۾ "آريا سماج" جو نالو مثال طور پيش ڪري سگهجي ٿو.

هن جماعت طرفان سنڌ جي مختلف هنڌن تي مذهبي گڏجاڻين جي نالي ۾ اسلام ۽ ان جي پيغمبر خلاف تحريڪ هلائي ويئي. سن 1928ع ۾ "آريا سماج" جي ميرپور

واري شاخ انهيءَ ڏس ۾ جڏهن سڀ کان اڳري ٿي ويئي ته "سنڌ محمدن ايسوسيئيشن" وقت جي سرڪار جو ان طرف ڏيان ڇڪائيندي مٿن قانوني ڪاروائي ڪرڻ جي گهر ڪئي(64).

**عالمن جو حصو:** "سنڌ محمدن ايسوسيئيشن" جي قيام ۽ ڪارڪردگيءَ مان معلوم ٿئي ٿو ته سنڌ جي عالمن هن جماعت ۾ ڀرپور حصو ورتو، پنهنجي ملڪ ۽ قوم جي خدمت ڪئي. هيءَ جماعت جيتوڻيڪ خانبهادر حسن علي آفنديءَ سان گڏ مولوي الهه بخش "ابوجهو" جي محنت ۽ ڪوشش جو نتيجو هئي، پر اڳتي هلي ساڻن هن جماعت ۾ شامل ٿي جن عالمن ساٿ نڀايو، تن مان مولانا دين محمد وفائي (ڪراچي) مولانا حڪيم فتح محمد سيوهاڻي (ڪراچي) مولانا عبدالحڪيم، مولانا محمد سليمان ٻنوي (ٽنو) ۽ مولانا حڪيم محمد عالم (لاڙڪاڻو) جا نالا قابل ذڪر آهن.

## ريشمي رومال تحريڪ

**تعارف:** سن 1857ع کان 1900ع تائين عالم اسلام ۾ وڏيون تبديليون اچي چڪيون هيون. پورو هندستان فرنگي راڄ ۾ اچي چڪو هو. ان کان سواءِ برطانيه، پنهنجيءَ سلطنت جو دائرو مصر ۽ سوڊان تائين وڌائي ڇڏيو هو. ٻئي طرف وري آفريڪي ملڪن جي مسلمان حصن تي اٽليءَ ۽ فرانس جون حريص نگاهون ڄمي چڪيون هيون. اهڙيءَ طرح انڊونيشيا وري هاليند جي قبضي هيٺ اچي چڪو هو.

سنڌ ۽ هند جي مسلمان لاءِ اها بدلجندڙ حالت تشويش جو باعث بڻي. ان کان پوءِ سندن آخري سهارو يعني ترڪي ملڪ، جيڪو عالم اسلام جو مرڪز ۽ خلافت جو وارث هو، تنهن جي به پاش پاش ٿيڻ جون حالتون ظاهر ٿي پيون. سن 1911ع ۾ طرابلس ۾ جنگ جو آغاز ٿيو، جنهن هتان جي مسلمانن کي وڏيڪ پريشان ڪري ڇڏيو. ان کان پوءِ برطانيه پنهنجي غلط حڪمت عمليءَ ۽ بد نيتيءَ جي نتيجي ۾ ترڪيءَ کي پهرين مهاڀاري لڙائيءَ ۾ شريڪ ٿيڻ تي مجبور ڪيو. انهيءَ سموري پس منظر "ريشمي رومال تحريڪ" کي جنم ڏنو.

مولانا عبيدالله سنڌي ان زماني ۾ پير جهنڊي جي مدرسي "دارالرشاد" جو مهتمم هو، جنهن کي شيخ الهند مولانا محمود الحسن کان ديوبند پهچڻ لاءِ حڪم مليو. مولانا صاحب حڪم جي پوئواري ڪندي ديوبند پهچي ويو(65).

جتي هن مولانا محمود الحسن جي ئي تعاون سان سن 1909ع ۾ "جمعيت

الانصار" نالي هڪ جماعت قائم ڪئي (66). ۽ جنهن جو پاڻ سيڪريٽري ٿي ڪم ڪرڻ لڳو. هن عرصي دوران مولانا ابوالڪلام آزاد سن 1912ع ۾ "جمعيت حزب الله" قائم ڪئي (67). ٻه سال پوءِ يعني 1914ع ۾ مولانا عبيدالله سنڌيءَ دهليءَ ۾ وڃي "نظارة المعارف" نالي هڪ جماعت ٺاهي(68). هن تنظيمي تحريڪ دوران ڪيس حڪيم اجمل خان، نواب وقارالملڪ، ڊاڪٽر انصاري ۽ مولانا ابوالڪلام آزاد سان گڏجي ڪم ڪرڻ جو موقعو مليو.

مولانا صاحب هن عرصي دوران دهليءَ جي فتحپوري مسجد ۾ "قاسم العلوم" نالي مدرسو قائم ڪيو(69). جيڪو حقيقت ۾ "نظارة المعارف" جي تحريڪ جو ئي نتيجو هو. مولانا عبيدالله هن مدرسي جي معرفت شاگردن ۾ قومي جذبي جو روح ڦوڪڻ شروع ڪيو ۽ ان سلسلي ۾ اتي "موتمر الانصار" نالي شاگرد جماعت جو بنياد وڌو(70). مولانا سنڌي وڏي جوش ۽ جذبي سان سنڌ ۽ هند جي عوامي ذهن کي انگريزن خلاف تيار ڪري رهيو هو ۽ اهو ڪم اجا اڌورو ئي هو، ته مولانا محمودالحسن ڪيس افغانستان ۾ وڃي ڪم ڪرڻ لاءِ آماده ڪيو. جيتوڻيڪ مولانا عبيدالله هندستان ۾ رهي ڪري انقلابي ڪم ڪرڻ ۽ ماڻهن کي تيار ڪرڻ جي حمايت ۾ هو، پر پوءِ مولانا محمودالحسن جي امر جي آڏو اچي نه سگهيو ۽ لاچار افغانستان ڏانهن هجرت ڪرڻ لاءِ تياري ڪرڻ لڳو(71).

مولانا عبيدالله سنڌي مڪمل تياري ڪرڻ کان پوءِ مولوي عبدالله لغاريءَ کي ساڻ ڪري مولانا تاج محمود امروٽيءَ جي تعاون سان (72). 15 آڪٽوبر 1915ع تي وڃي ڪابل پهتو(73). جتي پهچڻ کان پوءِ ڪيس خبر پيئي ته مولانا محمود الحسن ٻاهرين طاقتن جي مدد ۽ سهاري سان هندستان کي انگريزن کان آزاد ڪرائڻ لاءِ سوچي رهيو آهي. جيئن ته مولانا سنڌي، سنڌ کي ڇڏي چڪو هو ۽ مولانا محمودالحسن جي منصوبي کي عملي جامي پهرائڻ کان سواءِ هن لاءِ ٻيو چارو ئي نه رهيو هو. ان ڪري سندس ئي ڪوشش سان "ريشمي رومال تحريڪ" جو آغاز ٿيو.

مولانا محمود الحسن هندستان ۾ هڪ اهڙو انقلاب آڻڻ ٿي گهريو، جيڪو ٻن ذريعن سان برپا ٿي سگهيو ٿي. پهريون، هندستان اندر بغاوت ڪرائڻ ۽ ٻيو، هندستان جي اتر اولهه سرحد تي قبائلين کان ڪنهن طاقتور حڪومت جي نگرانيءَ هيٺ حملو ڪرائڻ. انهيءَ مقصد کي پوري ڪرڻ لاءِ يارهن منصوبا بنائي، انهن تي عمل ڪيو ويو، جن جو خلاصو هن طرح آهي:

1. ملڪ جي اندر هندو مسلم اتحاد قائم ڪري ماڻهن کي بغاوت لاءِ آماده ڪرڻ.

2. قديم تعليم يافته عالمن جي طبقي ۽ جديد تعليم يافته طبقي کي ذهني طور تي هڪ ٻئي جي ويجهو آڻڻ(74).
3. بين الاقوامي دنيا، خاص ڪري چين، برما، انڊونيشيا، فرانس ۽ آمريڪا کي پنهنجو هم خيال بنائڻ(75).
4. هندستان ۾ انگريز اقتدار تي حملي ڪرڻ لاءِ نقشو بنائڻ ۽ قبائلي ماڻهن کي جنگي تربيت ڏيڻ(76).
5. فرنگي سرڪار جي جاسوس کاتي خواهه فوج ۾ پنهنجا ماڻهو موڪلي سندن منصوبن کان باخبر ٿيڻ.
6. انقلاب کان پوءِ واري عرصي لاءِ عبوري حڪومت جو خاڪو ٺاهڻ(77).
7. سنڌ ۽ هند ۾ بغاوت جا مرڪز ٺاهڻ ۽ نوجوانن کي جنگي تربيت ڏيڻ(78).
8. ڪابل، انقره، استنبول، قسطنطنيه، ۽ برلن ۾ رضاڪارن جي ڀرتيءَ جا مرڪز کولڻ.
9. روس ۽ جرمنيءَ کي ترڪي حڪومت جو مددگار بنائڻ(79).
10. حملي لاءِ ڪي محاذ مقرر ڪرڻ ۽ افغان حڪومت کان رستي جي اجازت وٺڻ(80).
11. حملي ۽ بغاوت لاءِ هڪ ڏينهن مقرر ڪرڻ(81).

انهيءَ مقصد کي حاصل ڪرڻ لاءِ مولانا عبيدالله سنڌي ۽ مولانا محمود الحسن پنهنجي پنهنجي اختيار ۽ لياقت مطابق ڪم جو آغاز ڪيو. مولانا عبيدالله سنڌي دهليءَ ۽ ديوبند ۾ ”جمعيت الانصار“ جي قيام کان وٺي ”موتمر الانصار“ جي تشڪيل تائين هندومسلم اتحاد ۽ عام ذهنن جي تياريءَ جو ڪم ڪري چڪو هو. ان کان پوءِ کيس ڪابل ۾ رهي باقي ڪم ڪرڻو هو. هن طرف مولانا محمود الحسن هندستان ڇڏي مڪي ۽ مديني ۾ ترڪيءَ جي حڪمرانن سان رابطي ۾ رهيو. هن مڪي ۾ ترڪ گورنر غالب پاشا سان ملاقات ڪئي ۽ کيس پنهنجو هم خيال بنايو.

مولانا عبيدالله سنڌي افغانستان ۾ پهچڻ کان پوءِ جنگي نقشا تيار ڪيا(82). ۽ ترڪيءَ خواه جرمنيءَ جي وفدن سان گڏيل مشورا ڪيا(83). ان کان سواءِ راجا مهندر پرتاب جي صدارت ۾ ”عارضي حڪومت“ تشڪيل ڏني(84). ۽ ”جنود ربانيءَ“ جي نالي سان فوج تيار ڪئي(85).

جيئن ته مولانا عبيدالله سنڌي ۽ مولانا محمود الحسن هڪ ٻئي کان ڪافي پري هئا، ان ڪري مولانا عبيدالله سنڌ ۽ هند جي مکيه انقلابي اڳواڻن سان رابطو ڪيو ته جيئن سندس ۽ مولانا محمود الحسن جي وچ ۾ آسانيءَ سان خيالن جي ڏي وٺ ٿي

سگھي. ان سلسلي ۾ پھرياثين مولانا عبدالله لغاريءَ کي هندستان موڪليو ويو تہ راجا مهندر پرتاب ۽ مولانا عبيدالله سنڌيءَ جا خط ڪٺي مولانا محمد علي، ڊاڪٽر انصاري ۽ حڪيم اجمل کي وڃي سلامتيءَ سان پهچائي، ۽ مولانا غلام محمد دينپوريءَ، مولانا تاج محمود امروٽي ۽ پير جهنڊي جي پير رشد الله صاحب کان انگريزن خلاف جهاد جي اجازت وٺي واپس ڪابل موڪلي(86).

مولانا عبدالله لغاريءَ جي سنڌ ۾ آمد کان پوءِ مولانا عبيدالله سنڌي افغان حڪومت سان معاهدي ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿي ويو. جنهن مطابق، ترڪ فوجن کي سرحدي علائقن مان لنگھڻ جي اجازت ملي ويئي. مولانا عبيداللہ ۽ افغانستان جي نائب سلطنت نصر الله خان اهو سڄو معاهدو ۽ حملي ڪرڻ جي تاريخ جي منظوريءَ جي عبارت هڪ ريشمي رومال تي اٺائي ڇڏي. اها عبارت عربي زبان ۾ هئي، جنهن تي حبيب الله خان ۽ سندس ٽنهي پٽن جون صحيحون ٿيل هيون. اهو رومال ۽ ٻين ماٺهن ڏي روشمي رومالن تي لکيل خط شيخ عبدالحق نالي نومسلم جي حوالي ڪيا ويا. جيڪو انهيءَ وقت افغانستان ۽ هندستان ۾ ڪپڙي جو ڪاروبار بہ ڪندو هو ۽ تحريڪ جي پيغام رسانيءَ جو ڪم بہ چڱي نموني ۾ سر انجام ڏيندو هو.

شيخ عبدالحق کي هدايت ڪئي ويئي هئي تہ جيڪڏهن ٿي سگھي تہ پاڻ حيدرآباد سنڌ پهچي رومال شيخ عبدالرحيم کي ڏئي، جنهن کي اڳ ۾ ئي پروگرام ڏنل هو تہ اهو رومال حج تي وڃي شيخ الهند جي حوالي ڪري، پر جيڪڏهن شيخ عبدالحق کي خطرو محسوس ڪري تہ پوءِ اهو رومال پشاور جي ڪارڪن حق نواز جي حوالي ڪري(87).

شيخ عبدالحق ڪابل مان روانو ٿيو ۽ ملتان ۾ پهچي، اچي ربنواز جو مهمان ٿيو، ۽ کيس ان راز کان واقف ڪيائين(88). انهيءَ عرصي دوران سندس ميزبان ربنواز انهن مان هڪ رومال کڻي وڃي ملتان ڊويزن جي ڪمشنر کي ڏيکاريو، جنهن بروقت انهيءَ خط تي ڪو توجه نہ ڏنو. شيخ عبدالحق کي جڏهن اهو احساس ٿيو تہ رب نواز ساڻس غداري ڪئي آهي ۽ مڙني واسطيدارن کي گرفتار ڪرائڻ جو منصوبو سٽيو آهي، تڏهن پاڻ هڪدم دين پور پهچي ويو ۽ ريشمي رومال وارا باقي خط وڃي مولانا غلام محمد صاحب جي حوالي ڪيائين، پر اهو رومال جنهن تي تحريڪ جو منصوبو اٽيل هو، سو هن کڻي وڃي حيدرآباد ۾ شيخ عبدالرحيم جي حوالي ڪيو(89).

هوڏانهن ملتان جي ڪمشنر خط تي توجهہ نہ ڏيڻ جي باوجود اهو جاسوس ڪاتي

جي حوالي ڪري ڇڏيو. جنهن خط جو مطالعو ڪري حڪومت کي آگاهه ڪيو ته ڪا وڏي سازش سٽي ويئي آهي، ۽ ان لاءِ باقي خطن ۽ واسطيدار ماڻهن کي هٿ ڪيو ويو. حڪومت تحرڪ ۾ اچي ويئي ۽ دين پوري بزرگن. مولانا عبدالله لغاري، مولانا تاج محمود امروٽي ۽ جهنڊي وارن بزرگن کي گرفتار ڪري ورتائين(90) شيخ عبدالرحيم جنهن کي اصلي رومال مليل هو، ڪيس جڏهن گرفتار ڪرڻ لاءِ فوج پٽيون پيچي سندس گهر ۾ ڪاهي پيئي، ته پاڻ مفرور ٿي ويو، پر اهو رومال فوجين کي هٿ اچي ويو ۽ اهڙيءَ طرح "ريشمي رومال تحريڪ" جو راز کلي پيو، ۽ هيءَ تحريڪ هميشه لاءِ ختم ٿي ويئي(91).

**عالمن جو حصو:** مطالعي هيٺ آيل دور ۾ سن 1857ع واري واقعي کان پوءِ هيءَ پهرين تحريڪ هئي، جنهن ۾ سنڌ ۽ هند جي عالمن گڏجي بهرو ورتو ۽ انگريزن کي پنهنجي ڌرتيءَ تان لوڏي ڪڍڻ خاطر نندي ڪنڌ کان سواءِ ٻاهرين ملڪن ۾ به ساٿن وڙهڻ لاءِ مرڪز قائم ڪيا.

هن تحريڪ ۾ سنڌ جي عالمن ۽ اڳواڻن ڀرپور حصو ورتو، جن مان، پير اسد الله شاهه، مولانا تاج محمود امروٽي، مولانا عبدالله لغاري، مولانا محمد صادق کڏي وارو، شيخ عبدالرحيم، حڪيم عبدالقيوم، شيخ عبدالمجيد سنڌي، شيخ ابراهيم سنڌي، حاجي شاهه بخش، فتح محمد ۽ محمد ميان منصور جا نالا ذڪر ڪرڻ جي لائق آهن.

مولانا عبيدالله سنڌي، جيتوڻيڪ سندس واسطو سنڌ ڌرتيءَ سان نه هو، پر پوءِ به سنڌي سڏائڻ ۾ فخر محسوس ڪندو هو، سو تحريڪ جو مرڪزي ڪردار ٿي رهيو. ان کان سواءِ مولانا عبدالله لغاري تحريڪ جي پهرئين مرحلي ۾ سندس ساٿي ٿي رهيو. اهڙيءَ طرح شيخ عبدالرحيم جي شخصيت ۽ حيثيت کي پڻ انهيءَ سلسلي ۾ نظر انداز ڪري نٿو سگهجي، جيڪو مولانا عبيدالله سنڌيءَ ۽ مولانا محمود الحسن جي وچ ۾ رابطي جي ڪڙي بڻيو هو.

مولانا عبيدالله سنڌيءَ جڏهن افغانستان ۾ "جنود رباني" نالي فوج قائم ڪئي ته ان ۾ مولانا تاج محمود امروٽيءَ ۽ پير اسد الله شاهه کي ليفٽيننٽ جنرل، شيخ ابراهيم سنڌيءَ کي ميجر جنرل، مولانا عبدالله لغاري، شيخ عبدالرحيم ۽ مولانا محمد صادق کڏي واري کي ڪرنل، ۽ حاجي شاهه بخش کي ليفٽيننٽ ڪرنل مقرر ڪيو ويو هو. ان کان سواءِ سنڌ ۾ امروٽ، حيدرآباد ۽ ڪراچي هن تحريڪ جا مکيه مرڪز هئا.

# بمبئيءَ کان عليحدگيءَ جي تحريڪ

**سنڌ جو بمبئيءَ سان الحاق:** سر چارلس نيپئير (Sir Charlis Napier) سن 1847ع ۾ سنڌ کي خيرآباد چيو. جنهن کان پوءِ سنڌ جي خودمختيار صوبائي حيثيت کي ختم ڪري، ڪيس بمبئي پرڳڻي جو حصو بنايو ويو(92)، ۽ بمبئيءَ جي سرڪاري عملدارن مان "مسٽر رابرٽ پرنگل" (Mr. Robert Pringle) کي سنڌ جو پهريون ڪمشنر مقرر ڪيو ويو(93). هن کان اڳ نيپئير (Napier) سنڌ جي خودمختيار گورنر جي حيثيت سان سڌو سنئون هند سرڪار جي گورنر جنرل جي ماتحت رهي ملڪ جو انتظام هلائيندو هو، پر ان کان پوءِ سنڌ جي ڪمشنر کي بمبئي جي گورنر جي ماتحت بنايو ويو، ۽ اهڙيءَ طرح سنڌ جي منتظم اعليٰ جا اختيار گهٽايا ويا.

سنڌ کي بمبئي صوبي جي حصي بنائڻ لاءِ سرڪار اهو تاثر ڏنو ته سنڌ جو انتظام جيڪو هن کان اڳ لشڪري راڄ (Martial Law) جي اصولن هيٺ هلايو ويندو هو، تنهنجو خاتمو آڻجي. ان لاءِ ملڪ جو انتظام غير فوجي عملدارن جي هٿ ۾ ڏنو ويو(94).

وقت جي سرڪار پنهنجي بچاءَ يا مفاد ۾ سنڌ کي بمبئيءَ سان ملائڻ لاءِ اهو ئي جواز پيش ڪيو، پر ان لاءِ ڪيترن ئي ٻين هيٺ ڄاڻايل سببن جي به نشاندهي ڪرائي سگهجي ٿي:

سر چارلس نيپئير (Sir Charlis Napier) نه صرف سنڌ تي غير قانوني ۽ ٺڳيءَ سان قبضو ڄمائي، پنهنجي ساک وڃائي چڪو هو، بلڪ گورنر جي حيثيت ۾ سندس تقرري به هن جي ساک خلاف پڙڪيل باهه تي گاسليٽ جو ڪم ڏنو. جن آفيسرن هن جي گناهن جي اپٽار ڪئي هئي، سي بمبئي سرڪار سان تعلق رکندا هئا. ان ڪري وقت جي سرڪار پنهنجن آفيسرن کي خوش رکڻ لاءِ سنڌ جو انتظام سندن حوالي ڪرڻ تي گهريو.

سر چارلس نيپئير سنڌ تي قبضي ڪرڻ کان پوءِ ٽالپر حڪمرانن کان هٿ ڪيل خزاني مان اندازو لڳائي چڪو هو ته سنڌ هڪ سکيو ستابو ۽ امير ملڪ آهي. هن ملڪ جي آسودگي ۽ معاشي خوشحالي ٿي ڌارين کي پاڻ ڏانهن متوجهه ڪرڻ جو ڪارڻ پئي رهي آهي. سر چارلس نيپئير جي سنڌ ڇڏڻ کان پوءِ سامراجي قوتن کي سنڌ جي استحصال ڪرڻ جو ان کان وڌيڪ ڪو ٻيو وجهه نٿي ملي سگهيو ته سنڌ کي سنئون سڌو ڪنهن مناسب مرڪز سان ملايو وڃي ۽ آسانيءَ سان پنهنجون من گهريون مرادون

پوريون ڪري سگهجن.

سنڌ تي ڇهن سالن جي حڪمراني ڪرڻ جي باوجود انگريز سرڪار کي اهو شدت سان احساس هو تہ سنڌ جا غيرتمند ۽ محب وطن ماڻهو موقعو ملڻ تي پنهنجي آزادي ۽ خودمختاريءَ لاءِ جنگ وڙهي ٿي سگهيا. ان ڪري ڪين هڪ مضبوط انتظامي گرفت ۾ رکڻ لاءِ سنڌ کي بمبئي سان ملايو ويو(95).

**الحاق جا اثر:** سن 1847ع کان وٺي سن 1936ع تائين سنڌ پنهنجي الحاق واري زماني ۾ ڪيتريون ئي سختيون سٺيون ۽ ڏکن جا ڏونگر ڏوريا. جن جو تفصيل سان ذڪر ڪرڻ هن مقالي جي موضوع کان ٻاهر آهي، پر ڪن مکيہ مسئلن جي نشاندهي ڪرڻ تڏهن بہ بي مهل نہ ٿيندو.

سر چارلس نيپئير جي فريب ۽ ٺڳيءَ اڳ ۾ ئي سنڌ جي آزاديءَ کي ڌڪ رسايو هو. ۽ هڪ خودمختيار ملڪ هن حادثي ۾ پنهنجي آزادي وڃائي چڪو هو. نہ صرف ايترو پر بمبئي سان الحاق کان پوءِ تہ پنهنجي صوبائي خودمختياريءَ تان بہ هٿ ڌوئي ويٺو هو. هيءُ ڳانڍاپو سنڌين لاءِ سياسي شعبي ۾ نهايت نقصان وارو ۽ هاڃيڪار ثابت ٿيو. سنڌ جيڪا پنهنجي مردم خيزيءَ سبب ڪيترائي رهبر ۽ اڳواڻ پيدا ڪندي رهي آهي، تنهن جي هن دور ۾ پيدا ڪيل اڳواڻن ۽ سياسي رهبرن کان ڇٽڪ سندن لياقتن ۽ صلاحيتن ڏيکارڻ جو موقعو کسيو ويو. جنهن جي نتيجي ۾ قيادت جون واڳون وڃي ڌارين کي مليون.

انهيءَ ۾ ڪو بہ شڪ نہ آهي تہ نئين انتظامي ڦير گهير کان پوءِ سنڌ جي ڪمشنر کي وسيع اختيار ڏنا ويا، پر حقيقت جي نگاهہ سان ڏٺو وڃي تہ ڪيس اهي اختيار سنڌ جي خدمت ۽ ترقيءَ واسطي نہ پر ان تي حڪمراني ڪرڻ لاءِ ڏنا ويا هئا. سنڌ جو ڪمشنر ترقياتي منصوبن تي عمل ڪرڻ لاءِ بنهہ بي اختيار هو، ۽ هر مسئلي جي فني پيچيدگين جي حل واسطي ڪيس بمبئي سرڪار جي حڪمرانن ڏانهن ڏسڻو پوندو هو(96). ان ڪري سنڌ انهن سرڪاري ڪاروائين جو ٻل ٻنجي ويئي ۽ سندس ترقيءَ کي ٻنجو اچڻ لڳو.

سر چارلس نيپئير جي ڇهن سالن واري فوجي حڪومت کان پوءِ ٽيڻ ائين گهربو هو تہ وقت جي سرڪار سنڌ جي قومي حيثيت، روايتن ۽ بنيادي انساني حقن کي ذهن ۾ رکي ڪا نئين تبديلي عمل ۾ آڻي ها، پر ائين نہ ٿيو ۽ هن سن 1868ع ۾ سنڌ ائڪٽ (Sind Act) لاڳو ڪري، سنڌ اندر ڪامورا شاهيءَ کي هٿي ڏني.

جيئن تہ اختيار ۽ اقتدار جا مالڪ سنڌ جا ڪامورا سنڌ جي مٿئين طبقي، يعني

جاگيردارن، زميندارن، سردارن ۽ پيرن کي لٽ ۽ چٽ واريءَ پاليسيءَ سان مطيع بنائيندا ٿي ويا، ان ڪري سنڌ جو سماج سياسي نقطه نگاهه کان ٻن حصن ۾ ورهائبو ويو.

ان زماني ۾ سنڌ جي غريب ۽ غلام عوام کي نه رڳو سنڌ جي ڪامورن جو ڦهر ٿي ڏسڻو پيو، پر بمبئيءَ جي گورنرن ۽ ٻين آفيسرن جي خوشيءَ لاءِ قربانيءَ جو ٻڪرو به ٿيڻو پوندو هو. سنڌ جي بمبئيءَ سان الحاق واري زماني ۾ هر سال بمبئي سرڪار جو گورنر سنڌ جي سير سفر تي ايندو هو، ته اهڙي موقعي تي سنڌ جا ڪامورا، جيري خاطر ٻڪري کهي وجهندا هئا. اهڙيءَ طرح سنڌ کي رشوت، رسائي ۽ لاپي جي مصيبتن ۾ مبتلا ٿيڻو پيو.

مذهبي حڪمت يا اقتدار کي ڪڏهن به سنڌين جي سيني تي راڄ ڪرڻ جو موقعو نه مليو هو. انگريز سرڪار "ويڙهايو ۽ حڪومت ڪريو" واري حڪمت عمليءَ جي آڌار تي اڳ ۾ ئي ننڍي کنڊ ۾ فرقي پرستيءَ جو ٻج ڇٽي چڪي هئي. سنڌ جو عوام، جيڪو اڃا انهيءَ وبا کان بچيل هو، تنهن کي بمبئيءَ سان الحاق واري زماني ۾ اهڙن مسئلن ۽ مونجهارن سان منهن ڏيڻو پيو، جنهن ۾ ڪين ڦهريون پيرو فرقي پرستيءَ جي هوا لڳي. هندن ۽ مسلمانن جون ڪيتريون ئي متضاد تحريڪون جيڪي سنڌ کان ٻاهر جنم وٺي چڪيون هيون، تن کي هن الحاق واري زماني ۾ سنڌ اندر اثرانداز ٿيڻ جو موقعو مليو.

هن زماني ۾ وقت جي سرڪار، سنڌ جي تعليم ڏانهن به ڪو ڌيان نه ڏنو. جيئن ته بمبئي صوبي جي انتظام تي غير سنڌي ڪامورن جو قبضو هو، ان ڪري سنڌ جو تعليمي مسئلو سندن ڪو به توجهه ڇڪائي نه سگهيو. سنڌ ۾ تعليم جو ڪاتو به گهٽ پوءِ 1900ع ۾ قائم ڪيو ويو. تاريخ شاهد آهي ته مطالعي هيٺ آيل دور ۾ سڄي سنڌ اندر وقت جي سرڪار طرفان هڪ ڪاليج به نه کوليو ويو. اعليٰ تعليم کان سواءِ ثانوي تعليم جي ميدان ۾ به سنڌي پوئتي پوندا ٿي ويا. سن 1887ع ۾ هتان جي عوام جي ڪوششن سان "ڊي جي سنڌ ڪاليج" (D.J. Sind College) کليو(97). جنهن کان اڳ سنڌ جي سمورن مئٽرڪ جي شاگردن کي امتحان ڏيڻ واسطي بمبئي وڃڻو پوندو هو. ان جو نتيجو اهو نڪتو جو پهرين ٽيهن سالن ۾ صرف ڏيڍ درجن سنڌي شاگرد بي. اي (B.A) پاس ڪري سگهيا (98). هن دور ۾ سرڪار پوريءَ سنڌ ۾ صرف ٽي هاءِ اسڪول قائم ڪري سگهي. اهڙيءَ طرح اعليٰ ۽ ثانوي تعليم کان سواءِ ابتدائي تعليم جو شعبو به بريءَ طرح متاثر هو.

بمبئي ۽ سنڌ جي وچ ۾ ڪي به آمدورفت جون سهوليتون موجود نه هيون ۽ نه ئي

سرڪار ان طرف ڪو ڌيان ڏنو. ماڻهن کي خشڪيءَ جي رستي بمبئي وڃڻ لاءِ ڪوئٽيءَ کان ملتان تائين آگبوٽ رستي وڃڻو پوندو هو، جنهن کان پوءِ پهريائين لاهور ۽ ان کان پوءِ دهليءَ تائين ريلوي ذريعي، ۽ تنهن کان پوءِ ڇڪڙن ۾ چڙهي احمد آباد تائين ۽ آخر ۾ احمد آباد کان بمبئيءَ تائين ريلوي جو سفر اختيار ڪرڻو پوندو هو.

مرڪزي ڪاتن جا مکيه عملدار سنڌ کان اٺ سو ميل پري ٿي رهيا. جن کي نه سنڌ جي مڪاني حالتن جو پتو هو ۽ نه وري ان جي زبان کان واقف هئا. سال ۾ ٿورا پيرا دوري ڪرڻ سان هو حالتن جو صحيح اندازو لڳائڻ کان قاصر رهيا.

ڏورانهين پنڌ تي صوبي جو هيڊڪوارٽر هئڻ ڪري مکيه مسئلن ۽ لکپڙهه جي فيصلي ڪرڻ ۾ اڪثر دير لڳندي هئي، جنهن ڪري ڪي ضروري سوال به جلد فيصل نه ٿيڻ سبب نقصان جو باعث بڻبا هئا.

پوري هندستان جي صوبن ۾ برما کان پوءِ بمبئي ڪاتي جو انتظامي خرچ وڏيڪ هوندو هو. ان ڪري سنڌ جي ترقيءَ ۽ تعمير لاءِ پئسو بچي نٿي سگهيو. اهڙيءَ طرح ترقيءَ جي لحاظ کان به سنڌ پوئتي پوندي ويئي (99).

**عليحدگيءَ لاءِ ڪوششون:** سنڌ سنڌي عوام لاءِ دنيا جو وڏي ۾ وڏو مقدس اجهو ۽ ورثو آهي. هتان جي عوام جي ترقي سنڌ سان، ۽ سنڌ جي تهذيب ۽ تمدن جي اوسر سنڌي عوام سان لاڳاپيل آهي. سنڌ جي عوام پنهنجي ڌرتيءَ جي انفراديت، آسودگيءَ ۽ روشن مستقبل لاءِ جيڪي جاکوڙون ڪيون، سي اسان جي تاريخ ۾ اهم بابن جي حيثيت رکن ٿيون.

مطالعي هيٺ آيل دور ۾ جڏهن سنڌ کي بمبئي پرڳڻي سان ملائي هتان جي عوام جو استحصال ڪيو ويو ته اسان جي عالمن، دانشورن ۽ سياسي اڳواڻن جيڪي ڪوششون ورتيون، تن جو تفصيل هن طرح آهي:

**انفرادي ڪوششون:** سنڌ جي بمبئي کان عليحدگيءَ واري تحريڪ جي تاريخ ۾ سيٺ هرچند راءِ وشنداس جو نالو اهم جاءِ والاري ٿو. سنڌ جي هن وطن دوست سياستدان مرڪزي کان اڳ ۾ پهريون دفعو سن 1908ع ۾ ”سنڌ پراونشل ڪانفرنس (Sind Provincial Conference) جي موقعي تي انهيءَ مسئلي ڏانهن عوام جو ڌيان ڇڪايو(100). جنهن کان پوءِ سندس ساٿي ۽ سامراجي قوتن جي ڪٽر مخالف رئيس غلام محمد خان ڀرڳڙيءَ پنهنجي ذاتي ڪوششن سان، ان مسئلي کي وقت جي سرڪار اڳيان پيش ڪيو (101). سنڌي سياست جي انهيءَ بي بدل ۽ بي مثل ٻه مورتيءَ هن مسئلي کي ننڍي ڪنڊ جي سطح تائين مانوس ڪرائڻ جي به ڪوشش ڪئي.

انهيءَ سلسلي ۾ شيخ عبدالمجيد سنڌيءَ جي ڪوشش کي بہ نظر انداز ڪري نٿو سگهجي. هن صاحب سنڌ جي عليحدگيءَ واري مسئلي تي سنڌ کان ٻاهر پوري ننڍي کنڊ جي سطح تي جيڪي ڪوششون ورتيون، تن جو ذڪر هن ئي باب جي پٺيءَ هنڌ تي ڪيو ويو آهي، پر سندس سنڌ اندر خدمتن مان اخبار ”الوحيد“ وسيلي عام راءِ هموار ڪرڻ قابل ذڪر آهي. شيخ صاحب سن 1924ع ۾ پهريون ڀيرو سنڌ جي ان مشهور اخبار کي سنڌ جي بمبئيءَ کان عليحدگيءَ واري مهم جو پرچارڪ ذريعو بنائي ڇڏيو(102). ان کان سواءِ سندس ئي ڪوشش سان ”سنڌ آزاد ڪانفرنس“ سڏائي ويئي. اهڙيءَ طرح سن 1927ع ۾ سر حاجي عبدالله هارون، سنڌ جي آزاديءَ ۽ خودمختياريءَ کي مانوس ڪرائڻ ۽ ان لاءِ عام راءِ هموار ڪرڻ واسطي سنڌ ۾ ”مسلمانن جو هفتو“ ملهائڻ جي تجويز پيش ڪئي(103).

جڏهن 1927ع ۾ سائمن ڪميشن مقرر ڪئي ويئي تہ ان جي مدد لاءِ بمبئي ڪائونسل سر شاهنواز ڀٽي جي چيئرمينيءَ هيٺ هڪ صوبائي ڪاميٽي ٺاهي، جنهن ۾ سيد ميران محمد شاهہ کي ميمبر جي حيثيت سان کنيو ويو(104). سن 1929 ع ۾ بمبئي ڪاميٽيءَ جي سيني ميمبرن ”سائمن ڪميشن“ کي رپورٽ پيش ڪئي، جنهن ۾ سنڌ جي جدائيءَ خلاف تجويز پيش ڪئي ويئي هئي. سيد ميران محمد شاهہ سنڌ جي جدائيءَ جي فائدي ۾، ۽ سر شاهنواز خان ڀٽي سنڌ جي جدائيءَ جي خلاف راءِ ڏني(105).

سن 1930ع ۾ سنڌ مان سر شاهنواز خان ڀٽي ۽ سر غلام حسين هدايت الله کي ”گول ميز ڪانفرنس“ (Round Table Conferance) ۾ پنهنجي قوم ۽ وطن جي جذبن ۽ امنگن جي ترجماني ڪرڻ جو موقعو مليو. جنهن ۾ ٻنهي ميمبرن ”ارل رسل“ (Earl Russel) جي صدارت هيٺ سنڌ جي مسئلي تي سوچڻ لاءِ قائم ٿيل سب ڪاميٽيءَ اڳيان پنهنجي وطن دوستيءَ، لياقتن ۽ صلاحيتن جو ڀرپور ثبوت ڏنو (106).

اهڙيءَ طرح خانبهادر محمد ايوب کهڙي جون خدمتون بہ سنڌ جي بمبئي کان عليحدگيءَ واري تاريخ ۾ اهم جاءِ والارين ٿيون. هن صاحب سن 1930ع ۾ ”سفرنگس آف سنڌ“ (Sufferings of Sind) انگريزيءَ ۾ هڪ ڪتاب لکي سنڌ جي جدائيءَ لاءِ پڙهيل طبقي جون همدرديون حاصل ڪرڻ جي ڪامياب ڪوشش ڪئي. سن 1933ع ۾ برطانيہ جي پارليامينٽ جڏهن هندستان کي نون سڌارن ڏيڻ واسطي ”جائنٽ پارليامينٽري ڪاميٽي“ (Joint Parliamentary Committee)

ويهاري تہ ان سنڌ جي مسئلي تي روشني وجهڻ لاءِ "سنڌ آزاد ڪانفرنس" ڪي عيوضي موڪلڻ جي دعوت ڏني، جنهن تي سنڌ مان خان بهادر محمد ايوب کهڙي کي نمائندي طور موڪليو ويو(107). جتي هن صاحب سنڌ جي مسئلي کي نهايت مدبرانہ انداز ۾ پيش ڪيو.

هن تحريڪ جي تاريخ ۾ سنڌ جي سپوت فرزند، هزرايل هائينس سر سلطان محمد شاهہ پرنس آغا خان جي انفرادي ڪوشش کي بہ نظر انداز ڪري نٿو سگهجي. پاڻ تحريڪ جي ابتدا کان وٺي، ڪاميابيءَ واري انتها تائين هن تحريڪ سان وابستہ رهيو. سن 1930ع ۾ گول ميز ڪانفرنس جڏهن "ارل رسل" (Earl Russel) جي صدارت هيٺ سب ڪاميٽي ٺاهي تہ هز رايل هائينس سر سلطان محمد شاهہ پرنس آغاخان اهم پارٽ ادا ڪيو* آخر ۾ پارسي خاندان جي چشم وچراغ سنڌ جي هڏ ڏوکي ۽ ڪراچيءَ جي ابي سياستدان جمشيد مهتا جي ڪيل جاکوڙ کي مقالي جي هن باب جي جيءَ ۾ جاءِ ڏيڻ کان سواءِ رهي نٿو سگهجي. جمشيد مهتا سنڌ جي ڪن تنگ نظر هندن طرفان هلايل سنڌ جي بمبئي کان عليحدگيءَ واري تحريڪ جي خلاف هلايل مهم جو ڀرپور مقابلو ڪيو، ۽ ان سلسلي ۾ هڪ پمفليٽ لکيو (108). جنهن کي اڄ بہ سنڌ جي سياسي ادب ۾ هڪ شهپاري جي حيثيت حاصل آهي.

سنڌ جي بمبئيءَ کان عليحدگيءَ واري جدوجهد جي تاريخ کي جيڪڏهن انفرادي ڪوشش جي خاڪن ۾ ڇنڊيو ويندو تہ هيءُ موضوع تمام طويل ۽ بحث طلب ٿي پوندو. ان ڪري مختصر لفظن ۾ ائين چئي سگهجي ٿو تہ سنڌ جي بمبئيءَ کان عليحدگي، ورهاڱي کان اڳ وارن ڪيترن ئي اسان جي رهبرن ۽ ڪارڪنن جي انفرادي توڙي اجتماعي ڪوشش جو نتيجو هئي.

**اجتماعي ڪوششون:** سن 1908ع سنڌ جي سياسي تاريخ جو هڪ سياڳو سال

---

* پاڻ ان لاءِ لکي ٿو تہ:

"ان ڪاميٽيءَ جي مسلم نمائندن، جن ۾ آءٌ بہ شامل هوس، فرقيوارانہ طرز جي دليل بازي نہ ڪئي. اسان زور لاتو تہ سنڌ جي رهاڪن جي حق تلفي ڪرڻ جي آڌار تي، عملي ۽ انتظامي سببن جي بنيادن تي سنڌ کي بمبئيءَ کان جدا ڪيو وڃي. اسان جي ڀين هندو ساٿين بہ اسان جي تائيد ڪئي، ۽ ائين رٿ منظور ڪئي ويئي." ("محبوب: هزرايل هائينس سر سلطان محمد شاهہ پرنس آغاخان"، ڪراچي، اسماعيليہ ايسوسيئيشن، 1959ع، ص348)

هو، جنهن ۾ سنڌ اندر ”سنڌ پراونشل ڪانفرنس“ (Sind Provincial Conference) سڏائڻ جو رواج پيو. ان جي وسيلي سنڌ جي عوام کي اجتماعي طرح سان پنهنجي جذبن ۽ امنگن جي اظهار ڪرڻ جو موقعو مليو. سنڌ جي عليحدگي ۽ خودمختيار سوچ رکندڙ عوام، ساڳئي ئي سال انهيءَ پليٽ فارم تان سنڌ جي عليحدگيءَ ۽ خودمختاريءَ جو آواز بلند ڪيو(109).

سنڌ پراونشل ڪانفرنس جي انهيءَ اجلاس کان پوءِ سنڌ ۾ سن 1920ع تائين، اهڙيون ڪانفرنسون ٿينديون رهيون،* پر جن ڪانفرنسن ۾ سنڌ جي عليحدگيءَ واري مسئلي کي جوڳي جاءِ ڏني ويئي، تن ۾ نومبر 1917ع ۽ مارچ 1918ع تي سڏايل سنڌ پراونشل ڪانفرنسون وڏي اهميت رکن ٿيون.

نومبر 1917ع ۾ نون سڌارن تي ويچار ڪرڻ لاءِ حيدرآباد ۾ خاص ”سنڌ پراونشل ڪانفرنس“ منعقد ٿي، جنهن ۾ سنڌ جي جدائيءَ واري مسئلي تي غور ڪرڻ لاءِ سيٺ هرچند راءِ وشنداس جي اڳواڻيءَ هيٺ هڪ خاص ڪاميٽي تشڪيل ڏني ويئي.** ان ڪاميٽيءَ کي نون سڌارن بابت پنهنجيءَ راءِ کان واقف ڪرڻ لاءِ انڊيا جي ”سيڪريٽري آف اسٽيٽ“ (Secretary of State for India) سان ملڻ لاءِ چيو ويو. هن ڪاميٽيءَ تي مشتمل هڪ وفد چيلمسفورڊ (Chelmsford) ۽ مسٽر مانٽيگو (Mr. Montague) کي جيڪا درخواست پيش ڪئي، تنهن جي فقري نمبر 10 ۾ هيٺين لفظن

---

* انهن ڪانفرنسن جو سالوار وچور هن طرح آهي:

| | | |
|---|---|---|
| ٻي سنڌ پراونشل ڪانفرنس، | حيدرآباد، | 1909ع. |
| ٽين سنڌ پراونشل ڪانفرنس، | لاڙڪاڻو، | 1916ع. |
| چوٿين سنڌ پراونشل ڪانفرنس، | شڪارپور، | 1917ع. |
| خاص سنڌ پراونشل ڪانفرنس، | حيدرآباد، | 1917ع. |
| پنجين سنڌ پراونشل ڪانفرنس، | ڪراچي، | 1918ع. |
| ڇهين سنڌ پراونشل ڪانفرنس، | جيڪب آباد، | 1919ع. |
| ستين سنڌ پراونشل ڪانفرنس، | سکر، | 1920ع. |

(موتيرام راموائي: ”رتن جوت“، حصو پهريون، ڪراچي، هيرالڊ پريس، 1958ع ص 645)

** هن ڪاميٽيءَ جا ٻيا ميمبر هئا:

مسٽر جيرامداس دولترام، درگداس آڏواڻي، نارائڻداس بيچر ۽ رستم خورشيد سڌوا (هيءَ معلومات جناب جي ايم سيد کان 20 جولاءِ 1977ع انٽرويو ذريعي ورتي ويئي)

۾ گهر ڪئي ويئي هئي:

”درخواست ڪندڙ وڏيڪ عرض ٿا ڪن تہ سنڌ جا رهاڪو 70 سالن تائين بمبئي ڪاتي جي غلاميءَ هيٺ رهيا آهن، جنهن ۾ مٿن ملٽري صوبن جهڙي حڪومت هلائي ويئي آهي، تنهن ڪري سندن تقاضا آهي تہ جيستائين سنڌ کي آزاد ۽ جدا صوبو بنائي ڪيس جدا ايگزيڪيوٽو ڪائونسل، چارٽرڊ هاءِ ڪورٽ ۽ جدا انتظامي مشنري ڏيڻ لاءِ سرڪار انتظام ڪري، ان ڪان اڳ هندستان کي نون سڌارن ڏيڻ وقت ڪم از ڪم بمبئيءَ جي گورنر کي سڏو ان ڪائونسل جي ماتحت ڪيو وڃي ۽ سنڌ جي ڪمشنر کي جيڪي اختيار سن 1868ع جي ائڪٽ هيٺ ڏنا ويا آهن، سي واپس وٺي، ڪيس بمبئي جي ٻين ڪمشنرن جي ليول تي آندو وڃي. بمبئيءَ جي گورنر کي چند مهينن لاءِ ڪراچي رهايو وڃي، ايگزيڪيوٽو ڪائونسل جا ميمبر بہ سنڌ ۾ ايندا رهن، ۽ ڪم از ڪم هڪ دفعو گورنر جي ڪائونسل جو اجلاس ڪراچيءَ ۾ سڏايو وڃي“(110).

مارچ 1918ع ۾ مسٽر مرليڌر جيرامداس جي صدارت هيٺ ڪراچيءَ ۾ ”سنڌ پراونشل ڪانفرنس“ ٿي، جنهن ۾ وقت جي نامور سياستدانن جهڙوڪ: هرچند راءِ وشنداس، غلام علي چاڳلا، آر. بي هيرانند کيمسنگهہ لوڪومل چيلا رام، مکي جيٺانند پريتمداس، سنتداس. منگهارام، آر. ڪي. سڌوا ۽ ڊاڪٽر چوئٿرام شرڪت ڪئي. هن ڪانفرنس جي آخري اجلاس ۾ ”سنڌ جي بمبئيءَ کان عليحدگيءَ“ وارو ٺهراءُ بحال ڪيو ويو(111).

سنڌ جي بمبئيءَ کان عليحدگيءَ واري تاريخ پنهنجي ابتدائي دور ۾ هندو توڙي مسلمانن ۽ پارسي توڙي سکن جي باهمي اتفاق جو مظهر هئي. جڏهن مسلم ۽ غير مسلم سنڌين جا ان مسئلي تي اختلاف ٿي پيا، تڏهن بہ انهن ٻنهي فرقن جي وطن دوست سياستدانن اجتماعي طرح سان سنڌ جي عليحدگي ۽ آزاديءَ لاءِ ڪم ڪيو. انهيءَ سلسلي ۾ سن 1928ع ۾ سنڌ جي هندو،مسلمان ۽ پارسي ليڊرن جي وچ ۾ هڪ عهدنامو ٿيو، جنهن ۾ سيني سنڌ کي بمبئي پرڳڻي کان نجات ڏيارڻ لاءِ اتفاق ڪيو. ان عهدنامي تي هيٺين ماڻهن صحيحون ڪيون: (112)

مسٽر سنتداس منگهارام، وڪيل، حيدرآباد. مسٽر جمشيد نسروانجي ميهتا پريزيڊنٽ ڪراچي ميونسپالٽي. مسٽر نارائنداس انند جي، ايم، ايل، سي ڪراچي. مولوي محمد صديق صاحب، کڏو مدرسو ڪراچي. مسٽر ڪي پنيا، ايڊيٽر ”سنڌ آبزرور“ ڪراچي. قاضي عبدالرحمان چيف آفيسر اسڪول بورڊ ڪراچي. سر حاجي

عبدالله هارون ايم. ايل. اي ڪراچي. شيخ عبدالمجيد صاحب سنڌي، ڪراچي. مسٽر ڄٺيمل پرسرام گلراجاڻي، ڪراچي. ڄيٺومل ڪنڌاڻي، ڪراچي. قاضي عبدالقيوم حيدرآباد. وشنوشرما ايڊيٽر ”هندوجاتي“ ڪراچي. مير الهه بخش ٽالپر، ايڊيٽر ”الوحيد“ ڪراچي. سوامي گووند آنند، ايڊيٽر ”اخبار ڪيسريه“ ڪراچي. مسٽر پرسرام ٽهلراماڻي، ڪراچي. لوڪومل پريتمداس، مئنيجر ”هندوجاتي“ اخبار ڪراچي. لعل چند امر ڏنومل ڄڳتياڻي ڪراچي. مسٽر رستم خورشيد سڌوا ڪراچي. مسٽر ڪيولرام موٽواڻي ڪراچي. سيد جمال الدين حسن بخاري ڪراچي. غلام حسين غفورپائي ڪراچي. ٽيڪمداس واڌومل، ڪراچي. دين محمد عليگ مئنيجر ”الوحيد“ ڪراچي. مسٽر ايم ايم ڪرپالاڻي ڪراچي. مولانا دين محمد وفائي، ڪراچي ۽ مکي هرڪشنداس حيدرآباد سنڌ.

سنڌ پراونشل ڪانفرنس وانگر سنڌي مسلمانن به مطالعي هيٺ آيل دور ۾ ڪيترين ئي ڪانفرنسون سڏايون، جن ۾ سنڌ جي بمبئيءَ کان عليحدگيءَ واري مسئلي کي وڏي اهميت ڏني ويندي هئي. انهيءَ سلسلي ۾ جولاءِ 1928ع ۾ ڊاڪٽر شيخ محمد عالم جي صدارت هيٺ ڪراچيءَ ۾ سنڌي مسلمانن جي سياسي ڪانفرنس ٿي، جنهن جي مباحثن ۽ مطالبن جو مرڪز سنڌ جي بمبئيءَ کان عليحدگي ئي رهيو(113).

سن 1932ع تائين سنڌ جا مسلمان، اجتماعي طرح سان بمبئي کان عليحدگيءَ واري مسئلي کي پيش ڪرڻ جا نت نوان طريقا اختيار ڪري چڪا هئا. انهيءَ مقصد خاطر سنڌ ۾ ”سنڌ آزاد ڪانفرنسون“ ڪوٺايون ويون.

انهيءَ سلسلي جي پهرين ڪانفرنس 18 اپريل 1932ع تي ڪراچيءَ ۾ شيخ عبدالمجيد جي صدارت هيٺ (116)، ۽ ٻي 15 نومبر 1932ع تي حيدرآباد ۾ علامه يوسف عليءَ جي صدارت هيٺ ٿي.*

---

* انهيءَ موقعي تي ”سنڌ آزاد ڪانفرنس“ نالي هڪ جماعت قائم ڪئي ويئي، جنهن جا پهريان عهديدار هئا:

صدر: سر شاهنواز خان ڀٽو.

نائب صدر: خانبهادر محمد ايوب کهڙو.

سيڪريٽري: سيد ميران محمد شاه.

(ڏسو روزانه ”الوحيد“ ڪراچي، مؤرخه 1 مئي 1934ع ص2)

سنڌ ۾ ٽين آزاد ڪانفرنس 26 اپريل 1934ع تي خانبهادر پير بخش جي صدارت هيٺ سکر ۾ (115)، ۽ چوٿين ڪانفرنس 28 جولاءِ 1934ع تي ڪراچيءَ ۾ سر غلام حسين هدايت الله جي صدارت هيٺ ٿي(116).

هنن اجلاسن سنڌ جي جدائيءَ واري مطالبي کي حقيقت ۾ بدلائي ڇڏيو، ۽ ايتري قدر ته عام راءِ هموار ڪئي جو وقت جي سرڪار لاءِ سنڌي عوام جي مطالبي مڃڻ کان سواءِ ٻيو ڪو به چارو نه رهيو.

**عليحدگيءَ جي مخالفت:** هڪ جون آگريون به برابر ۽ هڪ جهڙيون نه ٿينديون آهن، جي مصداق ورهاڱي کان اڳ جي سڀني سنڌي هندن کي به هڪ جهڙو ڇئي نٿو سگهجي. ڪيترن ئي هندن، مسلمانن سان ڪلهو ڪلهي ۾ ملائي ڪم ڪيو ته ڪن وري مسلمانن جي مخالفت به ڪئي.

سنڌ جي بمبئيءَ کان عليحدگيءَ واريءَ تحريڪ جو پهريون مبلغ به هڪ هندو اڳواڻ، سيٺ هرچند راءِ وشنداس هو ۽ ان تحريڪ جي مخالفت ڪرڻ وارا به پهريان ڪي هندو ئي هئا.

خاص ڪري جڏهن شيخ عبدالمجيد سنڌيءَ سن1924ع ۾ پهريون ڀيرو "الوحيد" اخبار ۾ سنڌ جي عليحدگيءَ ۽ خودمختياريءَ جي تحريڪ تي لکڻ شروع ڪيو ته سنڌ جا ڪي هندو، ان جا مخالف ٿي بيٺا. جن ۾ مسٽر ويرومل بيگراج، پروفيسر ڇٻلاڻي، ديوان بهادر هيرانند کيمسنگهه، مکي گوبندرام ۽ جيرامداس دولترام جا نالا قابل ذڪر آهن. سنڌ جي بمبئيءَ کان عليحدگيءَ واري تحريڪ جي مخالفت ايترو ته زور ورتي ويئي جو هن تحريڪ جو پهريون مبلغ سيٺ هرچندراءِ وشنداس به انهن حالتن کان متاثر ٿي هڪ وقت تحريڪ جو مخالف ٿي بيٺو (117).

انهيءَ سال ئي مٿي ذڪر ڪيل مخالف ليڊرن جي هلنديءَ پڄنديءَ سبب سنڌ جي هيءَ تحريڪ پهريون ڀيرو هندو مهاسڀائين جو نشانو بڻي. ان ڪري سن 1925ع واري "آل انڊيا هندو مهاسڀا" واري اجلاس ۾ اين. سي. ڪيلڪر (N.C. Kelkar) پنهنجي صدارتي خطبي ۾ هن تحريڪ جي مخالفت ڪئي(118). تن ڏينهن ۾ مسٽر جيرامداس دولترام "هندستان ٽائيمس" (Hindustan Times) جو ايڊيٽر هو(119)، جنهن هن منزل تي لالاجپتراءِ ۽ پنڊت مدن موهن مالويه جي اثر هيٺ سنڌ جي بمبئيءَ کان عليحدگيءَ واري تحريڪ جي مخالفت ڪئي ۽ خاص ڪري هندو مسلم ٺاهه واري

تجويز بابت برخلافيءَ جا ليک لکيا* هن تحريڪ جو مقابلو سنڌ جي ڪيترن ئي هندن ۽ پارسين گڏجي ڪيو. جن ۾ سوامي گووند آنند. مسٽر چيتمل پرسرام. مسٽر سنتداس منگهارام. مسٽر ڪي پنيا. مسٽر وشنوشرما. مسٽر ٽيڪمداس. واڌومل. مسٽر رستم ڪي سڌوا ۽ مسٽر جمشيد نسروانجي ميهتا ۽ ٻيا ذڪر لائق آهن.

مسٽر جمشيد نسروانجيءَ سن 1927ع ۾ هڪ پمفليٽ لکي مسٽر جيرامداس دولترام جي ليکن ۽ سيٺ هرچند راءِ وشنداس جي اعتراض جو ڀرپور ۽ مدلل جواب ڏنو(120).

سن 1928ع ۾ سنڌ جي جدائيءَ جي مخالف ڪانگريس گروهه ”آل انڊيا ڪانگريس ڪاميٽيءَ“ کي پرشوتمداس ٺاڪرداس جي چيئرمينيءَ هيٺ هڪ ڪاميٽي مقرر ڪرڻ تي مجبور ڪيو. ته جيئن هن مسئلي جي مختلف پهلوئن جو غور سان جائزو وٺي رپورٽ پيش ڪري.**

جيئن ته ڪاميٽيءَ تي مسلمان ميمبرن کي سنڌن رضامندي کان سواءِ نامزد ڪيو ويو هو. ان ڪري هن ڪاميٽيءَ ڪنهن ٺاهه کان سواءِ سنڌ جي جدائيءَ کان بعد ۾

---

* 25 مارچ 1927ع تي محمد علي جناح جي صدارت هيٺ مسلمان اڳواڻن جي هڪ گڏجاڻي ٿي. جنهن ۾ هندو مسلم ٺاهه لاءِ هيءَ تجويز بحال ٿي:

1. سنڌ کي الڳ صوبو بڻايو وڃي.
2. فرنٽير ۽ بلوچستان جي صوبن سان نوان سڌارا لاڳو ڪيا وڃن.
3. پنجاب ۽ بنگال ۾ آدمشماريءَ مطابق مسلمانن کي نمائندگي ڏني وڃي.
4. مرڪزي اسيمبليءَ ۾ مسلمانن کي ٽيون حصو نمائندگي ڏني وڃي.

مسلمان مٿي ذڪر ڪيل صوبن ۾ ٿوراٽيءَ وارن کي اهي رعايتون ڏيڻ لاءِ تيار ٿيندا. جيڪي هندو مسلمانن کي هندو گهٽائيءَ وارن صوبن ۾ ڏيڻ لاءِ تيار ٿيندا. انهن شرطن تي مسلمان گڏيل چونڊون قبول ڪندا. (جي ايم سيد: ”سنڌ جي بمبئيءَ کان آزادي“. حيدرآباد. حيدري پرنٽنگ پريس 1968 ص 34).

** هن ڪاميٽيءَ جا ٻيا ميمبر هئا:

1. پروفيسر ڇپلاڻي.
2. مسٽر جيرامداس دولترام.
3. شيخ عبدالمجيد سنڌي.
4. سيٺ حاجي عبدالله هارون.

(Maulana Muhammad Irfan: "A Brief History of the marement of the Sopasation of Sind", an Article Published in Alwahid Special Edition "Sind Azad" Number Karachi 15·June 1936 P.55.

ڪروڙن جي ڪوٽ جي رپورٽ به پيش ڪئي(121).

ساڳئي سال ئي "نهرو رپورٽ" (Nehru Report) شايع ٿي، جنهن ۾ سنڌ جي مالي حالت تي غور ڪرڻ واري شرط سان سنڌ جي جدائيءَ واري سفارش ڪيل هئي(122). ان رپورٽ جي روشنيءَ ۾ ئي "نيشنل ڪنوينشن" (National Convention) جي لکنؤ واري اجلاس ۾ سنڌ بابت متفق راءِ سان طيءِ ڪيو ويو ته (123)

"نهرو آئين عمل ۾ اچڻ بعد سنڌ کي ضروري مالي ڦيرين گهرين سان جدا پر ڳڻتو ڪيو ويندو. ڪوٽ جي پورائي جو ذمو سنڌين کي کڻڻو پوندو. سنڌ اسيمبليءَ ۾ هندن کي چاليهه سيڪڙو نمائندگي ڏني ويندي." پر ان ٺهراءَ جي ڪن فرقه پرست هندن مخالفت به ڪئي.

سنڌ جي عليحدگيءَ جي مسئلي جڏهن سياست کان وڌي مذهبي رنگ ورتو ته هن ڏيهه جي گهٽين غير مسلم مذهبي ۽ سياسي جماعن سنڌ جي عليحدگيءَ واريءَ تحريڪ جي مخالفت ڪئي. اهڙين حالتن ۾ "سنڌ هندو پنچائتس" (Sind Hindu Penchaats) ۽ "سنڌ هندوسڀا" (Sind Hindu Sabha) جا نالا ذڪر ڪرڻ جي لائق آهن. "سنڌ هندو سڀا" هن مسئلي کي پنهنجيءَ "زندگيءَ ۽ موت" جو مسئلو سمجهي هٿ ۾ ڪنيو. تاريخ 12 نومبر 1928ع تي جڏهن "سائمن ڪميشن" (Simon Commission) ڪراچيءَ ۾ آئي(124)، ته هن جماعت جي هڪ وفد زوردار نموني ۾ وٽس سنڌ جي عليحدگيءَ خلاف ڪيس پيش ڪيو(125).

سن 1932ع ۾ گول ميز ڪانفرنس جي نتيجن کان مائوف ۽ مايوس ٿي سنڌ جي ڪن هندن "اينٽي سنڌ سيپريشن ڪاميٽي" (Anti Sind Separation Committee) ٺاهي، جنهن تي ديوان بهادر مرليڌر، مسٽر لالچند نولوراءِ، پروفيسر ڇٻلاڻي ۽ سي، ڪي ٽڏائيءَ کي مکيه ڪارڪنن جي صورت ۾ ڪنيو ويو. هن ڪاميٽيءَ مختلف پمفليٽ ڇپارائي سنڌ جي عام راءِ کي پنهنجي فائدي ۾ ڪرڻ جي ناڪام ڪوشش ڪئي. ان کان سواءِ سنڌ جي مختلف شهرن، خاص ڪري ڪراچي، حيدرآباد ۽ سکر ۾ ان ڪاميٽيءَ طرفان گڏجاڻيون ٿينديون رهيون ۽ اهو سلسلو سنڌ جي بمبئيءَ کان الڳ ٿيڻ تائين قائم رهيو.*

---

* اهڙين گڏجاڻين جو مختصر ۽ تاريخوار وچور هيٺ ڏجي ٿو:

| تاريخ | زير اهتمام | هنڌ |
|---|---|---|
| 13 فيبروري 1932ع | اينٽي سيپريشن ڪاميٽي ڪراچي، | ڪراچي. |
| 19 فيبروري 1935ع | اينٽي سيپريشن ڪاميٽي حيدرآباد، | حيدرآباد. |
| 30 جون 1935ع | سنڌ سڀا سکر | سکر. |

سن 1933ع ۾ جڏهن انگلينڊ ۾ "برٽش پارليامينٽ" (British Parliament) هندستان جي سڌارن واري بل جي مسودي تي غور ڪرڻ لاءِ "جائنٽ پارليامينٽري ڪاميٽي" (Joint Parliamentary Committee) مقرر ڪئي (126) تہ ان ڪاميٽيءَ "سنڌ آزاد ڪانفرنس" ڪان سواءِ جدائيءَ واري تحريڪ جي مخالف هندن کي بہ دعوت ڏني تہ اهي اچي پنهنجي خيال جو اظهار ڪن. سنڌ آزاد ڪانفرنس طرفان خانبهادر محمد ايوب کهڙي کي ولايت موڪليو ويو ۽ هندن جي ترجماني وري پروفيسر ڇبلاڻيءَ ڪئي(127).

سنڌ جي جدائيءَ جي تحريڪ واري تاريخ ۾ محمد ايوب کهڙي جي "سفرنگس آف سنڌ" (Sufferings of Sind) ۽ پروفيسر ڇبلاڻيءَ جي "سيپريشن آف سنڌ فرام بامبي پريزيڊنسي" (Separation of Sind from Bombay Presidency) جهڙن ڪتابن کي اهم تاريخي دستاويزن جي حيثيت حاصل آهي. پروفيسر ڇبلاڻيءَ پنهنجي محققانہ ۽ مدبرانہ مخالفت جي باوجود "جائنٽ پارليامينٽري ڪاميٽيءَ" کي متاثر ڪري نہ سگهيو ۽ هن ڪاميٽيءَ سکر بئراج کي گورنر جي خاص نگرانيءَ هيٺ رکڻ واري شرط سان سنڌ جي جدائي بابت سفارش پيش ڪئي (128).

ان جي باوجود سنڌ جي ڪن فرقيوار ۽ تنگ نظر هندو ورڪرن ڪڏهن بہ دل سان هن مطالبي تي غور نہ ڪيو ۽ سندن انهيءَ تنگ نظريءَ اڳتي هلي هڪ ٿي وطن جي ماڻهن کي ٻن مختلف رستن تي ڏکي بيهارڻ لاءِ مجبور بہ ڪيو.

تاريخ 26 جنوري 1933ع تي انهيءَ ٽولي ڀاران ڪراچيءَ ۾ "سنڌ هندو ڪانفرنس" (Sind Hindu Conference) ٿي، جنهن ۾ وزيراعظم انگلنڊ جي اعلان ۾ سنڌ جي جدائيءَ جي اصول قبول ڪرڻ کي ننديو ويو ۽ ٺهراءُ بحال ڪيو ويو تہ ساريءَ سنڌ اندر "سنڌ جي جدائيءَ واري تحريڪ" خلاف نئين سر تيزيءَ سان هلچل هلائي وڃي(129).

سنڌ جا ڪي اثر رکندڙ هندو، سنڌ جي عليحدگيءَ واري تحريڪ خلاف پرچار ڪرڻ لاءِ انگلينڊ ۾ "مهاسڀا" کي بہ پنهنجو هم خيال بنائي چڪا هئا ۽ نتيجي ۾ 1934ع ۾ لنڊن ۾ هڪ آفيس قائم ڪئي ويئي، جنهن جي ڪم تي هز رائل هائينيس سر سلطان محمد شاهہ پرنس آغا خان پنهنجي ذاتي ڪوشش سان پاڻي ڦيري ڇڏيو(130). ان ڪان پوءِ سنڌ جا هندو ڪجهہ وقت لاءِ ماٺ ۾ رهيا پر سن 1935ع ۾ انهن لنڊن ۾ ڪن گورن

مبلغن کي معاوضو به ڏيئي سنڌ جي جدائيءَ واري تحريڪ خلاف پرچار ڪرايو.*

جيئن جيئن حالتون سنڌ جي آزاديءَ جي فائدي ۾ ٿينديون ويون، تيئن تيئن سنڌ جا اُهي شهري ڪنهن حد تائين گهڻ ۾ به وڃي پيا. سن 1935ع ۾ سنڌ جي هڪ نامور هندو اڳواڻ لالچند نولراءِ قانون ساز اسيمبليءَ ۾ ان موضوع تي تقرير ڪندي مسلمانن کي گهٽ وڌ به ڳالهايو(131). اهڙين حدن ٽپڻ جي باوجود اُهي پنهنجي مقصد ۾ ڪامياب ٿي نه سگهيا.

مختصر لفظن ۾ ائين چئي سگهجي ٿو ته سنڌ جي بمبئيءَ کان عليحدگيءَ واري تحريڪ جي ڏيهه توڙي پرڏيهه ۾ مخالفت ٿي، پر سنڌ جا وطن دوست ۽ آزادي پسند ماڻهو پوءِ به پنهنجي هن قومي مقصد ۾ ڪامياب ۽ ڪامران ٿي ويا.

**مختلف پارٽين جو رد عمل:** مقالي جي مختلف هنڌن تي سياسي پارٽين جو ذڪر ڪندي، سنڌن سنڌ جي عليحدگيءَ واري تحريڪ جي سلسلي وارين ڪوشش جو ذڪر ڪيو ويو آهي، ان ڪري هتي ساڳئي مواد کي دهرائڻ بجاءِ ننڍي ڪنڊ جي مکيه سياسي پارٽين جي ردعمل جو خاڪو پيش ڪجي ٿو:

**آل انڊيا نيشنل ڪانگريس:** سن 1913ع ۾ پهريون ڀيرو "انڊين نيشنل ڪانگريس" (Indian National Congress) هن مسئلي ڏانهن متوجهه ٿي. انهيءَ جماعت جو ساليانو اجلاس ڪراچيءَ ۾ ٿيو، جنهن ۾ سيٺ هرچند راءِ وشنداس مرحبا ڪاميٽيءَ جي چيئرمين جي حيثيت ۾ تقرير ڪندي سنڌ جي عليحدگيءَ جو آواز بلند ڪيو(132).

سن 1917ع ۾ جڏهن "مسٽر مانٽيگو" (Mr. Montague) ۽ "لارڊ چيمسفورڊ" (Lord Chelmsford) تي مشتمل سڏارن واري ڪميشن هندستان ۾ آيل هئي ته انهيءَ موقعي تي ڪانگريس پارٽيءَ جي شاخ سنڌ پراونشل ڪانفرنس (Sind Provincial Conference) جو خاص اجلاس سڏايو ويو. جنهن طرفان پڻ ڪانفرنس جي صدر سيٺ هرچند راءِ وشنداس ڪميشن کي سنڌ جي عليحدگيءَ متعلق هڪ يادداشت پيش ڪئي.

---

* اهڙن مبلغن مان "ٽي ايچ اين ايڪسف" (T.H.N. Acough) به هڪ هو، جنهن 1935ع ۾ حيدرآباد جي "اينٽي سيپريشن ڪاميٽيءَ" (Anti Separation Committee) کان ڏهه هزار روپيا گهرائڻ لاءِ لکپڙهه ڪئي هئي.

(See, "The Daily Gazette", Karachi, Dated 21-2-1935, P.4)

سن 1925ع ۾ انڊين نيشنل ڪانگريس جو ڪانپور ۾ اجلاس ٿيو، جنهن ۾ ڪانگريس پنهنجي انتظامي سهوليت خاطر سنڌ کي الڳ صوبي جي حيثيت ڏني. ان ڪان پوءِ ڊسمبر 1927ع ۾ ڊاڪٽر مختيار احمد جي صدارت هيٺ انڊين نيشنل ڪانگريس جو اجلاس مدراس ۾ ٿيو، جنهن ۾ سنڌ جي بمبئيءَ ڪان عليحدگيءَ وارو ٺهراءُ بحال ڪيو ويو.*

"سائمن ڪميشن" (Simon Commission) سان عدم تعاون ڪرڻ وارين حالتن جي موت ۾ "آل انڊيا نيشنل ڪانگريس" پنهنجي ساڳئي اجلاس ۾ پنڊت موتي لال نهرو جي چيئرمينيءَ هيٺ "نهرو ڪاميٽي" (Nehru Committee) قائم ڪئي ته جيئن ڏيهي ۽ مختلف پرڳڻن جي عوام جي امنگن ۽ ضرورتن مطابق هندستان جو آئيني خاڪو تيار ڪري سگهجي (133). سن 1928ع ۾ موتي لال نهروءَ پنهنجي رپورٽ پيش ڪئي، جنهن ۾ ڪن شرطن سان سنڌ جي عليحدگيءَ واري مطالبي کي قبول ڪيو ويو هو.**

هن رپورٽ جي شايع ٿيڻ ڪان پوءِ سنڌ جي قومي حلقن کي پهريون ڀيرو احساس ٿيو ته آل انڊيا ڪانگريس ڪاميٽيءَ تي ڪي فرقه پرست هندو اثر انداز ٿي رهيا آهن،

---

* اهو ٺهراءُ هن طرح هو:

"ڪانگريس ان راءِ جي آهي ته هندستان ۾ صوبن جي ڦير گهير جو سوال، مناسب تبديلين سان يڪدم هٿ ۾ کنيو وڃي، جيڪو به صوبو زبان جي بنياد تي جدا ٿيڻ گهري، تنهن کي جدا ڪرڻ جو انتظام ڪيو وڃي. ڪانگريس جي راءِ آهي ته ان جي شروعات سنڌ کي جدا صوبي بنائڻ سان ڪئي وڃي."

(جي ايم سيد: "سنڌ جي بمبئيءَ ڪان آزادي"، حيدرآباد، حيدري پرنٽنگ پريس 1968ع ص 73)

** نهرو رپورٽ ۾ سنڌ جي عليحدگي هنن شرطن تي تسليم ڪئي ويئي هئي:

1. جاچ ڪرڻ ڪان پوءِ اهو ڏٺو ويو آهي ته:

الف. سنڌ مالي لحاظ ڪان خود ڪفيل آهي.

ب. جيڪڏهن ڪي اهڙيون حالتون پيدا ٿين ۽ سنڌ کي مالي مسئلا درپيش اچن ۽ سنڌ جو اڪثريتي عوام اهي برداشت ڪرڻ لاءِ تيار ٿئي.

2. سنڌ جي حڪومت اهڙي نموني جي هوندي جهڙي آئين تحت ٻين صوبن ۾ هوندي.

3. غير مسلم ٿورائيءَ کي اهي ئي رعايتون حاصل هونديون، جيڪي نهرو رپورٽ ۾ ڏنيون ويون آهن. (See, "The Daily Gazette", Karachi, dated 19.9.1928 P.12)

۽ اڳتي هلي هن جماعت ۾ ڪا وڏيڪ اميد رکي نٿي سگهجي. پر سن 1930ع ۾ ”گانڌي ارون ٺاهه“ (Gandhi Irwin Pact) کان پوءِ ڪانگريس ڪاميٽيءَ جي جڏهن بمبئيءَ ۾ گڏجاڻي ٿي، تہ ان ۾ هن جماعت ٺهراءُ بحال ڪري هڪ ڀيرو وري بہ سنڌ جي جدائيءَ واري مطالبي کي تسليم ڪيو(134). پر انهيءَ حقيقت کان بہ ڪو انڪار نٿو ڪري سگهجي تہ سنڌ جي ڪن ڪانگريسي هندو اڳواڻن ۽ مرڪزي ڪانگريس ڪاميٽيءَ جي حڪمت عمليءَ ۾ زمين آسمان جو فرق هو، جنهن ڪري سنڌ جي ڪانگريس ڪاميٽيءَ سنڌ اندر هن تحريڪ جي حمايت ڪرڻ بدران رڪاوٽون پيدا ڪرڻ شروع ڪيون. پر حالتون هڪ وهندڙ درياءَ وانگر انهن رڪاوٽن کي لوڙهينديون اچي سنڌ جي عليحدگيءَ واري ڏينهن تائين پهتيون.

**آل انڊيا مسلم ليگ:** هن ۾ ڪو بہ شڪ نہ آهي تہ مطالعي هيٺ آيل دور ۾ مسلم ليگ ننڍي کنڊ جي مسلمانن جي هڪ جماعت هئي، پر شروع کان وٺي هن جماعت تي سنڌ کان سواءِ هندستان جي ٻين پرڳڻن جي مسلمان اڳواڻن جو اثر پئي رهيو. ۽ هن جماعت نہ تہ سنڌ جي مسئلن ۾ ڪا دلچسپي ورتي ۽ نہ ئي وري ڪيس سنڌ ۾ مقبوليت حاصل هئي. جيتري قدر سنڌ جي عليحدگيءَ جو سوال هو تہ ”آل انڊيا مسلم ليگ“ (All India Muslim league) پهريون ڀيرو سن 1925ع ۾ عليڳڙهہ واري ساليانې اجلاس ۾ سنڌ جي جدائيءَ واري سوال تي واضح نموني سان فيصلو ڪيو ۽ ان جي عليحدگيءَ جو مطالبو ڪيو(135).

سائمن ڪميشن (Simon Commission) جي مقرريءَ کان پوءِ هندستان جي سمورين پارٽين، ان تي شديد ردعمل ظاهر ڪيو ۽ هر پارٽيءَ پنهنجي طرفان ملڪ لاءِ آئيني خاڪو تيار ڪيو. مسلم ليگ، جيڪا ان وقت ٻن ڌڙن ۾ ورهائجي چڪي هئي،* تنهن جي هڪ ڌڙي مسٽر محمد علي جناح جي اڳواڻيءَ هيٺ چوڏهن نڪتا پيش ڪيا، ۽ مطالبو ڪيو تہ هندستان جي مسلمانن لاءِ نئين آئين جي ڪا بہ تجويز ان وقت تائين قبول نہ ڪئي ويندي، جيستائين هنن چوڏهن نڪتن کي نہ مڃيو ويندو. انهن چوڏهن نڪتن ۾ هڪ نڪتو، سنڌ جي بمبئيءَ کان عليحدگيءَ بابت بہ هو(136).

مسلم ليگ اهڙيءَ طرح سنڌ جي هن اهم مسئلي جي اخلاقي سات ڏيندي رهي

---

* اهي ڌڙا هئا:
سر شفيع گروپ ۽ جناح گروپ. (صلاح الدين ناسڪ:تحريڪ آزادي، لاهور، عزيز پبلشرز 1975ع ص284)

۽ خاص ڪري ان جي هڪ ڏڙي جي اڳواڻ مسٽر محمد علي جناح "گول ميز ڪانفرنس" (Round Table Conference) جي موقعي تي "ارل رسل"(Earl Russel) جي صدارت هيٺ ٺهيل سب ڪاميٽيءَ جي ميمبر جي حيثيت سان سنڌ جي جدائيءَ لاءِ چڱي جاکوڙ ڪئي.

**آل انڊيا خلافت ڪاميٽي:** جيڪڏهن سنڌ جي سياسي رهبرن کي "آل انڊيا خلافت ڪاميٽي" (All India Khilafat Committee) جو روح روان ۽ اڳواڻ چئجي تہ ڪو بہ وڌاءُ نہ ٿيندو.* انهيءَ نسبت سان سنڌ جي جدائيءَ جو مسئلو شروع ڪان وٺي آل انڊيا خلافت ڪاميٽيءَ جي توجہ ڇڪائڻ جو باعث پئي رهيو، پر پهريون دفعو ڊسمبر 1925ع ۾ جڏهن آل انڊيا خلافت ڪانفرنس جو اجلاس ڪانپور ۾ ٿيو تہ ان ۾ سنڌ کي الڳ صوبائي حيثيت ڏيڻ جو مطالبو ڪيو ويو(137).

ان ڪان پوءِ وقت بوقت هيءَ ڪاميٽي سنڌ جي هن اهم مسئلي جي حمايت ڪندي رهي. سن 1932ع ۾ آل انڊيا خلافت ڪانفرنس جو اجلاس اجمير ۾ ٿيو، جنهن جي صدارت سنڌ جي نامور سياستدان شيخ عبدالمجيد سنڌيءَ ڪئي. هن اجلاس ۾ بمبئي صوبي جي مسلمانن طرفان پنجن شرطن جي بنياد تي گڏيل چونڊن قبول ڪرڻ جو ٺهراءُ بحال ٿيو، جن مان سنڌ جي جدائيءَ جو شرط بہ هڪ هو(138). ان ڪان پوءِ سنڌ جو هيءُ جائز مطالبو برطانيہ توڙي هند سرڪار لاءِ غور طلب رهيو ۽ سنڌ جي آزادي هڪ حقيقت بنجي چڪي هئي. جنهن ڪان پوءِ هن مسئلي تي ڪنهن بہ پارٽيءَ لاءِ مخالفت ڪرڻ جو جواز ئي نہ رهيو.

**مکيہ ڪانفرنسون:** سائمن ڪميشن (Simon Commission) جي قائم ٿيڻ ڪان پوءِ ننڍي کنڊ جي باشعور عوام ان ڪميشن ۾ پنهنجي نمائندگي نہ ڏسي شديد ردعمل جو اظهار ڪيو ۽ ساڻس ڪو بہ تعاون نہ ڪيو. هيءَ ڪميشن هندستان کي ڏنل اڳئين آئين جي جاچ ڪرڻ ۽ نون سڌارن آڻڻ لاءِ تجويزن ڏيڻ واسطي قائم ڪئي ويئي هئي. عوام جي عدم تعاون جي نتيجي ۾ اهو ضروري هو تہ ننڍي کنڊ جون مختلف پارٽيون انفرادي توڙي اجتماعي طرح سان هندستان لاءِ آئيني تجويزون پيش ڪن ۽

---

* آل انڊيا خلافت ڪاميٽيءَ جي انقلابي حڪمت عملي سنڌ جي سياسي مدبرن جي بصيرت جي پيداوار هئي. مولانا تاج محمود امروٽيءَ هن جماعت کي "عدم تعاون تحريڪ" جو تصور ڏنو ۽ رئيس جان محمد جوڻيجي عملي طور تي "هجرت تحريڪ" جو بنياد وڌو. اهي ٻئي اڳواڻ سنڌ جي پيداوار هئا.

پنهنجي سياسي مستقبل جو خاڪو چٽين. سن 1928ع کان سنڌ جي عليحدگيءَ واري مسئلي تي بحث ڪرڻ لاءِ ننڍي کنڊ اندر ڪانفرنسون ۽ ڪنوينشنون سڏايون ويون، جن جو مختصر ذڪر هيٺ ڪجي ٿو:

آگسٽ 1928ع ۾ لکنؤ ۾ آل انڊيا پارٽيز ڪانفرنس ٿي. انهيءَ موقعي تي ننڍي کنڊ جي مسلمان سياستدانن، پنهنجي گڏيل بيان ۾ سنڌ جي عليحدگيءَ واري مطالبي جي حمايت ڪئي.*

ان کان پوءِ نومبر 1928ع ۾ ڪلڪتي ۾ آل پارٽيز ڪنوينشن ٿيو. جنهن ۾ سنڌ جي مکيه عيوضين جهڙوڪ: سر حاجي عبدالله هارون، شيخ عبدالمجيد سنڌي ۽ بابا مير محمد بلوچ شرڪت ڪري، سنڌ جي عليحدگيءَ واري مسئلي ڪي ڀرپور نموني سان پيش ڪيو(139).

سن 1929ع ۾ هز رائل هائنيس سر سلطان محمد شاهه پرنس آغا خان جي صدارت هيٺ دهليءَ ۾ ”آل انڊيا مسلم ليگ“ (All India Muslim league) جي گڏجاڻي ٿي، جنهن ۾ بہ سنڌ جي بمبئيءَ کان عليحدگيءَ بابت هيٺيون يڪراءِ ٺهراءُ بحال ڪيو ويو:

> ”جيئن تہ سنڌ کي بمبئي علائقي سان نسلي، لساني، جاگرافيائي ۽ انتظامي نقطي نگاهہ سان ڪو بہ لاڳاپو نہ آهي، تنهن ڪري هن ڪانفرنس جو رايو آهي تہ ان کي جدا صوبو بنائي جدا اسيمبلي ڏني وڃي. هندو اقليت جي مناسب حقوق جي حفاظت پلي ڪئي وڃي. سنڌ اسيمبليءَ ۾ هندن کي اوتري نمائندگي ڏني وڃي، جيتري قدر مسلمانن کي مسلم اقليت وارن صوبن ۾ ڏيڻ جو اصول قبول ڪيو ويندو“(140).

سن 1931ع ۾ ”آل انڊيا مسلم ڪانفرنس“ جو اجلاس لاهور ۾ ٿيو، جنهن جي صدارت ڊاڪٽر محمد اقبال ڪئي . شيخ عبدالمجيد سنڌيءَ جي ڪوشش سان هن اجلاس بہ سنڌ جي بمبئيءَ کان عليحدگيءَ واري مطالبي جي پٺڀرائي ڪئي(141).

---

* هن گڏيل بيان تي صحيحون ڪندڙ هئا:
مسٽر علي امام، مهاراجا محمود آباد، راجا نواب علي، ٽي. اي ڪي. شيروان، ابوالڪلام ”آزاد“، ايم. سي. چاڳلا، مسٽر لطيف احمد، محمد اسماعيل، سيد جالب، خليق الزمان، محمد نسيم مسند علي نادي، مولانا اڪرم خان، يعقوب عارف ۽ ڊاڪٽر ڪچلو.
(See, "The Daily Gazette", Karachi, dated 30.8.1928 P.1)

**سرڪاري ڪوششون:** هن تحريڪ جو آغاز ڪيترو وقت اڳ ٿي چڪو هو، ۽ سنڌ جي خود مختياري گهرندڙ سياسي اڳواڻ ان مطالبي کي ننڍي کنڊ جو هڪ اهم سياسي مسئلو مڃارائي چڪا هئا. پر وقت جي سرڪار هن مطالبي کان باخبر هئڻ جي باوجود عملي طرح سان انهيءَ ڏس ۾ ڪو به قدم نه کنيو.

سن 1909ع ۾ جڏهن ”منٽومارلي سڌارن“ (MintoMorley Reforms) بعد سنڌ کي ”بمبئي ڪائونسل“ (Bombay Council) لاءِ چئن نمائندن موڪلڻ جو حق مليو ته هيءُ مسئلو جيڪو اڳ ڪانفرنسن ۽ سياسي پارٽين جي ڪاميٽين تائين محدود هو، سو بمبئي ڪائونسل تائين پهچي ويو. سن 1921ع ۾ مسٽر آءِ. ايس. حاجي هن ڪائونسل ۾ هن تحريڪ جي فائدي ۾ پهريون پيرو ڪوشش ڪئي پر رٿ تي بحث ڪرڻ کان اڳ بمبئي ڪائونسل جو اجلاس ختم ٿي ويو(142).

هن مسئلي تي جڏهن ننڍي کنڊ جي سمورين سياسي پارٽين پنهنجو عمل ۽ ردعمل ڏيکاريو ته وقت جي سرڪار به متاثر ٿي. اهڙيءَ طرح پهريون ئي پيرو هيءُ مسئلو سرڪار جي توجه ڇڪائڻ جو باعث بڻيو.

سن 1928ع ۾ برطانيه سرڪار هندستان کي مليل سڌارن جي تعميل ۽ نتيجن بابت جانچ ڪري، نون سڌارڻ ڏيڻ لاءِ سفارش ڪرڻ واسطي ”سائمن ڪميشن“ (Simon Commission) مقرر ڪئي. هيءَ ڪميشن 12 نومبر 1928ع تي جڏهن ڪراچيءَ ۾ آئي ته ”سنڌ محمدن ايسوسيئيشن“ (Sind Mohammadan Association) ۽ ”سنڌ هندو سڀا“ (Sind Hindu Sabha) ان جي اڳيان سنڌ جي عليحدگيءَ جي موافقت ۽ مخالفت ۾ پنهنجون عرضداشتون پيش ڪيون.

بمبئي سرڪار ان ڪميشن سان ٻانهن ٻيلي ٿي ڪم ڪرڻ لاءِ سر شاهنواز ڀٽي جي چيئرمينيءَ هيٺ بمبئي جي صوبائي ڪاميٽي تشڪيل ڏني هئي، جنهن تي سنڌ مان سيد ميران محمد شاهه کي به ميمبر طور کنيو ويو(143). هن ڪاميٽيءَ 7 مئي 1929ع تي ”سائمن ڪميشن“ کي پنهنجي رپورٽ پيش ڪئي(144). جنهن ۾ سيد ميران محمد شاهه جي اختلافي نوٽ کان سواءِ باقي جملي ميمبرن سنڌ جي عليحدگيءَ خلاف راءِ ڏني(145). جيتوڻيڪ هند جي مرڪزي اسيمبليءَ طرفان مقرر ڪيل ڪاميٽيءَ به سنڌ جي جدائيءَ جي فائدي ۾ راءِ ڏني(146)، پر ان هوندي به سائمن ڪميشن سنڌ جي جدائيءَ جي مخالفت ۾ فيصلو ڏنو ۽ صرف هيءَ سفارش ڪئي ته: ”آئنده بمبئي ڪائونسل جي سنڌي ميمبرن کي سنڌ سان واسطو رکندڙ مسئلن کي بمبئي ڪائونسل جي اندر پيش ڪرڻ لاءِ پنهنجي ڌار ڪاميٽي ٺاهڻ جي اجازت ڏني

وڃي." (147) هن ڪميشن جي رپورٽ جي پڌري ٿيڻ کان پوءِ سنڌ جي خود مختياري گهرندڙ جماعتن ۽ شخصيتن پنهنجو شديد ردعمل ڏيکاريو، جنهن جو تفصيل هن ئي باب ۾ مناسب هنڌ ۽ سياسي پارٽين جي الڳ الڳ بابن ۾ بيان ڪيو ويو آهي.

12 نومبر 1930ع کان 19 جنوري 1931ع تائين لنڊن ۾ هندستان کي سڌارن ڏيڻ جي مسئلي تي غور ڪرڻ لاءِ ڪانگريس کان سواءِ جملي پارٽين جي نمائندن جي شرڪت ۽ تعاون سان "گول ميز ڪانفرنس" (Round Table Conference) ٿي (148)، جنهن ۾ سر شاهنواز خان ڀٽو ۽ سر غلام حسين هدايت الله به شامل ٿيا (149).

سر شاهنواز ڀٽي جي ڪوشش سان، هن ڪانفرنس سنڌ جي سوال تي غور ڪرڻ لاءِ "ارل رسل" (Earl Russel) جي صدارت هيٺ هندستان جي نامور سياستدانن تي مشتمل هڪ سب ڪاميٽي مقرر ڪئي.*

ان ڪاميٽيءَ وڏي غور ۽ فڪر کان پوءِ مالي تحقيقات ڪرائڻ واري شرط سان، سنڌ کي بمبئيءَ کان الڳ ڪرڻ جي سفارش ڪئي.

سن 1931ع ۾ گول ميز ڪانفرنس جي روشنيءَ ۾ هند سرڪار "مائيلس اروِنگ" (Miles Irwing) جي چيئرمينيءَ هيٺ سنڌ جي مالي حالت بابت رپورٽ ڏيڻ لاءِ هڪ ڪاميٽي تشڪيل ڏني. (150)

هن ڪاميٽيءَ ڪراچي ۾ اچي سنڌ جي سياستدانن سان ملاقاتون ڪيون ۽ آخر ۾ سنڌ جي 97,40,000 ستانوي لک چاليهه هزار روپيا ساليانو کوٽ ڏيکاري، اندازو لڳايو تہ جيڪڏهن سنڌ کي صوبائي حيثيت ڏني وئي تہ ان جو شروعاتي خرچ 22,00,000 ٻاويهہ لک روپيا ٿيندو. (151)

سن 1932ع ۾ برطانيہ جي وزيراعظم "مسٽر رامزي مئڪڊونالڊ" (Mr. Ramsay Mac Donald) گول ميز ڪانفرنس جي ڏنل تجويزن جي روشني ۾ "ڪميونل ايوارڊ" (Communal Award) جو اعلان ڪيو. هن اعلان ۾ اصولي طور تي سنڌ جي بمبئيءَ کان عليحدگيءَ واري حقيقت کي تسليم ڪيو ويو. (152) جنهن کان پوءِ هند سرڪار 1932ع ۾ "آنربل برين" (Hon.A.F.L. Brayne) جي صدارت هيٺ هڪ ڪاميٽي مقرر

---

* ان ڪاميٽيءَ تي جن مشهور سياسي اڳواڻن کي کنيو ويو هو، سي هئا:
مسٽر محمد علي جناح، سر آغا خان، ڊاڪٽر شفاعت احمد خان، سر محمد شفيع، ڊاڪٽر مونجي، مسٽر چنتامڻي، راجا نريندرناٿ، سردار سمپورن سنگهہ ۽ مسٽر جيڪر (جي ايم سيد "سنڌ جي بمبئي کان آزادي"، حيدرآباد، حيدري پرنٽنگ پريس 1968ع ص82)

ڪئي ته جيئن اها "مائيلس ارونگ" ڪاميٽيءَ جي نشاندهي ڪرايل ڪوٽ جي پورائي لاءِ پنهنجون تجويزون پيش ڪري.*

هن ڪاميٽيءَ اڍ مهيني کان وڌيڪ عرصو ڪراچيءَ ۾ پنهنجون گڏجاڻيون ڪيون ۽ آخرڪار حڪومت کي رپورٽ پيش ڪئي، جنهن ۾ سنڌ جي ڪوٽ کي گهٽائي 80،00،000 اسي لک روپيا ڏيکاريو ويو. ان کان سواءِ هن ڪاميٽيءَ اها راءِ به ڏني ته هند سرڪار اها ڪوٽ 15 سالن تائين ڀريندي رهي. جنهن کان پوءِ سنڌ پاڻ تي پاڙي سگهڻ جهڙي ٿيندي(153).

وقت جي هند سرڪار سنڌ جي عليحدگيءَ کي عملي جامو پهرائڻ لاءِ 27 آڪٽوبر 1933 تي "سنڌ انتظامي ڪاميٽي" (Sind Administrative Committee) تشڪيل ڏني (154) ته جيئن:

I. اها ڪراچيءَ ۾ "گورنمينٽ هائوس" (Government House) "ڪائونسل چيمبر" (Council Chamber) سيڪريٽريٽ ۽ آفيسرن جي رهائش،

II. سنڌ جي بمبئيءَ جي صحت، تعليم، سائنس، جهنگلات، زراعت ۽ ٻين ادارن سان مستقبل جي الحاق بابت،

III. سکر بئراج تي اطمينان بخش نموني ۾ ڪم جي نگهبانيءَ لاءِ انتظامي امورن، ۽

IV. سرڪاري ملازمن ۽ سنڌ جي عليحدگيءَ سا لاڳاپو رکندڙ ٻين مسئلن تي تفتيش ڪري سرڪار کي رپورٽ پيش ڪري.

هيءَ ڪاميٽي "ايچ ڊو" (H.Dow) جي اڳواڻي ۾ بنائي ويئي هئي. ۽ ان تي "آر بي ميڪلهان" (R.B.Meclahan)، "جي، ڪئلا" (G.Kaula)، سر حاجي عبدالله هارون، ڪي بي محمد ايوب کهڙو، آر بي هيرانند ۽ "اي. ايل پرائيس" (E.L.Price) کان سواءِ "ايچ. بي. لئمبرڪ" (H.B.Lambrick) کي به ميمبر طور مقرر ڪيو ويو هو(155).

---

* ان ڪاميٽيءَ جا ميمبر هئا:

سر شاهنواز خان ڀٽو، آنربل ميان علي بخش، سر حاجي عبدالله هارون، مير بنده علي خان ٽالپر، خانبهادر الهه بخش سومرو، خانبهادر محمد ايوب کهڙو، قاضي عبدالرحمان، مسٽر لعل چند نولراءِ، ديوان بهادر مرليڌر، پروفيسر ڇپلاڻي، مسٽر هوشنگ ڊنشا، مسٽر اي ايل پرائيس ۽ پروفيسر پٽيجا. (جي ايم سيد: "سنڌ جي بمبئي کان آزادي"، حيدرآباد، حيدري پرنٽنگ پريس 1968ع ص84).

آخر ڪار ”ڊو ڪاميٽي“ (Dow Committee) پنهنجي رپورٽ پيش ڪئي، جنهن ۾ سفارش ڪيل هئي ته هندستان ۾ نون سڌارن رائج ڪرڻ کان گهٽ ۾ گهٽ هڪ سال اڳ سنڌ کي بمبئيءَ کان الڳ ڪيو وڃي(156).

سن 1933ع ۾ انگلنڊ ۾ برٽش پارليامينٽ هندستان جي سڌارن جي بل جي مسودي تي غور ڪرڻ لاءِ ”جائنٽ پارليامينٽري ڪاميٽي“ (Joint Parliamentary Committee) مقرر ڪئي، جنهن ”سنڌ آزاد ڪانفرنس“ کي سنڌ جي جدائيءَ واري ڪيس پيش ڪرڻ لاءِ دعوت ڏني. ڪانفرنس جي ورڪنگ ڪاميٽيءَ، خانبهادر محمد ايوب کهڙي کي ان ڪاميٽيءَ اڳيان شاهدي ڏيڻ لاءِ موڪليو، جنهن اتي وجي تحسين جوڳو ڪم ڪيو.

آڪٽوبر 1934ع ۾ ”جائنٽ پارليامينٽري ڪاميٽي“ (Joint Parliamentary Committee) جي رپورٽ شايع ٿي(157). جنهن ۾ سنڌ جي جدائي لاءِ پارليامينٽ کي سفارش ڪيل هئي، پر سکر بئراج کي گورنر جي خاص نگرانيءَ هيٺ رکڻ جي سفارش ڪئي ويئي هئي. جنهن تي سنڌي عوام سخت احتجاجي ٺهراءَ پيش ڪيا، جنهن جو مختصر خاڪو هن باب جي پٺي هنڌ تي ڏنو ويو آهي.

سن 1935ع ۾ برطانيه پارليامينٽ ۾ هندستان لاءِ نون سڌارن آڻڻ جو بل پيش ڪيو ويو، جنهن جي فقري نمبر 46 موجب سنڌ کي جدا صوبو تسليم ڪيو ويو(158). ساڳئي سال جي آخر ۾ اهو بل پاليامينٽ پاس ڪيو، جنهن کي گورنمينٽ آف انڊيا ائڪٽ 1935 (Government of India Act) چيو وڃي ٿو.

هن ائڪٽ موجب سنڌ جي جدائيءَ جي تاريخ ”آرڊر ان ڪائونسل“ (Order in Council) ذريعي مقرر ٿيڻي هئي، جنهن جي فيصلي مؤرخه 22 جنوري 1936ع موجب 1، اپريل 1936ع تي سنڌ کي الڳ صوبي جي حيثيت ڏني وئي (159).

**عالمن جو حصو:** سنڌ جي بمبئيءَ کان آزاديءَ واري تحريڪ ۾ سنڌي عالمن پڻ طريقن سان حصو ورتو، پهرئين طريقي موجب مختلف پارٽين جهڙوڪ: ”خلافت تحريڪ“ ۽ ”جميعت العلماء“ جي سياسي ميدان تان، جن جو ذڪر انهن پارٽين جي احوال ڏيندي، هن مقالي جي مناسب هنڌن تي ڪيو ويو آهي ۽ ٻيو سڌو سنئون هن تحريڪ ۾ حصي وٺڻ سان.

سن 1932ع ۾ ”سنڌ آزاد ڪانفرنس“ سڏائڻ جو رواج پيو، جنهن جي ڪارواين

پڙهڻ سان اسان کي ڪيترن ئي عالمن جا نالا ملن ٿا.* تحريڪ کي وڌيڪ زور وٺائڻ ۽ مقبول بنائڻ واسطي سنڌ ۾ "سنڌ آزاد جماعت" قائم ڪئي ويئي(160). هن تحريڪ ۾ جن عالمن ڀرپور حصو ورتو، تن جي نالن جو وچور هن طرح ٿئي ٿو(161):

مولانا حبيب الله (لاڙڪاڻو)، مولانا خير محمد لغاري (ٿرپارڪر)، مولانا شفيع محمد منگيو (نواب شاهه)، مولانا شفيع محمد نظاماڻي (حيدرآباد)، مولانا صدرالدين شاهه (جيڪب آباد)، مولانا عبدالحليم (جيڪب آباد) مولانا عبدالحميد (لاڙڪاڻو)، مولانا عبدالحي (ٿرپارڪر) مولانا حاجي عبدالرحيم شاهه (ٺٽو)، مولانا عبدالصمد (ڪراچي)، مولانا حاجي عبدالقادر (لاڙڪاڻو)، مولانا عبدالڪريم ڪورائي (جيڪب آباد)، مولانا عبدالڪريم چشتي (شڪارپور)، مولانا عبدالڪريم (حيدرآباد)، مولانا قاضي عبدالڪريم عباسي (ٺٽو)، مولانا عبدالواحد (نوب شاهه)، مولانا عطاءُ الله پنهاڻ (ٺٽو)، مولانا مخدوم غلام حيدر هالائي (حيدرآباد)، مولانا غلام مجدد (حيدرآباد)، مولانا غلام محمد (ڪراچي)، مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي (لاڙڪاڻو)، مولانا حڪيم فضل الله (شڪارپور)، مولانا محمد پنهور (ٺٽو)، مولانا محمد پريل منگيو (نواب شاهه) مولانا محمد حسن عباسي (لاڙڪاڻو)، مولانا محمد حسن لغاري (سانگهڙ) مولانا محمد رحيم بخش (جيڪب آباد) مولانا محمد صالح عباسي (لاڙڪاڻو) مولانا محمد طيب لڪمير (نواب شاه) مولانا محمد عثمان (نواب شاه) مولانا محمد عمر ڪٽي (ٺٽو) مولانا محمد معاذ پيرزادو (نواب شاه) مولانا محمد موسيٰ (ٿرپارڪر) مولانا محمد يوسف پنهور (ٺٽو) ۽ مولانا حاجي محمد سجاولي (ٺٽو).

هيءَ جماعت ان لاءِ ٺاهي ويئي هئي تہ جيئن سنڌ ۾ بمبئيءَ کان آزاديءَ واري تحريڪ لاءِ راهہ هموار ڪري سگهجي. سنڌ جي عالمن هن جماعت ۾ ڀرپور حصو ورتو، ۽ سندن ئي ڪوشش سان هن جماعت جي سياسي ميدان تان آزاديءَ جي لاٽ ٻاري ويئي. جنهن جي نتيجي ۾ آخرڪار سنڌ کي بمبئيءَ کان آزاد ڪيو ويو.

---

* تاريخ 15 نومبر 1932ع تي حيدرآباد ۾ علامہ يوسف عليءَ جي صدارت هيٺ سڏايل ٻي "سنڌ ڪانفرنس" ۾ شريڪ ٿيندڙ عالمن جا نالا هن طرح آهن: مولانا پير مجدد صاحب (حيدرآباد) مولانا حڪيم فتح محمد سيوهاڻي (ڪراچي) ۽ مولانا محمد معاذ پيرزادو (نواب شاهه) جن کي هن ڪانفرنس جي مستقبل ڪاميٽيءَ تي بہ کنيو ويو هو. (جي ايم. سيد، سنڌ جي بمبئيءَ کان آزادي، حيدرآباد، حيدري پرنٽنگ پريس، 1968ع ص120)

# خلافت تحريڪ

**تعارف:** پهرين مهاڀاري لڙائيءَ جي شروعات ۾ ترڪن کي پنهنجن ڪيترن ئي علائقن تان هٿ ڪڍڻو پيو ۽ سنڌن شڪست سنڌ ۽ هند جي مسلمانن کي مايوس ڪرڻ جو وڏو ڪارڻ بڻي. ڇو ته انهيءَ زماني ۾ ترڪي ئي مسلمانن جو وڏو ڏڍ ۽ خلافت جو مرڪز هئي. جيتوڻيڪ هندستان جي عوام هن جنگ ۾ غير مشروط طور تي برطانيه جي مالي، جاني ۽ اخلاقي مدد ڪئي هئي، ۽ خود انگريز حڪومت سنڌ ۽ هند جي مسلمانن سان وعدو ڪيو هو ته هوءَ ترڪيءَ جي قوت ۽ اقتدار کي نه ڇيهو رسائيندي، ۽ نه وري اهڙي قسم جي منصوبي ۾ شريڪ ٿيندي، پر جڏهن جنگ ۾ جرمنيءَ کي شڪست آئي ته ترڪي جيڪو ان جو ساٿي هو، تنهن تي به شڪست جا ڇنڊا پيا. هنن ئي حالتن ۾ صلح جو معاهدو ٿيو، جنهن جي ذريعي ترڪيءَ تي هي شرط مڙهيا ويا ته:

> ”پنهنجي سموري فوج ختم ڪري ڇڏيندو، ان جا جنگي جهاز ضبط ڪيا ويندا، ايشيائي ڪوچڪ ۽ عرب ۾ سرحدن کان سواءِ ملڪ جو اندروني انتظام ترڪيءَ جي حوالي هوندو، پر ريلوي جي نگراني ۽ استعمال جو حق اتحادين کي حاصل هوندو“ (162).

خارجي طور تي ترڪيءَ جي حالتن مسلمانن کي وقت جي حڪومت خلاف ڀڙڪائي ڇڏيو ۽ ٻئي طرف وري ”رولٽ ايڪٽ“ (Rowlatt Act)، ۽ جليانوالا باغ جي حادثي هندستان جي باقي عوام کي انگريزن خلاف ڪري ڇڏيو.

جڏهن حڪومت کي احساس ٿيو ته سنڌ ۽ هند جو عوام خلافت جي مسئلي تي متحد ٿي، انگريز راڄ لاءِ خطرو بنجي ويندو ته هن پنهنجن هم خيال عالمن کان خلافت جي مسئلي تي فتوائون ڪڍرايون. جن ۾ اهو ڄاڻايو ويو هو ته ”خلافت“ جو ادارو مذهبي، تاريخي ۽ عملي طور تي ختم ٿي چڪو آهي. ان ڪري ترڪن کي خلافت جو گادي نشين تسليم ڪرڻ، ڪنهن به طرح سان جائز نه آهي. سنڌ ۾ حڪومت جي اهڙي وفاداريءَ جو ثبوت مولوي فيض الڪريم ٺارو شاهيءَ ڏنو، جنهن مئي 1919ع ۾ ”تحقيق الخلافت“ نالي هڪ ڪتاب لکي، سنڌ جي پنجانوي عالمن، پيرن ۽ گادي نشينن کان تصديق ڪرائي.* ان کان پوءِ محمد عبدالغنيءَ به ساڳئي موضوع تي ”خلافت جي مسئلي تي خيالات“ ڪتاب لکيو.**

---

* هن ڪتاب جا تفصيل امن سڀا جي باب ۾ ڏنا ويا آهن.

** هن ڪتاب جا تفصيل امن سڀا جي باب ۾ ڏنا ويا آهن.

اهي حالتون سنڌ ۽ هند جي عوام اڳيان هيون، جن جي روشنيءَ ۾ سنڌ ۾ سيپٽمبر 1919ع ۾ "خلافت تحريڪ" جو بنياد وڌو ويو(163)، ۽ نومبر 1919ع ۾ دهليءَ ۾ "خلافت ڪاميٽيءَ" جو قيام عمل ۾ آيو(164). جنهن طرفان سڀ کان پهريائين مٿي ذڪر ڪيل ڪتابن جا رد لکيا ويا، ۽ انهن کي وڏي پيماني تي ورهايو ويو.

سنڌ خلافت ڪاميٽيءَ جي تاريخ سنڌ اندر سياسي تنظيم جو هڪ مثالي نمونو هئي. مرڪزي آفيس کان سواءِ ان جون سنڌ اندر ڪل ست ضلعي ڪاميٽيون* ۽ ٻه سؤ پاونجاهه شاخون هيون.**

سنڌ خلافت ڪاميٽي اهڙو منظم ادارو هو، جنهن جي اڳيان خلافت جي مسئلي کان سواءِ سنڌ جي تعليمي، مذهبي، سماجي ۽ سياسي خدمت ڪرڻ جو هڪ جامع منصوبو هو. هن جماعت شروع کان وٺي آخر تائين پنهنجا مبلغ مقرر ڪيا، جن سنڌ جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ وڃي زبردست تبليغ ڪئي، ۽ عوام ۾ شعور پيدا ڪيو. هن جماعت کي پنهنجي مقصد حاصل ڪرڻ لاءِ ڪيترائي فنڊ بہ قائم ڪرڻا پيا، جن جو تفصيل هن طرح آهي:***

**حاجين جي امداد جو فنڊ:** هيءُ فنڊ سن 22-1923ع ۾ قائم ڪيو ويو هو، تہ جيئن سنڌ مان حرمين شريفين جي زيارت ۽ حج تي ويندڙ ماڻهن لاءِ سهوليتون پيدا

---

* اهي ضلعي ڪاميٽيون هيون:
ضلعو ٿرپارڪر، ضلعو جيڪب آباد، ضلعو حيدرآباد، ضلعو سکر، ضلعو ڪراچي، ضلعو لاڙڪاڻو ۽ ضلعو ساحتي (نواب شاهه). (ڏسو جميعت خلافت صوبہ سنڌ جي ساليانی رپورٽ بابت سال سيپٽمبر 1922ع کان آگسٽ 1923ع تائين. ڪراچي، "الوحيد" اليڪٽرڪ پرنٽنگ پريس 1923ع ص ص33-34).

** انهن شاخن جو الف. بي وارو وچور ضميمي نمبر ٻئي ۾ ڏنو ويو آهي ۽ ان ۾ هر شاخ کان پوءِ سن 1983ع تائين وارو ضلعو پڻ ڏنو ويو آهي. (هيءَ معلومات روزانہ "الوحيد" ڪراچي، ڊيلي گزيٽ (Daily Gazette Karachi) ڪراچي جي مختلف پرچن ۽ خلافت ڪاميٽيءَ جي مختلف رپورٽن مان ورتي ويئي) .

*** معلومات جميعت خلافت صوبہ سنڌ جي ساليانين رپورٽن ۽ روزانہ "الوحيد". جي مختلف پرچن مان ورتل آهي.

ڪري سگهجن، جهڙوڪ مختلف اسٽيشنن تي رضا ڪارن جا جٿا قائم ڪرڻ، ڪراچيءَ ۾ حاجين جي طعام، قيام ۽ علاج معالجي جو بندوبست ڪرڻ، اسپيشل ٽرين پاڙي تي ڪرڻ، يا سندن آمدروفت جي سهوليتن کي آسان بنائڻ ۽ اخبارن جي وسيلي سندن معلوماتي مدد ڪرڻ.

**اخبار "الوحيد" جي امداد جو فند:** جيئن ته هيءَ اخبار جماعت طرفان قائم ڪئي ويئي هئي، ۽ ان جي پرچار جو مکيه ذريعو به هئي، ان ڪري اخبار جو انتظام جماعت جي هٿ هيٺ هو، جنهن لاءِ اهو فند قائم ڪيو ويو هو.

**سمرنا جو فند:** هيءُ فند سمرنا جي مظلوم مسلمانن جي مدد ڪرڻ لاءِ جاري ڪيو ويو هو. هن فند جا پئسا "آل انڊيا خلافت ڪاميٽي" جي معرفت سمرنا جي ستايلن تائين پهچايا ويندا هئا.

**انگورا جو فند:** هيءُ فند سمرنا فند کان پوءِ قائم ڪيو ويو ته جيئن انگورا جي فاتح ترڪن جي مالي مدد ڪئي وڃي.

**طياره فند:** سمرنا جي فتح کان پوءِ سنڌ ۽ هند جي خلافتي مسلمانن اهو طي ڪيو ته ترڪن کي خوشيءَ جي يادگار ۾ ٽي هوائي جهاز ڏنا وڃن، انهن مان هڪ جهاز سنڌ جي خلافتين ڏيڻ جو انجام ڪيو. هيءُ فند انهيءَ ڪري قائم ڪيو ويو هو ته هڪ جهاز جي قيمت گڏ ڪري ترڪن کي پهچائي وڃي.

**مدينه مهاجرين فند:** جزيرة العرب جي لڙائيءَ وقت جيڪي ماڻهو متاثر ٿي ۽ مهاجر بڻجي اچي مديني ۾ رهيا، تن جي مالي مدد ڪرڻ لاءِ هيءُ فند قائم ڪيو ويو هو.

**موپلا فند:** 1921ع ۾ موپلا ۾ مسلمان هارين غير مسلم زميندارن ۽ وڏيرن خلافت بغاوت ڪئي، جنهن کي ختم ڪرڻ لاءِ حڪومت کي مارشل لا جو سهارو وٺڻو پيو. اهڙين حالتن اتان جي مسلمانن کي معاشي ۽ سياسي طور تي متاثر ڪيو، انهن جي امداد لاءِ موپلا فند گڏ ڪيو ويو هو.

**چندو بابت انسداد فتنه:** سنڌ ۾ شڌي سڀا جي قيام کان پوءِ هتان جون مذهبي حالتون خراب ٿيڻ لڳيون ۽ هندن طرفان نومسلم کي مذهب بدلائڻ جون ڪوششون ڪيون ويون. انهيءَ جنون کي منهن ڏيڻ لاءِ هيءُ فند قائم ڪيو ويو هو. انهن قائم ڪيل فندن کان سواءِ خلافت ڪاميٽيءَ کي پنهنجو "خلافت بيت المال" به هوندو هو، جنهن مان جماعت جي انتظام هلائڻ جو خرچ هلايو ويندو هو.

سنڌ خلافت ڪاميٽيءَ جي قيام کان وٺي ان جي اختتام تائين هن سياسي جماعت سنڌ جي جيڪا خدمت ڪئي، تنهن کي ڪڏهن به فراموش ڪري نٿو سگهجي. اهو هن جماعت جي مقبول هئڻ جو هڪ واضح دليل آهي، جو هن جماعت جون شاخون سنڌ جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ پکڙيل هيون. ان کان سواءِ مطالعي هيٺ آيل دور ۾ خلافت ڪاميٽي هڪ اهڙي جماعت هئي، جنهن باقي ٻين سمورين جماعتن جي ڀيٽ ۾ گهٽي کان گهٽيون گڏجاڻيون ڪيون، جلسا ڪيا، هڙتالون ڪرايون ۽ ڪانفرنسون سڏايون.*

سنڌ خلافت ڪاميٽيءَ پنهنجي سموري سياسي ڄمار ۾ فعال ۽ منظم جماعت جي حيثيت سان ڪم ڪيو ۽ اهو سندس ئي ڪارنامو هو جو سنڌ جي عوام ۾ سياسي شعور ۽ بيداري پيدا ٿي، جنهن سبب هنن تَنَ، مَنَ ۽ ڌَنَ جي قرباني ڏيئي، ڌارئين حڪمران کي پنهنجي ڌرتيءَ تان لوڏي ڪڍڻ جي هر ممڪن ڪوشش ڪئي. سموري هندستان ۾ سنڌ جي ڌرتي ۽ خلافت ڪاميٽي ئي حقيقت ۾ قيادت ۽ قربانيءَ جو عملي نمونو پيش ڪيو. هن ئي ڌرتيءَ تان "هجرت تحريڪ" جنم ورتو. "ترڪ موالات" تحريڪ کي هتان جي

---

* هن ڪاميٽيءَ طرفان مختلف وقتن تي ٻن قسمن جون ڪانفرنسون ٿينديون هيون: پهريون سنڌ سطح تي ۽ ٻيون مقامي سطح تي. ڪجهه اهم ڪانفرنسن جو مختصر وچور هن طرح ٿئي ٿو:

| تاريخ | ڪانفرنس جو هنڌ |
|---|---|
| 4 جنوري 1920ع | حيدرآباد |
| 6 جنوري 1920ع | لاڙڪاڻو |
| 30 اپريل 1920ع | پاٽ |
| 20 مئي 1920ع | جيڪب آباد |
| 23 جولاءِ 1920ع | حيدرآباد |
| 8 جولاءِ 1922ع | سکر |
| 8 سيپٽمبر 1922ع | چڪ |
| 11 جنوري 1923ع | جيڪب آباد |
| 30 جنوري 1923ع | ميهڙ |
| 29 آڪٽوبر 1928ع | سکر |
| 23 مارچ 1930ع | ميهڙ |
| 26 نومبر 1931ع | ميهڙ |

(هيءَ معلومات روزانه "الوحيد" جي مختلف پرچن مان ورتي ويئي)

عوام ئي خلافت ڪاميٽي جي ڪوشش سان ڪامياب بڻايو.

سنڌي عوام ۽-عالمن نہ رڳو "سنڌ خلافت ڪاميٽيءَ" وسيلي پنهنجا جوهر ڏيکاريا، مگر انهن سنڌ کان ٻاهر "آل انڊيا خلافت ڪاميٽي" جي بہ رهبري ڪئي ۽ ان سان تعاون ڪيو. اجتماعي طور تي هن تحريڪ کي محمد علي "جوهر"، رئيس غلام محمد ڀرڳڙي، حاجي عبدالله هارون، شيخ عبدالمجيد سنڌي ۽ رئيس جان محمد جوڻيجي جهڙا عظيم مدبر ۽ بي لوث انسان مليا. هن تحريڪ کي پوري هندستان ۾ زور وشور سان هلايو ويو، جنهن ۾ سنڌ جا ماڻهو مڙني کان اڳرا رهيا.

سن 1920ع ۾ مرڪزي خلافت ڪاميٽيءَ طرفان محمد علي "جوهر" سيد سليمان ندوي ۽ سيد حسن امام تي مشتمل هڪ وفد لنڊن موڪليو ويو، تہ جيئن برطانيہ سرڪار جي اڳيان خلافت جي مسئلي کي چڱيءَ طرح پيش ڪري سگهي(165). هن وفد کي ڪا بہ خاطر خواهہ ڪاميابي حاصل ٿي نہ سگهي ۽ عربن کي حق خود اختياري ڏيڻ جي نالي ۾ ترڪيءَ کي ٽڪرا ٽڪرا ڪرڻ واري ڏوهہ کي، برطانيہ سرڪار وقت جي تقاضا ۽ هڪ حقيقت قرار ڏنو(166).

وفد جي واپسيءَ کان پوءِ ڊسمبر 1920ع ۾ ناگپور ۾ "مسلم ليگ" ۽ "ڪانگريس" جو اجلاس ٿيو. جنهن ۾ "ترڪ موالات تحريڪ" هلائڻ جو اعلان ڪيو ويو(167). هن تحريڪ دوران ڪيترن ئي ماڻهن پنهنجون نوڪريون ڇڏيون، خطاب واپس ڪيا ۽ سرڪاري امداد وٺڻ بند ڪري ڇڏي. ٻارهن هزار ماڻهو جيل موڪليا ويا ۽ ارڙهن هزار ماڻهن افغانستان ڏانهن هجرت ڪئي(168). هن هجرت جي ڪاروان جي اڳواڻي رئيس المهاجرين جان محمد جوڻيجي ڪئي.

"خلافت تحريڪ" هندو مسلم اتحاد جو هڪ انوکو مثال هئي. هن تحريڪ جي اڳواڻي مهاتما گانڌي ڪري رهيو هو. آگسٽ 1921ع جي لڳ ڀڳ هيءَ تحريڪ بغاوت جو روپ وٺڻ لڳي. موپلا ۾ مسلمان هارين بغاوت شروع ڪئي جنهن کي ختم ڪرڻ لاءِ مارشل لا (Martial Law)، لڳايو ويو. چوري چورا ۾ ٿاڻو ساڙيو ويو، ريل جون پٽڙيون اکوڙيون ويون ۽ ٽيليفون جون تارون ڪپيون ويون(169). ساڳئي وقت اهو پڻ محسوس ڪيو پئي ويو تہ برطانيہ جو راڄ ٿورن ڏينهن جو مهمان آهي. پر اوچتو ئي فيبروري 1922ع ۾ مهاتما گانڌيءَ تحريڪ ختم ڪرڻ جو اعلان ڪيو(170).

سن 1924ع ۾ مصطفيٰ ڪمال ترڪيءَ جو حاڪم بنجي چڪو هو، جنهن خليفي عبدالحميد کي ملڪ نيڪالي ڏيئي خلافت جو خاتمو آڻي ڇڏيو(171). مسلمان جڏهن مصطفيٰ ڪمال جي اهڙيءَ پاليسيءَ ۽ ترڪيءَ جي حالتن کان مايوس ٿيا تہ خلافت کي

بچائڻ ۽ بحال ڪرڻ لاءِ انهن امير نجد ڏانهن رخ ڪيو. سن 1928ع ۾ محمد علي "جوهر" مڪي ويجي. امير نجد سان ڳالهيون ڪيون (172). پر اهي ڳالهيون بہ ناڪام ٿيون. ان ڪري خلافت جو هميشہ لاءِ خاتمو اچي ويو.

**ڪارڪردگي:** خلافت ڪاميٽيءَ جي سموريءَ ڪارڪردگيءَ کي ٻن حصن ۾ ورهائي سگهجي ٿو. پهريون: نج "خلافت" جي اداري کي بحال ڪرائڻ جون ڪوششون ۽ ٻيو سنڌ جون سياسي، سماجي، مذهبي ۽ تعليمي خدمتون. "خلافت ڪاميٽيءَ" جي ڪارڪردگيءَ جو مختصر خاڪو هن طرح ٿئي ٿو:

**خلافت جا ڏينهن:** جيتوڻيڪ خلافت جو مسئلو گهڻو اڳ سنڌي عوام کي پاڻ ڏانهن متوجهہ ڪري چڪو هو، پر 17 آڪٽوبر 1919ع هن تحريڪ جي تاريخ جو اهو پهريون ڏينهن هو، جنهن کي سنڌ جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ "يوم خلافت" جي حيثيت سان ملهايو ويو. هن ڏينهن تي سلطنت عثمانيہ جي بقاءَ لاءِ دعائون گهريون ويون، جلسا سڏايا ويا ۽ ترڪن جي حمايت ۾ نہ صرف ٺهراءَ بحال ڪيا ويا، پر امروٽ، ٺٽو، ٽنڊوالهيار، ٽنڊو محمد خان، ڳڙهي ياسين، دادو، ڏيرو، ڏڪڻ، حيدرآباد، رتوديرو، روهڙي، رڪن، ماتلي، ميرپورخاص، نواب شاهہ، لاڙڪاڻو، سکر، شڪارپور، قمبر، هالا پراڻا ۽ ڪراچيءَ ۾ خلافت جو ڏينهن بہ وڏي ڌام ڌوم سان ملهايو ويو(173). هيءَ واقعو سنڌ ۾ خلافت تحريڪ خواهہ ڪاميٽيءَ کي گهر گهر پهچائڻ جو سبب بڻيو.

پوءِ ستت ئي ٻئي مهيني ۾ خلافت ڪاميٽيءَ 17 ڊسمبر 1919ع کي احتجاج جو ڏينهن ڪري ملهايو ۽ ان ڪان چار ڏينهن اڳ سرڪار طرفان ملهايل "جشن صلح" جو بائيڪاٽ ڪيو.

هن واقعي کان پوءِ سنڌ جي خلافت ڪاميٽيءَ 1920ع ۾ بہ دفعا خلافت جا ڏينهن ملهايا. جن مان پهريون 19 مارچ 1920ع تي ۽ ٻيو 1 آگسٽ 1920 تي ملهايو ويو. جيتوڻيڪ مارچ 1920ع جو "يوم خلافت" پهرئين ملهايل خلافت ڏينهن (17 آڪٽوبر 1919ع)، ڪان گهٽ ڪو نہ هو، پر آگسٽ 1920ع وارو ڏينهن سنڌ جي سياسي تاريخ ۾ هميشہ لاءِ ياد ڪيو ويندو. هن ڏينهن ملهائڻ لاءِ "سنڌ خلافت ڪاميٽيءَ" خاص هدايتون جاري ڪيون هيون، جن مان هي قابل ذڪر آهن: (174).

1. مڪمل طور تي هڙتال ٿيڻ گهرجي.
2. جيڪڏهن ٿي سگهي تہ مسلمان روزو رکن ۽ باقي ٻين مذهبن وارا پنهنجي طور طريقي سان عبادت ڪن.

3. قول ۽ فعل ذريعي تشدد اختيار نہ ڪيو وڃي.
4. ماڻهن تي زبردستي هڙتال ڪرڻ جو فيصلو مڙهيو نہ وڃي.
5. "ترڪ موالات" جاري ڪرڻ ۽ "ترڪي شرائط صلح" قبول نہ ڪرڻ جا ٺهراءَ بحال ڪيا وڃن.

"سنڌ خلافت ڪاميٽيءَ" جي سڏ تي سڄي سنڌ لبيڪ چئي اٿي ۽ هيءَ ڏينهن ننڍين خواهہ وڏن شهرن، ڳوٺن، ۽ واهڻن ۾ ملهايو ويو. جن مان: امروٽ، بدين، پنوعاقل، پريا، ٺٽو، ٽل، ڪاهي، حيدرآباد، مٽياري، ميروخان، مورو، نواب شاهہ، نوشهرو فيروز، نصرپور، سکر، سيوهڻ، سونڊا، شاهپور، شاهہ جو ڳوٺ، شڪارپور، قمبر، هالا پراڻا، ڪراچي ۽ ڪوٽڙيءَ جا نالا ذڪر لائق آهن(175). ان ڪان پوءِ هن جماعت کي عوام جي حمايت ۽ مقبوليت حاصل ٿي. جنهن جي آڌار تي "ترڪ موالات" ۽ "هجرت" جون تحريڪون وڏي جوش ۽ جذبي سان هلايون ويون.

خليفن سان وفاداري: خلافت تحريڪ جي آغاز سان گڏ خليفي جي شخصيت ۽ وجود بہ خلافت جو اهم مسئلو بڻجي ويو. مطالعي هيٺ آيل دور ۾ پهريائين سلطان وحيد الدين ۽ ان ڪان پوءِ سلطان عبدالحميد سلطنت عثمانيہ جا خليفا بڻيا. سندن حيثيت کي مضبوط ۽ مستحڪم بنائڻ لاءِ سنڌ جي خلافتين نہ رڳو خطبن ۾ سندن نالا شامل ڪري ڇڏيا، پر سنڌ خلافت ڪاميٽيءَ کي سندن وفاداريءَ جا ٺهراءَ بہ منظور ڪرڻا پوندا هئا. سن 1920ع ۾ حيدرآباد ۽ ڪراچي خلافت جا مکيہ مرڪز رهيا. جتي نہ رڳو خليفي وحيد الدين سان وفاداريءَ جا انجام ۽ اقرار ڪيا ويا(176)، پر سندس نالي پٺيان "الوحيد" اخبار جو بہ اجراء ڪيو ويو. ڪانئس پوءِ سلطان عبدالحميد خلافت نشين ٿيو تہ ان جي حق ۾ بہ سن 1922ع کان ٺهراءَ منظور ٿيڻ لڳا. اهڙي قسم جا ٺهراءَ ڳوٺ وڪا خلافت ڪاميٽيءَ ڊسمبر 1922ع ۾، قمبر خلافت ڪاميٽي ڊسمبر 1922ع ۾، ڪوٽڙي خلافت ڪاميٽيءَ ڊسمبر 1922ع ۾، رتوديرو خلافت ڪاميٽيءَ ڊسمبر 1922ع ۾ ۽ ڳوٺ ماٿو خلافت ڪاميٽيءَ جنوري 1923ع ۾ منظور ڪيا(177).

جڏهن خود ترڪيءَ وارن 3-3-1924ع تي خلافت جو خاتمو آڻي ڇڏيو(178)، ۽ سلطان عبدالحميد کي ان عهدي تان معزول ڪري ڇڏيو، تڏهن بہ سنڌ خلافت ڪاميٽيءَ جا ڪيترا قائد ڪيس خليفو تسليم ڪري سندس حق ۽ وفاداريءَ ۾ ٺهراءَ منظور ڪندا رهيا. انهيءَ سلسلي ۾ تاريخ 21 مارچ 1924ع تي امروٽ خلافت

ڪاميٽيءَ جي گڏجاڻي ٿي، جنهن ۾ ٺهراءُ منظور ڪيو ويو هو تہ سلطان عبدالحميد ڪي جيستائين دنيا جا سمورا مسلمان خلافت جي عهدي تان معزول نٿا ڪن، تيستائين پاڻ مسلمانن جو خليفو رهندو(179).

**سرڪار سان لاڳاپا:** ”رولٽ ايڪٽ“ (Rowlatt Act) جي نافذ ٿيڻ ۽ جليانوالا باغ جي واقعي تائين وقت جي سرڪار خلاف ماڻهن جي دلين ۾ ڪافي نفرت پکڙجي چڪي هئي، پر برطانيہ حڪومت جي ترڪيءَ خلاف لڳاتار جارحانہ حڪمت عمليءَ مسلمانن، خاص ڪري خلافتي اڳواڻن جي دلين ۾ فرنگي سرڪار خلاف نفرت جو ٻج ڇٽي ڇڏيو.

برطانيہ سرڪار جنگ دوران هندستاني مسلمانن کي اهو يقين ڏياريو هو تہ اها سندس مقدس مقامات جو احترام ڪندي، پر هوءَ پنهنجي وعدي کي نہ رڳو پاڙي نہ سگهي پر پنهنجن مفادن جي حفاظت خاطر لڳاتار پاڪ جاين تي قبضا ڪرڻ شروع ڪيا. هنن نومبر 1914ع تي بصري، 11 مارچ 1917ع تي بغداد، 9 ڊسمبر 1917ع تي بيت المقدس ۽ ان کان پوءِ ڪوفہ، مدينہ، ڪربلا معليٰ ۽ نجف اشرف تي قبضو ڪري ورتو(180).

اهڙيءَ طرح انهن ٺي حدن ۾ هڪ طرف شريف مکي جي قيادت ۾ خانداني بادشاهت ۽ ٻئي طرف فلسطين ۾ يهودي، سامراجيت قائم ڪرڻ لاءِ عملي قدم کنيا(181).

ان کان سواءِ برطانيہ سرڪار ۽ سندس اتحادين هيءُ بہ وعدو ڪيو هو تہ سلطنت عثمانيہ ۽ ترڪيءَ جي جاگرافيائي حيثيت ۽ صورت کي تبديل نہ ڪيو ويندو، پر اهو وعدو بہ پورو ٿي نہ سگهيو، ڇو تہ ترڪيءَ جي عهدنامي مطابق ٿريس ۽ سمرنا کان سواءِ خود سندس دارالسلطنت قسطنطنيہ بہ ڪجهہ وقت تائين ترڪيءَ کان کسيا ويا هئا(182). نہ رڳو ايترو پر ترڪيءَ تي ذلت آميز عهدناما ۽ جنگيون مڙهي، ان کي يورپ جو بيمار ملڪ بڻايو ويو، جنهن جي نتيجي ۾ عثمانيہ سلطنت اندروني خلفشار جو شڪار بنجي ويئي ۽ خلافت جي امانت کي سنڀالي نہ سگهي.

سنڌ جي خلافتي اڳواڻن ۽ ڪارڪنن ابتدا کان وٺي خلافت جي خاتمي تائين برطانيہ سرڪار جي سامراجي حڪمت عمليءَ جي مذمت پئي ڪئي. جنهن جي شاهديءَ لاءِ خلافت ڪاميٽيءَ جي مختلف شاخن جي ڪارڪردگي مثال طور پيش ڪري سگهجي ٿي.

خاص ڪري جڏهن ترڪن ڪي سمرنا ۾ فتح حاصل ٿي، تڏهن برطانيہ سرڪار انهيءَ فتح جو برو اثر قبول ڪيو ۽ پنهنجا جنگي جهاز، خواهہ لشڪر قسطنطنيہ ۽ دره دانيال ڏانهن روانا ڪيا. حالانڪ فرانس ۽ اٽلي انهيءَ ۾ شرڪت ڪرڻ کان انڪاري ٿيا. مسلمانن جي هن دوست مائي باپ حڪومت ايتري قدر شرارت ۾ قدم زني ڪئي جو آمريڪا، آفريڪا، آسٽريليا، مطلب تہ هر طرف حربي امداد لاءِ تارون ڪيون(183).

هيءُ واقعو مسلمانن ڪي نراس ۽ ناراض ڪرڻ جو وڏي کان وڏو سبب هو. ان ڪري سنڌ ۾ سرڪار جي انهيءَ حڪمت عمليءَ خلاف 29 سيپٽمبر 1922ع جي تاريخ کي برطانيہ جي مذمت جو ڏينهن ڪري ملهايو ويو. ان کان پوءِ بہ اهو سلسلو ڪافي وقت تائين جاري رهيو، جنهن جي ڪاميابيءَ جو اندازو هن مان لڳائي سگهجي ٿو تہ مکيہ شهرن کان سواءِ ڪاميٽيءَ جي هنن هيٺ ذڪر ڪيل شاخن ۾ بہ گڏجاڻيون ٿيون ۽ برطانيہ سرڪار جي مذمت ڪئي ويئي(184).

29 سيپٽمبر 1922ع تي ٿيل گڏجاڻيون: اسلام ڪوٽ، امروٽ، انڙپور، بنّي، ڀرياڻ، ٻيان، تلوايو، ٽکڙ، ٽنڊو آدم، ٽنڊوڄام، ٺل، ٺلاهہ، پيلوڙو، جادو ڪلهوڙو، جيڪب آباد، خيرپور ناٿن شاهہ، دائم خان مشوري، ديدڙ، سجاول، سيوهڻ، شهداد ڪوٽ، شيخ ٻرڪيو، قبول ڪيريو، قمبر، ڪڏڻ، ڪنياريو، ڪنڙي، ڪيڪاري، ڪاريو، غلام شاهہ، ڪوڪر، گوٺاٽو، ڳجهڙ، ڳڙهي ياسين، گهٽڙ، ماتلي، مٽياري، مخدوم بلال، منڙيو، موڙائي، ميرپور بٺورو، ميهڙ، نصرپور، نوشهروفيروز، وروائي ۽ هالا.

30 سيپٽمبر 1922ع تي ٿيل گڏجاڻيون: دادو، مانجهند، ملڪاڻي، مخدوم بلال ۽ نوشهروفيروز.

12 آڪٽوبر 1922ع تي ٿيل گڏجاڻي: باگڙجي

18 آڪٽوبر 1922ع تي ٿيل گڏجاڻي: دودو

19 آڪٽوبر 1922ع تي ٿيل گڏجاڻي: عبدو

ائين ڪو نہ هو تہ برطانيہ سرڪار جي محض هڪ ئي سال مذمت ڪئي ويئي، پر اهو سلسلو آخر تائين قائم رهيو ۽ انهيءَ جذبي ئي خلافت ڪي بچائڻ کان پوءِ ڏارين حڪمرانن کي ڏرتيءَ تان لوڏي ڪڍڻ جي همت بخشي.

**يونان جي مذمت:** مطالعي هيٺ آيل دور ۾ ترڪن سان دوستيءَ ۽ وفاداريءَ سبب سنڌ جي عوام ڪيترن ئي ملڪن ۽ ماڻهن جون دشمنيون قبول ڪيون، جن مان يونان بہ هڪ هو. جيتوڻيڪ انگريزن سلطنت عثمانيہ کي هڪ وڏي طاقت جي حيثيت ۾

ڏسڻ نٿي گهريو، پر يونان ان جي پيٺ ۾ ترڪيءَ جو ويجهو ۽ سخت دشمن هو. ان ڪري سنڌ جي عوام ڪي بہ هن ملڪ جي حڪمرانن ڪان سخت نفرت هئي.

سن 1922ع ۾ يونان قسطنطنيہ تي حملي ڪرڻ جو منصوبو رٿيو. اها خبر جڏهن سنڌ ۾ پهتي تہ هنڌين ماڳين يوناني ادارن جي مذمت ڪئي ويئي. يوناني حڪمت عمليءَ خلاف سنڌ خلافت ڪاميٽيءَ جي جن شاخن ٺهراءَ منظور ڪيا، تن جو تاريخوار وچور هن هيٺ ڏجي ٿو: (185)

15 آگسٽ تي ڄام نور الله، 23 آگسٽ 1922ع تي قبمر، 1سيپٽمبر 1922ع تي جيڪب آباد، 8 سيپٽمبر 1922ع تي ٽنڊوڄام، ٺٽو، ٺل، رتوديرو، شهداد ڪوٽ، لاڙڪاڻو، مانجهو، ميرپور بٺورو، نصيرآباد، وسين ملوڪ شاهہ ۽ 10 سيپٽمبر 1922ع تي سکر.

**هجرت تحريڪ:** سنڌ جي سياسي تاريخ پنهنجن خواهہ پراون جي قلم جو نشانو بڻي آهي. سنڌ جا اهي قلم ڌڻي، جيڪي اسان جي سياسي تاريخ ۽ سياسي واقعن جا عيني شاهد يا ڪردار رهيا آهن، تن پنهنجي شخصيت ۽ ڪردار ڪي اپارڻ لاءِ حقيقتن جو خون ڪيو آهي. ڌارين وري جڏهن قلم هٿ ۾ ڪنيو آهي تہ انهن آزاديءَ جي تحريڪ جا ڪارناما، پنهنجي ڪاتي ۾ چاڙهي، رسوايون ۽ ذلتون اسان جي نالي لکي ڇڏيون آهن. جڏهن اسين "هجرت تحريڪ" جي تاريخ جا ورق ورايون ٿا تہ تاريخ نويسيءَ جو ساڳيو نشتر اسان جي جذبن ۽ امنگن جو خون ڪري ڇڏي ٿو. غير سنڌي ڪتابن جي مطالعي ڪرڻ مان معلوم ٿئي ٿو تہ ڄڻ "هجرت تحريڪ" جو آغاز اڳ ۾ ٻين ڪيو ۽ پوءِ اسان اکيون ٻوٽي انهيءَ جي پيروي ڪئي*، پر حقيقت ائين نہ آهي. "هجرت تحريڪ" جو عملي آغاز سڀ کان پهريائين سنڌ مان ٿيو ۽ ان جي پوئواري باقي هندستان وارن ڪئي.

لاڙڪاڻي ۾ خلافت ڪانفرنس جي آخري اجلاس منعقده 8 فيبروري 1920ع تي اهو طئي ٿيو هو تہ جان محمد جوڻيجي جي اڳواڻي هيٺ سنڌ جي خلافتين جو هڪ وفد

---

* عام طور تي اهو سمجهيو ويندو آهي تہ "هجرت تحريڪ" جو خيال سڀ کان پهريائين عزيز هنديءَ ڪي آيو. جنهن اپريل 1920ع ۾ سڏايل دهليءَ ڪانفرنس جي موقعي تي هجرت بابت ٺهراءَ پيش ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. تنهن ڪي پهريائين "ٺهراءَ ڪاميٽي" نا منظورڪيو ۽ پوءِ ان تي ڪيس عام جلسي ۾ ڳالهائڻ ڪان پري رکيو ويو. (سيد رئيس احمد جعفري: اوراق گم گشتہ، لاهور نيو فائن پريس سال ؟ ص ص 776-777)

بمبئيءَ وجي گورنر سان ملاقات ڪري ۽ ڪيس سنڌ جي ڪامورن جي ظلمن جو داستان ٻڌائي. لڳاتار چوڏهن ڏينهن نتائڻ بعد، جڏهن وقت جي گورنر وفد سان ملاقات نہ ڪئي ۽ جڏهن بمبئيءَ مان سنڌ وارن جي سفارت نا اميد ٿي موٽي آئي ۽ ترڪيءَ سان صلح جي شرطن ۾ ڦير ڦار يا ترميم جي ڪا اميد ڪا نہ رهي ۽ سنڌ ۾ بہ ڪامورن جي ظلم تي ڪين ڳنتي هئي، پر هنن کي پڪ ٿي تہ ڪنهن بہ صورت ۾ حڪومت جي موجوده نوڪر شاهي مان ڪا ڀلائي يا دادرسي ٿيڻي ڪا نہ آهي، تنهن ڪري نهايت تنگ اچي، سيوهڻ خلافت ڪانفرنس جي موقعي تي جيڪا عبدالڪريم درس جي زير صدارت منعقد ٿي هئي، هجرت جو ٺهراءُ پاس ڪيائون(186).

هتي هيءَ ڳالهہ غور ڪرڻ جوڳي آهي تہ سيوهڻ خلافت ڪانفرنس اپريل 1920ع ۾ منعقد ٿي، جنهن ۾ هجرت جو ٺهراءُ تہ منظور ٿي سگهيو ، پر ساڳئي مهيني ۾ دهليءَ خلافت ڪانفرنس ۾ جڏهن عزيز هندي ساڳيو ٺهراءُ پيش ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي تہ اتان جي خلافتي اڳواڻن ڏسي وائسي انهيءَ ٺهراءَ کي پيش ٿيڻ بہ نہ ڏنو.

سيوهڻ خلافت ڪانفرنس کان پوءِ مئي 1920ع ۾ جڏهن جيڪب آباد ۾ خلافت ڪانفرنس ٿي تہ ان موقعي تي باقاعده هجرت ڪاميٽيءَ جو انعقاد ٿيو. جنهن جو صدر جناب پير تراب علي شاهہ صاحب ۽ سيڪريٽري رئيس جان محمد جوڻيجو چونڊيا ويا(187). جڏهن ڪانفرنس جي آخري ڏينهن تي هجرت جو اعلان ٿيو تہ هزارين ماڻهن سنڌ مان ڪابل ڏانهن هجرت ڪرڻ لاءِ نالا ڏنا.

ان کان پوءِ ساڳئي مهيني ۾ ”هجرت ڪاميٽيءَ“ جو ٻيو اجلاس حيدرآباد ۾ پير تراب علي شاهہ جي صدارت هيٺ ٿيو. جنهن ۾ حڪومت کي هجرت ڪرڻ جي منصوبي کان باخبر ڪيو ويو. ان کان پوءِ اهو بہ ضروري ڄاتو ويو تہ هجرت جي تحريڪ کي ڪامياب ۽ ڪامران بنائڻ لاءِ هجرت جي خواهشمندن جي مڪمل رهبري ڪئي وڃي. انهيءَ سلسلي ۾ جون 1920ع ۾ مختلف ذرائع ابلاغ ذريعي اهو پڌرو ڪيو ويو تہ:(188).

1. جيڪي هجرت ڪرڻ گهرن ٿا، سي پنهنجا نالا، ذاتي احوال ۽ مالي حالت لکت ۾ ”هجرت ڪاميٽي“ ڏانهن موڪلي ڏين.
2. جيڪي خواهشمند ”هجرت ڪاميٽي“ جي مالي مدد ڪرڻ گهرن ٿا، سي اڳتي قدم وڌائين.
3. سنڌ مان پهريون قافلو 9 جولاءِ 1920ع تي روانو ٿيندو، سو انهيءَ ۾ هجرت ڪندڙ پنهنجي مڪمل تياري ڪري ڇڏين.

جڏهن هند جي عالمن ۽ خلافتي اڳواڻن اهو ڏٺو تہ هجرت جو منصوبو سنڌ ۾ هڪ تحريڪ جي روپ ۾ اڀري چڪو آهي، تڏهن انهن هميشہ جي هير جيان پين جي ڪمائيءَ تي هٿ گهمائڻ لاءِ ڪيترائي اعلان ڪيا ۽ هدايتون جاري ڪيون. اهڙن عالمن مان غلام محمد عزيز هنديءَ جو نالو خاص طور تي ذڪر ڪرڻ جي لائق آهي. جنهن حالتن جو جائزو وٺندي پنهنجو پاڻ کي "خادم المهاجرين" جي لقب سان مشهور ڪيو، ۽ سنڌ ۾ "هجرت ڪاميٽي" ٺهڻ کان پوءِ اخبارن ۾ اشتهار ۽ هدايتون ڇپارايون. بدقسمتيءَ سان پري جي دهلن کي سندر سمجهندي ۽ احساس ڪمتريءَ جي ڪن ۾ غرق ٿيندي، انهن اشتهارن ۽ هدايتن کي سنڌيءَ ۾ بہ ترجمو ڪري ظاهر ڪيو ويو. جون 1920ع ۾ "الوحيد" ۾ انهيءَ خود ساختہ "خادم المهاجرين" جون هي هدايتون شايع ٿيون: (189).

1. اهو مسلمان هجرت جو ارادو ڪري، جو تڪليفن ۽ مصيبتن جي سهڻ جي طاقت رکندو هجي ۽ سختيون سامهون اچڻ ڪري ڏچي نہ وڃي.
2. جو مسلمان هجرت جي نيت رکي ٿو، اهو فقط اسلام جي خدمت جي نيت سان هجرت ڪري.
3. سڀ ڪنهن مهاجر کي تاڪيد ڪيو وڃي ٿو تہ هو ڪو بہ اهڙو ڪم يا گفتگو نہ ڪن، جنهن ڪري ماڻهن جي امن ۾ نقصان پوڻ جو انديشو هجي.
4. مهاجرن کي گهرجي تہ جيترو سرمايو پاڻ سان کڻي سگهن تہ اهو کڻن ڇو تہ هجرت جو مقصد آهي تہ هميشہ لاءِ هندستان کي ڇڏيو وڃي جيئن تہ حضرت رسول الله ﷺ جن هميشہ لاءِ مڪي کي ڇڏي ويا ۽ ساري زندگي مديني ۾ گذاريائون.
5. مهاجرن کي گهرجي تہ اسلامي غيرت ڪري هجرت ڪن.
6. سڀ ڪنهن مهاجر کي پنهنجي اهل عيال سميت هجرت ڪرڻ جي شرعي اجازت آهي ۽ جو مهاجر فراغت سان سموري اهل عيال سميت هجرت ڪرڻ گهري تہ بيشڪ ڪري.
7. جو مسڪين مهاجر غربت ڪري هجرت ڪرڻ کان لاچار آهي تہ اهو رهندڙ مسلمانن کان مدد وٺي.
8. رهندڙ مسلمانن جو فرض آهي تہ ان غريب مفلس مهاجر جي مدد ڪن، جو سچيءَ دل سان هجرت ڪرڻ جو خواهشمند آهي، جيئن تہ ان مسڪين مهاجر کي راولپنڊيءَ جي ٽڪيٽ ۽ سفر جو خرچ ڏنو وڃي ۽ باقي پئسا ان مهاجر لاءِ ان جي

نالي ۽ پتي سميت "مجلس استقباليہ وانتظاميہ مهاجرين راولپنڊي" جي سيڪريٽري جناب مرزا قطب الدين، سيڪريٽري "خلافت ڪاميٽي" راولپنڊي جي خدمت ۾ موڪلي ڏين.

9. مهاجرن کي گهرجي تہ چوٿين رمضان کان پوءِ راولپنڊي اچڻ شروع ڪن.

10. سفر جو سامان مختصر ۽ پورو ڪٽڻ گهرجي.

11. مهاجرن کي معلوم هئڻ گهرجي تہ هن موسم ۾ ڪابل تائين رستو اگرچہ گرم آهي، پر رات جو سردي پوي ٿي، تنهن ڪري گرم ڪپڙا، بسترا ۽ پاڻيءَ لاءِ لوٽا ضرور ساڻ کڻن.

بهرحال پنهنجيءَ مڙسيءَ ۽ پراون جي آسرن تي 9 جولاءِ 1920ع تي رئيس المهاجرين جان محمد جوڻيجي جي سربراهيءَ ۾ لاڙڪاڻي مان سنڌي مهاجرن جي پهرئين قافلي جي روانگي ٿي(190). اهڙي نموني سان ٿوري عرصي ۾ لاڙڪاڻي مان 288 مردن، جيڪب آباد مان 113 مردن، شڪارپور مان21 مردن ۽ سکر مان 67 مردن ۽ جملي 100 عورتن پنهنجي ڌرتي ماتا کي خيرآباد چيو(191).

سنڌي مهاجرن جي آڌرڀاءَ لاءِ اڳيڻي ظفر علي لاهور مان چندو گڏ ڪري ڇڏيو هو. ان ڪري جڏهن سنڌي مهاجر لاهور ۾ پهتا تہ کين بادامي باغ ريلوي اسٽيشن تي مهمان بڻايو ويو(192).

آخرڪار مهاجرن جو هيءُ پهريون قافلو 16 جولاءِ 1920ع تي پشاور مان روانو ٿيو ۽ 19 جولاءِ 1920ع تي وڃي جلال آباد پهتو.

جيئن عزيز "هندي" ۽ پين خود ساختہ هجرتي اڳواڻن، هن نج "سياسي تحريڪ" کي "مذهبي تحريڪ" جو روپ ڏيئي ڇڏيو هو. ان ڪري سنڌ ٿوري هند جي اپوجهہ ۽ سادہ لوح ماڻهن مذهبي جذبي ۽ جوش سان ڪابل ڏانهن رخ ڪيو. اهو مذهبي جذبو ئي "هجرت تحريڪ" جي ناڪاميءَ جو پهريون سبب بڻيو.

هن تحريڪ اڳتي هلي جيڪو رخ اختيار ڪيو، انهيءَ جو اندازو رئيس المهاجرين جناب جان محمد جوڻيجي جي انهيءَ تقرير مان لڳائي سگهجي ٿو، جيڪا هن 4 آڪٽوبر 1920ع تي ڪابل مان واپس ٿيندي ڪئي هئي. انهيءَ تقرير جا ڪي اقتباس هيٺ ڏجن ٿا:

"اسپيشل ٽرين ۾ گهڻو ڪري سڀ ماڻهو مفلس، بي سر وسامان هئا. گهڻن کي تہ پورا لٽا بہ بدن تي نہ هئا. اهڙن ماڻهن کي جيڪڏهن ٽڪيٽ نہ

ٿي ڏنوسون تہ سخت رنج ٿيا ٿي ۽ چيائون ٿي تہ هجرت ڪا شاهوڪارن لاءِ آهي، ڇا اسان خدا ڪارڻ نٿا هلون؟ اسان بہ سمجهيو تہ مذهبي جوش دلين ۾ اٿن، انهن کي روڪڻ مناسب نہ آهي..... هجرت ڪميٽيءَ کي چندي جا پئسا ڪو نہ هئا، ٽڪيٽ تمام ٿورن ماڻهن پنهنجن پئسن سان خريد ڪيا، ٽڪيٽن ۾ چندي مان (3000)، ٽن هزارن کان گهٽ پئسا وصول ٿيا (3500)، ٽي هزار پنج سؤ ڪميٽيءَ قرض ورتو، باقي اٽڪل (8500)، اٺ هزار پنج سو روپيا مون پنهنجي جيب مان خرچ ڪيا. ڪل اسپيشل ٽرين تي (14538)، چوڏهن هزار پنج سؤ اٺتيهہ روپيا خرچ ٿيا. آخر هتان روانا ٿياسون، وات تي مهاجرن جي اهڙي مرحبا ٿي، جو ڪنهن بادشاهہ جي بہ ڪا نہ ٿيندي هوندي.... رستي ۾ اٽڪل (8000)، اٺ هزار روپيا مهاجرن جي امداد لاءِ مليا. جي هن ريت خرچ ڪيا ويا. مهاجرن لاءِ 53 بيل گاڏيون، هر هڪ جو ڪرايو (120)، هڪ سو ويهہ روپيا. ڪل ڪرايو (6400)، ڇهہ هزار چار سو ڏنو ويو. انهن کان سواءِ 10 بگيون، هر هڪ جو ڪرايو (150)، هڪ سو پنجاهہ روپيا. ڪل ڪرايو (1500)، هڪ هزار پنج سو روپيا. جملي (6900)، ڇهہ هزار نو سو روپيا.... وات ۾ پيادن لاءِ جيترا گڏهہ ۽ خچر هٿ لڳا، انهن جو خرچ ۽ رستي ۾ غريبن جي کاڌي جو بندوبست مون پنهنجي کيسي مان ڪيو..... افغانستان جي حد ۾ قافلي جي افغاني ماڻهن پنهنجي وسعت آهر چڱي خدمت ڪئي... جنهن وقت جلال آباد پهتاسون تہ اٽڪل پندرهن ڄڻا اتان واپس ٿيڻ لڳا بغير ڪنهن سبب جي.... هتي اسان ٻڌو آهي تہ مونٽي آيلن ظاڪر ڪيو آهي تہ وات ۾ ڪيترا ماڻهو مري ويا، ڪن کي درياءَ ۾ لوڙهيو ويو، ڪن کي باهہ ۾ ساڙيو ويو، اهو سمورو ڪوڙ آهي. رستي ۾ بہ پنڻ اسان جي قافلي ۾ فوت ٿيا هئا، انهن کي "ڍڪي" جي شهر ۾ دفن ڪيو ويو. ڪابل تائين سنڌي قافلي مان هڪ عورت فوت ٿي هئي، جا گاڏيءَ تان ڪري پئي هئي.... اڃا اسان جو قافلو ڪابل ۾ ئي هئو تہ يڪدم ٻيا هزارين مهاجر اچي پهتا ۽ ان وقت اٽڪل هڪ لک ٽيهہ هزار مهاجر افغانستان جي سرحد ۾ داخل ٿي چڪا هئا. اهي ماڻهو گهڻو ڪري بي سروسامان هئا ۽ هڪ هڪ قافلو سنڌن ويهن ويهن ۽ ٽيهن ٽيهن هزارن جي انداز ۾ هو. انهن جو انتظام رستي ۾ يا خود ڪابل ۾ پوريءَ طرح ٿي نہ سگهيو. تنهن ڪري

امير صاحب مهاجرن جي تقسيم جو خيال ڪيو. مگر جهڙيءَ طرح امير صاحب فرمايو، اهڙيءَ ريت ماڻهن نہ ڪيو....

آئون هن جاءِ تي عرض ڪندس تہ مهاجرن جي پرديءَ ۾ جيڪا خلق افغانستان ۾ گڏ ٿي هئي، سا ٽن قسمن جي هئي. هڪڙو ٽولو خاص شرير ۽ شيطانن جو هو، ٻيو ٽولو انهن ماڻهن جو هو جن کي تماشبين چئجي. ڪابل ۾ نڪي بد پيشہ عورتون هيون، نڪو هيو ڪو ناٽڪ ۽ ٻيو تماشو، جنهن سان اهڙن ماڻهن جي رهاڻ ٿئي. انهن کي افغانستان ۾ هڪ ويراني نظر آئي. ٽيون ٽولو انهن آدمين جو هو، جن کي ضعيف الايمان چئجي. يعني تہ جن کي ڪا ٿوري تڪليف آئي تہ برداشت نہ ڪري سگهيا. انهن ٽنهي قسمن جا ماڻهو واپس ٿيڻ لڳا. چوٿون ٽولو اهڙو بہ هو جن جو ايمان ڪامل هو. اهو اڃا سوڌو افغانستان ۾ موجود آهي" (193).

رئيس المهاجرين جي تقرير مان اهو اندازو لڳائي سگهجي ٿو تہ هيءَ سياسي تحريڪ هڪدم وڏي پيماني تي اڀري آئي، جو هڪ طرف مهاجرن جي اڳواڻ ذهني تربيت ٿي نہ سگهي ۽ ٻئي طرف اڳتي هلي اها بد انتظاميءَ جو شڪار بڻجي ويئي ۽ نتيجي ۾ هڪ "سياسي تحريڪ"، "مذهبي تحريڪ" ۾ بدلجي ويئي.

جيئن تہ ننڍي کنڊ جي عوام جي اها نفسيات آهي تہ هو فعال مسلمان نہ هئڻ جي باوجود حد کان وڌيڪ مذهبي جوش ۽ جنون رکندو آهي، ان ڪري مهاجرن جي اڪثريت بہ اهڙن مفلس ۽ نادار ماڻهن تي مشتمل هئي،جن مذهبي جنون کي سياسي شعور مٿان اوليت ڏني.

انهن داخلي سببن کان سواءِ پڻ مکيہ خارجي سببن جو بہ هن تحريڪ جي ناڪاميءَ ۾ وڏو هٿ هو. انهن مان پهريون سبب هو فرنگي سرڪار جي بد نيتي. جنهن جي نتيجي ۾ ڪيترا سرڪاري جاسوس مهاجر بڻجي افغانستان ويا ۽ اتي وڃي ڏڦيڙ وڌائون. ٻيو سبب هوغير سنڌي عالمن جي غير مستقل مزاجي ۽ اڳواڻيءَ جو اڄايو جنون. سنڌ ۽ هند جي غريب عوام ۾ هجرت جو جنون تڏهن جاڳيو، جڏهن غير سنڌي عالمن ۽ اڳواڻن فتوائون ۽ هدايتون جاري ڪيون، پر جڏهن ساده لوح عوام انهن جي آواز تي لبيڪ چئي "هجرت تحريڪ" کي هڪ طوفان جي حيثيت بخشي تہ غير سنڌي عالمن عوام جو ساٿ ڏيئي، انهن سان گڏ هجرت تہ نہ ڪئي (196)، پر پنهنجن بيانن،

هدايتن ۽ فتوائن ۾ ردوبدل آڻڻ ۾ ئي پنهنجي عظمت ڄاتي.*

غير سنڌي عالم ۽ اڳواڻ نہ رڳو وقت ۽ حالتن مطابق پنهنجو موقف بدلائيندا رهيا. پر وقت بوقت سنڌي عالمن ۽ اڳواڻن ۾ بي اعتماديءَ جو اظهار بہ ڪندا رهيا. سنڌن انهيءَ روش بہ هن تحريڪ کي وڏو ڌڪو رسايو. مولوي غلام محمد عزيز هندي جنهن هجرت جهڙي سياسي تحريڪ کي مذهبي ۽ جنوني تحريڪ ۾ تبديل ڪرڻ لاءِ ننهن چوٽيءَ جو زور لڳايو، سو جڏهن آخري اٺين قافلي سان گڏجي افغانستان پهتو تہ اتي ”انجمن مهاجرين هند“ جي صدر ۽ ننڍي کنڊ جي نامور باغي عبيدالله سنڌيءَ جي حڪم کي مڃڻ بدران خود خياليءَ جي ڀوتواري ڪرڻ لڳو(195). ۽ اٺين مهاجرن ۾ اختلافن جي پوڙ جو آغاز ٿيو.

”هجرت تحريڪ“ کي آخري ڌڪو تڏهن رسيو. جڏهن رئيس المهاجرين جان محمد جوڻيجي اپريل 1921ع ۾ هيءُ جهان ڇڏيو. جنهن سان گڏ ”هجرت تحريڪ“ جو بہ خاتمو ٿي ويو.

**انگورا سان همدردي:** سيوريءَ جي معاهدي ٿيڻ کان پوءِ بہ يونان ۽ ترڪيءَ جي جنگ جاري رهي، ۽ هن جنگ ۾ يونان لڳاتار ڪاميابيون حاصل ڪندو رهيو. تانجو آگسٽ 1921ع ۾ ان جون فوجون انگورا کان چاليهن ميلن جي مفاصلي تي اچي پهتيون. سنڌ جا مسلمان يونان جي پيش قدميءَ کي عملي طرح روڪي نہ پئي سگهيا، پر هنن انگورا ۽ ان علائقي جي عوام لاءِ مالي ۽ اخلاقي امداد مهيا ڪرڻ جو جوڳو بندوبست ڪيو. سنڌ خلافت ڪاميٽيءَ انگورا فنڊ قائم ڪيو، جيڪو مرڪزي ۽ خلافت ڪاميٽيءَ وسيلي ترڪن جي حوالي ڪيو ويندو هو. ان کان پوءِ جڏهن سيپٽمبر 1921ع ۾ ترڪن کي فتح حاصل ٿي ۽ مصطفيٰ ڪمال پاشا اتاترڪ جون فوجون هڪ سال جي جدوجهد بعد سمرنا ۾ فاتح جي حيثيت ۾ داخل ٿيون (196). تہ اهو سمورو هڪ

---

* انهيءَ سلسلي ۾ عبدالباريءَ جي هيٺ ڏنل بيان کي مثال طور پيش ڪري سگهجي ٿو:

”مون هر ڪنهن مسلمان کي هجرت ڪرڻ جو حڪم ڪو نہ ڏنو آهي. ۽ نڪي ڪابل ۾ حالتون اهڙيون آهن، جو اوڏانهن هجرت ڪري وڃجي. مون کي يقين نٿو ٿئي تہ سواءِ پوري پوري غور ڪرڻ جي هجرت ڪو فرض آهي. تنهن کان سواءِ ڪيترا حق ادا ڪرڻا آهن ۽ والدين جي رضا وٺڻ ضروري آهي.“

هيءُ بيان انهيءَ وقت ڏنو ويو هو. جڏهن ”هجرت تحريڪ“ پنهنجي اوج تي پهچي چڪي هئي. (ڏسو روزانہ ”الوحيد“، ڪراچي مؤرخه 7 آگسٽ 1920ع ص1).

سال جو عرصو سنڌ خلافت ڪاميٽيءَ ۽ ان جي مختلف شاخن ٺهرائن وسيلي ترڪن جي اخلاقي مدد ڪئي(197).

**سمرنا جو واقعو:** مئي 1919ع ۾ يوناني فاتح جي حيثيت ۾ سمرنا ۾ داخل ٿيا(198). سمرنا سلطنت عثمانيہ جي ايشيا ڪوچڪ ۾ هڪ سرسبز ۽ زرخيز آبادي هئي. اتان جي عوام تي يوناني حڪمرانن جيڪي ڏاڍ ڪيا، تن جو اندازو لڳائي نٿو سگهجي. محض ايدن ۽ بزعامو علائقن ۾ هڪ سو هنڌن کي باهيون ڏنيون ويون. ماڻهن کي زنده ساڙيو ويو. مقامي ماڻهن کي زبردستي جلاوطن ڪيو ويو ۽ بلاتميز ٻار ٽوڙيون ٻڍي، مرد ٽوڙيون عورت کي قتل ڪيو ويو(199).

سموري سمرنا جو حصو يونانين جي ظلم ۽ ڏاڍ جو نشانو بڻجي چڪو هو. رڳو اناطوليہ جو محدود علائقو ترڪي فوج جي قبضي هيٺ هو. جنهن ۾ غازي مصطفيٰ ڪمال پاشا اسلام جي عزت، حفاظت ۽ آزاديءَ جو جهنڊو بلند ڪري رکيو هو. جيتوڻيڪ يونانين کي شروعات ۾ ڪنهن حد تائين ڪاميابي نصيب ٿي، پر اها ڪاميابي ستت ئي شڪست ۾ بدلجي ويئي ۽ مصطفيٰ ڪمال اتاترڪ جي قيادت ۾ ترڪي فوج پهريائين انگورا پوءِ سمرنا فتح ڪيو. ترڪن جي هيءَ فتح سنڌ جي مسلمان خلافتين لاءِ ڪنهن خوشيءَ کان گهٽ نہ هئي. ان ڪري ”جشن فتح“ جي ڏينهن ملهائڻ لاءِ هنن 8 سيپٽمبر 1922ع کان وٺي 17 سيپٽمبر 1922ع تائين سنڌ جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ گڏجاڻيون ڪيون. جلسا منعقد ڪيا ۽ غازي مصطفيٰ ڪمال پاشا لاءِ مبارڪباديءَ جا ٺهراءَ منظور ڪيا(200). اهڙين گڏجاڻين جو مختصر ۽ تاريخوار وچور هن طرح آهي:

7 سيپٽمبر 1922ع تي ڪوٽڙي، 8سيپٽمبر 1922ع تي ڳوٺ امام علي شاهہ، ٽنڊو محمد خان، جيڪب آباد، ماتلي ۽ 12 سيپٽمبر 1922ع تي ڪراچيءَ ۾.

ان کان سواءِ 17 سيپٽمبر 1922ع تي سنڌ ۽ هند ۾ جيڪو جشن فتح ملهايو ويو، تنهن ۾ مکيہ شهرن جي خلافت ڪاميٽين کان سواءِ هيٺ ڄاڻايل شاخن پڻ ڀرپور حصو ورتو(202).

اڏڙو، ٻني، بدين، ٻوهي، ٻيان، ٻورا، ٽريچاٽي، ٽنڊوآدم، ٽٺو، پير جو ڳوٺ، پير سرهندي، جئوسومرو، جيڪب آباد، جهرڪ، ڇڇڙا، دڙ، ڏهر، ڏينگاڻ، ڏورو نارو، رتوديرو، روهڙي، سعد الله، سکر، سونڊا، سيوهڻ، شادي پلي، شڪارپور، شهدادڪوٽ، فاضل ڪلهوڙو، ڪاڪيپوٽہ، ڪوٽڙي، ڪيسر پارڪر، ڪپرو، گدارا، گوگارو، ڳڙهي ٻيل، گهوٽڪي، ماڏو، مانجهند، مٽياري، ملا ابڙا، ميرپور بٺورو،

ميرپورخاص، ميروخان، ميهڙ،نصرپور، نوحيون، نئون واهڻ، وسين ملوڪ شاه، وڳڻ، هالا پراڻا ۽ هالا نوان.

**لاسين ڪانفرنس:** خلافت تحريڪ جي آغاز کان وٺي سنڌ جا مسلمان مذهبي ۽ جذباتي طور تي ترڪن جا حامي بڻجي چڪا هئا. ان ڪري ترڪن جي هر ڪا خوشي ۽ هنن جي خوشيءَ برابر هئي ۽ ترڪن جو هر غم، هو پنهنجو غم ڪري سمجهندا هئا.

لاسين ڪانفرنس جو آغاز ڊسمبر 1922ع ۾ ٿيو ۽ جولاءِ 1923ع ۾ انهيءَ ڪانفرنس جي خاتمي کان پوءِ ترڪن ۽ اتحادين جي وچ ۾ صلح جي عهدنامي تي صحيحون ٿيون. جيتوڻيڪ برطانيہ سنڌ ۽ هند جي عوام کي نظرانداز ڪندي هن ڪانفرنس ۾ مذمت جوڳو ڪردار ادا ڪيو، پر پوءِ بہ صلح جو عهدنامو ترڪن جي مفاد وٽان هو. انهيءَ صلح جي جشن ملهائڻ لاءِ سموري سنڌ پاڻ سراپا جشن بڻجي ويئي. خلافت ڪاميٽيءَ جي مختلف شاخن خوشيءَ جي اظهار ۽ غازي مصطفيٰ ڪمال پاشا کي مبارڪباد ڏيڻ لاءِ جلسا ڪيا(203).

**جزيرة العرب:** لاسين ڪانفرنس کان پوءِ ترڪن کي جڏهن منهن مٽي ڪرڻ جو موقعو مليو ۽ سنڌ جو عوام انهيءَ جشن ملهائڻ ۾ مشغول هو، تڏهن سنڌ خلافت ڪاميٽي انهن عوامي امنگن ۽ جذبن کي صحيح دڳ لائڻ لاءِ نومبر 1923ع ۾ "جزيرة العرب هفتو" ملهائڻ جي هدايت ڪئي.

جيئن تہ انهيءَ زماني ۾ جزيرة العرب نہ رڳو غير مسلمانن جي قبضي ۾ هو، پر تڏهوڪي خليفي جي اقتدار کان بہ الڳ ۽ آزاد هو. سنڌ خلافت ڪاميٽي 16 نومبر کان 24 نومبر تائين "جزيرة العرب هفتو" ملهايو، جنهن ۾ مسجدن ۾ دعائون گهريون ويون ۽ برطانيہ سرڪار خلاف مذمت جا ٺهراءَ منظور ڪيا ويا(204).

**ترڪ موالات:** پهرين عالمگير جنگ جي خاتمي کان پوءِ ترڪيءَ تي صلح جا ذلت آميز شرط مڙهيا ويا، جيڪي هر صورت ۾ مسلمانن جي مذهبي جذبن جي خلاف هئا. اهي شرط برطانيہ حڪومت جي وعدن جي ڏٺي وائٺي ڀڃڪڙي هئي.

سنڌ ۽ هند جا مسلمان برطانوي حڪومت جي انهيءَ رويي کي ڪڏهن بہ اڪيون پوڻي قبول ڪري نٿي سگهيا، ان ڪري هنن 22 جون 1920ع تي وائسراءِ ۽ گورنر جنرل هندستان "بيرن چيمسفورڊ" (Barin Chelmsford)، کي هڪ يادداشت نامو ڏنو، جنهن ۾ اهو مطالبو ڪيو ويو هو تہ برطانوي سرڪار ترڪيءَ تي مڙهيل شرطن تي نظر ثاني ڪرائي. ٻيءَ حالت ۾ سنڌ ۽ هند جا مسلمان "ترڪ موالات" جو آغاز ڪندا(205).

سنڌ جي جملي ارڙهن عالمن ۽ سياسي اڳواڻن ذڪر ڪيل يادداشت تي صحيحون ڪيون، ۽ اهي هئا: (206)، سيٺ حاجي عبدالله هارون (ڪراچي)، ابوالحسن سيد تاج محمود (امروٽ)، ميان امين الدين منشي (حيدرآباد)، شيخ عبدالمجيد (حيدرآباد)، محمد خان (حيدرآباد)، ڊاڪٽر ايم اي احمد (ڪراچي)، مولوي سيد اسد الله (ٽکڙ)، مولوي محمد صادق (ڪراچي)، مسٽر جان محمد جوڻيجو (لاڙڪاڻو)، پير تراب علي شاهه (قمبر)، مولوي عبدالغفور (جيڪب آباد)، مولوي عبدالخالق مورائي (مورو)، پير رشد الله (پير جهنڊو)، مولوي حڪيم فضل محمد (نوشهرو)، نجم الدين انصاري (نوشهرو)، مولوي حڪيم محمد صديق (مورو)، محمد هاشم مخلص (ميرپور خاص)، ۽ حاجي احمد علي (ڊينگاڻ)

سنڌ توڙي هند جي خلافتي اڳواڻن هر ممڪن وسيلا ڪم آڻي حڪومت کي پنهنجي حڪمت عمليءَ تي نظر ثاني ڪرڻ لاءِ آماده ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي، پر جڏهن سندن هر ڪوشش ڪنهن نتيجي پيدا ڪرڻ کان سواءِ ختم ٿي ويئي تہ مايوس ۽ نا اميد بڻجي "ترڪ موالات تحريڪ" هلائڻ تي مجبور ٿيا.

هن تحريڪ جو تخيل سڀ کان پهريائين سنڌ جي ڌرتيءَ تان اڀريو. انهيءَ سلسلي ۾ اپريل 1920ع ۾ سيوهڻ ۾ خلافت ڪاميٽيءَ جي گڏجاڻي ٿي، جنهن ۾ "ترڪ موالات" جو ٺهراءُ پيش ڪيو ويو(207). تنهن کان هڪ مهينو پوءِ ڪراچيءَ ۾ خلافت جو جلسو ٿيو، جنهن ۾ ساڳئي قسم جو ٺهراءُ بحال ڪيو ويو(208).

ان کان ٻہ مهينا پوءِ جولاءِ 1920ع ۾ قمبر ۾ خلافت ڪاميٽيءَ جو اجلاس ٿيو، جنهن ۾ بہ اهڙي قسم جو ٺهراءُ بحال ڪيو ويو(209). سنڌ جي اڳواٽيءَ ۾ جڏهن "ترڪ موالات" جو آغاز ٿيو، تہ ان کان پوءِ 6 سيپٽمبر 1920ع تي ڪلڪتي ۾ خلافت تحريڪ، مسلم ليگ ۽ ڪانگريس جو گڏيل اجلاس ٿيو، جنهن ۾ هن تحريڪ کي جاري رکڻ جو فيصلو ڪيو ويو. پوءِ جلد ئي سنڌ ۽ هند جي عالمن هن فيصلي جي تصديق ڪري فتويٰ ڪڍي، جنهن تي سنڌ مان حاجي محمد قاسم (سونڊا)، تاج محمود امروٽي (امروٽ)، ۽ مولوي شمس الدين (حيدرآباد)، بہ صحيحون ڪيون(210).

هن فتويٰ کان پوءِ ۽ ترڪ موالات تحريڪ جي آغاز بعد هڪ ٻي جامع فتويٰ ڪڍي ويئي، جنهن جي پڻ سنڌ جي هيٺ ڄاڻايل عالمن تصديق ڪئي(211):

مولانا محمد سليمان، مولانا محمد ابراهيم (ڪراچي)، مولانا محمد ابوالقاسم، مولانا محمد صادق (کڏو، ڪراچي)، مولانا محمد صديق (کڏو، ڪراچي)، مولانا عبدالله (حيدرآباد)، مولانا شمس الدين نوشهرائي (ڪراچي)، مولانا حڪيم فتح محمد سيوهاڻي (ڪراچي)، مولانا عبدالڪريم (ڪراچي)، مولانا دين محمد وفائي (ڪراچي)، مولانا

عبدالرحيم، مولانا محمد، مولانا محمد عثمان بلوچ (ڪراچي)، مولانا غلام محمد مجددي (حيدرآباد)، مولانا فضل الدين (خيرپور)، مولانا محمد اسماعيل مدرسہ دار الرشاد پير جهنڊو (حيدرآباد)، مولانا عبدالقادر (پير جهنڊو)، مولانا محمد نور الحق (پير جهنڊو)، مولانا عبدالله (پير جهنڊو)، مولانا محمد حسن سرهندي (حيدرآباد)، مولانا علي محمد مهيري (ٺٽو)، مولانا محمد عثمان صباغ (ٿرپارڪر)، مولانا محمد عمر سرهندي (ٽنياري)، مولانا محمد عثمان ميمڻ، مولانا محمد نور (.....)،مولانا محمد حسن ٺٽوي (ٺٽو)، مولانا محمد عاقل عاقلي (لاڙڪاڻو)، مولانا غلام عمر سونو جتوئي (لاڙڪاڻو)، مولانا غلام نور(سکر)، مولانا حافظ محمد ڪامل(لاڙڪاڻو)، مولانا محمد امين (.....)،مولانا مير محمد نورنگي (لاڙڪاڻو)، مولانا پير مٺل شاه ٺلاهي (لاڙڪاڻو)، مولانا عبدالواحد (لاڙڪاڻو)، مولانا محمد عمر خيرپور ناٿن شاه (دادو)، مولانا سيد عبدالغني معروف النبي (جيڪب آباد)، مولانا عبدالخالق مورائي (نواب شاه)، مولانا پير اسد الله شاه حسيني (حيدرآباد)، مولانا خادم حسين (جيڪب آباد)، مولانا اسماعيل گهوٽڪي (سکر)، مولانا نور محمد گهوٽڪي (سکر)، مولانا فتح علي دارالفيوض هاشميہ سجاول (ٺٽو)، مولانا محمود مدرسہ محموديہ شڪارپور (شڪارپور)، مولانا سيد تراب علي شاه (لاڙڪاڻو)، مولانا پير غلام مجدد (حيدرآباد)، مولانا بصير الدين صديقي (دادو)، مولانا محمد حسن صديقي (دادو)، مولانا محمد معين صديقي (دادو)، مولانا عبدالواحد مدرسہ اسلاميہ مينا قمبر (لاڙڪاڻو)، مولانا صاحبڏنو قرني (شڪارپور)، مولانا عبدالڪريم (لاڙڪاڻو)، مولانا محمد صادق پنو عاقل (سکر)، ۽ مولانا محمد حسن (ڪراچي).

”ترڪ موالات“ اها جامع تحريڪ هئي، جيڪا پنهنجي مفهوم جي اعتبار کان انگريز سرڪار ۽ سندس ڇاڙتن کان منهن موڙڻ جو عمل هو، جيئن تہ منهن موڙڻ يا لاڳاپن ٽوڙڻ جو اصطلاح وسيع معنيٰ رکي ٿو، ان ڪري هن تحريڪ کي هيٺين مختلف حصن ۾ ورهايو ويو(212).

1. سرڪاري ڪائونسلن جي ميمبري، وڪالت جو ڌنڌو، سرڪاري تعليمي ادارن ۾ تعليم، تعليمي ادارن لاءِ سرڪاري مالي امداد، اعزازي مئجسٽريٽيون، خطاب ۽ ٻيون سرڪاري رعايتون قبول نہ ڪرڻ.
2. حڪومت جي فوجي ۽ غير فوجي ملازمتن کي حرام سمجهڻ.
3. انگريزي مال استعمال نہ ڪرڻ.

ترڪ موالات کي ڪامياب ۽ ڪامران بنائڻ لاءِ ”سنڌ خلافت ڪاميٽي“ منظم لائحہ عمل تيار ڪيو. تحريڪ جي آغاز کان ڪيترو اڳ ذرائع ابلاغ جي وسيلي ترڪ

موالات جي تشهير ڪئي ويئي، ۽ ماڻهن کي هن طرح جون هدايتون ڏنيون ويون ته:*

1. پهريون آگسٽ 1920ع مطابق 15 ذوالقعد 1338ھ آچر ڏينهن مڪمل ۽ عام هڙتال ڪئي وڃي. مگر ڪارخانن ۾ ڪم ڪرڻ وارن کي جيستائين سندن مالڪ اجازت نه ڏين، تيسين هو ڪم ڦٽو نه ڪن. اهڙيءَ طرح اسپتالن جا نوڪر ۽ صحت کاتي جا نوڪر ۽ ريلوي ڪارخانن جا مزدور، جن جي لڳولڳ ڪم جاري رکڻ جي ضرورت آهي، اهي به ڪم نه ڇڏين.
2. انهيءَ ڏينهن عبادت گاهن ۾ نهايت زاري ۽ عاجزيءَ سان دعائون گهريون وڃن ۽ جيڪي ماڻهو روزا رکي سگهن ته اهي روزا به رکن. پر مسلمان شرعي قاعدي موجب 2 روزا رکن يا ته 31 جولاءِ جو به يا ته 2 آگسٽ جو.
3. ساري ملڪ ۾ جلسا ڪيا وڃن، تانجو ننڍڙا ڳوٺ به پوئتي نه رهن. تقريرون ٿين يا نه ٿين مگر هيٺ ڏيڪاريل تجويز منظور ڪئي وڃي:

i. اسان فلاڻي شهر جي رهاڪن جو هي جلسو مرڪزي خلافت ڪميٽي بمبئي جي ان تحريڪ سان پوري همدردي ظاهر ڪري ٿو جا جمعيت مٿين شرع اسلام جي ۽ اسلامي جذبات جي موافق ترڪي شرائط صلح تي ٻيهر نظر ڪرائڻ ۽ ان ۾ ڦير گهير ڪرڻ جي غرض سان ڪئي آهي. ۽ ان جي اختيار ڪيل طرز عمل يعني ترڪ موالات ۽ ڪم ۾ شريڪ نه ٿيڻ کي جا شرائط صلح جي مناسب ڦير گهير تائين رهندي، تسليم ڪري ٿو.

ii. هي جلسو نهايت ادب سان شاهي گورنمينٽ کي بادشاهت جي فائدي جي خاطر جنهن جي هو عوضي آهي، گهڻي تاڪيد سان ترغيب ڏياري ٿو ته هو صلح جي انهن شرطن ۾ انصاف جهڙي ڦير گهير ۽ نظرثاني ڪرائي، جن تي بي انصافي ۽ وزيرن جي وعدي ٽيڙڻ ڪري ساري دنيا ۾ لعنت ملامت ڪئي وئي آهي.

4. مٿيون تجويزون جناب نواب وائسراءِ بهادر بالقابه جي خدمت ۾ هڪ لفافي ۾ بند ڪري موڪلجن، جن ۾ هي به درخواست ڪيل هجي ته انهن تجويزن کي امپرئيل گورنمينٽ جي خدمت ۾ روانو ڪري (تار ڏيڻ جي ضرورت نه آهي).

---

* اهڙي قسم جون هدايتون "الوحيد" اخبار ۾ مختلف چوپڙين جي صورت ۾ شايع ٿيون. (تفصيل لاءِ ڏسو، روزانه "الوحيد"، ڪراچيءَ جا مختلف پرچا جهڙوڪ: مؤرخه 6 جولاءِ، 1920ع، ص2، 13 جولاءِ 1920ع، ص3، 26 سيپٽمبر 1920ع، ص4، ۽ پڻ ڏسو "ترڪ موالات نمبر1" ڪراچي، جمعيت خلافت اسلاميه صوبه سنڌ، سال؟، ص10 کان 12.

5. مقامي خلافت ڪميٽين کي صلاح ڏجي ته انهن تجويزن کي پاس ڪرائي موڪلڻ ۾ خاص طرح ڌيان ڏين.
6. ڪو جلسو نه ڪيو جي، تقريرن ۾ برابري ۽ حد اندر رهڻ جو لحاظ رکڻ گهرجي.
7. وڏن شهرن ۾ جيڪڏهن خلق جي گهڻائي ڪري هڪ هنڌ انتظام نه ٿئي ته گهڻن جاين ۾ جلسا ڪري، مٿيون تجويزون پڙهي، منظور ڪرايون وڃن.
8. پوليس ۽ حاڪمن جي سمجهاڻين ۽ انهن جي قاعدن جي پوري پيروي لازمي طرح ڪئي وڃي، جيڪڏهن ڪنهن شهر ۾ لکيل حڪم جي معرفت جلسي تي پابندي هجي ته اتي اجازت وٺڻ کان سواءِ جلسو نه ڪيو وڃي.

ترڪ موالات جي آغاز کان وٺي انجام تائين سنڌ خلافت ڪاميٽيءَ نه رڳو انهيءَ تي بي مثال نموني عمل ڪيو، پر ان جي ڀرپور تبليغ ۽ تشهير به ڪئي. هڪ سال جي قليل عرصي ۾ سنڌ خلافت ڪاميٽيءَ جي جن مختلف شاخن ٺهراءَ بحال ڪيا، تن جو تاريخوار وچور هن طرح آهي(213):

4، آگسٽ 1920ع تي جيڪب آباد، 16 آگسٽ1920ع تي مٽياري، 3، آڪٽوبر 1920ع تي ڪراچي ۽ مٽياري، 6،آڪٽوبر 1920ع تي نواب شاهه، 8،آڪٽوبر 1920ع تي نوشهروفيروز، 15 آڪٽوبر1920ع تي ٽنڊو آدم، 16 آڪٽوبر1920ع تي حيدرآباد، 19 آڪٽوبر1920ع تي ٻائوديرو، 21 آڪٽوبر 1920ع تي نصرپور، 26 آڪٽوبر 1920ع تي ڇتن شاهه، سرائي مراد علي چانڊيو، ڪنب، ليمان، ناصري، ماڙي، جلباڻي ۽ موريو لاڪو، 4،نومبر1920ع تي جيڪب آباد، 6،نومبر1920ع تي ٽل ۽ ڳوٺ غلام نبي شاهه، 10، نومبر 1920ع تي ميرپور، 13 نومبر 1920ع تي ٺٽو، 26 نومبر1920ع تي سونڊا ۽ 29 ڊسمبر 1920ع تي ڳوٺ مولوي مبارڪ.

**ڪائونسلن جو بائيڪاٽ:** ترڪ موالات جي آغاز کان پوءِ خلافتي وقت جي حڪومت سان ڪنهن به قسم جو سهڪار ڪرڻ لاءِ تيار نه هئا. هنن ڪرسيون ڇڏيون، پروانا واپس ڪيا، مالي امدادون ٺڏي ڇڏيون ۽ اسيمبلين ۾ چونڊ جي وڃڻ جو خواب خيال به لاهي ڇڏيو. اهڙين ئي حالتن ۾ حڪومت طرفان ڪائونسلن جي چونڊن جو اعلان ٿيو. خلافتي اڳواڻن لاءِ اهو اعلان ڪنهن به وڏي آزمائش کان گهٽ نه هو. حالتون اهڙيون اچي بيٺيون هيون جو قوم پرست ۽ وطن دوست ماڻهو ميدان کان ٻاهر هئا، پر خوشامدڙيا ۽ سرڪار پرست ماڻهو پنهنجي وفاداريءَ جي ڳٽ ڪي، اچا به سوڙهي ڪرڻ لاءِ ڪائونسلن جا اميدوار ٿي بيٺا. خلافتين کي اهو شديد احساس

هو تہ اهڙا موقعي پرست، خود غرض ۽ درٻاري ماڻهو جڏهن ڪائونسلن ۾ پهچندا تہ حڪومت سندن سهڪار سان ڪارا قانون ٺاهي ۽ نافذ ڪري سگهندي. اهڙين حالتن ۾ خلافتي اڳواڻن لاءِ فقط اهو ئي رستو وڃي بچيو هو تہ ماڻهن کي چونڊن جي ڍونگ کان باخبر ڪن ۽ منجهن سياسي شعور پيدا ڪري چونڊن ۾ حصي نہ وٺڻ تي رضامند ڪن.

خلافت ڪاميٽيءَ ڪائونسلن جي چونڊن جي بائيڪاٽ کي ڪامياب بنائڻ لاءِ انوکي قسم جي مهم جو آغاز ڪيو. مختلف هنڌن لاءِ تبليغي وفد ٺاهيا ويا، جن ميلن ملاڪڙن ۽ شادين مرادين جهڙن موقعن کان وٺي ويندي عام جلسن ۽ محفلن تائين تبليغون ڪيون. وڏن شهرن ۾ انهن وفدن ڪائونسلن کان بائيڪاٽ جا هفتا ملهايا.*

**هندو مسلم اتحاد:** انگريزن هندستان ۾ ڪمپني راڄ جي خاتمي کان پوءِ جڏهن نئين دور جو آغاز ڪيو تہ انهيءَ جو بنياد هُنن "ويڙهايو ۽ حڪومت ڪريو" جي حڪمت عمليءَ تي رکيو. سن 1905ع ۾ "بنگال جي ورهاڱي" فرنگي حڪمرانن جي اهڙي ارادي کي عملي صورت بخشي ۽ هندو مسلم اختلاف جو بنياد پيو. اهو سياسي اختلاف اڳتي هلي مذهبي ڇڪتاڻ جو سبب بڻيو.

سنڌ ۾ هندو مسلم اختلاف سڀ کان پهريائين ادب جي ميدان ۾ ظاهر ٿيو ۽ پوءِ ڪلئي عام بحث مباحثا ۽ مناظرا ٿيڻ لڳا، پر انهن واقعن سنڌ جي ملڪي خواهہ قومي ٻڌيءَ کي متاثر نہ ڪيو. جليانوالا باغ جي واقعي ۽ خلافت تحريڪ جي آغاز کي هندو مسلم اتحاد جو بي مثال نمونو چئي سگهجي ٿو.

هن تحريڪ دوران خلافتي اڳواڻن کي اهو شديد احساس هو تہ حڪومت هندو مسلم اتحاد کي ڪڏهن بہ قبول نہ ڪندي، ۽ هوءَ پنهنجي حڪمت عمليءَ مطابق

---

* ڪائونسلن جي بائيڪاٽ بابت مختلف هنڌن تي جيڪي گڏجاڻيون ٿيون تن مان محض هڪ ضلعي ۾ ٿيل گڏجاڻين جو تاريخوار وچور هن طرح ٿئي ٿو:

1. آڪٽوبر1920ع کان 7 آڪٽوبر 1920ع ۽ 16 آڪٽوبر 1920ع تي حيدرآباد ۾، 18 آڪٽوبر 1920 تي هالا، 19 آڪٽوبر 1920ع تي ٻاٺوديرو، 21 آڪٽوبر 1920ع تي نصرپور ۽ 2 آڪٽوبر 1920ع تي مٽياري. (ڏسو روزانہ "الوحيد" ڪراچي، مؤرخہ 8، آڪٽوبر، 1920ع ص3 ، 13 آڪٽوبر 1920ع ص2، 20 آڪٽوبر 1920ع، ص2، 22 آڪٽوبر 1920ع، ص 2، 24 آڪٽوبر 1920ع، ص2 ۽ 7 نومبر 1920ع، ص3).

ويڙهائي حڪومت قائم ڪندي رهندي. ان ڪري سنڌي اڳواڻن خلافت تحريڪ جي پليٽ فارم کي هندو مسلم اتحاد قائم ڪرڻ لاءِ به استعمال ڪيو. هن جماعت جي مختلف شاخن جي مختلف ڪاروائين کي مطالعي هيٺ آڻڻ سان معلوم ٿئي ٿو ته خلافت تحريڪ جي آغاز کان وٺي ان جي انجام تائين هندو مسلم اتحاد کي قائم رکڻ جي ڪوشش ڪئي ويئي. انهيءَ سلسلي ۾ ڪاميٽيءَ جي مختلف شاخن هندو مسلم اتحاد قائم ڪرڻ بابت ڪيترائي ٺهراءَ بحال ڪيا*. جن ۾ مسلمانن کي، ڳئون کهڻ کان پرهيز ڪرڻ جي تلقين ڪئي ويندي هئي، ۽ هندن کي وري مسلمانن جي مذهبي جاين جي احترام ڪرڻ جا مشورا ڏنا ويندا هئا. خلافت ڪاميٽيءَ جي مختلف شاخن هندو مسلم اتحاد جو عملي مظاهرو به ڪيو ۽ هڪ ٻئي جي قيادت به تسليم ڪئي. ننڍي کنڊ جي تاريخ ۾ انساني پائيپيءَ جو اهو عملي نمونو خلافت تحريڪ جي ئي ڪوششن جو نتيجو هو، ۽ اهڙو اتحاد اڳ ۾ قائم ٿي نه سگهيو هو.

**سرڪاري عملدارن جي مذمت:** غيرن جي حڪمرانيءَ ۾ غلام قوم ڪيترن ئي طبقن ۾ رهائجي ويندي آهي، جنهن جو فائدو وٺي غير پنهنجي حاڪميت ڪجهه عرصي تائين قائم رکي سگهندو آهي. غلاميءَ جي دور ۾ مٿيون طبقو ۽ سرڪاري عملدار ڏاڍي حڪمران جي لٺ بڻجي پوندا آهن. خلافت تحريڪ جي زماني ۾ به ائين ئي ٿيو. جيتوڻيڪ انگريز عملدار آڱرين تي ڳڻڻ جيترا مس هئا، پر خطابن ۽ لقبن جي شوقين وڏيرن جي به ڪمي ڪا نه هئي، عملدارن انهن پڳدارن جي سهڪار سان سنڌي عوام، خاص ڪري خلافتي اڳواڻن خواهه ڪارڪنن تي ظلم ۽ ڏاڍ ڪيا. خلافت تحريڪ جي آغاز سان ئي اهو سلسلو شروع ٿيو، ۽ ان جي اختتام تائين سنڌ جو عوام سور ۽ سختيون سهندو رهيو. جنهن جو مثال هن مان ئي ملي سگهي ٿو ته سيپٽمبر 1922ع کان وٺي آگسٽ 1923ع تائين 118 خلافتي اڳواڻ ۽ ڪارڪن جيل ۾ وڌا ويا(214). پر عوام انهيءَ

---

* جن شاخن اهڙا ٺهراءَ بحال ڪيا، تن جو مثالي ۽ تاريخوار وچور هن طرح آهي:

19 مارچ 1920ع تي ٻني، (ڏسو روزانا "الامين" حيدرآباد مؤرخه 26 اپريل1920ع ص14 کان ص16) .

7، اپريل 1920ع تي هالا، (ايضا ص14 کان ص16) .

30 اپريل 1920ع تي شڪارپور، (ڏسو روزانا "الامين" حيدرآباد مؤرخه 17، مئي 1920ع ص5) .

19 مئي 1920ع تي ڪراچي، (ڏسو روزانا "الامين" حيدرآباد مؤرخه 31 اپريل1920ع ص2) .

8، آڪٽوبر تي نوشهرو، (ڏسو روزانا "الوحيد" حيدرآباد مؤرخه 13 آڪٽوبر 1920ع ص3) .

ڏاڍ ۽ ڏمر آڏو ڪڏهن بہ نہ جهڪيو. نہ رڳو ايترو پر انهيءَ ظلم ۽ تشدد جي ڀرپور مذمت بہ ڪيائين. خلافت ڪاميٽيءَ جي ڪيترين ئي گڏجاڻين ۾ سرڪاري عملدارن جي مذمت ڪئي ويئي، ۽ انهن جي خلاف ٺهراءَ بحال ڪيا ويا. اهڙي قسم جي گڏجاڻين جو مثال خاطر ۽ مختصر تاريخوار وچور هن طرح آهي: (215)،

3 جولاءِ 1920ع تي ڪراچي، 23 جولاءِ 1920ع تي حيدرآباد، 11 آگسٽ 1920ع تي بٺي، 26 نومبر 1920ع تي سونڊا، 26 جنوري 1921ع تي نواب شاهہ ۽ 28 سيپٽمبر 1922ع تي چڪ.

**صنعت ۽ واپار:** مطالعي هيٺ آيل دور ۾ عالمن جي سختگير حڪمت عمليءَ سبب مسلمان انگريزي تعليم کان پري رهيا. ان ڪري ڪين هندن جي ڀيٽ ۾ زندگيءَ جي هر هڪ شعبي ۾ پوئتي رهجي ويٺو پيو. خاص ڪري صنعت ۽ واپار ۾ تہ مسلمانن ڪا بہ جوڳي ترقي نہ ڪئي.

انگريزي تهذيب ۽ ثقافت جي تيز تر وهڪري ڏيهي تهذيب ۽ تمدن کي بريءَ طرح متاثر ڪيو، عوام جو لکيل پڙهيل طبقو حڪمرانن جي تهذيب ۽ تمدن کي اڪيون ڀوٽي قبول ڪرڻ لڳو. انهيءَ احساس ڪمتريءَ ڏيهي صنعتڪاريءَ کي نقصان رسايو ۽ پورو ملڪ غير ملڪي شين جي وڪري جي منڊي بڻجي ويو. سامراجي حڪومت هتان جو ڪچو مال ٻاهر موڪلي ڏيهي صنعتي ترقيءَ جا دروازا بند ڪري ڇڏيا. ماڻهو ٻاهرئين مال وٺڻ تي مجبور هئا. ان ڪري هر سال هن ملڪ جو اڻ ميو ناڻو ڌارين جي نذر ٿي ويندو هو.

اهڙين حالتن ۾ سنڌ توڙي هند جي جملي سياسي پارٽين گهريلو صنعتي ترقيءَ کي پنهنجي منشور ۾ مناسب جاءِ ڏني، جن مان خلافت ڪاميٽي بہ هڪ هئي.

سنڌ خلافت ڪاميٽي ۽ ان جون سموريون شاخون گهريلو صنعتي ترقيءَ کي فروغ ڏيڻ جو اهم ذريعو بڻيون. جيتوڻيڪ ڌن ۽ دولت جي گهٽتائيءَ سبب هن پارٽيءَ صنعتي ترقيءَ ۾ ڪو عملي حصو نہ ورتو، پر تبليغ ۽ تشهير ذريعي عوام ۾ ديسي شين جي واپرائڻ جو جذبو اڀاريو ۽ ڪين ٻاهرئين مال استعمال ڪرڻ کان نفرت ڏياري. نہ صرف ايترو پر غير ملڪي شين جي استعمال ڪرڻ خلاف مختلف گڏجاڻين ۾ ٺهراءَ بہ بحال ڪيا. سنڌ خلافت ڪاميٽيءَ جي مختلف شاخن جي ڪارڪردگيءَ جي تاريخ اڄ بہ انهيءَ حقيقت جي تصديق ڪري ٿي.

خلافت ڪاميٽيءَ جي جن مختلف شاخن وقت بوقت ڏيهي صنعتي ترقيءَ لاءِ

ٺهراءُ بحال ڪيا، تن جو مختصر ۽ تاريخوار وچور هن طرح آهي: (216)

17 اپريل 1920ع تي سيوهڻ ۽ هالا، 30 اپريل 1920ع تي شڪارپور، 19مئي 1920ع تي ڪراچي، 2 جولاءِ 1920ع تي قمبر، 8 آڪٽوبر 1920ع تي نوشهروفيروز، 4 نومبر 1920ع تي جيڪب آباد، 11 نومبر 1920ع تي مبارڪ پور، 8 آگسٽ 1922ع تي ٺل، 28 آگسٽ 1922ع تي ڪوٽڙي، 2 سيپٽمبر 1922ع تي ڳوٺ ٽالهه ۽ ڳوٺ پنهور، 28 سيپٽمبر 1922ع تي چڪ، 3 جنوري 1923ع تي ماتلي، 5 جنوري 1923ع تي ڳڙهي ياسين، 28 آڪٽوبر 1928ع تي سکر، 16 جنوري 1931ع تي ڪراچي، 11 فيبروري 1931ع تي حيدرآباد ۽ 30 اپريل 1933ع تي مراد پور.

**مقامي چونڊون:** سن 1920ع ۾ ڪائونسلن جي بائيڪاٽ کان پوءِ خلافتي اڳواڻن کي شديد احساس ٿيو ته هيٺئين طبقي جي عوام ۾ شعور آڻي کين ڏاڙئين ۽ جابر حڪومت جي حڪمت عمليءَ کان ته واقف ڪري ۽ پري رکي سگھجي ٿو، پر مٿيون طبقو وقت ۽ حالتن مطابق پنهنجون وفاداريون بدلائيندو رهي ٿو. جنهن ڪري قوم مان طبقاتي اختلاف جو خاتمو آڻڻ ممڪن نه آهي، ان ڪري هن ڪاميٽيءَ مجبور ٿي لوڪل بورڊن ۾ پنهنجن ماڻهن کي موڪلڻ جي حڪمت عملي اختيار ڪئي، ته جيئن ننڍين خواهه وڏن ايوانن ۾ حڪومت توڙي سندس ڇاڙتن کي غلط قانون سازيءَ جي کليءَ طرح اجازت نه ملي سگھي. سن 1922ع کان وٺي خلافت تحريڪ جي خاتمي تائين انهيءَ ئي حڪمت عمليءَ تي عمل ڪيو ويو ۽ حيدرآباد، شڪارپور، ڪراچي توڙي ٻين شهرن جي لوڪل بورڊن ۾ خلافتي اميدوار بيهاريا ويا ۽ سندن حمايت ۾ جلسا سڏايا ويا*. جيتوڻيڪ مقامي چونڊن ۾ ڪنهن حد تائين خلافتي اميدوارن کي ڪاميابي به حاصل ٿيندي هئي، پر لوڪل بورڊن جي محدود اختيارن ڪري عوام جي جوڳي خدمت نه ڪري سگھيا.

**سنڌ جي عليحدگي:** هن مقالي جي "سنڌ جي بمبئيءَ کان عليحدگيءَ" واري باب ۾ خلافت تحريڪ جي خدمتن جي نشاندهي ڪرائي ويئي آهي. هتي صرف هن ڳالهه جو اضافو ڪرڻو آهي ته خلافت ڪاميٽيءَ هن مسئلي کي به اوتري اهميت ٿي ڏني،

---

* اهڙي قسم جا جلسا 6 سيپٽمبر 1922ع تي شڪارپور، 19 نومبر 1922ع تي حيدرآباد ۽ 6 آگسٽ 1928ع ڪراچيءَ ۾ ٿيا. (ڏسو روزانه "الوحيد" مؤرخه 12 سيپٽمبر 1922ع ص 4، 25 نومبر 1922ع ص4 ۽ 8 آگسٽ 1928ع ص6).

جيڪا ان ڪي تنهن دور جا سنڌي مسلمان ڏيئي رهيا هئا. سنڌ خلافت ڪاميٽيءَ جي مرڪزي گڏجاڻين خواه ڪانفرنسن جي موقعن تي سنڌ جي عليحدگيءَ جا ٺهراءَ بحال ٿيا. انهيءَ سلسلي ۾ سڀ کان پهريون ٺهراءُ 6 آگسٽ 1928ع تي سڏايل ڪراچي خلافت ڪاميٽيءَ جي اجلاس ۾ بحال ٿيو(217). جنهن کان پوءِ ساڳئي سال جي ڊسمبر مهيني ۾ جڏهن سکر ۾ خلافت ڪانفرنس ٿي ته ان موقعي تي به سنڌ جي عليحدگيءَ جو ٺهراءُ بحال ڪيو ويو. جنهن جا لفظ هي هئا ته: (218).

"جنهن صورت ۾ سنڌ جي رهاڪن جي اڪثريت ان جي جدا صوبي بنائڻ لاءِ مالي ۽ انتظامي خرچ جو ذمو کڻڻ لاءِ تيار آهي. باقي ڪوٽ پورڻ لاءِ مرڪزي حڪومت کي تيار رهڻ گهرجي. تنهن ڪري سنڌ جي جدائيءَ کي مالي پورائي جي رنڊڪ سبب روڪڻ جي هيءَ ڪانفرنس مخالفت ڪري ٿي."

انهيءَ کان پوءِ جڏهن تاريخ 10 فيبروري 1931ع تي صوبه سنڌ خلافت ڪاميٽيءَ جي گڏجاڻي ٿي ته ان موقعي تي شيخ عبدالمجيد سنڌي. جي ايم سيد. پير الاهي بخش. سيد ميران محمد شاهه. نور محمد وڪيل. حاتم علوي. سيٺ حاجي عبدالله هارون. محمد هاشم گذدر. محمد حنيف. قاضي خدا بخش ۽ قاضي فضل الله تي مشتمل هڪ سب ڪاميٽي ٺاهي ويئي ته جيئن مالي حالتن جي جاچ ڪندڙ سرڪاري ڪاميٽيءَ لاءِ انگ اکر گڏ ڪري. پنهنجو نقطي نظر پيش ڪري سگهي(219).

اهڙيءَ طرح پوءِ به هيءَ جماعت "سنڌ جي بمبئيءَ کان عليحدگيءَ" تائين هڪ نه ٻيءَ صورت ۾ ان تحريڪ جو ساٿ ڏيندي رهي.

**ڪميونل ايوارڊ جي مذمت:** "سائمن ڪميشن"(Simon Commishion)، ۽ پهرين "گول ميز ڪانفرنس"(Round Table Conference)، جي ناڪامين عوام ۾ بيچيني پيدا ڪري وڌي. ۽ نتيجي ۾ سنڌ ۽ هند سياسي خلفشار جو مرڪز بنجي ويا. انهن حالتن کان مجبور ٿي برطانيه جي وزيراعظم "ريمزي ميڪڊونالڊ" (Ramsay Mac Donald)، "ڪميونل ايوارڊ" جو اعلان ڪيو. جيئن ته هن ايوارڊ ۾ ڪنهن حد تائين مسلمانن جا مطالبا تسليم ڪيا ويا هئا. ان ڪري ڪين ڪجهه سڪون نصيب ٿيو. پر پنجن مهينن کان پوءِ جڏهن هن ايوارڊ جي باقي حصي جي باري ۾ اعلان ڪيو ويو ته سنڌ ۽ هند جي مسلمانن انهيءَ جي سخت مذمت ڪئي، ڇو ته مسلمانن سان سراسر نا انصافي ڪئي ويئي هئي. ڪين مسلم اقليتي صوبن ۾

توازن جو حق نہ ڏنو ويو هو، پر بنگال ۽ پنجاب جي صوبن ۾ سنڌن نمائندگيءَ ۾ گهٽتائي آندي ويئي هئي. ان جي پيٽ ۾ سنڌ ۽ سرحد جي پڻ مسلمان اڪثريت وارن هنڌن ۽ غير مسلم اقليتن کي وڏيڪ توازن جو حق ڏنو ويو هو.

اهڙيون حالتون سنڌ خلافت تحريڪ جهڙيءَ فعال جماعت لاءِ بہ قبول ڪرڻ جي قابل نہ هيون. ان ڪري هن جماعت پنهنجي ڪيترين ئي گڏجاڻين ۾ "ڪميونل ايوارڊ" جي مذمت ڪئي. تاريخ 1 اپريل 1933ع تي جڏهن مرادپور ۾ جيڪب آباد ضلعي خلافت ڪانفرنس ٿي، تڏهن انهيءَ مسئلي ۽ موضوع تي سخت ترين ٺهراءَ منظو ڪيا ويا(220).

**مڪمل آزاديءَ لاءِ ڪوششون:** خلاف تحريڪ محض ترڪيءَ جي خلافت کي بچائڻ جي ڪوشش نہ ڪئي، پر حقيقت ۾ هيءُ آزاديءَ جو هڪ اهڙو جذبو هو، جنهن عوام کي اتحاد ۽ اتفاق ڪرڻ تي مجبور ڪيو.

مطالعي هيٺ آيل دور ۾ سنڌ خلافت ڪاميٽيءَ نہ رڳو عوام ۾ آزاديءَ جي حاصل ڪرڻ جي لهر پيدا ڪئي پر انهيءَ دور ۾ آزاد ٿيندڙ قومن يا آزاديءَ لاءِ جدوجهد ڪندڙ ماڻهن جي اخلاقي امداد بہ ڪئي. هن ئي دور ۾ مصر، الجزائر ۽ چين جو عوام آزاديءَ لاءِ ڪوششون ڪري رهيو هو. سنڌ خلافت ڪاميٽيءَ پنهنجي گڏجاڻين ۾ اتان جي عوام جي همدرديءَ ۾ ٺهراءَ منظور ڪيا، ۽ انهن جي ڪوشش کي مثال بڻائي پنهنجي عوام کي ڌارئين حڪمران کان نجات حاصل ڪرڻ جي تلقين ڪئي.

انهيءَ سلسلي ۾ سنڌ خلافت ڪاميٽيءَ ۽ ان جي مختلف شاخن جي ڪارڪرديءَ کي مثال طور پيش ڪري سگهجي ٿو. جيئن آگسٽ 1927ع ۾ ڳوٺ چيهي جي خلافت ڪاميٽيءَ مصر جي آزاديءَ وارين ڪوشش کي اڳيان رکي عوام کي سنڌ ۽ هند آزاد ڪرائڻ جو درس ڏنو(221)، ان کان پوءِ ڊسمبر 1930ع ۾ ميهڙ جي خلافت ڪاميٽيءَ الجزائر جي مجاهدن جي همدرديءَ ۾ ٺهراءُ منظور ڪيو(222)، ان بعد اپريل 1933ع ۾ مرادپور ۾ سڏايل جيڪب آباد ضلعي خلافت ڪانفرنس ۾ چين سان همدردي ڏيکارڻ ۽ جپان جي مذمت ڪرڻ لاءِ ٺهراءُ منظور ٿيو (223).

اهڙيءَ طرح پنهنجي غلاميءَ جي زنجيرن ٽوڙڻ لاءِ بہ ڪيترائي ٺهراءُ منظور ڪيا ويا. جن مان چڪ خلافت ڪانفرنس تاريخ 28 سيپٽمبر 1922ع تي مڪمل آزاديءَ جو ٺهراءُ منظور ڪيو(224). خلافت ڪاميٽيءَ جي انهن نمائين ڪوشش پهريائين عوام کي مذهبي مسئلي تي گڏ ڪيو ۽ بعد ۾ کين سياسي شعور ڏيئي

منجهن آزاديءَ جو روح ڦوڪيو. اهو ئي سبب هو جو خلافت جي خاتمي کان پوءِ مسلم ليگ ميدان خالي ڏسي آسانيءَ سان عوام جي اڳواڻي ڪئي.

**مسلم ليگ سان الحاق:** جيتوڻيڪ عمليءَ طور تي خلافت تحريڪ جو خاتمو 1924ع ۾ ٿي چڪو هو(225)، پر پوءِ به سنڌ خلافت ڪاميٽي هڪ فعال سياسي جماعت وانگر ملڪ جي خدمت ڪندي رهي. هن جماعت پنهنجي سياسي ڄمار جي ٽئين ڏهاڪي ۾ محسوس ڪيو ته سنڌ ۽ هند جون سياسي حالتون بدلجي چڪيون آهن ۽ هندو خواهه مسلمان ڪانگريس ۽ مسلم ليگ جي قيادت قبول ڪري چڪا آهن. ان ڪري سنڌ خلافت ڪاميٽيءَ به وقت ۽ حالتن جي تقاضا پوري ڪندي ڪنهن به هڪ جماعت سان الحاق ڪرڻ جو سوچيو.

اپريل 1938ع ۾ حيدرآباد ۾ سنڌ خلافت ڪاميٽيءَ جي جنرل بورڊ جو اجلاس ٿيو، جنهن ۾ اتفاق راءِ سان فيصلو ڪيو ويو ته مسلم ليگ سان سهڪار ڪيو وڃي ۽ سنڌ جي عوام کي هن جماعت جي امداد ڪرڻ جي استدعا ڪئي وئي (226). سنڌ خلافت ڪاميٽيءَ جو اهو اهم سياسي فيصلو هو، جنهن کي آزاديءَ جي تحريڪ جي تاريخ لکندي ڪڏهن به نظر انداز ڪري نٿو سگهجي.

**قومي تعليم جو واڌارو:** تعليم قومن جي ذهني اوسر جو اهم ذريعو آهي. جيڪڏهن ان جو بنياد قومي فلاح ۽ بهبود جي مقصد تي رکيو ويندو ته تعليم جو نظام سچا وطن دوست ۽ قوم جا خير خواهه انسان پيدا ڪندو. ان جي مقابلي ۾ ڌاريون حڪمران تعليم جي نظام کي اهڙو رنگ ۽ روپ ڏيندو آهي، جنهن مان رڳو ذهني طور تي غلام ۽ احساس ڪمتريءَ ۾ مبتلا انسان پيدا ٿي سگهندا آهن. مطالعي هيٺ آيل دور ۾ انگريز سرڪار به تعليم جي ذريعي کي پنهنجن مفادن خاطر استعمال ڪيو. سندن تعليمي نظام اڻ ڳڻيا ڪامورا ته پيدا ڪيا، مگر انهن مان لائق انسان ڪي ٿورائي ٿيا. هن تعليمي نظام ذهني طور تي ڪاري رنگ جا گورا انسان پيدا ڪيا. جن کي پنهنجي تهذيب ۽ تمدن بدران فرنگي حڪمران جي تهذيب ۽ تمدن پيارو هو. هو پنهنجي حڪمران جي هر عمل کي صحيح ۽ سچو سمجهڻ تي مجبور هئا ۽ پنهنجي ڌرتيءَ وارن جي ڏڪندڙ دلين جو احساس وٽن ناپيد هو.

تعليم جي اهڙي تباهه ڪن نظام اسان جي بزرگن کي مجبور ڪيو ته هو انهيءَ ڏس ۾ اڳتي وڌي قوم جي رهبري ۽ رهنمائي ڪن. خلافت تحريڪ کان اڳ اسيمبلين ۽ ڪائونسلن ۾ تعليم جي سلسلي ۾ بل بحال ڪرايا ويا، پر خلافت تحريڪ جي آغاز

حالتن کي نئون موڙ ڏنو، ۽ سنڌ ۾ نئين تحريڪ جي ابتدا ٿي.

تعليم جي هن نئين تحريڪ جا ڪيترائي رخ هئا. هڪ طرف خلافتي اڳواڻن ۽ ڪارڪنن سرڪاري اسڪولن مان پنهنجو اولاد ڪڍي ورتو، ۽ ٻئي طرف انهيءَ ڪوٽ کي پوري ڪرڻ لاءِ قومي بنيادن تي تعليمي ادارا قائم ڪيا.* انهيءَ کان اڳ قائم ٿيل غير سرڪاري تعليمي ادارن مان ڪيترن کي سرڪاري مالي امداد نه وٺڻ تي آماده ڪري،* انگريز سرڪار جي اثر ۽ رسوخ کان بچايو ويو.

سنڌ خلافت ڪاميٽيءَ خلافت جي سوال کان پوءِ تعليم جي مسئلي کي وڏي اهميت ڏني ۽ پنهنجي ملڪ جي بزرگن کي هن مسئلي جي نوعيت ڏانهن متوجه ڪيو. قومي تعليم کي ترقي وٺائڻ لاءِ هن جماعت لوڪلبورڊ ۾ پنهنجا اميدوار بيهاريا ته جيئن اهي قومي تعليم کي ڳوٺ ڳوٺ ۾ پهچائڻ جو ذريعو بڻجن.

ان کان سواءِ جماعت جي مرڪزي دفتر ۾ تعليم جو الڳ شعبو قائم ڪيو ويو ۽ ملڪ جي هڪ سو کان وڌيڪ تعليمي ادارن جو ان سان الحاق ڪيو ويو. انهن جي مالي امداد ڪئي ويئي ۽ قومي تعليم جو جامع نصاب تيار ڪيو ويو(227). مرڪزي دفتر جي انهيءَ ڪارڪردگيءَ کان سواءِ جماعت جون مختلف شاخون پنهنجين گڏجاڻين ۾ قومي تعليم حاصل ڪرڻ جا ٺهراءَ بحال ڪندي انهيءَ جي عوام ۾ تبليغ ڪنديون هيون.**

**هارين جي حقن جي حفاظت:** مطالعي هيٺ آيل دور ۾ سنڌ ۽ پنجاب جا لاڳاپا ايترا سٺا نه هئا. هتان جو عوام پنجابين کان ڪنهن حد تائين مايوس هو. اهو

---

* جيئن ڪراچيءَ ۾ مدرسه مليه اسلاميه قائم ڪيو ويو.

* سنڌ جي ڪيترن ئي مڪتبن ۽ مدرسن سرڪاري مالي امداد وٺڻ کان انڪار ڪيو. جن مان مثال طور مڪتب ڏڀ چانڊيه ۽ سجاول گوپانگ، مدرسه اسحاق ديرو ۽ بنگلديرو جا نالا پيش ڪري سگهجن ٿا (تفصيل لاءِ ڏسو روزانه "الامين" حيدرآباد، مؤرخه 7 جون 1920ع ص ص 5-6 ۽ روزانه "الوحيد" ڪراچي، مؤرخه 18 جولاءِ 1920ع ص 4 ۽ نومبر 1922ع ص4)

** مثال خاطر ڪن شاخن جو تاريخوار وچور هن طرح آهي:

17 اپريل 1920ع تي سيوهڻ ۽ هالا 24 سيپٽمبر 1920ع تي مورو، 27 آڪٽوبر 1920 تي ڪراچي، 10 سيپٽمبر 1920ع تي جيئند، 11 نومبر 1920 تي مبارڪپور، 9 نومبر 1924ع تي سکر، 14 نومبر 1924ع تي ڪهڙ ۽ 30 اپريل 1933 تي مرادپور. (هيءَ معلومات روزانه "الوحيد" جي سال 1920ع کان 1933ع وارن مختلف پرچن مان ورتي ويئي)

ٿي سبب هو جو جڏهن سنڌ کي بمبئيءَ کان الڳ ڪرڻ جي تحريڪ هلي ۾ ڪن حلقن طرفان ان کي پنجاب سان ملائڻ جي تجويز پيش ٿي ته سنڌ جي عوام اها راءِ رد ڪري ڇڏي.

سکر بئراج جي کوٽائيءَ کان پوءِ سنڌ جي ڪيتري غير آباد زمين زراعت ڪرڻ جي لائق ٿي، جنهن تي سنڌ جي عوام جو ئي حق هو. پر فرنگي سرڪار انهن کي نظرانداز ڪندي ٻاهرين ماڻهن: خاص ڪري پنجاب جي جاگيردارن، نوابن ۽ رٽائرڊ فوجي آفيسرن کي زمينون وڪرو ڪري کين سنڌ ۾ آباد ڪرڻ جو سلسلو شروع ڪيو.

سنڌ خلافت ڪاميٽي پنهنجي ڌرتيءَ تي هن نو آبادياتي نظام جي وجود کي برداشت ڪرڻ لاءِ تيار نه هئي. ان ڪري هن جماعت حڪومت جي انهيءَ غلط حڪمت عمليءَ جي شديد مذمت ڪئي ۽ "زمين – زمين وارن کي" ڏيارڻ لاءِ پاڻ پتوڙيو ۽ ٺهراءَ بحال ڪيا(228). سنڌ خلافت ڪاميٽيءَ جو هيءُ ڪارنامو وطن دوستيءَ جو هڪ نادر نمونو هو.

**مذهبي خدمتون:** خلافت ڪاميٽي بنيادي طرح سان مسلمانن جي فڪر ۽ خيالن جي پيداوار هئي، جنهن جي قيادت گهڻي ڀاڱي عالمن جي هٿ هيٺ هئي. ان ڪري فطري طور تي خلافت ڪاميٽي مذهبي خدمتن طرف ته راغب رهي، پر وقت ۽ حالتن مطابق رنگ بدلايائين.

شروعات ۾ مذهبي خدمتن جو آغاز محض اصلاحي ۽ تبليغي نوعيت جو هو. هن مرحلي تي سنڌ جي مسلمان عوام کي دين جي اصول تي هلائڻ ۽ بدعتن کان باز رهڻ جي تلقين ڪئي ويندي هئي. اها روايت به پهريائين ڪاميٽيءَ جي گڏجاڻين تائين محدود رهي * پر پوءِ جڏهن سنڌي عالم عوام جي ويجهو آيا، ته هنن ميلن ۽ ملاکڙن جي موقعن تي به پندونصيحت جو پرچار ڪيو. انهيءَ سلسلي ۾ غلام شاهه ۽ ٽنڊي

---

* تبليغي ۽ اصلاحي نوعيت جا جيڪي ٺهراءَ جماعت يا ان جي شاخن طرفان بحال ٿيا. تن جو مثالي ۽ تاريخوار وچور هن طرح آهي:

18 آگسٽ 1922ع سکر. 15 ڊسمبر 1922ع تي ڳوٺ نبي شاهه. 11 مئي 1924ع تي شهداد ڪوٽ، 6 آگسٽ 1928ع تي ڪراچي ۽ 30 اپريل 1933ع تي مرادپور. (ڏسو روزانه "الوحيد" ڪراچي، مؤرخه 2 سيپٽمبر 1922ع ص4، 30 ڊسمبر 1922ع ص4، 20 مئي 1924ع ص4، 8 آگسٽ 1928ع ص6 ۽ 5 مئي 1933ع ص6).

باگي جي ڊسمبر 1922ع واري ميلي کي شاهديءَ طور پيش ڪري سگهجي ٿو. جنهن موقعي تي خلافتي مبلغن سياست سان گڏ مذهب جي تبليغ به ڪئي (229)، جڏهن "عدم تعاون" ۽ "ترڪ موالات" جون تحريڪون هليون ته اسان جي عالمن به انهن جو اثر قبول ڪيو ۽ نتيجي ۾ سندن نصيحتن شدت اختيار ڪئي، ۽ ڪنهن حد تائين بدعتي خواهه بي نمازين سان بائيڪاٽ جا ٺهراءَ بحال ٿيا.*

سن 1923ع ۾ ڪراچي ۾ "شڌي سڀا" قائم ٿي. ان کان اڳ ڪانگريسي قيادت مسلمان خلافتين جو اعتماد وڃائي چڪي هئي. هنن پنهنجي واقعن هندو مسلم اختلافن کي هوا ڏني ۽ خلافت ڪاميٽيءَ جون مذهبي خدمتون پڻ ڏڙن ۾ ورهائجي ويون. هڪڙن اڳواٽن هندو مسلم اتحاد کي قائم ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي ۽ ٻين عالمن وري الله ۽ الله جي رسول جي رضامندي حاصل ڪرڻ خاطر هندن کي دين اسلام جي دائري ۾ داخل ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي.**

ان کان پوءِ جڏهن سکر بئراج جي کوٽائي شروع ٿي ته ڪن مسجدن جي مسمار ٿيڻ جون حالتون پيدا ٿيون. انهيءَ واقعي وري خلافتي عالمن کي مسجدن جي بقاءَ جي مسئلي ڏانهن راغب ڪيو. سڀ کان پهريائين سکر خلافت ڪانفرنس مؤرخه 28 آڪٽوبر 1928ع تي اهڙي قسم جو ٺهراءُ بحال ڪيو(230). ان بعد ڳوٺ قاضي محمد عارف تعلقي ميهڙ جي هڪ مسجد تي هندو مسلم اختلاف پيدا ٿي پيو ۽ حڪومت لاچار ٿي ٽڪاٽي لڳ مسجد جي صحن ڍهرائڻ جو حڪم ڏنو. خلافت ڪاميٽيءَ هن واقعي تي به شديد ردعمل ظاهر ڪيو (231). سن 1938ع ۾ جڏهن مسجد منزل گاهه سياسي ۽ مذهبي اختلافن جو بنياد بڻي، ۽ انهيءَ عرصي دوران لنواريءَ جي حَجَ تي سنڌ ۾ شديد رد عمل جو اظهار ٿيو ته خلافت ڪاميٽي انهيءَ واقعي ۾ به ملوث رهي پنهنجي مرڪزي اجلاس مؤرخه 24 اپريل 1938ع تي نه صرف مسجد منزل گاهه مسلمانن کي ڏيڻ لاءِ حڪومت کان مطالبو ڪيو پر لنواريءَ جي حج واري رد عمل کي به هٿي ڏني(232).

---

* اهڙي قسم جو ٺهراءُ خلافت ڪاميٽي ماڏو پنهنجي گڏجاڻي مؤرخه 3 جنوري 1923ع تي بحال ڪيو هو (ڏسو روزانه "الوحيد" ڪراچي، مؤرخه 17 جنوري 1923ع ص7) .

** امروٽ ۾ خلافت ڪاميٽيءَ طرفان سڏايل جلسي مؤرخه 21 مارچ 1924ع جي موقعي تي مولانا تاج محمود امروٽيءَ جي هٿ تي ٻن هندن اسلام قبول ڪيو. هن واقعي کي مثال طور پيش ڪري سگهجي ٿو. (ڏسو روزانه "الوحيد" ڪراچي، مؤرخه 26 مارچ 1924ع ص4) .

عالمن جو حصو: انهيءَ چوڻ ۾ ڪو به وڌاءُ نه ٿيندو ته خلافت تحريڪ اهڙي جماعت هئي، جيڪا عالمن قائم ڪئي، ۽ عالمن جي هئي. هن جماعت جو قيام ۽ قيادت سنڌي عالمن جي وطن دوستيءَ ۽ سياسي شعور جو هڪ مظهر هئي.

سنڌي عالمن خلافت تحريڪ کي ڪامياب ۽ ڪامران بنائڻ لاءِ مختلف طريقن سان جدوجهد ڪئي ۽ جن عالمن هن تحريڪ ۾ حصو ورتو، تن جي نالن جو وچور هن طرح ٿئي ٿو(233).

مولوي ابوبڪر (ٺٽو)، آخوند آدم (شڪارپور)، احمد ملوي(لاڙڪاڻو)، مولوي احمد ميمڻ(حيدرآباد)، مولوي احمد ميمڻ (بدين)، مولوي احمد ملاح (بدين)، مولوي احمد علي نارائي (ٿرپارڪر)، پير احسان الله شاهه راشدي (حيدرآباد)، سيد اسد الله شاهه ٽڪڙائي (حيدرآباد)، الاهي بخش اعوان (شڪارپور)، الاهي بخش لاڪير (دادو)، مولوي اله بخش مهيسر (دادو)، پير حاجي امام الدين شاهه راشدي (لاڙڪاڻو)، سيد امير محمد شاهه (دادو)، ملان الهرڪيو ميمڻ (خيرپور)، مولوي الهرڪيو، ٺل (جيڪب آباد)، مولوي حافظ اله وسايو (لاڙڪاڻو)، مولوي بصر الدين (دادو)، مولوي پير بقادار شاهه(حيدرآباد)، مولوي ميان پير محمد (حيدرآباد)، قاضي تاج محمد نصرپوري (حيدرآباد)، سيد تاج محمود امروٽي (شڪارپور)، پير تراب علي شاهه (لاڙڪاڻو)، حافظ حامد الله ڏيپو (ٿرپارڪر)، حاجي حامد الله ٻيلائي (ٺٽو)، قاضي حبيب الله (خيرپور)، سيد حزب الله شاهه (شڪارپور)، حماد الله هاليجوي (سکر)، مولوي ميان جان محمد ولهاري (ٿرپارڪر)، مولوي خادم حسين جتوئي (شڪارپور)، خان محمد گهمرو (ٿرپارڪر)، خدا بخش پنو (سکر)، خوش محمد ميرو خاني (لاڙڪاڻو)، مولوي خير محمد نظاماڻي (بدين)، مولوي خير محمد فيروز شاهي (دادو)، مولوي خير محمد (لاڙڪاڻو)، مولوي در محمد ڊول (جيڪب آباد)، مولوي در محمد "خاڪ" (لاڙڪاڻو)، مولوي دوست محمد لڪمير (نواب شاهه)، مولوي دين محمد ٻٽوي (لاڙڪاڻو)، دين محمد "وفائي" (ڪراچي)، مولوي دين محمد "اديب" (دادو)، مولوي ڏنل شاهه (.....)، مولوي

رحيم بخش (جيڪب آباد)، مولوي رحيم بخش (ڪراچي)، پير رشد الله شاهه (حيدرآباد)، روشن الدين (.....)، سرور بخش (جيڪب آباد)، مفتي سعد الله (خيرپور)، مولوي شريف (حيدرآباد)، مولوي شفيع محمد پير (دادو)، مولوي شفيع محمد سوڍر (دادو)، مولوي شفيع محمد منگيو (نواب شاهه)، حڪيم شمس الدين (حيدرآباد)، مولوي شهاب الدين (.....)، مولوي شير محمد (شڪارپور)، مولوي صاحبڏنو ميمڻ (خيرپور)، مولوي صاحبڏنو (جيڪب آباد ، مولوي پير صاحبڏنو شاهه (....)، مولوي ميان صدر الدين (ڪراچي)، مولوي صدر الدين شاهه (جيڪب آباد)، مولوي ضياءُ الدين شاهه راشدي (حيدرآباد)، مولوي سيد عابد شاهه (جيڪب آباد)، مولوي عبدالله بنگلديرائي (لاڙڪاڻو)، مولوي عبدالله لغاري (سانگهڙ)، مولوي پير آغا عبدالله جان سرهندي (حيدرآباد)، مولوي عبدالله هالائي (حيدرآباد)، مولوي عبدالله شاهه فتاحي" (خيرپور)، مولوي عبدالله مري (سانگهڙ)، مولوي عبدالله بوبڪائي (دادو)، مولوي عبدالله (حيدرآباد)، حافظ عبدالله (لاڙڪاڻو)، سيد عبدالله شاهه (جيڪب آباد)، مولوي عبدالله (ٿرپارڪر)، عبدالله ڪڍهري (نواب شاهه)، مولوي عبدالحق چانڊيو (ٿرپارڪر)، مولوي عبدالحڪيم (سکر)، ميان حاجي عبدالحڪيم (ٿرپارڪر)، مولوي عبدالحڪيم (شڪارپور)، حافظ عبدالحميد ٽريچاٽي (سکر)، عبدالحميد پٽني (سکر)، مولوي عبدالحليم (جيڪب آباد)، مولوي عبدالحي (نواب شاهه)، مولوي عبدالخالق ڪنڊياروي (نواب شاهه)، مولوي عبدالخالق "خليق" مورائي (نواب شاهه)، قاضي عبدالرحمٰن (حدرآباد)، مولوي عبدالرحمٰن (دادو)، مولوي عبدالرحيم (جيڪب آباد)، مولوي سيد حاجي عبدالرحيم شاهه (ٺٽو)، مولوي عبدالرحيم (ڪراچي)، مولوي عبدالرزاق پيرزادو (سکر)، مولوي عبدالرزاق بوبڪائي (دادو)، مولوي عبدالرؤف ڊومڪي (جيڪب آباد)، مولوي پير آغا عبدالستار جان (حيدرآباد)، مولوي عبدالشڪور (.....)، عبدالعزيز ٽريچاٽي (سکر)، مولوي شيخ عبدالعزيز (حيدرآباد)، مولوي عبدالعزيز (سکر)، مولوي عبدالغفور (سکر)، مولوي عبدالغفور (جيڪب آباد)، حافظ عبدالغني (لاڙڪاڻو)،

مولوي عبدالقادر لغاري (سانگھڙ)، مولوي عبدالقيوم (ٿرپارڪر)، مولوي عبدالڪريم عباسي (ٺٽو)، مولوي عبدالڪريم درس (ڪراچي)، مولوي عبدالڪريم ڏيرو (لاڙڪاڻو)، مفتي عبدالرحيم (سکر)، عبدالڪريم چشتي (شڪارپور)، مولوي عبدالڪريم مگسي (دادو)، عبدالڪريم ڪورائي (جيڪب آباد)، مولوي عبدالڪريم ڪکل (لاڙڪاڻو)، مولوي عبدالڪريم سمون (بدين)، مولوي عبداللطيف ڊول (جيڪب آباد)، مولوي عبدالواحد (جيڪب آباد)، مولوي حاجي عزيز الله (نواب شاهه)، قاضي عزيز لله (لاڙڪاڻو)، عزيز الله (.....)، عطاءَ الله پناڻ (ٺٽو)، سيد حاجي علي اڪبر شاهه (دادو)، موالان سيد علي انور شاهه (نواب شاهه)، علي شير (سکر)، علي محمد مهيري (ٺٽو)، مولوي عنايت الله (دادو)، غلام احمد ملڪاڻي (دادو)، مولوي شيخ غلام حسين (بدين)، غلام حسين (لاڙڪاڻو)، مولوي غلام رسول (جيڪب آباد)، مولوي غلام رسول (سکر)، مولوي غلام رسول شاهه (خيرپور)، سيد ميان غلام شاهه (دادو)، حڪيم غلام صديق (لاڙڪاڻو)، غلام علي گوپانگ (بدين)، غلام عمر جتوئي (لاڙڪاڻو)، غلام فريد سپريور (لاڙڪاڻو)، مولوي غلام محمد (حيدرآباد)، مولوي غلام محمد (لاڙڪاڻو)، مولوي غلام محمد (ڪراچي)، پير غلام مجدد (حيدرآباد)، فتح علي جتوئي ننڍو (ٺٽو)، فتح علي جتوئي وڏو (ٺٽو)، حڪيم فتح محمد سيوهاڻي (ڪراچي)، قاضي فتح محمد نظاماڻي (حيدرآباد)، مولوي فتح محمد (لاڙڪاڻو)، مولوي فتح محمد (ٺٽو)، پير فتح الدين شاهه (لاڙڪاڻو)، حڪيم فتح محمد (شڪارپور)، مولوي فتح محمد (ٿرپارڪر)، مولوي فخر الدين (دادو)، مولوي حڪيم فضل الله (شڪارپور)، مولوي فضل الحق (لاڙڪاڻو)، حڪيم فضل محمد نوشهرائي (نواب شاهه)، سيد فيض الله (.....)، مولوي فيض محمد واعظ (لاڙڪاڻو)، مولوي قائم الدين احمد (جيڪب آباد)، مولوي قادر بخش (لاڙڪاڻو)، ملا قاسم (ڪراچي)، مولوي قمر الدين واعظ (جيڪب آباد)، مولوي قيصر خان (نواب شاهه)، مولوي ڪريم بخش (لاڙڪاڻو)، مولوي ڪريم بخش (جيڪب آباد)، مولوي ڪريم بخش (نواب شاهه)، مولوي گل محمد (نواب شاهه)،

مولوي لعل محمد (ٿرپارڪر)، مولوي لعل محمد متعلوي (حيدرآباد)، حافظ متارو ساڍر (ٿرپارڪر)، پير مٺل شاهه راشدي (لاڙڪاڻو)، پير محبوب شاهه (حيدرآباد)، حسن شاهه (جيڪب آباد)، حڪيم الدين پرهياڙ (حيدرآباد)، حافظ محمد منّياروي (حيدرآباد)، محمد خان (خيرپور)، محمد ڪٽي (ٺٽو)، حاجي محمد قريشي (دادو)، محمد ڪڇي (ڪراچي)، حافظ محمد هالائي (حيدرآباد)، مولوي محمد (لاڙڪاڻو)، محمد ابراهيم ڳڙهي ياسيني (شڪارپور)، محمد اسماعيل پنّو (سکر)، مولوي محمد اسماعيل (شڪارپور)، مولوي پير آقامحمد اسماعيل جان (حيدرآباد)، محمد اڪرم انصاري (حيدرآباد)، مولوي محمد اڪرم (ٿرپارڪر)، مولوي محمد اعظم (لاڙڪاڻو)، مولوي پير محمد امام شاهه (حيدرآباد)، محمد امير آريسر (ٿرپارڪر)، محمد باقر شاهه (ٺٽو)، ملا محمد بچل (لاڙڪاڻو)، حافظ محمد بخش (جيڪب آباد)، محمد پريل منگيو (نواب شاهه)، خواجه محمد حسن جان (حيدرآباد)، محمد حسن (لاڙڪاڻو)، مولوي محمد حسن (سانگهڙ)، حافظ محمد حسن (جيڪب آباد)، محمد حسين صديقي (ٺٽو)، پير آقا محمد حسين جان (حيدرآباد)، مولوي محمد حسين جمالي (نواب شاهه)، مولوي محمد دائود تنيو (لاڙڪاڻو)، مولوي محمد رحيم بخش (لاڙڪاڻو)، مولوي محمد رمضان (حيدرآباد)، محمد سعيد گوپانگ (بدين)، مولوي محمد سلطان (دادو)، مولوي محمد سليمان ”واعظ“ (دادو)، محمد سليمان پنوي(ٺٽو)، محمد سليمان (لاڙڪاڻو)، مولوي محمد سليمان چانڊيو (.....)، محمد سليمان هالائي (حيدرآباد)، مولوي آخوند محمد سمن (دادو)، محمد صادق ڪڏي وارو (ڪراچي)، محمد صادق انڍڙ (سکر)، محمد صالح ماڙوي (دادو)، محمد صالح سمون (ٿرپارڪر)، مولوي محمد صالح شيخ (خيرپور)، مولوي محمد صالح (دادو)، مولوي حڪيم محمد صديق مورائي (نواب شاهه)، محمد صديق ڪڇي (ڪراچي)، مولوي محمد صديق (لاڙڪاڻو)، مولوي محمد صديق (حيدرآباد)، مولوي محمد طاهر (سانگهڙ)، مولوي محمد طيب لڪمير (نواب شاهه)، محمد عاقل (لاڙڪاڻو)، مولوي محمد عالم (لاڙڪاڻو)، محمد عبدالحڪيم

(شڪارپور)، محمد عثمان قراني (ٿرپارڪر)، محمد عثمان ڪٽي (ٺٽو)، محمد عثمان شيخ (نواب شاهه)، محمد عثمان بلوچ (ڪراچي)، محمد عظيم "شيدا" (لاڙڪاڻو)، محمدعلي جوڻيجو (ٿرپارڪر)، محمد علي (نواب شاهه)، محمد علي (شڪارپور)، محمد عمر ڪٽي (ٺٽو)، محمد قاسم ڳڙهي ياسيني (شڪارپور)، مولوي محمد قاسم (حيدرآباد)، مولوي محمد قاسم (ٿرپارڪر)، مولوي محمد قاسم (سکر)، مولوي محمد مبارڪ پلي ٿرپارڪر)، مولوي محمد مصري (دادو)، حڪيم محمد معاذ پيرزادو (نواب شاهه)، مولوي محمد موسيٰ حبشي (حيدرآباد)، مولوي محمد موسيٰ (ڪراچي)، مولوي محمد وارث (دادو)، مولوي محمد وارث (لاڙڪاڻو)، مولوي محمد هارون (حيدرآباد)، مولوي محمد هاشم، اسحاق ديرائي (شڪارپور)، مولوي محمد هاشم ڪٽي (ٺٽو)، محمد هاشم ڳڙهي ياسيني (شڪارپور)، محمد هاشم (دادو)، محمد هاشم (سکر)، محمد هاشم "مخلص" (حيدرآباد)، مولوي محمد هاشم (ٺٽو)، مولوي محمد هاشم (خيرپور)، محمد يعقوب جاجاڻو (ٿرپارڪر)، محمد يوسف ٻنوي(ٺٽو)، محمد يونس (ٿرپارڪر)، محمد پاتائي (دادو)، ميان محمود (دادو)، پير محمود شاهه (لاڙڪاڻو)، محمود (ٺٽو)، سيد محمود شاهه بخاري (جيڪب آباد)، محمد (لاڙڪاڻو)، مولوي مصلح الدين (ٿرپارڪر)، معين الدين ڪنياروي (نواب شاهه)، مولاداد (لاڙڪاڻو)، مير محمد حسن ٽالپر (نواب شاهه)، مير محمد نورنگي (لاڙڪاڻو)، مير محمد جتوئي (ٺٽو)، نبي بخش عودي (جيڪب آباد)، نذير حسين جتوئي (لاڙڪاڻو)، ميان نظام الدين امروٽي (شڪارپور)، قاضي نظر محمد ديهاتي (نواب شاهه)، نور محمد انڏڙ (سکر)، نور محمد نظاماڻي (حيدرآباد)، نور الحسن (لاڙڪاڻو)، نور محمد (نواب شاهه)، شيخ نور محمد مٽياروي (حيدرآباد)، نور محمد (جيڪب آباد)، نور محمد ٽنگواڻي (جيڪب آباد)، نور محمد (ٺٽو)، حافظ ولي محمد هالائي (حيدرآباد)، هدايت الله تنيو (نواب شاهه)، پير هدايت الله ٿلاهي (لاڙڪاڻو)، مولوي يار محمد (شڪارپور)، مولوي يار محمد (حيدرآباد)، ۽ مولوي يار محمد جمالي (ڪراچي).

# امن سڀا

**تعارف:** ڌارين ۽ جابر حڪومتن جو هميشه دستور پئي رهيو آهي، ته محڪوم قومن کي غلاميءَ ۾ رکڻ لا منجهن تفرقو پيدا ڪنديون آهن، ته جيئن اهي پاڻ ۾ وڙهندي ڪمزور ٿينديون رهن، ۽ حڪمران وري مٿن آسانيءَ سان پنهنجو تسلط قائم رکي سگهن.

عالمي وڏي جنگ کان پوءِ "خلافت تحريڪ" جو آغاز ٿيو، ته انگريز سرڪار ان کي منهن ڏيڻ لاءِ "امن سڀا" جي تحريڪ هلائي. هن نئين جماعت جا خاص ٻه مقصد هئا: پهريون هندستان جي مسلمانن کي ترڪي خلافت جي مسئلي کان پري رکڻ، ۽ ٻيو ان آزادي پسند عوام کي محض پنهنجو وفادار غلام بنائي رکڻ.

**ڪارڪردگي:** انهن مقصدن کي حاصل ڪرڻ لاءِ وقت جي سرڪار ٻه مکيه محاذ قائم ڪيا. پهريون محاذ دنيا تي دين وڪڻڻ وارن عالمن جي گروهه حوالي ڪيو ۽ ٻيو محاذ سنڌ جي ڏن ڏٿي وڏيرن جي سنڀال هيٺ ڏنائون. انهن ٻنهي محاذن جو مختصر ذڪر هيٺ ڪجي ٿو:

**عالمن جو گروهه:** هن گروه جي اڳواڻي مولوي فيض الڪريم * کي ڏني ويئي ۽ محمد عبدالغنيءَ ۽ مولوي عبدالعزيز سندس ساٿين طور ڪم ڪيو.

---

* مولوي فيض الڪريم ولد محمد عيسيٰ ساند، مولهڻ جي پرسان ساندن جي ڳوٺ ضلعي نواب شاهه جو رهاڪو هو. پاڻ ڳوٺ فيض محمد آڳري تعلقي ميهڙ ۾ مولوي محمد آڳري کان تعليم ورتي هئائين اهل حديث مسلڪ جو هو. مولوي صاحب پنهنجي دور جو وڏو جيد عالم هو ۽ علم حديث، فقه ۽ اسلامي تاريخ جو وڏو ڄاڻو هو. طب تي کيس چڱو عبور حاصل هو. فتويٰ نويسيءَ ۾ يگانه روزگار هو. "خلافت تحريڪ" کي ڪمزور ڪرڻ لاءِ انگريزن کيس منتخب ڪيو. جنهن ڪري پاڻ امن سڀائي عالمن جو روح روان بڻجي، وقت جي سرڪار کي خوش ڪرڻ لاءِ ترڪيءَ جي خليفي خلاف "تحقيق الخلافت" نالي هڪ فتويٰ جو رسالو ڪڍيو جنهن تي سنڌ جي امن سڀائي عالمن، پيرن، مشائخن ۽ درگاهن جي سجاده نشينن صحيحون ڪيون. انهيءَ فتويٰ جي رد ۾ وري مولانا دين محمد وفائي "اظهار الڪرامة" نالي فتويٰ جو رسالو شايع ڪرايو.

هن گروهه جو اهو عقيدو هو تہ اهي ئي علم جا اڪابر ۽ سياست جا مدبر آهن ۽ "اسان مان گهڻا مسلمان اڄوڪي وقت ۾ مذهبي واقفيت پوري نٿا رکن. اسان جو مذهبي جوش انهيءَ سبب ڪري نہ آهي تہ اسان پنهنجي مذهب جي زرين اصولن تي قائم آهيون. بلڪ فقط انهيءَ ڪري آهي تہ اسان جا بزرگ، جهڙيءَ طرح پيا رسم ورواج اسان جي لاءِ ڇڏي ويا آهن، اهڙيءَ طرح هي مذهب بہ اسان جي لاءِ ڇڏي ويا آهن. يعني اسان پنهنجي مذهب کي رڳو هڪڙي قسم جو رواج ڪري سمجهيو آهي ۽ بس. جنهن جو نتيجو هي ٿيو آهي جو اسان مذهبي تحقيقات کي ڇڏي ويٺا آهيون ۽ جيڪي ڪجهہ اسان پنهنجن ابن ڏاڏن کان ٻڌو آهي، انهيءَ تي انڌن وانگر هلڻ پنهنجو دين ۽ ايمان سمجهون ٿا." (234)

هن گروهہ پنهنجي انهيءَ عقيدي جي آڌار تي خلافت جي تشريح هنن لفظن ۾ ڪئي تہ:

"خلافت اسلام جي ارڪان ۾ داخل نہ آهي. هڪڙو دنيوي مسئلو آهي، جو ماڻهن جي مرضيءَ تي مدار رکي ٿو. جنهن کي وڻين تنهن کي پنهنجو خليفو چونڊين. ڇو تہ حضرت رسول ڪريم ﷺ جي نبوت سان اسلام ڪامل ٿي چڪو هو، جيئن قرآن ڪريم ۾ ارشاد آهي "اليوم اكملت لكم دينكم" باقي ضرورت هن ڳالهہ جي آهي تہ سندن وفات کان پوءِ ڪنهن اهڙي ماڻهوءَ کي مقرر ڪجي، جو ماڻهن کي احڪام شريعت جو پابند ڪرائي ۽ سلطنت ۾ انتظام رکي. جنهن صورت ۾ اهي ٻئي ڳالهيون اهڙيون هيون، جن جو عام ماڻهن سان ئي تعلق هو. تنهن صورت ۾ ضروري هو، تہ ماڻهو پنهنجي مرضيءَ سان ڪنهن بہ شخص کي پنهنجو خليفو يا امير چونڊين. مگر اسلام جا اصول ماڻهن جي هٿن ۾ نہ آهن. اهي تہ خدا تعاليٰ جا بنايل آهن. ڪنهن بہ شخص جي رضا ۽ رغبت جي انهن ۾ ڳالهہ ئي ڪانهي. تنهن ڪري انهيءَ مان ثابت ٿيو تہ خلافت جو مسئلو اسلام جي اصولن ۾ داخل ڪونهي. بلڪ خليفي جي مقرري ماڻهن جي ئي وس ۾ آهي. تنهن ڪري جيڪڏهن ڪو مسلمان ڪنهن سلطان جي خلافت نہ مڃي تہ اهو اسلام جي دائري کان خارج نٿو ٿي سگهي. بادشاهہ جو مقرر ڪرڻ محض ملڪي انتظام لاءِ ضروري آهي. تنهن ڪري اهو مسئلو بہ صرف ٻين دنيوي ڳالهين مثلاً نڪاح، خريدوفروخت وغيره وانگر شريعت ۾ داخل آهي ۽ نہ ڪنهن رڪن اسلام موافق داخل آهي" (235).

هن گروهه هڪ طرف خلافت کي غير اصولي امر قرار ڏنو، ته ٻئي طرف انهيءَ لاءِ وري ڪي مذهبي شرط عائد ڪيا. سندن خيال ۾ خلافت واسطي علم، عدالت، ڪفايت، هوش حواس ۽ عضون جي سلامتي ۽ قريشي نسب جا شرط نهايت ضروري هئا. سندن عقيدي موجب:

”علم انهيءَ ڪري ضروري آهي، ته جيڪو خليفو خود احڪام شرعيه کان واقف هوندو ته انهن کي جاري ڪرڻ ۾ سعيو ۽ ڪوشش ڪندو. خليفو صاحب اجتهاد هئڻ گهرجي، جو ٻيا ماڻهو سندس پيروي ڪن ۽ نه اهڙو هجي، جو پاڻ ٻين جو پوئلڳ ۽ محتاج هجي.

خليفي جو عادل هئڻ به ضروري آهي، ڇو جو سڀ عدالت وارا منصب سندس نظر هيٺ هوندا آهن.

ڪفايت انهيءَ واسطي ضروري آهي ته خليفو ماڻهن کي خدائي قانون جو پابند ڪري ۽ جهاد، زڪوات، بيت المال ۽ فوج ۽ ٻيا بادشاهي ڪم چڱيءَ طرح هلائي سگهي.

هوش حواس ۽ عضون جي سلامتي هن ڪري ضروري آهي، ته جيڪڏهن خليفو انڌو، گونگو، ٻوڙو يا چريو هوندو ته خلافت جو ڪم ڪري ڪين سگهندو. جيڪڏهن خليفي کي منصبي تصرف کان روڪي ڇڏجي ته اها ڳالهه به اهڙي آهي، جهڙي هوش حواس ۽ عضون جي ناسلامتي.

خليفو قريشي نسب مان هئڻ گهرجي، ڇو ته حديث شريف ۾ حڪم آهي ”الائمة من قريش“ ۽ هن حديث شريف کي عالمن هميشه قبول ڪيو آهي ۽ بني سقيفه ۾ جڏهن انصارن سڳورن سعد بن عباده رضي الله عنه کي خليفو چونڊڻ جي ڪوشش ڪئي، تڏهن حضرت عمر رضي الله عنه انهيءَ حديث جو دليل پيش ڪري حضرت ابوبڪر صديق رضي الله عنه کي خليفو چونڊرايو“ (236).

اهي ته هئا هن گروهه جا خلافت لاءِ خيال ۽ عقيدا، پر سندس اصلي مقصد ۽ نيت سياسي مفاد ئي هو. اهو سياسي مفاد، جيڪو سندس آقائن کي عزيز هو، تنهن جي حاصل ڪرڻ لاءِ اهو گروهه پنهنجي عقيدن جو بنياد ٻڌي عوام کي تاثر ڏئي ٿي سگهيو ته:

”هن وقت جيڪي ماڻهو خلافت ترڪيءَ تي زور ٿا ڏين، اهي وڏي

خطرناڪ غلطيءَ ۾ مسلمانن کي ڦاسائڻ ٿا گهرن. ڇاڪاڻ تہ ان جو لازم نتيجو اهو نڪرندو تہ هندستان ۾ بہ جماعتون ٿينديون. هڪڙي طرفدار ترڪن جي، ٻي طرفدار عربن جي. ٻنهي جماعتن ۾ سخت اختلاف ۽ اجايو جهڳڙو قائم رهندو ۽ سواءِ ڪنهن فائدي جي مسلمانن کي اجايو نقصان ٿيندو. ازانسواءِ اهڙي قسم جي تحرڪ جي ڪري ترڪن کي شايد جوش اچي، جو حجاز تي چڙهائي ڪن ۽ ظاهر آهي تہ عرب بہ آسانيءَ سان پنهنجي آزادگيءَ جي واڳ ترڪن جي هٿ ۾ نہ ڏيندا. ۽ نتيجو اهو ٿيندو جو خود حرمين شريفين ۾ خونريزي ۽ جنگ جو امڪان ٿيندو. لهذا مسلمانن کي گهرجي تہ اهڙن آئينده جي خوفناڪ واقعن کان حذر ڪن ۽ مسلمانن کي پاڻ جنگ جدال کان بچائڻ جي ڪوشش ڪن" (237).

"اسان سڀني مسلمانن تي بحڪم خدا ورسول، بادشاھ وقت جي اطاعت ۽ فرمانبرداري ضروري آهي، ۽ هر قسم جي شور ۽ فساد کان پرهيز ڪرڻ واجب آهي، جهڙيءَ طرح خدا جي فضل سان مسلمان هميشہ ڪندا آيا آهن. اسان جي مدعا آهي تہ ڪو بہ مسلمان خدا ۽ رسول جي حڪمن کان منهن نہ ڦيرائي، انهيءَ واسطي هن رسالي جو بيان دليلن سان مدلل بيان ڪيو ويو آهي، جو اميد آهي تہ عام طرح سبب هدايت جو ٿيندو." (238).

نندي ڪنڌ ۾ مذهب جو ميدان رڳو عالمن لاءِ وقف ٿيل نہ آهي، پر پير ۽ سجاده نشين بہ ساڳي ئي حيثيت سان ساڻن شريڪ نظر اچن ٿا. ان ڪري جنهن هنڌ تي عالمن جو ذڪر ڪيو ويندو، اتي پيرن ۽ فقيرن کي بہ نظرانداز نٿو ڪري سگهجي.

امن سڀا جي قيام ۽ تبليغ ۾ ڪن عالمن سان گڏ سنڌ جي پيرن ۽ فقيرن بہ پاڻ ملهائڻ جي ڪوشش ڪئي. انهيءَ سلسلي ۾ 4 جولاءِ 1930ع تي هالن ۾ مخدوم غلام حيدر جي ڪوششن سان ملڪ جي مشهور پيرن ۽ فقيرن جي گڏجاڻي ٿي (239)، جنهن ۾ شرڪت ڪندڙ هئا:

| نالو | پتو |
|---|---|
| پير سيد غلام حيدر شاھ، ايم. ايل سي | سجاده نشين درگاھ ڪريمي بلڙي، ضلع حيدرآباد |
| مخدوم غلام محمد صاحب، | سجاده نشين درگاھ هالا |

| پير محمد معصوم | ڪنياري شريف، ضلع نواب شاهه. |
|---|---|
| پير سيد محمد بقادار شاهه جيلاني | ٽاٽو بولاخان، ضلع ڪراچي |
| پير سيد حسن علي شاهه | آراضي، ضلع لاڙڪاڻو. |
| پير سيد خالقڏنو شاهه | جيمس آباد، ضلع ٿرءِ پارڪر |
| سيد علي اڪبر شاهه لڪياري | ضلع ٿرءِ پارڪر |
| پير سيد قادن شاهه لڪياري | ضلع ٿرءِ پارڪر |
| پير غلام حسين سرهندي | مٽياري، ضلع حيدرآباد |
| پير شمس الدين | سجاده نشين، درگاه نصرپور، ضلع حيدرآباد |
| پير فتح محمد شاهه | نصرپور ضلع حيدرآباد |
| پير فخر الدين شاهه راشدي | گولاڙي، تعلقه ٽنڊوباگو، ضلع حيدرآباد |
| پير سيف الله شاهه راشدي | ڪٽياڻ، ضلع حيدرآباد |
| پير فضل علي شاهه | سجاده نشين درگاهه سانگرو، ضلع حيدرآباد |
| خليفه الهه بخش صاحب | سجاده نشين، درگاهه ڪڙيا گنهور، ضلع حيدرآباد |
| پير محمد امام شاهه راشدي | درگاهه جهنڊا والا، ضلع نواب شاهه |
| پير غلام دستگير صاحب | سجاده نشين، درگاهه مڪان شريف ضلع حيدرآباد |
| پير ڏنل شاهه. | سجاده نشين، ڊنڙو، ضلع نواب شاهه |
| پير سيد گل محمد شاهه ولد سيد ولي محمد شاهه | نمائندو درگاهه لعل شهباز سيوهڻ، ضلع لاڙڪاڻو |
| پير بقادار شاهه | مٽياري، ضلع حيدرآباد |
| پير قاسم علي شاهه | ڪڏو، ضلع حيدرآباد |
| پير نبي بخش شاهه | شاهپور، ضلع حيدرآباد |
| پير خدا ڏنو شاهه صاحب | نصرپور، ضلع حيدرآباد |
| پير غلام نبي شاهه ولد صديق محمد شاهه | نمائندو درگاهه بکيرا، ضلع حيدرآباد |
| پير ڪوڙل شاهه | شهدادپور، ضلع نواب شاهه |
| پير سيد عبدالله شاهه الهڏنو ساند | ضلع حيدرآباد |
| پير امين محمد شاهه فاضلاڻي | ضلع حيدرآباد |
| خانصاحب علي بخش شاهه | وهاڻي، ضلع حيدرآباد |
| سيد محمد عالم شاهه ڏاڏائي | ضلع حيدرآباد |
| پير سيد شاهنواز شاهه | جوڻ، ضلع حيدرآباد |
| پير عطا محمد شاهه | ڪڏو، ضلع حيدرآباد |

سيد اسد الله شاھ — باجارا تعلقه سيوھڻ، ضلع دادو

پير ھاشم شاھ لڪياري — ضلع ٿر ۽ پارڪر

پير سيد جڙيل شاھ — ضلع ٿر ۽ پارڪر

سنڌ جي ھنن روحاني رھبرن "خلافت تحريڪ" ۽ "عدم تعاون تحريڪ" جي خلاف جيڪو ڪم ڪيو، تنھن جو اندازو ساڳيءَ گڏجاڻيءَ ۾ بحال ڪيل ٺھرائن مان لڳائي سگھجي ٿو. گڏجاڻيءَ ۾ منظور ڪيل ٺھراءَ ھن طرح ھئا:

i. "سنڌ جي پيرن جي ھيءَ گڏجاڻي "عدم تعاون تحريڪ" جي مذمت ڪندي ديس وارن کي اپيل ٿي ڪري تہ اھي ھر ممڪن ڪوشش وٺي ھن تحريڪ کي ناڪام بنائين، ۽ انھيءَ سلسلي ۾ سنڌ جي باقي پيرن کي التجا ٿي ڪجي تہ اھي مؤثر قدم کڻي پنھنجو اثر رسوخ ھلائي تحريڪ کي وڌيڪ اسرڻ کان روڪين".

رٿ ڏيندڙ: پير غلام حيدر شاھ صاحب

ٽيڪو ڏيندڙ: پير محمد امام شاھ

وڌيڪ ٽيڪو ڏيندڙ: الھ بخش صاحب، پير بقادار شاھ پير خدا ڏنو شاھ، ميان معصوم شاھ، ۽ پير فتح محمد.

ii. "سنڌ جي پيرن ھيءَ گڏجاڻي دھليءَ ۾ سڏايل "آل پارٽيز ڪانفرنس" جي مطالبن جي تہ ئيد ڪري ٿي، ۽ برطانيہ سرڪار کان گول ميز ڪانفرنس ۾ مسلمانن کي نمائندگي ڏيڻ جي گھر ڪري ٿي".

رٿ ڏيندڙ: پير سيد امام شاھ

ٽيڪو ڏيندڙ: پير سيد غلام نبي شاھ.

**ڏن ڏٽين جو ڏڙو:** ھن جماعت کي ڪامياب ۽ ڪامران بنائڻ لاءِ وقت جي سرڪار سنڌ جي ڪيترن ئي ڏن ڏٽي وڏيرن کي ساٿ ڏيڻ تي آماده ڪيو، جن جو محاذ سنڌي عوام ۾ ھيٺ ڄاڻايل نظرين ۽ عقيدن جي پرچار ڪرڻ جو باعث بڻيو:

i. برطانيہ جي تاج ۽ تخت سان وفاداري برقرار رکڻ(240).

ii. "عدم تعاون تحريڪ" جي مخالفت ڪرڻ(241).

iii. ھند سرڪار جي ڪارنامن کي اجاگر ڪرڻ(242).

iv. "خلافت تحريڪ" ۽ ڪانگريس پارٽيءَ جي مذمت ڪرڻ(243).

"امن سڀا" جو قيام ۽ عمل وقت جي سرڪار جي ملڪي سياست ۾ کلي ۽ ڏٺي وائٺي مداخلت جو مظھر ھو. ھن جماعت جي ڪارڪردگيءَ جي مطالعي مان معلوم

ٿئي ٿو تہ مختيار ڪار ۽ ڪليڪٽر ذاتي طور تي هن سڀا جي گڏجاڻين ۾ شرڪت ڪندا هئا.*

سنڌ ۾ قائم ڪيل ڪن "امن سڀا" جي شاخن جو وچور هن طرح آهي:

اپاوڙو (244)، بدين (245)، ٻيلو(246)، ٽنڊوباگو(247)، ٽنڊوڄام (248)، ڳڙهي ياسين(249)، ديرو محبت (250)، ڏهرڪي (251)، مانجهند (252)، نصيرآباد(253)، سڪرنڊ(254)، قاضي احمد (255)، قمبر (256)، ۽ هالا (257).

**امن سڀا ۽ سنڌ جا عالم:** هن باب جي ابتدا ۾ مختصر نموني ۾ مڪيہ عالمن جو حوالي طور ذڪر ڪيو ويو آهي، ۽ حقيقت ۾ اهي ٽي عالم ـ يعني مولوي فيض الڪريم، محمد عبدالغني ۽ مولوي عبدالعزيز ئي هن سڀا جي جان هئا، ۽ هنن ئي "امن سڀا" کي ڪامياب ۽ ڪامران بنائڻ جي سرتوڙ ڪوشش ڪئي.

مولوي فيض الڪريم قلمي ۽ علمي محاذ سنڀاليندي "تحقيق الخلافت" نالي هڪ ڪتاب تصنيف ڪيو.* سندس ساٿ محمد عبدالغنيءَ ڏنو، جنهن وري خلافت جي مسئلي تي "خيالات" نالي هڪ ڪتاب لکيو.** مولوي عبدالعزيز اڪثر ڪري ساهتي

---

* آفيسرن جي شرڪت جا ڪجهہ مثال هيٺ ڏجن ٿا:

i. مسٽر نانڪرام مختيار ڪار ڳڙهي ياسين، جنهن ڳڙهي ياسين "امن سڀا" جي گڏجاڻين ۾ شرڪت ڪئي. (See, "The Daily Gazette", Karachi, dated 16.6.1921, P.5)

ii. مسٽر اي. جي بولس (Mr. E.J.Bolus)، ڪليڪٽر ضلع نواب شاهہ، جيڪو اڪثر ڪري نواب شاهہ ضلعي ۾ "امن سڀا" جي گڏجاڻين جي صدارت ڪندو هو. (See, "The Daily Gazette", Karachi, dated 12.10.1922, P.5)

* ڪتاب ۾ خلافت جي مسئلي تي اها راءِ ڏني ويئي هئي تہ، ترڪن جي خلافت غير اسلامي آهي، ۽ انهيءَ حجت کي ثابت ڪرڻ لاءِ ڪتاب ۾ "صحيح مسلم"، "صحيح بخاري"، "حجة الله البالغه" ۽ "شرح عقائد" جا حوالا ڏنا ويا آهن. (تفصيل لاءِ ڏسو "تحقيق الخلافت" ڪراچي، ڊيلي گزيٽ 1919ع)

** هيءَ ڪتاب بہ ڪراچي جي ڊيلي گزيٽ مان شايع ٿيو، جيڪو 18 صفحن تي مشتمل آهي. هن ڪتاب ۾ هيٺيان باب رکيا ويا آهن:

منڍ، خلافت جي حقيقت، خلافت اسلام جو رڪن آهي ڇا؟، خلافت جا شرط، خلافت ڪيئن دنياوي سلطنت ٿي ويئي، هندستان جا مسلمان ۽ اسلامي خلافت، شريف مڪي جي خودمختياري.

پرڳٽي جي "امن سڀا" جي گڏجاڻين ۾ شرڪت ڪري، هن جماعت جي تبليغ ڪندو هو. جنهن جي نتيجي ۾ ڪيس لونگيون ڀڏارايون ويندڙيون هيون(258).

جيئن ته هيءَ سڀا عوامي تحريڪ ــ خاص طور تي "خلافت تحريڪ" کي ڀنجي ڏيڻ لاءِ بنائي ويئي هئي. ان ڪري سنڌ جا ڪيترائي عالم هن کان پري ۽ پاسيرو رهيا. پر وقت جي ظالم حڪمران جي دٻاءَ هيٺ اچي سنڌ جي ڪن عالمن ۽ پيرن مولوي فيض الڪريم جي ڪتاب "تحقيق الخلافت" تي صحيحون ڪيون. انهن عالمن ۽ پيرن جا نالا هن طرح آهن: (259)

شمس العلماءِ سيد محمد شاهه مردان شاهه سجاده نشين، (پير ڳوٺ ضلع خيرپور)، ابومحمد صالح شاهه سجاده نشين، (راڻي پور)، سيد پير خميسو شاهه نقيب، (گمبٽ)، مخدوم ظهير الدين سجاده نشين، (هالا نوان)، غلام مجدد سرهندي سجاده نشين (ٽنڊوسائينداد ضلع حيدرآباد)، پير الهيار شاهه سجاده نشين (مٽياري)، پير علي مظفر شاهه. (ڪنگري تعلقو روهڙي)، پير سيد علي مدد شاهه (راڻي پور)، پير سيد محمد شاهه (ڪراچي)، امام الدين شاهه (ٺلاهه تعلقو ڏوڪري)، عطاءُ الله شاهه (گهوٽڪي ضلع سکر)، پير مير محمد شاهه سجاده نشين، (گهوٽڪي)، حافظ عبدالله سجاده نشين (ڀرچنڊي ضلع سکر)، مخدوم حبيب الله (پاٽ)، محمد صالح شاهه سجاده نشين (پاٽ)، پير سيد ولي محمد شاهه (سيوهڻ)، شاههٔ دوران شاهه سجاده نشين، (ڀٽ سرائي ضلع دادو)، پير محمد معين الدين (ڀٽ سرائي)، پير امان الله شاهه (.....)، پير علي شاهه سجاده نشين (شاهه آباد ضلع لاڙڪاڻو)، علي محمد قادري سجاده نشين (لاڙڪاڻو)، مخدوم هادي بخش سجاده نشين، (محمد پور تعلقو گهوٽڪي)، مولانا شفيع محمد قاضي (هالا نوان)، قاضي ابراهيم شاهه (حيدرآباد)، مولوي عبدالرحمٰن (پير ڳوٺ ضلع خيرپور)، مولوي شاهه محمد (هالا نوان)، مولوي تاج محمد (هالا نوان)، مولوي محمود سجاده نشين (پاٽ)، مولوي محمد عثمان (ڳوٺ جمال)، مولوي محمد عمر (ڪڏهر تعلقو سڪرنڊ)، مولوي محمد محسن (ميان جو ڳوٺ تعلقو شڪارپور)، سيد عبدالنبي (....)، مولوي محمد پناه (بلوچ آباد)، مولوي حاجي محمد صالح (ڳڙهي ياسين)، مولوي گل

---

ذڪر ڪيل ڀنهي ڪتابن جي جملن جي ترڪيب، بيهڪ جون نشانيون ۽ لفظن جو ذخيرو اردو زبان تان ورتل نظر اچي ٿو، ۽ ائين ٿو لڳي ته اهي ٻئي ڪتاب ڪنهن اردو دان جا لکيل آهن. جن کي سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪري مولوي فيض الڪريم ۽ محمد عبدالغنيءَ جي نالي ۾ ڇپارايا ويا هئا. (تفصيل لاءِ ڏسو "خلافت جي مسئلي تي خيالات" ڪراچي، ڊيلي گزيٽ سال ؟)

محمد (حيدرآباد)، مولوي عبدالقادر (مسو ديرو ضلع لاڙڪاڻو)، مولوي حاجي محمد صادق (مورو ضلع نواب شاهه)، مولوي محمد يعقوب (شهداد خان لغاري ضلع سکر)، مولوي عبدالڪريم (سکر)، مولوي خوش محمد شاهه (ٿار شاهه ضلع نواب شاهه)، مولوي عبدالعزيز (حيدرآباد)، مولوي شاهه محمد (هالا پراڻا)، مولوي محمد (هالا نوان)، مولوي الهرڪيو عباسي (هالا نوان)، مولوي محمد معين الدين (هالا نوان)، مولوي لعل محمد (مٽياري)، مولوي محمد فاضل (مٽياري)، مولوي عبدالرحمٰن (مٽياري)، مولوي پير محمد (ٽنڊوقيصر ضلع حيدرآباد)، مولوي سيد الهيار شاهه (بهاول زئونس)، مولوي عبدالله (بنگلديرو ضلع لاڙڪاڻو)، مولوي امام بخش (رتوديرو ضلع لاڙڪاڻو)، مولوي خوش محمد (ميرو خان ضلع لاڙڪاڻو)، مولوي دين محمد (بٺي تعلقو ميروخان)، مولوي نور الحق (ڳوٺ آباد تعلقو رتوديرو)، مولوي عبدالحليم (پير بخش ڀٽو تعلقو رتوديرو)، مولوي خير محمد (ڇٽو جويو تعلقو ميروخان)، مولوي قاضي عبدالله (ڳوٺ پاڳارو تعلقو رتوديرو)، مولوي ڪريم بخش (دودو خان ڀٽو ضلع لاڙڪاڻو)، مولوي محمد صديق (حيدرآباد)، مولوي محمد ڏيرو (ڳوٺ ڏيرا تعلقو ڪڪڙ)، مولوي محمد عمر (ڳوٺ ابراهيم چنڊ تعلقو ڪڪڙ)، مولوي محمد علي ڏيرو (ڳوٺ ڏيرا تعلقو ڪڪڙ)، مولوي عبدالحق (ڳوٺ ملڪ تعلقو ڪڪڙ)، مولوي شجاع محمد (ڳوٺ ٿهلو تعلقو ڪڪڙ)، ، مولوي غلام رسول (لڏو ديرو تعلقو ڪڪڙ)، مولوي عبدالنبي (لڏو ديرو تعلقو ڪڪڙ)، مولوي محمد احسان (پاٽ)، مولوي نور محمد شاهه (ڳوٺ سوجهرو ضلع لاڙڪاڻو)، مولوي محمد عظيم (خداداد خان پٺاڻ تعلقو دادو)، مولوي گل محمد (گهنور آباد تعلقو وارهه)، مولوي عبدالڪريم (الهرڪيو جلباڻي تعلقو وارهه)، مولوي عبدالرحمٰن (ٽرڙي هاجران تعلقو وارهه)، مولوي محمد صالح ابڙو (گاجي کهاوڙ تعلقو وارهه)، مولوي سيد عبدالحق (جاني بند تعلقو وارهه)، مولوي عبدالهادي (ڳوٺ الهه بخش تعلقو وارهه)، مولوي عبدالڪريم ڀٽو (لاڙڪاڻو)، مولوي محمد عاقل (تعلقو لاڙڪاڻو)، مولوي محمد بچل (لاڙڪاڻو)، مولوي غلام حسين (وليداد تعلقو لاڙڪاڻو)، مولوي تاج محمد (ڪرن تعلقو شڪارپور)، مولوي مولا بخش (ڳوٺ ملا آباد تعلقو ڏوڪري)، مولوي غلام محمد (سونو جتوئي تعلقو لاڙڪاڻو)، مولوي عبدالواحد (سونو جتوئي)، مولوي غلام عمر (سونو جتوئي)، مولوي عبدالرحيم (سونو جتوئي)، مولوي سيد محمد صالح شاهه (آريجا تعلقو لاڙڪاڻو)، مولوي عبدالغني (ڳوٺ رڪيل تعلقو لاڙڪاڻو)، مولوي سيد صالح شاهه (ٽنڊو ولي محمد ضلع حيدرآباد)، مولوي محمد عثمان (دادو شاهه)، مولوي عبدالڪريم درس (ڪراچي)، مولوي غلام الرسول

(محرابپور)، مولوي محب النبي (ڳوٺ سيال تعلقو دادو)، مولوي سعيد الدين (نورپور)، ۽ مولوي سعد الله (ڳوٺ ميتلا ضلعو لاڙڪاڻو).

ذڪر ڪيل عالمن ۽ پيرن مان ڪيترن ڪي جلد ئي پوءِ پنهنجي غلطيءَ جو احساس ٿيو ۽ ان جي ازالي ڪرڻ ۾ ٻہ ڪا ڪسر نہ ڇڏيائون. جڏهن خلافت ڪاميٽيءَ طرفان مولوي فيض الڪريم جي ڪتاب "تحقيق الخلافت" جي رد ۾ "اظهار الڪرامت" شايع ڪرايو ويو تہ انهيءَ ۾ تصديق ۽ صحيح ڪري پنهنجي غلطيءَ جو ڪفارو ادا ڪيائون.*

حقيقت ۾ هن سيا ڪي ڪامياب ۽ ڪامران بنائڻ ۾ وقت جي ڪامورن، ۽ سنڌ جي ڪن سرڪار پرست وڏيرن جو ئي هٿ هو، ۽ جيڪڏهن عالمن جو هن جماعت ۾ ڪو حصو هو تہ اهو آڱرين تي ڳڻڻ جيترن، دنيا ڪارڻ دين وڪڻندڙن ملن جو ئي هو.

## جميعت العلماء

**تعارف:** نومبر 1919ع ۾ دهليءَ ۾ سڏايل "خلافت ڪانفرنس" جي موقعي تي، هندستان جي ڪن عالمن اهو محسوس ڪيو تہ پوري ننڍي کنڊ جي عالمن جي هڪ اهڙي جماعت ٺاهجي، جيڪا وقت ۽ حالتن مطابق مسلمانن جي اسلامي سياست جي روشنيءَ ۾ رهبري ڪري سگهي.

انهيءَ موقعي تي مولانا محمد عبدالباريءَ جي صدارت ۾ حاضر عالمن جي هڪ گڏجاڻي ٿي، جنهن ۾ سنڌ جي عالمن مان مولانا اسد الله صاحب سنڌي، مولانا تاج محمود صاحب، پير محمد امام صاحب سنڌي، مولانا عبدالله صاحب، ۽ مولانا محمد صادق صاحب شرڪت ڪئي (260).

هن گڏجاڻيءَ ۾ متفق طور تي "جمعيت العلماء هند" قائم ڪرڻ جو فيصلو ٿيو، ۽ ان سلسلي ۾ مولانا محمد اڪرم ۽ مولانا ڪفايت الله کي جماعت جي مقصدن ۽ ضابطن جي مسودي تيار ڪرڻ جو ڪم سونپيو ويو.

انهيءَ گڏجاڻيءَ ۾ "جمعيت العلماء هند" لاءِ مولانا محمد ڪفايت الله کي عارضي صدر ۽ مولانا حافظ احمد سعيد کي عارضي سيڪريٽري مقرر ڪيو ويو.

---

* انهن عالمن ۽ پيرن جو ذڪر سنڌن سوانح عمريءَ ۾ ڪيو ويو آهي.

”جمعيت العلماء هند“ جي ٻي گڏجاڻي 28 ڊسمبر 1919ع تي امرتسر ۾ ٿي، جنهن ۾ جماعت جي اساسي اصولن ۽ ضابطن جي مسودي تيار ڪرڻ لاءِ مولانا ثناءُ الله، مولانا محمد ڪفايت الله، مولانا محمد اڪرم خان ۽ مولانا منير زمان تي مشتمل هڪ ڪاميٽي تشڪيل ڏني ويئي. ان ڪان سواءِ جماعت جي هڪ ايگزيڪيوٽو (Executive Committee)، بہ ٺاهي ويئي، جنهن تي سنڌ مان پير تراب علي شاهہ، مولوي عبدالله صاحب، ۽ مولوي محمد صادق صاحب ڪي ميمبر جي حيثيت سان ڪنيو ويو(261).

”جمعيت العلماء هند“ جي قائم ٿيڻ ڪان پوءِ جلد ئي حضرت مولانا تاج محمود امروٽيءَ جي صدارت هيٺ سنڌ ۾ هن جماعت جي شاخ قائم ڪئي ويئي. جنهن جو پهريون سيڪريٽري مولوي حڪيم فتح محمد سيوهاڻيءَ کي مقرر ڪيو ويو(262). ان ڪان پوءِ مولانا محمد صادق کڏي وارو ۽ سيد اسد الله شاهہ ٽڪڙائي هن جا صدر، مولانا مير محمد نورنگي نائب صدر ۽ مولانا دين محمد وفائي انهيءَ جو سيڪريٽري ٿي ڪم ڪيو.

سنڌ ۾ ڪيترن ئي هنڌن تي هن جماعت جون شاخون قائم ڪيون ويون، جنهن جا مکيہ مرڪز هي هئا: (263).

**بدين:** بدين، ضلعي حيدرآباد جي ”جمعيت العلماء سنڌ“ جا عهديدار هن طرح هئا: (263)

| | |
|---|---|
| صدر: | مولوي غلام علي |
| نائب صدر: | مولوي عبدالوهاب |
| سيڪريٽري: | مولوي احمد |
| خزانچي: | مولوي حاجي عبدالله |

**ٿل:** ٿل ضلعي جيڪب آباد ۾ قائم ٿيل ”جمعيت العلماء سنڌ“ جا عهديدار هن طرح هئا: (264).

| | |
|---|---|
| صدر: | مولوي نبي بخش عودي |
| نائب صدر: | مولوي محمد اسماعيل |
| سيڪريٽري: | مولوي در محمد |
| نائب سيڪريٽري: | مولوي عبداللطيف |

**ميهڙ:** ميهڙ ضلعي لاڙڪاڻي جي ”جمعيت العلماء سنڌ“ جا عهديدار هن طرح هئا: (265).

| | |
|---|---|
| صدر: | مولوي محمد اڪمل |

| | |
|---|---|
| نائب صدر: | مولوي الهه بخش |
| سيڪريٽري: | مولوي عبدالوهاب |
| نائب سيڪريٽري: | مولوي عبدالڪريم |

**شڪارپور:** شڪارپور، ضلعي سکر ۾ قائم ٿيل ”جمعيت العلماء سنڌ“ جا عهديدار هن طرح هئا: (266).

| | |
|---|---|
| صدر: | مولوي حماد الله |
| نائب صدر: | مولوي حافظ نور محمد |
| سيڪريٽري: | مولوي عبدالڪريم چشتي |
| نائب سيڪريٽري: | مولوي حافظ محمد هاشم |
| خزانچي: | مولوي علي شير |

**ڪراچي:** ڪراچي جي ”جمعيت العلماء سنڌ“ جا عهديدار هن طرح هئا: (267)

| | |
|---|---|
| صدر: | مولوي محمد صادق |
| نائب صدر: | مولوي حسين احمد مدني |
| سيڪريٽري: | مولوي دين محمد وفائي |
| خزانچي: | مولوي حڪيم فتح محمد سيوهاڻي |

”جمعيت العلماء سنڌ“ جي تاريخ ۾ ڪيترائي اختلافي موڙ به آيا. پهرئين اختلاف جا اهڃاڻ تڏهن ظاهر ٿيا، جڏهن هن جماعت جي همايوني ٽولي مذهبي عقيدن جي بنياد تي ”جمعيت العلماء سنڌ“ جي خلاف اختلاف جو جهنڊو هٿ ۾ کنيو. انهيءَ اختلافي ڌڙي ۾ مولوي صاحبداد ۽ مولوي عبدالقيوم بختيارپوريءَ جا نالا قابل ذڪر آهن. ”جمعيت العلماء سنڌ“ جي مٽياريءَ واري اجلاس ۾ انهن ٻنهي ٽولن جو اختلاف ختم ٿيو ۽ ”جمعيت العلماء سنڌ“ سنڌي عالمن جي هڪ متحد قوت بڻجي ڪم ڪرڻ لڳي(268).

هن جماعت ۾ ٻيو شديد اختلاف ٿرپارڪر ضلعي جي عالمن جي گروهه پيدا ٿيڻ سان پيو. جيئن ته ٿرپارڪري ٽولي تي مسلم ليگ جو اثر غالب هو، ان ڪري هيءُ ڌڙو ”جمعيت العلماء سنڌ“ جو مخالف ٿي بيٺو. انهيءَ طرفان ڪيترائي اهڙا نهراءَ پاس ٿيا، جن ۾ ”جمعيت العلماء سنڌ“ تي ڪانگريس دوستيءَ جا الزام لڳايا ويا، ۽ ان جي صدر تي پڻ بي اعتماديءَ جو اظهار ڪيو ويو(269).

**ڪارڪردگي:** انهن اختلافن ۽ بحرانن جي باوجود "جمعيت العلماء سنڌ" جيڪا پنهنجي قوم جي سياسي خدمت ڪئي، تنهن جو مختصر ذڪر هيٺ ڪجي ٿو:

**سنڌ جي بمبئيءَ کان عليحدگي:** سنڌ پنهنجي تاريخي، جاگرافيائي، تهذيبي، تمدني، لساني ۽ قومي نقطه نگاهه کان هڪ الڳ ۽ آزاد ملڪ جي حيثيت رکي ٿي. ان جو بمبئي پر ڳنڍي سان الحاق غير فطري ۽ غير منطقي هو. سنڌي عوام سنڌ جي بمبئيءَ سان الحاق واري زماني ۾، جيڪا آزاديءَ جي تحريڪ هلائي تنهن ۾ "جمعيت العلماء سنڌ" ڀرپور حصو ورتو.* هن جماعت جي جلسن جي ڪاروائين ۽ انهن ۾ بحال ٿيل ٺهرائن ۾ سنڌ جي آزاديءَ واري مطالبي کي جو ڳي جاءِ ڏني ويندي هئي.**

سنڌ جي بمبئيءَ کان عليحدگيءَ واري تحريڪ سنڌي عوام جي اصلي منزل نه، پر اها ان اصلي منزل جي حاصل ڪرڻ جو هڪ مکيه موڙ يا سنگ ميل هئي. ڇاڪاڻ ته جڏهن سنڌي مسلمان، سنڌ جي جدائيءَ واري مقصد ۾ ڪامياب ٿي ويا، ته "جمعيت العلماء" جي سرڪرده اڳواڻن عوام تي اهو واضح ڪري ڇڏيو ته:

> "سنڌ جي ڏار ٿيڻ کان پوءِ سمورا اختيارات فرنگي گورنر جي هٿ ۾ رهندا، ۽ سنڌي ميمبر فقط خالي کوڪا رهجي ويندا." (270)

ان ڪري سنڌي عوام کي پنهنجي اصلي آزاديءَ واري جدوجهد کي، ساڳئي جذبي ۽ جوش سان جاري رکڻو پوندو.

**خلافت تحريڪ:** " جمعيت العلماء سنڌ" سنڌي عالمن جي نج سياسي ۽ مذهبي جماعت هئي. جيتوڻيڪ هيءَ جماعت ڪنهن تحريڪ جي پيداوار نه هئي، پر مطالعي

---

* جيئن ته تعلقي ميروخان جي ڳوٺ عرضي ڀٽو ۾ جمعيت جي سڏال جلسي ۾ سنڌ جي بمبئيءَ کان عليحدگيءَ لاءِ هنن لفظن ۾ ٺهراءُ بحال ڪيو ويو:

> "سنڌ بمبئيءَ کاتي کان ضرور جدا ٿيڻ گهرجي، ٻيءَ صورت ۾ اسان رعيت جو سخت آزردگيءَ جو حال ٿيندو. تنهن ڪري هيءُ جلسو زوردار لفظن ۾ سنڌ جي عليحدگيءَ لاءِ گهر ڪري ٿو." (ڏسو روزانه "الوحيد"، ڪراچي 1 آڪٽوبر 1931 ص6).

** انهيءَ سلسلي ۾ "جمعيت العلماء" جو ساليانو جلسو، ڊسمبر 1931ع ڪراچي،وڏي اهميت رکي ٿو. هن جلسي جي صدارت مولانا ابوالڪلام آزاد ڪئي هئي ۽ ان ۾ سنڌ جي جدائيءَ بابت ڀرپور لفظن ۾ ٺهراءُ بحال ڪيو ويو هو. (جي ايم سيد "سنڌ جي بمبئيءَ کان آزادي" حيدرآباد، حيدري پرنٽنگ پريس 1968ع ص89).

هيٺ آيل دور جي مختلف تحريڪن ۾ حصو ضرور ورتو هئائين. هن جماعت جي "خلافت تحريڪ" لاءِ ڪيل ڪوششن کي مثال طور پيش ڪري سگهجي ٿو. "جمعيت العلماء سنڌ" پنهنجي قيام کان وٺي تحريڪ جي اختتام تائين خلافت جي مسئلي تي نهايت سياسي بصيرت جو مظاهرو ڪيو. جماعت طرفان وقت بوقت عالمن جا وفد مقرر ڪيا ويندا هئا، جيڪي پيرن ۽ زميندارن وٽ وڃي کين خلافت جي اهميت ۽ افاديت کان واقف ڪندا هئا(271).

مطالعي هيٺ آيل دور ۾ سرڪار جي ڪن چاڙتن عالمن سلطان عبدالمجيد خان جي خلافت متعلق ماڻهن جي ذهنن ۾ جڏهن شڪ ۽ شبها پيدا ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي ته "جمعيت العلماء سنڌ" پنهنجي گڏجاڻين ۾ سلطان عبدالمجيد خان جي حق ۾ ٺهراءَ پئي بحال ڪيا.*

"خلافت تحريڪ" کي ناڪام بنائڻ لاءِ سرڪار طرفان جڏهن "امن سڀا" قائم ڪرڻ جي سازش سٽي ويئي ته "جمعيت العلماء سنڌ" حالتن کي منهن ڏيندي، خاص طرح سان پنهنجي ميمبرن، ۽ عام طرح سان سنڌي مسلمانن کي سامراج جي انهيءَ سازش کان باخبر رکڻ جي ڪوشش ڪئي(272).

ترڪيءَ جي هار کان پوءِ جڏهن برطانيه سرڪار پين سامراجي قوتن سان گڏجي مٿس ذلت آميز عهدنامو مڙهڻ جي ڪوشش ڪئي ته وقت جي ٻين سياسي پارٽين سان گڏ "جمعيت العلماء سنڌ" به هن حادثي تي ڏک جا ڳوڙها ڳاڙيا ۽ برطانيه سرڪار جي وعدي خلافيءَ جي ڀرپور مذمت ڪئي(273).

**قطع تعلقات:** انگريزي راڄ خلاف سنڌ ۽ هند جي عالمن ۽ سياسي دانشورن جيڪي به طريقا اختيار ڪيا، تن ۾ "قطع تعلقات" اهم ۽ مؤثر طريقو هو. جيئن ته انگريز حڪمران ننڍي کنڊ جي سياسي اقتدار کان سواءِ هتان جي ذريعن ۽ وسيلن تي به قابض هو، ان ڪري ڪيس آسانيءَ سان اهڙا هٿ ٺوڪيا عالم ۽ اديب

---

* "جمعيت العلماء سنڌ" جي جلسي مؤرخه 11 اپريل 1923ع ۾ انهيءَ موضوع تي هنن لفظن ۾ ٺهراءُ بحال ڪيو ويو:

> "هيءَ جمعيت، امير المؤمنين خليفة المسلمين سلطان عبدالمجيد خان ظل الله تعالىٰ جي خلافت کي تسليم ڪندي شرعي طور سان هن جي خليفي هجڻ کي قبول ڪري ٿي، ۽ اظهار عقيدت ڪري ٿي" (ڏسو روزانه "الوحيد" ڪراچي، 15 آڪٽوبر 1923ع ص3).

ملي ٿي سگهيا، جيڪي وقت جي گوري حڪمران کي ظل الله سڏڻ جو ٺيڪو ڪنيو ويٺا هئا. سنڌ ۾ اهڙن عالمن "قطع تعلقات" کي غير شرعي عمل قرار ڏيڻ جي ڪوشش ڪئي.

"جمعيت العلماء سنڌ" اهڙن عالمن جي ارادن کان بخوبي واقف هئي. ان ڪري ڪيس پنهنجي مختلف اجلاسن ۾ "قطع تعلقات" کي ديني فرض جي حيثيت ڏيڻ لاءِ نه صرف ٺهراءَ بحال ڪرڻا پيا (274)، پر اهي مسلمان جيڪي "قطع تعلقات" ۾ حصي وٺڻ سبب پنهنجي ميمبري يا نوڪري وڃائي ويهندا هئا، تن جي جاءِ تي جمعيت پين مسلمانن جي اچڻ کي به حرام قرار ڏيندي هئي (275).

**سوديشي تحريڪ:** قومون ان وقت تائين آزادي حاصل ڪري نه سگهنديون آهن، جيستائين منجهن قومي شعور، خود اعتمادي ۽ قرباني ڏيڻ جو جذبو پيدا نٿو ٿئي. مطالعي هيٺ آيل دور ۾ انگريز سامراج نه رڳو اسان وٽ اقتدار جي ڪرسي والاري ويٺو هو، پر اسان تي پنهنجي تهذيب ۽ تمدن مڙهي اسان مان قومي تشخص ختم ڪرڻ جي به ڪوشش ڪري رهيو هو. اهڙي نازڪ دور ۾ وقت جي اها تقاضا هئي ته اهڙيون تحريڪون هلايون وڃن، جن جي نتيجي ۾ هتان جو عوام پنهنجي پيرن تي بيهي پاڻ سجاڻي سگهي. "سوديشي تحريڪ" سنڌ ۽ هند جي سياسي مدبرن جي انهيءَ حڪمت عمليءَ جو نتيجو هئي.

هن تحريڪ کي ڪامياب ۽ ڪامران بنائڻ ۾ "جمعيت العلماء سنڌ" ڀرپور حصو ورتو. هن ديسي شين واپرائڻ لاءِ فتوائون صادر ڪيون، ۽ ماڻهن کي غير ملڪي شين استعمال ڪرڻ کان باز رکڻ جي ڪوشش ڪئي (276). نه صرف ايترو پر هر هڪ ضلعي ۾ جمعيت پنهنجي طرفان "سوديشي تحريڪ" کي فروغ ڏيڻ لاءِ مبلغ به مقرر ڪيا (277).

**آزاديءَ جي تحريڪ:** "جمعيت العلماء سنڌ" محض سنڌي مسلمانن جي سياسي اڳواڻي ڪرڻ يا مٿن مذهبي تبليغ مڙهڻ لاءِ قائم نه ڪئي وئي هئي، پر هن جماعت جو اول ۽ آخر مقصد وطن جي آزاديءَ جو هو. اها آزادي جن ذريعن ۽ وسيلن سان حاصل ڪئي ٿي وئي، تن ۾ سياسي قيادت ۽ مذهبي رهبري به مکيه ذريعا هئا.

سنڌ جي عالمن هن جماعت جي وسيلي آزاديءَ جي حصول لاءِ جيڪي اڻٿڪ ڪوششون ڪيون، سي اسين پنهنجي آزاديءَ جي جدوجهد واري تاريخ ۾ هميشه سونهري اکرن ۾ لکندا رهنداسون. سنڌي عالمن پنهنجي اصلي مقصد جي مطابق ۽

حق کي ڪڏهن بہ مبهم يا مشڪوڪ نہ رکيو، ۽ جڏهن ۽ جتي بہ کين موقعو مليو، تہ هنن اها صدا بلند ڪئي، جيڪا اڄ بہ اسان جي ڪنن ۾ گونججي رهي آهي.

"جمعيت العلماء سنڌ" پنهنجي مختلف جلسن ۾ آزاديءَ جي ٺهراءَ کي وڏي اوليت ۽ اهميت ڏيندي هئي،* ۽ سنڌس انهيءَ وطن دوستي توڙي آزاد پسندگيءَ کي ڪڏهن بہ نظر انداز ڪري نٿو سگهجي.

**عالمن جو حصو:** جميعت العلماء جي قيام کان وٺي اختتام تائين سنڌ جي عالمن هن جماعت جي ڀرپور خدمت ڪئي. نومبر 1919ع ۾ جڏهن مولانا محمد عبدالباريءَ جي صدارت هيٺ دهليءَ ۾ هن جماعت کي قائم ڪرڻ لاءِ گڏجاڻي ٿي، تہ سنڌ جي عالمن بہ انهيءَ ۾ حصو ورتو، ۽ ان جي پهرين "ايگزيڪيوٽو ڪاميٽي" (Executive Committee)، تي بہ سنڌ جي عالمن کي مناسب نمائندگي ڏني ويئي. جيئن تہ انهن جا نالا ۽ ذڪر هن کان اڳ ٿي چڪو آهي، تنهن ڪري ان کي ورجائڻ مناسب نٿو لڳي. "جمعيت العلماء هند" جي مڙني جلسن ۾ سنڌ جا عالم شرڪت ڪندا هئا، ۽ ان جا اهم اجلاس سنڌن ئي صدارت هيٺ ٿيا.

سيپٽمبر 1920ع ۾ ڪلڪتي ۾ سڏايل "جمعيت العلماء هند" جو اهم اجلاس حضرت مولانا تاج محمود امروٽيءَ صاحب جي صدارت هيٺ ٿيو. جنهن ۾ مولانا ابوالڪلام آزاد، سيد مرتضيٰ حسن، مفتي ڪفايت الله دهلوي، مولاناً مسعود علي ندوي، مولانا شائق احمد عثماني، عبدالماجد بدايوني، مولوي محمد دائود غزنوي ۽ ٻين سوين

---

* "جمعيت العلماء سنڌ" جي جلسن ۾ بحال ٿيل اهڙن ٺهرائن جا بہ مثال هيٺ ڏجن ٿا:

i. 11 اپريل 1923ع واري گڏجاڻيءَ ۾ بحال ٿيل ٺهراءَ جا لفظ هن طرح آهن:
"جنهن صورت ۾ اسان جي خلافت ۽ مذهب جو تحفظ سواءِ آزاديءَ جي ناممڪن آهي، تنهن ڪري سوراج حاصل ڪرڻ اسان جي مذهبي امورن ۾ داخل آهي، جنهن لاءِ جدوجهد ضروري آهي." (ڏسو روزانہ "الوحيد" ڪراچي، 15 اپريل 1923ع ص3).

ii. مٽيارين ۾ سڏايل اجلاس ۾ بحال ٿيل ٺهراءَ جا لفظ هن طرح آهن:
"جمعيت العلماء سنڌ" جو هيءُ اجلاس، هن ڳالھ جو نهايت زوردار اظهار ڪري ٿو تہ، مذهبي آزادي ۽ مذهبي زندگي لاءِ سڀ ڪنهن مسلمان کي ضروري آهي تہ هندستان جي آزاديءَ لاءِ دل وجان سان ڪوشش ڪري." (ڏسو "توحيد" ڪراچي، ماه ڊسمبر 1924ع، ۽ جنوري 1925، ص32).

عالمن شرڪت ڪئي. هن ئي گڏجاڻيءَ ۾ "ترڪ موالات" لاءِ فتويٰ "هجرت" ۽ شرعي فيصلن ڪرڻ لاءِ هڪ "دستور العمل" ٺاهڻ جون تجويزون" بحال ٿيون(278).

سنڌ جي عالمن نہ رڳو "جمعيت العلماء هند" کي ڪامياب بنائڻ جي ڪوشش ڪئي، پر ان کي سنڌ اندر مقبول بنائڻ ۾ بہ ڀرپور حصو ورتو. اڳ ۾ ذڪر ڪيل مرڪزن کان سواءِ امروٽ، حيدرآباد، سکر، مٽياري، ميروخان ۽ همايون بہ هن جماعت جا مرڪز هوندا هئا.

سنڌ جي جن عالمن هن جماعت ۾ حصو ورتو، تن جو مختصر وچور هن طرح ٿئي ٿو: (279).

مولوي ابراهيم، مولوي ابوبڪر متعلوي (ٺٽو)، مولوي احمد هالائي (حيدرآباد)، مولوي احمد ملاح (بدين)، مولوي احمد ميمڻ (بدين)، مولوي احمد ملوي (لاڙڪاڻو)، مولوي احمد الدين (جيڪب آباد)، مولانا سيد اسد الله ٽڪڙائي (حيدرآباد)، مولوي محمد اسماعيل (شڪارپور)، مولوي الاهي بخش اعواڻ (شڪارپور)، مولوي الهہ بخش مهيسر (دادو)، مولوي پير امام الدين شاهہ (لاڙڪاڻو)، مولوي امام الدين (بدين)، مولوي امير محمد شاهہ (دادو)، مولوي امين الله (لاڙڪاڻو)، مولوي تاج محمد(حيدرآباد)، مولانا تاج محمود امروٽي (شڪارپور)، مولانا پير تراب علي شاهہ(لاڙڪاڻو)، مولوي حبيب الله (دادو)، مولوي قاضي حبيب الله (خيرپور)، مولوي حزب الله شاهہ (شڪارپور)، مولوي حزب الله شاهہ (لاڙڪاڻو)، مولانا حمادالله هاليجوي (سکر)، مولوي خدا بخش ملوي (لاڙڪاڻو)، مولوي خدا بخش (جيڪب آباد)، مولوي پير خورشيد احمد سرهندي (حيدرآباد)، مولوي خوش محمد ميرو خاني (لاڙڪاڻو)، مولوي سيد خير شاهہ راشدي (بدين)، مولوي در محمد ڊول (جيڪب آباد)، مولانا دين محمد "وفائي" (ڪراچي)، مولوي دين محمد "اديب"(دادو)، مولوي رحيم بخش (جيڪب آباد)، مولوي رسول بخش (لاڙڪاڻو)، مولوي سرور بخش (جيڪب آباد)، مولوي حافظ شريف حسين (حيدرآباد)، مولوي شفيع الدين (شڪارپور)، مولوي شفيع محمد ملوي (لاڙڪاڻو)، مولوي شفيع محمد تنيو (لاڙڪاڻو)، مولوي شمس الدين احمد (ڪراچي)، مولوي شهاب الدين (لاڙڪاڻو)، مولوي صاحبڏنو (شڪارپور)، مولوي صاحبڏنو (جيڪب آباد)، مولانا پير ضياء الدين راشدي (حيدرآباد)، مولانا عبدالله شاهہ فتاحي (خيرپور)، مولانا عبدالله لغاري (سانگهڙ)، مولانا عبدالله ڪڏهري (نواب شاهہ)، مولوي عبدالله (بدين)، مولوي عبدالله جان سرهندي (حيدرآباد)، مولوي عبدالباقي (ٿرپارڪر)، مولانا عبدالحق رباني (حيدرآباد)، مولوي عبدالحڪيم (لاڙڪاڻو)، مولوي عبدالحڪيم (سکر)، مولوي

عبدالحليم (دادو، مولوي عبدالخالق کنڊياروي (نواب شاهه)، مولوي عبدالخالق ”خليق“ مورائي (نواب شاهه)، مولوي عبدالرحيم (لاڙڪاڻو)، مولانا سيد حاجي عبدالرحيم شاهه (ٺٽو)، مولوي عبدالرحيم (بدين)، مولوي عبدالرحمٰن متعلوي (حيدرآباد)، مولوي عبدالرحمٰن (دادو)، مولوي عبدالرحمٰن (شڪارپور)، مولوي عبدالرزاق (جيڪب آباد)، مولوي پير حاجي عبدالستار جان(حيدرآباد)، مولوي عبدالعزيز ٽريچاڻي (سکر)، مولوي عبدالعليم عودي (جيڪب آباد)، مولوي عبدالعليم (حيدرآباد)، مولوي عبدالغفار (جيڪب آباد)، مولوي عبدالغفور (شڪارپور)، مولوي عبدالغفور (لاڙڪاڻو)، مولوي پير عبدالفتاح شاه (لاڙڪاڻو)، مولوي عبدالقادر (لاڙڪاڻو)، مولوي عبدالقادر لغاري (سانگهڙ)، مولوي حاجي عبدالقادر (دادو)، مولوي عبدالقيوم (سکر)، مولوي عبدالڪريم مگسي (دادو)، مولانا عبدالڪريم چشتي (شڪارپور)، مولوي عبدالڪريم (شڪارپور)، مولوي عبدالڪريم (بدين)، مولوي عبدالڪريم فيروز شاهي (دادو)، مولوي عبدالڪريم عباسي (ٺٽو)، مولوي عبدالڪريم (لاڙڪاڻو)، مولوي عبدالڪريم (لاڙڪاڻو)، مولوي عبدالڪريم (جيڪب آباد)، مولوي عبداللطيف ڊول (جيڪب آباد)، مولوي عبدالواحد (لاڙڪاڻو)، مولويٰ عبدالوهاب لنڊ (بدين)، مولوي عبدالوهاب (دادو)، مولوي عبدالوهاب (شڪارپور)، مولوي عبيد الله (جيڪب آباد)، مولوي عبيدُ الله لاشاري (لاڙڪاڻو)، مولوي عزيز الله جروار (سکر)، مولوي عطاءُ الله پٺاڻ (ٺٽو)، مولوي عليشير (سکر)، مولوي علي محمد مهيري (ٺٽو)، مولانا علي محمد ڪاڪيپوٽہ (لاڙڪاڻو)، مولوي عنايت الله (دادو)، مولوي غلام حسين (لاڙڪاڻو)، مولوي غلام رسول (لاڙڪاڻو)، مولوي غلام رسول شاهه (سکر)، مولوي غلام صديق (لاڙڪاڻو)، مولوي غلام عثمان (دادو)، مولوي غلام علي (بدين)، مولوي غلام عمر (لاڙڪاڻو)، مولوي غلام فريد سپريو (لاڙڪاڻو)، مولوي غلام محمد (لاڙڪاڻو)، مولوي غلام محمد (حيدرآباد)، مولانا پير غلام مجدد (حيدرآباد)، مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي (لاڙڪاڻو)، مولوي غلام نبي آگرو (دادو)، مولوي پير عنايت الدين راشدي (لاڙڪاڻو)، مولوي فتح علي جتوئي (ٺٽو)، مولوي حڪيم فتح محمد سيوهاڻي (ڪراچي)، مولوي فدا محمد (دادو)، مولوي فقير محمد (لاڙڪاڻو)، مولوي فقير محمد (سکر)، مولوي حڪيم قائم الدين احمد (جيڪب آباد)، مولوي پير محبوب شاهه راشدي (حيدرآباد)، مولانا محڪم الدين (حيدرآباد)، مولوي محمد ٻنوي (ٺٽو)، مولانا محمد مدني (ڪراچي)، مولوي محمد سومرو (ڪراچي)، مولوي محمد هالائي (حيدرآباد)، مولوي محمد ابراهيم جتوئي (دادو)، مولوي محمد ابراهيم (شڪارپور)،

مولوي محمد ابراهيم (لاڙڪاڻو)، مولوي محمد اسماعيل (شڪارپور)، مولوي محمد اسماعيل لغاري (حيدرآباد)، مولوي محمد اسماعيل جان (حيدرآباد)، مولوي محمد اسماعيل عودي (جيڪب آباد)، مولوي محمد اسماعيل (سکر)، مولوي محمد اسماعيل (سکر)، مولوي محمد اشرف (ٿرپارڪر)، مولوي محمد افضل (سکر)، مولوي محمد اڪرم انصاري (حيدرآباد)، مولوي محمد اڪرم (جيڪب آباد)، مولوي محمد اڪمل (دادو)، مولوي محمد امين آريسر (ٿرپارڪر)، مولوي محمد حسن سيوهاڻي (دادو)، مولوي محمد حسن (دادو)، مولوي محمد حسين صديقي (ٺٽو)، مولوي محمد حسين جان (حيدرآباد)، مولوي محمد دائود تنيو (لاڙڪاڻو)، مولوي محمد سعيد گوپانگ (بدين)، مولوي محمد سليمان (دادو)، مولوي محمد سليمان ٻنوي (ٺٽو)، مولوي محمد سليمان ملوي (لاڙڪاڻو)، مولوي محمد سليمان "واعظ" (دادو)، مولوي محمد صادق (ڪراچي)، مولوي محمد صادق (سکر)، مولوي محمد صالح متعلوي (....)، مولوي محمد صالح سمون (ٿرپارڪر)، مولوي محمد صالح (لاڙڪاڻو)، مولوي محمد صالح "عاجز" (شڪارپور)، مولوي محمد صديق (لاڙڪاڻو)، مولوي محمد صديق ڪيهي (ڪراچي)، مولوي محمد طيب لڪمير (نواب شاهه)، مولوي محمد ضياء الحق (شڪارپور)، مولوي محمد عاقل "عاقلي"(لاڙڪاڻو)، مولوي محمد عالم ملوي (لاڙڪاڻو)، مولوي محمد عبدالحڪيم (شڪارپور)، مولوي محمد عثمان (سکر)، مولوي محمد عثمان (حيدرآباد)، مولوي محمد عثمان بلوچ (ڪراچي)، مولوي محمد عثمان (نواب شاهه)، مولوي محمد عثمان ڪٽي (ٺٽو)، مولوي محمد عثمان "قراني" (ٿرپارڪر)، مولوي محمد عظيم "شيدا"(لاڙڪاڻو)، مولوي محمد علي جوڻيجو (ٿرپارڪر)، مولوي محمد عمر جتوئي (ٺٽو)، مولوي ڊاڪٽر محمد عمر (سکر)، مولوي محمد فاضل متعلوي (....)، مولوي محمد قاسم (لاڙڪاڻو)، مولوي محمد قاسم (لاڙڪاڻو)، مولوي محمد قاسم (شڪارپور)، مولوي محمد مبارڪ (شڪارپور)، مولوي محمد مبارڪ پَلي (ٿرپارڪر)، مولوي حڪيم محمد معاذ پيرزادو (نواب شاهه)، مولوي محمد موسيٰ (حيدرآباد)، مولوي محمد وارث (دادو)، مولوي محمد هاشم اسحاق ديرائي (شڪارپور)، مولوي محمد هاشم ڪٽي (ٺٽو)، مولوي محمد يوسف ٻنوي (ٺٽو)، مولوي محمود (لاڙڪاڻو)، مولوي محمود (حيدرآباد)، مولوي محمود (ٺٽو)، مولوي معين الدين ڪنيارو ي (نواب شاهه)، مولوي مولا بخش ملوي (لاڙڪاڻو)، مولوي مير محمد جتوئي (دادو)، مولوي مير محمد نورنگي (لاڙڪاڻو)، مولوي مير محمد جتوئي (ٺٽو)، مولوي نبي بخش عودي (شڪارپور)، مولوي نثار احمد (لاڙڪاڻو)، مولوي نذير حسين جتوئي (لاڙڪاڻو)، مولوي

نصير الدين صديقي (دادو)، مولوي نظام الدين چانڊيو (لاڙڪاڻو)، مولوي نواب الدين (لاڙڪاڻو)، مولوي حافظ نور محمد (شڪارپور)، مولوي نور محمد سجاولي (ٺٽو)، مولوي نور محمد (سکر)، مولوي ولي محمد جتوئي (....)، مولوي يار محمد (حيدرآباد)، مولوي يار محمد ميان جو ڳوٺ (شڪارپور)، ۽ مولوي محمد يعقوب (....).

## خاڪسار تحريڪ

**تعارف:** سنڌ جي بمبئيءَ کان عليحدگيءَ واري تحريڪ دوران ٿي سنڌ جي سياستدانن باهمي اختلاف سبب ننڍي کنڊ جي باقي سياستدانن ۽ سياسي پارٽين کي پنهنجو خير خواهه ۽ هڏ ڏوکي سمجهڻ شروع ڪيو هو. ويتر هتان جي مهمان نوازيءَ جي غير ضروري گڻ سنڌي وڏيرن، پيرن، اميرن ۽ اڳواڻن کي ڌارين رهبرن جي عقيدتمنديءَ جي بيپاڙي ول ۾ وڪوڙي ڇڏيو. انهيءَ احساس ڪمتريءَ سنڌ ۾ ڪيترن ئي غير مانوس، اجنبي ۽ انوکين تحريڪن ۽ سياسي پارٽين کي پير ڄمائڻ جو موقعو فراهم ڪيو. "خاڪسار تحريڪ" بہ انهن مان هڪ هئي، جيڪا سن 1931ع ۾ پانڊون جي ڳوٺ ۾ قائم ڪئي ويئي هئي(280).

سنڌ ۾ هن تحريڪ کي مانوس ڪرائڻ وارو نصير محمد نظاماڻي هو، جنهن حيدرآباد کي مرڪز بڻائي، تحريڪ جي ڪاميابيءَ لاءِ پاڻ پتوڙيو. ان بعد ڊاڪٽر قاضي محمد اڪبر، تحريڪ کي مقبول بڻايو، اهڙيءَ طرح لاڙڪاڻي ۽ جيڪب آباد ۾ پير الاهي بخش جي ڪوشش سان هن تحريڪ جون شاخون قائم ٿيون ۽ ڪراچيءَ ۾ وري سيد حضرت شاهہ ۽ قاضي عبدالرسول وڪيل تحريڪ جا پرچارڪ ۽ باني بڻيا.

"خاڪسار تحريڪ" جو مرڪزي دفتر اڇره، لاهور ۾ هو ۽ علامہ عنايت الله خان مشرقي هن تحريڪ جو باني هو. هن تحريڪ جي قيام ۾ ڪيترن ئي واقعن ۽ سببن کي جوڳي جاءِ مليل هئي. تحريڪ جي اڳواڻن جي اها راءِ هئي تہ: (281).

1. اسلام جي مذهبي اڳواڻن، خاص ڪري مولوي صاحبن اتفاق، اتحاد، ۽ ٻڌي قائم ڪرائڻ لاءِ ڪيترائي وعظ ڪيا، پر سندن وعظ ونصيحت مان ڪو بہ ڪڙ تيل ڪونہ نڪتو.
2. عالمن جي انهن ڪوشش ويتر مسلمانن کي فرقن ۾ ورهائي ڇڏيو، تانجو اڄ نفرت زور وٺي ويئي آهي ۽ هر ڪو پاڻ کي حق تي سمجهي رهيو آهي.
3. اهڙي نموني سان اجتماعي ڪوششون ڪيون ويون ۽ ڪيتريون جماعتون

ٿاهيون ويون، پر پوءِ بہ مسلمانن ۾ اتحاد ۽ اتفاق قائم ٿي نہ سگهيو.

4. عالمن وانگر سياسي اڳواڻن بہ اتفاق پيدا ڪرڻ بدران، پنهنجي لاءِ سياسي فرقا پيدا ڪيا.
5. قوم جي اصلاح لاءِ چندي چاڙهڻ تي زور ڏنو ويو، عوام جي مفاد جي نالي ۾ ڏن ۽ دولت گڏ ڪئي ويئي، پر انهيءَ مان قوم تہ طاقتور ٿي نہ سگهي، بلڪ ڪيترا اڳواڻ امير بڻجي ويا.
6. قومي ڪتاب، قومي ترانا ۽ مرثيا لکيا ويا تہ بہ قوم، قوم نہ ٿي سگهي.

انهن سببن ۽ اوڻاين کي اڳيان رکي تحريڪ جي باني عوام کي هيءَ نئين سوچ ڏني تہ: "خاڪسارن جي تحريڪ ڪامل محبت، صلح ۽ امن جي تحريڪ آهي. ان ۾ هندو، سک، پارسي ۽عيسائي حتاڪ حڪومت سان بہ ڪنهن قسم جي مخالفت ممڪن نہ آهي. خلق خدا جي بلا لحاظ مذهب وملت خدمت ڪرڻ هر خاڪسار جو فرض آهي، ۽ بيلچو فقط خدمت ۽ مزدوريءَ جي لاءِ آهي. جنهن خاڪسار بيلچي جو غلط ۽ خلاف قانون استعمال ڪيو، ان کي خاڪسارن جي جماعت مان ڪڍيو ويندو(282).

انهيءَ مختصر وضاحت ڪان پوءِ هن تحريڪ جا مقصد بہ واضح ڪيا ويا جيڪي هن طرح هئا: (283).

1. قوم کي عمل سان هڪ ڪري ڇڏڻ.
2. ننڍن ۽ وڏن کي هڪ صف ۾ آڻي بيهارڻ.
3. سڀني ڪان هڪ ٻئي جي خدمت ڪرائي پنهنجي محبت وڌائڻ.
4. الله جا نوڪر بڻائي سڀني جون نظرون مٿي ڪري ڇڏڻ.
5. هڪ رنگ جو لباس پهرائي وحدت پيدا ڪرڻ.
6. مذهبي فرقن جي سڀني بحثن کي ڇڏي ڏيڻ.
7. سياسي فرقن جي سڀني بحثن کي ڇڏي ڏيڻ.
8. ماڻ سيڪاري قوم کي طاقتور بڻائڻ.
9. بيلچي جو اسلامي نشان هٿ ۾ ڏئي ۽ سپاهين وارا قواعد ڪرائي قوم کي چست ڪرڻ
10. سڄي ڳوٺ يا شهر کي هڪ آفيسر جي هٿ هيٺ ۽ سڄي قوم کي هڪ امير ۽ هڪ حڪم جو پابند ڪرڻ.
11. چندو جمع نہ ڪرڻ.
12. ڪنهن بہ شخص، قوم يا انجمن يا تحريڪ جي مخالفت نہ ڪرڻ.

جيتوڻيڪ هيءَ تحريڪ سيني لاءِ هئي، مگر عملي طور تي ان کي مسلمانن تائين محدود رکيو ويو هو. هن تحريڪ جي هر هڪ ميمبر لاءِ اهو ضروري هو ته: (284).

1. ڪنهن به مسلمان جي خلاف نه هجي.
2. پاڙيسري طاقتن سان رواداري رکي.
3. مجاهدن ۽ سپاهين واريون قابليتون پيدا ڪري.
4. پنهنجي مقرر ڪيل سالار جي هر حڪم کي بنا حيل وحجت جي مڃي.
5. خدا ۽ اسلام جي راهه ۾ هر وقت پنهنجو مال ۽ جان تانجو ٻار ٻچا به قربان ڪرڻ جي طاقت پيدا ڪري.
6. وقت جي پابندي ڪري.
7. خدا کان سواءِ ڪنهن به طاقت کان نه ڊڄي.
8. ڪيس سڄيءَ زمين جي بادشاهي ۽ ان ۾ اسلام جي اجتماعي غلبي پيدا ڪرڻ جو يقين هجي.
9. روحاني جذبا پيدا ڪري، شيطاني ۽ نفساني جذبن کي ناس ڪري.
10. صرف خلق جي خدمت ڪري ۽ ان خدمت جو اجورو نه وٺي.
11. نماز قائم ڪري.
12. قطار ۾ بيهي مسلمانن جي اوچ، نيچ کي عملي طرح سان برابر ڪري ڇڏي.
13. فوجين جهڙي زندگي گذاري.
14. مڙني غفلتن ۽ سستين کي پري ڪري.
15. بيلچي کي نبي ڪريم ﷺ جي سنت سمجهي پاڻ وٽ رکي.
16. خاڪي وردي پائي ۽ ان تي پاڻيءَ جو ڳاڙهو نشان لڳائي.
17. پاڻ ۾ جڏهن ملي ته فوجي سلام ڪري.
18. فقط خاڪسار کان سودو وٺي.
19. مسلمانن سان مذهبي عقيدن بابت بحث نه ڪري.
20. هر مسلمان کي هڪ لڙهيءَ ۾ پوئڻ لاءِ هر موقعي تي تبليغ ڪندو رهي.
21. خاموشي اختيار ڪري.
22. ٻڌڻ ۽ ڪرڻ وارو ٿئي، چوڻ ۽ نه ڪرڻ وارو نه ٿئي.
23. مسلمانن سان سياسي عقيدن جي باري ۾ بحث نه ڪري.
24. قوم جي هر فرد کي مرڪزي اجتماع ۾ شامل ٿيڻ لاءِ عملي طرح تيار ڪري.

**ڪارڪردگي:** هن تحريڪ کي سنڌ ۾ ايتري ڪاميابي حاصل نہ ٿي. ڇو تہ تحريڪ خود تضادن جو مجموعو هئي، ۽ جن مقصدن خاطر اها قائم ڪئي ويئي هئي، اهي عين سنڌي سماج ۽ معاشري جي خلاف هئا. ان ۾ ڪو بہ شڪ نہ آهي تہ سنڌ جي اڪثريت مسلمان آباديءَ تي مشتمل هئي. پر پوءِ بہ رواداري، ڀائپي ۽ سهپ هن سماج جا بنيادي نظريا هئا. امن ۽ سڪون واريءَ هن ڌرتيءَ لاءِ فوجي راڄ يا فوجي ڇانوڻيءَ جهڙيون حالتون قابل قبول ٿي نہ پئي سگهيون.

هن تحريڪ جيستائين نج "اصلاحي ۽ ديني تحريڪ" جي حيثيت ۾ ڪم ڪيو، ان وقت تائين سنڌ جي محدود عوام انهيءَ جو ساٿ ڏنو، پر جڏهن هيءَ جماعت سياسي رنگ وٺندي ويئي، تڏهن سنڌ وارا ان کان پري ٿيندا ويا. تانجو مختصر عرصي ۾ هن جماعت جو نالو ۽ نشان ئي مٽجي ويو.

**عالمن جو حصو:** سنڌ جي عالمن جيتوڻيڪ هن جماعت ۾ شرڪت ڪئي، پر اها انئي ۾ لوڻ برابر هئي. اهڙن عالمن مان، مولانا احمد علي نارائي، مولانا خير محمد نظاماڻي، مولانا شفيع محمد نظاماڻي، مولانا عبدالوهاب لنڊ، مولانا محمد پريل منگيو، مولانا مير محمد حسن ٽالپر، محمد سليمان ٽرڙي محبت وارو، محمد معاذ پيرزادو، محمد هاشم رڪن وارو، محمد يعقوب حاجاڻو ۽ هدايت الله ڌنيو ذڪر لائق آهن.

## حوالا


(1) Smith, V.A: "The Oxford History of India", Clarendon Press, Oxford 1961, P.609.

(2) موتيرام، ايس، راموڻي: "سنڌ ۾ پبلڪ جيوت جو اوائلي دور" (مقالو)، هندواسي، هفتيوار، بمبئي 1969ع ص5.

(3) Rajput, A.B: "Muslim League Yesterday and Today" Lahore Mohammad Ashraf, 1948, P.12.

(4) Sorley, H.T: "Gazeteer of West Pakistan" The Former Province of Sind, including Khairpur State, Government of West Pakistan Lahore 1968, P.676.

(5) Ibid, P.676.

(6) مولوي الهہ بخش: "مسدس اپوجهو" حيدرآباد، سنڌ مسلم ادبي سوسائٽي، 1949ع ص54.

(7) ميرزا قليچ بيگ: ”خانبهادر حسن علي افنديءَ جي سوانح عمري“ حيدرآباد، اسٽنڊرڊ پرنٽنگ ورڪس 1925ع، ص 40.

(8) مولوي الهه بخش: ”مسدس اپوجهو“ حيدرآباد، سنڌ مسلم اڌبي سوسائٽي، 1949ع ص54.

(9) مولوي الهه بخش: ”مسدس اپوجهو“ حيدرآباد، سنڌ مسلم ادبي سوسائٽي، 1949ع، ص55.

(10) ايضا، ص55

(11) هيءَ معلومات جناب ايم. احمد شاهه ولد مولوي الهه بخش ”اپوجهو“ کان تحريري انٽرويو ذريعي ورتي ويئي. انٽرويو ڪاپي راقم الحروف وٽ محفوظ آهي.

(12) Dr. Azimusshan Haider:, "History of Karachi" Karachi Feroz Sons 1974, P.31.

(13) مولوي الهه بخش: ”مسدس اپوجهو“ حيدرآباد، سنڌ مسلم ادبي سوسائٽي، 1949ع، ص56.

(14) See, "The Platinum Jubli Book" Sind Madressah-Tul-Islam 1960, P.54 (Under heading: History of Sind Madressah – Tul – Islam, An Article Written by Khawaja Ali Mohammed)

(15) See the Daily Gazette Karachi Dated 10.10.1917, P.5

(16) جي: ايم. سيد: ”جنب گذاريم جن سين“، (جلد پهريون) حيدرآباد، سنڌي ادبي بورڊ، (1967ع ص 214).

(17) سيد ممتاز حسين شاهه: ”سنڌ مدرسة الاسلام جو سنڌ جي علمي، ادبي ۽ سياسي تاريخ ۾ حصو“ پي ايچ ڊي. ٿيسز (قلمي)، 1979ع ، ص ص 396-397).

(18) See, "The Karachi Directory", Karachi, Daily Gazette Press, 1916, P.106.

(19) Hamida Khuhro: "Analysis of Muslim Political Organizatin in Sind" 1843-47 (An Article Published in the "Sind Journal of Political Science & Modern History" Summer 1977/Winter 1978, Universty of Sind, Jamshoro, P.25).

(20) جي. ايم. سيد: ”سنڌ جي بمبئيءَ کان آزادي“، حيدرآباد، حيدري پرنٽنگ پريس، 1968 ص91.

(21) Ram Gopal: "Indian Muslims" Bombay, Asia Publishing House, 1964, P.187.

(22) Ibid, P.187.

(23) صلاح الدين ناسڪ: "تحريڪ آزادي"، لاهور، عزيز پبلشرز، 1978ع ص270.

(24) See The "Daily Gazette" Karachi dated 10.10.1928, P.12

(25) See The "Daily Gazette" Karachi dated 10.10.1928, P.12

(26) See, The "Memorendum" Presented To Miles Irwing Committee by Sind Mohammedan Association.

(27) مولائي شيدائي: "سنڌ جي جدائيءَ واري تحريڪ"، (مقالو)، روزانه مهراڻ "سالگره نمبر"، حيدرآباد، مؤرخه 15 جنوري 1961ع، ص22.

(28) جناب جي. ايم. سيد کان 20 جولاءِ 1977ع تي انٽرويو ذريعي ورتل معلومات.

(29) See The "Daily Gazette" Karachi Dated 12.7.1930, P.7

(30) See, The "Resolution No:1" Passed by "Sind Mohammedan Association" in its Meeting at Gerelo, held on the 9th of Jluy, 1930.

(31) جي. ايم. سيد: "سنڌ جي بمبئيءَ کان آزادي"، حيدرآباد، حيدري پرنٽنگ پريس، 1968 ص82.

(32) ڏسو، "الوحيد"، سنڌ "آزاد نمبر"، ڪراچي، مورخ 15، جون 1936ع، ص117.

(33) See, The "Memorandum" Presented to Miles Irwing Committee by Sind Mohammedan Association

(34) جي. ايم. سيد: "سنڌ جي بمبئيءَ کان آزادي"، حيدرآباد، حيدري پرنٽنگ پريس، 1968 ص83.

(35) مولائي شيدائي: "سنڌ جي جدائيءَ واري تحريڪ"، (مقالو)، روزانه مهراڻ "سالگره نمبر"، حيدرآباد، مؤرخه 15 جنوري 1961ع، ص23.

(36) هيءَ معلومات "خانبهادر محمد ايوب کهڙي" کان 3 مارچ 1979ع تي انٽرويو ذريعي ورتي ويئي.

(37) سيد ميران محمد شاه: "سنڌ جي عليحدگيءَ جي تواريخ" (مقالو) "الوحيد" "سنڌ آزاد نمبر"، ڪراچي، مؤرخه 15 جون 1936ع ص119.

(38) صلاح الدين ناسڪ: "تحريڪ آزادي"، لاهور، عزيز پبلشرز، 1978ع ص296.

(39) Ram Gopal: "Indian Muslims" Bombay, Asia Publishing House, 1964, P.228.

(40) See. The "Meeting Minutes of Sind Mohammedan Association" held on 10.12.1930.
(41) See The "Daily Gazette" Karachi dated 12.7.1930 P.7
(42) Kanshik, P.D: "The Congress Ideology and Programme" Bombay, Allied Publishers Private Limited, 1964 P.308
(43) See The "Daily Gazette" Karachi dated 23.5.1930 P.11
(44) Ibid, P.11
(45) جي. ايم. سيد: "جنب گذاريم جن سين" (جلد2) حيدرآباد، سنڌي ادبي بورڊ، 1967ع ص167.
(46) سيد ميران محمد شاهه: "سنڌ جي عليحدگيءَ جي تواريخ" (مقالو) "الوحيد اسپيشل ايڊيشن" "سنڌ آزاد نمبر"، ڪراچي، مؤرخه 15 جون 1936ع ص116.
(47) See The "Daily Gazette" Karachi dated 29.6.1921, P.4.
(48) See The "Daily Gazette" Karachi dated 19.5.1930, P.5
(49) See The "Daily Gazette" Karachi dated 19.3.1923, P.5
(50) ڪريم بخش خالد: "پاڪستان تحريڪ جو پس منظر سنڌ ۾" (مقالو) نئين زندگي، ڪراچي آگسٽ 1971ع، ص 28
(51) هيءَ معلومات جناب محمد صادق کٽي سابق سيڪريٽري خلافت ڪاميٽي ڏوڪريءَ کان تاريخ 13 ڊسمبر 1977ع تي انٽرويو ذريعي ورتي ويئي.
(52) See The "Daily Gazette" Karachi dated 31.3.1927, P.7 (Under the Larkana Riots-An-Eye-Witness Story)
(53) See The "Daily Gazette" Karachi dated 17.10.1927 P.11
(54) See The "Daily Gazette" Karachi dated 10.1.1928 P.11
(55) هيءَ معلومات جناب محمد صادق کٽي سابق سيڪريٽري خلافت ڪاميٽي ڏوڪريءَ کان تاريخ 13 ڊسمبر 1977ع تي انٽرويو ذريعي ورتي ويئي.
(56) See, "The Resolution No 'N' Passed by "Sind Mohammedan Association" in its meeting held on 12.12.1927.
(57) ڏسو روزانه "الوحيد" ڪراچي، مؤرخ، 14 جنوري، 1928ع ص1.
(58) See The "Daily Gazette" Karachi Dated 3.6.1928, P.17
(59) محمد حنيف سرهيو: "مرحوم سيٺ حاجي خدادا سرهيو" (مقالو)، مهراڻ سوانح نمبر، حيدرآباد، سنڌي ادبي بورڊ، 1957ع، 621.

(60) See The "Daily Gazette" Karachi dated 30-6-1928 P-17
(61) Ibid, P-17
(62) See, "The Resolution No 'ii' Passed by "Sind Hindu Sabha" in its meeting held on 15-6-1928-
(63) See The "Daily Gazette" Karachi dated 30-6-1928 P-17
(64) See, "The Resolution No 'Viii' Passed by "Sind Mohammedan Association" in its meeting held on 15th July 1928
(65) G-Allana: "Our Freedom Fighters" Karachi, Paradise Subscription Ageny 1969 P-176
(66) مولانا غلام مصطفيٰ صاحب: "امام الانقلاب حضرت علامه سنڌي" (مقالو) ماهوار "توحيد" ڪراچي، آڪٽوبر 1944ع ص15.
(67) ڊاڪٽر احمد حسين ڪمال: "ريشمي رومال تحريڪ" (مقالو) هفت روزه "الفتح" ڪراچي، مؤرخہ 24 مارچ 1978ع، ص20.
(68) مولانا عبيدالله سنڌي: "ڪابل مين سات سال" (مرتب محمد سرور) لاهور، سندھ ساگر اڪادمي 1976 ص154.
(69) مولانا دين محمد وفائي: "مولانا عبيدالله صاحب (اداريہ) ماهوار "توحيد" ڪراچي، سيپٽمبر 1937ع ص33).
(70) ايضاً، ص33.
(71) محمد سرور: "مولانا عبيدالله سنڌي" اشاعت پنجم، لاهور، سنڌ ساگر اڪادمي، 1976 ص29.
(72) مولانا غلام مصطفيٰ صاحب: "امام الانقلاب حضرت علامه سنڌي" (مقالو) ماهوار "توحيد"، ڪراچي، آڪٽوبر 1944ع ص15.
(73) ظفرحسين ايبڪ: "آپ بيتي" (حصہ اول) لاهور، منصور بڪ هائوس، 1384ھ ص92.
(74) محمد يعقوب: "تحريڪ ريشمي رومال ۾ سنڌ جو حصو" (مقالو) مهراڻ "سالگرھ نمبر" 5 جنوري 1962ع. ڪراچي، نئين سنڌ پرنٽنگ پريس ص135.
(75) مولانا حسين احمد مدني: "تحريڪ ريشمي رومال" لاهور، اردو پريس 1960ع ص137.
(76) ايضاً، ص147.
(77) محمد يعقوب: "تحريڪ ريشمي رومال ۾ سنڌ جو حصو" (مقالو) مهراڻ "سالگرھ نمبر" 5 جنوري 1962ع ڪراچي، نئين سنڌ پرنٽنگ پريس ص 135.

(78) مولانا حسين احمد مدني: "تحريڪ ريشمي رومال" لاهور، اردو پريس 1960ع ص159.

(79) محمد يعقوب: "تحريڪ ريشمي رومال ۽ سنڌ جو حصو" (مقالو) مهراڻ "سالگرهه نمبر" 5 جنوري 1962ع ڪراچي، نئين سنڌ پرنٽنگ پريس ص 135

(80) مولانا حسين احمد مدني: "تحريڪ ريشمي رومال" لاهور، اردو پريس 1960ع ص171

(81) ايضا ص174.

(82) ايضا ص 148

(83) مولانا حسين احمد مدني: "نقش حيات" (جلد دوم) ڪراچي، دارالاشاعت 1979 ع، ص 577.

(84) ڏسو هفتيوار "چوڏس"، ڪراچي، آگسٽ 1946ع ص13.

(85) مولانا سيد محمد ميان صاحب: "تحريڪ شيخ الهند" لاهور، مڪتبه محموديه 1978ع ص293.

(86) ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ: "مولوي عبدالله لغاري" (مقالو) ٽه ماهي "مهراڻ" "سوانح نمبر"، جلد 3-4 حيدرآباد، سنڌي ادبي بورڊ 1957ع ص275.

(87) محمد يعقوب: "تحريڪ ريشمي رومال ۽ سنڌ جو حصو" (مقالو) مهراڻ "سالگرهه نمبر" 5 جنوري 1962ع ڪراچي، نئين سنڌ پرنٽنگ پريس ص 135.

(88) ظفر حسين ايبڪ: "آپ بيتي" (حصہ اول) لاهور، منصور بڪ هائوس، 1384هه ص113.

(89) ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ: "مولوي عبدالله لغاري" (مقالو) ٽه ماهي "مهراڻ" "سوانح نمبر"، جلد 3-4 حيدرآباد، سنڌي ادبي بورڊ 1957ع ص276.

(90) ايضاً، ص277

(91) محمد يعقوب: "تحريڪ ريشمي رومال ۽ سنڌ جو حصو" (مقالو) مهراڻ "سالگرهه نمبر" 5 جنوري 1962ع ڪراچي، نئين سنڌ پرنٽنگ پريس ص 136.

(92) T.H.Sorley: "Gazetteer of West Pakistan" Lahore, Published by West Pakistan, 1968 P.184.

(93) Azimusshan Haider:, "History of Kacachi" Karachi Feroz Sons 1974 P.17.

(94) Compbell George: "Modern India" — A Sketch of The System of Civil Government, With Some Naties and Native Institutions London, John, Murray 1853, P.195.

(95) جي. ايم. سيد: "سنڌ جي بمبئيءَ کان آزادي"، حيدرآباد. حيدري پرنٽنگ پريس، 1968 ص5.

(96) Azimusshan Haider:, "History of Karachi" Karachi Feroz Sons 1974 P.17.

(97) Dr. Azimusshan Haider:, "History of Karachi" Karachi Feroz Sons 1974 P.134

(98) پيرومل آڏواڻي: "سنڌ جي هندن جي تاريخ" ٻاڳو ٻيو. ڪراچي، هلال پرنٽنگ پرس، ميڪلوڊ روڊ، 1947ع ص59.

(99) جي. ايم. سيد: "سنڌ جي بمبئيءَ کان آزادي"، حيدرآباد. حيدري پرنٽنگ پريس، 1968 ص 90.

(100) ايضا ص 17

(101) See The "Daily Gazette" Karachi dated 6.3.1920 P.7

(102) هيءَ معلومات جناب شيخ عبدالمجيد سنڌيءَ کان 26 سيپٽمبر 1976ع تي انٽرويو ذريعي ورتي ويئي.

(103) See The "Daily Gazette" Karachi dated 26.8.1920 P.7

(104) سيد غلام رسول شاهه: "ڪليات ميران" حيدرآباد. سنڌ يونيورسٽي پريس 1960ع ص ت.

(105) جي. ايم. سيد: "جنب گذاريم جن سين" (جلد2) حيدرآباد. سنڌي ادبي بورڊ. 1967ع ص168.

(106) سيد ميران محمد شاهه: "سنڌ جي عليحدگيءَ جي تواريخ" (مقالو) "الوحيد" "سنڌ آزاد نمبر"، ڪراچي، مؤرخه 15 جون 1936ع ص116.

(107) هيءَ معلومات "خانبهادر محمد ايوب کهڙي" کان 3 مارچ 1979ع تي انٽرويو ذريعي ورتي ويئي.

(108) ضياءُ الدين احمد برني: "جمشيد نسروانجي" ڪراچي، ٿيوسوفيڪل سوسائٽي 1953ع ص9.

(109) جي. ايم. سيد: "سنڌ جي بمبئيءَ کان آزادي"، حيدرآباد، حيدري پرنٽنگ پريس، 1968 ص 17.

(110) جي. ايم. سيد: "سنڌ جي بمبئيءَ کان آزادي"، حيدرآباد، حيدري پرنٽنگ پريس، 1968 ص 72-73

(111) See The "Daily Gazette" Karachi dated 1.4.1918 P.4

(112) جي. ايم. سيد: "سنڌ جي بمبئيءَ کان آزادي"، حيدرآباد، حيدري پرنٽنگ پريس، 1968 ص 56-57.

(113) See The "Daily Gazette" Karachi dated 9.7.1928 P.4

(114) هيءَ معلومات جناب شيخ عبدالمجيد سنڌيءَ کان 26 سيپٽمبر 1976ع تي انٽرويو ذريعي ورتي ويئي.

(115) ڏسو روزانه "الوحيد" ڪراچي، مؤرخ، 1 مئي 1934 ص2

(116) سيد ميران محمد شاهه: "سنڌ جي عليحدگيءَ جي تواريخ" (مقالو) "الوحيد" اسپيشل ايڊيشن سنڌ "آزاد نمبر"، ڪراچي، مؤرخه 15 جون 1936ع ص118.

(117) جي. ايم. سيد: "سنڌ جي بمبئيءَ کان آزادي"، حيدرآباد، حيدري پرنٽنگ پريس، 1968 ص 35.

(118) Maulana Muhammad Irfan: "A Brief History of The Movement of the Separation of Sind" An Article Published in Alwahid Special edition Sind Azad No Karachi, 15th June 1936, P.53.

(119) See The "Indian & Pakistan Year Book & Who's Who" Bombay, The Times of Indian Press 1948 P. 1204.

(120) جمشيد ميهتا نسروانجي: "سنڌ جو بمبئيءَ کان جدا ٿيڻ" حيدرآباد، بلئوٽسڪي پريس 1927ع.

(121) Maulana Muhammad Irfan: "A Brief History of The Movement of the Separation of Sind" An Article Published in Alwahid Special edition Sind Azad No Karachi, 15th June 1936, P.56

(122) See The "Daily Gazette" Karachi Dated 17.8.1928 P.11

(123) جي. ايم. سيد: "سنڌ جي بمبئيءَ کان آزادي"، حيدرآباد، حيدري پرنٽنگ پريس، 1968 ص 50.

(124) See The "Daily Gazette" Karachi Dated 13.11.1928 P.1

(125) See The "Memorandum Presented by Sind Hindu Sabha" to The "Simon Commission".

(126) سيد ميران محمد شاهه: "سنڌ جي عليحدگيءَ جي تواريخ" (مقالو) "الوحيد" اسپيشل ايڊيشن سنڌ "آزاد نمبر"، ڪراچي، مؤرخه 15 جون 1936ع ص117.

(127) هيءَ معلومات "خانبهادر محمد ايوب کهڙي" کان 3 مارچ 1979ع تي انٽرويو ذريعي ورتي ويئي.

(128) سيد ميران محمد شاهه: "سنڌ جي عليحدگيءَ جي تواريخ" (مقالو) "الوحيد" اسپيشل ايڊيشن سنڌ "آزاد نمبر"، ڪراچي، مؤرخه 15 جون 1936ع ص118.

(129) See The "Daily Gazette" Karachi dated 27.1.1933 P.5

(130) جي. ايم. سيد: "سنڌ جي بمبئيءَ کان آزادي"، حيدرآباد، حيدري پرنٽنگ پريس، 1968 ص 98.

(131) See The "Daily Gazette" Karachi dated 7.2.1935 P.2

(132) Maulana Muhammad Irfan: "A Brief History of the Movement of The Separation of Sind" An Article Published Alwahid Special edition Sind Azad No Karachi, 15th June 1936, P.52

(133) صلاح الدين ناسڪ: "تحريڪ آزادي"، لاهور، عزيز پبلشرز، 1978ع ص270.

(134) Maulana Muhammad Irfan: "A Brief History of the Movement of the Separation of Sind" An Article Published Alwahid Special edition Sind Azad No Karachi, 15th June 1936, P.61

(135) هيءَ معلومات جناب شيخ عبدالمجيد سنڌيءَ کان 26 سيپٽمبر 1976ع تي انٽرويو ذريعي ورتي ويئي.

(136) G.Allana: "Pakistan Movement Historic Documents" Karachi, Department of International Relations, 1967 P.60.

(137) Maulana Muhammad Irfan: "A Brief History of the Movement of the Separation of Sind" An Article Published in Alwahid Special edition Sind Azad No Karachi, 15th June 1936, P.54

(138) هيءَ معلومات جناب شيخ عبدالمجيد سنڌيءَ کان 26 سيپٽمبر 1976ع تي انٽرويو ذريعي ورتي ويئي.

(139) جي. ايم. سيد: "سنڌ جي بمبئيءَ کان آزادي"، حيدرآباد، حيدري پرنٽنگ پريس، 1968 ص76.

(140) جي. ايم. سيد: "سنڌ جي بمبئيءَ کان آزادي"، حيدرآباد، حيدري پرنٽنگ پريس، 1968 ص76.

(141) هيءَ معلومات جناب شيخ عبدالمجيد سنڌيءَ کان 26 سيپٽمبر 1976ع تي انٽرويو ذريعي ورتي ويئي. شيخ صاحب انهيءَ ڪانفرنس جو وڏيڪ احوال هن طرح ٻڌايو تہ: "ڪانفرنس جي صدارت ڊاڪٽر محمد اقبال ڪري رهيو هو. جيڪا هڪ هنگامہ خيز ۽ اهم ڪانفرنس هئي، مجلس احرار جي رضاڪارن اهڙو تہ هنگامو مچائي ڏنو، جو اجتماع بي قابو ٿيندو ويو. صدر جي بار بار اپيلن ۽ التجائن جي باوجود حاضرين ۾ ماٺ نہ آئي، پر هن ناچيز ڪلاڪن جي هنگامي ڪي ٿورن منٽن جي اندر ٺاپر ۾ بدلائي ڇڏيو. اها منهنجي (شيخ عبدالمجيد سنڌيءَ جي) نہ پر سنڌ جي ئي عظمت هئي، جو ايڏي وڏي هنگامي کي ختم ڪرائڻ لاءِ هن ناچيز جو انتخاب ڪيو ويو."

(142) Maulana Muhammad Irfan: "A Brief History of the Movement of the Separation of Sind" An Article Published Alwahid Special edition Sind Azad No Karachi, 15th June 1936, P.53

(143) جي. ايم. سيد: "سنڌ جي بمبئيءَ کان آزادي"، حيدرآباد، حيدري پرنٽنگ پريس، 1968 ص52.

(144) See The "Daily Gazette" Karachi dated 8-5-1929, P.3

(145) سيد ميران محمد شاهہ: "سنڌ جي عليحدگيءَ جي تواريخ" (مقالو) "الوحيد" اسپيشل ايڊيشن سنڌ "آزاد نمبر"، ڪراچي، مؤرخہ 15 جون 1936ع ص116

(146) جي. ايم. سيد: "سنڌ جي بمبئيءَ کان آزادي"، حيدرآباد، حيدري پرنٽنگ پريس، 1968 ص53

(147) محمد عرفان: "سنڌ جي جدائيءَ واري تحريڪ جي مختصر تاريخ" (مقالو) روزانہ مهراڻ، "سالگرهہ نمبر"، حيدرآباد، مؤرخہ 15 جنوري 1961ع، ص22.

(148) Smith: "The Oxford History of India" London, Oxford University press, 1961, P.796.

(149) جي. ايم. سيد: "جنب گذاريم جن سين" (جلد2) حيدرآباد، سنڌي ادبي بورڊ، 1967ع ص156.

(150) Ahmad Shafi: "Haji Sir Abdoola Haroon A Biography" Karachi, Pakistan Herald Press, Year? P.83.

(151) هيءَ معلومات ”خانبهادر محمد ايوب کهڙي“ کان 3 مارچ 1979ع تي انٽرويو ذريعي ورتي ويئي.
(152) G.Allana: "Pakistan Movement Historic Documents" Karachi, Department of International Reletions, 1967 P.88
(153) هيءَ معلومات ”خانبهادر محمد ايوب کهڙي“ کان 3 مارچ 1979ع تي انٽرويو ذريعي ورتي ويئي.
(154) See The "Daily Gazette" Karachi Dated 28.10.1933, P.19
(155) Ibid, P.2
(156) جي. ايم. سيد: ”سنڌ جي بمبئيءَ کان آزادي“، حيدرآباد، حيدري پرنٽنگ پريس، 1968 ص98
(157) سيد ميران محمد شاهه: ”سنڌ جي عليحدگيءَ جي تواريخ“ (مقالو) ”الوحيد“ ”سنڌ آزاد نمبر“، ڪراچي، مؤرخہ 15 جون 1936ع ص118.
(158) See The "Indian & Pakistan Year Book & Who's Who" Bombay, The Times of Indian Press 1948 P.249
(159) سيد ميران محمد شاهه: ”سنڌ جي عليحدگيءَ جي تواريخ“ (مقالو) ”الوحيد اسپيشل ايڊيشن“ ”سنڌ آزاد نمبر“، ڪراچي، مؤرخہ 15 جون 1936ع ص119.
(160) جي. ايم. سيد: ”سنڌ جي بمبئيءَ کان آزادي“، حيدرآباد، حيدري پرنٽنگ پريس، 1968 ص92
(161) هيءَ معلومات روزانہ ”الوحيد“ جي سال 1931ع جي مختلف پرچن مان ورتي ويئي.
(162) صلاح الدين ناسڪ: ”تحريڪ آزادي“، لاهور، عزيز پبا شرز، 1975ع، ص236.
(163) ڏسو: ”جمعيت خلافت اسلاميه صوبہ سنڌ، خلافت سمرنا فنڊ جي آمدنيءَ جو تفصيل ۽ خرچ جو نقشو“ ڪراچي، دبدبہ حيدري پريس 1922ع ص3.
(164) Smith, Vincent.A: "The Oxford History of India" Claredon Press 1961, P.784
(165) Ram Gopal: "Indian Muslims" Bombay, Asia Publishing House, 1964, P.142
(166) سيد هاشمي: ”تاريخ مسلمانان پاڪ وبهارت“ ڪراچي، انجمن ترقي اردو 1953ع ص547.
(167) Hanafi:M.A: "Muslim Rule in Indo Pakistan" Dacca, Ideal library, 1946 P.292

(168) Ram Gopal: "Indian Muslims" Bombay, Asia Publishing House, 1964, P.144

(169) Hanafi:M.A: "Muslim Rule in Indo Pakistan" Dacca, Ideal library, 1946 P.292

(170) صاحبزاده عبدالرسول: "تاريخ پاڪ وهند" لاهور، ايم. آر. برادرز،1970ع ص448.

(171) L.F. Rush Brook, William: "The state of Pakistan" London, Faber and Faber, 1962, P.20

(172) سيد هاشمي: "تاريخ مسلمانان پاڪ وبهارت" ڪراچي، انجمن ترقي اردو 1953ع ص454

(173) ڏسو: روزانہ "الامين" حيدرآباد، مؤرخہ 23 آڪٽوبر 1919ع ص9.

(174) تفصيل لاءِ ڏسو: روزانہ "الوحيد" ڪراچي، مؤرخہ 18 جولاءِ 1920ع ص 2 ۽ روزانہ "الوحيد" ڪراچي، مؤرخہ 1، آگسٽ 1920ع ص2.

(175) هيءَ معلومات روزانہ "الوحيد" جي مختلف پرچن مؤرخہ 7-8-10-11-16 ۽ 31 آگسٽ 1920ع مان ورتي ويئي.

(176) تفصيل لاءِ ڏسو: روزانہ "الوحيد" ڪراچي، مؤرخہ 26 جنوري 1920ع ص12 ۽ 31 مئي 1920ع ص2.

(177) تفصيل لاءِ ڏسو: روزانہ "الوحيد" ڪراچي، مؤرخہ 12 ڊسمبر 1922ع، ص1، مؤرخہ 13، ڊسمبر 1922ع ص4 مؤرخہ 21 ڊسمبر 1922ع ص4 ۽ مؤرخہ 17 جولاءِ 1923ع ص4.

(178) William.L. Langer: "An Encyclopedia of World History" London, George G.Harrap & CO, Ltd, Year ? P.112

(179) تفصيل لاءِ ڏسو: روزانہ "الوحيد" ڪراچي، مؤرخہ 26 مارچ 1924ع ص4.

(180) ڏسو: روزانہ "الوحيد" ڪراچي، مؤرخہ 17 آڪٽوبر 1920ع ص4

(181) William.L. Langer: "An Encyclopedia of World History" London, George G.Harrap & CO, LTD, Year ? P.127

(182) ڏسو: روزانہ "الوحيد" ڪراچي، مؤرخہ 17، آڪٽوبر 1920ع ص4.

(183) ڏسو "جمعيت خلافت صوبہ سنڌ جي ساليانی رپورٽ بابت سال سيپٽمبر 1922ع کان آگسٽ 1923ع ڪراچي، "الوحيد" اليڪٽرڪ پرنٽنگ پريس 1923ع ص5.

(184) هيءَ معلومات روزانہ "الوحيد" جي مختلف پرچن جهڙوڪ: 3 آڪٽوبر 1922ع 5

آڪٽوبر 1922، 6 آڪٽوبر 1922، 8 آڪٽوبر 1922ع 13 آڪٽوبر 1922ع ۽ 31 آڪٽوبر 1922ع مان ورتي ويئي.

(185) هيءَ معلومات روزانہ "الوحيد" جي آگسٽ ۽ سيپٽمبر 1922ع جي پرچن مان ورتي ويئي.

(186) مولانا دين محمد وفائي: "ياد جانان" سکر، حڪيم عبدالحق ڪتب فروش 1920ع ص14.

(187) ايضا، ص 16

(188) ڏسو "روزانہ الوحيد" ڪراچي، مؤرخہ 13 جون 1920ع ص1.

(189) ڏسو "روزانہ الوحيد" ڪراچي، مؤرخہ 1 جون 1920ع ص1.

(190) مولانا دين محمد وفائي: "ياد جانان" سکر، حڪيم عبدالحق ڪتب فروش 1920ع ص9.

(191) ايضا، ص10.

(192) ڏسو "روزانہ الوحيد" ڪراچي، مؤرخہ 14 جولاءِ 1920ع ص3.

(193) ڏسو "روزانہ الوحيد" ڪراچي، مؤرخہ 21 آڪٽوبر 1920ع ص ص 3-4

(194) Jamaluddin Ahmad: "Middle Phase of Muslim Politicel Movement" London, Publishers United Ltd 1969, P.25

(195) سيد رئيس احمد جعفري ندوي: "اوراق گم گشتہ" لاهور، محمد علي اڪيڊمي 1968ع ص816.

(196) William.L. Langer: "An Encyclopedia of World History" London, George G.Harrap & CO, Ltd, Year ? P.121

(197) تفصيل لاءِ ڏسو، مٽياري خلافت ڪاميٽيءَ جي گڏجاڻي مؤرخہ 1 نومبر 1922ع ۽ حيدرآباد خلافت ڪاميٽيءَ جي گڏجاڻي مؤرخہ 19 نومبر 1922ع.

(198) William.L. Langer: "An Encyclopedia of World History" London, George G.Harrap & CO, Ltd, Year ? P.118

(199) منشي مشتاق احمد: "سمرنا کي خونين داستان" ميرٺ سوراج پرنٽنگ ورڪس سال؟ ص3.

(200) ڏسو "جمعيت خلافت صوبہ سنڌ جي ساليانی رپورٽ، بابت سال سيپٽمبر 1922ع کان آگسٽ 1923" ڪراچي، الوحيد اليڪٽرڪ پرنٽنگ پريس 1923ع ص4.

(201) ڏسو "روزانہ الوحيد" ڪراچي، مؤرخہ 12 سيپٽمبر 1922ع ص4.

(202) هيءَ معلومات روزانه "الوحيد" ڪراچي جي مؤرخه 21 سيپٽمبر 1922ع کان مؤرخه 26، سيپٽمبر 1922ع وارن پرچن مان ورتي ويئي.
(203) ڏسو "جمعيت خلافت صوبه سنڌ جي ساليانی رپورٽ، بابت سال سيپٽمبر 1922ع کان آگسٽ 1923" ڪراچي، الوحيد اليڪٽرڪ پرنٽنگ پريس 1923ع ص9.
(204) ايضاً ص10.
(205) ڏسو: "ترڪ موالات نمبر1" بمبئي، مرڪزي خلافت ڪميٽي جون 1920ع ص5
(206) ايضاً ص ص 10-11
(207) ڏسو "روزانه الوحيد" ڪراچي، مؤرخه 27 اپريل 1920ع ص4
(208) ڏسو "روزانه الوحيد" ڪراچي، مؤرخه 31 مئي 1920ع ص2
(209) ڏسو "روزانه الوحيد" ڪراچي، مؤرخه 10 جولاءِ 1920ع ص3
(210) ڏسو: "متفقه فتويٰ" دهلي، علماءِ هند، سال؟ ص ص 14-15
(211) ڏسو: "متفقه فتويٰ" دهلي جمعية مرڪزيه علماءِ هند، جمادي الآخر 1339هه ص 10 کان 27.
(212) ڏسو: "متفقه فتويٰ" دهلي، علماءِ هند، جمادي الآخر 1339ع ص2
(213) هيءَ معلومات روزانه "الوحيد" ڪراچي سال 1920ع جي مختلف پرچن مان ورتي ويئي.
(214) ڏسو "جمعيت خلافت صوبه سنڌ جي ساليانی رپورٽ بابت سال سيپٽمبر 1922ع کان آگسٽ 1923ع ڪراچي، "الوحيد" اليڪٽرڪ پرنٽنگ پريس 1923ع ص ص 35-37.
(215) هيءَ معلومات روزانه "الوحيد" ڪراچي جي مختلف پرچن جهڙوڪ: مؤرخه 15 جنوري 1920ع 9 جولاءِ 1920ع 27 جولاءِ 1920ع 18 آگسٽ 1920ع 5 ڊسمبر 1920ع 25 جنوري 1921ع ۽ 5 آڪٽوبر 1922ع مان ورتي ويئي.
(216) هيءَ معلومات روزانه "الوحيد" ڪراچي جي سال 1920ع کان 1933 جي مختلف پرچن مان ورتي ويئي.
(217) ڏسو: روزانه "الوحيد" ڪراچي، مؤرخه 8 آگسٽ 1928ع ص6.
(218) جي. ايم. سيد: "سنڌ جي بمبئيءَ کان آزادي"، حيدرآباد، حيدري پرنٽنگ پريس، 1968 ص76-77.
(219) ڏسو: روزانه "الوحيد" ڪراچي مؤرخه 14 فيبروري ص1931ع ص2.
(220) ڏسو: روزانه "الوحيد" ڪراچي مؤرخه 5 مئي 1933ع ص6.

(221) ڏسو: روزانہ "الوحيد" ڪراچي، مؤرخہ 31 آگسٽ 1920ع ص4.
(222) ڏسو: روزانہ "الوحيد" ڪراچي مؤرخہ 1 جنوري 1931ع ص7.
(223) ڏسو: روزانہ "الوحيد" ڪراچي مؤرخہ 5 مئي 1933ع ص6.
(224) ڏسو: روزانہ "الوحيد" ڪراچي مؤرخہ 5 آڪٽوبر 1922 ع ص1.
(225) George Lenczowski: "Middle Fast in World affairs" New york, Cornell Universty Press, 1958, P.118
(226) ڏسو: روزانہ "الوحيد" ڪراچي مؤرخہ 27 اپريل 1938ع ص2.
(227) ڏسو "جمعيت خلافت صوبہ سنڌ جي ساليانی رپورٽ بابت سال سيپٽمبر 1922ع کان آگسٽ 1923ع ڪراچي، "الوحيد" اليڪٽرڪ پرنٽنگ پريس 1923ع ص 17
(228) ڏسو: روزانہ "الوحيد" ڪراچي، مؤرخہ 8 آگسٽ 1928ع ص6
(229) ڏسو: روزانہ "الوحيد" ڪراچي، مؤرخہ 28 ڊسمبر 1922 ص4.
(230) ڏسو: روزانہ "الوحيد" ڪراچي، مؤرخہ 1 نومبر 1928ع ص1.
(231) ڏسو: روزانہ "الوحيد" ڪراچي، مؤرخہ 1 جنوري 1931ع ص7.
(232) ڏسو: روزانہ "الوحيد" ڪراچي، مؤرخہ 27 اپريل 1938ع ص2.
(233) هيءَ معلومات روزانہ "الامين"، "الوحيد" ۽ "ڊيلي گزيٽ" جي مختلف پرچن ۽ خلافت ڪاميٽيءَ جي مختلف رپورٽن مان ورتي ويئي.
(234) محمد عبدالغني: "خلافت جي مسئلي تي خيالات" ڪراچي، سي، سٽلويل ڊيلي گزيٽ پريس ص1
(235) محمد عبدالغني: "خلافت جي مسئلي تي خيالات" ڪراچي، سي، سٽلويل ڊيلي گزيٽ پريس ص ص3-4
(236) محمد عبدالغني: "خلافت جي مسئلي تي خيالات" ڪراچي، سي، سٽلويل ڊيلي گزيٽ پريس ص 4-5
(237) مولوي فيض الڪريم: "تحقيق الخلافت" ڪراچي، ڊيلي گزيٽ پريس، ص ص 9-10
(238) ايضا، ص18
(239) See The "Daily Gazette" Karachi dated 7.7.1930, P.7
(240) ڏسو: ڏهرڪي "امن سڀا" جي ڪاروائي ماه جون، 1921ع (پاڻ وٽ رکيل).
(241) ڏسو: قاضي احمد "امن سڀا" جي ڪاروائي ماه جولاءِ 1922ع جو قراداد نمبر1 (پاڻ وٽ رکيل).

(242) ڏسو: تنڊوباگو "امن سڀا"جي ڪاروائي ماه جون 1921ع (پاڻ وٽ رکيل).

(243) ڏسو: ديرو محبت "امن سڀا" جي ڪاروائي مؤرخ 30 جنوري 1923ع (پاڻ وٽ رکيل).

(244) See The "Daily Gazette" Karachi dated 6.9.1921, P.5

(245) See The "Daily Gazette" Karachi dated 19.5.1921, P.5

(246) See The "Daily Gazette" Karachi dated 13.7.1921, P.5

(247) See The "Daily Gazette" Karachi dated 9.6.1921, P.5

(248) See The "Daily Gazette" Karachi dated 29.6.1921, P

(249) See The "Daily Gazette" Karachi ated 19.7.1921, P.5

(250) See The "Daily Gazette" Karachi dated 6.2.1923, P.5

(251) See The "Daily Gazette" Karachi dated 14.7.1921, P.5

(252) See The "Daily Gazette" Karachi dated 5.7.1921, P.5

(253) See The "Daily Gazette" Karachi dated 18.8.1921, P.5

(254) See The "Daily Gazette" Karachi dated 9.1.1922, P.4

(255) See The "Daily Gazette" Karachi dated 10.7.1921, P.10

(256) See The "Daily Gazette" Karachi dated 16.7.1921, P.5

(257) See The "Daily Gazette" Karachi dated 4.7.1921, P.5

(258) See The "Daily Gazette" Karachi dated 10.7.1921, P.10

(259) مولوي فيض الڪريم: "تحقيق الخلافت" ڪراچي، ڊيلي گزيٽ پريس، 1919ع ص ص 19-44.

(260) ڏسو: "مختصر حالات انعقاد جمعيت علماءِ هند" دهلي، محبوب المطابع ص؟ ص5

(261) ڏسو: "مختصر حالات انعقاد جمعيت علماءِ هند" دهلي، محبوب المطابع سال ؟ ص ص 6-7

(262) ڏسو: روزانه "الوحيد" ڪراچي، 4، جولاءِ 1920ع ص3.

(263) ڏسو: روزانه "الوحيد" ڪراچي 22 مئي 1931ع ص2.

(264) ڏسو: روزانه "الوحيد" ڪراچي 15 ڊسمبر 1931ع ص2.

(265) ڏسو: روزانه "الوحيد" ڪراچي 4 جنوري، 1922ع ص4.

(266) ڏسو: روزانه "الوحيد" ڪراچي 10 سيپٽمبر 1922ع ص4.

(267) هيءَ معلومات جناب "حڪيم محمد احسن" کان 25 آگسٽ 1977ع تي انٽرويو ذريعي ورتي ويئي.

(268) ڏسو: ”توحيد“ ڪراچي ماه جنوري 1925ع ص ص 28-30
(269) ڏسو: ”توحيد“ ڪراچي ماه سيپٽمبر 1937ع ص9.
(270) ڏسو: ”توحيد“ ڪراچي، ماه فيبروري 1935ع ص 48
(271) ڏسو: روزانہ ”الوحيد“ ڪراچي، 4 جولاءِ 1920ع ص3.
(272) ڏسو: روزانہ ”الوحيد“ ڪراچي 10 سيپٽمبر 1922ع ص4.
(273) ڏسو: روزانہ ”الوحيد“ ڪراچي 29مارچ 1924ع ص4.
(274) ڏسو: روزانہ ”الوحيد“ ڪراچي 4 جولاءِ 1920ع ص 3.
(275) ڏسو: قرارداد نمبر5 ”جمعيت العلماء سنڌ“ جي جلسي جي ڪاروائي، مؤرخہ 20 جولاءِ 1920ع.
(276) ڏسو: ”ولايتي ڪپڙي خريد ڪرڻ جي منع هجڻ واري فتويٰ“ ڪراچي ”جمعيت العلماء سنڌ“ 1340هہ.
(277) ڏسو: روزانہ ”الوحيد“ ڪراچي 29 جون 1923ع ص4.
(278) ڏسو: روزانہ ”الوحيد“ ڪراچي 15 سيپٽمبر 1920ع ص3.
(279) هيءَ معلومات روزانہ ”الامين“، ”الوحيد“، ”ڊيلي گزيٽ“ جي مختلف پرچن مان ۽ علامہ غلام مصطفيٰ قاسميءَ کان 8 مئي 1982ع تي انٽرويو ذريعي ورتي وئي.
(280) محمد عظمت الله ڀٽي: ”المشرقي“، گجرات، (پاڪستان) پنجاب اليڪٽرڪ پريس 1923ع ص57.
(281) نصير محمد نظامائي: ”تحريڪ خاڪسار جا مختصر اصول“ حيدرآباد، مسلم پرنٽنگ پريس 1935ع ص7.
(282) نصير محمد نظامائي: ”تحريڪ خاڪسار جا مختصر اصول“ حيدرآباد، مسلم پرنٽنگ پريس 1935ع ص1.
(283) ايضاً، ص8.
(284) محمد عظمت الله ڀٽي: ”المشرقي گجرات“ (پاڪستان) پنجاب اليڪٽرڪ پريس 1923ع ص ص 64-65.

## باب پنجون

# ڏيهي سياست جو دور

# سنڌ هاري ڪاميٽي

**تعارف:** جڏهن سکر بئراج جي تڪميل حقيقت جو روپ ورتو، تہ سنڌ جي زميندارن ۽ ڪاتيدارن سان گڏ، هاري بہ هن ايندڙ نئين تبديليءَ کان متاثر ٿيڻ لڳا، ۽ هنن اهو محسوس ڪيو تہ ڪين پنهنجي مفادن جي بچاءَ لاءِ ڪا تنظيم ٺاهڻ گهرجي.

انهيءَ پس منظر ۾ سن 1930ع ۾ ميرپورخاص ۾ جمشيد مهتا جي صدارت هيٺ سنڌ جي سياستدانن جي هڪ گڏجاڻي ٿي، جنهن ۾ "سنڌ هاري ڪاميٽي" جو قيام عمل ۾ آندو ويو(1).

هن پارٽيءَ جو پهريون صدر پرنسپال گوڪلي کي چونڊيو ويو، ۽ چيتمل پرسرام، شيخ عبدالمجيد سنڌي، ۽ جي. ايم. سيد انهيءَ جا سيڪريٽري مقرر ٿيا(2). هن پارٽيءَ کي سموريءَ سنڌ ۾ وڏي مقبوليت حاصل ٿي، ۽ اڳتي هلي، هيٺ ڄاڻايل سياستدانن ان ۾ ڀرپور حصو ورتو(3).

مولوي عبدالله لغاري، غلام حسين سومرو، فقير محمد مگريو، شمس الدين شاهہ، عبدالقادر ڪوڪر، علي احمد قريشي، قاضي فيض محمد، رئيس بروهي، مولوي نذير حسين، محمد خان لاڪو، مولوي معاذ، سيد شاهنواز شاهہ، قادر بخش نظاماڻي، ارباب نور محمد پليجو، محمد امين ڪوسو، الاهي بخش قريشي، نبي بخش تنيو، مولوي عزيز الله جروار، ڪامريڊ عبدالقادر، حيدر بخش جتوئي ۽ ڪامريڊ سيد جمال الدين بخاري.

"سنڌ هاري ڪاميٽي" نہ رڳو سنڌي مسلمان سياستدانن جي هئي، پر ان کي روشن خيال غير مسلم طبقي جو بہ عملي ساٿ مليو. جن ۾ جيرامداس دولترام، پروفيسر گهنشام، مسٽر نارائڻداس بيچر، مسٽر سنتداس منگهارام ۽ ڊاڪٽر چمنداس قابل ذڪر آهن(4).

**ڪارڪردگي:** جيتوڻيڪ هاري ڪاميٽي سن 1930ع ۾ ٺهي، پر ان جا پهريان ڏهہ سال سنڌ جي بمبئيءَ کان عليحدگيءَ واري تحريڪ، ۽ ان کان پوءِ جي حالتن ۾ نئين سياسي جوڙجڪ جو ڀل ٿي ويا. ان ڪري هيءَ پارٽي رڳو مختلف هنڌن تي

ڪانفرنسون ڪرائڻ کان سواءِ ٻيو ڪو بہ ڪارنامو سر انجام نہ ڏيئي سگھي*. پر ايوان کان ٻاهر هوندي بہ هن پارٽيءَ هارين جي حقن لاءِ تعريف جوڳي خدمت ڪئي.

هن پارٽيءَ جي ڪوشش سان سن 1942ع ۾ سنڌ جي وزارت هارين جي مسئلن ڪي حل ڪرڻ ڏانهن توجهہ ڏنو، ۽ سن 1943ع ۾ انهيءَ سلسلي ۾ "سنڌ ليجسليشن ڪاميٽي" کي تشڪيل ڏنو**. جنهن اٽڪل ويهن مهينن جي جاچ کان پوءِ پنهنجي رپورٽ ۾ هن طرح سفارش ڪئي:(5)

1- هارين کي حق ڏنا وڃن، نہ رڳو هن لاءِ تہ انهن جو هڪ طبقو پيدا ڪيو وڃي، پر ان لاءِ تہ هاريءَ جي زمين ۾ دلچسپي پيدا ڪري آباديءَ کي وڌيڪ ڪارگر بنائي سگھجي.

2- زميندار ۽ هارين جي حقن، فرضن ۽ لاڳاپن کي قانوني تحفظ ڏنو وڃي، ۽ هارين جي حقن جي ضمانت ڏني وڃي.

3- پنجن سالن کان ڪم ڪندڙ هارين کي موروثي حق ڏنا وڃن.

4- موروثي هارين جو رڪارڊ رکيو وڃي.

ڪاميٽيءَ تہ هارين جي حقن لاءِ سٺيون سفارشون ڏنيون، پر وقت جي وزارت انهن ڏانهن ڪو بہ ڌيان نہ ڏنو. ان ڪري هن پارٽيءَ کي اهو احساس ٿيڻ لڳو تہ جيستائين هن پارٽيءَ جا هڏ ڏوڪي اسيمبليءَ ۾ چونڊجي نہ ويندا، تيستائين ڪنهن بہ مسئلي جو حل ڳولهي نہ سگھبو. ان ڪري هن پارٽيءَ 1946ع جي شروعات ۾ ڪرايل چونڊن ۾ پنهنجا چار اميدوار بيهاريا* پر ڪيس

---

* اهڙين ڪانفرنسن مان 15 نومبر 1936ع تي سڏايل هاري ڪانفرنس ذڪر ڪرڻ جي لائق آهي، جنهن ۾ لڳ ڀڳ اڍائي سو هارين شرڪت ڪئي، ۽ ان جي صدارت جمشيد مهتا ڪئي هئي. (See, The "Daily Gazette" Karachi, Dated,16,11,1936 P.4)

** اها ڪاميٽي 26 جون 1943ع تي تشڪيل ڏني ويئي. جنهن ۾ ٽي وزير، ڏهہ سنڌ اسيمبليءَ جا ميمبر، چار سرڪاري ڪامورا ۽ هڪ زميندار کنيو ويو هو. (هيءَ معلومات "جناب قاضي فضل الله" کان 25 جولاءِ 1977ع تي انٽرويو ذريعي ورتي ويئي)

* اهي هئا:

| | |
|---|---|
| حيدر بخش جتوئي | ڏوڪري - وارهہ تڪ. |
| عبدالقادر | حيدرآباد تڪ. |
| قاضي فيض محمد | ڪنڊيارو تڪ. |
| رامجي ڪولهي | جيمس آباد/ غيرمسلم تڪ. |

(هيءَ معلومات جناب قاضي فضل الله کان 25 جولاءِ 1977ع تي انٽرويو ذريعي ورتي ويئي.

ايتري ڪاميابي حاصل ٿي نه سگهي. ساڳئي سال جي نومبر مهيني ۾ سنڌ اسيمبليءَ جون نيون چونڊون ڪرايون ويون(6). انهن چونڊن ۾ به "سنڌ هاري ڪاميٽي" مقابلو ڪيو، پر نتيجا اهي ساڳيا ئي نڪتا.

بهرحال حالتن کي نئون موڙ مليو، ۽ سنڌ وزارت 3 مارچ 1947ع ۾ هڪ ٺهراءَ ذريعي "هاري جاچ ڪاميٽي" ٺاهي،* پر هن ڪاميٽيءَ جي سفارشن پيش ڪرڻ کان اڳي ئي، هندستان جو ورهاڱو ٿيو، ۽ پاڪستان جو قيام عمل ۾ اچي ويو. اهڙيءَ طرح "سنڌ هاري ڪاميٽي" پنهنجي عمل جي نئين دور ۾ داخل ٿي.

**عالمن جو حصو:** سنڌ جي عالمن جتي عوام جي مذهبي ۽ سياسي خدمت ڪئي، اتي طبقاتي نظام کي ٽوڙڻ ۽ هڪ جهڙي سماج کي جوڙڻ لاءِ به ڪوششون ورتيون. "سنڌ هاري ڪاميٽيءَ" جي قيام ۽ ڪارڪردگيءَ ۾ انهيءَ جذبي هيٺ جن عالمن ڀرپور حصو ورتو، تن مان مولانا عبدالله لغاري (سانگهڙ)، مولانا عزيز الله جروار (سکر)، مولانا محمد اسماعيل لغاري (حيدرآباد)، مولانا محمد حسين سومرو (بدين)، مولانا محمد صالح "عاجز" (شڪارپور)، مولانا محمد علي شاهه (خيرپور)، مولانا محمد علي (سانگهڙ)، مولانا حڪيم محمد معاذ پيرزادو (نواب شاهه)، مولانا محمد يعقوب حاجاڻو (ٿرپارڪر)، مولانا مير محمد حسن ٽالپر (نواب شاهه)، ۽ مولانا محمد نذير جتوئيءَ جا نالا قابل ذڪر آهن(7).

## سنڌ آزاد پارٽي

**تعارف:** هيءَ پارٽي سن 1935ع ۾ ٺاهي وئي، ۽ ان جو عارضي صدر شيخ عبدالمجيد سنڌيءَ کي مقرر ڪيو ويو جنهن اڳتي هلي هن جماعت کي ڪامياب ۽ ڪامران بڻايو. (8)

---

* اها ڪاميٽي جن ميمبرن تي مشتمل هئي، سي هئا:

| | | |
|---|---|---|
| سر راجر ٿامس | چيئرمين | سنڌ سرڪار جو زرعي صلاحڪار |
| مسٽر محمد مسعود | ميمبر | ڪليڪٽر نواب شاهه |
| نور الدين صديقي | ميمبر | مينيجر انڪمبرڊ اسٽيٽس سنڌ |
| آغا شاهي | سيڪريٽري | |

(حيدر بخش الهداد خان جتوئي: "هاري انقلاب"، حيدرآباد، هاري دارالاشاعت 1953ع ص68.

پارٽيءَ جا مکيه مقصد هن طرح واضح ڪيا ويا هئا: (9)

1- هندستان لاءِ مکمل جوابدار حڪومت قائم ڪرائڻ.

2- صوبي لاءِ جوابدار حڪومت قائم ڪرائڻ.

3- جدا جدا فرقن ۽ سياسي پارٽين جي وچ ۾ اتحاد قائم ڪرائڻ.

4- مسلم قوم جي مذهبي، اخلاقي، تعليمي، معاشرتي، ۽ مالي اصلاح ۽ بهتريءَ لاءِ عام سڌاري جي ڪوشش ڪرڻ.

شيخ عبدالمجيد سنڌيءَ جي شخصيت هن پارٽيءَ کي حد کان وڌيڪ مقبول بنايو ۽ سنڌ اندر هيٺين هنڌن تي ان جون شاخون قائم ڪيون ويون: (10)

ابراهيم پنوهر تعلقو دادو، ڳوٺ الهه آباد تعلقو دادو، ڀنو تعلقو ميرپور شورو، ڳوٺ پير بخش ٽالپر، فقيرآباد 22 نصرت ضلع ٿرپارڪر، دائود مهيسر لڳ ميهڙ، حيدرآباد، جيڪب آباد، چڪ، چتن شاهه تعلقو سڪرنڊ، ڳوٺ ٽنيه تعلقو ميرو خان، ڳوٺ خير محمد لغاري، ڳوٺ مولوي عبدالله لغاري، عمر ڪوٽ، عودي تعلقو ٽل، ماتلي، مرادپور تعلقو ٽل، نواب شاهه، ڳوٺ سيال تعلقو دادو، سجاول، شڪارپور، هالانوان، ڳوٺ هاشم سومرو ضلعو ٺٽو، جهرڪ، جهمپير، ڪراچي، ڪرم خان نظاماڻي تعلقو هالا ۽ شهر ڪنگورو تعلقو ڏگهڙي.

**ڪارڪردگي:** هن پارٽيءَ "سنڌ جي بمبئي کان علحدگيءَ" واري تحريڪ ۾ جيڪو حصو ورتو، ان جو تفصيلي احوال هن ئي مقالي جي ٻئي هنڌ تي ڏنو ويو آهي. سنڌ جڏهن بمبئيءَ کان الڳ ٿي هڪ آزاد ۽ خومختيار صوبي جي حيثيت قائم ڪئي ته "سنڌ آزاد پارٽي" وقت جي سياسي ضرورتن مطابق "آل انڊيا مسلم ليگ" سان الحاق ڪري صوبي جي سياسي خدمت ڪرڻ جو آغاز ڪيو. (11)، ۽ سنڌ اسيمبليءَ جي پهرين چونڊن ۾ پنهنجي خومختيار حيثيت سان بهرو ورتو. جنهن ۾ هن پارٽيءَ کي 3 سيٽون مليون (12) ان کان پوءِ هن پارٽيءَ جو عملي وجود ختم ٿي ويو.

**عالمن جو حصو:** هن پارٽيءَ ۾ سنڌ جي جن عالمن ڀرپور نموني سان حصو ورتو، تن جو وچور هن طرح آهي: (13).

| عالم جو نالو | عهدو | شاخ |
| --- | --- | --- |
| مولانا ابوبڪر | خزانچي | سجاول |
| مولانا فضل الله حڪيم | نائب صدر | شڪارپور |

مولانا حاجي حبيب الله  صدر  ڳوٺ الهه آباد تعلقو دادو

مولانا خير محمد  صدر  ڳوٺ مولوي خير محمد لغاري

مولانا خوش محمد  ميمبر  تعلقو ميرو خان

حاجي عبدالحي نوماڻي  صدر  شهر ڪنگورو تعلقو ڏگهڙي

مولانا عبدالحميد  خزانچي  ڳوٺ الهه آباد تعلقو دادو

مولانا عبدالحليم  نائب صدر  مرادپور تعلقو ٺل

مولانا عبدالرحيم  ميمبر  ڪراچي

مولانا عبدالواحد  صدر  نواب شاهه

حاجي عبدالقادر  نائب صدر  دائود مهيسر لڳ ميهڙ

مولانا عبدالصمد  ميمبر  ڪراچي ڪاميٽي

عبدالڪريم چشتي  جنرل سيڪريٽري  شڪارپور

مولانا عبدالڪريم  سيڪريٽري  عودي تعلقو ٺل

عبدالڪريم ڪڪل  ميمبر  تعلقو ميرو خان

عبدالڪريم عباسي  نائب صدر  ڳوٺ هاشم سومرو تعلقو ٺٽو

مولانا عبدالڪريم  ميمبر  ڪراچي ڪاميٽي

علي انور فاضل ديوبند ٻُٺي  ميمبر  ڳوٺ ٺنيه تعلقو ميروخان

مولانا عطاءُ الله  سيڪريٽري  ماتلي

مولانا غلام محمد  ميمبر  جهمپير

پير غلام مجدد سرهندي  صدر  حيدرآباد

مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي  ميمبر  تعلقو ميروخان

مولانا محمد ابراهيم ٻٺيءَ وارو  ميمبر  تعلقو ميروخان

محمد اسماعيل قريشي  ميمبر  ڳوٺ ٺنيه تعلقو ميرو خان

مولانا محمد پريل  ناظم  چٽن شاهه تعلقو سڪرنڊ

مولانا محمد يوسف  صدر  پنو تعلقو ميرپور بٺورو

مولانا محمد حسن لغاري  صدر  ڳوٺ مولوي عبدالله لغاري

ميان محمد حسن عباسي  صدر  ڳوٺ سيال تعلقو دادو

مولانا محمد عثمان  ميمبر  نواب شاهه

مولانا محمد عثمان  ميمبر  چڪ

حاجي محمد رحيم بخش  صدر  جيڪب آباد

| | | |
|---|---|---|
| مولانا حاجي محمود | سيڪريٽري | سجاول |
| مولانا محمد موسيٰ | نائب صدرفقير | آباد، ديهہ 22 نصرت |
| محمد صالح عباسي | سيڪريٽري | ڳوٺ سيال تعلقو دادو |
| مولانا نذير حسين | ميمبر | ڳوٺ تنيه تعلقو ميرو خان |
| شاهہ محمد هڪڙو ٻُنّي | ميمبر | ڳوٺ تنيه تعلقو ميروخان |
| شفيع محمد منگيو | صدر | ڇتن شاهہ تعلقو سڪرنڊ |
| شفيع محمد خان نظاماڻي | خرانچي | ڪرم خان نظاماڻي تعلقو هالا |
| سيد صدرالدين شاهہ | صدر | مراد پور تعلقو ٺل |

## سنڌ اتحاد پارٽي

**تعارف:** سنڌ جي بمبئي کان علحدگيءَ واري تحريڪ جڏهن حقيقت جو روپ وٺڻ لڳي تہ، هتان جي سياستدانن کي ايندڙ نين تبديلين جي روشنيءَ ۾ سياسي گروهن جي جوڙجڪ ڪرڻ جو خيال پيدا ٿيو. جيئن تہ هن وقت تائين سنڌ جي سياسي ماحول ۾ مذهبي ڪٽرپڻي جو رنگ ڀرجي چڪو هو، ان ڪري هن طبقي کي اهو احساس ٿيو تہ سنڌ ۾ اهڙن سياستدانن کي هڪ مرڪز تي گڏ ڪيو وڃي، جيڪي غيرفرقيوارانہ بنيادن تي پرڳڻي جي سياسي خدمت سرانجام ڏيئي سگهن.

ان سلسلي ۾ محترم جي. ايم. سيد جي ڪوشش سان 3 جون 1935ع تي سر غلام حسين هدايت الله جي صدارت هيٺ ڪراچيءَ ۾ سنڌ جي نامور سياستدانن جي گڏجاڻي ٿي،* جنهن ۾ اهو فيصلو ڪيو ويو تہ صوبي جي بهتريءَ لاءِ غيرفرقيوارنہ ۽ اقتصادي بنيادن تي سنڌ جي هڪ سياسي جماعت قائم ڪجي، جنهن جو آئيني مسئلن سان تعلق رکندڙ ٻيءَ جماعت سان ڪوبہ واسطو نہ هجي (14).

---

* انهيءَ گڏجاڻيءَ ۾ شريڪ ٿيندڙ هئا:
سر غلام حسين هدايت الله، جي. ايم. سيد خانبهادرالهہ بخش سومرو، خانبهادر محمد ايوب کهڙو، شيخ عبدالمجيد سنڌي، علامہ آءِ.آءِ قاضي، حڪيم فتح محمد سيوهاڻي، مسٽر ڄيٺمل پرسرام، مسٽر حاتم علوي، ۽ سيد ميران محمد شاهہ.
(هيءَ معلومات جناب جي. ايم. سيد کان 20 جولاءِ 1977ع تي انٽرويو ذريعي ورتي وئي).

آخرڪار 31 آگسٽ 1936ع تي سنڌ جي سياستدانن جي گڏجاڻي ٿي، ۽ نتيجي ۾ ”سنڌ اتحاد پارٽي“ ٺاهي وئي* جنهن جي قيادت سر عبدالله هارون جي حوالي ڪئي وئي، ۽ سر شاهنواز ڀٽو، ۽ ميران محمد شاهه، ان جا ڊپٽي ليڊر مقرر ٿيا (15).

ابتدا ۾ پارٽي جا مقصد هن طرح واضح ڪيا ويا (16).

1- اقتصادي بنيادن تي غير فرقيوارانہ سلوڪ پيدا ڪرڻ.

2- ملڪ جي سڀني فرقن کي نوڪريون، تعليم ۽ واپار ۾ سهوليتون مهيا ڪرڻ.

3- آبادگارن ۽ مزدورن جي مفاد کي ترقي ڏيارڻ، ۽ نان بئراج ايراضيءَ لاءِ آبپاشيءَ جو خاص طرح انتظام ڪرڻ.

4- ڳوٺن جي سڌاري، گهرو هنرن جي واڌاري، ۽ ڳوٺاڻن کي موجوده زماني جون سهوليتون مهيا ڪرڻ.

5- ننڍن ڪاتيدارن کي وياج خورن ۽ وڏن زميندارن جي چنبي کان بچائڻ.

6- هارين جي حقن جي حفاظت ڪرڻ.

7- آبادگارن کي قرضن کان آجو ڪرڻ.

8- ملڪ جي تعليم، تندرستي، ۽ رشوت دور ڪرائڻ لاءِ ڪوششون وٺڻ.

9- صوبي جي مڪمل خودمختياريءَ لاءَ ڪوشش ڪرڻ.

**ڪارڪردگي:** جڏهن چونڊون شروع ٿيون تہ گهڻو ڪري مسلمانن جي سمورين جاين تي هن پارٽيءَ پنهنجا اميدوار بيهاريا * جيتوڻيڪ هن پارٽيءَ کي وڏي ڪاميابي حاصل ٿي ۽ ان جا 22، اميدوار اسيمبليءَ لاءِ چونڊجي آيا، پر پارٽيءَ جي ليڊر سر عبدالله هارون ۽ ڊپٽي ليڊر سرشاهنواز ڀٽي کي شڪست آئي(17) ۽ اهو ئي هن پارٽيءَ جي اتحاد جي پاش پاش ٿيڻ جو وڏو سبب بڻيو.

---

* انهيءَ گڏجاڻيءَ ۾ ٻن ڊپٽي ليڊرن، سرشاهنواز ڀٽي، ۽ سر غلام حسين هدايت الله کان سواءِ سيد ميران محمد شاهه کي وڌيڪ ٽيون ڊپٽي ليڊر چونڊجڻ تي اعتراض وٺي سر غلام حسين ان پارٽيءَ کان جدا ٿي ويو، ۽ پنهنجي جدا پارٽي ”سنڌ مسلم پوليٽيڪل پارٽي“ قائم ڪيائين. (تفصيل لاءِ ڏسو، هن ئي باب ۾ ”سنڌ مسلم پوليٽيڪل پارٽي“).

* هيءَ پارٽي جيتوڻيڪ غيرفرقيوارانہ بنيادن تي ٺاهي وئي هئي، پر ڪنهن بہ غير مسلم هن سان ساٿ نہ ڏنو. ان ڪري پارٽيءَ کي سمورا مسلمان اميدوار بيهارڻا پيا. (معلومات خانبهادر، ايوب کهڙي کان ورتل) .

پارٽيءَ کي انهيءَ صدمي کان سواءِ وقت جي انگريز گورنر ”سر لنسليٽ گرهام“ (Sir Lancelot Graham) جي غير جمهوري طريقن به سخت نقصان رسايو. هن ”سنڌ اتحاد پارٽي“ کي اقتدار سنڀالڻ واري آڇ ڏيڻ جي بدران صرف ٽي سيٽون حاصل ڪندڙ ”سنڌ مسلم پوليٽيڪل“ پارٽيءَ جي قائد سر غلام حسين هدايت الله کي حڪومت ٺاهڻ جي دعوت ڏني، جنهن جي نتيجي ۾ ”سنڌ اتحاد پارٽيءَ“ کي خانبهادر الهه بخش سومري جي قيادت هيٺ مخالف پارٽيءَ جو ڪردار ادا ڪرڻو پيو(18)، ۽ ائين ٿي هيءَ پارٽي ڪانگريس پارٽيءَ جي تعاون سان مخالف بينچن تي ويهي عوام جي خدمت ڪندي رهي.

جيئن ته ”سنڌ مسلم پوليٽيڪل پارٽي“ اقتدار ۾ هجڻ جي باوجود پنهنجي حيثيت کي برقرار رکڻ لاءِ ٻين جي سهاري وٺڻ تي مجبور هئي. ان ڪري ”سنڌ اتحاد پارٽيءَ“ ڪن اصولن تي متفق ٿي اقتدار واري پارٽيءَ سان اتحاد قائم رکڻ جو ٺاهه ڪيو*. ۽ اهڙيءَ طرح هن پارٽيءَ غير سرڪاري طور تي عوام جي خدمت ڪرڻ جو آغاز ڪيو. اهو هن پارٽيءَ جو ئي ڪارنامو هو، جنهن جي تعاون سان سر غلام حسين هدايت الله جي وزارت ڪيترائي تعريف جوڳا ڪم آيا، جهڙوڪ: روينيو زمين تان چوپايي مال جي پنچري معاف ڪرڻ، پراڻن تقاوي قرضن کي سهولتين وارين قسطن ۾ وصول ڪرڻ، رهيل وياج معاف ڪرڻ، وڏن آفيسرن جي درٻارن جي ڪرسين جي پروانن ڏيڻ جي رسم بند ڪرڻ، ۽ لوڪل بورڊن تي ميمبرن جي نامزدگي ختم ڪرڻ. پر اڳتي هلي جڏهن هن پارٽيءَ کي ڪيل وعدن مطابق وزارتون نه ڏنيون ويون ته ٻنهي پارٽين جو اتحاد ٽٽي ويو ۽ ”اتحاد پارٽيءَ“، ”ڪانگريس پارٽيءَ“ جي تعاون سان هڪ ريئي جي ڪتر واري رِٽ تي ”سنڌ مسلم پوليٽيڪل پارٽيءَ“ جي وزارت کي شڪست ڏني(19). ان کان پوءِ هيءَ پارٽي

---

* ”سنڌ اتحاد پارٽي“ ۽ ”مسلم پوليٽيڪل پارٽيءَ“ جي وچ ۾ اهو طي ٿيو ته:

”وزارت جي رهبري لاءِ ٻنهي پارٽين جي گڏيل هڪ ورڪنگ ڪاميٽي ٺاهي وڃي، ته جيئن اها قانون سازيءَ جي سوالن، اصولي مسئلن ۽ انتظامي طريقي بابت وقت به وقت وزارت کي مشورا ڏيئي سگهي.

ملڪ جي تعمير ۽ ماڻهن جي ترقي لاءِ ٻنهي جماعتن جو هڪ گڏيل منصوبو تيار ڪيو وڃي، جنهن کي ورڪنگ ڪاميٽيءَ جي هدايتن مطابق وزارت عمل ۾ آڻيندي.“

(جي. ايم. سيد: ”نئين سنڌ لاءِ جدوجهد“، حيدرآباد اسلاميه پرنٽنگ پريس، 1952ع، ص14).

”ڪانگريس“ ۽ ”آزاد هندو گروپ“ جي ساٿ سان اقتدار ۾ آئي(20). ۽ ان جي طرفان خانبهادر الهه بخش 23 مارچ 1938ع تي وزارت ٺاهي.*

”سنڌ اتحاد پارٽيءَ“ جي وزارت ٽن گروهن جو مجموعو هئي. ان ڪري سندس اقتدار ۾ ”ڪانگريس“ ۽ ”آزاد هندو گروپ“ به شامل ٿي ويا. جنهن اڳتي هلي نااتفاقيءَ کي جنم ڏنو. ڍلن وڌائڻ جي مسئلي تي پارٽي ۽ وزارت جو پاڻ ۾ اختلاف ٿي پيو. ۽ وڏي وزير کي پنهنجي ڪرسيءَ بچائڻ لاءِ مسلمانن بدران هندن طرف جهڪڻو پيو. اهڙيءَ طرح هيءَ پارٽي اقتدار ۾ اچي، انتشار جو نشانو بڻجي ختم ٿي ويئي.

**عالمن جو حصو:** ”سنڌ اتحاد پارٽي“ سنڌ جي سياست ۾ ٻن سالن تائين فعال رهي. انهيءَ عرصي دوران ”ڪانگريس“ خواهه ”مسلم ليگ“ پارٽيءَ جو به هن سان اشتراڪ رهيو. ان ڪري اڻ سڌيءَ طرح انهن ٻنهي جماعتن جا عالم سياستدان ”سنڌ اتحاد پارٽيءَ“ جا ساٿي ۽ حامي ٿي رهيا. جن عالمن هن پارٽيءَ ۾ ڀرپور حصو ورتو، تن مان مولانا دين محمد وفائي (ڪراچي)، مولانا حڪيم فتح محمد سيوهاڻي (ڪراچي)، ۽ مولانا محمد صادق (ڪراچي) جا نالا ذڪر لائق آهن(21).

## سنڌ مسلم پوليٽيڪل پارٽي

**تعارف:** ”سنڌ اتحاد پارٽي“ کي ٺهيي اڃا سال ئي مس ٿيو هو ته سنڌ جي ڏن ڏٺين پنهنجين من مستين جو آغاز ڪيو. پارٽيءَ جي پهرئين ساليانې اجلاس جي موقعي تي ڊپٽي ليڊر جي چونڊ واري معمولي مسئلي تي ”سنڌ اتحاد پارٽيءَ“ جو اتحاد ٽٽي ويو. ۽ سر غلام حسين هدايت الله پنهنجي ڏڙي سان گڏجي ”مسلم پوليٽيڪل پارٽي“ ٺاهي(22). هن پارٽيءَ جو قيام 1 آڪٽوبر 1936ع تي عمل ۾ آندو ويو. ۽ ان جا خاص مقصد هن طرح مقرر ڪيا ويا: (23)

1. سنڌ جي بمبئيءَ کان عليحدگيءَ کان پوءِ برطانوي قانون مطابق سياست کي فروغ ڏيڻ.
2. ٻيءَ هم خيال جماعت سان ممڪن حد تائين سهڪار ڪرڻ.

---

* سندس وزارت هنن وزين تي مشتمل هئي:

خانبهادر الهه بخش (خزانو ۽ داخلا).

نهچلداس وزيراڻي (پي.ڊبليو. ڊي. ميڊيڪل ۽ پبلڪ هيلٿ).

پير الاهي بخش (روينيو).

(هيءَ معلومات جناب قاضي فضل الله کان 25 جولاءِ 1977ع تي انٽرويو ذريعي ورتي ويئي).

3. سنڌ جي مسلمانن جي سياسي خدمت ڪرڻ.
4. مجموعي طور تي سموري سنڌ جي سماجي، تعليمي ۽ صنعتي ترقيءَ لاءِ ڪوشش ڪرڻ.
5. ڪاتيدار زميندارن جي حقن جي حفاظت ڪرڻ، ۽ سنڌ ۾ زرعي ترقيءَ لاءِ ڪوششون ڪرڻ.
6. رسائي ۽ لاپي جي خاتمي آڻڻ لاءِ ڪوششون ڪرڻ.

هن جماعت جي قيادت سر غلام حسين هدايت الله پنهنجي هٿ هيٺ رکي ۽ خانبهادر محمد ايوب کهڙو ۽ مير بنده علي خان ٽالپر ان جا ڊپٽي ليڊر مقرر ڪيا ويا. سيڪريٽري جنرل جو عهدو وري نور محمد وڪيل جي حوالي ڪيو ويو(24).

هن جماعت جا باقي مکيه ڪارڪن هن طرح هئا: (25)

خانبهادر سيد محمد ڪامل شاهه، خانبهادر غلام محمد خان اسراڻ، سيد قبول محمد شاهه، خانبهادر قيصر خان بوزدار، خانصاحب پير رسول بخش شاهه، شمس الدين بارڪزئي، جي. ايم. عيسائي، رحيم بخش، مير صوبدار خان، الهڏنو خان سندراڻي، رئيس يار محمد خان جوڻيجو، ڊاڪٽر سلطان احمد جوڻيجو، ڪئپٽن شيخ عطا محمد، خانبهادر امام بخش جتوئي، ۽ نظر علي خان.

**ڪارڪردگي:** هن جماعت سنڌ جي پهرين چونڊن ۾ حصو ورتو، ۽ لڳ ڀڳ 17 اميدوار بيهاريا، جن مان رڳو 3 ڪامياب ٿي سگهيا* چونڊن جي نتيجي مطابق هيءَ جماعت ۽ شيخ عبدالمجيد جي ”سنڌ آزاد پارٽي“ ٻه اهڙيون جماعتون هيون، جن باقي ٻين جماعتن جي ڀيٽ ۾ گهٽ ڪاميابي حاصل ڪئي. پر وقت جي گورنر ”سر لنسليٽ گرهام“ (Sir Lancelot Graham) جمهوري اصولن کي ٽوڙي ”مسلم پوليٽيڪل پارٽي“ کي وزارت ٺاهڻ جي آڇ ڪئي. جنهن هندو آزاد گروپ جي تعاون سان سنڌ جي پهرين وزارت ٺاهي. *

---

* اهي هئا:
سر غلام حسين هدايت الله، خانبهادر محمد ايوب کهڙو ۽ غلام محمد خان اسراڻ (هيءَ معلومات خانبهادر محمد ايوب کهڙي کان تاريخ 3 مارچ 1979ع تي ورتي ويئي).

* پهرين وزارت جا ميمبر هن طرح هئا:

| | | |
|---|---|---|
| سر غلام حسين هدايت الله | وڏو وزير | (خزانه، داخله، عام انتظام ۽ سياسي امور) |
| مکي گوبند رام | وزير | (پوليس ۽ پي. ڊبليو. ڊي) |
| مير بنده علي خان | وزير | (روينيو) |

(هيءَ معلومات ”جناب جي. ايم. سيد“ کان 20 جولاءِ 1977ع تي انٽرويو ذريعي ورتي ويئي).

ڪجهه وقت ڪان پوءِ "سنڌ اتحاد پارٽي" به اقتدار جي هن مالڪ جماعت جو ساٿ ڏيڻ شروع ڪيو. جڏهن مکي گوبندرام جي استعفيٰ ڏيڻ کان پوءِ سر غلام حسين هدايت الله هندو آزاد گروپ جي صلاح کان سواءِ ڊاڪٽر هيمنداس کي وزير مقرر ڪيو ته "هندو آزاد گروپ" ۽ "سنڌ مسلم پوليٽيڪل پارٽي" جي وچ ۾ اختلافن جو آغاز ٿيو، ۽ پوڄسنگهه جي وفات بعد ميران محمد شاهه جي اسپيڪر ٿيڻ سبب ويتر انهن اختلافن ۾ واڌارو اچي ويو. ٻئي طرف وري "سنڌ آزاد پارٽيءَ" هن پارٽيءَ سان تعاون جي معاوضي ۾ پنهنجي ڪن ماڻهن کي وزير مقرر ڪرائڻ پئي گهريو، پر ناڪاميءَ جي صورت ۾ هيءَ جماعت به اقتدار واري پارٽيءَ جي خلاف ٿي بيٺي. ان ڪري اسيمبليءَ جي سمورين پارٽين گڏجي سر غلام حسين هدايت الله جي وزارت کي هڪ رپئي جي ڪٽر واري رت تي شڪست ڏني، ۽ اهڙي طرح 1 مارچ 1938ع تي سنڌ جي پهرين وزارت ۽ "سنڌ مسلم پوليٽيڪل پارٽيءَ" جي اقتدار جو خاتمو اچي ويو(26).

**عالمن جو حصو:** "سنڌ مسلم پوليٽيڪل پارٽيءَ" جي ڄمار ٿوري عرصي تائين محدود رهي، ان ڪري هن جماعت ۾ عالمن کي خدمت ڪرڻ جو ڪو خاص موقعو نه مليو، ان هوندي به جيڪي عالم هن جماعت سان وابسته رهيا، تن مان، مولانا دين محمد "اديب" (دادو) مولانا مخدوم غلام حيدر (حيدرآباد)، ۽ مولانا محمد اسماعيل قريشي (لاڙڪاڻو) ذڪر لائق آهن(27).

# جمنا، نربدا، سنڌ ساگر پارٽي

**تعارف:** جڏهن مولانا عبيدالله سنڌيءَ انگريزي راڄ خلاف ڪم ڪرڻ واسطي، هندستان ڇڏي وڃي ڪابل وسايو، تڏهن هندستان جون سياسي، سماجي ۽ مذهبي حالتون مختلف هيون. هندو مسلم اختلاف اڃا ننڍي ڪنڊ جي عوام جي ذهنن ۽ دلين تي حڪمران نه بڻيو هو. "آل انڊيا نيشنل ڪانگريس" ۽ "آل انڊيا مسلم ليگ" به اڃا واضح طور تي آزاديءَ حاصل ڪرڻ جي حڪمت عملي نه ٺاهي هئي. ان وقت مسلمان ترڪي ۽ اٽليءَ جي جنگ سبب يورپ وارن، خاص ڪري انگريزن جي خلاف ٿي رهيا هئا. مولانا سنڌيءَ جي چوويهن سالن جي ملڪ کان پري رهڻ واري عرصي دوران سنڌ توڙي هند ۾ ڪيتريون ئي تبديليون اچي چڪيون هيون. سنڌ ۾ بمبئيءَ کان عليحدگيءَ جي تحريڪ نه رڳو ڪامياب ٿي چڪي هئي، پر سنڌي وزير به عوام جي قيادت سنڀالي چڪا هئا. ان کان سواءِ سڄو ننڍو ڪنڊ سياسي طور تي "آل انڊيا نيشنل ڪانگريس" ۽ "آل انڊيا مسلم ليگ" ٻن حلقن ۾ ورهائجي چڪو هو. "خلافت

تحريڪ" جي خاتمي کان پوءِ جڏهن هندو مسلم اتحاد پاش پاش ٿي ويو، تہ ان جي نتيجي ۾ سنڌ توڙي هند جو عوام مذهبي بنيادن تي گروهن ۾ ورهائجي ويو. اهڙين حالتن ۾ مولانا عبيدالله سنڌي وطن واپس وريو ۽ هن انقلابي اڳواڻ انهن ڏکوئيندڙ حالتن جي مطالعي ۽ مشاهدي ڪرڻ کان پوءِ، اهو محسوس ڪيو تہ نندي ڪنڌ لاءِ آزادي هاڻي مسئلو نہ رهيو آهي، ڇو تہ اها سندس مقدر بنجي چڪي هئي. پر سڀ کان وڏيڪ پيانڪ ۽ تباهہ ڪن مسئلو مذهب ۽ ثقافت جو هو، جنهن نندي ڪنڌ جي عوام کان ايڪي ۽ الفت جون خوبيون ڪسي ورتيون هيون. مولانا عبيدالله سنڌي انهن مسئلن جي حل ڪرڻ لاءِ "جمنا، نربدا، سنڌ ساگر پارٽيءَ" جي ٺاهڻ جي ضرورت محسوس ڪئي. سندس خيال مطابق "جهڙيءَ طرح گنگا، جمنا، دريائن جي ميلاپ وارو خطو هندو تهذيب جو سرچشمو آهي، تهڙي طرح سنڌ ساگر مسلم تهذيب جو خزانو آهي. جيڪڏهن اسان انهن ٻنهي عظيم الشان هندستان جي حصن کي پنهنجي نظريي تي ٺاهہ ڪرائي سگهياسون ۽ ٻنهي کي پاڻ ڏانهن مائل ڪري سگهياسون تہ هندو مسلم ميلاپ واري ڪلندڙ قفل جي ڪنجي ملي ويندي" (28). اهڙين حالتن ۾ ٻنهي مذهبن جا پلارا انسان باهمي اتحاد جي روشنيءَ ۾ سنڌ توڙي هند کي هڪ وحدت جي وادي بنائي سگهندا، ۽ ان قوت جي وسيلي دنيا جي رهبري ڪرڻ لائق ٿيندا.

"جمنا، نربدا، سنڌ ساگر پارٽيءَ" جو بنياد 10 ڊسمبر 1939ع تي رکيو ويو(29). جنهن جو نصب العين هن طرح مقرر ڪيو ويو:

1. دارالرشاد، السواد الاعظم، قاسم المعارف جا جهونا ڪارڪن ۽ انهن جا ساٿي، جيڪي وطن جي خدمت کي پنهنجو مذهبي فرض سمجهن ٿا، انڊين نيشنل ڪانگريس جي اندر هڪ مستقل پارٽيءَ کي تشڪيل ڏين ٿا، جنهن جو اتر اولهہ هندوستان جي محدود پرڳڻن سان تعلق هوندو.

(الف): پارٽيءَ جو نالو جمنا، نربدا، سنڌ ساگر پارٽي هوندو.

(ب): پارٽيءَ جو ڪم ڪار چئن پاڳن ۾ ورهايل هوندو:

i. اڄوڪو سنڌ صوبو جنهن جو مرڪز ڪراچي آهي.

ii. سنڌونديءَ ۽ ان کي پرتي ڪندڙن جي زمين جنهن جو مرڪز لاهور آهي.

iii. گنگا ۽ جمنا ندين جي وچ وارو حصو، ۽ انهن جي اثر هيٺ ايندڙ اجميري بنارسي علائقو جنهن جو مرڪز دهلي آهي.

iv. هندستان جو ڪو بہ پرڳڻو، جيڪو پنهنجي مرضيءَ سان پارٽيءَ ۾ اچڻ گهري.

2. هن پارٽيءَ جا نظرياتي بنيادي اصول هيٺينءَ طرح آهن:

(الف) سياسي جدوجهد ۾ تشدد نہ ڪرڻ واري اصول موجب آزادي ماڻڻ جي ڪوشش.
هن تاريخي حقيقت کي وسارڻ نہ گهرجي تہ عيسائيت تشدد نہ ڪرڻ واري اصول تي لاڳيتو ٽن سؤ ورهين تائين عمل ڪرڻ کان پوءِ منزل ماڻي.

(ب) هاري ۽ هنر مند پورهيت جي معاشي حالت کي سڌارڻ ۽ انهن کي ترقي وٺائي يورپ جي پورهيت طبقي جهڙو بنائڻ. ڇاڪاڻ تہ جيستائين ملڪ جي عام آبادي يعني عوام جي معاشي حالت نہ سڌرندي تيستائين سياسي ترقيءَ جي منزل بہ هٿ نہ ايندي.

(ج) هندستان کي هڪ ملڪ نہ پر يورپ وانگر، گهڻن ملڪن وارو علائقو سمجهڻ، زبان ۽ تهذيب کي ملڪ جي ورهاڱي جو بنياد مڃڻ.

(د) هر هڪ هندستاني ملڪ يا پرڳڻي (مطلب تہ جنهن بہ علائقي ۾ هڪ ٻولي ڳالهائي ٿي وڃي، ۽ انهيءَ جي تهذيب ۾ پڻ هڪ جهڙائي هجي) ۾ رهندڙ سڀني مردن ۽ عورتن جو هڪ جيترو حق مڃڻ، ۽ جمهوري سرشتي هيٺ قوميت کي ترقي وٺائڻ. نسل، مذهب ۽ قدامت کي وڏائيءَ جو وسيلو نہ بنائڻ.

(ھ) هر هڪ هندستاني ملڪ يا پرڳڻي جي عام آباديءَ کي انهيءَ جي مادري ٻوليءَ ۾ تعليم ڏيئي ووٽ جو قدر ۽ اهميت سمجهائڻ. (تشريح)

جيڪي بہ هندستاني ٻوليون عربي صورت خطيءَ ۾ لکيون وڃن ٿيون، تن جي ڇاڻ، عام طرح سان وڏائڻ، هلندڙ صورت خطيءَ وسيلي ڏاڍي ڏکي ڳالھ آهي. انهيءَ لاءِ ضروري آهي تہ حرفن کي ڌار ڌار لکڻ جو رواج قائم ڪيو وڃي، يا رومن حرفن ۾ لکڻ شروع ڪجي. ٻيءَ صورت ۾ ٽائيپ رائيٽر مان سولائيءَ سان فائدو وٺي سگهجي ٿو. اسين جيئن تہ ڪنهن بہ ڳالھ کي زوريءَ مڃائڻ نٿا گهرون. ان ڪري آهستي آهستي سمجهہ ۽ سوچ پيدا ڪري انهيءَ ۾ ڪاميابي ماڻيندا سون.

(و) ترقي يافتہ يورپ جون شيون پنهنجي ملڪ ۾ ٺاهڻ ۽ پيدا ڪرڻ لاءِ، ۽ وطن جي خدمت ۽ حفاظت لاءِ، مردن ۽ عورتن ۾ دليري ۽ همٿ جي جذبي پيدا ڪرڻ واسطي يورپي زندگيءَ جي طرز سيکارڻ.

(تشريح): يورپي قومن جي سياسي برادريءَ ۾ شامل ٿيڻ کان سواءِ نہ تہ ايشيا جي سياسي ترقي آسان آهي ۽ نہ وري هندستان جي. انهيءَ ڪري ئي اسان کي سماجي تبديليءَ واري عمل کي خوشيءَ سان منهن ڏيڻ گهرجي. نہ تہ رجعت پسند قوتون ملڪ کي تباهہ ۽ برباد ڪري ڇڏينديون.

(ز): سوچ، اخلاق ۽ سياست ۾ هڪجهڙائي پيدا ڪرڻ لاءِ امام ولي الله دهلويءَ جي

طريقي ۽ دانائيءَ کي پارٽيءَ جو عقلي بنياد مڃڻ. انهيءَ ئي طريقي سان ماڻهن کي، انسان ذات جي خدمت لاءِ تيار ڪرڻ.

(تشريح): ٻيءَ هزار هجري صديءَ جي شروعات کان وٺي يعني جلال الدين اڪبر جي دور کان ئي مسلمان عالمن جي هڪ ڌر ابن عربيءَ جي فلسفي يا ويدانت جي فلسفي کي سڌارڻ ۽ وڌائڻ ۾ رڌل رهي ته جيئن انهيءَ کي هندستاني زندگيءَ لاءِ هڪ سياسي بنياد بنائي سگهي. حقيقت ۾ امام ولي الله جو فلسفو انهن سمورين ڪوششن جو نچوڙ آهي. انهيءَ سان سمورن مذهبن ۾ برادري يا هڪجهڙيون ڳالهيون ڳولي سگهون ٿا، ۽ انسان ذات جي ارتقائي تاريخ جي تشريح ڪري سگهجي ٿي.

(ح): هندستان جي ايڪي کي فيڊريشن تي ٻڌل سمجهڻ. هندستان کي هڪ ملڪ پائڻ اثين غلط آهي، جيئن ڪو ماڻهو روس کي ڇڏي باقي سموري يورپ کي هڪ ملڪ سڏي.

(ط): فيڊريشن جي تڪميل لاءِ گهٽي وقت تائين برٽش ڪامن ويلٿ ۾ رهڻ جو فيصلو ڪرڻ.

(ي): فيڊريشن جي ٻولي ترقي يافته هندستاني (اردو) ۽ انگريزي هوندي.

(تشريح): اردوءَ کي رومن حرفن ۾ لکي يورپي قومن آڏو آڻڻ، ۽ مقطع حرفن ۾ لکي ايشيائي قومن تائين پهچائڻ، انهيءَ مقصد جي پورائي لاءِ ٻنهه ضروري آهي.

3. پارٽيءَ جا عملي سياسي اصول هن طرح آهن:

(الف): پارٽي پنهنجن نظرين کي ڦهلائڻ لاءِ، ڪن خاص تعليمي ادارن ۾ خدام خلق تيار ڪندي. فقط اهي ئي ماڻهو پارٽيءَ جا ميمبر ٿي سگهندا، جيڪي انسان ذات جي خدمت کي پنهنجو فرض سمجهندا، ۽ تشدد نه ڪرڻ واري اصول جي پوئواري ڪندي، انهيءَ فرض جي تعميل ۾ هر ڪنهن نموني جي تڪليف سهڻ جو پختو وچن ڪندا، ۽ پڻ اهي ايذاءُ ڏيندڙن تي ڪنهن به نموني سان هٿ نه کڻندا.

(ب): پارٽيءَ جا جيترا به ميمبر حڪومت ۾ شامل ٿيندا، تن لاءِ اهو ضروري آهي ته هو پنهنجي ڪرسيءَ تي ويهي ملڪ جي مڙني رهواسين سان هڪجهڙو ورتاءُ ڪن ۽ پڻ رشوت کي بند ڪرائيندا.

(ج): پارٽيءَ جا واپاري ميمبر، ماپ ۽ تور ۾ گهٽ وڌ نه ڪندا، حساب، ڪتاب ۾ به خيانت نه ڪندا، ۽ وياج کي بند ڪرائيندا.

(د): پارٽيءَ جا زميندار ميمبر، هاريءَ سان جيڪو به معاهدو ڪندا، انهيءَ تي

پابند رهندا. هاريءَ جي ڪٽنب جي وقت سر وڏندڙ گهرجن جي پوري ڪرڻ ۾ پڻ مدد ڪندا.

(ه): پارٽيءَ جا هاري ميمبر، سرڪار پاران مقرر ڪيل زمين جو محصول يا مالگذاري، ۽ زميندار جو ڀاڱو، معاهدي جي پابنديءَ سان ادا ڪندا.

(و): پارٽيءَ جا هاري ميمبر، ڪنهن سان بہ جيڪو بہ معاهدو ڪندا، امانت جو خاص خيال رکندا.

(ز): پارٽيءَ جا جيڪي ميمبر علمي ۽ اخلاقي خدمت لاءِ مقرر ڪيا ويا آهن، سي پنهنجي ملڪ مان جهالت ختم ڪرائڻ لاءِ پاڻ پتوڙيندا. اهي زندگيءَ جي بنهہ ٿي ٿورين ضرورتن تي پنهنجو گذران ڪندا.

(ح): پارٽيءَ جي هر هڪ عملي ميمبر جو اهو فرض هوندو تہ هو وس آهر، هر هڪ مرد ۽ عورت کي لکڻ ۽ پڙهڻ سيکاري.

i. پنهنجي ملڪ جي ٻوليءَ ۾.

ii. پنهنجي بين الاقوامي ٻوليءَ ۾.

iii. هر پابند مذهب کي ان جي ملڪي ٻوليءَ ۾.

(ط): پارٽيءَ جي هر انهيءَ ميمبر جو، جيڪو اخلاقي استاد يا مرشد جو درجو رکندڙ آهي، فرض هوندو تہ هو پنهنجن ملڪي ڀائرن کي حقن جو احترام سيکاري. ايستائين جو سندن ملڪ جو هر شخص، ڪنهن بہ ٻئي انسان جي جان، مال ۽ عزت کي ڇيهو رسائڻ اخلاقي طرح سان حرام سمجهي.

(ي): پارٽيءَ جو هر هڪ ميمبر، پنهنجي زندگيءَ جون گهرجون پوريون ڪرڻ لاءِ، پاڻ محنت ڪري ڪمائيندو. سندس اهو فرض هوندو تہ هو ملڪ مان بيڪاريءَ واري زندگيءَ جي طور کي ختم ڪرڻ جي ڪوشش ڪندو. هر امير ۽ غريب ماڻهوءَ کي ڪنهن نہ ڪنهن طريقي سان پورهيت بڻايو وڃي.

مولانا عبيدالله سنڌيءَ هن جماعت جي پليٽ فارم تان پهريون دفعو لساني بنيادن تي هندستان جي ورهاڱي جو مطالبو ڪيو(30). لساني بنيادن تي قائم ٿيندڙ الڳ ۽ خودمختيار رياستن جو پاڻ ۾ شاه ولي الله ۽ ويدانت جي گڏيل فلسفي جي بنياد تي اتحاد قائم ڪرڻ جو منصوبو پيش ڪيو.

مگر حالتون گهڻو اڳتي وڌي چڪيون هيون، ۽ ننڍي کنڊ جو عوام مذهب جي بنياد تي هندستان جي ورهاڱي جو آغاز پيدا ڪري چڪو هو. انهيءَ غوغاءِ ۾ مولانا عبيدالله سنڌيءَ جي امن ۽ پيار جو پيغام ڪنهن بہ نہ ٻڌو. نہ رڳو ايترو پر زندگيءَ بہ

سنڌس ساٿ نہ ڏنو ۽ هو سن 1944ع ۾ هيءُ جهان ڇڏي ويو. جيتوڻيڪ سنڌس وفات کان پوءِ هن جي پوئلڳن "جمنا، نربدا، سنڌ ساگر پارٽيءَ" کي قائم ۽ برقرار رکڻ لاءِ پاڻ پتوڙڻ جي ڪوشش ڪئي، پر وقت ۽ حالتن جو پاڻي گهڻو مٿي چڙهي چڪو هو.

**ڪارڪردگي:** "جمنا، نربدا، سنڌ ساگر پارٽي" کي مستقل بنائڻ لاءِ 24 ڊسمبر 1939ع تي دارالرشاد ۾، ۽ 28 ڊسمبر 1939ع تي ڪراچيءَ ۾ جماعت جي اڳواڻن جي گڏجاڻي ٿي(31). جنهن ۾ متفق طور تي "جمعيت خدام الحڪمة" جي نالي سان هڪ مستقل شعبو قائم ڪيو ويو، تہ جيئن هڪ طرف شاھ ولي الله جي فلسفي تي پارٽيءَ جي ڪارڪنن کي متفق بنائجي ۽ ٻئي طرف ننڍي کنڊ جي سياسي ترقيءَ لاءِ "جمنا، نربدا، سنڌ ساگر پارٽي" ۽ "انڊين نيشنل ڪانگريس" جي وچ ۾ عملي اتحاد قائم ڪجي(32). سنڌ ۾ هن شعبي جا ٻہ مرڪزا قائم ڪيا ويا. پهريون ڳوٺ جهنڊو، جنهن جي قيادت اتان جي راشدي پيرن جي حوالي ڪئي ويئي، ۽ ٻيو مظهر العلوم ڪراچي، جنهن جي اڳواڻي مولانا محمد صادق جي حوالي ڪئي ويئي. انهن مرڪزن ۾ قرآن شريف جو تفسير پڙهائي "جمنا، نربدا، سنڌ ساگر پارٽيءَ" جي عام ڪارڪنن جي ذهني تربيت ڪئي ويندي هئي(33).

جيئن تہ "جمنا، نربدا، سنڌ ساگر پارٽيءَ" جون جاگرافيائي حدون سنڌ کان ٻاهر بہ هيون، ان ڪري هن پارٽيءَ جا ڪجهہ شعبا ٻين هنڌن تي بہ قائم ڪيا ويا. "بيت الحڪمت" اهڙن شعبن مان هڪ هو، جنهن جو بنياد 17 نومبر 1940ع تي دهليءَ ۾ رکيو ويو (34)، ۽ سنڌ ۾ ان جون بہ شاخون کوليون ويون.* هن اداري جا بہ اڳيان ئي اغراض و مقاصد هئا، جيڪي "جميعت خدام الحڪمت" لاءِ مقرر ڪيا ويا هئا.

مولانا عبيد الله سنڌي پنهنجي دور جو هڪ تجربيڪار سياستدان هو. سندس سياسي حڪمت عملي ان وقت جي ڪيترن سياسي رهبرن ۽ اڳواڻن کان الڳ ۽ نرالي هئي. هن "جمنا، نربدا، سنڌ ساگر پارٽيءَ" جي وسيلي ننڍي کنڊ ۾ هندو مسلمان اتحاد جو منظر ڏسڻ ٿي گهريو. ان ڪري هن نہ رڳو هم خيال عالمن کي پنهنجي قيادت بخشي، پر عوام جي سياسي تربيت ڪرڻ جو بہ هڪ منصوبو رٿيو. ان سلسلي ۾ 6 اگسٽ 1941ع تي دارالرشاد ڳوٺ پير جهنڊو ۾ "سنڌ ساگر انسٽيٽيوٽ" قائم

---

* اهي شاخون ڳوٺ پير جهنڊي ۽ ڪراچيءَ ۾ قائم ڪيون ويون هيون. (هيءَ معلومات علامہ غلام مصطفيٰ قاسميءَ کان 20، فبروري 1981ع تي انٽرويو ذريعي ورتي ويئي).

ڪيو(35). جيڪو "جمنا، نربدا، سنڌ ساگر پارٽيءَ" جو هڪ تربيتي ادارو هو. ان ڪان پوءِ 25 جون 1942ع تي دارالرشاد لڳ "سنڌ ساگر نيشنل اسڪول" شروع ڪيو ويو.* هن اسڪول ۾ ديني ۽ دنياوي علومن ڪان شاگردن کي ڀهرور ڪيو ويندو هو. انگريزي ۽ عربي زبانون لازمي طرح سيکاريون وينديون هيون. شاهه ولي الله جي فلسفي سان گڏ ويدانت، فلاسافي ۽ يورپين فلاسافي بہ سيکاري ويندي هئي، تہ جيئن اسڪول جي معرفت اهڙا ماڻهو پيدا ڪري سگهجن، جيڪي خدا جي خلق جي هڪ خادم جي حيثيت سان خدمت ڪري سگهن.

**عالمن جو حصو:** "جمنا، نربدا، سنڌ ساگر پارٽيءَ" اسان جي عالمن جي سياسي شعور ۽ عوام دوستيءَ جو مظهر هئي، پر جيئن تہ مولانا عبيدالله سنڌي سنت ٿي هيءَ جهان ڇڏي ويو؛ ان ڪري هيءَ جماعت بہ ٿوري عرصي ڪان پوءِ ڪنهن حد تائين بي عمل بڻجي ويئي. تنهن هوندي بہ هن جماعت جي فعال هئڻ واري دور ۾ جن عالمن پنهنجون خدمتون سر انجام ڏنيون، تن جي نالن جو وچور هن طرح آهي: (36).

مولانا حبيب الله (لاڙڪاڻو)، مولانا دين محمد "وفائي" (ڪراچي)؛ مولانا شفيع محمد منگيو (نواب شاهه)؛ مولانا عبدالله لغاري (سانگهڙ)؛ مولانا عبد الله ڪيريو ڪڏهري (نواب شاهه)؛ مولانا عبدالحق رباني (حيدرآباد)؛ مولانا سيد عبدالرحيم شاهه (ٺٽو)؛ مولانا عبدالقادر لغاري (سانگهڙ)؛ مولانا عبداللطيف جروار (لاڙڪاڻو)؛ مولانا عبيدالله لاشاري (لاڙڪاڻو)؛ مولانا عزيزالله جروار (سکر)؛ مولانا علي محمد ڪاڪيپوٽو (شڪارپور)؛ مولانا حڪيم غلام صديق (لاڙڪاڻو)؛ مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي (لاڙڪاڻو)؛ مولانا پير ضياءُ الدين شاهه (حيدر آباد)؛ مولانا محمد اسماعيل لغاري (حيدر آباد)؛ مولانا محمد اڪرم انصاري (حيدر آباد)؛ مولانا محمد سليمان ڀڳهيو (لاڙڪاڻو)؛ مولانا محمد صادق ڪڏو (ڪراچي)؛ مولانا محمد عثمان بلوچ (ڪراچي)؛ مولانا حڪيم محمد معاذ (نوابشاهه)؛ مولانا محمد هاشم گهانگهرو (نوابشاهه) ۽ مولانا نذير حسين جتوئي (لاڙڪاڻو).

---

*هن اسڪول جو افتتاح 24 اپريل 1944ع تي ٿيو. ان موقعي تي اسڪول جو نالو بدلائي "محمد قاسم ولي الله ٿيولاجيڪل ڪاليج" رکيو ويو ۽ مولوي بشير احمد لڌيانويءَ کي لاهور مان گهرائي، انهيءَ جو وائيس پرنسيپال مقرر ڪيو ويو. (ڏسو، ماهوار توحيد، ڪراچي، ماه جون 1944ع، ص9).

# حوالا

(1) محمد عثمان ڏيپلائي: ”جناب سيد غلام مرتضيٰ شاهه (جي ايم سيد)“ (مقالو) مهراڻ، سوانح نمبر، ڪراچي، حيدرآباد، سنڌي ادبي بورڊ 1957ع ص681.

(2) See The "Daily Gazette", Karachi, dated 16-11-1936 P-4

(3) هيءَ معلومات جناب غلام مصطفيٰ پرڳڙي کان تاريخ 28 مئي 1980ع تي ورتي ويئي.

(4) See The "Daily Gazette", Karachi, dated 16-11-1936 P-4

(5) حيدر بخش الهداد خان جتوئي: ”هاري انقلاب“ حيدرآباد، هاري دارالاشاعت 1953ع ص65.

(6) هيءَ معلومات جناب غلام مصطفيٰ پرڳڙيءَ کان 28 مئي تي انٽرويو ذريعي ورتي ويئي.

(7) اها معلومات مولانا محمد صالح ”عاجز“ کان19 جون 1982 تي ورتي ويئي.

(8) هيءَ معلومات شيخ عبد المجيد سنڌيءَ کان 26 ڊسمبر1976ع تي انٽرويو ذريعي ورتي ويئي.

(9) ڏسو: ”سنڌ آزاد پارٽيءَ جي جوڙجڪ“(دستور العمل) ڪراچي، الوحيد پرنٽنگ پريس 1935ع ص1

(10) اها معلومات مختلف اخبارن مان ورتي وئي.

(11) See The "Daily Gazette", Karachi, dated 5-12-1936 P-4

(12) جي ايم سيد، ”تئين سنڌ لاءِ جدوجهد“ حيدرآباد اسلاميه پرنٽنگ پريس 1952 ص11.

(13) ذڪر ڪيل عالمن جا نالا ٻن ذريعن سان حاصل ڪيا ويا آهن: پهريون روزانه الوحيد جا مختلف پرچا ۽ ٻيو انٽرويو جيڪو 8 مئي1982ع تي علامه غلام مصطفيٰ قاسمي کان ورتو ويو.

(14) جي ايم سيد، ”تئين سنڌ لاءِ جدوجهد“ حيدرآباد اسلاميه پرنٽنگ پريس 1952 ص9.

(15) See The "Daily Gazette", Karachi, dated 2-11-1936 P-4

(16) See The "Daily Gazette", Karachi, dated 30-10-1936 P-4

(17) جي. ايم سيد: ”جنب گذاريم جن سين“ (جلد ٻيو) حيدرآباد سنڌي ادبي بورڊ 1967ع ص171.

(18) هيءَ معلومات خانبهادر ايوب کهڙي کان 3 مارچ 1979 تي انٽرويو ذريعي ورتي

وئي.

(19) هيءَ معلومات جناب غلام مصطفيٰ پرڳڙيءَ کان 28 مئي 1980ع تي انٽرويو ذريعي ورتي وئي.

(20) Ram Gopal: "Indian Muslims", Bombay, Asia Publishing House, 1964, P. 287.

(21) اها معلومات مولانا صالح "عاجز" کان 19 جون 1982ع تي ورتي وئي.

(22) جي ايم سيد، "نئين سنڌ لاءِ جدوجهد" حيدرآباد اسلاميه پرنٽنگ پريس 1952 ص10

(23) See, The "Daily Gazette" Karachi, dated 3.11.1936 P.11

(24) See, The "Daily Gazette" Karachi, dated 2.11.1936 P.4

(25) See, The "Daily Gazette" Karachi, dated 10.11.1936 P.4

(26) Ram Gopal: "Indian Muslims" Bombay, Asia Publishing House, 1964, P.287

(27) هيءَ معلومات جناب غلام محمد پرڳڙيءَ کان 28 مئي 1980ع تي ورتي ويئي.

(28) ڏسو: ماهوار "توحيد" ڪراچي، ماه سيپٽمبر 1946ع ص25.

(29) پروفيسر محمد سرور: "خطبات عبيدالله سنڌي" لاهور، سنڌ ساگر اڪادمي ص 223.

(30) G.Allana: "Our Freedom Fighters" Karachi, Paradise Subscription Ageny 1969 P. 181.

(31) پروفيسر محمد سرور: "خطبات عبيدالله سنڌي" لاهور، سنڌ ساگر اڪادمي ص 186

(32) ايضاً، ص 188

(33) هيءَ معلومات علامه غلام مصطفيٰ قاسميءَ کان 10 جنوري 1981ع تي انٽرويو ذريعي ورتي ويئي.

(34) پروفيسر محمد سرور: "خطبات عبيدالله سنڌي" لاهور، سنڌ ساگر اڪادمي ص 223

(35) ڏسو: ماهوار "توحيد" ڪراچي، ماه سيپٽمبر 1943ع ص12.

(36) هيءَ معلومات علامه غلام مصطفيٰ قاسميءَ کان 10 جنوري 1981ع تي انٽرويو ذريعي ورتي ويئي.

## باب ڇهون

# مذهبي سياست جو دور

## آل انڊيا نيشنل ڪانگريس

**تعارف:** سن 1857ع جي جنگ آزاديءَ سنڌي ڪنڌ ۾ به وڏيون تبديليون آنديون. هڪ طرف مغل سلطنت جو خاتمو ٿي ويو، ۽ ٻئي طرف ڪمپني راڄ جي جاءِ برطانيه جي تاج ورتي (1). هن آزاديءَ جي ڪوشش ۾ جيتوڻيڪ ڪا تنظيم نه هئي، پر ان هوندي به هندو توڙي مسلمان هڪڙي ئي مقصد سان ڌارين دشمنن جو مقابلو ڪرڻ لڳا.

هن جدوجهد کان پوءِ انگريزن جي راڄ نيتي پاليسيءَ ۾ وڏي تبديلي آئي، ۽ انهن "ويڙهايو ۽ حڪومت ڪريو" جي حڪمت عملي اختيار ڪئي(2) . لارڊ ڊفرن (lord Dufferin) هڪ رٽائرڊ سول آفيسر مسٽر هيوم (Mr. Hume) کي هندستان ۾ نفاق جي ٻج ڇٽڻ لاءِ آماده ڪيو. جنهن جي ڪوشش سان سن1885ع ۾ "آل انڊيا نيشنل ڪانگريس" (All India National Congress) جو قيام عمل ۾ آيو (3). اها جماعت جيڪا انگريزن پنهنجي مفادن جي حاصل ڪرڻ خاطر قائم ڪرائي، سا اڳتي هلي سنڌن ئي خلاف هڪ مضبوط سياسي قوت بنجي پيئي.

ڪانگريس جو پهريون اجلاس 28 ڊسمبر 1885ع تي مسٽر بينرجيءَ (Mr.Bannerji) جي صدارت هيٺ ٿيو. جنهن ۾ 76 وفد (Delegates)، ۽ 30 همدرد شامل ٿيا(4).

انهيءَ ۾ ڪو به شڪ نه آهي ته سنڌ، "آل انڊيا نيشنل ڪانگريس" جي قيام ۾ ڀرپور حصو ورتو.* پر سنڌ ۾ هن جماعت جي باقاعده شاخ گهڻو پوءِ قائم ٿي. جنهن کان اڳ، يعني سن 1908ع ۾ سنڌ ۾ "سنڌ پراونشل ڪانفرنس" (Sind Provincial Conference) سڏائڻ جو رواج پيو، ۽ اهي ڪانفرنسون به ڪانگريس جي ئي اثر جو نتيجو هيون(5).

---

* آل انڊيا نيشنل ڪانگريس جي قائم ٿيڻ لاءِ جيڪا پهرين سياسي اڳواڻن جي گڏجاڻي ٿي، تنهن ۾ سنڌ مان وشنداس ۽ ساڌو هيرانند شرڪت ڪئي. (ڀيرومل مهرچند آڏوڻي: "سنڌ جي هندن جي تاريخ" ڪراچي، هندستان پرنٽنگ پريس، 1947ع، ص78).

سن 1913ع ۾ ڪراچيءَ ۾ آل انڊيا نيشنل ڪانگريس جو ساليانو اجلاس ٿيو. جنهن کان پوءِ اجلاس ۾ شرڪت ڪندڙ ننڍي ڪنڊ جي ڪانگريسي اڳواڻن سنڌ جو دورو ڪيو. ۽ اهڙيءَ طرح سنڌ ۾ هيءَ جماعت پنهنجا پير پختا ڪرڻ لڳي.* ۽ سن 1915ع ۾ هن جماعت جي باقاعدي سنڌ ۾ شاخ قائم ٿي(6) ساڳئي سال مهاتما گانڌي سنڌ جي دوري تي آيو. جنهن جي نتيجي ۾ ڪراچي، حيدرآباد، سکر ۽ شڪارپور ۾ هن جماعت جون شاخون قائم ٿيون. ۽ آخرڪار سن1917ع ۾ هيءَ سنڌ جي واحد، منظم ۽ عوام جي ترجمان جماعت بڻجي ويئي(7).

جيئن تہ سنڌ ان وقت بمبئي پرڳڻي جو هڪ حصو هئي، ان ڪري سنڌ جي ڪانگريسي اڳواڻن اهو محسوس ڪيو تہ هتان جي ڪانگريس ڪاميٽيءَ کي الڳ صوبائي حيثيت ڏني وڃي، ۽ ان کي بمبئي جي صوبائي ڪانگريس ڪاميٽيءَ جي زيردستيءَ کان ٻاهر ڪڍيو وڃي (8). هتان جا اڳواڻ ان مقصد حاصل ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿي ويا، ۽ سنڌ جي بمبئي کان عليحدگيءَ کان اڳ هتان جي ڪانگريس ڪاميٽي الڳ ۽ آزاد صوبائي خود مختياريءَ جي حيثيت سان سرگرم عمل رهي. هن جماعت کي سنڌ ۾ ڪامياب ۽ مقبول بنائڻ وارا هي اڳواڻ هئا:

ايسرداس: ٺاڪرداس ڪيمسنگهہ: گوپالداس چيٺمل: درگداس آڏواڻي: جيرامداس دولترام: جمشيد ميهتا: مکي چيٺانند: چيٺمل پرسرام: چترڀج تيجومل: ڊاڪٽر چوئٿرام: مسٽر عبدالجبار: غلام علي چاڳلا: مانسنگهہ چوهڙمل، پروفيسر نارائڻداس ملڪاڻي، لالچند امر ڏنو مل، پروفيسر واسواڻي، ساڌو واسواڻي، هيرانند ڪرمچند، هرچندراءِ وشنداس، پروفيسر گهنشيام چيٺانند، ڪيسومل ٽيڪچند ۽ ڪولورام وسڻ مل.

مٿي بيان ڪيل اڳواڻن سنڌ ۾ هن جماعت کي هڪ مضبوط سياسي قوت بنائڻ واسطي ڪجهہ ذيلي جماعتون بہ ٺاهيون. جيئن "اسٽوڊنٽس ڪانگريس پارٽي" (Students Congress Party)، "سٽيزنس ايسوسيئيشن" (Citizens Association)، ۽ "سوشل سروس ليگ" (Social Service league) (9).

---

* لالا لجپتراءِ ۽ مدن موهن مالويہ سموري سنڌ جو دورو ڪيو. مکيہ شهرن جهڙوڪ: ڪراچي، حيدرآباد ۽ شڪار پور ۾ جلسا ٿيا. (وشنو شرما: ڊاڪٽر چوئٿرام پرتابراءِ گدواڻي جي جيوني، بمبئي. هندستان ساهتيہ مالا، 1927ع ص72 کان ص75)

**ڪارڪردگي:** هن جماعت پنهنجي قيام کان وٺي پاڪستان جي ٺهڻ تائين سنڌ توڙي هند جي بي مثال سياسي ۽ سماجي خدمت سرانجام ڏني. جيتوڻيڪ "سنڌ ڪانگريس ڪاميٽي" اڪثر ڪري "آل انڊيا نيشنل ڪانگريس" جي صوبائي شاخ هئي، ۽ ان جي حڪمت عمليءَ مطابق ڪم ڪندي هئي، پرڪيترين ڳالهين ۾ هن جماعت سنڌ جي ڏيهي سياست ۾ بہ عملي طرح حصو ورتو، جنهن جو مختصر احوال هيٺ ڏجي ٿو:

**رولٽ ائڪٽ (Rowlatt Act):** پهرين مهاڀاري لڙائيءَ جي ختم ٿيڻ کان پوءِ پوري هندستان ۾ ڏڪر جهڙيون حالتون پيدا ٿي ويون. ملڪ جو ڪچو مال جنگي حالتن جي نذر ٿي ويو. قيمتون چوٽ چڙهي ويون. نتيجي ۾ چو طرف فساد ۽ لاقانونيت جون وارداتون ٿيڻ لڳيون، جنهن تي حڪومت مجبور ٿي، سن1919ع ۾ "رولٽ ائڪٽ" (Rowlatt Act) پاس ڪيو(10).

هن ائڪٽ موجب ملڪ جي انتظاميہ کي مڪمل اختيار ڏنو ويو تہ ملڪ مان ڪنهن بہ شخص کي جلاوطن ڪري، پريس جي آزادي ختم ڪري، يا سياسي قيدين تي ڪيس هلائڻ لاءِ خاص ٽربيونل مقرر ڪري(11). اهڙين ئي حالتن ۾ مهاتما گانڌي ملڪي سياست ۾ ٽپي پيو. رولٽ ائڪٽ خلاف امرتسري جليانوالا باغ ۾ ماڻهن جو وڏو ميڙ ٿيو. جنهن تي "جنرل ڊائر" (Grneral Dyre) بي هٿيار ماڻهن تي گوليون هلايون، جنهن ۾ 300 ماڻهو موت جو شڪار ۽ 200 ماڻهو شديد زخمي ٿيا(12)، ۽ ڪيترن ئي سياسي ڪانگريسي اڳواڻن کي گرفتار ڪيو ويو.

جليانوالا باغ جي انهيءَ خوني واقعي برصغير جي ماڻهن جي دلين کي مجروح ڪري وڌو. سنڌ ۾ ان واقعي تي شديد ردِ عمل جو اظهار ڪيو ويو. ڪانگريس پارٽيءَ جي سهاري هيٺ سنڌ جي وڏن شهرن جهڙوڪ: ڪراچي، حيدرآباد؛ سکر ۽ شڪارپور ۾ سرڪار جي خلاف احتجاجي جلوس ڪڍيا ويا ، ۽ ان دور جي پنجاب حڪومت جي مذمت ۾ ڪيترائي ٺهراءَ بحال ڪيا ويا(13). ننڍي کنڊ جي ٻين هنڌن تي ڏهڪاءُ پيدا ٿي چڪو هو. ڪنهن کي بہ پنجاب جون حدون پار ڪري، ٻئي صوبي ۾ پير پائڻ جي اجازت ڪانہ هئي. اتان جي سياسي اڳواڻن کي چونڊي ڦاهي يا ڪاري پاڻيءَ جون سزائون ڏنيون ويون. پر سنڌ جو خطو فرنگي راڄ جي ڏاڍ ۽ ڏهڪاءَ اڳيان نہ جهڪيو، ۽ ان واقعي کان پوءِ جيڪب آباد ۾ جمشيد ميهتا جي صدارت هيٺ "سنڌ پراونشل ڪانفرس" (Sind Provincial Conference) ٿي، جنهن ۾ کليءَ طرح سرڪاري

حڪمت عمليءَ جي مذمت ڪئي ويئي. نہ رڳو ايترو پر ان کان پوءِ سنڌ مان تمام گهڻا ماڻهو، جليانوالا جي شهيدن کي پيٽا ڏيڻ لاءِ هڪ اسپيشل ٽرين وسيلي امرتسر پهتا(14)، ۽ پنجاب جي سرزمين تي وچي جنرل ڊائر (General Dyre) جي انساني ڪوس واري قدم کي ننديو، اتي جي مايوس عوام ۾ نئون روح ڦوڪيو. اهڙين حالتن ڪانگريس پارٽيءَ جي پروگرام ۾ اجان بہ وڌيڪ جوش ۽ جذبو پيدا ڪيو.

**عدمِ تعاون تحريڪ:** سن 1920ع جي اجلاس ۾ ڪانگريس عدم تعاون تحريڪ جو پروگرام منظور ڪيو، ۽ ماڻهن کي پنهنجا لقب ڇڏڻ، ميمبرن کي ڪائونسلن تان استعفائون ڏيڻ، پنهنجا ٻار سرڪاري اسڪولن ۽ ڪاليجن ۾ نہ موڪلڻ، ۽ ولايتي شين جي نہ واپرائڻ جي هدايت ڪئي، اهڙيءَ طرح مهاتما گانڌي، رابيندرناٿ ٽئگور (Rabindaranath Tagore) ۽ مدارس هاءِ ڪورٽ جي جج سبرمينيہ آئر (Subramania Aiyar) سرڪار کي پنهنجا خطاب موٽائي ڏنا، جنهن جي پيروي هندستان جي ٻين ڪانگريسي اڳواڻن بہ ڪئي (15). ڪانگريس اها تحريڪ 1، آگسٽ 1920ع کان 12، فبروري 1922ع تائين هلائي (16). هن تحريڪ جو اهو اثر ظاهر ٿيو، جو هندستان ۾ "سوديشي تحريڪ" کي وڏي هٿي ملي. ڪانگريس هڪ ڪروڙ روپين گڏ ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿي ويئي، ۽ پارٽيءَ ويهہ لک چرخا جاري ڪرايا(17). پوءِ جلد ئي ولايتي شراب نہ پيئڻ، ۽ ولايتي ڪپڙي ساڙڻ جا پروگرام رٿيا ويا، ۽ ان سلسلي ۾ هزارين ماڻهن گرفتاريون پيش ڪيون.

سنڌ هن هل چل ۾ حصي کان وڌيڪ پنهنجي پيٽا پيش ڪئي. جيتوڻيڪ سنڌ ان وقت ڪو الڳ صوبو نہ هئي، پر هتان جي ڪانگريسي اڳواڻن ايترو تہ ڪم ڪيو، جنهن جو مثال هندستان جا ٻيا صوبا پيش ڪرڻ کان قاصر هئا. ڪانگريسي اڳواڻن سنڌ جو ڪو ٽڪو يا تعلقو نہ ڇڏيو، جنهن ۾ هنن ان تحريڪ کي مقبول بنائڻ جي ڪوشش نہ ڪئي هجي. جيڪب آباد جي ڳوٺن کان وٺي دور ٿرپارڪر جي ڳوٺن، مٺي ۽ ڇاڇري تائين ڪانگريس پنهنجي سڏ ڏيڻ ۾ ڪامياب ٿي ويئي(18).

**ڪانگريس ۽ خلافت:** انهيءَ عرصي دوران سنڌ توڙي هند ۾ "خلافت تحريڪ" جو آغاز ٿيو، ۽ هن پارٽيءَ "آل انڊيا خلافت ڪاميٽيءَ" جي سهڪار سان انگريزن خلاف تحريڪ هلائي. سنڌ ۾ ٻنهي پارٽين گڏجي هن ڌرتيءَ جي ڳوٺ ڳوٺ ۽ شهر شهر کي بيداريءَ جو سڏ ڏنو. ڪانگريس ڪاميٽيءَ خلافت تحريڪ جي سمورن دورن- يعني "ترڪِ موالات" ۽ "هجرت تحريڪ" ۾ ڀرپور ساٿ ڏنو. هندو توڙي

مسلمانن جي اهڙي اتحاد ۽ ياڳپيءَ جو مثال نندي ڪنڌ جي تحريڪ ۾ ملي نٿو سگهي. هن تحريڪ جي اڳواڻي مهاتما گانڌي ڪئي، ۽ هندو اڳواڻن مسلمانن جي مسجدن ۾، ۽ مسلمان عالمن وري هندن جي ٽڪاڻن ۾ تقريرون ڪيون(19). جيئن ته "خلافت تحريڪ" جو تفصيلي ذڪر هن ئي مقالي جي پٺيءَ هنڌ تي ڪيو ويو آهي، ان ڪري هتي تفصيل ۾ وڃڻ جي ضرورت محسوس نٿي ٿئي. البت ايترو چئي سگهجي ٿو ته ڪانگريس ۽ خلافت جي اتحاد ڪيتري وقت تائين آزمائشون سهي فرنگي سرڪار جي اقتداري ٿنڀن کي لوڏي رکيو.

**تعليمي خدمتون:** سنڌ ڪانگريس ڪاميٽيءَ نندي ڪنڌ توڙي سنڌ جي سياسي خدمت ڪرڻ سان گڏوگڏ هتان جي تعليمي ترقي لاءِ به پاڻ پتوڙيو. خاص ڪري خلافت تحريڪ دوران، جن ماڻهن انگريز سرڪار جي تعليمي ادارن جو بائيڪاٽ ڪيو، تن جي مستقبل سنوارڻ لاءِ ڪانگريس ڪاميٽيءَ نه رڳو ڪين قوم پرست اڳواڻن طرفان قائم ڪيل تعليمي ادارن ۾ داخلا وٺڻ تي همٿايو، پر ڪين مالي مدد ڏيڻ جو به پروگرام سٽيو. سن1922ع ۾ سنڌ جي سمورين ضلعي شاخن شاگردن کي اسڪالرشپ ڏيڻ جو آغاز ڪيو. اها نه رڳو هندن کي ڏني وئي، پر ان ۾ مسلمانن کي به ياڳي ڀائيوار بنايو ويو، ۽ هر هڪ شاگرد کي هرماه 15 رپيا ڏنا ويندا هئا(20).

**سوديشي تحريڪ:** خلافت ۽ ڪانگريس جي اتحاد سان جڏهن فرنگي سرڪار خلاف ڀرٿين عدم تعاون جي تحريڪ هلي ته هن جماعت پوري نندي ڪنڌ ۾ "سوديشي تحريڪ" جو به آغاز ڪيو. جنهن جو مقصد هي هو ته عوام ۾ ڏيهي شين جي واپرائڻ جي عادت وڌي وڃي، ۽ ملڪي وسيلن کي ڪم آڻڻ لاءِ آماده ڪيو وڃي. سنڌ ڪانگريس "سوديشي تحريڪ" کي زور وٺائڻ لاءِ هيٺيان اپاءَ ورتا: (12).

1. "بائي انڊين ليگ" (Buy Indian League) جي سهاري هيٺ نج ڏيهي شين جي وڪڻڻ لاءِ سنڌ جي مختلف ڳوٺن ۽ شهرن ۾ دڪان کولڻ.
2. چرخي جي استعمال کي عام بنائڻ لاءِ مختلف هنڌن تي سوديشي نمائشون لڳائڻ.
3. پرڏيهي شين جي پڪٽنگ ڪرڻ، جنهن وسيلي ولايتي شيون ساڙڻ ۽ تبليغ وسيلي عوام کي انهن شين جي واپرائڻ کان منع ڪرڻ.

**پرنس آف ويلس جو بائيڪاٽ:** 1922ع ۾ پرنس آف ويلس جڏهن هندستان جي دوري تي آيو، تڏهن سنڌ جو دورو پڻ سندس پروگرام ۾ شامل هو، پر سنڌ جي

غيرتمند عوام، ڌارين جي حڪومت جي خلاف پنهنجي دلي جذبن ۽ امنگن جي اظهار لاءِ شهزادي جو سنڌ ۾ اچڻ گوارا نہ ٿي ڪيو. ان سلسلي ۾ سنڌ جي ڪانگريسي اڳواڻن ۽ ٻين قومي جماعتن ملي، سنڌي، گجراتي ۽ انگريزي ٻولين ۾ پوسٽر ڇپارايا. جن تي اهو لکيو ويو تہ سنڌ جو عوام شهزادي جي استقبال جو بائيڪاٽ ڪري. پر سنڌ جي انگريز ڪمشنر شهزادي جي اچڻ کان هڪ هفتو اڳ ۾ اهو حڪم جاري ڪيو تہ ڪا بہ پريس يا اخبار شهزادي جي بائيڪاٽ بابت ڪو بہ لفظ نہ ڇاپي، ۽ نہ وري ان جو ڪو پرچار ڪري. حڪومت جي انهن سختين جي باوجود تاريخ 14، مارچ 1922ع تي سنڌ جي مڪيہ اخبارن، نہ رڳو حڪومت جي اهڙي قدم جي مذمت ڪئي، پر اخباري سائز جي پني ۾ ماڻهن کي اها اپيل ڪئي تہ هو هر حالت ۾ شهزادي جو بائيڪاٽ ڪري، پنهنجي قومي غيرت جو ثبوت ڏين. اهي اخبارون ۽ پوسٽر پوليس جي سخت چوڪسيءَ جي باوجود ڪراچيءَ جي مڪيہ رستن ۽ پيتين تي لڳايا ويا. پرنس آف ويلس جڏهن 17 مارچ 1922ع تي ڪراچيءَ پهتو تہ هڪ بہ ماڻهو سندس آجيان لاءِ نہ ويو. شهر ۾ چوطرف هڙتال رهي. ايتري قدر جو ٽانگا بہ نہ هليا. سگريٽ ٻيڙي بہ نہ ملي. سخت ٽڏ ۾ ڪنهن پوليس يا ملٽريءَ واري کي چانهہ جو ڪوپ بہ نصيب نہ ٿيو.(22).

**سائمن ڪميشن:** هن ڪميشن جو ذڪر اڳ ۾ ٿي چڪو آهي تہ سندس رويي تي هتان جي عوام ۽ پارٽين طرفان بي اطمينانيءَ جو اظهار ڪيو ويو، ۽ جڏهن ڪانگريس پارٽيءَ جو وارو آيو تہ ان بہ ڪميشن جي مخالفت ۾ پاڻ ملهايو.

سنڌ جي ڪانگريس ڪاميٽيءَ 30، جنوري 1928ع تي "سائمن ڪميشن" جي بائيڪاٽ ڪرڻ جو پروگرام بنايو، ۽ هن ڪميشن جڏهن 23، فيبروري 1928ع تي بمبئيءَ جي سرزمين تي پير رکيو تہ پارٽيءَ جي سڏ تي پوريءَ سنڌ ۾ هڙتال ٿي. اها ڪميشن جڏهن ڪراچيءَ پهتي تہ ڪانگريسي اڳواڻن جي ڪوشش سان ان جو مڪمل بائيڪاٽ ڪيو ويو. ڪن جزوي ۽ اڻ ڄاتل ماڻهن کان سواءِ باقي مڪيہ ماڻهن ملڪ جو سڏ اونائي ڪميشن اڳيان شاهديون نہ ڏنيون. اهڙيءَ طرح ڪراچيءَ مان ڪميشن جا ميمبر نراس ٿي ملڪ جي ٻين پاڳن ڏانهن روانا ٿيا(23).

**نهرو رپورٽ:** هن وقت تائين انگريزي راڄ خلاف ڪيتريون ئي تحريڪون هلي چڪيون هيون، ۽ ان وقت جون مڙئي سياسي پارٽيون پنهنجي تجربي جي روشنيءَ ۾ هن راءِ تي پهتيون تہ انگريزن کان هر حالت ۾ جند ڇڏائڻ گهرجي. جنهن لاءِ سن1928

ع ۾ "آل پارٽيز ڪانفرس" (All Parties Conference) سڏائي ويئي(24). هيءَ ڪانفرس حقيقت ۾ "سائمن ڪميشن"جو ردِ عمل هئي. ڪانفرس ۾ موتي لعل نهروءَ جي صدارت هيٺ هڪ ڪاميٽي مقرر ڪئي ويئي. ان ڪاميٽيءَ جلد ئي هڪ رپوٽ تيار ڪئي، جنهن کي "نهرو رپوٽ" سڏيو وڃي ٿو(25). هن رپوٽ جي تياري ۾ سنڌ جي ڪانگريسي اڳواڻن اهم پارٽ ادا ڪيو. اهو سندن ئي ڪوشش جو نتيجو هو، جو هن رپوٽ ۾ سنڌ جي بمبئيءَ کان علحدگيءَ واري تحريڪ جي مخالفت ڪئي ويئي هئي. جيئن تہ هن تحريڪ ۽ ڪانگريس جو ذڪر هن ئي مقالي جي ٻئي هنڌ تي ڪيو ويو آهي، ان ڪري هتي تفصيل ڏيڻ مناسب نٿو لڳي.

**لوڻ جي ستيا گرهہ:** ڊسمبر 1928ع واري ساليانې اجلاس ۾ ڪانگريس انگريزي سرڪار کان گهر ڪئي تہ: هڪ سال اندر هندستان کي بيٺڪي حڪومت ڏني وڃي (26). سرڪار طرفان هن گهر تي ڪو توجهہ نہ ڏنو ويو، جنهن ڪري سن 1929ع واري اجلاس ۾ ڪانگريس جي مڙني ڌرين گڏجي ٺهراءُ بحال ڪيو تہ هاڻي ڪانگريس مڪمل آزادي يا مڪمل بيٺڪي حڪومت حاصل ڪرڻ جي ڪوشش ڪندي(27). انهيءَ سلسلي ۾ 26، جنوري 1930.ع تي "آزاديءَ جو ڏينهن" مقرر ڪيو ويو جيڪو ڪانگريس طرفان هر سال ملهايو ويو(28). ساڳي سال ئي مهاتما گانڌيءَ "لوڻ جي ستياگرهہ" شروع ڪئي(29). جنهن جي نتيجي ۾ سڄو هندستان ان ستياگرهہ جي لپيٽ ۾ اچي ويو. هڪ سال اندر 87 ماڻهو جيل ۾ ويا، جن ۾ ٻہ هزار رڳو عورتون هنيون (30).

ڪانگريس جي اها سول نافرمانيءَ واري تحريڪ 4 مارچ 1930ع کان شروع ٿي. سن 1931ع ۾ سرڪار مجبور ٿي مهاتما گانڌيءَ سان ڳالهيون ڪيون، ۽ "گانڌي ارون ٺاهہ" (Gandhi .Irwin Pact) ٿيو. جنهن موجب ڪانگريس 4 مارچ 1931ع تي "ستياگرهہ" ختم ڪئي(31).

سنڌ ۾ هن تحريڪ جو آغاز 6، اپريل 1930 ع کان ٿيو. سنڌ جي مشهور شهرن جهڙوڪ: ڪراچي; حيدر آباد; سکر ۽ شڪار پور ۾ روزانہ گڏ جاٽيون ٿيڻ لڳيون. هن ئي تحريڪ دوران 12، اپريل 1930ع تي ڪراچيءَ ۾ عوام تي گوليون هلايون ويو. جنهن جي نتيجي ۾ ٻہ ڪانگريسي موت جو شڪار ٿيا.* پر سنڌ جو عوام اهڙن خوني

---

* اهي هئا:
والنٽيئر مينگهراج دنيچند ۽ دتاييہ مرهٽي (وشنو شرما: "ڊاڪٽر چوئٿرام پرتابراءِ گدواڻي جي جيوني"، بمبئي هندستان ساهتيہ هالا، 1967ع، ص116).

حملن کان بہ موعوب نہ ٿيو، ۽ هن اول کان وٺي آخر تائين تحريڪ کي زور وٺرايو.

انگريز سامراج هند واسين کي خوش ڪرڻ لاءِ ”گول ميز ڪانفرنس“ (Round Table Conference) سڏائڻ جو بندوبست ڪيو. سن 1931ع ۾ مهاتما گانڌيءَ ڪانگريس طرفان ان ڪانفرنس ۾ شرڪت ڪئي(32)، پر ڪيس چڱي موٽ نہ ملي. تنهنڪري سن1932ع کان وٺي ٻيو ڀيرو ”ستياگرهہ تحريڪ“ هلائي ويئي، جيڪا 1934ع تائين جاري رهي(33). تحريڪ جي دوران اٽڪل هڪ لک ماڻهو جيلن ۾ ويا، ۽ سرڪار طرفان ڪيترن ئي ماڻهن جون مختلف هنڌن تي زمينون ضبط ڪيون ويون، ۽ ڪانگريسي ڪارڪنن جون ڪيتريون اخبارون ۽ پريسون بند ڪيون ويون(34).

سنڌ بہ سرڪاري سختين جي دٻاءَ هيٺ آئي. سموري ڀارت ۾ ڦهرين پريس ۽ اخبار جيڪي ضبط ڪيون ويون، سي سنڌ جون هنيون*. ڪيترن ئي اڳواڻن کي گرفتار ڪيو ويو. جن ۾ ڊاڪٽر چوئٿرام، وشنو شرما، مهراج لوڪرام، هيرانند ڪرمچند، ڊاڪٽر وشنداس، هاسومل ايسرداس ۽ مانسگ چوهڙمل جا نالا قابل ذڪر آهن(35).

سن 1935ع ۾ هندستان کي نوان سڌارا مليا(36). تنهن کان پوءِ ڪانگريس جي شدت واري پاليسيءَ ۾ ڪجهہ نرمي آئي. سن 1936ع ۾ نون سڌارن جي روشنيءَ ۾ چونڊون ڪرايون ويون. انهن چونڊن ڪانگريس کي 11 صوبن مان 7 صوبن ۾ خاص وزارتون، ۽ آسام توڙي سنڌ ۾ گڏيل وزارتن قائم ڪرڻ جو موقعو فراهم ڪيو(37). هنن چونڊن جي نتيجي ۾ ڪانگريس ۽ مسلم ليگ صوبائي حڪومتون قائم ڪيون.

**ڪانگريس ۽ اسيمبلي:** پوءِ ستت ئي ٻي مهاڀاري لڙائيءَ جي ابتدا ٿي. جنهن ۾ ڪانگريس ڏٺو تہ برطانيہ، شهنشاهيت جي بچائڻ لاءِ هندستان کي استعمال ڪري رهي آهي. ان ڪري موقعو ۽ مهل ڏسي ”ڪانگريس ورڪنگ ڪاميٽيءَ“ هڪ پڌر نامي ذريعي حڪومت کان يقين وٺڻ چاهيو تہ لڙائيءَ ۾ هندستان کي هڪ آزاد فريق

---

* اها اخبار هئي: ”هندوجاتي“ جنهن جو ايڊيٽر وشنو شرما هو. ۽ پريس وري مهراج لوڪرام جي هئي. هن پريس جو دفتر، ڪاغذ پٽ، ۽ ڪتاب جلائي سمنڊ ۾ اڇلايا ويا. ۽ پريس جو چاليهن هزارن جو سامان ٽن هزارن ۾ نيلام ڪيو ويو. (وشنو شرما: ”ڊاڪٽر چوئٿرام پرتا براءِ گدوائي جي جيوني“ بمبئي، هندوستان ساهتيہ مالا 1967ع ص 176).

۾ حڪومت جو درجو ڏنو ويو(38). برطانيه سرڪار طرفان ڪانگريس کي ڪو جوڳو جواب نه مليو. ان ڪري آڪٽوبر 1939ع ۾ ڪانگريس وزارتن پنهنجي جماعت جي هدايت تي استعيفائون ڏيئي ڇڏيون(39).

هي مهاڀاري لڙائي برصغير جي سياسي تاريخ ۾ وڏي اهميت رکي ٿي. ڇاڪاڻ ته هيءَ ننڍو کنڊ به انهيءَ جي اثر کان بچي نه سگهيو. مهاڀاري لڙائيءَ جي ابتدا ۾ يورپي قوتن کي عارضي شڪست ملي، ۽ ايشيا ۾ جاپان جي شهنشاهيت غلام قومن جو سهارو محسوس ٿيڻ لڳي(40). اهڙين حالتن ۾ جاپان خود انگريز سرڪار لاءِ خطرو بڻجي پيو. وقت جي حالتن پٽاندڙ انگريز سرڪار اهو محسوس ڪيو ته هند واسين تي هٿ رکيو وڃي. جنهن لاءِ برٽش سرڪار ”سراسٽيفورڊ ڪرپس“ (Sir Stafford Cripps) جي اڳواڻيءَ هيٺ هڪ مشن هندستان موڪليو، ته جيئن هندستاني اڳواڻن سان آئيني ۽ سياسي ڳالهه ڪري سگهجي(41). ڪانگريس ”ڪرپس مشن“ (Cripps Mission) سان ڪو به تعاون نه ڪيو. نه صرف ايترو بلڪ ان جي تجويز کي به رد ڪري ڇڏيو ۽ 8 آگسٽ 1942ع تي ”هندستان ڇڏيو“ جي تحريڪ هلائي(42).

سنڌ به هن ۾ ڀرپور حصو ورتو. تحريڪ جي آغاز سان گڏ سرڪاري سختي شروع ٿي. ڪراچي: شڪار پور: لاڙڪاڻي: ميرپور خاص: نوابشاهه: دادو ۽ ٻين مکيه شهرن ۾ بروقت گرفتاريون ٿيون. حيدرآباد ۽ سکر ۾ ته ڏينهن ۾ حرن جي آزار سبب مارشل لا لڳل هو. ماڻهو مارشل لا جي سختين هيٺ اڳيئي آزاريل هئا. تنهن ڪري بروقت ڪي ٿوريون گرفتاريون ٿيون، ۽ ڪم ڪندڙ سوچي رهيا هئا ته مارشل لا جي سختين هوندي به ڪيئن هلچل کي هلائجي. ڊاڪٽر چوئٿرام، شري جيرامداس ۽ ٻيا سنڌ جا مکيه ڪم ڪندڙ جيل ۾ نظر بند ٿي چڪا هئا. انهن اڳواڻن کان سواءِ پنيان ڪم ڪندڙن ڪجهه وقت هلچل کي پوريءَ طرح هلايو. سوين والنٽيئر ملڪي سڏ اونائي هڪيئي پنيان جيل پرڻ لڳا. ميٽنگن پنيان ميٽنگون ٿيڻ لڳيون. سرگسون نڪرڻ لڳيون. جوانن لٺيون پئي سٺيون. اختياريءَ وارا ڪين ڦٽڪا هڻڻ لڳا. هزارن جي تعداد ۾ ماڻهو جيلن ۾ ويا، ۽ سنڌ پنهنجو شان اوچو رکيو(43).

هن ئي عرصي دوران جڏهن ڪانگريس جا سڀئي اڳواڻ جيلن ۾ هئا، ته جي. ايم. سيد موقعي جو فائدو وٺندي، 3 مارچ 1943ع تي اهو تاريخي ٺهراءُ پيش ڪيو: جنهن مطابق سنڌ کي پاڪستان ۾ شامل ٿيڻ جي خواهش ڏيکاري ويئي. هن واقعي ڪانگريس پارٽيءَ کي سنڌ اسيمبليءَ جي ايوان توڙي ان کان ٻاهر گهڻو بدنام ڪيو.

ان کان پوءِ ننڍي کنڊ جي سياست ۾ ڪيتريون ئي تبديليون آيون، ۽ سنڌ ڪانگريس پارٽي هن خطي کان وڌيڪ ننڍي کنڊ جي انهن سياسي حالتن ۽ تبديلين ۾ دلچسپي وٺڻ لڳي. انهن مکيه تبديلين جو ذڪر هيٺ ڪجي ٿو:

"ڪرپس مشن" (Cripps Mission) جي ناڪام ٿيڻ کان پوءِ 1945ع ۾ "شملا ڪانفرنس" سڏائي ويئي(44). هيءَ ڪانفرنس به ڪانگريس جي تعاون نه ملڻ سبب ڪامياب نه ٿي سگهي. ساڳئي سال ۾ ئي انگلنڊ مان "ڪئبينيٽ مشن" (Cabinet Mission) هندستان ۾ آيو(45). جنهن ليگ توڙي ڪانگريس جي اڳواڻن سان ملاقاتون ڪيون؛ مگر ٻنهي ڌرين جي وچ ۾ ٺاهه ٿي نه سگهيو. جنهن ڪري سن 1946ع ۾ هن مشن پنهنجو هڪ طرفو منصوبو پيش ڪيو. ڪانگريس جزوي طرح، ۽ مسلم ليگ مڪمل طور تي اهو منصوبو قبول ڪيو(46).

ڪئبنيٽ مشن جي انهيءَ منصوبي مطابق مسلم ليگ کي عارضي حڪومت ٺاهڻ جو حق پئي حاصل ٿيو، مگر عملي طرح تي ائين نه ٿيو. ان جي برعڪس ڪانگريس کي حڪومت ٺاهڻ جي اجازت ڏني ويئي. جنهن تي مسلم ليگ پنهنجو ردِ عمل ظاهر ڪندي منصوبي تي ڏنل رضامندو ۽ منظوري واپس ورتي، ۽ 14 آگسٽ 1946ع تي "ڊائريڪٽ ايڪشن ڊي" (Direct Action Day) ملهايو(47).

ڪانگريس ۽ مسلم ليگ جي انهيءَ پاليسيءَ سبب هندستان جون حالتون خراب ٿي ويون، ۽ هر هنڌ فرقيوارانه فساد ٿيڻ لڳا. اهڙين حالتن ۾ 24، مارچ 1947ع تي "لارڊ مائونٽ بيٽن" (Lord Mountbatin) حڪومت جون واڳون سنڀاليون(48)، ۽ هندستان جي ورهاڱي جو اعلان ڪيو.

**عالمن جو حصو:** سنڌ ۽ هند جي سياست ابتدا کان وٺي "خلافت تحريڪ" تائين هڪ ئي رنگ ۾ رهي. هن عرصي کي جيڪڏهن اسين اتحاد جو دور چئون ته ڪو به وڌاءُ نه ٿيندو. جيتوڻيڪ ڪانگريس، مسلم ليگ ۽ ٻيون سياسي پارٽيون الڳ الڳ نقطه نظر رکندڙ ماڻهن تي مشتمل هيون، پر پوءِ به انهن جا اختلاف محدود رهيا. اهو ئي سبب آهي جو هن عرصي دوران سڏايل سياسي جلسن ۾ اڳواڻ ڪنهن تفريق کان سواءِ شرڪت ڪندا هئا. انهن ئي حالتن ۾ ڪانگريس ۽ مسلم ليگ جي وچ ۾ لکنؤ وارو معاهدو ٿي سگهيو. هندو خواهه مسلمانن جو اهو اتحاد "عدم تعاون جي تحريڪ" يا ڪٿي ائين چئجي ته "خلافت تحريڪ" جي خاتمي تائين برقرار رهيو.

خلافت تحريڪ دوران اعتماد ۽ ڀائيچاري جو اهو عالم رهيو، جو مسلمانن

مهاتما گانڌيءَ جي قيادت قبول ڪئي. خلافت تحريڪ جي خاتمي کان پوءِ سنڌ ۾ خواهه هند جي سياست تي مذهبي رنگ چڙهڻ لڳو ڪيترا مسلمان ”آل انڊيا مسلم ليگ“ (All India Muslim League) جي اثر هيٺ اچي مذهب کي قوميت جو بنياد ثابت ڪرڻ لڳا. ۽ هندو خاص ڪري ڪانگريسي اڳواڻ ننڍي کنڊ جي جاگرافيائي اڪائيءَ کي بنياد بنائي مسلم ليگي نظريي جي مخالفت ڪرڻ لڳا. هن موڙ تي جتي مسلم ليگ کي ڪيترن ئي مسلمان عالمن جو ساٿ مليو، اتي اسان جا ڪيترا عالم ڪانگريسي نقط نظر کي صحيح سمجهڻ لڳا.

مطالعي هيٺ آيل دور ۾ سنڌ اندر ٺٽو، دادو، جيڪب آباد، حيدرآباد، روهڙي، سکر، شڪارپور، ڪراچي، گهوٽڪي، لاڙڪاڻو، نواب شاهه ۽ هالا ڪانگريس جماعت جا مکيه مرڪز هئا. انهن مرڪزن يا خود ڪانگريس جماعت ۾ سنڌي عالمن جي جيتوڻيڪ اڪثريت نه هئي، پر ان هوندي به هتان جي ڪانگريس سان ڪن عالمن جو ساٿ رهيو. سنڌ جي اهڙن ڪانگريسي عالمن جو مختصر وچور هن طرح ٿئي ٿو: (49)

مولانا احمد علي نارائي (ٿرپارڪر)، مولانا سيد تاج محمود امروٽي (شڪارپور)، مولانا ظهور الحسن درس (ڪراچي)، مولانا عبدالڪريم چشتي (شڪارپور)، مولانا عبدالوهاب لنڊ (بدين)، مولانا عزيز الله جروار (سکر)، مولانا غلام فريد سپريو (لاڙڪاڻو)، مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي (لاڙڪاڻو)، مولانا حڪيم فتح محمد سيوهاڻي (ڪراچي)، مولانا محڪم الدين پرهياڙ (حيدرآباد)، مولانا محمد حسين (.....)، مولانا محمد سليمان پنوي (ٺٽو) مولانا محمد صادق کڏي وارو (ڪراچي)، مولانا محمد صالح ”عاجز“ (شڪارپور)، مولانا محمد صالح سمون (بدين)، مولانا محمد صديق ڪڇي (ڪراچي)، مولانا محمد عثمان بلوچ (ڪراچي)، مولانا محمد عثمان ڪٽي (ٺٽو)، مولانا محمد قاسم (حيدرآباد)، مولانا حڪيم محمد معاذ پيرزادو (نواب شاهه)، مولانا محمد يعقوب حاجاڻو (ٿرپارڪر) ۽ مولانا مير محمد حسن ٽالپر (نواب شاهه).

## آل انڊيا مسلم ليگ

**تعارف:** انگريز سرڪار، جيڪا اڳ سن 1857ع واري واقعي ۾ ننڍي کنڊ جي اتحاد ۽ قومي غيرت جو مظاهرو ڏسي چڪي هئي، تنهن اهڙي ٿئين سياسي بيداريءَ کي پنهنجي تسلط ۽ مفادن جي خلاف محسوس ڪيو. جنهن ڪري حڪمرانن روايتي

حڪمت عمليءَ کي جاري رکندي، ننڍي کنڊ جي مختلف قومن ۾ مذهبي متڀيد واري طريقي سان نفاق وجهڻ شروع ڪيو.

ڪانگريس جو قيام ننڍي کنڊ جي عوام جي سياسي بيداريءَ کان سواءِ انگريز سرڪار لاءِ سٺو سوڻ ثابت ٿيو. مسٽر هيوم (Mr. Hume) جي هن جماعت جي قيام، ۽ ابتدائي ڪارڪردگيءَ ۾ حصي وٺڻ جي عمل، وقت جي ڪيترن ئي مسلمانن کي يقين جي حد تائين بدظن ڪري ڇڏيو ته سرڪار ڏٺو وائٺو غير مسلم عوام جي سرپرستي ڪري رهي آهي. ننڍي کنڊ جي مسلمانن مان خاص طرح سان سرسيد احمد خان مسلمانن کي ڪانگريس ۾ شامل ٿيڻ کان روڪڻ لاءِ هڪ تحريڪ جي طور تي شديد مخالفت ڪئي(50)

سر سيد احمد خان ۽ سندس فڪري پوئلڳن جي تبليغ ۽ مختلف قومن جي ترقيءَ ۾ وڏي فرق، ننڍي کنڊ جي غربت ۾ مبتلا پرڳڻن، خاص طرح سان بنگال جي عوام کي ڪانگريس کان پري رکڻ ۾ اهم ڪردار ادا ڪيو. اهڙيءَ طرح سان هن جماعت کي هندن جي جماعت تصور ڪرڻ لڳا. انهيءَ سلسلي ۾ 11 نومبر 1888ع تي ڍاڪا ۾ هڪ اجلاس ٿيو. جنهن ۾ هي ٺهراءُ بحال ڪيا ويا:

1. اجلاس جي متفق راءِ آهي ته ڪنهن به مسلمان کي، ڪنهن به صورت ۾ ڪانگريس سان شامل ٿيڻ نه گهرجي، ۽ نه ئي ان جي ڪنهن تحريڪ ۾ حصو وٺڻ گهرجي.
2. ڍاڪا ۽ ان جي پسگردائيءَ جي مسلمانن کي نيشنل ڪانگريس سان ڪا به همدردي نه آهي، ۽ نه ئي ان جي اغراض ومقاصد کي تسليم ڪن ٿا. اجلاس هيءُ به اعلان ڪري ٿو ته مسلمان نه ته ان ۾ شريڪ ٿيندا، ۽ نه ئي پنهنجو ڪو وفد موڪليندا. (51)

وقت جي سرڪار جڏهن ڏٺو ته ڪانگريس خلاف بنگال ۾ هڪ تحريڪ اڀري رهي آهي، تڏهن انهن حالتن جي باهه تي گاسليٽ هاريندي 1905ع ۾ بنگال جو ورهاڱو ڪيو(52).

حڪومت جي هن قدم، ننڍي کنڊ جي ان غير مسلم عوام کي گهٽين ۾ نڪرڻ تي مجبور ڪيو، جيڪو هن کان اڳ مسلمانن جي ڪانگريس خلاف پاليسي، ۽ عدم تعاون کان مايوس ٿي چڪو هو. اهڙيءَ طرح ننڍي کنڊ جو عوام پهريون ڀيرو هڪ ٻئي جي سامهون ٿيو، ۽ مذهب جي بنياد تي ٻن ڌڙن ۾ ورهائجڻ لڳو(53).

انهن حالتن ۾ ڪانگريس تي تنگ نظر هندو طبقي جو دٻاءُ پوڻ لڳو. ۽ هيءَ جماعت قومي مسئلن کي حل ڪرڻ بجاءِ، برطانيه سرڪار جون همدرديون حاصل ڪرڻ لڳي. جنهن ڪري منجهس مسلمانن جي ضرورتن ۽ خواهشن مطابق درست منصفانه فيصلي ڪرڻ جي نا اهليت جون نشانيون ظاهر ٿيڻ لڳيون. اهڙين حالتن مسلمانن کي سياسي طرح سان منظم ڪرڻ لاءِ مجبور ڪيو.

سڀ کان اڳ سر آغا خان ۽ نواب محسن الملڪ هن نتيجي تي پهتا ته، انهن لاءِ فقط هڪڙو ئي رستو وڃي بچيو آهي ته ننڍي کنڊ جا مسلمان پنهنجي خود مختيار جماعت ٺاهي، عليحده نموني ڪم ڪن، ۽ برطانيه حڪومت کان پنهنجي جداگانه سياسي حيثيت، اهڙي الڳ قوم جي صورت ۾ تسليم ڪرائين جيڪا هيءَ قوم ۾ سمايل هجي(54).

انهيءَ سلسلي ۾ سن 1906ع ۾ نواب سليم الله خان جي ڪوشش سان ڍاڪا ۾ ننڍي کنڊ جي مکيه مسلمان اڳواڻن جي هڪ گڏجاڻي ٿي(55)، جنهن ۾ مسلم ليگ جو قيام عمل ۾ آندو ويو. گڏجاڻيءَ ۾ نواب سليم خان جي رٽ تي، جنهن جي تائيد حڪيم اجمل خان، مولانا محمد علي، ۽ مولانا ظفر علي خان ڪئي(56). مسلم ليگ جا هيٺيان اغراض ومقاصد به مقرر ڪيا ويا: (57).

1. هندستان جي مسلمانن ۾ برطانيه حڪومت لاءِ وفاداريءَ جي جذبن کي ترقي ڏيڻ، ۽ ايندڙ حالتن ۾ حڪومت خلاف جيڪڏهن ڪي غلط فهميون پيدا ٿين ته اهي دور ڪرڻ.
2. هندستان جي مسلمانن جي سياسي حقن، مفادن جي حفاظت، مسلمانن جي ضرورتن ۽ امنگن جي حڪومت اڳيان ترجماني ڪرڻ.
3. انهن مقصدن کي نقصان رسائڻ کان سواءِ ٻين جماعتن خلاف مسلمانن جي جذبن جي پرورش کي روڪڻ.

ساڳيءَ گڏجاڻيءَ ۾ "آل انڊيا مسلم ليگ" جا پهريان عهديدار هن طرح چونڊيا ويا: (58).

صدر: هزائل هائينيس سر سلطان محمد شاهه پرنس آغا خان.

سيڪريٽري: نواب وقار الملڪ

جوائنٽ سيڪريٽري: نواب محسن الملڪ

مطالعي هيٺ آيل دور ۾، سنڌ ننڍي کنڊ جي انهن ملڪن مان هڪ هو، جيڪو مڙني کان پوءِ فرنگي طاقت جو نشانو بڻيو. هيءُ ملڪ سن 1843ع ۾ انگريزن جي

قبضي هيٺ آيو(59). جنهن کان اڳ باقي ننڍي کنڊ جو ڪجھ حصو جيتوڻيڪ انگريزي تهذيب ۽ تمدن جو اثر قبول ڪري پنهنجو رد عمل ظاهر ڪري چڪو هو، پر سنڌ جي باشعور ۽ محب وطن عوام انگريز سرڪار جي انهيءَ "ويڙهايو ۽ حڪومت ڪيو" واري حڪمت عمليءَ خلاف نہ صرف سنڌ، بلڪ پوري ننڍ کنڊ جي سياسي ڌارا ۾ شامل ٿي متحرڪ ٿيڻ لڳو.

سنڌي عوام سنڌ اندر "سنڌ سڀا" ۽ "مجمع محمدي" ذريعي سياسي طرح سان منظم ٿي چڪو هو، ۽ ان کان پوءِ سن 1885ع ۾ جڏهن "آل انڊيا ڪانگريس پارٽي" ٺهي تہ هتان جي سياسي اڳواڻن، ان جماعت جي قيام عمل ۾ اهم ڪردار ادا ڪيو.* ان بعد جيئن ئي ننڍي کنڊ جي مسلمان اڳواڻن "آل انڊيا مسلم ليگ" ٺاهي تہ هتي جي باهمي اختلافن سبب سنڌ ۾ بہ "مسلم ليگ" قائم ڪئي ويئي.

هن کان اڳ "سنڌ محمدن ايسوسيئيشن" جيڪا ڪيترو وقت فعال رهي سنڌي مسلمانن جي سياسي، سماجي،مذهبي ۽ تعليمي خدمت سرانجام ڏيندي رهي، ساويهين صديءَ جي ٻئي ڏهاڪي ۾ پير پائيندي ٻن ڌڙن ۾ ورهائجي ويئي. هڪ ڌڙي اپر سنڌ جي زميندارن ۽ جاگيردارن جي سرپرستيءَ ۾ سرڪار نوازي ۽ برطانيہ حڪومت جي فرمانبرداريءَ جي حڪمت عملي اختيار ڪئي. جنهن کان مجبور ٿي، ڪن محب وطن زميندارن ۽ سياستدانن پنهنجو الڳ سياسي حلقو قائم ڪرڻ گهريو.

انهيءَ سلسلي ۾ سڀ کان پهريون قدم رئيس غلام محمد خان ڀرڳڙيءَ کنيو. جنهن جي ڪوشش سان سن 1917ع ۾ "سنڌ مسلم ليگ" قائم ٿي. جيتوڻيڪ رئيس غلام محمد ڀرڳڙي "سنڌ مسلم ليگ" جي پهرينءَ گڏجاڻيءَ ۾ پاڻ شريڪ ٿي نہ سگهيو پر پوءِ بہ سندس سرپرستيءَ ۾ سنڌ ۾ هڪ نئين سياسي جماعت جو قيام عمل ۾ آيو. "سنڌ محمد ايسوسيئيشن" کان پوءِ، مطالعي هيٺ آيل دور ۾ هيءَ ئي مسلمانن جي پهرين جماعت هئي، جنهن اعتدال پسند مسلمانن کي ڪنهن عرصي تائين هڪ پليٽ فارم مهيا ڪيو. هن مسلم ليگ جو "آل انڊيا مسلم ليگ" سان ڪو بہ واسطو نہ هو، پر اها پنهنجي جاءِ تي خود مختيار، الڳ ۽ آزاد جماعت هئي(60). هن جماعت جي ڪارڪردگي ۽ سرگرمي سنڌ تائين محدود رهي ۽ ان جي اغراض ومقاصد ۾ "سنڌ محمد ايسوسيئيشن" جي مخالفت ۽ سنڌ جي محب وطن مسلمانن جي حقن جي حفاظت کي مکيہ جاءِ مليل هئي.

---

* ڪانگريس جي پهرئين اجلاس ۾ سنڌ مان سيٺ وشنداس نهالچند ۽ ساڌو هيرانند شريڪ ٿيا هئا. (موتيرام راموائي: "رتن جوت" ڪراچي، پاڪستان هيرالڊ پريس 1958ع ص609).

سن 1920ع ۾ جڏهن رئيس غلام محمد خان ڀرڳڙيءَ ولايت ۾ وڃي خلافت تحريڪ جي پرچار جو ڪم شروع ڪيو، تڏهن سر عبدالله هارون "سنڌ مسلم ليگ" جو صدر بڻيو(61). هن موڙتي به "سنڌ مسلم ليگ" گهٽي حد تائين "آل انڊيا مسلم ليگ" کان الڳ رهي، پر ان هوندي به سنڌ جي سياستدانن جو انفرادي طور تي مرڪزي مسلم ليگ سان واهپو رهيو* سنڌ مسلم ليگ 1925ع تائين پنهنجي سرگرمين کي ايترو تہ وسيع ڪري چڪي هئي، جو سندس عام مقبوليت سبب کيس نئين سر تشڪيل ڏيڻو پيو* سن 1943ع ۾ هن جماعت جي قيادت ۾ تبديلي آئي، ۽ حاتم علوي ان جو صدر بڻيو(62) انهيءَ دور ۾ "سنڌ مسلم ليگ" پنهنجي الڳ ۽ آزاد حيثيت وڃائي "آل انڊيا مسلم ليگ" جي شاخ ٿيڻ طرف گامزن رهي، جنهن جا ڪيترائي اندروني توڙي بيروني ڪارڻ هئا. تن مان ڪن جو ذڪر هيٺ ڪجي ٿو:

ننڍي کنڊ جي سطح تي سن 1916ع جي "ميثاق لکنؤ" جي واقعي کان پوءِ، اهو ٿي محسوس ٿيو تہ هندو ۽ مسلمان آزاديءَ جي عظيم تر مفاد کي آڏو رکي اتحاد ۽ اتفاق جو ثبوت ڏيندا، پر انهيءَ کان پوءِ جي واقعن ٻنهي ڌرين کي مذهبي بنيادن تي ورهائجڻ تي مجبور ڪيو. سنڌ، پنجاب ۽ بنگال کان سواءِ ننڍي کنڊ جي ٻين ڪيترن صوبن ۽ رياستن ۾ مسلمانن جو ڪو بہ سياسي آواز ٻڌڻ ۾ نہ آيو. ان ڪري هو مسلم اڪثريت وارن صوبن جي پيٽ ۾ ڪانگريس جا ڪٽر دشمن، ۽ مسلم ليگ جي مبلغ

---

* سنڌ مان رئيس غلام محمد خان ڀرڳڙي، حاجي عبدالله هارون، حاتم علوي، محمد عبدالقادر ميمڻ، غلام علي چاڳلا، غلام حسين هدايت الله ۽ شيخ عبدالمجيد سنڌي انفرادي طور تي "آل انڊيا مسلم ليگ" توڙي "آل انڊيا ڪانگريس" ڪاميٽيءَ جي جلسن ۾ شرڪت ڪندا هئا. (ڏسو: "آل انڊيا مسلم ليگ" ۽ "آل انڊيا نيشنل ڪانگريس" جي ساليانن جلسن جون ڪارروايون)

* 1925ع ۾ "سنڌ مسلم ليگ" کي نئين سر تشڪيل ڏيڻ وقت، ان جا عهديدار هن طرح چونڊيا ويا:

| | |
|---|---|
| صدر: | حاجي سر عبدالله هارون. |
| نائب صدر: | سيٺ محمد ڪامل شاهہ. |
| سيڪريٽري: | ڊاڪٽر شيخ نور محمد. |
| خزانچي: | حڪيم فتح محمد سيوهاڻي. |

(See, "The Daily Gazette", Karachi, dated 18-2-1925, P.6).

بنجي پيا. سنڌن انهيءَ روش ننڍي کنڊ جي ٻن وڏين جماعتن کي هڪ ٻئي کان پري رکيو. تانجو "سائمن ڪميشن" (Simon Commission) جي بائيڪاٽ کان پوءِ "مسلم ليگ" ۽ "ڪانگريس" ٻنهي الڳ راهون اختيار ڪيون. "نهرو رپورٽ" جي شايع ٿيڻ کان پوءِ "مسلم ليگ" پنهنجا چوڏهن نڪتا پيش ڪيا، ۽ ائين ٻنهي جماعتن کي مخالفت جي حڪمت عملي اختيار ڪرڻي پيئي.

"نهرو رپورٽ" جي رد عمل ۾ ننڍي کنڊ جي مسلمانن پنهنجي ڪانفرنس سڏائي، انهيءَ تاريخي حقيقت جي نشاندهي ڪئي تہ کين هندن کان الڳ ۽ آزاد ٿي پنهنجي سياسي مرڪز تي گڏ ٿيڻ گهرجي. انهن ئي حالتن جي پس منظر ۾ ڊاڪٽر محمد اقبال سن 1930ع ۾ الہ آباد ۾ سڏايل "آل انڊيا مسلم ليگ" جي ساليانى ميڙ ۾ مسلمانن کي الڳ سياسي مرڪز تي جمع ٿيڻ جو مشورو ڏنو.

سن 1930 کان 1933ع تائين گول ميزڪانفرنسون ٿيون، سي بہ "آل انڊيا مسلم ليگ" ۽ "آل انڊيا ڪانگريس" ڪاميٽيءَ جي اختلافن سبب ڪامياب ٿي نہ سگهيون. سن 1935ع ۾ هندستان سان "انڊيا ايڪٽ" (India Act) لاڳو ٿيو. جنهن جي نتيجي ۾ سن 1937ع ۾ عام چونڊون ٿيون، جنهن ۾ ڪانگريس وڏي اڪثريت سان ڪاميابي حاصل ڪئي، ۽ مسلم ليگ کي ننڍي کنڊ جي سياست ۾ اٽي ۾ لوڻ برابر حيثيت ملي. ڪانگريس راڄ ۾ مسلم ٿورائيءَ وارن صوبن ۾ مسلمانن سان جيڪي زيادتيون ٿيون، تن کي سهارو بنائي، مسلم ليگ، محمد علي جناح جي قيادت هيٺ ننڍي کنڊ جي مسلمانن کي نئين سر منظم ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. جنهن جو اثر سنڌ جي مسلمانن تي بہ پيو.

اندروني طور تي بہ سنڌ ۾ ڪيترا مذهبي توڙي سياسي واقعا رونما ٿيا، جن هتان جي مذهب پسند مسلمانن کي هندن کان الڳ رهڻ تي مجبور ڪيو. "شڌي سڀا"، "سنگٺن" ۽ "سنجوڳي تحريڪن" هندو مسلم اتحاد کي هٿي ڏني. تانجو نٿو رام واري واقعي باهہ تي گاسليٽ هاري ڇڏيو. انهن مذهبي واقعن کان سواءِ "سنڌ جي بمبئيءَ کان عليحدگيءَ" جي واقعي بہ سنڌ جي هندو توڙي مسلمان فرقن تي پنهنجا اثر ڇڏيا. هندو جيڪي سنڌ جي جملي آباديءَ جو ستاويهہ سيڪڙو هئا، تن کي 1935ع جي انڊيا ايڪٽ موجب چاليهہ سيڪڙو عيوضي مليا، ۽ اهڙيءَ طرح کين آئيني حفاظت ملي ويئي. نتيجي ۾ هو جدا چونڊن جي نظام مطابق الڳ قوت جي حيثيت ۾ نروار ٿيا(63)، ۽ ائين سنڌ جي سياست ۾ فرقيوارانہ اثر پوڻ لڳو.

ننڊي کنڊ جي سياسي واقعن هتان جي سياسي اڳواڻن کي شديد ردعمل ظاهر ڪرڻ تي آماده ڪيو. ۽ حاجي عبدالله هارون، مسٽر محمد هاشم گذدر، مير بنده علي خان، جي. ايم. سيد، سر غلام حسين هدايت الله، شيخ عبدالمجيد سنڌي ۽ پير الاهي بخش سنڌ ۾ ”آل انڊيا مسلم ليگ“ کي مضبوط بنائڻ لاءِ ڀرپور ڪوشش ڪئي. هنن سن 1938ع ۾ پهرين ”سنڌ پراونشل مسلم ليگ ڪانفرنس“ سڏائي. هيءَ ڪانفرنس ئي سنڌ ۾ ”آل انڊيا مسلم ليگ“ کي منظم ۽ مضبوط ڪرڻ جو وڏو باعث بڻي، ۽ ان کان پوءِ ”سنڌ مسلم ليگ“ جي صوبائي شاخ کولي ويئي، جنهن جو مرڪز ڪراچي رهيو. ان کان سواءِ حيدرآباد، ٿرپارڪر، نواب شاهه، سکر، جيڪب آباد، لاڙڪاڻي ۽ دادوءَ ۾ به ضلعي شاخون قائم ڪيون ويون(64).

**ڪارڪردگي:** صوبه سنڌ مسلم ليگ جي قائم ڪرڻ وقت، ان جي عهديدارن ۽ اڳواڻن عوام اڳيان هڪ ”پڌر نامو“(Manifesto) پيش ڪيو. جنهن ۾ تعليم، ڳوٺاڻي ترقي، صحت عامه، زراعت، آبپاشي، قانون سازي ۽ ٻين ڪيترن ئي منصوبن تي عمل ڪرڻ جا وعدا وعيد ڪيا هئا، پر مطالعي هيٺ آيل دور ۾ هن جماعت جي ڪارڪردگيءَ جو دارومدار پنهنجي پڌر نامي تي نه، پر وقت ۽ حالتن تي رهيو. هن جماعت جي ڪارڪردگيءَ جو خاڪو هن طرح ٺهي ٿو:

**نظرياتي پرچار:** مسلم ليگ جو قيام ۽ بقاء انهيءَ تي ٻڌل هو ته هيءَ جماعت مذهبي بنيادن تي ننڊي کنڊ جي عوام کي متحد ڪري. ان لاءِ هن جماعت نظرياتي پرچار تي ڪافي توجهه ڏنو. ۽ پنهنجي خاص مبلغن توڙي ٺهرائن وسيلي عوام کي اهڙي قسم جي تعليم ڏني، سنڌ ۾ نظرياتي تعليم جو آغاز سن 1938ع ۾ سڏايل پهرين صوبائي مسلم ليگ ڪانفرنس جي واقعي سان گڏ ٿيو. ان موقعي تي جيڪو ٺهراءُ بحال ڪيو ويو، تنهن جو تت هيءُ آهي:

> ”هيءَ ڪانفرنس مسمانن کي استدعا ٿي ڪري ته اهي هنڌين ماڳين مسلم ليگ جون شاخون کولين ۽ پاڻ کي ”مسلم نيشنل گارڊ“ (Muslm National Guard) ۾ ڀرتي ڪرائين. مسلمانن جا اٺيل ڪپڙا پهرين، مسلمانن جي ثقافت کي ترقي ۽ ترويج ڏيارين ۽ ان تي سختي سان عمل ڪن“ (65).

**فلسطين جو مسئلو:** انگريز سرڪار نه رڳو نندي کنڊ جو سياسي ۽ اقتصادي استحصال ڪيو، پر ان جي سلطنت جو سياه پاڇو جنهن به خطي تي پيو، تنهن کي

ضرور متاثر ڪيائين. فلسطين جي سرزمين بہ انهيءَ اثر کان وانجهايل نہ رهي. برطانوي حڪومت "بيلفور ڊڪليئريشن" (Balfour Declaration)۽ فلسطين لاءِ "رايل ڪميشن"(Palestine Royal Commission) جي سفارشن جي نتيجي ۾ فلسطين کي تقسيم ڪرڻ جو ارادو ظاهر ڪيو. اهو واقعو سنڌ توڙي هند جي مسلمانن لاءِ غم ۽ غصي جو باعث بڻيو ۽ نتيجي ۾ انهن برطانيہ سرڪار جي يهودي نواز پاليسيءَ جي مذمت ڪئي. دنيا جي مسلمانن جڏهن قاهره ۾ "مسلم ورلڊ ڪانفرنس" (Muslim World Conference) سڏرائي تہ مسلم ليگ بہ ان ڪانفرنس ۾ نہ رڳو شرڪت ڪئي، پر سائنس تعاون بہ ڪيو.*

سنڌ ۾ فلسطين جي مسئلي کي خلافت تحريڪ کان پوءِ ٻئي نمبر تي ترجيح ڏني ويئي ۽ ان تي شديد رد عمل جو اظهار بہ ڪيو ويو. سنڌ جي مڙني ضلعن کان سواءِ مختلف هنڌن جهڙوڪ: ڳوٺ وهره تعلقو عمر ڪوٽ، قمبر، ڳوٺ محبوب تنيو تعلقو ميرو خان ۽ ٻين ڪيترن ئي ڳوٺن ۾ فلسطين ڪاميٽيون ٺاهيون ويون. اهڙيءَ طرح وقت بوقت جلسن توڙي گڏجاڻين ذريعي فلسطيني مظلومن سان پنهنجي محبت ۽ همدرديءَ جو اظهار ڪندي ، برطانيہ حڪومت جي حڪمت عمليءَ جي مخالفت ڪئي ويندي هئي.◆

**ڪانگريس جي مخالفت:** جيئن هن کان اڳ ذڪر ٿي چڪو آهي تہ سن 1937ع

---

* هن ڪانفرنس ۾ چوڌري خليق الزمان، مسٽر عبدالرحمٰن صديقي، مولانا حسرت موهاني ۽ مولانا مظهر الدين مسلم ليگ طرفان شرڪت ڪئي.

(Rashdi Ali Mohammad Shah: "The Report Of The First Sind Provincial Muslim League Conference" Karachi Civil and Military Press 1938 P-13)

◆ انهن ڳوٺن ۾ قائم ڪيل فلسطيني ڪاميٽيون هنن ميمبرن تي مشتمل هيون:

1- ضلعي سطح جي فلسطين ڪاميٽي : ضلعي مسلم ليگ جا عهديدار

2- ڳوٺ محبوب تنيا فلسطين ڪاميٽي: مولوي محمد دائود ۽ مولوي محمد هاشم.

3- تعلقو قمبر فلسطين ڪاميٽي: مولانا مير محمد صاحب نورنگي، مولانا غلام فريد ۽ مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي.

4- قمبر شهر فلسطين ڪاميٽي: غلام محمد خان، گلاب خان ۽ حمزو خان.

5- ڳوٺ وهره فلسطين ڪاميٽي: مولوي شير محمد، مسٽر لطف الله، ۽ حڪيم مولوي محمد امين. (ڏسو: روزانہ الوحيد، ڪراچي، 30 نومبر 1938ع ص4) .

جي چونڊن جي نتيجي ۾ " آل انڊيا نيشنل ڪانگريس "ڪاميٽيءَ ڪي ننڍي کنڊ جي ڪيترن ئي صوبن ۾ حڪومت قائم ڪرڻ جو موقعو مليو. ۽ "آل انڊيا مسلم ليگ" ذري گهٽ پنهنجو سياسي وجود وڃائي چڪي هئي. اهڙين حالتن ۾ مسلم ليگ لاءِ هڪ ئي راهه کليل هئي ته اهي پنهنجي مخالف جماعت جي معمولي يا غير معمولي غلطين تي شديد رد عمل ظاهر ڪري ۽ پنهنجي بقاءَ لاءِ ڪانگريس جماعت جي مخالفت ڪري.

سنڌ ۾ ڪانگريس مخالفت جو آغاز سن 1938ع ۾ سڏايل پهرين سنڌ صوبائي مسلم ليگ ڪانفرنس ۾ بحال ٿيل ٺهراءَ ذريعي ٿيو. انهيءَ ٺهراءَ جو تت هي هو ته:

"آل انڊيا ڪانگريس ڪاميٽي چونڊن جي نتيجي ۾ حاصل ڪيل ڪاميابيءَ جي آڌار تي مسلم ليگ کي مسلمانن جي واحد نمائنده جماعت تسليم ڪرڻ کان انڪار ڪندي، ڪيترين ئي اره زورايون ۽ ڏاڍايون ڪيون آهن. جهڙوڪ: پنهنجي پريس ۽ پروپئگنڊا ذريعي مسلمانن ۾ اختلاف جو ٻج ڇٽڻ، پنهنجي اقتدار هيٺ آيل صوبن ۾ هندو راڄ قائم ڪرڻ، ۽ مسلمانن کان مذهبي توڙي ثقافتي آزادي کسڻ. سنڌ، پنجاب ۽ بنگال ۾ مسلمانن سان الحاق ڪري، گڏيل وزارتون قائم ڪرڻ. مسلم ٿورائي وارن صوبن ۾ "وديا مندر اسڪيم" (Vidya Mandir Scheme) رائج ڪرڻ، بندي ماترم کي قومي ترانو طور رائج ڪرڻ، هنديءَ کي ديوناگري لپي قرار ڏيئي، ننڍي کنڊ جي رابطي جي زبان بنائڻ جي ڪوشش ڪرڻ،لوڪل باڊيز ۽ ٻين نيم خودمختيار ادارن ۾ چونڊن جي گڏيل سرشتي کي رائج ڪرڻ. مسلم ٿورائي وارن صوبن ۾ اردو اسڪولن کي بند ڪرڻ،مسلم ٿورائيءَ وارن صوبن ۾ مسلمانن جي آواز ۽ راءِ کي دٻائڻ وغيره" (66).

سنڌ جي مسلم ليگي رهبرن هن ڌرتيءَ تي ساڳي تند تنواري ۽ ڪانگريس ڪاميٽيءَ جي خلاف نفرت جو ٻج ڇٽيو. جنهن کي سائي سلي ڪرڻ ۾ ڪانگريس جي ڪن ناعاقبت انديش اڳواڻن اهم ڪردار ادا ڪيو. مسلمانن جي اثر هيٺ آيل ذرائع

ابلاغ انهن واقعن جو وڏي پيماني تي پرچار ڪيو ۽ ائين سنڌ ۾ ڪانگريس پنهنجي دشمنيءَ جون پاڙون پختيون ڪندي وئي.*

**مسجد منزل گاهه:** سن 1938ع ۾ سڏايل صوبہ سنڌ مسلم ليگ ڪانفرنس، سنڌ ۾ پوءِ پيش ايندڙ واقعن جو ڪارڻ بڻي. حقيقت هيءَ آهي تہ انهيءَ ڪانفرنس ۾ جيڪو ٻج ڇٽيو ويو هو، سنڌي عوام ان جو فصل سن 1947ع تائين لڻندو رهيو. مسجد منزل گاه سکر جي واقعي جون پاڙون انهيءَ ڪانفرنس ۾ ڪتل هيون. ۽ هن ئي ميڙ جي موقعي تي سکر جي شهري مسئلي کي ننڍي ڪنڊ جي مسلمانن جي مذهبي مسئلي جي حيثيت ملي. ان هوندي بہ مارچ 1939ع تائين هن مسئلي کا شدت اختيار نہ ڪئي، پر ان وقت سنڌ جون سياسي حالتون ڪجهہ اهڙيون هيون جو ”سنڌ مسلم ليگ“ هن

---

* اهڙي قسم جا خط الوحيد ۾ شايع ٿيندا رهندا هئا. انهيءَ جي شماري ۾ پهرين جون سن1941 ع تي ڳوٺ رستم تعلقي سکر مان خداداد مهر جو خط شايع ٿيو (حالانڪ اهو خط ڪاٻي هٿ جي صحيح سان شايع ٿيو، پر ان جي ٻولي ڪنهن پڙهيل ڪڙهيل جي لڳي ٿي) جنهن جو تت هن طرح آهي:

”هن شهر ۾ سينيٽري بورڊ آهي، جنهن جو نہ ڏٽي، نہ ڏوٽي، رڳو بي داد. صفائي ۽ روشنائيءَ جو بندوبست هندن لاءِ فائدو وٺن هندو، مسلمان رڳو ڪني پاڻيءَ جو واس وٺن، ۽ گند جو هندن جي محلن ۽ گهٽين مان ميڙي مسلمانن جي پاڙن جي پرسان ڦٽو ڪن ۽ انهيءَ ڪني پاڻيءَ جي گند جو واس مسلمان وٺن..... هن شهر ۾ هندو قوم زبردست آهي، جن مان اسي سيڪڙو زميندار، باقي واپار جي لائين جا ماڻهو آهن، جن وٽ 135 ليسن بندوقن جا ۽ 30 ليسن ريوالور آهن. اسان مسلمانن کي خاص طرح ايذائڻ جي ارادي سان ڳوٺ ۾ دروازن وجهڻ جو آزار ڪڙو ڪيو ويو آهي..... هندن جو ايترو آزار آهي جو اسين جيئرا تہ انهن جي آزار کان آزاد نہ آهيون ليڪن فوت ٿيل مقامن وارا بہ آزاريل آهن. يعني مقام ڏي وڃڻ جو رستو هندن جي زمين مان نڪتل آهي، سو بند ڪري ڇڏيو ويو آهي.....هندن جي گهرن ۾ کهيون ۽ نل لڳل آهن، جن مان جيڪو پاڻي واقر ٿو ٿئي سو سڀ مسلمان پڙوسين جي جاين جي پاڙن ۾ ڇڏيو وڃي ٿو.......“

(ڏسو: روزانہ ”الوحيد“ ڪراچي1 جون1941ع ص ص 1-2).

مسئلي کي هٿ ۾ ڪنيو*، ۽ "مسجد منزل گاه ريسٽوريشن ڪاميٽي" (Masjd) Manzilgah Restoration Committee ڪي تشڪيل ڏنو. جنهن ٺهراءُ بحال ڪري سرڪار کي اطلاع ڏنو ته جيڪڏهن مسجد منزل گاه بابت جلد فيصلو نه ڪيو ويو ته ڪين مجبور ٿي، هن جي حاصل ڪرڻ لاءِ "ستياگره" ڪرڻي پوندي (67). حڪومت جي سرد مهري ڏسي، هن ڪاميٽيءَ پهرين آڪٽوبر 1939ع کان "ستياگره" جو آغاز ڪيو، ۽ ٿن ڏينهن جي اندر اندر اهو مسئلو باهه وانگر سڄي سنڌ ۾ ڀڙڪي اٿيو. ۽ هندو توڙي مسلمان مسجد منزل گاه کي پنهنجي زندگي توڙي موت جو مسئلو ڄاڻڻ لڳا. هڪ طرف ڪانگريس ۽ مهاسڀا جون گڏجاڻيون ٿيون، ۽ ٻئي طرف مسلم ليگ جي ڪاروباري ڪاميٽي ميڙ سڏائڻ لڳي. انهن حالتن کي خراب ٿيندو ڏسي 14 آڪٽوبر 1939ع تي سنڌ جي گورنر هڪ حڪم نامو جاري ڪري اختياريءَ وارن کي ٻن مهينن لاءِ نظر بند ڪرڻ جا اختيار ڏنا. 19 نومبر 1939ع تي الهه بخش وزارت مسلمانن کان مسجد جي زوريءَ قبضي ڇڏائڻ جي ڪوشش ڪئي، ۽ ائين سنڌ ۾ هند و مسلم فساد شروع ٿيا. انهن فسادن ۾ جملي 161 هندو ۽ 14 مسلمان اجل جو شڪار ٿيا. 164 گهر ساڙيا ويا، ۽ 467 گهر ڦريا ويا(68). ان کان سواءِ سنڌ ۾ هڪ نفرت ڀريو سياسي ماحول پيدا ٿي ويو، ۽ ڪانگريس پارٽي الهه بخش وزارت کان بدظن ٿي پيئي؛ ۽ آخر ڪار 18، مارچ 1940ع تي سنڌس جاءِ تي مير بنده عليءَ جي هٿ هيٺ نئين وزارت قائم ٿي(69).

**بقاءَ لاءِ جنگ:** حقيقت ۾ سنڌ اندر مسلم ليگ جي تاريخ، ڪارڪردگي ۽ ڪارنامن سان نه پر باهمي اختلافن ۽ انتشار جي واقعن سان ڀري پيئي آهي. هن جماعت اقتدار ۾ رهي يا اقتدار کان ٻاهر سنڌ جي عوام لاءِ ايترو وقت نه سيڙايو، جيترو باهمي اختلافن تي ڏنو. سنڌ ۾ مسلم ليگ جو عروج ۽ ترقي، آڪٽوبر 1938ع واري ڪانفرنس کان پوءِ ٿيو. جنهن کان اڳ هن جماعت جو سنڌ ۾ ڪو به عملي وجود نه هو.

---

* ان وقت الهه بخش وزارت حڪومت ۾ هئي، جنهن کي غير مسلم ليگي مسلمانن ۽ ڪانگريسي جماعت جو تعاون حاصل هو. مسلم ليگ جي اها منشا هئي ته اها ڪنهن به صورت ۾ ڪانگريس پرست وزارت جو خاتمو آڻي. ان ڪري مسجد منزل گاهه جي معاملي کي مسلم ليگ سونهري موقعو ڄاتو، ۽ هن ان جي وسيلي هڪ ئي ڏڪ سان ٻه شڪار ڪرڻ گهريا. يعني هڪ طرف مسلمانن جي مذهبي خدمت ڪري سندس همدردي حاصل ڪرڻي هئي ته ٻئيءَ طرف الهه بخش وزارت ۽ ڪانگريس ۾ اختلاف وجهڻ. (معلومات جناب قاضي فضل الله کان 25ع جو 1977ع جي انٽرويو ذريعي ورتي ويئي).

ڪانفرنس جي موقعي تي ٺهي مسلم ليگ اسيمبلي پارٽي ٺهي، جنهن جو ليڊر سر غلام حسين هدايت الله کي، ۽ ڊپٽي ليڊر مير بنده عليءَ کي نامزد ڪيو ويو(70). حالانڪ اهي ٻيئي ٻين پارٽين جي ٽڪيٽن تي چونڊجي آيا هئا.* سر غلام حسين هدايت الله، جيڪو ان وقت آزاد هندو ڪانگريس ۽ اتحاد پارٽيءَ جي مخالفت سبب پنهنجي وزارت اعليٰ وڃائي چڪو هو. وقت ۽ حالتن مطابق هن اهو ئي مناسب ڄاتو ته مسلم ليگ جو سهارو حاصل ڪري. صوبي سنڌ مسلم ليگ جي واڳ سيٺ عبدالله هارون جي هٿ ۾ ڏني ويئي، ۽ جي. ايم. سيد، شيخ عبدالمجيد سنڌي، محمد ايوب کهڙي، ۽ علي محمد راشديءَ هن جماعت کي مقبول بنائڻ لاءِ ڪوشش ڪئي. هنن سڄي سنڌ جا دورا ڪري، هنڌين ماڳين هن جماعت جون شاخون کولايون. اهڙيءَ طرح مسلم ليگ سنڌ جي اسيمبلي ۽ عوام ۾ نمايان ٿي.

الهه بخش وزارت جي خاتمي کان پوءِ مير بنده عليءَ جي هٿ هيٺ سنڌ جي ٽين، مگر مسلم ليگ جي پهرين وزارت قائم ٿي. جيڪا سنت ئي پوءِ باهمي اختلاف جو شڪار بڻجي ويئي، ان جي هڪ ڌڙي جي. ايم. سيد جي سرپرستيءَ هيٺ مسلمانن جي هڪ گڏيل حڪومت قائم ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي، جنهن جي ڪري جي.ايم. سيد مسلم ليگ جي صدر جي اجازت کان سواءِ استعفيٰ ڏيئي، خانبهادر الهه بخش کي وزارت جي جاءِ ڏني. جي.ايم. سيد گروپ ۽ الهه بخش گروپ جي وچ ۾ اهو ٺاهه ٿي چڪو هو ته ڪجهه وقت کان پوءِ نه رهگو جي.ايم. سيد پر مير بنده علي به وزارت تان استعفيٰ ڏيندو، ۽ ان جي جاءِ تي الهه بخش گروپ جي ماڻهوءَ کي وزير مقرر ڪيو ويندو. جيتوڻيڪ جي.ايم.سيد اڳ ۾ منظوري وٺڻ کانسواءِ پنهنجي پارٽيءَ طرفان اهو ٺاهه ڪيو هو، پر وقت ۽ حالتن کي نظر ۾ رکندي ”آل انڊيا مسلم ليگ“ جي صدر

---

* پهرين اليڪشن ۾ جيڪي پارٽيون اسيمبليءَ تائين پهتيون، تن جو ميمبرن سميت وچور هيٺ ڏجي ٿو:

| | | |
|---|---|---|
| اتحاد پارٽي | 22 | ميمبر. |
| ڪانگريس پارٽي | 7 | ميمبر. |
| مسلم پوليٽيڪل پارٽي | 3 | ميمبر. |
| سنڌ آزاد پارٽي | 3 | ميمبر. |
| باقي آزاد هندو ۽ مسلمان | 5 | ميمبر. |
| مسلم ليگ | | ڪو به نه. |

(هيءَ معلومات جناب شيخ عبدالمجيد سنڌيءَ کان 6 ڊسمبر 1976ع تي ورتي ويئي).

محمد علي جناح ان کي نظرانداز ڪري ڇڏيو. جي.ايم.سيد گروپ مير بنده عليءَ تي استعفيٰ ڏيڻ تي زور ڏيندو رهيو. جڏهن مطالبن شدت اختيار ڪئي تہ ”آل انڊيا مسلم ليگ “ مير بنده عليءَ جي وزارت کي بچائڻ جي ڪوشش ڪئي. پر جي.ايم.سيد گروپ ڪانگريس سان ملي ڪتر جي رٽ تي هن وزارت کي شڪست ڏني ۽ اهڙي نموني سان مسلم ليگ جي پهرين وزارت جو خاتمو اچي ويو.

ڊسمبر 1940ع ۾ ”آل انڊيا مسلم ليگ“ جو اڳواڻ، محمد علي جناح ڪراچيءَ ۾ آيو، ۽ سندس ڪوششن سان صوبہ سنڌ منتظم ڪاميٽي ٺاهي ويئي، ۽ ان جي چيئرمين شپ جي.ايم.سيد جي حوالي ٿي*. جي. ايم. سيد منتظم ڪاميٽيءَ کي فعال بڻائيندي هڪ ڊگهو منصوبو تيار ڪيو، جنهن مطابق ضلعي مسلم ليگ ڪانفرنسون سڏائڻ، ڳوٺن جو گشت ڪرڻ، پاڪستان ۽ مسلم ليگ تي لٽريچر ڇپائڻ، هندن جي غلط پاليسين کان عوام کي آگاهہ ڪرڻ جو ڪم هٿ ۾ ڪٽڻ، ۽ ان سلسلي ۾ سلطان ڪوٽ، ڪوٽڙي، سيوهڻ ۽ موري ۾ گڏجاڻيون سڏارائي سنڌ ۾ 450 شاخون کولايون. انهيءَ عرصي دوران خانبهادر الهہ بخش ڪانگريس ۽ آزاد هندو گروپ جي تعاون سان اقتدار ۾ اچي چڪو هو، جنهن ڪري مسلم ليگ کي اسيمبلي توڙي اسيمبليءَ کان ٻاهر وقت جي سرڪار جي ڏاڍاين جو نشانو بنجڻو پيو*. مسلم ليگ تان مصيبت جا ڪڪر تڏهن ٽريا، جڏهن هندوستان ڇڏيو. هلچل دوران خانبهادر الهہ بخش پنهنجا لقب ڦٽا ڪيا ۽ جنهن جي نتيجي ۾ سنڌ جي گورنر سندس وزارت کي ڊسمس ڪري ڇڏيو.

خانبهادر الهہ بخش جي وزارت ٽٽڻ کان پوءِ وقت جي گورنر سر غلام حسين هدايت الله کي وزارت ٺاهڻ جي آڇ ڪئي، جيڪو هن کان اڳ مسلم ليگ کي ڇڏي الهہ

---

* منتظم ڪاميٽيءَ جا ٻيا ميمبر هئا:
قاضي فضل الله، محمد هاشم گذدر، غلام نبي پٺاڻ، يوسف هارون، حاجي عبدالله هارون، عبدالستار جان سرهندي، سيد حسن بخش شاهہ ۽ فيض محمد مگريو. (هيءَ معلومات قاضي فضل الله کان 25 جولاءِ 1977ع تي انٽرويو ذريعي ورتي ويئي).

* انهيءَ سلسلي ۾ هڪ واقعي کي پيش ڪري سگهجي ٿو:
تاريخ 6 جولاءِ 1941ع تي سڪرنڊ ۾ ضلعي نواب شاهہ مسلم ليگ جي ڪانفرنس ٿيڻي هئي. جنهن جا انتظام بہ مڪمل ٿي چڪا هئا. پر الهہ بخش وزارت پنهنجي ساٿي ڏڙن جي اثر هيٺ ايندي ڪانفرنس تي ڪالراجي بهاني مقرر ٿيل تاريخ کان صرف بہ ڏينهن اڳ بندش وجهي ڇڏي. (هيءَ معلومات ”سيد حسن بخش شاهہ“ کان 15 جولاءِ 1977ع تي انٽرويو ذريعي ورتي ويئي).

بخش جي وزارت ۾ وزير جي حيثيت سان ڪم ڪري رهيو هو. ان وقت سنڌ اسيمبليءَ اندر مسلم ليگ انهيءَ حيثيت ۾ هئي تہ ڪنهن ٻيءَ پارٽيءَ سان تعاون ڪري وزارت ٺاهي سگهي. پر گورنر هن جماعت کي آچ ڏيڻ بدران هڪ غير جمهوري قدم کڻي چڪو هو. ان ڪري سنڌ مسلم ليگ اسيمبلي پارٽي ٻن ڌڙن ۾ ورهائجي ويئي. هڪ ڌڙي سر غلام حسين هدايت الله سان تعاون ڪرڻ گهريو، جنهن جي اڳواڻي جي.ايم.سيد جي هٿ هيٺ هئي ۽ ٻيو ڌڙو ڪنهن بہ صورت ۾ سر غلام حسين هدايت الله سان ساٿ ڏيڻ جي حق ۾ نہ هو. جنهن جي قيادت شيخ عبدالمجيد سنڌي ڪري رهيو هو. آخرڪار سر غلام حسين سنڌ مسلم ليگ جي هم خيال ڌڙي سان گڏجي وزارت ٺاهي. جيتوڻيڪ "آل انڊيا مسلم ليگ" جي اختياريءَ وارن انهيءَ خلاف ناراضگيءَ جو اظهار ڪيو، پر پوءِ وقت ۽ حالتن کان مجبور ٿيندي ڪين اهو غير فطري الحاق قبول ڪرڻو پيو. سر غلام حسين هدايت الله سان ساٿ ڏيندڙ مسلم ليگي ڌڙي هنن ئي ڏينهن ۾ سنڌ اسيمبليءَ کان اهو تاريخي ٺهراءُ بحال ڪرايو، جنهن ۾ لاهور واري ٺهراءَ جي توسيع ڪئي ويئي هئي.*

مسلم ليگ وزارت ۾ اچڻ کان پوءِ وري باهمي اختلاف جو نشانو بڻي. جنهن جا مکيہ سبب هئا عهدن جي ورڇ ۽ چونڊيءَ چونڊ لاءِ ٽڪيٽن جي ورهاست. سرعبدالله هارون جي وفات کان پوءِ "سنڌ مسلم ليگ" جي صدارت لاءِ خانبهادر محمد ايوب کهڙي ڪوشش ڪئي، ۽ هڪ ئي وقت تي پارٽيءَ جي قيادت ۽ وزارت جو عهدو پنهنجي هٿ ۾ رکيائين. ان ڪري جي.ايم.سيد گروپ اصولي طور تي انهيءَ روش تي اختلاف ڏيکاريو. پر جناب محمد علي جناح جي مداخلت تي صوبي سنڌ مسلم ليگ جي صدارت جي واڳ جڏهن جي.ايم سيد جي حوالي ٿي تہ اهو معاملو اتي ئي دفع ٿي ويو. اڳتي هلي چونڊي چونڊ جي ٽڪيٽن جي ورهاست ۽ وزارت کي صوبي مسلم

---

* هيءُ ٺهراءُ جي.ايم.سيد 3 مارچ 1943ع تي سنڌ اسيمبليءَ ۾ پيش ڪيو. ان وقت اسيمبليءَ ۾ 35 مسلمان ميمبرن مان 29 ميمبر مسلم ليگ جا ٿي چڪا هئا. ۽ اجلاس ۾ سنڌس ئي اڪثريت هئي.ڪانگريس ميمبر "هندوستان ڇڏيو هلچل" سبب جيلن ۾ بند هئا. تنهن کان سواءِ خانبهادر الهہ بخش بہ اجلاس ۾ شريڪ نہ هو. ان ڪري هيءُ ٺهراءُ آسانيءَ سان بحال ٿي ويو. رڳو ٻن هندو وزيرن ۽ هڪ انهن جي پارليامينٽري سيڪريٽريءَ مخالفت ڪئي ۽ آزاد هندو گروپ جا ميمبر احتجاج طور اسيمبلي ڇڏي ٻاهر هليا ويا. (ڏسو جي.ايم.سيد: "نئين سنڌ لاءِ جدوجهد" حيدرآباد. اسلاميہ پرنٽنگ پريس 1952ع ص160).

ليگ جي پروگرام تي عمل ڪرائڻ واري مسئلي تي مسلم ليگي وزيراعظم سر غلام حسين هدايت الله ۽ صوبي سنڌ مسلم ليگ جي صدر جي. ايم. سيد جي وچ ۾ ڇڪتاڻ پيدا ٿي، جنهن اهو رنگ لاتو جو 7 جولاءِ 1944ع تي سنڌ مسلم ليگ ورڪنگ ڪاميٽيءَ هڪ ٺهراءَ وسيلي سنڌ جي وزارت کان استعفيٰ جو مطالبو ڪيو(71). سن 1944ع جي آخر ۾ خان بهادر احمد خان سڏايو جي وفات سبب سنڌ اسيمبليءَ ۾ ميمبر جي جاءِ خالي ٿي پيئي. ليگ جي قيادت آغا غلام نبي خان پٺاڻ کي ٽڪيٽ ڏني، ۽ سر غلام حسين هدايت الله پنهنجي پٽ انور حسين کي ٽڪيٽ ڏيڻ گهري. اهو اختلاف اڳتي هلي انهيءَ حد تائين پهتو جو پارٽيءَ جا اڳواڻ آغا غلام نبي خان پٺاڻ جي مدد ڪرڻ لڳا ۽ اقتدار جا مالڪ غير مسلم ليگي اميدوار حاجي مولا بخش سومري جو ساٿ ڏيڻ لڳا ۽ ائين هڪ پارٽي مرڪزي مسلم ليگ جي مداخلت تي به ٻن ڌڙن ۾ ورهائجي ويئي. فيبروري 1945ع ۾ انهيءَ اختلاف اهو روپ ورتو جو سر غلام حسين هدايت الله جي حڪومت کي هڪ ريٽي جي ڪٽر جي رٽ تي شڪست ڏسڻي پيئي، پر گورنر جي مداخلت ۽ مهلت تي وزيراعظم حاجي مولا بخش ۽ ان جي گروهه جي ساٿ سان اڪثريت ۾ اچي پنهنجي وزارت بچائي ورتي. عارضي طور تي مسلم ليگ جي ٻنهي ڌڙن ۾ مرڪزي جماعت جي مداخلت تي ٺاهه ٿيو ۽ پوءِ سر غلام حسين هدايت الله حاجي مولا بخش جي گروهه کي آسانيءَ سان وزارت مان ٻاهر ڪڍي ڇڏيو.

سنڌ مسلم ليگ جو باهمي اختلاف هن موڙ تي پهچڻ کان پوءِ صوبائي مسلم ليگ ۽ "آل انڊيا مسلم ليگ" جي وچ ۾ ڇڪتاڻ جو باعث بڻيو. جون 1945ع ۾ صوبي مسلم ليگ ڪائونسل پنهنجي ٺهرائن ذريعي "آل انڊيا مسلم ليگ" جي سنڌ لاءِ اختيار ڪيل حڪمت عمليءَ سان اختلاف ظاهر ڪيو. پر وقت ۽ حالتن کي نظر ۾ رکندي "آل انڊيا مسلم ليگ" ان مسئلي کي نظرانداز ڪري ڇڏيو. ان کان پوءِ ايندڙ چونڊن لاءِ ٺهندڙ صوبائي پارليامينٽري بورڊ جي سوال تي "سنڌ مسلم ليگ" ۽ "آل انڊيا مسلم ليگ" جي وچ ۾ وقتي طور تي اٿبٺت پيدا ٿي پيئي، جنهن آڪٽوبر 1945ع ۾ هلي ڇڪتاڻ جو روپ ورتو. تانجو هڪ ڌڙي کي جي. ايم. سيد جي قيادت هيٺ مسلم ليگ مان ٻاهر نڪرڻو پيو.*

---

* جي. ايم. سيد واري ڌڙي جي راءِ هئي ته پارليامينٽري بورڊ جي تشڪيل اهڙيءَ طرح ڪئي وڃي جو ايماندار ۽ وفادار ماڻهو ٽڪيٽون حاصل ڪري سگهن. پر قائداعظم محمد علي جناح پاڻ بورڊ ٺاهيو. جنهن تي جي.ايم.سيد، سر غلام حسين هدايت الله، مير غلام علي خان، پير

جنوري 1946ع ۾ نين چونڊ ٿيڻ بعد مسلم ليگ کي 27، ڪانگريس کي 21، مسلم ليگ کان ٻاهر نڪتل ترقي پسند گروهه کي 4، قوم پرست مسلمانن کي 4، يورپين کي3 ۽ مزدورن کي 1 سيٽ ملي. ترقي پسند ڌڙي، قوم پرست مسلمانن ۽ ڪانگريس سان ملي "ڪوئليشن ليبر پارٽي" (Coalition labour Party) ٺاهي، جيڪا سنڌ اسيمبليءَ جي 29 ميمبرن تي مشتمل هئي. مسلم ليگ جا ان وقت اسيمبليءَ ۾ 28 ميمبر هئا. انهيءَ پارٽي پوزيشن جي باوجود وقت جي گورنر مسلم ليگ کي وزارت ٺاهڻ جي آڇ ڪئي، ۽ ائين مسلم ليگ وزارت قائم ٿي. "ڪوئليشن پارٽي" اسيمبليءَ ۾ وزارت جي خلاف بي اعتماديءَ جو ٺهراءُ پيش ڪيو، جيڪو هڪ ووٽ جي اڪثريت تي ڪامياب ٿي نہ سگهيو. اهڙيءَ طرح اڳتي هلي وزارت کي ڪنهن جي رٿ تان شڪست آئي، پر گورنر مسلم ليگي وزيراعظم کي موقعو ڏنو تہ هو 24 ڪلاڪن اندر پنهنجي اڪثريت ثابت ڪري. سنڌ اسيمبليءَ جا مسلمان ميمبر ڍنڍ جي پکين وانگر ڪڏهن هن پر تہ ڪڏهن هن پر ٿيندا رهيا، ۽ روزبروز اسيمبليءَ ۾ پارٽي پوزيشن بدلبي رهي.جنهن ڪري سنڌ جي گورنر اسيمبليءَ کي ختم ڪري، نين چونڊن جو اعلان ڪري ڇڏيو. هن عرصي دوران مسلم ليگ جا وزير ٿي، سر غلام حسين جي قيادت هيٺ ڪم ڪندا رهيا ۽ سندس سرڪار جي نظرداريءَ هيٺ ئي نيون چونڊون ٿيون، جنهن ۾ هيءَ جماعت اڪثريت سان چونڊجي آئي.*

**عالمن جو حصو:** مسلم ليگ کي جيڪڏهن مسلمانن جي بيداريءَ جي پيداوار

---

الاهي بخش خانبهادر محمد ايوب کهڙي، سيد خير شاهہ ۽ آغا غلام نبيءَ کي ميمبر جي حيثيت سان ڪنيو ويو،جيئن تہ هن بورڊ ۾ سيد گروپ جي اقليت هئي، ان ڪري صوبائي ڪائونسل ۽ پارليامينٽري بورڊ جا اختلاف وڌي ويا. جنهن ڪري لياقت علي خان، نواب محمد اسماعيل ۽ حسين امام ڪراچيءَ ۾ آيا، پر سندن مداخلت سان بہ ڪو ٺاهہ ٿي نہ سگهيو. مسلم ليگ ڪائونسل پارليامينٽري بورڊ جي ڪن ميمبرن تي ندامت جو ٺهراءُ بحال ڪيو. انهن حالتن کان مجبور ٿي، ڪوئيٽا مان آرام وٺي قائد اعظم ڪراچي موٽيو، ۽ انهيءَ ملاقات ۾ ئي ليگ جي پريزيڊنٽ ۽ سيد جي وچ ۾ ڪو ٺاهہ نہ ٿي سگهيو. ان کان پوءِ مسلم ليگ هاءِ ڪمانڊ جي.ايم.سيد کي پنهنجي طرفان بيهاريل ميمبرن جي مدد ڪرڻ لاءِ هدايتون جاري ڪيون. جنهن ۾ هن انڪار ڪيو ۽ نتيجي ۾ "آل انڊيا مسلم ليگ" کيس ليگ مان خارج ڪري ڇڏيو. (هيءَ معلومات جناب جي.ايم.سيد کان 20 جولاءِ 1977ع تي انٽرويو ذريعي ورتي ويئي).

* ڏسو: "نئين سنڌ لاءِ جدوجهد" ص326 کان ص331.

سمجهيو وڃي ٿو تہ اسان کي هن جماعت جي روح کي عالمن ۾ ڳولڻو پوندو. مسلم ليگ جي ڪارڪردگي ۽ تاريخ عالمن جي خدمتن سان سينگاري پئي آهي.

خلافت تحريڪ جي خاتمي کان پوءِ سنڌ جا عالم ٻن ڌڙن ۾ ورهائجي ويا. هڪ ڌر ڪانگريس جي اصولن ۽ نظرين کي مڃيندي "جمعيت العلماءِ" جو جهنڊو هٿ ۾ کنيو ۽ ٻيءَ خلافت تحريڪ دوران ڪانگريس جي ڪارڪردگيءَ کان مايوس ٿيندي، مسلم ليگ کي ئي پنهنجي منَ جي مرادن حاصل ڪرڻ جو ذريعو ڄاتو.

سنڌ مسلم ليگ ۾ اسان جي عالمن، اڪثر ڪري تنظيمي ميدان ۾ پاڻ ملهايو. ۽ اسيمبليءَ جو ايوان مسلم ليگي رهبرن لاءِ ڇڏي ڏنائون. جيئن مٿي بيان ٿي چڪو آهي تہ مسلم ليگ سن 1938ع ۾ سنڌ اندر صحيح معنيٰ ۾ پير پاتو، پر سنڌ جا عالم انهيءَ کان بہ اڳ هن جماعت کي پنهنجي ملڪ ۾ مانوس ڪرائي چڪا هئا. سنڌ کي صوبائي حيثيت ملڻ کان پوءِ هتان جي سياستدانن وقت ۽ حالتن مطابق جيڪا سياسي تنظيم جوڙي، تنهن ۾ "سنڌ آزاد پارٽيءَ" کي خاص اهميت حاصل هئي. هن پارٽيءَ جون سنڌ ۾ لڳ ڀڳ 28 شاخون هيون، ۽ انهن سمورين شاخن جا عهديدار سنڌ جا عالم ئي هئا. سن 1937ع ۾ ان جماعت کي مسلم ليگ ۾ ضم ڪيو ويو(72)، ۽ اهڙيءَ طرح سنڌ آزاد پارٽيءَ سان واسطو رکندڙ عالم "سنڌ مسلم ليگ" جا ڪارڪن بڻجي ويا.

سنڌ مسلم ليگ جي منظم ٿيڻ کان پوءِ، اسان جي عالمن انفرادي توڙي اجتماعي طرح سان مسلم ليگ کي مقبول بنائڻ جي ڪوشش ڪئي. انهن مان ڪيترن عالمن پنهنجي قلم جي قوت کي بہ انهيءَ ڪم لاءِ استعمال ڪيو.*

سن 1938ع ۾ سيٺ حاجي عبدالله هارون جي صدارت هيٺ ۽ ان کان پوءِ جي ايم سيد جي اڳواڻيءَ ۾ جڏهن سنڌ ۾ هن جماعت جون 450 شاخون کليون تہ انهيءَ تنظيمي ڪم ۾ بہ اسان جي عالمن، ڪارڪنن توڙي اڳواڻن جي حيثيت سان هٿ ونڊايو. مطالعي هيٺ آيل دور ۾ سنڌ جا هيٺ ڄاڻايل عالم هن جماعت سان وابستہ رهيا(73).

مولوي ابوبڪر گلال، مولوي احمد خان سرهندي(حيدرآباد)، مولوي حافظ احمد پنهور(دادو)، مولوي ادريس لاڙڪاڻو)، مولانا سيد اسد الله شاهہ (حيدرآباد)، مولانا الاهي بخش (سکر)، مولانا الهہ بخش (سکر)، مولوي انعام الحق (ڪراچي)، مولوي تاج محمد شاهہ (....)، مولوي تاج محمد (دادو) مولانا تاج محمود امروٽي (شڪارپور)،

* انهيءَ سلسلي ۾ مولانا دين محمد وفائي، مولانا عبدالڪريم چشتي ۽ مولانا حڪيم محمد معاذ پيرزادي مسلم ليگ جي مفاد خاطر ڪتاب ۽ مضمون لکيا.

مولوي حامد الله (دادو)، مولوي حاجي حبيب الله (لاڙڪاڻو) مولانا قاضي حبيب الله (خيرپور)، مولوي خان محمد (دادو)، مولانا خوش محمد ميروخاني (لاڙڪاڻو)، مولوي خير محمد (....)، مولانا حافظ خير محمد اوحدي (شڪارپور)، مولوي خير محمد نظاماڻي (بدين) مولوي در محمد (لاڙڪاڻو)، مولانا دين محمد پاٽائي (دادو)، مولانا دين محمد "وفائي"(ڪراچي)، مولوي رحيم داد تنيو (لاڙڪاڻو)، مولوي سلطان محمود (....)، مولوي شاهه محمد (....)، مولوي شفيع محمد (دادو)، مولوي شفيع محمد (نواب شاهه)، مولوي شير محمد (....)، مولوي صدر الدين شاهه (جيڪب آباد)، مولانا ظهور الحسن درس (ڪراچي)، مولوي عبد الحليم (جيڪب آباد)، مولوي عبد الحميد (لاڙڪاڻو)،مولوي عبد الحي فيروزشاهي (دادو)،مولوي عبد الحي (ٿرپارڪر)، مولانا عبد الحي حقاني (ڪراچي)، مولانا عبد الخالق خليق مورائي(نواب شاهه)، مولانا حافظ عبد الرؤف (ٿرپارڪر)، مولوي عبد الرحيم (....)، مولوي عبد الصمد (ڪراچي)، مولوي عبد العزيز ٿريچاڻي (سکر)، مولوي عبد الغفور سهتو (حيدرآباد)، مولوي عبد الغفور سيتائي (دادو)، مولوي حاجي عبد القادر (لاڙڪاڻو) مولوي عبد القادر مَلَڪ (....)، مولوي عبد الڪريم (ٺٽو) مولوي عبد الڪريم (نواب شاهه)، مولوي عبد الڪريم(دادو)، مولوي عبد الڪريم عودي (جيڪب آباد)، مولوي عبد الڪريم چشتي (شڪارپور)، مولوي عبد الڪريم ٻُٺوي (لاڙڪاڻو)، مولوي عبد الڪريم بروهي (لاڙڪاڻو)، مولوي عبدالڪريم (....)، مولانا مولوي عبدالڪريم (سکر)، مولوي عبد الڪريم(ڪراچي)، مولوي عبد الله مجاهد (نواب شاهه)، مولوي عبد الله سومرو (جيڪب آباد)، مولوي عبد الله (لاڙڪاڻو)، مولوي عبد الله (سانگهڙ)، مولوي عبد الله (ٿرپارڪر)،مولوي عبد المجيد (ڪراچي) مولوي عبد المجيد چنو (دادو) مولوي عبد الواحد (نواب شاهه)، مولوي عبد الوهاب لنڊ (بدين)، مولوي عزيز الله (نواب شاهه)، عزيز الله (....)، مولوي عطاءُ الله پٺاڻ(ٺٽو)، مولوي عطاءُ الله (لاڙڪاڻو)، مولانا سيد حاجي علي اڪبر شاهه(دادو)، مولاناعلي گوهر (نوابشاهه)، مولانا علي محمد مهيري (ٺٽو)، حافظ علي محمد (دادو)، مولوي علي محمد (نوابشاهه)، مولوي حڪيم علي محمد شاهه (...) مولوي عنايت الله (دادو)، غلام احمد ملڪاڻي (دادو)، غلام احمد نورنگي (لاڙڪاڻو)، غلام حسين جمالي (نوابشاهه)، مخدوم غلام حيدر هائي (حيدرآباد)، غلام رسول (دادو)، غلام رسول مري (...)، غلام فريد سپريو (لاڙڪاڻو)، غلام قادر (دادو)، پير غلام مجدد (حيدرآباد)، حاجي غلام محمد (حيدرآباد)، غلام محمد (دادو)، غلام محمد ٻرڙو (دادو)، غلام محمد (ڪراچي)، غلام مصطفيٰ (ٿرپارڪر)، غلام يحييٰ (لاڙڪاڻو)، غلام يحييٰ (دادو)،

حڪيم فتح محمد سيوهاڻي (ڪراچي)، حڪيم فضل الله (شڪارپور)، فضل الله (نوابشاهه)، فضل ڪريم (ڪراچي)، فقير احمد (..)، قادر بخش (ٿرپارڪر)، قطب الدين (دادو)، قمر الدين (...)، ڪريم بخش مگسي (دادو)، ڪريم بخش (لاڙڪاڻو)، حافظ لطف الله (دادو)، محڪم الدين (حيدرآباد)، محمد چنو (دادو)، ميان محمد (...)، محمد ابراهيم پنوي (لاڙڪاڻو)، محمد احد چنو (دادو)، حافظ محمد اسحاق (..)، محمد اسماعيل (لاڙڪاڻو)، محمد اعظم (دادو)، محمد امين آريسر (ٿرپارڪر)، محمد بچل آريجو (لاڙڪاڻو)، محمد بخش (....)، محمد پريل منگيو (نوابشاهه)، محمد حسن لغاري (...)، محمد حسن (نوابشاهه)، محمد حسن ڪهاوڙ (لاڙڪاڻو)، ميان محمد حسن عباسي (لاڙڪاڻو)، مولوي حافظ خواجه محمد حسن جان (حيدرآباد)، مولوي محمد حسين صديقي (ٺٽو) مولوي محمد حمزو خان(...) مولوي محمد خان(....)، مولوي محمد دائود (لاڙڪاڻو)، مولوي محمد دائود تنيو (لاڙڪاڻو)، مولوي حاجي محمد رحيم بخش (جيڪب آباد)، مولوي محمد سعيد گوپانگ (بدين)، مولوي محمد شعيب (....)، مولوي محمد شفيع (ٿرپارڪر)، مولوي محمد صالح (لاڙڪاڻو)، مولوي محمد صالح عباسي (لاڙڪاڻو)، مولوي محمد صالح چانڊيو(....)، مولوي محمد صالح سمون (ٿرپارڪر)، مولوي محمد صديق (دادو)، مولانا حافظ محمد صديق (....)، مولوي محمد طيب لڪمير (نواب شاهه)،مولوي محمد عامل (نواب شاهه)، مولوي حڪيم محمد عبدالڪريم(....)، مولوي حاجي محمد عثمان (نواب شاهه)، مولوي محمد عثمان (ٺٽو)، مولوي محمد عظيم "شيدا" (لاڙڪاڻو)، مولوي محمد عمر ڪٽي(ٺٽو) مولوي محمد علي پنهور (دادو)، مولوي محمد قاسم (حيدرآباد)، مولوي محمد مبارڪ پلي، (ٿرپارڪر)، مولوي محمد موسيٰ (دادو)، مولوي محمد موسيٰ (ٿرپارڪر)، مولوي محمد ورڀل (دادو)، مولانا محمد يوسف پنوي (ٺٽو)، مولوي محمود (دادو)، مولوي محمود (ٺٽو)، مولوي مولا داد (دادو)، مولانا مير محمد نورنگي (لاڙڪاڻو)، مولوي نصير الدين چنو (دادو)، مولوي نور محمد چاچڙ (سکر)، مولوي وفا محمد (ٿرپارڪر)، ۽ مولوي هدايت الله (لاڙڪاڻو).

## حوالا


(1) Allana G: "Quaid-e-Azam Jinnah, The Story of Nation" Lahore Feroze sons, 1917, P.48.

(2) Rajput. A.B: "Muslim League Yesterday and Today" Lahore Mohammad Ashraf, 1948, P.12.

(3) ايم. آر. مائيداساٽي: "قومي اڳواڻ" ڪراچي، مائيدا ساٽي، 1935ع ص1.

(4) Aziz.K.K: "Britian and Muslim India" London, William Heine Mann Ltd, 1963, P.30.

(5) جي. ايم. سيد: "سنڌ جي بمبئيءَ کان آزادي" حيدرآباد، حيدري پرنٽنگ پريس، 1968ع ص17.

(6) ايضا، ص 78.

(7) See The "Daily Gazette", Karachi, dated 1.3.1917, P.5

(8) See The "Daily Gazette", Karachi, dated 18.12.1916, P.17

(9) اها معلومات مولانا محمد صالح "عاجز" کان19 جون 1982 تي ورتي ويئي.

(10) Smith.V.A: "The Oxford History of India" Claredon Press Oxford, 1961, P.785

(11) Kanshik, P.D: "The Congress Idiology and Programme" Bombay, Allied Publishers Private Limitea, 1964 P.223

(12) Weekes.R.V: "Pakistan Birth ond Growth of a Muslim Nation" London, D.V an Nostrand Company 1964, P.77

(13) See The "Daily Gazette", Karachi, dated 1.3.1919, P.5

(14) وشنو شرما: "ڊاڪٽر چوئٿرام پرتابراءِ گدواڻي جي جيوني" بمبئي، هندستان ساهتيه مالا، 1967ع ص 109.

(15) Kanshik, P.D: "The Congress Idiology and Programme" Bombay, Allied Publishers Private Limited, 1964 P.229

(16) Ibid, P.222

(17) Ibid, P.229

(18) وشنو شرما: "ڊاڪٽر چوئٿرام پرتابراءِ گدواڻي جي جيوني" بمبئي، هندستان ساهتيه مالا، 1967ع ص 117.

(19) معلومات علامه غلام مصطفيٰ قاسميءَ کان ورتل.

(20) See, "The Daily Gazette", Karachi, dated, 20-4-1922, P.5.

(21) معلومات مولانا محمد صالح "عاجز" کان ورتل.

(22) وشنو شرما: "ڊاڪٽر چوئٿرام پرتابراءِ گدواڻي جي جيوني" بمبئي، هندستان ساهتيه مالا، 1967ع ص 139.

(23) ايضاً، ص155

(24) Percival Spear: "Modern India"London, Oxford University, 1965, P.350.

(25) Jawaher Lal Nehru: "An Autography" John Lane the Bodley head London, 1937, P.172.

(26) پريداس برهمچاري: "ڪانگريس ڪهاڻي" نوجيون ساهتيہ منڊل، حيدرآباد 1946 ص156.

(27) وشن. آءِ جڳتياڻي: "قومي پروانہ" حيدرآباد، ڪوڙومل سنڌي ساهت منڊل، 1944ع ص13.

(28) ايضاً، ص28

(29) پريداس برهمچاري: "ڪانگريس ڪهاڻي" نوجيون ساهتيہ منڊل، حيدرآباد 1946 ص139.

(30) وشن. آءِ جڳتياڻي: "قومي پروانہ" حيدرآباد، ڪوڙومل سنڌي ساهت منڊل، 1944ع ص13.

(31) Kanshik, P.D: "The Congress Idiology and Programme" Bombay, Allied Publishers Private Limited, 1964, P.222.

(32) Aga Khan: "The Memoirs of Aga Khan> Cassell & Company Ltd, London, 1954, P.223.

(33) Kanshik, P.D: "The Congress Idiology and Programme" Bombay, Allied Publishers Ltd, 1964, P.222.

(34) وشن. آءِ جڳتياڻي: "قومي پروانہ" حيدرآباد، ڪوڙومل سنڌي ساهت منڊل، 1944ع ص15.

(35) ايضاً، ص 176

(36) Percival Spear: "Modern India"London, Oxford University, 1965, P.354.

(37) Kanshik, P.D: "The Congress Idiology and Programme" Bombay, Allied Publishers Ltd, 1964, P.272.

(38) L.F. Rush Brook, Williams: "The state of Pakistan" London, Faber and Faber, 1962, P.24

(39) Grover L.B: "Studies in Modern Indian History" Bombay S.Chand & Co, 1963 P.311.

(40) Brunn Geoffrey: "The World in the Twentieth Century" D.C. Heath & Company Boston, 1948, P.644.

(41) Rajput. A.B: "Muslim League Yesterday and Today" Lahore Mohammad Ashraf, 1948, P.86

(42) Ibid, P.82

(43) وشنو شرما: "ڊاڪٽر چوئٿرام پرتابراءِ گدواڻي جي جيوني" بمبئي، هندستان ساهتيہ مالا، 1967ع ص 209

(44) Rajput. A.B: "Muslim League Yesterday and Today" Lahore Mohammad Ashraf, 1948, P.P. 95-96

(45) Khan Abdul Waheed: "Indian Wins the Freedam the Other Side" Pakistan Educatinal Publishers Ltd, Karachi, 1961, P.222

(46) Rajput. A.B: "Muslim League Yesterday and Today" Lahore Mohammad Ashraf, 1948, P.114.

(47) Weel.es.R.V: "Pakistan Birth and Growth of a Muslim Nation" Londan, D.V an Nostrand Company 1964, P.87

(48) Rajput. A.B: "Muslim League Yesterday and Today" Lahore Mohammad Ashraf, 1948, P.178.

(49) معلومات مولانا محمد صالح "عاجز" کان ورتي وئي.

(50) فائق ڪامران: "تحريڪ پاڪستان"، لاهور، فيروزسنز لميٽيڊ 1976ع ص46.

(51) ڏسو: حوالو مٿيون ص52.

(52) صلاح الدين ناسڪ: "تحريڪ آزادي" لاهور عزيز پبلشرز 1975، ص204.

(53) Ram Gopal: "Indian Muslims" Bombay, Asia Publishing House, 1964, P.93.

(54) محبوب: "هزرائل هائنيس سر سلطان محمد شاهہ پرنس آغا خان" ڪراچي، اسماعيليه ايسوسيئيشن 1959ع ص149.

(55) Rajput. A.B: "Muslim League Yesterday and Today" Lahore Mohammad Ashraf, 1948, P.19 .

(56) صلاح الدين ناسڪ: "تحريڪ آزادي" لاهور، عزيز پبلشرز 1975ع ص209.

(57) G.Allana: "Pakistan Movement Historic Documents" Karachi, University of Karachi 1967, P.P.22-23

(58) Weekes.R.V: "Pakistan Birth ond Growth of a Muslim Nation" London, D.V an Nostrand Company INC, 1964; P.74

(59) Smith Vincent. A: "The Oxford History of India" Oxford, Claredon Press 1961, P.592.

(60) ڏسو: "ماهوار پيغام" ڪراچي، شعبہ اطلاعات ڪاتو، سيپٽمبر ــ آڪٽوبر 1982 ص14.

(61) جي.ايم.سيد: "جنب گذاريم جن سين" (جلد پيو) حيدرآباد، سنڌي ادبي بورڊ 1967ع ص49.

(62) See "The Daily Gazette", Karachi, dated 11.8.1934 P.22

(63) جي.ايم.سيد: "نئين سنڌ لاءِ جدوجهد" حيدرآباد، اسلاميہ پرنٽنگ پريس 1952 ع ص7.

(64) ڏسو: "صوبہ سنڌ مسلم ليگ ۽ ان جي شاخن جا اغراض ومقاصد ص1.

(65) See "Resolution No 2" adopted in the First Sind Provincial Muslim League Conference, held in October, 1938, at Karachi.

(66) See "Resolution No 5" adopted in the First Sind Provincial Muslim League Conference, held in October, 1938

(67) جي.ايم.سيد: "نئين سنڌ لاءِ جدوجهد" حيدرآباد، اسلاميہ پرنٽنگ پريس 1952 ع ص56.

(68) ڏسو: روزانہ "الوحيد" ڪراچي، 18 جنوري، 1940 ص1.

(69) جي.ايم.سيد: "نئين سنڌ لاءِ جدوجهد" حيدرآباد، اسلاميہ پرنٽنگ پريس 1952 ع ص82.

(70) جي. ايم سيد: "جنب گذاريم جن سين" (جلد پيو) حيدرآباد سنڌي ادبي بورڊ 1967ع ص183.

(71) See The "Daily Gazette", Karachi, dated 8.7.1944, P.1

(72) هيءَ معلومات "جناب شيخ عبدالمجيد سنڌيءَ" کان 6 ڊسمبر 1976ع تي انٽرويو ذريعي ورتي ويئي.

(73) روزانہ "الوحيد" جي مختلف پرچن مان ورتل معلومات.

# باب ستون

# عالمن جي زندگيءَ جو احوال

## مولانا حاجي احمد ملوي

حاجي احمد ولد فضل محمد ابڙو ڳوٺ ملا ابڙا ضلعي لاڙڪاڻي ۾ ڄائو. مولوي محمد حسن حيدرآباديءَ کان تعليم وٺي دستاربند ٿيو، ۽ پوءِ اتي ئي درس وتدريس جو آغاز ڪيائين(1). ڪجهه وقت کان پوءِ حيدرآباد ڇڏي وڃي بلوچستان ۾ رهيو، جتي گهڻو وقت دين جي خدمت ڪرڻ ڪانپوءِ واپس وطن وريو ۽ اچي زمين جو ٽڪرو آباد ڪري پيٽ گذر ڪرڻ لڳو(2).

مولوي حاجي احمد ملويءَ جي سياسي زندگيءَ جو آغاز "خلافت تحريڪ" ۾ حصي وٺڻ سان ٿيو. پاڻ تحريڪ جي سرگرم ڪارڪنن مان هڪ هو. جڏهن انگريزن هن تحريڪ کي ناڪام بڻائڻ لاءِ "امن سڀا" قائم ڪرائي، ۽ مولوي فيض الڪريم ٺارو شاهيءَ کان "تحقيق الخلافت" نالي هڪ فتويٰ شايع ڪرائي،تہ خلافتي عالمن بہ ان جي رد ۾ فتوائن جو سلسلو شروع ڪيو. مولوي صاحب خلافتي عالمن جو ساٿ ڏيندي، سندن جاري ڪيل فتوائن جي تصديق ڪئي ۽ پنهنجي تحريڪ دوستيءَ جو ثبوت پيش ڪيو(3).

هن ئي تحريڪ دوران جڏهن "هجرت تحريڪ" جو آغاز ٿيو تہ پاڻ هنڌين ماڳين تقريرون ڪري، ان کي ڪامياب بڻائڻ جي ڪوشش ڪيائين(4).

مولانا حاجي احمد ملويءَ سفر جي حالت ۾ سن 1351هه مطابق 1932ع ۾ شڪارپور لڳ وفات ڪئي(5).

## مولانا احمد هالائي

مولوي احمد ولد مولوي محمد جي ولادت جي تاريخ 7 جمادي الثاني سن 1314هه مطابق 13 نومبر 1896ع تي پراڻن هالن ۾ ٿي. هن ارڙهن سالن جي ڄمار ۾ پنهنجي والد بزرگوار مولانا محمد وٽ جملي ديني نصاب ختم ڪري دستار بندي ڪئي.

علمي فراغت کان پوءِ مولوي صاحب "مدرسه محمديه" ۾ درس ڏيڻ لڳو، ۽ ان سان گڏ فتويٰ نويسيءَ ۽ شرعي فيصلن جو ڪم بہ ڪندو رهيو(6).

مولانا صاحب "خلافت تحريڪ" ۾ شامل ٿيڻ سان پنهنجي سياسي زندگيءَ جي

شروعات ڪئي. پاڻ ”هالا خلافت ڪاميٽيءَ“ جي عهديدارن مان هڪ هو(7)، ۽ هن تحريڪ کي ڪامياب بنائڻ واسطي ان جي مالي مدد بہ ڀرپور نموني ۾ ڪيائين(8).

مولانا هالائي مبلغ بڻجي وڃي خلافت جي مسئلي کي عوام تائين پهچائيندو هو. انگريزن خلاف هن جي جوش ۽ ولولي کي ڏسي وقت جي سرڪار نہ صرف مٿس زبان بنديءَ جو حڪم صادر ڪيو*، پر هن محب وطن عالم کي جيل ياترا بہ ڪرڻي پيئي(9).

”خلافت تحريڪ“ جي آغاز بعد جڏهن انگريز سرڪار ”امن سڀا“ جي روح روان عالم مولوي فيض الڪريم کان ”تحقيق الخلافت“ نالي هڪ فتويٰ جو ڪتاب لکرائي خلافت جي حيثيت ۽ حقيقت کي مسخ ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي، تہ خلافتي عالمن بہ ان فتويٰ جا رد لکي شايع ڪرايا، جن جي مولانا صاحب بہ تصديق ڪئي(10).

پاڻ تاريخ 15 محرم سن 1376هہ مطابق 22 آگسٽ 1956ع تي رحلت ڪيائين(11).

## مولانا احمد ميمڻ

مولانا احمد ولد ميان عارف ميمڻ سن 1304هہ مطابق 1886ع ۾ تعلقي ڏيپلي ضلعي ٿرپارڪر ۾ ڄائو. ابتدائي فارسي ۽ عربيءَ جي تعليم ڳوٺ رپ ضلعي بدين ۾ مولانا محمد رفيق وٽ حاصل ڪرڻ کان پوءِ باقي تعليم وڃي مگسي ڳوٺ ملير ۾ مولانا محمد عمر وٽ پوري ڪري فارغ التحصيل ٿيو.

علمي فراغت کان پوءِ ”فياض العلوم دارالبرڪات“ ڪڏڻ ۾ درس وتدريس ڏيڻ شروع ڪيائين. ان بعد ”مدرسه اسلاميه“ڏيپلي ۾ پڙهائڻ سان گڏ پيش اماميءَ جا فرائض بہ انجام ڏيندو رهيو(12).

مولانا احمد ميمڻ پنهنجي سياسي زندگيءَ جو آغاز ”خلافت تحريڪ“ ۾ حصي وٺڻ سان ڪيو. پاڻ تحريڪ جي ڪيترن ئي جلسن ۾ شريڪ ٿي، نہ صرف انگريزن خلاف نفرت جو اظهار ڪندو هو، پر تحريڪ کي زور وٺائڻ لاءِ ان جي مالي مدد بہ ڪندو هو(13). هن هلچل ۾ ڀرپور حصي وٺڻ جي پاداش ۾ ڪيس ڇهن مهينن لاءِ جيل جي سزا بہ ڀوڳڻي پيئي(14).

خلافت جي خاتمي کان پوءِ مولانا صاحب ”جمعيت العلماءَ“ ۾ شموليت اختيار ڪئي، ۽ ان جي جلسن ۾ شريڪ ٿي انگريزي ڪپڙا ساڙائيندو هو، ۽ وطن جي آزاديءَ لاءِ ڀرپور ڪوشش ڪيائين(15).

---

* ڪيس سيوهڻ ۾ سڏايل خلافت ڪانفرنس جي موقعي تي سرڪار طرفان تقرير نہ ڪرڻ جو نوٽيس ڏنو ويو هو. (ڏسو: روزانہ ”الوحيد“ ڪراچي، مؤرخه 26 اپريل 1920ع ص 14-16).

مولانا صاحب تاريخ 18 ربيع الاول سن 1376ھ مطابق 23 آڪٽوبر 1956ع تي هن فاني دنيا مان لاڏاڻو ڪيو(16).

## مولانا احمد ملاح

مولوي احمد ولد ناگيو ملاح سن 1294ھ مطابق 1887ع ۾ ڳوٺ ڪنڊي تعلقي بدين ۾ ڄائو. قرآن شريف حاجي عبدالله منڊري وٽ پڙهيو ۽ فارسيءَ جي تعليم تعلقي بدين ۾ مولوي محمد هاشم ڪڇيءَ کان ورتائين. ان بعد سجاول، رپ ۽ ٻين شهرن جي مڪتبن ۾ بہ پڙهيو، ۽ آخر ۾ ناگو شاھ نالي مڪتب مان وڃي دستاربند ٿيو(17).

مولوي احمد ملاح پوري ڄمار درس وتدريس ۾ بسر ڪئي. پاڻ سنڌي، اردو، عربي، فارسي ۽ سرائيڪي ٻولين ۾ مهارت رکندو هو. شعروشاعري ۽ تصنيف وتاليف سندس زندگيءَ جو مکيہ مشغلو هو. نثر ۽ نظم ۾ سندس لکيل ڪتابن مان ڪجھ ڪتاب هي آهن: (18)

"معرفت الا الله"، "گلزار احمد"، "گلشن احمد"، "نور القرآن"، "هيڪڙائي حق"، "فتح لنواري"، "شرڪ ڇٽ"، "بياض احمد" ۽ "قرآن شريف جو منظوم ترجمو"

مولانا احمد ملاح لاڙ جو هڪ مشهور عالم سياستدان هو. انگريزن کان آزادي حاصل ڪرڻ لاءِ جڏهن ملڪ اندر هلچل شروع ٿي، تہ هن "خلافت تحريڪ" ۾ ڀرپور ونڻ سان پنهنجي سياسي زندگيءَ جو آغاز ڪيو. پاڻ خلافت ڪاميٽيءَ جي سرگرم ڪارڪنن مان هڪ هو. تحريڪ جي آغاز کان وٺي انجام تائين خلافت جي مسئلي کي پنهنجو ديني ۽ سياسي فرض سمجهي هن تحريڪ ۾ ڀرپور حصو وٺڻ لڳو، جنهن جي پاداش ۾ ڪيس ڇئن مهينن لاءِ جيل جي سزا بہ ڀوڳڻي پيئي(19). مولانا صاحب ڪيترو وقت حيدرآباد ضلعي جي خلافت ڪاميٽيءَ ۽ سنڌ خلافت ڪاميٽيءَ جو ميمبر بہ ٿي رهيو(20).

خلافت تحريڪ جي خاتمي کان پوءِ سنڌ جي عالمن جڏهن "جمعيت العلماء سنڌ" قائم ڪئي تہ مولانا ملاح ان ۾ شامل ٿيو، ۽ پنهنجي صلاحيتن ۽ وطن دوستيءَ جي جذبي سبب هن جماعت ۾ بہ ڪيترن ئي عهدن تي فائز رهي، وطن جي آزاديءَ لاءِ پاڻ پتوڙيائين. پاڻ 1925ع کان وٺي هن جماعت جي "ڪاروباري ڪاميٽيءَ" جو ميمبر ٿي رهيو(21) ۽ ان کان سواءِ ڪيس هن جماعت جي بدين واري شاخ جو ناظم مقرر ڪيو ويو هو(22).

مولانا احمد ملاح سن 1389هه مطابق 1969ع ۾ هن دنيا مان لاڏاڻو ڪيو(23).

## مولانا احمد علي "مجذوب"

مولوي احمد علي ذات جو ڏَل سن 1315هه مطابق 1897ع ڏاري ضلعي ٿرپارڪر ۾ ڄائو. پاڻ پڪو موحد ۽ جيد عالم ٿي گذريو آهي ۽ ڪيترو وقت ڊينگاڻ ڀرڳڙيءَ جي مدرسي ۾ ديني تعليم ڏنائين(24).

جڏهن "خلافت تحريڪ" شروع ٿي تہ مولانا احمد علي صاحب ان ۾ شامل ٿي پنهنجي سياسي زندگيءَ جي ابتدا ڪئي. پاڻ ٿرپارڪر ضلعي جي قومي ۽ خلافتي ڪارڪنن مان هڪ هو ۽ تحريڪ جي ضلعي خواهہ صوبائي سطح وارن جلسن ۾ شريڪ ٿي خلافتي عالمن جو ساٿ ڏيندو هو(25). محب وطن عالمن جڏهن "ترڪ موالات" تي عمل ڪندي انگريزي شين جي استعمال ڪان روڪڻ لاءِ فتوائن جو سلسلو شروع ڪيو، تہ مولانا احمد علي صاحب بہ انهن فتوائن جي تائيد ڪئي(26).

ان ڪان پوءِ ڪجهہ وقت لاءِ "ڪانگريس" ۾ شامل ٿي وطن جي آزاديءَ لاءِ ڪم ڪندو رهيو، ۽ آخر ۾ "خاڪسار تحريڪ" سان وابستگي اختيار ڪيائين. پاڻ مڙني تحريڪن ۾ هڪ مخلص ڪارڪن، دلير مبلغ ۽ سچي سپاهيءَ جي حيثيت سان ڪم ڪندو رهيو(27).

هيءُ حريت پسند عالم تاريخ 8 ذي القعد سن 1386هه مطابق 18 فيبروري 1967ع تي هن فاني دنيا مان لاڏاڻو ڪري دارالبقا ڏانهن راهي ٿيو(28).

## مولانا پير احسان الله شاهہ راشدي

پير احسان الله شاهہ ولد پير رشد الله شاهہ راشديءَ جي ولادت تاريخ 27 رجب سن 1313هه مطابق 13 مارچ 1896ع تي ڳوٺ پير جهنڊي تعلقي هالا ضلعي حيدرآباد ۾ ٿي. تعليم پنهنجي ڳوٺ جي مدرسي "دارالرشاد" مان حاصل ڪيائين. علمي فراغت ڪان پوءِ پيريءَ مريديءَ ۾ پاڻ کي مشغول رکيائين.

پير صاحب وڏو علم دوست ۽ ادب پرور انسان هو. هن اڻ ميو ڌن خرچ ڪري عاليشان ڪتب خانو تيار ڪيو. ان ڪان سواءِ ڪيس تحرير ۽ تقرير جي فن ۾ بہ مهارت حاصل هئي. سندس لکيل ڪي ڪتاب هي آهن:

رسالو "المقالة المحبوبة في الدعاءِ بعد صلواة المكتوبة" ۽ "خيمة الزجاجة في شرح ابن ماجة" (29).

پير احسان الله صاحب سنڌ جي ديني ۽ علمي خاندان جو چشم وچراغ هو. ان ڪري فطري طور تي سندس رغبت مذهبي نوعيت واري سياست ڏانهن رهي. تاهم سنڌ ۾ جڏهن "خلافت تحريڪ" جو آغاز ٿيو تہ پاڻ ان ۾ ڀرپور حصو وٺي انگريزن خلاف ڪم ڪرڻ لڳو(30).

پير صاحب تاريخ 15 شعبان سن 1358هہ مطابق 30 سيپٽمبر 1939ع تي رحلت ڪئي(31).

## مولانا حافظ اسد الله شاهہ ٽکڙائي

سيد حڪيم حاجي حافظ قاضي اسد الله شاهہ "فدا" ولد سيد الهہ بخش شاهہ تاريخ 15 شعبان المعظم سن 1285هہ مطابق 30 نومبر 1869ع تي اڳئين ٽکڙ ۾ جائو. سندس تعليم جو آغاز حافظ يوسف وٽان ٿيو. جنهن وٽ سنڌي، فارسي ۽ فقہ پڙهڻ کان پوءِ صرف نون مهينن جي قليل عرصي ۾ قرآن مجيد حفظ ڪري ورتائين.

ان بعد دستار بندي وچي حيدرآباد ۾ مولانا محمد حسن وٽ ڪيائين. علم جي تانگهہ کيس ڪجهہ وقت لاءِ ديوبند ۾ مولانا محمود الحسن شيخ الهند جو بہ شاگرد بڻايو. پر جيئن تہ پاڻ پنهنجن عزيزن کي پڏائڻ ۽ انهن جي رضامندي کان سواءِ ديوبند پڙهڻ ويو هو. ان ڪري سنت ٿي کيس واپس ڳوٺ موٽي اچڻو پيو(32).

ديوبند کان واپس اچي سيد ميران محمد شاهہ اول کان طب جي تعليم ۾ مهارت حاصل ڪيائين. اهڙيءَ طرح حڪمت جي ڌنڌي کي ذريعو معاش بڻائي. ٽکڙ ۾ هڪ عاليشان دوا خانو کوليائين(33).

شاهہ صاحب جو ٻالپڻي کان وٺي علم ادب ڏانهن بہ لاڙو هوندو هو. 1906ع ۾ هن ٽکڙ مان "بهار اخلاق" نالي هڪ ماهوار رسالو جاري ڪيو. هن رسالي سالن جا سال سنڌيءَ ٻوليءَ ۽ علم ادب جي خدمت ڪئي. پاڻ سنڌيءَ ۽ فارسيءَ جو بلند پايہ شاعر بہ هو. هن ڪجهہ مذهبي ۽ سياسي نوعيت جا ڪتاب بہ لکيا، جن جو وچور هن طرح آهي(34):

"هديہ اسديہ"، "الانتصار في جواب الاشتهار"، "فتح الهادي في رد گمنام حيدرآبادي" ۽ "اثبات الخلافة للدولة العثمانية" ذڪر لائق آهن.

سيد اسد الله شاهہ مطالعي هيٺ آيل دور جي مسلمان اڳواڻ سياستدانن مان هڪ هو. وطن دوستيءَ جي جذبي کيس سڀ کان پهريائين مولانا عبيدالله سنڌيءَ جي صحبت ۾ آندو، ان ڪري پاڻ "ريشمي رومال تحريڪ" ۾ حصو ورتائين. هن تحريڪ

۾ مولانا عبيدالله سنڌيءَ ڪبس "جنود ربانيه" ۾ ليفٽيننٽ جنرل جو عهدو ڏنو هو(35).

ان کان پوءِ جڏهن "خلافت تحريڪ" جو آغاز ٿيو، تہ مولانا تاج محمود امروٽيءَ جي رفاقت ۾ انهيءَ جماعت ۾ ڀرپور حصو وٺڻ لڳو. ۽ "خلافت تحريڪ" جي زماني ۾ سنڌ توڙي هند ۾ جيڪي بہ مکيہ ڪانفرنسون ٿيون، تن ۾ پاڻ شرڪت ڪيائين. اهڙيءَ طرح جڏهن "ترڪ موالات تحريڪ" جي شروعات ٿي، تہ ان کي ڪامياب بنائڻ لاءِ شاهہ صاحب سنڌ جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ پهچي ڀرپور پرچار ڪيو(36).

سيد اسد الله شاهہ عملي طور تي تحريڪ ۾ حصي وٺڻ کان سواءِ هن جي مالي مدد بہ ڪندو هو(37). ۽ جڏهن خلافتي عالمن طرفان فتوائون شايع ٿيون، تہ نہ صرف انهن جي تصديق ڪيائين(38) پر هن وطن دوست عالم پنهنجي سر بہ "امن سپائي ملن" خلاف قلمي جهاد ڪيو.*

"خلافت تحريڪ" دوران ئي "جمعيت العلماء هند" جو قيام عمل ۾ آندو ويو هو. سيد اسد الله شاهہ بہ انهن سنڌي عالمن مان هڪ هو، جن هن جماعت جي پهرئين اجلاس ۾ شرڪت ڪئي (39). پاڻ "جمعيت العلماء هند" ۾ ڀرپور حصو وٺندي، ڪيتري وقت تائين هن جماعت جي سنڌ شاخ جو صدر بہ ٿي رهيو(40).

آخر ۾ جڏهن مذهبي بنيادن تي "ڪانگريس" ۽ "مسلم ليگ" آزاديءَ حاصل ڪرڻ لاءِ ملڪ اندر هلچل شروع ڪئي تہ پاڻ "مسلم ليگ" جي سياسي ميدان تان وطن جي آزاديءَ لاءِ پاڻ پتوڙيائين، ۽ سرگرميءَ سان ان ۾ حصو وٺندي ڪيتري وقت تائين "سنڌ مسلم ليگ" جو صدر بہ ٿي رهيو(41).

شاهہ صاحب تاريخ 27 رجب 1344ھ مطابق 10 فيبروري 1926ع تي هيءُ جهان ڇڏيو(42).

## مولانا حاجي الاهي بخش

مولوي حاجي الاهي بخش ولد ميان عبدالحليم بلوچ ڳوٺ ٻانهي لاڪير ضلعي دادو ۾ تولد ٿيو. قرآن شريف جي ابتدائي تعليم ڳوٺ ۾ ورتائين. ان بعد پرائمري اسڪول راوت خان لغاريءَ ۾ داخل ٿيو. جتي سنڌيءَ سان گڏ فارسيءَ جي تعليم بہ حاصل ڪيائين (43). ڪافي ناغي کان پوءِ وري تعليم جو سلسلو جاري رکيائين. ۽

---

* پاڻ "امن سپا" جي روح روان مولوي فيض الڪريم جي ڪتاب "تحقيق الخلافت" جي رد ۾ "الفتوحات الربانيه في الاثبات الخلافة للدولت العثمانيه" نالي فتويٰ ڪڍيائين.(اسد الله "اسد": "تذڪره شعراء تکڙ" حيدرآباد، سنڌي ادبي بورڊ 1959ع ص 75).

مولانا عطاءُ الله فيروزشاهيءَ، ۽ مولانا شفيع محمد "مسجدي" کان علم حاصل ڪري فارغ التحصيل ٿيو(44).

علمي فراغت کان پوءِ مولوي صاحب درس وتدريس جو مشغلو اختيار ڪيو. ڌڻي تعاليٰ کيس شاعريءَ جي ڏات ۽ لکڻ پڙهڻ جو ڏانگ به عطا ڪيو هو. هن سنڌي، سرائڪي ۽ فارسيءَ ۾ ڪلام چيو آهي ۽ پنهنجي شاعريءَ ۾ تخلص بدران سچو نالو ڪم آڻيندو هو. سندس لکيل ڪتابن جو وچور هن طرح آهي: (45)

"نيڪ صلاح"، "بهشتي باغ"، "ضرورت پرده"، "آرين جي رد ۾ هڪ رسالو" ۽ "تعليم تي هڪ رسالو".

مولانا حاجي الاهي بخش "خلافت تحريڪ" جي سرگرم ۽ مقامي اڳواڻن مان هڪ هو. خلافت جي مسئلي کيس انگريزن کان ايترو ته متنفر ڪري ڇڏيو، جو پاڻ پنهنجي مدرسي کي ملندڙ سرڪاري گرانٽ وٺڻ کان انڪار ڪري ڇڏيائين(46). ويتر انهيءَ غربت هوندي به تحريڪ جي مالي مدد ڪندو هو(47)، ۽ سندس ئي ڪوشش سان خيرپور ناٿن شاهه ۾ خلافت ڪانفرنس منعقد ٿي. پوءِ سگهو ئي سن 1338هه مطابق 1920ع ۾ راهه رباني وٺي ويو(48).

## مولانا حڪيم الاهي بخش اعواڻ

مولانا الاهي بخش ولد وڏيرو غوث بخش اعواڻ سن 1318هه مطابق 1900ع ڏاري شڪارپور ۾ ڄائو(49). ڪجهه وقت مولوي يار محمد وٽ پڙهڻ بعد باقي تعليم امروٽ شريف ۾ پوري ڪيائين. ان کان پوءِ مولانا تاج محمود امروٽيءَ جي مدد سان وڃي دارالعلوم ديوبند پهتو. جتان پوءِ حڪيم اجمل خان جي طبيه ڪاليج دهليءَ ۾ داخل ٿي، پنجن سالن جي اندر حڪمت جي سند وٺي واپس وطن وريو ۽ اچي شڪارپور ۾ پنهنجو دواخانو کوليائين. حڪمت جي شغل سان گڏ پاڙي جي مسجد ۾ درس قرآن ۽ امامت جا فرائض به انجام ڏيندو رهيو(50).

مولانا الاهي بخش جي شاگرديءَ خواهه ان کان پوءِ وارو زمانو حضرت مولانا تاج محمود امروٽيءَ جي صحبت ۽ تعليم وتربيت ۾ گذريو. امروٽ شريف کي انهيءَ وقت ۾ ڌارئين حڪمران خلاف مڙني تحريڪن جي مرڪز جي حيثيت حاصل هئي. مولانا اعواڻ صاحب ديني تعليم سان گڏ پنهنجي محسن استاد ۽ سياسي اڳواڻ مولانا تاج محمود امروٽي کان وطن جي آزاديءَ جا به درس وٺي چڪو هو. جڏهن "خلافت

تحريڪ" شروع ٿي تہ مولانا الاهي بخش جيتوڻيڪ اڃا شاگرديءَ جي دور مان گذري رهيو هو، تڏهن بہ هن تحريڪ ۾ ڀرپور حصو ورتائين.

جڏهن ترڪيءَ جي مسلمانن تي اٽليءَ طرفان ظلم ٿيڻ لڳا تہ 31 مئي 1931ع تي شڪارپور ۾ هڪ عظيم الشان جلسو ٿيو، جنهن ۾ اٽليءَ جي مظالم تي نفرت جو اظهار ڪيو ويو. هن گڏجاڻيءَ ۾ مولانا اعوانڻ صاحب بہ شريڪ ٿي پنهنجي بين الاقوامي سياسي بصيرت جو ثبوت پيش ڪيو(51).

خلافت جي خاتمي ڪان پوءِ "جمعيت العلماء" جي سياسي ميدان تان وطن جي آزاديءَ لاءِ پنهنجون سياسي خدمتون سر انجام ڏيندو رهيو(52).

پاڻ سن 1382هه مطابق 1964ع ۾ رحلت ڪيائين(53).

## مولانا الهہ بخش "اٻوجهو"

مولوي الهہ بخش جي ولادت ميانوالي پنجاب ۾ ٿي. ديني علمن کان سواءِ مشرقي ٻولين جو بہ وڏو ماهر هو.

مولوي صاحب ڦهريائين فرنگي فوجين کي مشرقي زبانن جي تعليم ڏيندو هو. اتان رٽائر ڪرڻ کان پوءِ سن 1880ع ۾ سنڌ ۾ سالٽ انسپيڪٽر مقرر ٿيو. ان کان سواءِ ڪجهہ وقت سرڪاري هاءِ اسڪول ۾ فارسيءَ جو ٽيچر بہ ٿي رهيو(54). جڏهن حسن علي آفندي سنڌ مدرسو قائم ڪيو تہ هن اتي پوري ڄمار فارسي ٽيچر جي حيثيت ۾ ڪم ڪيو.

پاڻ سنڌيءَ ۾ شاعري بہ ڪندو هو، جنهن ۾ "اٻوجهو" تخلص ڪم آندو اٿس. سنڌس شاعريءَ جي ڪتاب"مسدس اٻوجهو" کي سنڌي ادب جي تاريخ ۾ اهم مقام حاصل آهي(55).

مولوي الهہ بخش حسن علي آفنديءَ سان گڏجي سن 1884ع ۾ "مجمع محمدي" جي نالي سان هڪ جماعت قائم ڪئي، جيڪا سنڌ جي مسلمانن جي پهرئين سياسي،سماجي، مذهبي ۽ تعليمي جماعت هئي. پاڻ ان جماعت جو باني سيڪريٽري مقرر ٿيو (56). هن جماعت اڳتي هلي"محمدن ايسوسيئيشن" جو روپ اختيار ڪيو. پاڻ ڪيترو وقت ڪراچي ميونسپلٽيءَ جو ميمبر بہ ٿي رهيو(57).

مولوي صاحب سن 1319هه مطابق 1901ع ۾ وفات ڪئي(58).

## مولانا الهہ بخش مهيسر

مولوي الهہ بخش ولد محمد عمر مهيسر سن 1306هه مطابق 1889ع ۾ ڳوٺ

پپري ضلع دادو ۾ ڄائو. تعليم پنهنجي ڳوٺ ۾ ئي مولانا عبد الرحمٰن فيروزشاهيءَ کان حاصل ڪري، دستاربندي ڪيائين.

علمي فراغت کان پوءِ درس تدريس کي اختيار ڪيائين ۽ پوري ڄمار انهيءَ شغل ۾ بسر ڪيائين(59).

مولوي الهه بخش مهيسر "خلافت تحريڪ" ۾ حصي وٺڻ سان سياست ۾ قدم رکيو. انگريزن جڏهن مولوي فيض الڪريم ٺاروشاهيءَ کان "تحقيق الخلافت" نالي هڪ فتويٰ جاري ڪرائي، تحريڪ کي ڪمزور بنائڻ جي ڪوشش ڪئي، تہ خلافتي عالمن جي طرفان ان جو رد لکي شايع ڪرايو ويو، جنهن جي مولانا مهيسر صاحب بہ تصديق ڪئي(60).

"خلافت تحريڪ " دوران "جمعيت العلماءِ" ۾ بہ شامل ٿيو، ۽ وطن جي آزادي لاءِ سرگرميءَ سان حصو وٺندي . ڪيتري وقت تائين هن جماعت جي ميهڙ شاخ جو نائب صدر بہ ٿي رهيو(61).

پاڻ سن 1346ع مطابق 1928ع ۾ لاڏاڻو ڪري ويجي، پنهنجي رب سان مليو(62).

## مولانا حاجي امام الدين راشدي

مولانا پير حاجي امام الدين ولد پير سيد رشيد الدين تعليم ۽ تربيت پنهنجي والد وٽ حاصل ڪري،اچي ٺلاهہ شريف ۾ مقيم ٿيو، جتي فيض ۽ ارشاد جو سلسلو شروع ڪيائين. پاڻ حڪمت ۽ طب جو وڏو ماهر هو(63).

سن 1901ع ۾ جڏهن مولانا عبيد الله سنڌيءَ مدرسه "دارالرشاد" جو بنياد وڌو تہ هيءُ بہ مدرسي جي "انجمن شوريٰ" جي ميمبرن مان هڪ هو(64). ان وقت کان ئي کيس مولانا عبيد الله سنڌيءَ جي صحبت نصيب ٿي.

جڏهن خلافت تحريڪ شروع ٿي تہ، انگريزن ان کي ناڪام بنائڻ لاءِ "امن سڀا" قائم ڪرائي، ۽ خلافت جي حقيقت ۽ حيثيت کي مسخ ڪرائڻ لاءِ امن سڀائي عالم مولوي فيض الڪريم ٺارو شاهي ءَ کان "تحقيق الخلافت" نالي هڪ فتويٰ شايع ڪرائي تہ پير امام الدين راشديءَ "امن سڀائين" جو ساٿ ڏيندي، ان فتويٰ جي تصديق ڪري، پنهنجي سياسي زندگيءَ جو آغاز ڪيو(65). پر پوءِ سگهوئي پنهنجي غلطيءَ جو ازالو ڪري، خلافتي عالمن جي طرفان جاري ڪيل فتوائن جي تائيد ڪيائين(66) ۽ اهڙيءَ طرح خلافت تحريڪ ۾ شامل ٿي، ان ۾ ڀرپور حصو وٺڻ لڳو. پاڻ وطن جي آزاديءَ خاطر هن تحريڪ جي سياسي ميدان تان سرگرميءَ

سان حصو ورتائين ۽ ان جي جلسن ۾ شريڪ ٿي پنهنجي تحريڪ دوستيءَ جو ثبوت ڏيندو رهيو(67).

پير صاحب تاريخ 27 ربيع الثاني 1350هه مطابق 11 سيپٽمبر 1931ع تي لاڏاڻو ڪري ويو(68)

## مولانا سيد امير محمد شاهه

مولوي سيد امير محمد ولد سوڍل شاهه جي ولادت سن 1310هه مطابق 1892ع ۾ ڳوٺ اميناٽي ضلع حيدرآباد ۾ ٿي(69). قرآن شريف جي تعليم پنهنجي ڳوٺ جي آخوند ميان الهندي تنيي کان ورتائين. ان بعد پرهيارن جي ڳوٺ ۾ مولوي محمد عارف وٽ فارسيءَ جي تعليم پوري ڪرڻ کان پوءِ باقي ديني تعليم دادوءِ ۾ مولوي محمد هاشم انصاريءَ کان وٺي دستار بند ٿيو.

علمي فراغت کان پوءِ پاڻ ڳوٺ اميناٽين ۾ ئي تعليم ڏيڻ جو سلسلو شروع ڪيائين(70).

مولوي سيد امير محمد شاهه "خلافت تحريڪ" ۾ حصي وٺڻ سان سياست ۾ پير پاتو. پاڻ تحريڪ جي آغاز کان وٺي انجام تائين، ان جو پرخلوص ۽ سرگرم ڪارڪن ٿي رهيو. جڏهن خلافتي عالمن انگريزن طرفان قائم ڪرايل "امن سبا" خلاف فتويٰ جاري ڪئي ته شاهه صاحب به ان جي تصديق ڪئي (71).

"خلافت تحريڪ" کان پوءِ هن "جميعت العلماءِ" ۾ شرڪت ڪئي، ۽ پاڻ سن 1925 ع کان وٺي "جمعيت العلماءِ سنڌ" جي ورڪنگ ڪاميٽيءَ جو ميمبر به ٿي رهيو(72).

شاهه صاحب تاريخ 29 شوال سن 1379هه مطابق 26، اپريل 1949ع تي رحلت ڪئي (73).

## مولانا مخدوم بصر الدين سيوهاڻي

مخدوم بصرالدين ولد مخدوم احمد صديقيءَ جي ولادت تاريخ 29 رمضان المبارڪ سن 1282هه مطابق 14 فبروري 1866ع تي سيوهڻ ضلعي دادو ۾ ٿي (74). دينيات جا ڪتاب پنهنجي ڏاڏي ميان محمد وٽ پڙهيو ۽ باقي علم پنهنجي سوٽ مخدوم حسن الله پاٽائيءَ وٽ پورو ڪيائين. ان بعد " سنڌ مدرسة الاسلام" ڪراچيءَ ۾ داخل ٿي انگريزيءَ جي به تعليم حاصل ڪري ورتائين. طب جو علم ۽ فن ڪيس پنهنجي ڏاڏنگ کان ورثي طور مليو هو.

مولانا بصرالدين صديقي جيتوڻيڪ گهڻو وقت گوشي نشينيءَ ۾ گذاريندو هو، پر پاڻ تاريخ ۽ سياست ۾ وسيع مطالعو ڪيو هئائين (75). ان ڪري انگريزن کان آزادي حاصل ڪرڻ لاءِ جڏهن ملڪ اندر سياسي تحريڪون اڀريون، ته پاڻ "خلافت تحريڪ" ۾ شامل ٿي سرگرميءَ سان حصو وٺڻ لڳو. اهڙيءَ طرح جڏهن سنڌ ۽ هند جي خلافتي عالمن ترڪِ موالات لاءِ فتويٰ جاري ڪئي، ته پاڻ نه صرف ان جي تائيد ڪيائين (76)، پر تحريڪ جي ڪاميابي لاءِ ان جي مالي مدد به ڪندو هو (77).

مخدوم صاحب تاريخ 10 ذي القعد 1356هه مطابق 11 جنوري 1938ع تي وفات ڪئي (78).

## مولانا ميان پير محمد ٽيهو

مولوي پير محمد ولد آخوند فقير محمد ٽيهو ٽنڊي قيصر ضلعي حيدر آباد ۾ ڄائو. قرآن شريف ۽ فارسيءَ جي ابتدائي تعليم پنهنجي والد کان وٺڻ بعد عربيءَ جي وڏيڪ تعليم وجهي قاضي سيف الله ٽنڊي قيصر واري کان حاصل ڪيائين.

علمي فراغت کان پوءِ پنهنجي ئي ڳوٺ ٽنڊي قيصر ۾ مدرسو قائم ڪري درس و تدريس ڏيندو رهيو (79).

مولانا پير محمد پنهنجي سياسي زندگيءَ جو آغاز "امن سڀا" ۾ شامل ٿيڻ سان ڪيو (80). پر پوءِ سگهوئي "خلافت تحريڪ" ۾ شامل ٿيو، ۽ جڏهن سنڌ جي خلافتي عالمن امن سڀا خلاف "اظهار الڪرامة" نالي هڪ فتويٰ جو ڪتاب شايع ڪرايو ته هن به ان جي تصديق ڪري (81)، پنهنجي غلطيءَ جو ازالو ڪيو.

مولانا صاحب هن تحريڪ کي ڪامياب بنائڻ لاءِ ان جي مالي مدد به ڪئي (82)، پر تحريڪ اڃا عروج تي ئي نه پهتي، ته پاڻ راهه رباني وٺي ويو.*

## مولانا قاضي تاج محمد نصرپوري

مولوي تاج محمد ولد قاضي عبد الرحمٰن جي ولادت سن 1318هه مطابق 1900ع ڌاري سنڌ جي تاريخي شهر نصرپور ضلعي حيدر آباد ۾ ٿي. فارسي ۽ عربيءَ جا

---

* ڪتاب "سنڌ جا اسلامي درسگاهه" ۾ سندس وفات رجب 1337هه ۾ ڄاڻائي وئي آهي، جيڪا صحيح نه آهي ڇو ته هن جن فتوائن جي رسالن تي صحيحون ڪيون آهن، سي سندس وفات جي ڄاڻايل سن کان پوءِ جا آهن ۽ پاڻ سن 1338هه ۾ هلال احمر لاءِ چندو ڏنو هئائين.

شروعاتي ڪتاب پنهنجي ئي ڳوٺ ۾ مولانا محمد صالح ميمڻ، مولوي محمد سمي، مولوي عبدالعزيز بختيار پوريءَ وٽ پورا ڪيائين. ان بعد باقي تعليم بہ اتي ئي مولانا محڪم الدين پڙهياڙ وٽ مڪمل ڪري دستار بند ٿيو.

علمي فراغت کان پوءِ اڏيرولال جي ويجهو فقير فيض محمد جي ڳوٺ ۾ مدرسو قائم ڪري درس وتدريس جو آغاز ڪيائين. ڪجهہ وقت کان پوءِ اتان ڇڏي ڦلهڏيون تعلقي ڪپري ۾ وڃي پڙهائڻ لڳو. ان بعد نصرپور جي مدرسي "مظهر العلوم" ۾ اچي ساڳيو شغل جاري رکيائين، ۽ ان سان گڏو گڏ حڪمت جو ڌنڌو بہ ڪندو رهيو (83).

قاضي تاج محمد صاحب پنهنجي سياسي زندگي جي شروعات "خلافت تحريڪ" ۾ حصي وٺڻ سان ڪئي، ۽ ان جو سرگرم ڪارڪن ٿي رهيو. جڏهن خلافتي عالمن انگريزين طرفان قائم ڪرايل "امن سڀا" جي مخالفت ۾ فتويٰ جاري ڪئي تہ مولانا صاحب بہ ان جي تصديق ڪئي (84). پاڻ ڏکڻ سنڌ ۾ دورا ڪري، انگريزن خلاف نہ صرف تقريرون ڪيائين (85)، پر ترڪِ موالات تي عمل ڪندي عوام کي ولايتي ڪپڙي پهرڻ کان بہ روڪيندو هو(86). انگريز دشمني جي پاداش ۾ هن محب وطن عالم کي ٻارهن مهينا جيل جي بہ سزا ڀوڳڻي پيئي (87). قاضي صاحب سن 1384ھ مطابق 1929ع ڌاري ڀرپور جوانيءَ ۾ لاڏاڻو ڪري ويو (88).

## مولانا سيد تاج محمود امروٽي

مولانا سيد تاج محمود ولد سيد عبدالقادر جي ولادت سن 1276 ھ مطابق 1859ع ڌاري ڳوٺ ديواني لڳ ڳاڙهي موري ضلعي خيرپور ميرس ۾ ٿي (89). هن بزرگ ابتدائي تعليم جو آغاز پنهنجي والد جي نظرداريءَ ۾ ڪيو. ان بعد پير پاڳاري جي ڳوٺ ۾ ڪجهہ وقت تائين فارسيءَ جي تعليم ورتائين، ۽ ان کان پوءِ تعلقي پني عاقل ۾ وڃي مولانا حاجي عبدالقادر صاحب پنهواريءَ وٽ ظاهري علومن جي تڪميل ڪري فارغ التحصيل ٿيو.

علمي فراغت کان بعد وقت جي ناميارې بزرگ حافظ محمد صديق ڀرچونڊيءَ واري کان فيض حاصل ڪري، سندس ئي حڪم تي اچي امروٽ ۾ رهيو. (90) امروٽ ۾ سڪونت اختيار ڪرڻ کان پوءِ ديني خدمت جو آغاز ڪيائين. انهيءَ دوران مولانا عبيدالله سنڌي بہ ديوبند مان فارغ التحصيل ٿي اچي امروٽ ۾ رهيو. ٻنهي بزرگن گڏجي امروٽ ۾ هڪ دارالعلوم کولي درس و تدريس جو ڪم شروع ڪيو، ۽ ان سان گڏ سنڌي عوام جي مذهبي، سياسي، ادبي ۽ علمي شعور کي زنده ڪرڻ لاءِ "محمود المطابع" نالي هڪ پريس قائم ڪري، اشاعت جي شروعات ڪئي.

حضرت امروٽي صاحب پنهنجي دور جو سٺو اديب ۽ سنڌيءَ ٻوليءَ جو وڏو شاعر هو. قرآن شريف جو سنڌيءَ ۾ ترجمو، سندس نثرنگاريءَ جو هڪ بهترين نمونو آهي. اهڙيءَ طرح شعروشاعريءَ ۾ سندس لکيل ڪتاب ”پريت نامو“ ۽ ”مولود شريف“ وڏي شاهڪار جو درجو رکن ٿا(91). شاعريءَ ۾ سندس تخلص ”حسن“ هو(92).

مولانا تاج محمود امروٽيءَ جي سوانح حيات جي مطالعي مان اها ڳالهه واضح ٿئي ٿي ته سندس شخصيت ۽ سياسي ڪردار وطن دوست اڳواڻن کان ڪنهن به طرح گهٽ نه آهي. پاڻ انهن حريت پسند شخصيتن مان هڪ هو، جن مولانا عبيد الله سنڌيءَ سان گڏجي، سنڌ توڙي هند ۾ انقلابي فڪر پيدا ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي ۽ جنهن مان اڳتي هلي ”ريشمي رومال“ جو واقعو وجود ۾ آيو. اها سندس ئي ڪوشش هئي، جو مولانا عبيدالله سنڌي فرنگي سرڪار طرفان وٺ پڪڙ جي باوجود، سنڌ ڇڏي وڃي افغانستان پهتو. ان کان پوءِ به مولانا عبيد الله سنڌيءَ ۽ مولانا تاج محمود صاحب جي وچ ۾ رابطو قائم رهيو. مولانا عبيد الله سنڌيءَ جڏهن ”جنود ربانيه“ جي تشڪيل ڪئي، ته ان ۾ مولانا تاج محمود امروٽيءَ کي ”ليفٽيننٽ جنرل“ مقرر ڪيو ويو(93). ان کان سواءِ امروٽ کي هندستان اندر انگريزن خلاف تحريڪ جو مرڪز بڻايو ويو(94).

جنگ بلقان کان پوءِ جڏهن ”خلافت تحريڪ“ جو آغاز ٿيو، ته پاڻ سنڌ توڙي هند جي خلافتي اڳواڻن جي اول صف ۾ شمار ٿيڻ لڳو، ۽ تحريڪ جي شروع کان وٺي آخر تائين پوريءَ سنڌ ۾ جيڪي به مکيه ”خلافت ڪانفرنسون“ ٿيون، تن ۾ هن شرڪت ڪئي. مولانا امروٽي صاحب جي ئي اها سياسي بصيرت هئي، جنهن جي ذريعي هن ” ترڪِ موالات“ جو تصور ڏنو* ۽ ساڳئي وقت ”هجرت تحريڪ“ کي به گهٽ همٿايائين(95).

---

* تاريخ 23 سيپٽمبر 1921ع تي جڏهن ڪراچيءَ ۾ ”آل انڊيا خلافت ڪانفرنس“ منعقد ٿي، ته ان موقعي تي ترڪ موالات جو ٺهراءُ پيش ڪيو ويو هو، جڏهن ته ان کان اڳ جيڪب آباد خلافت ڪانفرنس مؤرخه 2، مئي 1920ع جي موقعي تي، نه رڳو ترڪ موالات جو ٺهراءُ منظور ڪيو ويو، پر هجرت جي رٿ به پيش ڪئي ويئي هئي. (مولانا دين محمد وفائي:، ”ياد جانان“ حڪيم عبدالحق ڪتب فروش، 1920، ص15) .

مولانا تاج محمود صاحب "خلافت تحريڪ" کي ڪامياب ۽ ڪامران بڻائڻ لاءِ پنهنجي وقت ۽ دولت جي قرباني ڏني. پاڻ وقت بوقت هن تحريڪ لاءِ چندو ڏيندو ۽ گڏ ڪندو وتندو هو(96). ان ڪري ڪيس ڪيترا ڀيرا وقت جي سرڪار پنهنجين ڏاڍاين جو نشانو بڻايو، ۽ مٿس زبان بنديءَ جا حڪم صادر ڪيا. *

"خلافت تحريڪ" جي آغاز وقت جڏهن انگريزن "امن سڀا" قائم ڪرائي، ۽ ان جي روح روان مولوي فيض الڪريم ٺاروشاهيءَ کي اڳيان آڻي، خلافت جي حيثيت ۽ ان جي حقيقت خلاف ڪائنس "تحقيق الخلافت" نالي هڪ فتويٰ جاري ڪرائي ته خلافتي عالمن به ان فتويٰ جا رد لکي شايع ڪرايا. جن جي مولانا امروٽي صاحب به تصديق ۽ تائيد ڪئي. (97) اهڙيءَ طرح جڏهن خلافت ڪاميٽيءَ طرفان ترڪيءَ تي مڙهيل شرطن تي نظرثاني ڪرائڻ لاءِ وائسراءِ ۽ گورنر جنرل کي هڪ يادداشت نامو ڏنو ويو ته پاڻ ان تي به صحيح ڪندڙن مان هڪ هو(98). هن مرد مجاهد "خلافت تحريڪ" کي ڪامياب بڻائڻ لاءِ سنڌ کان ٻاهر بمبئي، دهلي، لاهور، عليگڙهه ۽ ڪلڪتي تائين سفر ڪيو(99).

"خلافت تحريڪ" جي آغاز ۾ ئي "جمعيت علماءِ هند" جو قيام عمل ۾ اچي چڪو هو. مولانا تاج محمود انهن سياسي اڳواڻن مان هڪ هو، جن هن جماعت جي قيام لاءِ دهليءَ ۾ سڏايل پهرين اجلاس ۾ شرڪت ڪئي هئي (100). ان کان پوءِ "جمعيت علماءِ هند" جي ئي سياسي ميدان تان سرگرميءَ سان حصو وٺندي، نه صرف ان جي سنڌ واري شاخ جو صدر ٿي رهيو، پر سنڌ کان ٻاهر به سندس قيادت کي تسليم ڪيو ويو، ۽ پاڻ جميعت جي ڪيترن ئي جلسن جي صدارت ڪيائين (101).

سکر بئراج جي کوٽائيءَ وقت جڏهن اتر سنڌ ۾ ڪيترين ئي مسجدن جي شهيد ٿيڻ جو امڪان ظاهر ٿيو ته پاڻ "تحفظ مساجد جي تحريڪ" شروع ڪيائين، جنهن ۾ کيس بي مثال ڪاميابي حاصل ٿي (102).

مٿي ذڪر ڪيل سياسي سرگرمين جي احوال ڏيڻ سان مولانا تاج محمود امروٽيءَ جي سياسي خدمتن جو مڪمل خاڪو چٽي نٿو سگهجي. پر اجمالي طرح سندس سياست ۾ حصي وٺڻ جو ذڪر ڪيو ويو آهي. پاڻ پنهنجي دور جي نامور

---

*تاريخ 16 ۽ 17 اپريل 1920ع تي سڏايل سيوهڻ واري خلافت ڪانفرنس جي موقعي تي مٿس اهڙي قسم جو نوٽيس تعميل ڪيو ويو هو. (ڏسو روزانه "الوحيد"، ڪراچي، مؤرخه 26، اپريل 1920ع، ص14-17.

مدبرن مان هڪ هو. جيئن تہ سندس زماني ۾ اڃا هندو مسلم اختلاف ڪي ايتري هوا نہ مِلي هئي، ان ڪري سنڌ ۾ هند جي سياست تي ٻنهي قومن جو عنصر غالب هو. انهيءَ باهمي تعاون سبب پاڻ ڪنهن حد تائين ڪانگريس سان بہ وابستہ رهيو (103). ان کان سواءِ سن 1920ع ۾ جڏهن سنڌ ۾ "سنڌ مسلم ليگ" جي ٻيهر تشڪيل ٿي، تہ پاڻ ان ۾ بہ دلچسپي ورتائين (104).

مولانا امروٽي صاحب تاريخ 3، جمادي الثاني سن 1348هہ مطابق 5، نومبر 1929ع تي هن فاني جهان مان لاڏاڻو ڪري دارالبقا ڏانهن راهي ٿيو (105).

## مولانا پير تراب علي شاهہ

پير تراب علي شاهہ ولد سيد عبدالله شاهہ تاريخ 5، ذي القعد 1274هہ مطابق 2، نومبر 1857ع تي ڳوٺ علي خان لڳ قمبر ضلعي لاڙڪاڻي ۾ ڄائو. جيئن تہ پاڻ پيراڻو ٻار هو، ان ڪري سندس تعليم ۽ تربيت جو جوڳو بندوبست ڪيو ويو. کيس علم ادب سان بيحد چاهہ هوندو هو، ان ڪري هن "الراشد" نالي رسالو بہ ڪڍيو (106).

پير تراب علي شاهہ جي سياسيٰ زندگيءَ جو آغاز "خلافت تحريڪ" ۾ شريڪ ٿيڻ سان ٿئي ٿو. پاڻ هن تحريڪ جي هڪ سرگرم ۽ پرخلوص اڳواڻ جي حيثيت سان خدمت ڪيائين. جڏهن انگريزن خلافت جي حيثيت ۽ حقيقت کي مسخ ڪرڻ لاءِ "امن سڀا" قائم ڪرائي ۽ ان جي روح روان عالم مولوي فيض الڪريم ٽارو شاهيءَ کان "تحقيق الخلافت" نالي هڪ فتويٰ جو رسالو شايع ڪرايو،تہ ان جي رد ۾ وري خلافتي عالمن"اظهار الڪرامة" نالي فتويٰ جاري ڪئي،جنهن جي پير تراب علي شاهہ بہ تائيد ڪئي(107).

پير صاحب انهن سياسي اڳواڻن مان هڪ هو،جن سنڌ خواهہ هند ۾ ٿيل ڪانفرنسن ۽ جلسن ۾ شرڪت ڪئي. "خلافت تحريڪ" جي آغاز ۾ ئي "جمعيت علماءِ هند" جو قيام عمل ۾ اچي چڪو هو، ان ڪري هن 31 ڊسمبر 1919ع تي جميعت جي امرتسر واري اجلاس ۾ شرڪ ٿي، پيش ٿيندڙ تجويزن جي نہ صرف پٺڀرائي ڪئي (108)، پر کيس انهيءَ اجلاس ۾ "جميعت علماءِ هند" جي منتظمه ڪاميٽيءَ تي ميمبر طور بہ ڪنيو ويو (109).

ان کان پوءِ جڏهن ترڪن تي مڙهيل شرطن تي نظرثاني ڪرائڻ لاءِ وقت جي وائسراءِ ۽ گورنر جنرل کي هڪ يادداشت نامو ڏنو ويو، تہ ان تي سنڌ مان ٻين سان گڏ

پير تراب علي شاهه به صحيح ڪئي(110). اهڙيءَ طرح جڏهن خلافتي عالمن جون اهي ڪوششون ڪامياب ٿي نه سگهيون، ته انهن ”ترڪِ موالات“ بابت هڪ فتويٰ جاري ڪئي، جنهن جي پير تراب علي شاهه به تصديق ڪئي(111).

شاهه صاحب کي انگريزن کان بيحد نفرت هوندي هئي ۽ ڪنهن انگريز جو منهن ڏسڻ به گوارا نه ڪندو هو. انگريز دشمنيءَ جي پاداش ۾ کيس ڪيترين مصيبتون به سهڻيون پيون. اها پير صاحب جي ئي شخصيت هئي، جنهن جي ڪوشش سان تاريخ 7،6 ۽ 8 جون 1920 تي لاڙڪاڻي ۾ حضرت پير رشدالله شاهه جي صدارت هيٺ ”آل انڊيا خلافت ڪاميٽيءَ“ جو عظيم الشان جلسو ٿيو.

جڏهن خلافتي عالمن انگريزن جي مسلم دشمن حڪمت عمليءَ کي ظاهر ڪندي پوري هندستان کي ”دارالحرب“ قرار ڏنو، ته پير صاحب ”هجرت تحريڪ“ کي زور وٺائڻ لاءِ مولانا تاج محمود امروٽي ۽ جان محمد خان جوڻيجي جي رفاقت ۾ ڀرپور ڪوشش ورتي (112).

هن محب وطن عالم تاريخ 2، شوال سن 1357ھ مطابق 17 مارچ 1938ع تي رحلت ڪئي (113).

## مولانا حامد الله ميمڻ

مولانا حامد الله ولد ميان گل محمد ميمڻ ٻيلي شهر ضلعي ٺٽي ۾ ڄائو(114). قرآن شريف جي تعليم پنهنجي ڳوٺ ۾ ورتائين. ان بعد ٺٽي ۾ مولوي عبدالرحيم ڪنڀيءَ وٽ عربي ۽ فارسي پڙهيو، ۽ آخر ۾ لاڙڪاڻي ۾ وڃي علامه عطاءُ الله فيروز شاهيءَ وٽ باقي تعليم پوري ڪري دستار بند ٿيو.

فارغ التحصيل ٿيڻ کان پوءِ اچي سوهن جي ڳوٺ تعلقي ميرپور بٺوري ۾ درس و تدريس جو آغاز ڪيائين. ڪجهه وقت کان پوءِ عربستان هليو ويو (115)، جتي ڏهه سال رهي واپس سنڌ وريو(116)، ۽ اچي سجاول جي مدرسي ۾ پڙهائڻ لڳو. کيس فتويٰ نويسي ۽ تحرير ۾ ڏاڍي مهارت حاصل هئي( 117).

مولانا حامد الله صاحب ”خلافت تحريڪ“ ۾ قدم رکڻ سان پنهنجي سياسي زندگيءَ جي شروعات ڪئي، انگريزن جڏهن هن تحريڪ کي ڪمزور ڪرڻ لاءِ امن سڀائي عالم مولوي فيض الڪريم کان ”تحقيق الخلافت“ نالي هڪ فتويٰ جو رسالو لکرائي شايع ڪرايو، ته خلافتي عالمن وري ان جي جواب

۾ "اظهار الڪرامة" نالي رد جاري ڪيو، جنهن جي مولانا حامد الله پڻ تصديق ۽ تائيد ڪئي (118).

مولانا صاحب انگريزن کان آزادي حاصل ڪرڻ لاءِ "خلافت تحريڪ" جي سياسي ميدان تان ڀرپور حصو ورتو ۽ انهن جي جلسن جي صدارت به ڪيائين. (119) اهڙي طرح اجا هيءَ تحريڪ هلندڙ هئي ته پاڻ هيءُ جهان ڇڏي ويو.*

## مولانا قاضي حبيب الله

مولوي حبيب الله ولد قاضي عبد الله جي ولادت سن 1312هه مطابق 1894ع ۾ ٽيڙهي ضلعي خير پور ۾ ٿي. ابتدائي تعليم پنهنجي والد کان ورتائين. ۽ ان بعد پهريائين هاليجيءَ ۾ ۽ ان کان پوءِ پير جهنڊي جي مدرسي "دارالشاد" ۾ پڙهي فارغ التحصيل ٿيو. (120). علمي فراغت بعد مولوي صاحب ٽيڙهيءَ ۾ "دارالهديٰ" نالي مدرسو قائم ڪري درس وتدريس ڏيڻ لڳو. انهيءَ وچ ۾ دارالعلوم ديوبند به ويو ۽ علامه انور شاه ڪشميريءَ وٽ وڃي دوره حديث پڙهيو. ان دور ۾ مولانا حڪيم غلام صديق نونّاري ۽ مولانا نواب الدين چانڊيو پڻ سندس ساٿي ٿي رهيا (121).

قاضي حبيب الله صاحب پنهنجي سياسي زندگيءَ جو آغاز "خلافت تحريڪ" ۾ حصي وٺڻ سان ڪيو. پاڻ انهن خلافتي عالمن مان هڪ هو، جن امن سڀائي عالمن خلاف جاري ڪيل "اظهارالڪرامة" نالي فتويٰ جي تصديق ڪئي هئي(122).

"خلافت تحريڪ" کان پوءِ مولوي صاحب "جمعيت العلماء" جو سرگرم ڪارڪن ٿي رهيو(123). سن 1944ع ۾ حيدرآباد جي تاريخي قلعي ۾ جڏهن قاري محمد طيب ديوبنديءَ جي صدارت هيٺ "جمعيت علماءِ سنڌ" جو عظيم الشان جلسو ٿيو، ته ان ۾ قاضي صاحب به شريڪ ٿيو (124)، ۽ آخر ۾ "مسلم ليگ" ۾ شموليت اختيار ڪيائين (124). اهڙيءَ طرح هن سياسي ۽ ديني خدمت ڪندي پنهنجي ڄمار پوري ڪئي.

---

* ڪتاب "لاڙ جي ادبي ۽ ثقافتي تاريخ" ۾ سندس وفات 10 شعبان 1438هه (1919) ڄاڻائي وئي آهي، جيڪا صحيح نه آهي، ڇاڪاڻ ته هن صاحب 19 مارچ 1920 تي سڄاول ۾ "يوم خلافت" جي صدارت ڪئي هئي. اهڙيءَ طرح هجري سن مطابق 10 شعبان 1338هه ۽ عيسوي سن مطابق 29-1 اپريل 1920ع تي سندس وفات ٿي آهي.

## مولانا حماد الله هاليجوي

مولانا حماد الله ولد مولانا محمود انڊڙ جي ولادت سن 1300هه مطابق 1883ع ڏاري تعلقي پني عاقل جي ڳوٺ هاليجيءَ ۾ ٿي. قرآن شريف جي تعليم آخوند ابراهيم جي مدرسي مان وٺڻ کان پوءِ، فارسيءَ جي تعليم حاصل ڪرڻ لاءِ پنهنجي عزيز بزرگ ۽ عالم مولانا قمر الدين انڊڙ جي مدرسي ۾ داخل ٿيو (126). جتي درس نظاميءَ جا جملي ڪتاب پڙهي فضيلت جي دستار ٻڌائين. جنهن کان پوءِ هن علم حديث جي سند مولانا عبيد الله سنڌيءَ کان حاصل ڪئي (127).

فارغ التحصيل ٿيڻ کان پوءِ مولانا حماد الله صاحب پڙهائڻ جو شغل اختيار ڪيو. پاڻ وقت جي نامور استاد عالمن مان ٿي گذريو آهي. سندس چڱو عرصو ٽيڙهيءَ جي مدرسي، ۽ باقي وقت هاليجيءَ واري پنهنجي مدرسي ۾ گذريو.

ٽيڙهيءَ جي مدرسي ۾ پڙهائڻ واري دور ۾ مولانا تاج محمود امروٽيءَ سان سندس ويجهڙائپ ٿي، ۽ ان جي هٿ تي قادري راشدي طريقت ۾ بيعت ڪيائين(128).

مولانا حماد الله صاحب جي سياسي زندگيءَ جو آغاز ”خلافت تحريڪ“ ۾ حصي وٺڻ سان ٿيو. پاڻ هن تحريڪ ۾ شامل ٿي وڏي جوش ۽ جذبي سان ڪم ڪرڻ لڳو. جيتوڻيڪ مولانا صاحب پنهنجي تر جي بزرگن ۾ شمار ٿيندو هو، پر پوءِ به ڌارين خلاف نفرت جي جذبي کيس مذهب سان گڏ سياست ۾ به دلچسپي وٺڻ تي مجبور ڪيو. پاڻ اخلاقي خواهه مالي طور تي تحريڪ سان ساٿ نڀائيندو رهيو(129). جڏهن خلافتي عالمن غير ملڪي ڪپڙي جي استعمال کي ناجائز ٻڌائي فتويٰ جاري ڪئي ته هن به ان جي تصديق ڪئي (130).

”خلافت تحريڪ“ کان سواءِ مولانا صاحب ”جمعيت العلماءِ سنڌ“ جو به ضلعي اڳواڻ ٿي رهيو(131).

سن 1944ع ۾ حيدرآباد جي تاريخي قلعي ۾ جڏهن قاري محمد طيب ديوبنديءَ جي صدارت هيٺ ”جمعيت العلماءِ سنڌ“ جو جلسو ٿيو ته مولانا حماد الله به ان ۾ شريڪ ٿي وطن جي آزاديءَ لاءِ پاڻ پتوڙيو(132).

حضرت هاليجوي تاريخ 12 ذوالقعد 1381هه مطابق 18 اپريل 1962ع تي هن فاني جهان مان لاڏاڻو ڪري دارالبقا ڏانهن راهي ٿيو(133).

## مولانا خادم حسين جتوئي

مولوي خادم حسين جتوئي ولد محمد جيئل جتوئي سن 1285هه مطابق 1868ع ڌاري ڳوٺ شاهپور ضلعي شڪارپور ۾ ڄائو. ابتدائي تعليم ڳوٺ جندي ديري جي

مدرسي مان ورتائين. ان کان پوءِ ڳوٺ ترائي، رتيديري، ابڙا تعلقو قنبر ۽ پنگ جي مدرسن مان پڙهي فارغ التحصيل ٿيو(134).

علمي فراغت کان پوءِ مولوي خادم حسين درس وتدريس جو شغل اختيار ڪيو. پاڻ اوستہ پليڏنو، جيڪب آباد ۽ رتيديري ۾ پڙهايائين(135).

مولوي صاحب خلافتي عالمن مان هڪ هو ۽ پوري ڄمار هن تحريڪ جو سرگرم ڪارڪن ٿي رهيو. پاڻ "خلافت تحريڪ" جي نہ صرف جلسن ۾ شرڪت ڪندو هو (136)، پر جڏهن خلافتي عالمن "ترڪ موالات" لاءِ فتويٰ جاري ڪئي تہ هن بہ ان جي تصديق ڪئي(137). اهڙيءَ طرح جڏهن مولوي فيض الڪريم جي لکيل رسالي "تحقيق الخلافت" جو خلافتي عالمن رد لکي شايع ڪرايو تہ مولانا خادم حسين بہ ان رد جي تائيد ڪري خلافتين سان ساٿ نڀايو(138).

مولوي صاحب سن 1349هہ مطابق 1930ع ۾ رحلت ڪئي(139).

## مولانا خدا بخش پنّو

مولوي خدا بخش ولد مولوي نظام الدين پنّو ڳوٺ عيدن پنّي ۾ پيدا ٿيو. ابتدائي تعليم مولانا قاضي عثمان ۽ مولانا يار محمد راڄنپوريءَ کان ورتائين، ان بعد عيدن پنّي ۾ مولوي يار محمد ليہ وٽ باقي تعليم پوري ڪري دستاربند ٿيو(140).

علم جي تحصيل کان پوءِ ڳوٺ عيدن پنّي، ڳڙهي محمد شاهہ ۽ هيبت تعلقي ڪندڪوٽ ۾ تعليم ڏنائين. آخر ۾ ڳوٺ رئيس عمر پنّي تعلقي ڪشمور ۾ لڳاتار ٽيهہ سال تعليم ڏيڻ کان پوءِ واپس پنهنجي ڳوٺ موٽي آيو(141).

مولوي خدا بخش "خلافت تحريڪ" ۾ حصي وٺڻ سان پنهنجي سياسي زندگيءَ جو آغاز ڪيو. پاڻ تحريڪ جو پرخلوص ۽ سرگرم ڪارڪن ٿي رهيو. انگريزن جڏهن "امن سڀا" قائم ڪرائي ۽ ان جي روح روان مولوي فيض الڪريم ٽارو شاهيءَ کان "تحقيق الخلافت" نالي هڪ فتويٰ جو رسالو لکارائي، خلافت جي حقيقت ۽ حيثيت کي مسخ ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي، تہ خلافتي عالمن بہ ان جا رد لکي شايع ڪرايا، جن جي مولانا خدا بخش پنّي پڻ تصديق ۽ تائيد ڪئي(142).

مولوي صاحب سن 1360هہ مطابق 1941ع ۾ هيءُ جهان ڇڏيو(143).

## مولانا خوش محمد ميروخاني

مولانا خوش محمد ولد واحد بخش ڏنگ جي ولادت سن 1306هہ مطابق 1889ع ۾

ميروخان ضلعي لاڙڪاڻي ۾ ٿي(144). ابتدائي سنڌي، عربي، ۽ فارسيءَ جي تعليم پنهنجي ڳوٺ مان ورتائين. ان کان پوءِ مولانا دين محمد بنيءَ واري، مولوي مير محمد نورنگيءَ، مولوي محمد اسماعيل پٽني گهوٽڪيءَ واري ۽ مولانا غلام رسول شيخ پليڊني آباد واري کان باقي تعليم وٺي دستار بندي ڪيائين(145). ڪيس علم حاصل ڪرڻ جو ايترو تہ شوق هو جو قرآن پاڪ جي دوره تفسير لاءِ مولانا احمد علي لاهوريءَ وٽ وڃي رهيو، ۽ ڪجهہ وقت لاءِ مولانا عبيدالله سنڌيءَ جي بہ پيير جهنڊي ۾ شاگردي قبول ڪيائين.

علم جي تحصيل کان پوءِ ٿوري عرصي کان سواءِ باقي چمار پنهنجي ڳوٺ ۾ ئي مدرسو قائم ڪري درس وتدريس ڏيندو رهيو ۽ لڳ ڀڳ چار سو پنجاهہ عالم وٽائنس دستار بندي ڪري نڪتا. پاڻ تبليغ جي ڪمن ۾ بہ دلچسپي رکندو هو ۽ انهيءَ مقصد ڪي ماڻڻ لاءِ "انجمن محمديہ" بہ قائم ڪيائين(146).

مولانا خوش محمد صاحب "امن سيا" جي ساٿ ڏيڻ سان سياست جي ميدان ۾ قدم رکيو. جڏهن "خلافت تحريڪ" جو آغاز ٿيو، ۽ امن سيائي عالم مولوي فيض الڪريم "تحقيق الخلافت" نالي هڪ فتويٰ جو رسالو لکي شايع ڪرايو تہ مولوي صاحب بہ ان تي صحيح ڪندڙن ۾ شامل ٿيو(147). مگر ستت ئي پوءِ هن پنهنجي سياسي غلطيءَ جو ازالو ڪيو ۽ خلافتي عالمن طرفان جاري ڪيل فتويٰ "اظهار الڪرامة" جي تصديق خواهہ تائيد ڪيائين(148).

ان کان پوءِ "خلافت" تحريڪ ۾ ئي رهيو ۽ ان جي آخر تائين هڪ وفادار ڪارڪن جي حيثيت سان پنهنجون سياسي خدمتون سر انجام ڏيندو رهيو.

"خلافت تحريڪ" جي خاتمي کان پوءِ مولانا صاحب "جمعيت العلماءِ سنڌ" ۾ شموليت اختيار ڪئي(149). پاڻ هن جماعت جو سرگرم ڪارڪن ٿي رهيو ۽ ان جي جلسن ۾ شريڪ ٿي وطن جي آزاديءَ لاءِ ڀرپور ڪوشش ڪيائين(150).

ان کان پوءِ جڏهن مذهبي بنيادن تي "ڪانگريس" ۽ "مسلم ليگ" انگريزن خلاف هلچل شروع ڪئي، تہ هن "مسلم ليگ" جي سياسي ميدان تان وطن جي آزاديءَ لاءِ جدوجهد ڪئي(151).

مولانا خوش محمد صاحب سن 1396هہ مطابق 1976ع ۾ لاڏاڻو ڪيو(152).

## مولانا حافظ خير محمد اوحدي

حافظ خير محمد ولد محمد ابراهيم انصاري تاريخ 28 ربيع الاول سن 1329هہ

مطابق 29 مارچ 1911ع تي سنڌ جي تاريخي شهر شڪارپور ۾ ڄائو. هن ڏهن ورهين جي ٿي ڄمار ۾ قرآن مجيد حفظ ڪري ورتو. ان ڪان پوءِ باقي تعليم مختلف مدرسن مان وٺي فارغ ٿيو.

حافظ صاحب سن 1932ع ڪان صحافت جي دنيا ۾ قدم رکيو. ۽ پاڻ هفتيوار "الحنيف" (جيڪب آباد) "اصلاح" (ڪراچي) "قرباني" (ڪراچي) "ڪاروان" (حيدرآباد) "نعره تڪبير"، (شڪارپور)، "انقلاب" (سکر)، "يڪتا" (شڪارپور)، "سنڌ زميندار" (سکر)، ۽ "مسلم ليگ" اخبار (ڪراچي)، جو ايڊيٽر ٿي رهيو.

حافظ خير محمد اوحدي جيتوڻيڪ پنهنجي ڄمارجو گهڻو حصو صحافت ۾ گذاريو. پر پاڻ مسلم ليگي سوچ جو سياسي ڪارڪن هو. مولانا صاحب جڏهن "مسلم ليگ" اخبار جو ايڊيٽر هو، تڏهن "تحريڪ پاڪستان" کي ڪامياب بنائڻ لاءِ پنهنجي قلم ڪان خوب ڪم ورتائين(153).

حافظ صاحب تاريخ 2 ربيع الثاني سن 1402هه مطابق 28 جنوري 1982ع تي رحلت ڪئي (154).

## مولانا خير محمد نظامائي

مولوي خير محمد ولد حاجي محمد سليمان نظامائيءَ جي ولادت ڳوٺ نم ليار جاگير ضلعي حيدرآباد ۾ سن 1326هه مطابق 1908ع ۾ ٿي. ابتدائي سنڌي تعليم ڳوٺ جي اسڪول ۾ وٺڻ ڪان پوءِ اچي مدرسي "مظهر العلوم" کڏي ڪراچيءَ ۾ داخل ٿيو، جتي ٽن سالن جي اندر عربي ۽ فارسيءَ جي تعليم پوري ڪرڻ ڪان پوءِ وچي هن پير جهنڊي جي مدرسي "دارالرشاد" پير احسان الله شاهه وٽ باقي تعليم مڪمل ڪئي(155).

علمي فراغت ڪان پوءِ ڪجهه وقت بدين ۾ ناظره قرآن مجيد جي تعليم ڏنائين، ان بعد سن 1930ع ڪان صحافت جي زندگيءَ جو آغاز ڪري پاڻ ماهوار "طالب العلم" مدرسه مظهر العلوم کڏو ڪراچي (1930ع)، هفتيوار "بيداري" ڪراچي (1933ع)، پندرهن روزه "خادم الاسلام" حيدرآباد (1935ع) پندره روزه "خادم الاسلام" ميرپورخاص (1936ع) روزانه "قرباني" ڪراچي (1946ع) ۽ روزانه "باب الاسلام" حيدرآباد (1946ع) جو ايڊيٽر ٿي رهيو.

مولانا صاحب صحافت سان گڏ تصنيف ۽ تاليف جو ڪم بہ ڪندو رهيو. سندس لکيل ڪتابن مان "پيريءَ مريديءَ بابت ڪتاب"، "مؤذن" ۽ "عم پاره جي لفظن

جون معنائون ۽ سمجھاڻي" ذڪر لائق آهن. هن صاحب شاعري بہ ڪئي، جيڪا گھڻو ڪري مذهبي نوعيت جي آهي.

مولانا خير محمد صاحب جي اڃا طالب العلميءَ جو ئي زمانو هو تہ "خلافت تحريڪ" جو آغاز ٿيو. ان وقت هيءُ اڃا پارهن ورهين جي ڄمار جو مس هو ۽ چوٿين درجي سنڌيءَ جو شاگرد هو. تہ اسڪول کي خيرآباد چئي وڃي "خلافت تحريڪ" ۾ حصو ورتائين. مولانا صاحب تحريڪ جي جلسن ۾ شريڪ ٿي انگريزن خلاف تقريرون ڪرڻ لڳو، جنهن سبب کيس گرفتار ڪري جيل بہ موڪليو ويو. خلافت جي خاتمي کان پوءِ "خاڪسار تحريڪ" ۾ شموليت اختيار ڪيائين ۽ ان جو سرگرم ڪارڪن ٿي رهيو(156). اڳتي هلي انگريز دشمنيءَ جي پاداش ۾ کيس ٻيھر جيل جي سزا ڀوڳڻي پيئي(157).

اهڙيءَ طرح ورهاڱي کان پوءِ باقي زندگي مسلم ليگ سان وابستہ رهي (158). صحافتي خدمت کي بہ جاري رکيائين(159) ۽ هڪڙو دور اهڙو بہ آيو جو وقت جي حڪومت ۾ وڃي مجلس شوريٰ جو ميمبر بڻيو.*

## مولانا در محمد ڏول

مولوي در محمد ولد ملا واصل محمد ڏول سن 1293هہ مطابق 1886ع ۾ ڳوٺ محمد واصل لڳ ٺل ضلعي جيڪب آباد ۾ ڄائو(160). پاڻ ٺل جي پرائمري اسڪول ۾ ست درجا سنڌيءَ جا پڙهڻ کان پوءِ ڳوٺ عوديءَ ۾ مولانا نبي بخش عوديءَ کان تعليم وٺي دستار بند ٿيو(161).

علم جي تحصيل کان پوءِ مولوي صاحب مختلف مدرسن ۾ تعليم ڏني، ان بعد جونگل ۾ پنھنجو مدرسو قائم ڪري، نو سال اتي تعليم وتدريس جو ڪم جاري رکيائين. ان کان پوءِ وري اچي ٺل ۾ مدرسو قائم ڪيائين. جتي بہ اٺ سال کن علم جو نور پکيڙيندو رهيو. آخر ۾ وري بہ کيس جونگل جي مدرسي ڏانهن موٽي وڃڻو پيو(162).

مولوي در محمد ڏول "خلافت تحريڪ" ۾ شامل ٿيڻ سان سياست جي ميدان ۾ قدم رکيو. پاڻ اتر سنڌ جي پر خلوص ۽ ناميارن خلافتي ڪارڪنن مان هڪ هو. هن

---

* سندس وفات 29 ربيع الاول سن 1406هہ مطابق 13 ڊسمبر 1985ع تي ٿي (ڏسو: روزانہ "عبرت" حيدرآباد، مؤرخہ 14 ڊسمبر 1985ع)

اول کان وٺي آخر تائين تحريڪ جي هڙئون توڙي وڙئون ڪافي مدد ڪئي(163). هيءَ ڪيترو وقت "جيڪب آباد خلافت ڪاميٽيءَ" جو ناظم بہ ٿي رهيو. (164). خلافتي عالمن جڏهن انگريزن ۽ انهن جي ڇاڙتن امن سڀائين جي خلاف فتوائن جو سلسلو شروع ڪيو تہ هن بہ ڪيترين ئي فتوائن تي صحيحون ڪيون(165). ان کان سواءِ پاڻ تحريڪ جي مکيہ گڏجاڻين، خواهہ ڪانفرنسن ۾ بہ شرڪت ڪندو هو(166).

"خلافت تحريڪ" جي خاتمي کان پوءِ "جمعيت العلماءِ سنڌ" ۾ شامل ٿي عوام جي سياسي خدمت ڪيائين (167) مولوي صاحب جيستائين ڏل ۾ رهيو، تيستائين سري جو اهو ڳوٺ خلافت خواهہ جمعيت جو مرڪز ٿي رهيو ۽ سندس ئي ڪوشش سان اتي ڪيترائي عظيم الشان جلسا بہ منعقد ٿيا(168).

اهڙيءَ طرح سن 1944ع ۾ حيدرآباد جي تاريخي قلعي ۾ جڏهن قاري محمد طيب ديوبنديءَ جي صدارت هيٺ "جمعيت العلماءِ سنڌ" جو جلسو ٿيو تہ مولانا صاحب بہ ان ۾ شريڪ ٿي وطن جي آزاديءَ لاءِ پاڻ پتوڙيو(169).

پاڻ تاريخ 18 شعبان سن 1370هہ مطابق 21 مئي 1951ع تي هيءُ جهان ڇڏيائين(170).

## مولانا در محمد "خاڪ"

مولانا در محمد ولد ميان عبد الرب ڪانڌڙو سن 1313هہ مطابق 1895ع ۾ ڳوٺ ڪانڌڙا لڳ نصير آباد ضلعي لاڙڪاڻي ۾ پيدا ٿيو. قرآن مجيد ۽ فارسيءَ جا ابتدائي ڪتاب ملان محمود لاکير وٽ پڙهيائين. ان کان پوءِ آڏي جي مدرسي ۾ داخل ٿيو، جتي مولانا مسعود ڪوڪر وٽ ڪجهہ تعليم حاصل ڪرڻ کان پوءِ مدرسي باگي تيوٽي لاڙڪاڻي ۾ وڃي حافظ فدا احمد وٽ پڙهيو، تنهن کان پوءِ1330هہ ۾ ڏامراهہ ضلعي لاڙڪاڻي ۾ مولاناعبدالرحمٰن ڏامراه وٽ پڙهڻ کان پوءِ ڪجهہ وقت لاءِ وڃي مولوي قادر بخش سولنگيءَ وٽ ملاڻن جي ڳوٺ ضلعي لاڙڪاڻي ۾ پڙهيائين. تنهن کان پوءِ حضرت علامہ مير محمد نورنگي ۽ قنبر پرسان مولانا مير محمد معرفاني بلوچ جي مدرسي ۾ وڃي پڙهيو. آخر ۾ مولانا محمد صالح ابڙي گاجاڻيءَ وٽ باقي ڪتاب پڙهي پنجويهن ورهين جي ڄمار ۾ سن 1338هہ ۾ دستاربند ٿيو.

فارغ التحصيل ٿيڻ کان بعد مختلف مدرسن ۾ تعليم ڏيندو رهيو ۽ ان سان گڏ تصنيف ۽ تاليف جو ڪم بہ جاري رکيائين(171). مولوي صاحب ڪيترائي ڪتاب لکيا، جن مان سندس ڇپيل ڪن ڪتابن جو وچور هن طرح آهي(172):

"خزانة العارفين"(حضرت شاهه عبداللطيف ڀٽائي رحمة الله عليه جي ڪلام جو شرح) اعانة الوحيد"، "جذبات خاڪ"، "الوحي الوفي"، "تحفه سنڌ"، جديد دور جي سهڻي ميهار، "حب الحي"، قصيده بر دعا فارسي، "پکين جي پچار تي هڪ نظر نروار"، تاريخ بزرگ شهداد ڪوٽي، "تحفة الاخوان"، شجره ميمڻ"، "وطن جي واڪاڻ"، اللمعة في تحقيق الخطبة" (عربي)، "مهجورنامه"، (سلوڪ جي باري ۾) ۽ "پيچ پا ڳارا پير پيارا.

ان ڪان سواءِ مولانا صاحب سنڌي، فارسي ۽ عربيءَ جو سٺو شاعر به هو ۽ پنهنجي شاعريءَ ۾ "خاڪ" تخلص ڪم آڻيندو هو. مولانا درمحمد خلافت تحريڪ ۾ حصي وٺڻ سان پنهنجي سياسي زندگيءَ جو آغاز ڪيو. پاڻ اتر سنڌ ۾ هن تحريڪ جي اهم گڏجاڻين ۾ شريڪ ٿي، انگريز سامراج جي خلاف تقريرن جي ذريعي ۽ پڻ شعر پڙهي عوام ۾ بيداريءَ جو احساس پيدا ڪندو رهيو.

جڏهن مسلم ليگ طرفان ملڪ جي ورهاڱي لاءِ سنڌ اندر به ڪوششون ورتيون ويون، ته مولانا در محمد صاحب به انهيءَ پارٽيءَ ۾ شامل ٿيو ۽ قاضي سيد اسد الله شاهه ٽڪڙائي جي رفاقت ۾ ملڪ جي ورهاڱي تائين پنهنجون سياسي خدمتون سرانجام ڏيندو رهيو.(173)

هن يگانه عالم، جي وفات تاريخ 30 ربيع الاوّل سن 1401هه مطابق 6فيبروري 1981ع تي ٿي(174).

## مولانا دوست محمد لکمير

مولوي دوست محمد ولد آخوند عبد الوارث لکمير جي ولادت سن 1292هه مطابق 1875ع ڏاري ڳوٺ ڪبڙ لکمير تعلقي سڪرنڊ ضلعي نواب شاهه ۾ ٿي.

ابتدائي قرآن مجيد جي تعليم پنهنجي والد کان ورتائين، ۽ باقي تعليم پنهنجي ئي ڳوٺ ۾ مولوي محمد حسين جمالي وٽ پوري ڪري دستاربند ٿيو. علمي فراغت کان پوءِ پنهنجي ڳوٺ ۾ ديني تعليم ڏنائين.

جڏهن خلافت تحريڪ شروع ٿي ته مولانا دوست محمد ان ۾ حصو وٺندي پنهنجي سياسي زندگي جو آعاز ڪيو. پاڻ تعلقي سڪرنڊ جي ڪيترن ڳوٺن جهڙوڪ: مهر علي جمالي، عرس ڪيريو ۽ ٻانٺيءَ ۾ وڃي انگريزن جي خلاف پرچار ڪيائين. سن 1925 ۾ سندس ئي صدارت هيٺ ڳوٺ ٻانٺي ۾"خلافت تحريڪ" جي هڪ وڏي ڪانفرنس ٿي، جنهن ۾ وطن جي آزادي لاءِ سنڌي عوام ڪي جوش ۽ جذبو ڏياريو ويو.

پاڻ 60 ورهين جي ڄمار ۾ سن 1340هه مطابق 1935ع ۾ راهه رباني ورتائين (175).

## مولانا دين محمد بُنوي

مولانا دين محمد بُنوي ولد ڳهٽو خان چانديو. بني تعلقو ميرو خان ضلعي لاڙڪاڻي ۾ ڄائو. ابتدائي تعليم قاضي الاهي بخش کان ورتائين ۽ عربيءَ جا ڪجھ ڪتاب مولانا غلام صديق شهدادڪوٽيءَ وٽ پڙهيو. ان کان پوءِ ٺوڙهي، ابڙيجا ۽ همايون جي مدرسن ۾ تعليم وٺي بهاولپور جي ڀُنگ شهر ۾ وڃي مولانا نظر محمد وٽ دستاربندي ڪيائين.

علمي فراغت کان پوءِ پنهنجي ئي ڳوٺ ۾ ديني مدرسو قائم ڪري درس تدريس جو مشغلو رکندو آيو. پاڻ علم ميراث جو وڏو ماهر ٿي گذريو آهي(176).

مولانا دين محمد جي سياسي زندگيءَ جو آغاز "خلافت تحريڪ" سان ٿيو. جڏهن "امن سڀا" جي روح روان عالم مولوي فيض الڪريم ٺاروشاهيءَ "تحقيق الخلافت" نالي هڪ فتويٰ ڪڍي، خلافت جي تڏهوڪي حيثيت کي تسليم ڪرڻ کان انڪار ڪيو، تہ ٻين عالمن سان گڏ مولوي دين محمد بُنوي بہ سندس تائيد ڪري(177) امن سڀائي هئڻ جي ثابتي ڏني. ان کان پوءِ جڏهن "تحقيق الخلافت" جي رد ۾ خلافتي عالمن "اظهار الڪرامة" نالي فتويٰ جاري ڪئي، تہ هن انهيءَ تي بہ صحيح ڪئي.(178) اهڙيءَ طرح خلافتي عالمن جي صف ۾ شامل ٿي، پنهنجي پهرئين غلطيءَ جو ازالو ڪيائين. ان کان پوءِ هن تحريڪ ۾ سرگرميءَ سان حصو وٺندو رهيو ۽ سندس ئي ڪوشش سان بُني ۾ خلافت ڪاميٽي قائم ٿي(179). ان کان سواءِ هن "عدم تعاون تحريڪ" دوران برطانوي مالي امداد وٺڻ کان بہ انڪار ڪيو هو(180).

مولانا دين محمد بُنوي تاريخ 2 جمادي الاول سن 1350هہ مطابق 15 سيپٽمبر 1931ع تي هن فاني جهان مان لاڏاڻو ڪري ويو(181).

## مولانا دين محمد "وفائي"

مولانا دين محمد ولد حڪيم گل محمد ڀٽي تاريخ 27 رمضان المبارڪ سن 1311 هہ مطابق 4 اپريل 1894ع تي ڳوٺ ڪنيون تعلقي ڳڙهي ياسين ضلعي شڪارپور ۾ پيدا ٿيو. ابتدائي تعليم پنهنجي والد کان ورتائين. ان کان پوءِ فارسي مولوي محمد عالم ۽ عربيءَ جي تعليم مولانا غلام عمر سوني جتوئيءَ واري کان وٺي 1913ع ۾ فارغ التحصيل ٿيو(182).

علم جي تحصيل کان پوءِ مولانا دين محمد صاحب ڪجھ وقت لاءِ ڪراچيءَ ۾ رهيو. ان بعد سن 1914ع کان 1916ع تائين راڻي پور ۾ جيلاني پيرن جي اولاد کي

تعليم ڏنائين. تنهن کان پوءِ ٺلاهه ۾ حاجي امام الدين شاهه راشديءَ جي فرزندن کي پڙهائڻ لڳو(183).

مولانا دين محمد "وفائي" سن 1920ع ۾ الوحيد اخبار جي اسسٽنٽ ايڊيٽر جي حيثيت سان صحافت جي دنيا ۾ قدم رکيو. ٽن سالن کان پوءِ سن 1923ع ۾ ڪراچيءَ مان ماهوار رسالو "توحيد" جاري ڪيائين. سن 1926ع ۾ "سنجوڳي" شيخن جي تحريڪ شروع ٿي تہ پاڻ هڪ سال لاءِ اتر سنڌ ۾ وڃي تبليغ ڪندو رهيو ۽ سن 1927ع ۾ اخبار الحرب" جاري ڪيائين(184). سن 1930ع ۾ الوحيد جو ايڊيٽر مقرر ٿيو. ۽ سن 1934ع ۾ ڪراچيءَ مان وري "توحيد" رسالو ڪڍيائين (185). ان کان پوءِ مولوي صاحب ڪجهہ وقت لاءِ اخبار "آزاد" جو ايڊيٽر ٿي رهيو(186).

سن 1940ع ۾ "سنڌي ادبي مرڪزي صلاحڪار بورڊ" قائم ٿيو. تہ ڪيس ان جو ميمبر مقرر ڪيو ويو. ان کان سواءِ ساڳئي زماني ۾ "سنڌي لغت ڪاميٽي" تي بہ هن کي ميمبر طور کنيو ويو. اهڙيءَ طرح هندستان جي ورهاڱي کان پوءِ سن1949ع ۾ سنڌي درسي ڪتابن کي نئين سر تيار ڪرڻ لاءِ ڪاميٽي ڏاهي وئي تہ ان ۾ بہ ڪيس ميمبر بنايو ويو.(187).

مولانا دين محمد "وفائي" ناميارو عالم، بيباڪ صحافي ۽ مشهور اديب هو. ان کان سواءِ ڪنهن حد تائين شعر ۽ شاعريءَ سان بہ شغف رکندو هو، جنهن ڪري "وفائي" تخلص اختيار ڪيائين(188). پاڻ صاحب تصنيف بہ هو. هن جيڪي ڪتاب لکيا آهن، تن جو وچور هن طرح آهي(189):

1- فاروق اعظم (شخصيات -1925) 2- خاتون جنت (شخصيات-1228ع) 3- نو مسلم هندو راڻيون(تاريخ -1928ع) 4- محمد ﷺ (شخصيات-1930) 5-توحيد الاسلام ـ سنڌي ترجمو، تقوية الاسلام (مذهبيات 1938ع) 6- مير محمد عربي (مذهبيات 1947ع) 7- لطف لطيف (لطيفيات -1951ع) 8- الهام باري حصو پهريون، ترجمو تجريد البخاري (مذهبيات-1952ع) 9- غوث اعظم (شخصيات-1955ع) 10- الهام باري حصو ٻيو ـ تجريد البخاري (مذهبيات -1956ع) 11- الهام باري حصو چوٿون - تجريد البخاري (مذهبيات 1963ع) 12- الهام باري حصو پنجون، تجريد البخاري (مذهبيات-1963ع) 13- اسلامي زندگي (مذهبيات-1964ع) 14- سيرت حضرت عثمان (شخصيات -1946ع) 15- الهام باري حصو ڇهون تجريد البخاري (مذهبيات) 16- الهام باري حصو ستون (مذهبيات) 17-انتخاب صحيح بخاري شريف حصو پهريون (مذهبيات) ۽ 18- سيرت حيدر ڪرار (شخصيات).

مطالعي هيٺ آيل دور ۾ سنڌي عالمن جي گهڻائي "خلافت تحريڪ" جي آغاز سان گڏ عملي طور تيسياسي ميدان ۾ قدم رکيو. مولانا دين محمد "وفائي" جي سياسي زندگيءَ جي شروعات بہ اهڙيءَ طرح ٿي. جيتوڻيڪ پاڻ سنڌي عالم سياستدانن جي ٻيءَ صف جو سياستدان هو، پر تنهن هوندي بہ هن عملي خواهہ قلمي طور تي سنڌ جي مکيہ سياسي تحريڪن ۽ جماعتن جي خدمت ڪئي.

"خلافت تحريڪ" دوران هن سنڌ کان وٺي هند تائين سمورين ڪانفرنسن ۾ شرڪت ڪئي، ۽ ملڪي سطح تي سنڌ جي سري کان وٺي لاڙ تائين اهم جلسن ۾ شريڪ ٿيو. پاڻ پهرين صف جي تحريڪي مبلغن مان هڪ هو. هو نہ رڳو "سنڌ خلافت ڪاميٽيءَ" جو سيڪريٽري ٿي رهيو(190)، پر جماعت لاءِ چندن ڏيڻ ۽ گڏ ڪرڻ(191) ۽ امن سيائي عالمن کي جواب ڏيڻ ۾ بہ باقي عالم سياستدانن کان اڳرو رهندو آيو.*

"خلافت تحريڪ" سان گڏ هن "جمعيت العلماءِ سنڌ" ۾ بہ شرڪت ڪئي ۽ ڪيتري وقت تائين ان جو ناظم بہ ٿي رهيو(192) پاڻ ساڳئي ئي جذبي سان انهيءَ جماعت جي سياسي ميدان تان پنهنجون سياسي خدمتون سرانجام ڏيندو رهيو ۽ انهيءَ عرصي دوران "سنڌ محمدن ايسوسيئيشن" ۾ بہ شموليت اختيار ڪيائين(193).

سنڌ جي بمبئيءَ کان عليحدگيءَ کان پوءِ مولانا صاحب "سنڌ اتحاد پارٽي" سان همدرديون قائم رکيون. پر جڏهن مولانا عبيدالله سنڌي سن 1939ع ۾ جلاوطني کان پوءِ واپس وطن وريو ۽ اچي "جمنا، نربدا، سنڌ ساگر پارٽي" ٺاهيائين تہ پاڻ سندس ٻانهن ٻيلي ٿي سياست ۾ حصو ورتائين(194). ان کان پوءِ آخري ڄمار ۾ مولوي صاحب مسلم ليگ سان وابستہ ٿيو(195).

مولانا وفائي صاحب تاريخ 22 جمادي الآخر سن 1369ع مطابق 10 اپريل 1950ع تي هن جهان مان لاڏاڻو ڪيو(196).

* مولانا دين محمد وفائي امن سيائي عالمن جي فتوائن جي جواب ۾ هي ڪتاب مرتب ڪيا:

i. اظهار الڪرامة في مقاصد الخلافة والامامة
ii. امن سيا ۾ شامل ٿيندڙن لاءِ جمعيت العلماءِ سنڌ جي متفقہ فتويٰ
iii. مولوي معين الدين جي محاڪمہ جي حقيقت ۽
iv. فصل الخطاب في رد ازالة الاتياب.

## مولانا دين محمد "پٽائي"

مولانا دين محمد ولد محمد خان بلوچ جي ولادت سن 1308هه مطابق 1891ع ۾ ڳوٺ پَٽُ گل محمد لغاري ضلعي دادو ۾ ٿي(197). ابتدائي تعليم ڳوٺ ۾ وٺڻ کان پوءِ ڳوٺ ٻپير، ڏگهه بالا، گاهي مهيسر، روهڙي، مٽياري، هالا، حيدرآباد، ميرپور خاص ۽ ٽنڊي الهيار جي مدرسن ۾ پڙهي دستاربندي ڪيائين. ان بعد پنهنجي ئي ڳوٺ ۾ مدرسو قائم ڪري درس وتدريس ڏيڻ لڳو(198).

مولوي صاحب سنڌ جي بمبئيءَ کان عليحدگيءَ بعد سياست ۾ پير پاتو، ۽ پاڻ مسلم ليگي عالم هو. هن پاڪستان جي تحريڪ ۾ ڀرپور حصو ورتو(199).

هن تاريخ 17 شوال سن 1391ع مطابق 13 اپريل 1960ع تي وفات ڪئي(200).

## مولانا دين محمد "اديب"

مولانا دين محمد ولد پانڌي خان چنو تاريخ 15 شوال سن 1314هه مطابق 21 مارچ 1897ع تي فيروز شاهه ضلعي دادو ۾ ڄائو(201). ابتدائي ديني تعليم مولانا عطاءُ الله فيروزشاهيءَ کان ورتائين. ان کان پوءِ فارسي مولانا عبدالرحمٰن وٽ پڙهيو، ۽ آخر ۾ وڃي تعلقي ميهڙ جي ڳوٺ ٻانهي لاکير ۾ مولانا الاهي بخش جي مدرسي ۾ داخل ٿيو. جتي پنجن سالن جي مسلسل محنت کان پوءِ علمي فراغت حاصل ڪيائين(202).

تعليم پوري ڪرڻ کان پوءِ مختلف مدرسن، اسڪولن، ۽ آخر ۾ مسلم ڪاليج حيدرآباد ۾ درس وتدريس ڏنائين(203). کيس شعروشاعري ۽ لکڻ پڙهڻ سان بہ شغف هوندو هو. سندس شاعري سنڌي، اردو ۽ فارسيءَ ۾ آهي، ۽ پنهنجيءَ شاعريءَ ۾ "اديب" تخلص ڪم آڻيندو هو. پاڻ ڪيترا ڪتاب بہ لکيائين، جن جو وچور هن طرح آهي(204):

1- "جزاءَ الاعمال"، 2- "بهشتي ڪوثر"، 3- "علاج القحط والوبا"، 4- "زاد السعيد في الصلوٰة علي النبي الوحيد"، 5- "نورٌ عليٰ نور ترجمة خاتم الانبيا"، 6- "علم الاخلاق عرف اسلامي اخلاق"، 7- "چهره ڪشاد مثنوي، ترجمه رونمائي مثنوي"، 8- "اختتام مثنوي"، 9- "حيات المسلمين"، 10- "منع الانام عن وضع الايدي علي الاقدام"، 11- "مجموعة الاشعار" (فارسي) 12- "بهشت جي ڪنجي"، 13- "معلم الاسلام"، 14- "چاليهن دعائن جو ترجمو"، 15- "ڪليات اديب"، 16- "صبح ۽ شام جون دعائون"، 17- "خلفاءِ راشدين"، 18- "ڪشف المحجوب" (ترجمو) 19- اخلاق النبي" ۽ 20- "اشرف العلوم"

مولوي دين محمد صاحب "خلافت تحريڪ" ۾ حصي وٺڻ سان پنهنجي سياسي زندگيءَ جو آغاز ڪيو. پاڻ توڙ تائين هن تحريڪ جو پرخلوص ۽ سرگرم ڪارڪن ٿي رهيو. ميهڙ ۾ سڏايل خلافت ڪانفرنس کي ڪامياب بڻائڻ ۾ سندس ئي وڏو هٿ هو. ضلعي دادو ڪان سواءِ هن لاڙڪاڻي ۽ حيدرآباد جي ڪانفرنس ۾ پڻ شرڪت ڪئي(205).

انگريزن "امن سڀا" قائم ڪرائي خلافت جي حيثيت ۽ حقيقت کي مسخ ڪرڻ لاءِ جڏهن مولوي فيض الڪريم ٺارو شاهيءَ ڪان "تحقيق الخلافت" نالي هڪ فتويٰ جو رسالو لکارائي شايع ڪرايو تہ خلافتي عالمن ان فتويٰ جو رد لکيو. جنهن جي مولانا "اديب" پڻ تصديق ۽ تائيد ڪئي(206). ان ڪان سواءِ تحريڪ جي ڪاميابيءَ لاءِ ان جي مالي مدد بہ ڪيائين (207).

سنڌ جي بمبئي ڪان علحدگيءَ ڪان پوءِ هن سر غلام حسين هدايت الله جي"مسلم پوليٽيڪل پارٽيءَ" ۾ شرڪت ڪئي ۽ هڪ ڪارڪن جي حيثيت سان پنهنجيون سياسي خدمتون سرانجام ڏنائين (208).

بعد ۾ هيءُ "جمعيت العلماءِ سنڌ" ۾ شامل ٿيو ۽ سن 1944ع ۾ جڏهن حيدرآباد جي تاريخي قلعي ۾ قاري محمد طيب ديوبنديءَ جي صدارت هيٺ هن جماعت جو جلسو منعقد ٿيو، تہ مولانا صاحب بہ ان ۾ شريڪ ٿي، وطن جي آزاديءَ لاءِ پاڻ پتوڙيو (209).

مولانا دين محمد تاريخ 23 محرم سن 1393هہ مطابق 27 فبروري1963ع تي پنهنجي زندگيءَ جو ظاهري سفر پورو ڪري وڃي مالڪ حقيقيءَ سان مليو (210).

## مولانا پير رشد الله شاه راشدي

پير رشد الله شاه ولد پير رشيد الدين شاه راشدي بيعت ڌڻي سن 1277هہ مطابق 1860ع ڌاري ڳوٺ پير فضل الله (موجوده پير جهنڊو) ضلعي حيدرآباد ۾ ڄائو (211). ابتدائي ديني تعليم ڳوٺ ۾ ئي ورتائين. قاضي فتح محمد نظاماڻي سندس ان دور جي استادن مان هو. فراغت ڪان پوءِ سلم ۽ منطق جا ڪجھ ٻيا ڪتاب مولانا عبيد الله سنڌيءَ ڪان بہ پڙهيائين ۽ ان ڪان پوءِ پير جهنڊي ۾ ئي دين جي خدمت ڪندو رهيو (212).

پير صاحب"ريشمي رومال" واري تحريڪ ۾ حصي وٺڻ سان پنهنجي سياسي زندگيءَ جو آغاز ڪيو. مولانا عبيد الله سنڌيءَ جي افغانستان ڏانهن هجرت ڪري

وچڻ ۾ پير رشد الله جو وڏو هٿ هو. افغانستان پهچڻ کان پوءِ مولانا عبيد الله پير صاحب کي جهاد ۾ مدد ڪرڻ لاءِ مولانا عبيد الله لغاري جي هٿان هڪ خط به موڪليو هو. ساڳئي عرصي دوران جيڪي ريشمي خط شيخ عبد الحق کي ڏنا ويا ته انهن ۾ هڪ خط مولانا عبيد الله سنڌيءَ طرفان پير رشد الله ڏانهن مالي مدد ڪرڻ واسطي پڻ شامل هو (213).

ان کان پوءِ جڏهن "خلافت تحريڪ" شروع ٿي ته ان ۾ به ڀرپور حصو ورتائين. جان محمد جوڻيجي جي ڪوشش سان لاڙڪاڻي ۾ تاريخ 6-7 ۽ 8 جون 1920ع تي خلافت ڪانفرنس منعقد ٿي ته انهيءَ جي صدارت پير صاحب ئي ڪئي هئي (214).

هن تحريڪ کي ڪامياب بنائڻ واسطي جڏهن خلافت جي عالمن فتوائن ڏيڻ جو سلسلو شروع ڪيو ته پير صاحب به انهن جي ڪيترين فتوائن جي تصديق ۽ تائيد ڪئي (215). نه صرف ايترو پر سن 1920ع ۾ جڏهن ترڪيءَ تي مڙهيل شرطن تي نظر ثاني ڪرڻ لاءِ وائسراءِ ۽ گورنر جنرل کي يادداشت نامو ڏنو ويو ته سنڌ مان پين عالمن سان گڏ پاڻ به ان تي صحيح ڪئي هئائين (216). پوءِ جڏهن وقت جي سرڪار انهيءَ يادداشت نامي تي ڪو به غور نه ڪيو ته خلافتي عالمن "ترڪ موالات" ڪرڻ لاءِ فتويٰ جاري ڪئي، جنهن جي پڻ پير صاحب تصديق ڪئي (217). پاڻ تحريڪ جي وقت بوقت مالي مدد ڪندو رهيو (218). ۾ خاص طرح سان "خلافت تحريڪ" دوران سنڌس ئي ڪوشش سان ٽيهه هزار رپيا صرف "انگورا فنڊ" ۾ گڏ ڪيا ويا. اهڙيءَ طرح تحريڪ ايا جاري هئي ته پاڻ تاريخ 22 رمضان المبارڪ سن 1340هه مطابق 19 مئي 1922ع تي هن فاني دنيا مان لاڏاڻو ڪري ويو (219).

## مولانا مفتي سعدالله انصاري.

حڪيم مولانا مفتي سعد الله جنهن جو اصل نالو عبدالرحيم هو، سن 1385هه مطابق 1868ع ۾ حاجي عبدالحق انصاريءَ جي گهر هالا نوان ضلعي حيدرآباد ۾ ڄائو. فارسي ۽ عربيءَ جا ڪتاب پنهنجي والد وٽ هالا ۾ پڙهيو. ۽ ان بعد سنڌ جي مختلف مدرسن ۾ پڙهڻ کان پوءِ وچي ڪڏي واري مدرسي "مظهرالعلوم" ڪراچيءَ ۾ مولانا عبدالله ميمڻ وٽان باقي تعليم پوري ڪري، دستاربند ٿيو. ان کان پوءِ پنهنجي مطالعي ذريعي طب ۾ به مهارت حاصل ڪري ورتائين (220).

ان بعد خيرپور رياست جو مفتي بڻيو. جتي سرڪاري فيصلن سان گڏوگڏ عام فتوائون بہ ڏيندو هو. جڏهن ڪيس قضا جي عهدي تان هٽايو ويو، تہ پاڻ ناز هاءِ اسڪول خيرپور ۾ استاد مقرر ٿيو ۽ گڏوگڏ شهر جي خانگي مدرسي ۾ بہ تعليم ڏيندو رهيو (221).

مفتي صاحب لکڻ پڙهڻ ۽ شعرو شاعريءَ سان بہ شغف رکندو هو. سندس لکيل ڪتاب "توب محمدي" (ڇپيل) ۽ "ضرب المدارس بجواب واقعة القرطاس" (قلمي) ذڪر لائق آهن (222).

جڏهن "خلافت تحريڪ" جو آغاز ٿيو ۽ ڌارين حڪمرانن جي خلاف ماڻهن ۾ نفرت وڌندي وئي، تہ مفتي سعدالله پڻ هن تحريڪ ۾ شامل ٿي سياسي ڪم ڪرڻ لڳو. پاڻ هن تحريڪ جي اول ڪان آخر تائين اخلاقي توڙي مالي مدد ڪندو رهيو (223).

مفتي سعدالله صاحب جمادي الآخر سن 1363هه مطابق مئي 1944ع ۾ هيءُ جهان ڇڏيو (224).

## مولانا شفيع محمد ٻبر

مولوي شفيع محمد ولد محمد حسن ٻبر ڳوٺ عرضي نائچ ضلعي لاڙڪاڻي ۾ ڄائو. جتان پوءِ لڏي اچي خيرپور ناٿن شاهہ ضلعي دادو ۾ وينو. مختلف هنڌن تي پڙهي، پنهنجي تعليم پوري ڪري وڃي جامع مسجد مصري شاهہ جو پيش امام بڻيو. پاڻ پنهنجي تر جو ناميارو عالم ۽ شاعر ٿي گذريو آهي (225).

مولوي شفيع محمد "خلافت تحريڪ" ۾ حصي وٺڻ سان سياست جي ميدان ۾ قدم رکيو. سندس ئي ڪوشش سان ڳوٺ عرضي نائچ ۾ "خلافت تحريڪ" جا ڪيترا جلسا منقعد ٿيا (226). ان ڪان سواءِ تحريڪ جي ڪاميابيءَ لاءِ ان جي اخلاقي توڙي مالي مدد بہ ڪيائين (227).

مولوي صاحب سن 1359هه مطابق 1940ع ۾ رحلت ڪري ويو (228).

## مولانا شفيع محمد سوڍر

مولوي شفيع محمد ولد ولي محمد سوڍر ڳوٺ سوڍاري ضلعي دادو ۾ ڄائو. ابتدائي ديني تعليم ڳوٺ ۾ ورتائين (229). ان ڪان پوءِ پيپريءَ واري حافظ عبدالله رضي نابينا وٽ صرف ۽ ڪجهہ نحو پڙهيو. ان بعد ڳوٺ فيض محمد آگري ضلعي ميهڙ ۾ مولانا محمد پريل آگري وٽ پڙهڻ وينو، ۽ آخر ۾ ڳوٺ نورنگ تعلقي قمبر ۾ وڃي مولانا مير محمد نورنگيءَ وٽ باقي تعليم پوري ڪري دستاربندي ڪيائين.

فارغ التحصيل ٿيڻ کان پوءِ پنهنجي ئي ڳوٺ ۾ مدرسو قائم ڪري درس وتدريس ڏيڻ لڳو (230).

پاڻ شعرو شاعريءَ سان بہ شغف رکندو هو، ۽ هن پنهنجي شاعريءَ ۾ ”مسجدي“ تخلص ڪم آڻيندو آهي (231).

مولوي صاحب ”خلافت تحريڪ“ جي آغاز سان گڏ سياست جي ميدان ۾ پير پاتو. پاڻ خلافت ڪاميٽيءَ جو مقرر ٿيل مبلغ هو (232)، ۽ انهيءَ سلسلي ۾ مختلف هنڌن تي وڃي تحريڪ جو پرچار ڪندو هو (233).

انهيءَ دور ۾ جڏهن امن سڀائي عالمن جي اڳواڻ مولوي فيض الڪريم ٺارو شاهيءَ ”تحقيق الخلافت“ نالي هڪ فتويٰ جو رسالو جاري ڪري، خلافت جي تڏهوڪي حيثيت کي مسخ ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي، تہ خلافتي عالمن پڻ ان فتويٰ جو رد لکي شايع ڪرايو، جنهن جي مولوي شفيع محمد سوڍر بہ تصديق ۽ تائيد ڪري، پنهنجي تحريڪ دوستيءَ جو ثبوت ڏنو (234)، ۽ اهڙيءَ طرح هن تحريڪ جي خاتمي سان گڏ سندس سياسي خدمتون بہ پوريون ٿيون.

سندس وفات تاريخ 13 رمضان سن 1364هہ مطابق 22 آگسٽ 1945ع تي ٿي (235).

## مولانا شفيع محمد منگيو

مولوي شفيع محمد ولد محمد بچل منگيو سن 1307هہ مطابق 1890ع ۾ ڳوٺ چتن شاهہ تعلقي سڪرنڊ ضلعي نوابشاهہ ۾ ڄائو. ديني تعليم جي حاصل ڪرڻ لاءِ پير جهنڊي جي مدرسي ”دارالرشاد“ ۾ داخل ٿيو. جتان مولانا عبيدالله سنڌي، مولانا محمد اڪرم انصاريءَ، ۽ مولانا عبدالحليم متوو ڪڇيءَ وٽان پڙهي فارغ ٿيو.

علم جي تحصيل کان پوءِ ساڳئي ئي مدرسي ۾ پڙهائڻ لڳو، ۽ گڏوگڏ مدرسي جو مهتمم ۽ ڪاتب بہ ٿي رهيو. ان مشغوليءَ جي باجود مولانا عبيدالله سنڌيءَ جي ترغيب ڏيارڻ تي، پاڻ ايتري انگريزي بہ سکي ورتائين، جو قرآن شريف جي ننڍين سورتن جو انگريزيءَ ۾ ترجمو ڪري پڙهائيندو هو.

زندگيءَ جو وڏو حصو پير جهنڊي ۾ پڙهائڻ کان پوءِ دڏ ۽ چتن شاهہ جي ڳوٺن ۾ بہ ڪجهہ وقت درس وتدريس جو سلسلو جاري رکيائين. ان کان پوءِ اچي سڪرنڊ ۾ رهائش پذير ٿيو. ڪيس مطالعي ۽ لکڻ جو بہ شوق هوندو هو. سندس لکيل ڪتاب ”حصن حصين“ ۽ ”ملفوظات حضرت پير رشدالله“ (قلمي) قابل ذڪر آهن.

مولوي شفيع محمد صاحب شاگرديءَ جي زماني ۾ مولانا عبيدالله سنڌيءَ کان ديني علوم سان گڏ، سياسي تربيت به حاصل ڪري ورتي هئي. جڏهن "خلافت تحريڪ" شروع ٿي، ته پاڻ ان ۾ سرگرميءَ سان حصو وٺڻ لڳو ۽ پير جهنڊي ۾ وقت بوقت ٿيندڙ سياسي گڏجاڻين ۾ شريڪ ٿيندو رهيو (236).

خلافت جي خاتمي کان پوءِ جڏهن "سنڌ جي بمبئيءَ کان علحدگيءَ واري تحريڪ" شروع ٿي، ته مولي صاحب ان ۾ به ڀرپور حصو ورتو، ۽ پاڻ ڳوٺ چتن شاهه جي "سنڌ آزاد جماعت" جو صدر به ٿي رهيو (237).

سن 1939ع ۾ جڏهن مولانا عبيدالله سنڌي جلاوطنيءَ کان پوءِ واپس سنڌ وريو، ۽ اچي "جمنا- نربدا- سنڌ ساگر پارٽي" ٺاهيائين، ته مولوي شفيع محمد به ان ۾ شموليت اختيار ڪري، وطن جي آزاديءَ لاءِ پاڻ پتوڙيندو رهيو (238).

مولانا منگيو صاحب سن 1390ھ مطابق 1970ع ۾ لاڏاڻو ڪيو (239).

## مولانا شفيع محمد نظاماڻي

مولوي شفيع محمد ولد مير محمد نظاماڻيءَ جي ولادت سن 1310ھ مطابق 1892ع ڌاري ڳوٺ ڪرم خان نظاماڻي تعلقي هالا ضلعي حيدرآباد ۾ ٿي. پاڻ حصول تعليم لاءِ ديوبند به ويو، پر طبيعت ناساز هئڻ سبب سگهوئي واپس وطن وريو، ۽ اچي ڀريائين هالا ۾ خليفي صاحب جي مدرسي "محمديه" ۾ پڙهڻ ويٺو، ۽ ان کان پوءِ پير جهنڊي جي مشهور مدرسي "دارالرشاد" ۾ باقي تعليم وٺي فراغت حاصل ڪيائين.

علم جي تحصيل کان پوءِ پاڻ ويهي ڪتي پڙهائڻ بجاءِ رفاهي ڪمن ۾ دلچسپي وٺڻ لڳو ۽ اڳتي هلي وڃي ضلعي ڪائونسل جو ميمبر بڻيو (240).

اهڙيءَ طرح جڏهن سنڌ جي بمبئيءَ کان علحدگيءَ لاءِ تحريڪ هلي، ته پاڻ ان ۾ به هڪ اهم ڪارڪن جي حيثيت سان، سنڌ جي آزاديءَ تائين پنهنجون سياسي خدمتون سر انجام ڏيندو رهيو (241).

انگريزن کان آزادي حاصل ڪرڻ لاءِ جڏهن ملڪ اندر ڪيترين ئي تحريڪون شروع ٿيون، ته مولوي صاحب "خاڪسار تحريڪ" ۾ شامل ٿي وطن جي آزاديءَ لاءِ سرگرميءَ سان ڀرپور ورتو (242).

مولانا نظاماڻي صاحب سن 1390ھ مطابق 1970ع ۾ هن دنيا مان رخصت ٿيو (243).

## مولانا حڪيم شمس الدين

مولانا حڪيم شمس الدين ولد ميان عبيدالله قاضي سن 1312ھ مطابق 1894ع ۾ نوشهرو فيروز ضلعي نواب شاهه ۾ پيدا ٿيو. حڪيم صاحب دارالعلوم ديوبند جو فارغ التحصيل هو. ۽ طبيہ ڪاليج دهليءَ مان حڪمت جي سند بہ حاصل ڪئي هئائين. طب جي تحصيل کان پوءِ ڪيس اتي جي طبيہ ڪاليج ۾ پروفيسر مقرر ڪيو ويو (244) . ان کان پوءِ موٽي اچي حيدرآباد سنڌ ۾ پنهنجو مطب کوليائين. جنهن کي هن وقت طبي ڪمپنيءَ جي حيثيت حاصل آهي.

حڪيم صاحب جا فن طب تي ڪتاب بہ مستند سمجهيا وڃن ٿا. ۽ حيدرآباد جي مشهور "طبيہ ڪاليج" سندس ئي يادگار آهي. (245). مولانا حڪيم شمس الدين "خلافت تحريڪ" ۾ حصي وٺڻ سان پنهنجي سياسي زندگي جو آغاز ڪيو. پاڻ سنڌ ۽ هند جي مشهور خلافتي اڳواڻن مان هڪ هو. ۽ تحريڪ جي ڪيترن ئي عهدن تي فائز رهيو.*

اهڙيءَ طرح سنڌ اندر "خلافت تحريڪ" جي جلسن ۾ شريڪ ٿي وڃي انگريزن خلاف پرچار ڪندو هو (246).

جڏهن وقت جي سرڪار "امن سڀا" قائم ڪرائي. مولوي فيض الڪريم کي اڳيان آڻي ڪائنس "تحقيق الخلافت" نالي هڪ فتويٰ جو رسالو جاري ڪرايو. ۽ خلافت جي حقيقت ۽ حيثيت کي مسخ ڪرڻ جو ڪوشش ڪئي. تہ ان جي رد ۾ خلافتي عالمن پڻ فتوائن جو سلسلو شروع ڪيو. جن مان ڪيترين فتوائن جي حڪيم صاحب بہ تصديق ۽ تائيد ڪئي (247). ان کان سواءِ تحريڪ جي مالي مدد بہ ڪندو هو (248).

---

* پاڻ جن عهدن تي فائز رهيو. اهي هي هئا:

ميمبر دستور العمل "خلافت ڪاميٽي" (ڏسو روزانہ "الوحيد" ڪراچي. مؤرخہ 14 فيبروري 1931ع. ص2).

ميمبر مرڪزي"خلافت ڪاميٽي" (خلافت صوبہ سنڌ) (ڏسو روزانہ "الوحيد" ڪراچي. مؤرخہ 24 اپريل1932ع. ص6).

صدر حيدرآباد "خلافت ڪاميٽي" (ڏسو روزانہ "الوحيد" ڪراچي. مؤرخہ 24 اپريل 1932ع. ص6).

صدر مجلس خلافت صوبہ سنڌ (ڏسو "اعلان" ڪراچي. ڪوهنور پرنٽنگ ورڪس . سال؟. ص 2).

خلافت جي خاتمي کان پوءِ مولانا صاحب "جميعت علماءِ" ۾ شامل ٿيو ۽ ان جو سرگرم ميمبر ٿي رهيو. (249). پاڻ جمعيت طرفان سنڌ اندر سڏايل جلسن ۾ شريڪ ٿي، وطن جي آزادي لاءِ سرگرمي سان حصو ورتائين. (250)

حڪيم شمس الدين صاحب تاريخ 16 ربيع الاول سن 1379هه مطابق 9 سيپٽمبر 1960ع تي لاڏاڻو ڪري، راهه رباني ورتي. (251)

## مولانا صاحب ڏنو پيٽو

مولوي صاحب ڏنو ولد ملا ڪبڙ پيٽو سن 1280هه مطابق 1864ع ڌاري ڳوٺ قادر پور ضلعي جيڪب آباد ۾ ڄائو. ابتدائي تعليم پنهنجي ڳوٺ ۾ ورتائين. ان کان پوءِ مختلف مدرسن ۾ پڙهيو، ۽ آخر ۾ رستم جي مولوي عبدالستار وٽ وڃي باقي تعليم پوري ڪري دستاربند ٿيو (252). علمي فراغت کان پوءِ درس وتدريس ڏيڻ لڳو (253).

مولوي صاحب "خلافت تحريڪ" جي دور جو عالم سياستدان هو (254)، پر ان هوندي به غير ملڪي ڪپڙي جي استعمال کي جائز سمجهندي خلافتي عالمن سان اختلاف رکندو هو(255).

مولوي صاحب ڏني سن 1350هه مطابق 1931ع ۾ وفات ڪئي (256).

## مولانا صدر الدين شاهه

مولوي صدر الدين شاه ولد شرف الدين شاهه بخاري سن1328هه مطابق 1910ع ڌاري مراد پور (جونگل) ضلعي جيڪب آباد ۾ پيدا ٿيو. جونگل ۾ مولانا در محمد وٽ پڙهي فارغ ٿيو.

علم جي تحصيل کان پوءِ ڪٿي وڃي ويهي پڙهائڻ بجاءِ صحافت جي ميدان ۾ گهڙيو، ۽ پنهنجي ادارت هيٺ هفتيوار اخبار "تنظيم" جاري ڪيائين (257).

جڏهن سنڌ جي بمبئيءَ کان علحدگيءَ واري تحريڪ شروع ٿي ته مولانا صدر الدين شاهه ان ۾ شامل ٿي، پنهنجي سياسي زندگي جو آغاز ڪيو. سندس ئي ڪوششن سان سن1936ع ۾ مرادپور ۾ "سنڌ آزاد مسلم پارٽي" ٺهي، جنهن جو پاڻ صدر بڻجي سنڌ جي آزاديءَ تائين پاڻ پتوڙيندو رهيو(258).

ان کان پوءِ جڏهن "ڪانگريس" ۽ "مسلم ليگ" مذهبي بنياد تي وطن جي آزاديءَ لاءِ هلچل شروع ڪئي ته پاڻ "مسلم ليگ" ۾ شرڪت ڪري ملڪ جي ورهاڱي تائين پنهنجون سياسي خدمتون سرانجام ڏنائين(259).

مولوي صدر الدين شاهه سن 1395هه مطابق 1975ع ۾ رحلت ڪئي(260).

## مولانا پير ضياء الدين شاهه راشدي

پير ضياءُ الدين، ولد پير رشد الله شاهه راشدي تاريخ 27 رجب سن1304ھ مطابق 20 جون 1887ع ڳوٺ پير جهنڊي تعلقي هالا ضلعي حيدر آباد ۾ تولد ٿيو(261). شروع کان آخر تائين پنهنجي ڳوٺ واري مدرسي "دارالرشاد" ۾ حضرت مولانا عبيد الله سنڌيءَ، مولانا نجم الدين. صاحب، مولانا محمد صاحب احمداڻي، مولانا عبدالله لغاري ۽ حافظ امين محمد ڪڇيءَ وٽ پڙهي دستار بندي ڪيائين(262).

سندس والد پير رشدالله صاحب جي رحلت کان پوءِ صاحبزادن ۾ گادي نشين ٿيڻ تان اختلاف پيدا ٿي پيو، ان ڪري پير ضياءُ الدين شاهه پنهنجي زمين تي ڳوٺ نٿوڪيريو تعلقي سڪرنڊ ۾ وڃي آباد ٿيو، ۽ اتي مدرسو "دارالرشاد" جاري رکيائين. ڪجهه وقت کان پوءِ دادرسيءَ لاءِ حڪومت وٽ شڪايت ڪيائين. جنهن 1937ع ۾ سندس ئي حق ۾ فيصلو ڏنو. ان ڪري پاڻ واپس اچي پير جهنڊي ۾ گادي نشين ٿيو ۽ مدرسي جي عمارت ٻيهر تعمير ڪرائي علم جو فيض جاري رکيائين.

پير ضياءُ الدين شاهه جي سياسي تربيت سندس والد حضرت پير رشد الله صاحب ۽ ان جي مربي استاد ۽ انقلابي اڳواڻ مولانا عبيد الله سنڌيءَ وٽ ٿي هئي. جڏهن "خلافت تحريڪ" جو آغاز ٿيو تہ پاڻ نہ صرف ان جي اجلاسن ۾ شامل ٿي، عملي شرڪت ڪندو رهيو (263)، پر خلافتي عالمن طرفان جاري ڪيل ڪيترين ئي فتوائن جي تصديق بہ ڪيائين(264). ان کان سواءِ تحريڪ جي ڪاميابيءَ لاءِ ان جي مالي مدد بہ ڪندو هو(265). اهڙيءَ طرح خلافت جي خاتمي کان پوءِ پير صاحب "جمعيت العلماءِ" ۾ شموليت اختيار ڪري وطن جي آزاديءَ لاءِ پاڻ پتوڙيو.

سن 1939ع ۾ مولانا عبيد الله سنڌي جلاوطنيءَ کان پوءِ جڏهن سنڌ وريو ۽ اچي "بيت الحڪمت" ۽ "جمنا-نربدا-سنڌ ساگر پارٽي" جو قيام عمل ۾ آندائين تہ پير صاحب بہ بيت الحڪمت جي درس مان فيضياب ٿيڻ سان گڏوگڏ "جمنا- نربدا- سنڌ ساگر پارٽي" ۾ شريڪ ٿي پنهنجيون سياسي سرگرميون جاري رکيون(266).

پير ضياءُ الدين شاهه تاريخ 14 رجب سن 1376ھ مطابق 15 فيبروري1957ع تي هن فاني جهان مان لاڏاڻو ڪري، دارالبقا ڏانهن راهي ٿي ويو(267).

## مولانا ظهور الحسن درس

مولانا ظهور الحسن ولد مولانا عبدالڪريم درس جي ولادت سن 1323ھ مطابق 1905ھ ۾ ڪراچي ۾ ٿي.

قرآن مجيد ناظره "مدرسه درسيه" ۾ حافظ قادر بخش وٽ پڙهيو، درس نظاماڻي ۽ حڪمت جي تعليم مولانا عبدالله درس کان ورتائين. شرح جامي، شيخ چغمني ۽ فارسي علوم پنهنجي والد بزرگوار مولانا عبدالڪريم درس وٽ پڙهيو. ان بعد اين.جي.وي جاءِ اسڪول مان مئٽرڪ ۽ سينٽ پيٽرڪ ڪاليج مان انٽر پاس ڪيائين.

علمي فراغت کان پوءِ هُن پنهنجي ئي مدرسي ۾ درس وتدريس جو سلسلو شروع ڪيو. ڪيس لکڻ پڙهڻ ۽ شعر وشاعريءَ جو به ذوق هوندو هو. سندس لکيل قرآن مجيد جو فارسيءَ ۾ تفسير ۽ اردو شاعري "نعت" ذڪر لائق آهن.

مولانا ظهور الحسن صاحب پنهنجي سياسي زندگيءَ جو آغاز "ڪانگريس" جي سياسي ميدان تان ڪيو، ۽ پاڻ مولانا محمد صادق ڪڏي واري جي رفاقت ۾ وطن جي آزاديءَ لاءِ ڪم ڪيائين. ان کان پوءِ سگهوئي سن 1938ع ۾ ڪراچي ۾ قائداعظم جي صدارت هيٺ جڏهن "آل انڊيا مسلم ليگ" جو جلسو منعقد ٿيو، تہ ان موقعي تي سيٺ حاجي عبدالله هارون جي ترغيب ڏيارڻ تي "مسلم ليگ" ۾ شموليت اختيار ڪيائين(268).

پاڻ هڪ بي باڪ سياستدان تي اڀريو، ۽ محمد علي جناح، جي.ايم.سيد، سيٺ حاجي عبدالله هارون، پير علي محمد راشدي، محمد هاشم گذدر ۽ شيخ عبدالمجيد سنڌيءَ جي رفاقت ۾ پاڪستان جي حاصل ڪرڻ لاءِ سنڌ ۽ هند جي جلسن ۾ شريڪ ٿيندو هو(269). مولانا صاحب هڪ ڪامياب مقرر پڻ هو، جنهن ڪري هن جماعت جي جلسن کي ڪامياب بنائڻ ۾ سندس شرڪت کي وڏي اهميت حاصل هوندي هئي.*

---

* مولانا صاحب کي اهڙي قسم جا خط لکي جلسن ۾ شريڪ ٿيڻ لاءِ استدعا ڪئي ويندي هئي. تفصيل لاءِ ڏسو:

i. محمد هاشم گذدر ۽ شيخ عبدالمجيد سنڌيءَ جو خط مؤرخه ؟.
ii. سيٺ عبدالله هارون جو لکيل خط مؤرخه 29 مئي 1941ع.
iii. محمد صديق جو دفتر مسلم ليگ مان لکيل خط مؤرخه 30 مئي 1941ع.
iv. پير علي محمد راشديءَ جو لکيل خط مؤرخه 29 مارچ 1942ع.
v. جي.ايم.سيد (پريزيڊنٽ سنڌ پراونشل مسلم ليگ) جو خط مؤرخه 27 جولاءِ 1943ع.
vi. ايضاً، مؤرخه 7 آگسٽ 1944ع
vii. ايضاً، مؤرخه 16 سيپٽمبر 1944ع

مولانا ظهور الحسن درس مسلم ليگ جي ورڪنگ ڪاميٽيءَ جو ميمبر، سنڌ پراونشل مسلم ليگ جو ميمبر، سٽي مسلم ليگ ڪراچيءَ جو سيڪريٽري ۽ ان جي ايڪشن ڪاميٽيءَ جو ميمبر ٿي رهيو(270) ان کان سواءِ ڪيس ”آل انڊيا مسلم ليگ“ جي ساليانى جلسي لاءِ ”سنڌ پراونشل مسلم ليگ“ پاران ڪراچيءَ لاءِ ڊيليگيٽ پڻ مقرر ڪيو ويو هو(271).

اهڙيءَ طرح مولانا صاحب ”مسلم ليگ“ جي سياسي ميدان تان انگريزن کان آزادي حاصل ڪرڻ لاءِ نہ صرف عملي طرح سرگرم رهيو. پر پاڻ هن جماعت جي مالي مدد ۾ پڻ هٿ ونڊايائين(272).

مولانا ظهور الحسن درس تاريخ 7 شوال سن 1392هه مطابق 14 نومبر 1972ع تي رحلت ڪئي(273).

## مولانا عبدالله بنگلديرائي

مولانا عبدالله ولد آخوند عبدالرحيم جي ولادت سن 1277هه مطابق 1860ع ۾ ڳوٺ باگڙجي تعلقي سکر ۾ ٿي. پنج درجا سنڌيءَ جا پڙهڻ کان پوءِ عربي ۽ فارسيءَ جي تعليم وٺڻ جو شوق جاڳيس(274). آخرڪار مولانا محمد اسماعيل ابڙن واري وٽ پڙهي علمي فضيلت جي دستاربندي ڪيائين.

فارغ التحصيل ٿيڻ کان پوءِ ڳوٺ بنگلديري ضلعي لاڙڪاڻي ۾ مدرسو قائم ڪري، لڳاتار چاليهن ورهين تائين درس وتدريس ڏيندو رهيو. پاڻ پنهنجي تر جو ناميارو مفتي ۽ تحرير نويس بہ هڪ هو(275)، ۽ ان سان گڏ طب جي علم جو بہ وڏو ماهر هو.هن ”تحفة الحڪماء“ نالي طب اڪبر فارسي ڪتاب جو سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪري ڇپارايو، جنهن کي سنڌ جي طبيبن ۾ اهميت حاصل آهي(276).

مولانا عبدالله ”خلافت تحريڪ“ جي دور جو سياستدان هو. هن جيتوڻيڪ ”خلافت تحريڪ“ ۽ ”جمعيت العلماءِ“ جهڙين سياسي جماعتن ۾ سرگرميءَ سان حصو ورتو پر سندس سياسي خدمتن تي مذهبي رنگ چڙهيل هوندو هو، ان ڪري هندو مسلم اتحاد کي شڪ جي نگاهہ سان ڏسندو هو(277).

هن ”خلافت تحريڪ“ جي شروعات ۾ جيتوڻيڪ امن سڀائي عالمن جي اثر هيٺ اچي مولوي فيض الڪريم ٺاروشاهيءَ جي لکيل ”تحقيق الخلافت“ نالي فتويٰ جي

رسالي تي صحيح ڪئي هئي (278)، پر پوءِ جڏهن خلافتي عالمن طرفان ترڪ موالات تي عمل ڪندي غير ملڪي ڪپڙي جي استعمال کي هڪ فتويٰ ذريعي ناجائز قرار ڏنو ويو، تہ مولانا صاحب بہ ان فتويٰ جي تصديق ڪري پنهنجي تحريڪ دوستيءَ جو ثبوت پيش ڪيو(279).

مولانا عبدالله تاريخ 13 ذي الحج سن 1350هہ مطابق 20 اپريل 1932ع تي لاڏاڻو ڪيو(280).

## مولانا عبدالله لغاري

مولانا عبدالله ولد نهال خان لغاري سن 1288هہ مطابق 1871ع ڏاڙي ڳوٺ داد لغاري تعلقي ميرپور ماٿيلي ضلعي سکر ۾ پيدا ٿيو. ابتدائي تعليم پنهنجي عزيز مولوي محمد امين لغاريءَ کان ورتائين. ان بعد مولوي عبدالقادر پنوهاريءَ واري قاضي محمد عالم، قاضي عبدالرؤف، قاضي عبدالحفيظ، ۽ مولوي فيض الڪريم وٽ نوشهري ۾ پڙهيو. تنهن بعد ٺارو شاهہ لڳ ساندن جي ڳوٺ ۾ مولوي عبدالڪريم، ڏيپري ۾ مخدوم غلام محمد (281)، ڳوٺ ٽگرن ۾ وڃي مولوي عبدالقدوس وٽ پڙهيو. ان بعدڪراچيءَ ۾ مولوي عبدالله ميمڻ وٽ ڪجهہ وقت پڙهڻ کان پوءِ، هڪ سال ڪن مولوي سلطان محمود محدث ملتاني، مولوي عبدالرشيد بهاولپوري، مولوي محمد عاقل جلالپوري ۽ مولوي الاهي بخش عمرپوريءَ وٽ تعليم حاصل ڪري وڃي دستاربند ٿيو(282).

علمي فراغت کان پوءِ مولانا عبدالله لغاريءَ امروٽ شريف ۾ اچي مولانا عبيدالله سنڌيءَ جي رفاقت ۾ درس وتدريس ۽ اشاعت جو ڪم ڪيو(283). ان بعدڳوٺ پير جهنڊي ۾ جڏهن "دارالرشاد" نالي مدرسو قائم ٿيو، تہ ان جو "نائب مهتمم" ٿي ڪم ڪيائين. مولوي صاحب پنهنجي ڄمار جو ڪجھ حصو مولانا عبيدالله سنڌيءَ سان گڏجي گذاريو(284).

مولانا عبدالله لغاري پهرينءَ صف جي عالم سياستدانن مان هڪ هو. مدرسو "دارالرشاد" پير جهنڊو، جيڪو ديني علوم سان گڏ سياست جو بہ مرڪز بڻجي ويو، تنهن ۾ رهندي مولوي عبدالله لغاريءَ جي سياسي تربيت مولانا عبيدالله سنڌيءَ جهڙي مدبر عالم ۽ انقلابي سياستدان وٽ ٿي چڪي هئي.

مولانا عبدالله صاحب پنهنجي سياسي استاد مولانا عبيدا الله ۽ مولانا محمد صادق کڏي واري سان گڏجي "دارالعلوم ديوبند" ويو، ۽ اتي شيخ الهند مولانا محمود

الحسن جهڙي عالم سياستدان سان پڻ ملاقات ڪئي(285).

جڏهن شيخ الهند جي مشوري تي مولانا عبيدالله سنڌي آگسٽ 1915ع ۾ افغانستان ڏانهن پنهنجي سفر جو آغاز ڪيو، تہ مولانا عبدالله لغاري بہ ساڻس همراهہ بڻجي افغانستان تائين تو نباهيو ۽ ڪجهہ وقت کان پوءِ سنڌس ئي حڪم تي واپس سنڌ وريو. جڏهن ريشمي رومال وارن خطن جي سلسلي ۾ وقت جي سرڪار وٺ پڪڙ شروع ڪئي تہ ٻين سان گڏ مولانا عبدالله لغاريءَ کي بہ گرفتار ڪري جيل جي حوالي ڪيو ويو. اهڙيءَ طرح مولانا عبيدالله سنڌيءَ جڏهن افغانستان ۾ "جنود ربانيه" نالي فوج قائم ڪئي، تہ مولانا عبدالله لغاريءَ کي ان ۾ ڪرنل جو عهدو ڏنو هئائين(286).

جڏهن "خلافت تحريڪ" شروع ٿي تہ مولانا عبدالله لغاريءَ پڻ ان ۾ شامل ٿي ڀرپور حصو ورتو، پاڻ خلافتي عالمن جو ساٿ ڏيندي، انهن جي جاري ڪيل ڪيترين ئي فتوائن جي تصديق ڪري (287)، پنهنجي تحريڪ دوستيءَ جو ثبوت ڏنائين.

"خلاف تحريڪ" سان گڏو گڏ مولانا لغاري "جمعيت العلماءِ" جي سياسي ميدان تان بہ وطن جي آزاديءَ لاءِ ڪم ڪندو رهيو(288).

ان کان پوءِ جڏهن مولانا صاحب "هاري ڪاميٽيءَ" ۾ بہ ڪجهہ وقت رهيو ۽ هن جماعت جي ڪانفرنس ۾ شريڪ ٿي، سنڌ جي ڏکويل هارين کي حقن وٺي ڏيڻ لاءِ جدوجهد ڪيائين(289).

سن 1939ع ۾ جڏهن مولانا عبيدالله سنڌي، پنهنجي جلاوطنيءَ کان پوءِ واپس سنڌ وريو، ۽ اچي "جمنا، نربدا، سنڌ ساگر پارٽي" ٺاهيائين، تہ مولانا عبدالله پڻ ان ۾ شامل ٿي پنهنجون سياسي خدمتون سرانجام ڏيندو رهيو(290).

پاڻ تاريخ 4 ربيع الاول سن 1378هہ مطابق 18 سيپٽمبر 1958ع تي رحلت ڪيائين(291).

## مولانا عبدالله ڪڏهري

مولوي عبدالله ولد مولوي محمد عمر ڪيريو سن 1293هہ مطابق 1876ع ۾ ڳوٺ ڪڏهر تعلقي سڪرنڊ ضلعي نواب شاهہ ۾ ڄائو. ابتدائي تعليم پنهنجي والد کان ورتائين. ان بعد مولانا عبيدالله سنڌيءَ جي شاگرديءَ جو شرف حاصل ڪيائين، ۽ آخر ۾ وڃي امروٽ شريف مان فارغ التحصيل ٿيو.

علم جي تحصيل کان پوءِ پاڻ گهڻو وقت سنڌ جي مشهور مدرسي "دارالرشاد" پير جهنڊي ۾ مدرس ٿي رهيو، ۽ ڪجهہ وقت لاءِ "مدينة العلوم"

پيندي ۾ تعليم ڏنائين.

مولانا عبدالله کيريو، مولانا عبيدالله سنڌيءَ جي سياسي مڪتب فڪر جو عالم سياستدان هو. سندس سياسي زندگيءَ جو عملي طور تي آغاز "خلافت تحريڪ" ۾ شرڪت ڪرڻ سان ٿيو. پاڻ تحريڪ جو سرگرم ڪارڪن ٿي رهيو(292) ، ۽ جڏهن ترڪ موالات تي عمل ڪرائڻ لاءِ سنڌ ۽ هند جي عالمن هڪ گڏيل فتويٰ جاري ڪئي تہ هن بہ ان جي تصديق ڪري (293) خلافتين جو ساٿ ڏنو.

خلافت جي خاتمي کان پوءِ مولانا صاحب "جمعيت العلماء" جي سياسي ميدان تان بہ وطن جي آزاديءَ لاءِ ڀرپور ڀرو ورتو(294).

ان کان پوءِ جڏهن مولانا عبيدالله سنڌي سن 1939ع ۾ پنهنجي جلاوطنيءَ کان پوءِ واپس سنڌ وريو ۽ اچي "جمنا، نربدا، سنڌ ساگر پارٽي" ٺاهيائين تہ مولانا عبدالله صاحب بہ ان ۾ شامل ٿي وطن جي آزاديءَ لاءِ پاڻ پتوڙيندو رهيو(295).

مولانا ڪڏهري صاحب تاريخ 10 شعبان 1383هہ مطابق 15 ڊسمبر 1964ع تي وفات ڪئي(296).

## مولانا پير آغا عبدالله جان سرهندي

پير عبدالله جان عرف "شاهہ آغا" ولد خواجہ محمد حسن جان سرهندي تاريخ 8 جمادي الاول سن 1305هہ مطابق 22 جنوري1888ع تي ڳوٺ ٽکڙ ضلعي حيدرآباد ۾ پيدا ٿيو(297).

شروعاتي تعليم پنهنجي ڏاڏي حضرت خواجہ عبدالرحمٰن سرهنديءَ کان ورتائين. ان بعد باقاعدہ ديني تعليم مولوي عبدالقيوم بختيارپوري، مولوي لعل محمد مٽياروي، مخدوم حسن الله پاٽائي ۽ آخر ۾ مولوي خير محمد مگسيءَ وٽ پوري ڪري علمي فراغت حاصل ڪيائين(298).

ان کان پوءِ انگريزيءَ ۾ بہ چڱي مهارت حاصل ڪيائين(299) ۽ ان سان گڏ هن علم طب جو بہ ڪافي مطالعو ڪيو(300). ڪيس شعر وشاعري سان بہ شغف هوندو هو، ۽ هن پنهنجي شاعريءَ ۾ "شائق" تخلص ڪم آندو آهي(301). اهڙيءَ طرح پاڻ صاحب تصنيف پڻ هو ۽ سندس لکيل ڪتابن جو وچور هن طرح ٿئي ٿو:(302)

1- انتخاب مڪتوبات شريف (فارسي) 2- اربعين مڪتوبات (فارسي)، 3- مونس المخلصين (فارسي) 4- حفظ حديث (فارسي)، 5-هدايةالحج (سنڌي)، 6-راحة القلوب (سنڌي) 7-راحة المخلصين (سنڌي)، 8- الارشاد، شرح بانت سعاد (سنڌي)، 9- احسن

الوسائل في تحقيق المسائل (سنڌي) 10-مخزن الغلوم (سنڌي)، 11- شرح ڪافيه (عربي)، 12-طب ۾ تعريف الامراض ۽ تفريق الامراض، ۽ 13- برگ سبز (فارسي).

پير عبدالله جان سرهندي ٽنڊي سائينداد جي حريت پسند عالمن مان هڪ هو. جڏهن "خلافت تحريڪ" شروع ٿي، تہ ان ۾ شريڪ ٿي پنهنجي سياسي زندگيءَ جو آغاز ڪيائين.

انگريزن جڏهن هن تحريڪ کي ناڪام بنائڻ لاءِ "امن سپا" قائم ڪرائي، تہ خلافتي عالمن ان جي مخالفت ۾ فتوائن جو سلسلو شروع ڪيو. پير صاحب خلافتين سان ساٿ ڏيندي، انهن جي جاري ڪيل ڪيترين ئي فتوائن جي تصديق تہ ڪئي(303)، پر ساڻن انگريزي ڪپڙي جي استعمال واري مسئلي تي اختلاف رکيائين(304) ان کان پوءِ بہ هن "خلافت تحريڪ" جي جلسن ۾ شريڪ ٿي (205)، انگريزن خلاف ڀرپور حصو ورتو.

خلافت جي خاتمي کان پوءِ پير صاحب "جمعيت العلماءِ" ۾ شامل ٿيو، ۽ ان جي جلسن ۾ شريڪ ٿي، وطن جي آزاديءَ لاءِ پاڻ پتوڙيائين(306).

آغا عبدالله جان تاريخ 3 ربيع الاول سن 1393ھ مطابق7 اپريل 1973ع تي هيءُ جهان ڇڏيو(307).

## مولانا عبدالله هالائي

مولوي عبدالله ولد مولوي محمد تاريخ 22 ربيع الثاني سن 1316ھ مطابق 10 آگسٽ 1898ع تي هالا پراڻا ضلعي حيدرآباد ۾ ڄائو. شروع کان وٺي آخر تائين مدرسه "محمديه" ۾ پنهنجي والد کان تعليم وٺي فارغ التحصيل ٿيو. ان بعد سندس والد جي وفات کان پوءِ پنهنجي ئي مدرسي ۾ تعليم ڏيڻ سان گڏ حڪمت جو شغل بہ جاري رکيائين (308).

مولوي عبدالله پنهنجي سياسي زندگيءَ جو آغاز "خلافت تحريڪ" ۾ حصي وٺڻ سان ڪيو، ۽ تحريڪ جي هر موڙ تي هن خلافتي عالمن جو ڀرپور ساٿ ڏنو.

جڏهن خلافتي عالمن مولوي فيض الڪريم جي فتويٰ واري رسالي "تحقيق الخلافت" جو رد لکي شايع ڪرايو، تہ مولوي عبدالله نہ صرف ان جي رد جي تصديق ڪئي(309) پر تحريڪ جي ڪاميابيءَ لاءِ ان جي مالي مدد بہ ڪيائين(310).

پاڻ تاريخ 25 رمضان سن 1395ھ مطابق 1، آڪٽوبر 1975ع تي لاڏاڻو ڪري ويو(311).

## مولانا عبدالله شاهه فتاحي

مولوي عبدالله شاهه ولد محمد شاهه جي ولادت ڳوٺ احمد پور تعلقي خيرپور ۾ ٿي. ابتدائي تعليم ڳوٺ اگڙا تعلقي گمبٽ ۾ ورتائين. ان کان پوءِ ناز هاءِ اسڪول خيرپور مان مئٽرڪ پاس ڪري آخر ۾ وڃي عربي ۽ فارسيءَ جي تحصيل ڪيائين(312).

علمي فراغت بعد ڪجهه وقت لاءِ ناز هاءِ اسڪول خيرپور ۾ عربي ٽيچر مقرر ٿيو. ۽ ان بعد ڳوٺ اگڙن ۾ "مدرسه دارالصلاح" جو بنياد وجهي درس وتدريس ۽ دين جي تبليغ ڪندي پنهنجي ڄمار پوري ڪيائين(313)

پاڻ شعروشاعريءَ ۾ بہ شغف رکندو هو. ۽ هن پنهنجي شاعريءَ ۾ پهريائين "عبد" ۽ پوءِ "شوق" جو تخلص اختيار ڪيو(314). سندس سنڌي، فارسي ۽ عربيءَ ۾ چيل ڪيترو ڪلام اڻ ڇپيو رهجي ويو. البت هڪ ڪتاب "اوچتو عشق" ڇپايل آهي.

مولوي سيد عبدالله شاهه خيرپور رياست جي مشهور خلافتي اڳواڻن مان هڪ هو. هن "خلافت تحريڪ" ۾ ان جي هر موڙ تي وفاداريءَ سان بهرو ورتو. تحريڪ جي فائدي ۾ تبليغ ڪندي ڪيس ڳوٺ شاهپور ۾ گرفتار ڪري جيل بہ موڪليو ويو(315).

"خلافت تحريڪ" کان پوءِ "جمعيت العلماءِ" ۾ شامل ٿيو. ۽ پاڻ 1925ع کان وٺي "جمعيت العلماءِ سنڌ" جي ورڪنگ ڪاميٽيءَ جو ميمبر ٿي رهيو(316) ، ۽ انهيءَ خدمت ڪندي ئي لاڏاڻو ڪري ويو.

## مولانا عبدالله مري

مولوي عبدالله ولد حاجي قيصر خان مري تاريخ 9 رمضان سن 1318ھ مطابق 1، جنوري 1901ع تي ڳوٺ الهه بخش مري ضلعي سانگهڙ ۾ ڄائو. ابتدائي تعليم سندس والد جي قائم ڪيل "مڪتب محمديه" ۾ مولوي محمد طاهر چني کان ورتائين(317) ان بعد اچي نصرپور ۾ مولانا قاضي تاج محمد وٽ باقي تعليم پوري ڪري فارغ التحصيل ٿيو(318).

جيئن تہ مولانا صاحب سن 1922ع کان اڳ پنهنجي ڳوٺ ۾ "مدرسه ڪماليه"جو بنياد وجهي چڪو هو. جنهن ڪري علمي فراغت کان پوءِ ان مدرسي جي ترقيءَ ۽ واڌاري جو گهڻو خيال ڪرڻ لڳو. پاڻ مدرسي ۾ درس وتدريس ڏيڻ سان گڏ تصنيف ۽ تاليف جو ڪم بہ ڪندو رهيو. سندس ڇپيل ڪتابن مان: 1- شان مسلم

(1971ع) 2-مشڪل ڪشا (1974) 3- فقراء محمدي حصو اول (1975ع) 4- فقراء محمدي حصو دوم (1977ع) ۽ 5-سهڻا سخن(1979ع)ذڪر لائق آهن (319).

مولانا عبدالله مري طالب العلميءَ جي ئي زماني ۾ "خلافت تحريڪ" ۾ حصو ورتو. سندس اُستاد مولانا تاج محمد نصرپوريءَ "خلافت تحريڪ" ۾ حصي وٺڻ ڪري، جڏهن پنهنجو مدرسو بند ڪري ڇڏيو، ۽ پنهنجي شاگردن ۾ به انگريزن خلاف جوش جاڳايو، ته سندس تقريرن کان متاثر ٿي مولانا عبدالله مري پڻ پنهنجي اباڻي ڳوٺ الهه بخش مريءَ ۾ وچي "خلافت تحريڪ" جي آفيس کولي، ۽ پاڻ ان شاخ جو سيڪريٽري مقرر ٿي، تحريڪ جي ڪاميابيءَ لاءِ جدوجهد شروع ڪيائين (320).

مولانا عبدالله مري سنڌ جي ميلن ملاکڙن تي پهچي، انگريز سامراج جي غلط ڪارين کي عوام اڳيان اگهاڙو ڪري، سنڌي ماڻهن ۾ بيداريءَ جو پرچار ڪندو هو (321). سندس انهيءَ انگريز دشمنيءَ جي پاداش ۾ ڪيس جيل جي سزا به ڀوڳڻي پيئي (322). ان ڪان پوءِ به وطن جي آزاديءَ لاءِ ڪم ڪيائين، ۽ ملڪ جي ورهاڱي کان پوءِ عملي سياست کان پري رهي، هن ديني خدمتون سرانجام ڏيندي پاڻ کي مشغول رکيو.

## مولانا عبدالحق چانڊيو

مولوي عبدالحق ولد حافظ بلوچ خان چانڊيو، راوتسر تعلقي ڇاڇري ضلعي ٿرپارڪر ۾ تولد ٿيو. پاڻ ملاڪاتيار ۽ پير ڳوٺ (روهڙي) جي مدرسن ۾ پڙهي فارغ ٿيو، ۽ ان سان گڏ طب جي علم کان به مانوس ٿي ويو.

علم جي تحصيل کان پوءِ مدرسه "مظهر الحق والهدايت" جو مهتمم بڻجي ڪافي عرصي تائين درس وتدريس ڏنائين (323).

ان بعد "مدرسه اسلاميه" راوتسر تعلقي ڇاڇري ۾ پڙهائڻ لڳو. سندس اڻ ٿڪ ڪوشش جي نتيجي ۾ ٿر جي پوئتي پيل علائقي جي هن ديني مدرسي ڪيترن ئي ماڻهن کي علم جو فيض پهچايو (324).

مولانا صاحب "خلافت تحريڪ" ۾ حصي وٺڻ سان پنهنجي سياسي زندگيءَ جو آغاز ڪيو. پاڻ مولانا محمد صادق کڏ واري ۽ پير غلام مجدد مٽياريءَ واري جي رفاقت ۾ وطن جي آزاديءَ لاءِ جهدوجهد ڪيائين (325).

هُن "خلافت تحريڪ" کي ڪامياب ۽ ڪامران بڻائڻ لاءِ ان جي مالي مدد به ڪئي(326).

ان کان پوءِ جڏهن "ڪانگريس" ۽ "مسلم ليگ" مذهبي بنيادن تي انگريزن کان

آزادي حاصل ڪرڻ لاءِ هلچل شروع ڪئي، تہ مولوي صاحب "مسلم ليگ" ۾ شامل ٿي، پوري چمار هڪ مخلص ڪارڪن جي حيثيت سان وطن جي آزاديءَ لاءِ پاڻ پتوڙڻ لڳو.

مولانا عبدالحق راوتسري اڃا انهيءَ آزاديءَ واري هلچل ۾ شريڪ هو. تہ سندس حياتي اچي پوري ٿي، ۽ پاڻ تاريخ 13 شعبان سن 1358ھ مطابق 28 سيپٽمبر 1939ع تي هيءُ جهان ڇڏي ويو (327).

## مولانا عبدالحق رباني

مولانا عبدالحق ولد محمد رمضان درس جي ولادت سن 1324ھ مطابق 1906ع ڌاري سنڌ جي تاريخي شهر نصرپور تعلقي ٽنڊي الهيار ضلعي حيدرآباد ۾ ٿي. عربيءَ ۽ فارسيءَ جي تعليم نصرپور جي وڏي عالم قاضي ميان تاج محمد جي مدرسي ۾ حاصل ڪيائين. ننڍ پڻ کان ئي پاڻ وڏو ذهين ۽ هوشيار هو. ان ڪري ڪيس سرڪار طرفان اسڪالر شپ ملندي هئي.

مولانا قاضي تاج محمد جڏهن "خلافت تحريڪ" جي سلسلي ۾ وقت جي سرڪار جي عتاب هيٺ آيو، ۽ ڪيس ٻارنهن مهينا جيل جي سزا ملي. تہ سندس مدرسي جو سمورو بار اچي مولانا عبدالحق صاحب جي ڪلهن تي پيو. ان کان پوءِ پاڻ ڪجھ وقت لاءِ وڃي "دارالعلوم ديوبند" ۾ بہ پڙهيو. ۽ اتان واپس وري اچي سن 1933ع ڌاري پنهنجي ئي شهر نصرپور ۾ "مظهر الحق" نالي مدرسو قائم ڪري درس وتدريس جو آغاز ڪيائين(328).

مولانا ربانيءَ ساڳئي وقت پنهنجي مدرسي طرفان سنڌ جي مسلمانن ۾ مذهبي ۽ سياسي شعور پيدا ڪرڻ لاءِ سن 1351ھ ۾ رسالو "مبلغ" 1355ھ ۾ رسالو "الفاروق"، سن 1357ھ ۾ رسالو "موحد" ۽ سن 1365ھ ۾ هفتيوار اخبار "عدل" جاري ڪئي، پر پوءِ سگهوئي مالي مشڪلات سبب ڪيس بند ڪرڻا پيا(329).

مولانا صاحب ڪجھ وقت مدرسي "مدينة العلوم" ٻينڊي ۾ بہ پڙهايو (330) ان کان پوءِ مولانا محمد صالح جي سهڪار سان ميرپور خاص شهر ۾ مدرسو "دارالعلوم قاسميه" قائم ڪري، اتي بہ پنهنجون ديني خدمتون سرانجام ڏنائين(331).

مولانا عبدالحق رباني شاگرديءَ واري ئي دور ۾ پنهنجي استاد مولانا قاضي تاج محمد صاحب نصرپوريءَ وٽان سياسي تربيت حاصل ڪري چڪو هو. ۽ اڳتي هلي جڏهن سنڌ جي بمبئيءَ کان عليحدگيءَ واري تحريڪ شروع ٿي، تہ هن ان هلچل ۾ شامل ٿي، سنڌجي آزاديءَتائين ڀرپور حصو ورتو(332).

ان بعد هن صاحب "جمعيت العلماءِ هند" ۾ شموليت اختيار ڪئي ۽ پاڻ مولانا محمد صادق کڏي واري جي رفاقت ۾ "جمعيت العلماءِ سنڌ" شاخ جو ڪجهه وقت تائين ناظم اعليٰ ۽ پوءِ سرگرم ڪارڪن ٿي رهيو(333).

مولانا عبدالحق هن جماعت جي جلسن ۾ شريڪ ٿي وطن جي آزاديءَ لاءِ ڀرپور ڪوشش ڪئي. سن 1944ع ۾ حيدرآباد جي شاهي قلعي ۾ قاري محمد طيب ديوبنديءَ جي صدارت هيٺ جڏهن "جمعيت العلماءِ سنڌ" جي ڪانفرنس ٿي ته ان جو استقباليه خطبو چيئرمين جي حيثيت سان مولانا رباني صاحب ئي پڙهيو هو(334). اهڙيءَ طرح پاڻ انگريزن کان آزادي حاصل ڪرڻ وارن ساڳين اصولن تي "ڪانگريس" جماعت جو به همدرد رهيو(335).

سن 1939ع ۾ جڏهن مولانا عبيدالله سنڌي جلاوطنيءَ جي خاتمي کان پوءِ واپس سنڌ وريو، ۽ اچي "بيت الحڪمت" قائم ڪري پير جهنڊي ۾ ان جو درس شروع ڪيائين ته مولانا رباني صاحب پڻ ان مان فيض حاصل ڪيو(336). اهڙيءَ طرح مولانا سنڌيءَ جي ٺاهيل "جمنا، نربدا، سنڌ ساگر پارٽي" ۾ به شموليت اختيارڪري پنهنجون سياسي سرگرميون جاري رکيائين(337).

پاڻ ملڪ جي ورهاڱي کان پوءِ سنڌ جي ڏتڙيل هارين جي حالت سڌارڻ لاءِ پڻ جاکوڙ ڪيائين ۽ ان کان پوءِ عملي سياست کان پاسيرو رهيو.*

## مولانا عبدالحڪيم

مولوي عبداحڪيم ولد مولوي غلام رسول تاريخ 10 رمضان 1318هه مطابق 1، جنوري 1901ع تي ڳوٺ راڄپور تعلقي اباوڙي ضلعي سکر ۾ پيدا ٿيو. ابتدائي تعليم پنهنجي ئي ڳوٺ مولوي عبدالحليم کان ورتائين. ان بعد "قاسم العلوم" گهوٽڪيءَ ۾ مولوي نور محمد وٽ، مدرسي "مظهر العلوم" کڏي ڪراچيءَ ۾ مولانا محمد صادق وٽ ۽ آخر ۾ شڪارپور ۾ مولانا اميد عليءَ وٽ پڙهي، دستاربند ٿيو. ان کان پوءِ ڪجهه وقت لاءِ ديوبند به ويو هو.

---

* مولوي صاحب تاريخ 13 ربيع الاول سن 1404هه مطابق 19 ڊسمبر 1983ع تي وفات ڪري ويو. (معلومات محترم حامد علي خانائيءَ ڏني).

فارغ التحصيل ٿي پنهنجي ڳوٺ جي مدرسي "عثمانيه" ۾ پڙهائيءَ جو سلسلو شروع ڪيائين. ان بعد ڪجهه وقت لاءِ روهڙيءَ ۾ خطيب به ٿي رهيو(338).

مولوي عبدالحڪيم "خلافت تحريڪ" ۾ حصي وٺڻ سان پنهنجي سياسي زندگيءَ جي شروعات ڪئي. پاڻ مولانا تاج محمود امروٽيءَ جي صحبت ۾ رهي اول ڪان وٺي آخر تائين هن تحريڪ ۾ ڀرپور حصو ورتائين. ان زماني ۾ جڏهن خلافتي عالمن "امن سڀا" جي روح روان مولوي فيض الڪريم ٽارو شاهيءَ جي فتويٰ واري رسالي "تحقيق الخلافت" جو رد لکي شايع ڪرايو، تہ مولوي عبدالحڪيم خلافتين جو ساٿ ڏيندي ان رد جي تصديق ڪئي(339).

"خلافت تحريڪ" سان گڏ "جمعيت العلماءِ" جي سياسي ميدان تان بہ وطن جي آزاديءَ لاءِ هڪ سرگرم ڪارڪن جي حيثيت سان پنهنجون سياسي خدمتون سرانجام ڏنائين(340).

مولوي عبدالحڪيم تاريخ 22 ربيع الثاني سن 1357هه مطابق 21 جون 1938ع تي رحلت ڪئي(341).

## مولوي عبدالخالق "خليق" مورائي

مولوي عبدالخالق ولد قاضي نبي بخش سومرو سن 1311هه مطابق 1893ع ۾ موري ضلعي نواب شاهه ۾ پيدا ٿيو. ابتدائي تعليم پنهنجي شهر موري ۾ حاصل ڪرڻ ڪان پوءِ باقي تعليم وڃي "مدرسه اسلاميه" ڳوٺ خدا بخش پرڳڙي تعلقي جيمس آباد ضلعي ٿرپارڪر ۾ پوري ڪري علمي فراغت حاصل ڪيائين. ڪيس طب خانداني ورثي طور ملي.

فارغ التحصيل ٿيڻ ڪان پوءِ سياست ۾ حصو ورتائين، ۽ بعد ۾ صحافي ۽ اديب بڻجي قوم جي خدمت ڪندو رهيو. سن 1920ع ۾ ڪراچيءَ مان ماهوار "ترقي" رسالو جاري ڪيائين. ان ڪان سواءِ "خليق" جي تخلص سان شاعري بہ ڪندو هو.

مولانا صاحب ڪيترائي ڪتاب پڻ لکيا، جن مان: "سندري"، "آخري رسول"، "آخري مذهب"، "فاتح سنڌ محمد بن قاسم"، "عبرت"، "نسيما"، "صديق اڪبر"، "قرآن ۽ نئين روشني"،"علماءِ سنڌ"، "سنڌ ۾ تحريڪ خلافت جا

فدائي"، "خلافت عثمانيه"، "جهاد اڪبر"، "وڏيرو وڏيري"، "عدل يورپ"، "فاروق اعظم"، "اسلام ۽ ورياج" ۽ "تجربات خليق" قابل ذڪر آهن(342).

مولانا عبدالخالق مورائي پهريءَ صف جي عالم سياستدانن مان هڪ هو. سندس سياسي زندگيءَ جو آغاز "خلافت تحريڪ" جي ابتدا سان گڏ ٿئي ٿو. هن سنڌ(343) خواهه هند ۾ * سڏايل مکيه خلافت ڪانفرنسن ۾ شرڪت ڪئي، ۽ خاص طرح سان "ترڪ موالات" ۽ "قطع تعلقات" واري زماني ۾ سنڌ جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ وڃي عوام کي ڌارئين حڪمران خلاف بيدار ڪيائين.*

هن تحريڪ دوران جڏهن خلافتي عالمن فتوائن جو سلسلو شروع ڪيو تہ، مولانا صاحب خلافتين جو ساٿ ڏيندي، انهن جي شايع ڪيل ڪيترين ئي فتوائن جي تصديق ۽ تائيد ڪئي(344). نہ صرف ايترو پر ترڪيءَ تي مڙهيل شرطن تي نظرثاني ڪرائڻ لاءِ جڏهن وائسراءِ ۽ گورنر جنرل "بيرن چيلمسفورڊ" (Barin Chelmsford) کي

---

* سن 1922ع ۾ جمعيت العلماءِ هند جي ڪلڪتي واري اجلاس ۾ شريڪ ٿي، هن انگريزن خلاف تقريرون ڪيون. (هيءَ معلومات قاضي محمد اڪبر وڪيل کان 31 مئي 1980ع تي حاصل ٿي).

* مولانا عبدالخالق صاحب، مولانا دين محمد وفائيءَ وانگر سنڌ جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ "خلافت تحريڪ" جي تبليغ ڪئي، ۽ انهيءَ جوش خواهه جذبي ۾ اهي پٺي عالم بي بدل هئا. تفصيل لاءِ ڏسو:

i. روزانہ "الوحيد" ڪراچي، مؤرخه 24 آگسٽ 1920ع، ص3.
ii. روزانہ "الوحيد" ڪراچي، مؤرخه 13 آڪٽوبر 1920ع، ص3.
iii. روزانہ "الوحيد" ڪراچي، مؤرخه 19 آڪٽوبر 1920ع، ص4.
iv. روزانہ "الوحيد" ڪراچي، مؤرخه 26 آڪٽوبر 1920ع، ص2.
v. روزانہ "الوحيد" ڪراچي، مؤرخه 4 نومبر 1920ع، ص4.
vi. روزانہ "الوحيد" ڪراچي، مؤرخه 8 نومبر 1920ع، ص4.
vii. روزانہ "الوحيد" ڪراچي، مؤرخه 14نومبر 1920ع، ص3.
viii. روزانہ "الوحيد" ڪراچي، مؤرخه 16 نومبر 1920ع، ص3.
ix. روزانہ "الوحيد" ڪراچي، مؤرخه 5جنوري 1921ع، ص2.
x. روزانہ "الوحيد" ڪراچي، مؤرخه 25 جنوري 1921ع، ص3.

22 جون 1920ع تي هڪ ياد داشت نامو ڏنو ويو. تہ هن سنڌي عالم سياستدان بہ ان تي صحيح ڪري پنهنجي تحريڪ دوستيءَ جو ثبوت ڏنو(345) ان ڪان سواءِ تحريڪ جي ڪاميابيءَ لاءِ وقت بوقت ان جي مالي مدد بہ ڪندو هو(346).

خلافت جي خاتمي کان پوءِ "جمعيت العلماءِ" جي سياسي ميدان تان وطن جي آزاديءَ لاءِ پاڻ پتوڙي رهيو هو. تہ اچي سندس حياتي پوري ٿي. ۽ پاڻ سن 1353هه مطابق 1934ع ۾ وڃي پنهنجي رب سان مليو(347).

## مولانا عبدالخالق ڪنڊياروي

مولوي عبدالخالق ولد نظام الدين سهتو سن 1309هه مطابق 1891ع ڏاري ڳوٺ ڄام نور الله لڳ ڪنڊيارو ضلعي نواب شاهہ ۾ ڄائو. ابتدائي تعليم پنهنجي ڳوٺ جي مڪتب ۾ حاصل ڪيائين. ان بعد سنڌ جي مختلف مدرسن ۾ پڙهي فارغ ٿيو. مولانا صاحب وقت جو وڏو عالم ٿي گذريو آهي. ۽ ديني علمن سان گڏ پاڻ علم طب. علم منطق ۽ سنڌ جي تاريخ جو پڻ وڏو ڄاڻو هو.

علم جي تحصيل کان پوءِ مولانا عبدالخالق زندگيءَ جي عملي دور ۾ قدم رکيو. پاڻ ڪجهہ وقت ڪنڊياري ۾ رهي، پوءِ نواب شاهہ جي جامع مسجد ۾ وڃي پيش امام ۽ خطيب ٿي رهيو(348).

مولانا صاحب علم ادب سان چاهہ رکندي، صحافت جي ميدان ۾ پڻ پير پاتو. ۽ نواب شاهہ مان ٿي سن 1936ع ۾ "معارف" نالي هڪ ماهوار رسالو جاري ڪيائين. جيڪو لڳاتار ٻارهن مهينن تائين ديني ادب جي خدمت ڪندو رهيو. ان ڪان سواءِ پاڻ صاحب تصنيف پڻ هو. ۽ هن سن 1930ع ۾ "سوره ڪوثر" جو سنڌيءَ ۾ تفسير ۽ سن 1932ع ۾ "معارف القرآن" جي نالي سان سنڌي ۾ تفسير لکيو. اهڙي طرح صحيح بخاري ۽ مولانا روم جي مثنويءَ جو بہ سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪيائين(349).

مولانا ڪنڊياروي صاحب سن 1938ع ڌاري نواب شاهہ کي هميشہ لاءِ ڇڏي وڃي

ٽريننگ ڪاليج فارمين حيدرآباد ۾ فقه ٽيچر مقرر ٿيو ۽ ان سان گڏو گڏ حيدرآباد شهر جي ڪورين جي پڙ واري جامع مسجد ۾ پيش اماميءَ جا فرائض انجام ڏيندي، پنهنجي ڄمار پوري ڪيائين(350).

مولانا عبدالخالق سهتي پنهنجي سياسي زندگيءَ جو آغاز "خلافت تحريڪ" ۾ حصي وٺڻ سان ڪيو. پاڻ اول کان وٺي آخر تائين هڪ پرخلوص ۽ سرگرم ڪارڪن جي حيثيت سان هن تحريڪ ۾ ڀرپور ورتائين.

"خلافت تحريڪ" کي ٽڌي ڪرڻ جي نيت سان جڏهن امن سڀائي عالمن طرفان "تحقيق الخلافت" نالي هڪ فتويٰ جو رسالو شايع ٿيو، ته ان جي رد ۾ وري خلافتي عالمن فتوائن جو سلسلو شروع ڪيو، جن مان ڪيترين جي مولانا صاحب پڻ تصديق ۽ تائيد ڪئي(351).

مولوي صاحب تحريڪ جي نه صرف مکيه گڏجاڻين ۾ شرڪت ڪئي(352) پر وقت بوقت ان جي مالي مدد به ڪندو هو(353).

"خلافت تحريڪ" جي خاتمي کان پوءِ هن "جمعيت العلماءِ" ۾ شموليت اختيار ڪئي، ۽ پاڻ هن جماعت جي ورڪنگ ڪاميٽيءَ جو به ميمبر ٿي رهيو(354). انگريزن کان آزادي حاصل ڪرڻ لاءِ مولانا عبدالخالق ڪنڊياروي هن ئي جماعت جي سياسي ميدان تان اڃا پاڻ پتوڙي رهيو هو، ته ڪيس سنڌس حياتيءَ ساٿ نه ڏنو ۽ ملڪ جي ورهاڱي کان اڳيئي رجب 1365هه مطابق جون 1947ع ۾ وڃي پنهنجي رب سان مليو(355).

## مولانا عبدالرحمٰن

مولوي عبدالرحمٰن ولد خليفو خدا بخش فيروز شاھ ضلعي دادو ۾ ڄائو. ابتدائي تعليم ڳوٺ ۾ پنهنجي عزيزن کان ورتائين. ان کان پوءِ شهداد ڪوٽ، همايون، گهوٽڪي ۽ پپريءَ جي مدرسي ۾ پڙهي دستار بند ٿيو.

علمي فراغت کان پوءِ پنهنجي ئي ڳوٺ ۾ مدرسو قائم ڪري، ان ۾ ئي پوري ڄمار درس وتدريس ڏيندو رهيو(356).

مولوي صاحب "خلافت تحريڪ" جي دور جو عالم هو، ۽ سندس سياسي خدمتون محض هن دور تائين محدود رهيون. پاڻ جيتوڻيڪ "خلافت تحريڪ" جي حمايت ۾ هو (357)، ۽ وت آهر ان جي مالي مدد به ڪيائين (358)، پر ولايتي ڪپڙي جي پهرڻ واري مسئلي ۾، هن امن سڀائي عالمن جو ساٿ ڏنو (359).

پاڻ سن 1347ھ مطابق 1928ع ۾ رحلت ڪيائين (360).

## مولانا سيد عبدالرحيم شاھ

سيد حاجي عبدالرحيم شاھ ولد سيد محمد رحيم شاھ جي ولادت، تاريخ 14 ربيع الاول سن 1295ھ مطابق 18 مارچ 1878ع تي سڄاول ضلعي ٺٽي ۾ ٿي. ابتدائي تعليم ماستر عبدالڪريم مٽياريءَ واري کان حاصل ڪيائين. ان کان پوءِ قرآن شريف ۽ فارسيءَ جي تعليم آخوند محمد عثمان ميمڻ ۽ مولانا حامد الله کان پرايائين (361).

تعليم پوري ڪري پنهنجي زمينداري سنڀالڻ لڳو، ۽ ان عرصي دوران سن 1921ع ۾ سڄاول ۾ مدرسہ "دارالفيوض هاشميہ" قائم ڪيائين(362).

مولانا سيد عبدالرحيم شاھ مذهبي عقيدت ۽ سياسي بصيرت رکندڙ انسان هو. پاڻ "ريشمي رومال تحريڪ" ۾ حصي وٺڻ سان عملي طور تي سياسي ميدان ۾ قدم رکيائين. مولانا عبيدالله سنڌيءَ افغانستان مان جڏهن پنهنجي استاد بزرگوار مولانا محمود الحسن شيخ الهند کي ريشمي رومال تي هڪ مخفي خط لکيو، جنهن جي ڪڙڪ انگريزن کي پئجي ويئي ۽ ريشمي رومال وارو مقدمو هليو. انهيءَ خط وڪتابت ۾ شيخ عبدالرحيم حيدرآباديءَ سان گڏ الحاج سيد عبدالرحيم شاھ سڄاوليءَ جو پڻ وڏو هٿ هو(363).

جڏهن "خلافت تحريڪ" شروع ٿي ته پاڻ ان ۾ شامل ٿي هڪ پرخلوص ۽ سرگرم ڪارڪن جي حيثيت سان بهرو ورتائين. شاھ صاحب هن تحريڪ دوران مقرر

ڪيل فنڊن ۾ دل کولي چندا پڻ ڏنا(364).

جئين تہ پاڻ مولانا محمد صادق کڏي واري ۽ حڪيم فتح محمد سيوهاڻيءَ جي دوستن مان هو. ان ڪري "جمعيت العلماءِ هند" سان بہ لاڳاپو رهيس(365). پر پاڻ ڪانگريسي دور وارو جمعيتي سياستدان نہ هو. اهو ئي سبب هو جو سن 1930ع ۾ جڏهن ڪانگريس طرفان لوڻ جي "بهشڪار جي تحريڪ" هلي تہ هن انهيءَ جي خلاف آواز اٿاريو(366).

جڏهن سنڌ جي بمبئيءَ کان علحدگيءَ لاءِ سنڌ اندر "سنڌ آزاد جماعت" ٺهي، تہ سيد عبدالرحيم شاهہ پڻ ان ۾ شامل ٿي سرگرميءَ سان حصو ورتو.

سن1939ع ۾ جڏهن مولانا عبيدالله سنڌي پنهنجي جلاوطنيءَ کان پوءِ واپس سنڌ وريو، ۽ اچي "جمنا، نربدا، سنڌ ساگر پارٽي" ٺاهيائين تہ شاهہ صاحب بہ ان ۾ شريڪ ٿي، وطن جي آزادي لاءِ ڪم ڪندو رهيو(367).

سيد عبدالرحيم شاهہ تاريخ 2 شعبان سن1366هہ مطابق 22 جون 1947ع تي هن فاني جهان مان لاڏاڻو ڪري دارالبقا ڏانهن راهي ٿيو(368).

## مولانا عبدالرزاق بوبڪائي

مولانا حاجي عبدالرازق ولد مولوي محمد اسماعيل قريشي سن 1268هہ مطابق 1851ع ڌاري بوبڪ ضلعي دادو ۾ ڄائو. عربيءَ ۽ فارسيءَ جي تعليم مولانا غلام عمر سوني جتوئيءَ واري وٽ ونڻ کان پوءِ دستاربندي وجي، سيتا ۾ مولانا محمد صديق وٽ ڪيائين.

علمي فراغت بعد پنهنجي ئي ڳوٺ بوبڪ ۾ درس وتدريس جو سلسلو شروع ڪرڻ سان گڏ حڪمت جو شغل بہ اختيار ڪيائين (369).

مولانا عبدالرزاق بوبڪائيءَ جي سياسي زندگيءَ جو آغاز "خلافت تحريڪ" ۾ حصي ونڻ سان ٿيو. پاڻ تحريڪ کي ڪامياب ۽ ڪامران بنائڻ لاءِ ان جي اهميت تي وجي سنڌ جي عوام ۾ تقريرون ڪندو هو(370). ڌارين حڪمرانن خلاف تقريرون ڪرڻ سبب، وقت جي سرڪار طرفان ڪيس زبان بنديءَ جا بہ حڪم مليا(371). پر هيءُ بيباڪ سنڌي عالم سرگرم عمل رهيو. پاڻ انگريزي ڪپڙي کي حرام سمجهي (372). عوام کي ان جي استعمال کان روڪيندو هو، ۽ ان سان گڏ تحريڪ جي مالي مدد بہ ڪندو هو(373).

هن محب وطن عالم سن 1345هہ مطابق 1926ع ڌاري وفات ڪئي(374).

## مولانا عبدالرزاق پيرزادو

مولوي عبدالرازق ولد حاجي ڪمال الدين پيرزادو سن 1301ھ مطابق 1884ع ۾ ڳوٺ فراش تعلقي سکر ۾ ڄائو. عربيءَ ۽ فارسيءَ سان گڏ سنڌي فائينل جو امتحان پاس ڪري، تعليم کاتي ۾ استاد مقرر ٿيو (375).

جڏهن "خلافت تحريڪ" شروع ٿي، ۽ وطن دوست ۽ آزادي پسند ماڻهن انگريزن جا لقب ۽ ملازمتون ڇڏيون، تہ مولوي عبدالرازق پيرزادي پڻ سرڪاري نوڪريءَ کي لت هڻي، وڃي هن تحريڪ ۾ شامل ٿيو. پاڻ ان جو سرگرم ڪارڪن ٿي رهيو (376). ۽ تحريڪ کي ڪامياب بڻائڻ لاءِ نہ صرف ڳوٺن ۾ وڃي تبليغ ڪندو هو، پر پنهنجي وت آهر ان جي مالي مدد بہ ڪندو هو(377).

آخر ۾ قيام پاڪستان کان ٿورو اڳ "مسلم ليگ" جماعت ۾ شامل ٿي، وطن جي آزاديءَ لاءِ پاڻ پتوڙيندو رهيو(378).

مولوي صاحب تاريخ 30 رمضان المبارڪ سن 1388ھ مطابق 21 ڊسمبر 1968 تي رحلت ڪئي(379).

## مولانا عبدالرئوف ڏومڪي

مولانا عبدالرئوف ولد واحد بخش ڏومڪيءَ جي ولادت، سن 1315ھ مطابق 1897ع ڏاري ڳوٺ مل ضلعي سبيءَ ۾ ٿي. ابتدائي تعليم ڪنڌ ڪوٽ جي مولوي صاحبڏني پيٽي کان ورتائين. ان کان پوءِ مولوي محمد عثمان وٽ چڪ پرڳڻ ۾ پڙهيو، ۽ آخر ۾ مولانا نبي بخش عوديءَ وٽ باقي تعليم پوري ڪري دستاربندي ڪيائين.

علمي فراغت بعد مختلف هنڌن جهڙوڪ، ڳوٺ ولي محمد ڪوسي، ڳوٺ نهال خان باجڪاڻي، ڳوٺ گل محمد خان وزيراڻي ۽ ڳوٺ ڪمال خان ڪوسي ۾ ديني مدرسا قائم ڪري، درس وتدريس جو شغل اختيار ڪيائين.

مولوي عبدالرئوف، مولاناتاج محمود امروٽيءَ جي سياسي حلقي جو عالم هو. هن اول کان وٺي آخر تائين "خلافت تحريڪ" ۾ ڀرپور حصو ورتو.

پاڻ سن 1393ھ مطابق 1973ع ۾ لاڏاڻو ڪيائين(380).

## مولانا پير عبدالستار جان سرهندي

پير آقا حاجي عبدالستار جان ولد خواجہ محمد حسن جان سن 1311ھ مطابق 1894ع ڌاري ٽکڙ ۾ پيدا ٿيو(381). ابتدائي تعليم علامہ حافظ محمد يوسف کان

ورتائين. باقي تعليم ٽنڊي سائينداد ۾ وٺي فارغ التحيصل ٿيو(382).

پاڻ شعرو شاعري سان بہ شغف رکندو هو، ۽ پنهنجي شاعري ۾ ”پير“ تخلص ڪم آندو اٿس (383).

پير عبدالستار جان ”خلافت تحريڪ“ ۾ حصي وٺڻ سان پنهنجي سياسي زندگي جو آغاز ڪيو. پاڻ هن تحريڪ جي جلسن ۾ شرڪت ڪيائين (384)، ۽ هڪ پرخلوص ۽ سرگرم ڪارڪن هئڻ ڪري، چوٽيءَ جي خلافتي اڳواڻن ۾ شمار ٿيندو هو(385).

”خلافت تحريڪ“ دوران انگريزن امن سپائي عالم مولوي فيض الڪريم ڪان ”تحقيق الخلافت“ نالي هڪ فتويٰ جو رسالو لکارائي هن تحريڪ کي ڪمزور ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي، تہ ان فتويٰ جو خلافتي عالمن بہ رد لکي شايع ڪرايو. پير صاحب خلافتين جو ساٿ ڏيندي نہ صرف ان رد جي تصديق ڪئي(386)، پر پاڻ تحريڪ جي ڪاميابيءَ لاءِ ان جي مالي مدد بہ ڪيائين(387).

”خلافت تحريڪ“ ڪان پوءِ ”جمعيت العلماءِ“ سان وابستہ رهيو، (388)، جنهن ۾ سندس حيثيت صوبائي اڳواڻ جهڙي هئي.

پير صاحب تاريخ1، جمادي الثاني1386هہ مطابق 17، سيپٽمبر 1966ع تي داعي اجل کي لبيڪ چوندي وفات ڪئي(389).

## مولانا عبدالعزيز ٽريچاڻوي

مولانا عبدالعزيز ولد مولوي محمد حيات جي ولادت روهڙيءَ لڳ ڳوٺ ٽريچاڻيءَ ۾ ٿي. ابتدائي تعليم پنهنجي والد کان ورتائين. ان کان پوءِ ڳوٺ پنوهاريءَ جي ديني مدرسي ۾ داخل ٿي، مولانا عبدالقادر انڍڙ جو شاگرد ٿيو (390). پر دستاربندي وڃي امروٽيءَ جي مدرسي مان ڪيائين. امروٽ ۾ کيس مولانا عبيدالله سنڌيءَ جا درس پڻ نصيب ٿيا. هن ئي عرصي دوران حضرت مولانا تاج محمود امروٽيءَ کي مرشد ڪري ورتائين، ۽ پنهنجي ڄمار جو گهڻو حصو ساڻس گڏجي مذهبي، تبليغي، سياسي ۽ سماجي ڪمن ۾ بسر ڪيائين.

مولوي عبدالعزيز هيءَ صف جي سنڌي عالم سياستدانن مان هڪ هو، ۽ سندس سياست تي مولانا تاج محمود امروٽي ۽ مولانا عبيدالله سنڌيءَ جو رنگ چڙهيل هو. اهو ئي سبب هو جو کيس ڌارين خلاف بيحد نفرت هئي. ۽ ان ڪري کيس جيل جي سزا بہ ڀوڳڻي پئي(391).

سندس سياسي زندگيءَ جي شروعات خلافت تحريڪ ۾ حصي وٺڻ سان ٿي. پاڻ

تحريڪ جي هر موڙ تي اول کان وٺي آخر تائين هڪ پرخلوص ۽ سرگرم ڪارڪن جي حيثيت سان ڪم ڪيائين.

"خلافت تحريڪ" جي آغاز ۾ امن سپائي عالمن "تحقيق الخلافت" نالي هڪ فتويٰ جو رسالو شايع ڪرائي، خلافت جي حيثيت ۽ حقيقت کي مشڪوڪ بنائڻ جي ڪوشش ڪئي، تہ خلافتي عالمن وري ان جو رد لکيو، جنهن جي مولانا پڻ تصديق ۽ تائيد ڪئي (392). اهڙيءَ طرح خلافتي عالمن انگريزي ڪپڙي جي پهرڻ کي حرام ٺهرائڻ جي فتويٰ جاري ڪئي تہ هن ان تي بہ صحيح ڪري پنهنجي تحريڪ دوستيءَ جو ثبوت ڏنو (393).

مولانا عبدالعزيز صاحب نہ صرف اترسنڌ ۾ "خلافت تحريڪ" جي سياسي گڏجاڻين ۽ ڪانفرنسن ۾ عملي طور تي شرڪت ڪئي (394)، پر پاڻ وقت بوقت انهيءَ تحريڪ جي مالي مدد بہ ڪندو هو (395).

"خلافت تحريڪ" جي خاتمي کان پوءِ مولوي صاحب "جمعيت العلماءِ" ۾ شريڪ ٿي پنهنجون سياسي خدمتون سرانجام ڏنيون (396). سنڌ جي بمبئيءَ کان علحدگيءَ کان پوءِ جڏهن هتي ڏيهي سياست جو آغاز ٿيو، ۽ مختلف سياسي گروهن ۾ ڇڪتاڻ شروع ٿي تہ "مسلم ليگ" الهہ بخش وزارت کي ختم ڪرڻ لاءِ "مسجد منزل گاهہ" جو مسئلو هٿ ۾ ڪنيو، مولوي عبد العزيز مسلم ليگين جو ساٿ ڏيندي هن تحريڪ ۾ بهرو ورتو، جنهن جي پاداش ۾ ڪيس گرفتار ڪري نظربند بہ ڪيو ويو (397).

مولانا صاحب تاريخ 21 شوال سن 1369هہ مطابق 6، آگسٽ 1950ع تي هيءُ جهان ڇڏيو (398).

## مولانا عبدالغفور سيتائي

مولوي عبدالغفور ولد گل محمد سولنگي سن 1326هہ مطابق 1908ع ڏاري ڳوٺ بچہ واهڻ تعلقي ميهڙ ضلعي دادو ۾ ڄائو. ابتدائي ديني تعليم پاڻ ۾ وٺڻ بعد ڪراچيءَ جي مدرسي "مظهر العلوم" کڏي ۾ اچي مولانا محمد صادق وٽ پڙهڻ وينو. ان کان پوءِ هندستان جي مشهور مدرسي "دارالعلوم ديوبند" ۾ وڃي داخل ٿيو، پر پوءِ سگهوئي واپس وطن وريو(399). ۽ اچي "مظهر العلوم کڏي" ۾ مولانا محمد صادق وٽ دستياربندي ڪيائين.

فارغ التحصيل ٿي پاڻ گهڻو وقت "مظهر العلوم" کڏي ۾ ئي پڙهائيندو

رهيو(400). ان کان پوءِ ڪجهه وقت لاءِ بدين ۾ مولانا احمد ملاح جي قائم ڪيل مدرسي ۾ مدرس ٿي رهيو(401).

ان کان بعد مولوي صاحب پڙهائيءَ جو شغل ڇڏي، صحافت جي زندگيءَ جو آغاز ڪيو، ۽ اڳتي هلي هن ئي ميدان تان پاڪستان جي حاصل ڪرڻ لاءِ ڀرپور پرچار ڪيائين. پاڻ جن اخبارن جو ايڊيٽر ٿي رهيو سي هيون (402):

روزانه "سنڌ زميندار" (سکر)، هفتيوار "اصلاح" (سکر)، روزانه "نواءِ وقت" (ڪراچي) ۽ روزانه "الوحيد" (حيدرآباد).

انگريزن کان آزادي حاصل ڪرڻ لاءِ جڏهن ملڪ اندر مذهب جي بنياد تي "ڪانگريس" ۽ "مسلم ليگ" هلچل شروع ڪئي ته مولوي عبدالغفور "مسلم ليگ" ۾ شامل ٿي ويو. پاڻ عملي طور تي خانبهادر محمد ايوب کهڙي ۽ خانبهادر غلام محمد وساڻ جي رفاقت ۾ هن ئي جماعت جي سياسي ميدان تان سرگرميءَ سان حصو ورتائين(403).

مولانا صاحب نه صرف هن جماعت جي جلسن ۾ شريڪ ٿيو (404)، پر کيس "سکر سٽي مسلم ليگ" جي ورڪنگ ڪاميٽيءَ جو ميمبر به مقرر ڪيو ويو هو(405).

سن 1942ع ۾ جڏهن سکر ضلعي ۾ ٻوڏون آيون ته "مسلم ليگ" فلڊ رليف ڪاميٽي سکر" ٺاهي وئي، جنهن ۾ هن به پاڻ ملهايو(406).

مولوي عبدالغفور صاحب تاريخ 9 رجب سن 1400ھ مطابق 24 مئي 1980ع تي وفات ڪئي. (407)

## مولانا عبدالقادر لغاري

مولانا عبدالقادر ولد خير محمد لغاريءَ جي ولادت سن 1312ھ مطابق 1895ع ۾ ڳوٺ ملان بخشه لغاري تعلقي ميرپور ماٿيلي ضلعي سکر ۾ ٿي. قرآن پاڪ ۽ فارسيءَ جي ابتدائي تعليم پنهنجي والد کان ورتائين. ان کان بعد مولوي عبدالقادر وٽ ڳوٺ داد پٽي ۾ اچي هڪ سال تائين پڙهيو (408). بعد ۾ پير جهنڊي جي مدرسي "دارالرشاد" ۾ داخل ٿيو(409). جتان فارغ التحصيل ٿي (410) اتي ئي درس وتدريس جو آغاز ڪيائين(411).

مولوي عبدالقادر صاحب "خلافت تحريڪ" ۾ حصي وٺڻ سان سياست جي ميدان ۾ قدم رکيو. پاڻ مولانا عبيدالله سنڌيءَ جي سياسي مڪتب فڪر جو عالم سياستدان هو ۽ هن تحريڪ جي اول کان وٺي آخرتائين اخلاقي توڙي مالي مدد ڪيائين(412).

تحريڪ دوران خلافتي عالمن جڏهن ”ترڪ موالات“ لاءِ فتويٰ جاري ڪئي، تہ هن بہ ان جي تصديق ڪئي(413).

مولوي صاحب ”خلافت تحريڪ“ سان گڏ ”جمعيت العلماءِ“ سان بہ وابستہ رهيو. سندس ئي ڪوششن سان ميرپورخاص ۾ هن جماعت جي شاخ قائم ٿي، جنهن جو پاڻ ئي پهريون باني ناظم مقرر ٿيو(414).

مولانا عبيدالله سنڌي سن 1939ع ۾ جلاوطنيءَ ڪان پوءِ جڏهن واپس سنڌ وريو ۽ اچي ”بيت الحڪمت“ قائم ڪري، انجو درس پير جهنڊي ۾ شروع ڪيائين، تہ مولانا عبدالقادر پڻ انهيءَ درس مان فيض حاصل ڪيو (415). اهڙيءَ طرح ساڳئي ئي عرصي دوران مولانا سنڌيءَ جي ٺاهيل ”جمنا، نربدا، سنڌ ساگر پارٽيءَ“ ۾ بہ شموليت اختيار ڪري پنهنجون سياسي خدمتون سرانجام ڏيندو رهيو(416).

ملڪ جي ورهاڱي ڪان پوءِ مولوي صاحب عملي طور تي سياست ڪان پري رهيو، ۽ دين جي خدمت ڪندي تاريخ 5 رمضان 1395هه مطابق 12 سيپٽمبر 1975ع تي رحلت ڪيائين(417).

## مولانا قاضي عبدالڪريم عباسي

مولانا قاضي عبدالڪريم ولد مولانا قاضي محمد سعيد عباسي سن 1299هه مطابق 1882ع ۾ پيدا ٿيو. ابتدائي تعليم ڪان وٺي دستاربنديءَ تائين پنهنجي والد وٽ پڙهيو. البت انهيءَ وچ ۾ ڪجهہ وقت مولانا عبدالله جتوئي آمريءَ واري وٽ بہ پڙهيائين.

علمي فراغت ڪان پوءِ مولوي عبدالڪريم صاحب پوري ڄمار دين جي خدمت ڪندو رهيو(418).

جڏهن ”خلافت تحريڪ“ شروع ٿي تہ مولانا صاحب ان ۾ شامل ٿي ڌارين حڪمرانن خلاف ڪم ڪيو. پاڻ ”جمعيت العلماءِ“ جي سياسي ميدان تان بہ وطن جي آزاديءَ لاءِ پاڻ پتوڙيائين (419).

مولوي صاحب سن 1344هه مطابق 1925ع ۾ لاڏاڻو ڪيو(420).

## مولانا عبدالڪريم درس

مولانا عبدالڪريم ولد مولانا عبدالله درس جي ولادت سن 1277هه مطابق 1860ع ڏاري ڪراچي ۾ ٿي. ابتدائي عربي، فارسي ۽ سنڌيءَ جي تعليم پنهنجي والد بزرگوار کان ”مدرسہ درسيہ“ ڪراچي ۾ ورتائين(421).

ان کان بعد ڪراچيءَ جي مشهور مدرسي "مظهر العلوم" کڏي ۾ مولانا عبدالله ميمڻ وٽ ڪجهه ڪتاب پڙهيو(422). ۽ ان کان پوءِ وڃي مصر جي "جامع ازهر" ۾ داخل ٿيو. جتان علم جي تڪميل ڪري، شيخ الحديث ۽ تفسير جي سند وٺي (423)، واپس وطن وريو. ۽ اچي پنهنجي ئي مدرسي "مدرسه درسيه" ڪراچيءَ ۾ پڙهائڻ لڳو(424).

ان کان پوءِ لياري ڪوارٽر ڪراچيءَ ۾ "مدرسه عاليه اهل سنت والجماعت" قائم ڪري (425)، پڙهائڻ سان گڏ، اتي ئي هڪ يتيم خانو بہ قائم ڪيائين، جنهن جي پڻ خدمت انجام ڏيندو رهيو. ۽ ساڳئي وقت صدر بازار ڪراچيءَ ۾ مطب کولي حڪمت جو ڌنڌو بہ جاري رکندو آيو(426). ان کان سواءِ پاڻ "مظهر العلوم" کڏي جي عالمن طرفان فتوائن ڏيڻ لاءِ قائم ڪيل "انجمن السواد الاعظم" جو پڻ ميمبر ٿي رهيو(427).

مولانا صاحب ديني خدمتن سان گڏ سنڌي، اردو، عربي ۽ فارسيءَ ۾ شاعري بہ ڪندو هو. ۽ ان سان گڏ ڪجهه ڪتاب بہ لکيائين. جن مان: "منتخب ديوان درس" (ڇپيل)، "مجموعه متفرقات درس" (ڇپيل)، "سلطان الترڪ خليفة الله في الملڪ" (ڇپيل) ۽ "نعت شريف" سنڌي (اڻ ڇپيل) ذڪر لائق آهن(428).

مولانا عبدالڪريم درس پنهنجي سياسي زندگيءَ جو آغاز "امن سڀا" ۾ شامل ٿيڻ سان ڪيو(429). پر پوءِ سگهوئي هن پنهنجي غلطيءَ جو ازالو ڪيو ۽ خلافتي عالمن طرفان شايع ڪيل "اظهار الڪرامة" نالي فتويٰ جي تصديق ڪري (430). "خلافت تحريڪ" ۾ شامل ٿي ويو.

مولانا صاحب پهرينءَ صف جي عالم سياستدانن مان هڪ هو ۽ پاڻ مبلغ بڻجي، تحريڪ جي ضلعي خواهہ صوبائي سطح جي جلسن ۾ شريڪ ٿي، نہ صرف خلافت جي اهميت جو پرچار ڪندو هو(431)، پر ڪيترن جلسن جي صدارت بہ ڪيائين. اپريل 1920ع ۾ هن جي ئي صدارت ۾ سيوهڻ ۾ خلافت ڪانفرنس منعقد ٿي، جنهن ۾ هجرت جو ٺهراءُ منظور ڪرايو ويو هو(432).

اهڙيءَ طرح خلافتي عالمن طرفان انگريزي سامان جي استعمال خلاف جڏهن فتوائون جاري ڪيون ويون، تہ مولانا صاحب نہ صرف انهن فتوائن جي تائيد ڪئي(433)، پر پاڻ جلسن جي صدارت ڪري انگريزي سامان جي استعمال کان روڪڻ سان گڏ، ديسي شين جي استعمال لاءِ پڻ سنڌي عوام کي همٿائيندو هو(434).

مولانا عبدالڪريم صاحب کي "خلافت تحريڪ" جي "مجلس شوريٰ" ۾ پڻ

شامل ڪيو ويو. ۽ وقت بوقت ڪيس گهرائي تحريڪ جي ڀلائيءَ لاءِ سائس مشورو ڪيو ويندو هو(435).

مولانا صاحب تحريڪ دوران قائم ڪيل فنڊن جي گڏ ڪرائڻ ۾ نہ صرف خلافتي عالمن جو ساٿ ڏنو(436)، پر هن تحريڪ جي پاڻ بہ دل کولي مدد ڪيائين(437).

مولانا عبدالڪريم درس تاريخ 19 شعبان سن 1344هہ مطابق 4 مارچ 1926ع تي دارالبقا ڏانهن راهي ٿيو(438).

## مولانا عبدالڪريم ڏيرو

مولوي عبدالڪريم ولد حاجي الهورايو ڏيرو سن 1315هہ مطابق 1897ع ۾ ڳوٺ رضا محمد ڏيرو تعلقي ڪڪڙ ضلعي لاڙڪاڻي ۾ ڄائو. ابتدائي قرآن شريف جي تعليم ۽ فارسي ۽ عربيءَ جا اڪثر ڪتاب پنهنجي ڳوٺ جي مدرسي ۾ مولانا محمد اسماعيل صاحب ڪنڊويءَ واري وٽ پڙهيو. ان کان بعد باقي عربيءَ جو علم مولانا الاهي بخش ڀانهي لاڪير تعلقي ميهڙ واري وٽ پڙهي فارغ التحصيل ٿيو.

تعليم پوري ڪرڻ کان پوءِ پنهنجي ئي ڳوٺ ۾ ديني مدرسو قائم ڪري درس وتدريس جو مشغلو اختيار ڪيائين(439) بعد ۾ ميهڙ لڳ ڳوٺ گاهي مهيسر واري مدرسي ۾ سن 1341هہ کان وٺي 1349هہ تائين تعليم ڏنائين. پاڻ پڙهائڻ سان گڏ تصنيف جو ڪم بہ جاري رکندو آيو. سندس لکيل ڪتابن جو وچور هن طرح آهي.

عربيءَ ۾: 1- مقدمة تفسير القرآن 2- المكاتيب الجديدة، 3- صحيفة الخشوع ۽ 4- راحة القلوب في لسان المحبوب.

فارسيءَ ۾: 1- اخلاق نامه امام غزالي 2- اعتقاد نامه امام رباني، 3-فوائد دينيه، 4-هدايت نامه امام رباني، 5-تعليم قرآن، 6- معلم القرات، 7- فضائل آل واصحاب، 8- قصو پير دستگير، 9- نصيحت نامه پير دستگير، 10- قصو امام رباني، 11- نصيحت نامه امام رباني، 12- ڪرامات اولياءَ الله، 13- نصيحت نيڪ، 14- نصيحت قرآن، 15- نصيحت ذڪر، 16- ضروري مسئلات، 17- ديباچه فقه حنفي، 18- ڪتاب الصلوٰة سنڌي، 19- قواعد عربيه، 20- قواعد فارسي، 21- دلائل وجوب التجويد، 22- معجزن جوڪتاب، 23- مولودن جو ڪتاب، 24- عريضه اصغف العباد في مسئلة

الضاد، ۽ 25- اعلام العباد في مسئلة الضاد.

ان کان پوءِ ميهڙ ۾ مدرسو قائم ڪيائين، جيڪو پوءِ "مدرسه دارالقرآن" جي نالي سان مشهور ٿيو(440).

مولانا عبدالڪريم ڏيري پنهنجي سياسي زندگيءَ جي شروعات "خلافت تحريڪ" ۾ حصي وٺڻ سان ڪئي. پاڻ هن هلچل جي جلسن ۾ شريڪ ٿيندو هو، ۽ خلافت جي اهميت تي ڀرپور تقريرون ڪري، ان کي ڪامياب بنائڻ جي ڪوشش ڪيائين(441).

انگريزن "امن سڀا" قائم ڪرائي خلافت جي حقيقت ۽ حيثيت کي مسخ ڪرڻ لاءِ مولوي فيض الڪريم ٺارو شاهيءَ کان "تحقيق الخلافت" نالي فتويٰ جو هڪ رسالو شايع ڪرايو، تہ خلافتي عالمن وري ان فتويٰ جو رد لکي ورهايو، جنهن جي مولانا عبدالڪريم ڏيري پڻ تائيد ڪري، پنهنجي تحريڪ دوستيءَ جو ثبوت ڏنو(442).

پاڻ تاريخ 8 رجب المرجب سن 1373هه مطابق 13 مارچ 1954ع تي هن فاني دنيا مان لاڏاڻو ڪيائين(443).

## مولانا مفتي عبدالڪريم

مولانا عبدالڪريم ولد عبدالرحيم ڳوٺ بچہ تعلقي پني عاقل ۾ ڄائو. ابتدائي تعليم سنڌ مان حاصل ڪري، باقي تعليم ديوبند مان وٺي فارغ التحصيل ٿيو(444).

ديوبند کان واپس اچي مولانا صاحب سنڌ جي مختلف مدرسن ۾ ديني تعليم جي شغل کي جاري رکيو.

مولوي عبدالڪريم، مولانا تاج محمود جي سياسي حلقي سان واسطو رکندو هو ۽ سندس ئي رفاقت ۾ آزادي حاصل ڪرڻ لاءِ ڀرپور حصو ورتائين(445).

پاڻ "خلافت تحريڪ" سان گڏ "جمعيت العلماءِ" جي سياسي ميدان تان بہ ڪم ڪيائين. سن 1944ع ۾ جڏهن حيدرآباد جي قلعي ۾ قاري محمد طيب ديوبنديءَ جي صدارت هيٺ "جمعيت العلماءِ سنڌ" جو جلسو منعقد ٿيو، تہ مولانا صاحب بہ ان ۾ شريڪ ٿي وطن جي آزاديءَ لاءِ جدوجهد ڪئي(446). ان کان پوءِ "مسلم ليگ" ۾ شامل ٿي پنهنجون سياسي خدمتون سرانجام ڏيندو رهيو(447).

مولوي صاحب سن 1376هه مطابق 1957ع ۾ رحلت ڪئي(448).

## مولانا عبدالڪريم چشتي

مولانا عبدالڪريم ولد عبدالله سن 1314هه مطابق 1896ع ڏاري شڪارپور ۾ پيدا ٿيو. ڇهن ورهين جي ڄمار ۾ خليفي حاجي عبدالغفور وٽ قرآن شريف پڙهڻ لاءِ ويٺو. ان کان پوءِ مولوي غلام رسول چشتي ۽ مولوي عبدالرحمٰن وٽ پڙهي سن 1918ع ۾ دستاربندي ڪيائين. هن ديني تعليم سان گڏ طب جو علم به حاصل ڪري ورتو.

فارغ التحصيل ٿيڻ کان پوءِ مولانا عبدالڪريم چشتيءَ شڪارپور ۾ طبابت جو ڌنڌو اختيار ڪيو(449)، ۽ ان سان گڏ سندس پوري ڄمار دين جي تبليغ ۽ تحريڪن ۾ حصو وٺندي گذري. هن سنڌي عالم صحافت جي خوب خدمت ڪئي، ته علم ادب جا گهڻا پريندي به پاڻ موڪيو. مولاناصاحب جن اخبارن جو ايڊيٽر ٿي رهيو، تن جو وچور هن طرح آهي(450):

روزانه اخبار ”الوحيد“ (ڪراچي)، روزانه اخبار ”آزاد“ (ڪراچي) ، روزانه اخبار ”مجاهد“ (ڪراچي“ ، روزانه اخبار ”قرباني“ (ڪراچي) ، هفتيوار اخبار ”صداقت“ (جيڪب آباد)، هفتيوار اخبار ”پيغام“ (شڪارپور)، هفتيوار اخبار ”جمهور“ (شڪارپور)، ۽ هفتيوار اخبار ”پاڪستان“(لاڙڪاڻو).

مولانا صاحب کي لکڻ جي پڻ قدرت ڏات بخشي هئي، ۽ پاڻ ڪيترن ئي ڪتابن جو مصنف ٿي گذريو آهي. سندس لکيل ڪتابن جو وچور هن طرح آهي: (451)

سنڌي: 1-هدايات محمدي، 2- انوار محمدي، 3- حالات محمدي، 4-ڪمالات محمدي، 5- احسانات محمدي، 6- وصال محمدي، 7- حبيب خدا، 8- آئينه حق، 9- تلوار حق، 10- آفتاب حق، 11- صراط المستقيم، 12- برهان رباني، 13- حجت حقاني، 14- اهليت المؤمنين، 15- شهيد ڪربلا، 16- قضيه ڪربلا، 17- امام اعظم، 18-امام شافعي، 19-محبوب سبحاني، 20- امام رباني، 21- سلطان الهند، 22- بيان المعراج، 23- نور خدا، 24- جواهرات، 25- تعليم الاسلام، 26- مجاهد الاسلام، 27- اولياءِ اسلام، 28- رهبر حج، 29- علامات قيامت، 30- امير معاويه، 31- تقديس الرسول، 32- پيغام محبت، 33- جواب لا جواب، 34- عملن جو انجام، 35- مجموعه وظائف، 36- ڪتاب النڪاح، 37- هدايت المسلمين، 38-ميلاد نبي، 39- باطل نبوت، 40- طاهرات، 41- قرآني دعائون، 42- پيغمبري دعائون، 43- مجربات چشتيه، 44-پنج سوره مترجم، 45-شفاءُ الاسقام، 46-عبدالڪريم ۽ 47- معجزات محمدي.

فارسي: 1- قرب قيامت، 2-معامل باغ فدڪ، 3- القول المقبول، 4-القول الاظهر، 5- التلقين والهداية، 6- ڪشف الغطاء ۽ 7- رافع الحجب.

جڏهن بہ سنڌ جي غريب مگر بي لوث سياسي عالمن جو ذڪر ڪيو ويندو، تہ مولانا عبدالڪريم چشتيءَ جو نالو مڙني کان پهريائين ڳڻپ ۾ ايندو. سندس سياسي، مذهبي ۽ علمي خواهہ صحافتي خدمتن جو دامن ايترو تہ وسيع آهي، جو مٿس الڳ ڪتاب لکي سگهجن ٿا.

مولانا چشتيءَ جي سياسي زندگيءَ جو آغاز "خلافت تحريڪ" جي ابتدا سان ٿيو. پاڻ هن تحريڪ جي بي مثال خدمت ڪيائين. غربت ۽ افلاس هوندي بہ هن تحريڪ لاءِ چندا ڏنائين (452)، ۽ هنڌين ماڳين وڃي ان جي اهميت جو پرچار ڪندو رهيو (453). "خلافت تحريڪ" جا جيڪي بہ مکيہ جلسا ٿيا، هن انهن ۾ شرڪت ڪئي. وطن دوستيءَ جي صدقي ۾ ڪيس ڪيترا ڀيرا جيل بہ وڃڻو پيو.*

انگريزن جڏهن امن سپائي عالمن کي اڳيان آڻي "خلافت" جي حيثيت ۽ حقيقت کي بدلائڻ جي ڪوشش ڪئي، ۽ ڪانئن اهڙي قسم جون فتوائون جاري ڪرايون، تہ خلافتي عالمن بہ انهن جي جواب ۾ فتوائن جو سلسلو شروع ڪيو، جن مان ڪيترين جي مولانا صاحب پڻ تصديق ڪئي(454).

پاڻ هن تحريڪ ۾ سرگرميءَ سان حصو وٺندي ڪيتري وقت تائين "سنڌ خلافت ڪاميٽي" جو نائب صدر بہ ٿي رهيو (455). هن تحريڪ کان سواءِ مولانا صاحب "جمعيت العلماءِ هند" جو بہ ميمبر ٿي رهيو. اهڙيءَ طرح ڪانگريس جماعت جي سياسي ميدان تان بہ ڪم ڪيائين(456).

هن صاحب سنڌ جي بمبئيءَ کان عليحدگيءَ واري تحريڪ ۾ پڻ ڀرپور حصو ورتو. انهيءَ سلسلي ۾ سندس ئي ڪوششن سان شڪارپور ۾ "سنڌ آزاد جماعت" قائم ڪئي ويئي، جنهن جو پاڻ پهريون جنرل سيڪريٽري ٿي رهيو(457).

---

* پاڻ وطن جي آزاديءَ خاطر ٽي ڀيرا جيل ۾ ويو. جنهن جو تفصيل هن طرح آهي:

i. پهريون ڀيرو فوجداري ڏوهہ – بنا اجازت جلوس ڪڍڻ تي، هڪ مهينو.

ii. ٻيو ڀيرو 144 قلم جي ڀڃڪڙيءَ تي، چار مهينا

iii. ٽيون ڀيرو 108 قلم جي بغاوت جي ڏوهہ ۾، ٻارهن مهينا.

(شهاب الدين چشتي: "مولانا عبدالڪريم چشتي" (مضمون) ٽماهي مهراڻ "سوانح نمبر" 3 -4، حيدرآباد، سنڌي ادبي بورڊ، 1957ع ص240).

اهڙيءَ طرح پاڻ ڪيترا سال ”آزاد قومي پارٽي“ ۽ ”جمعيت العلماءِ سنڌ“ جو پڻ نائب ناظم ٿي رهيو (458). ان کان سواءِ مولانا عبدالڪريم چشتي ”جمعيت العلماءِ سنڌ“ جي ضلعي واري شاخ جو به نائب مقرر ٿيل هو(459). جڏهن حيدرآباد واري قلعي ۾ قاري محمد طيب ديوبنديءَ جي صدارت هيٺ ”جمعيت العلماءِ سنڌ“ جو عظيم الشان جلسو ٿيو، ته هن به ان ۾ شرڪت ڪري وطن جي آزاديءَ لاءِ پاڻ پتوڙيو(460).

مولوي صاحب اوائلي دور واري ”مسلم ليگ“ ۾ پڻ شامل ٿيو هو، ۽ ڪيس ان ۾ ميمبر جي حيثيت حاصل هئي(461).

هي مرد مجاهد تاريخ 17 ذي القعد سن 1383هه مطابق 31 مارچ 1964ع تي زندگيءَ جو ظاهري سفر پورو ڪري، وڃي پنهنجي رب سان مليو(462).

## مولانا عبدالڪريم مگسي

مولوي عبدالڪريم ولد غلام حسين مگسيءَ جي ولادت تاريخ 12 ربيع الاول سن 1302هه مطابق 11 جنوري 1884ع تي فيروزشاهه ضلعي دادو ۾ ٿي. ابتدائي تعليم ڳوٺ جي مدرسي مان ورتائين. ان کان پوءِ ڪجهه وقت سنڌ جي مختلف مدرسن ۾ پڙهيو ۽ آخر ۾ موٽي اچي ڳوٺ واري مدرسي مان دستار بند ٿيو.

علمي فراغت کان پوءِ مولوي صاحب پوري ڄمار درس وتدريس ۽ دين جي خدمت ڪندي گذاري(463).

مولوي عبدالڪريم پنهنجي سياسي زندگيءَ جي شروعات ”خلافت تحريڪ“ ۾ حصي وٺڻ سان ڪئي. پاڻ هن تحريڪ جو سرگرم ڪارڪن ٿي رهيو، ۽ خلافتي عالمن جو ساٿ ڏيندي، انهن جي جاري ڪيل ڪيترين ئي فتوائن جي تصديق به ڪيائين(464). هن ئي تحريڪ جي سياسي ميدان تان وطن جي آزاديءَ لاءِ ڪم ڪرڻ سان گڏ، پاڻ ”جمعيت العلماءِ سنڌ“ ۾ به شريڪ ٿيو، ۽ ان جي ميهڙ واري شاخ جو نائب ناظم بڻجي(465)، آزاديءَ جي جدوجهد جاري رکيائين.

مولوي عبدالڪريم مگسيءَ تاريخ 2 صفر 1392هه مطابق 18 مارچ 1972ع تي هيءُ جهان ڇڏيو(466).

## مولانا عبدالڪريم ڪورائي

مولوي عبدالڪريم ولد ملا پانڌي خان ڪورائي بلوچ جيڪب آباد شهر ۾ ڄائو. ابتدائي سنڌي، انگريزي، عربي ۽ فارسيءَ جي تعليم جيڪب آباد جي شهر مان

ورتائين. ان کان پوءِ 21 سالن جي ڄمار ۾ مولوي محمد صالح شيخ کان باقي تعليم وٺي فضيلت جي دستاربندي ڪيائين.

مولوي صاحب تعليم حاصل ڪرڻ دوران جيڪب آباد ۾ امامت جا فرائض به سرانجام ڏيندو هو. ان کان پوءِ ڳوٺ محمد پور اوڍي ۾ لڏي آيو. ۽ اتي ئي درس وتدريس شروع ڪيائين(467) ان عرصي ۾ هن بزرگ عالم مولانا سيد تاج محمود امروٽيءَ جي صحبت اختيار ڪري، سلوڪ جو سفر اختيار ڪيو ۽ مولانا امروٽيءَ جو وڏو خليفو مجاز ٿيو(468).

ڪجھ عرصي کان پوءِ اتان لڏي بکو سيال تعلقي شهدادڪوٽ ۾ اچي ويٺو (469). جتي ارڙهن سالن تائين علم جو نور پکيڙي، وري لڏي اچي ڪوٽ الاهي بخش تعلقي رتيديري ۾ ويٺو. ان بعد به هڪ پيرو نقل مڪاني ڪيائين ۽ ڪجھ وقت لاءِ گوري پهوڙ تعلقي شڪارپور ۾ اچي ويٺو. پر اتي به ڪيس قرار نه آيو ۽ وري ڪوٽ الاهي بخش ۾ موٽي آيو.

مولوي عبدالڪريم صاحب پنهنجي دور جو ناميارو مبلغ، مصنف ۽ شاعر ٿي گذريو آهي. پاڻ جيڪي ڪتاب لکيائين، تن جو وچور هن طرح آهي:

”معراج المؤمنين“، ”اعمال قرآني“، ”اصلاح الاخلاق“، ”ٽن پارن جو سنڌي ترجمو“ ۽ ”زليخا ـ منظوم سنڌي ترجمو“ قابل ذڪر آهن(470).

مولوي صاحب ”خلافت تحريڪ“ ۾ شامل ٿي سياست ۾ قدم رکيو. تحريڪ جي آغاز ۾ جڏهن امن سڀائي عالمن خلافت جي حيثيت ۽ حقيقت کي مشڪوڪ بنائڻ لاءِ ”تحقيق الخلافت“ نالي هڪ فتويٰ جاري ڪئي ته خلافتي عالمن به ان جو رد لکي شايع ڪرايو، جنهن جي مولانا صاحب پڻ تصديق ڪئي (471). اهڙيءَ طرح خلافتي عالمن طرفان جڏهن انگريزي ڪپڙي جي استعمال خلاف هڪ فتويٰ جاري ٿي ته مولوي عبدالڪريم ڪورائي به انهن عالمن مان هڪ هو، جن هن فتويٰ جي تصديق ۽ تائيد ڪئي (472). اتر سنڌ ۾ ”خلافت تحريڪ“ جا جيڪي به مکيه جلسا ٿيا، تن ۾ هن به شرڪت ڪئي(373). پاڻ ايڏو حق گو هو جو حق چوندي ماڻهن جا چوڏا لاهيندو هو، ان ڪري سندس لقب ئي مولوي کهاڙو مشهور ٿي ويو(474).

”خلافت تحريڪ“ کان پوءِ جڏهن سنڌ جي بمبئيءَ کان عليحدگيءَ جي تحريڪ هلي، ته هن ان ۾ به ڀرپور حصو ورتو. پاڻ ڪيترو وقت عودي ڳوٺ جي ”سنڌ آزاد جماعت“ جو سيڪريٽري ٿي رهيو(475). اهڙيءَ طرح هيءُ صاحب سنڌ جي هارين جو

پڻ همدرد ٿي رهيو(476).

مولانا عبدالڪريم صاحب 75 ورهين جي ڄمار ۾ رحلت ڪئي(477).

## مولانا عبدالڪريم ڪکل بُنوي

مولانا عبدالڪريم ڪکل لاڙڪاڻي ضلعي جو رهاڪو هو ۽ وڏو مجاهد ماڻهو ٿي گذريو آهي. پاڻ شروع کان آخر تائين مولانا دين محمد بنويءَ کان تعليم وٺي فراغت حاصل ڪيائين.

علم جي تحصيل بعد بنيءَ جي هڪ مسجد جو خطيب بڻيو، ۽ ان سان گڏ طب يونانيءَ جو شغل بہ جاري رکيائين(478).

مولانا عبدالڪريم "خلافت تحريڪ" ۾ شامل ٿي، پنهنجي سياسي زندگيءَ جو آغاز ڪيو. پاڻ هن تحريڪ ۾ نهايت سرگرميءَ سان حصو ورتائين.

تحريڪ جي ڪاميابيءَ واسطي خلافتي عالمن جڏهن فتوائن جو سلسلو شروع ڪيو، تہ پاڻ خاص طرح سان ولايتي ڪپڙي واري فتويٰ جي باري ۾ انهن جو ساٿ ڏنائين(479).

مولانا صاحب انگريزن کان آزادي حاصل ڪرڻ لاءِ هن تحريڪ جي پٺڀرائيءَ ۾ عملي طور تي نہ صرف ان جي ضلعي سطح جي جلسن ۾ شريڪ ٿيندو هو(480)، پر صوبائي سطح جي اجلاسن ۾ بہ پهچي (481)، انگريز دشمنيءَ جو اظهار ڪندو هو. سندس انهيءَ تحريڪ دوستيءَ ۽ انگريز دشمنيءَ جي پاداش ۾ ڪيس جيل جي سزا بہ ڀوڳڻي پيئي (482).

انهيءَ عرصي دوران جڏهن فلسطين ۾ عربن جي مٿان ڏکيا ڏينهن آيا، تہ سنڌ جي مسلمانن انهن واقعن تي شديد رد عمل ڏيکاريو. سن 1938ع ۾ جڏهن قمبر ۾ جلسو سڏايو ويو، تہ مولانا عبدالڪريم صاحب ان ۾ شريڪ ٿي، بين الاقوامي سياست ۾ حصو وٺندي، فلسطين جي حق ۾ ڀرپور تقرير ڪئي(483).

خلافت جي خاتمي کان پوءِ جڏهن مذهبي بنيادن تي "ڪانگريس" ۽ "مسلم ليگ" جماعتن آزاديءَ لاءِ هلچل شروع ڪئي، تہ پاڻ "مسلم ليگ" ۾ شموليت اختيار ڪيائين، ۽ ان جي جلسن ۾ شريڪ ٿي وطن جي آزاديءَ لاءِ پاڻ پتوڙيندو رهيو(484).

اهڙيءَ طرح هن ديني خواهہ سياسي خدمتون ڪندي پنهنجي ڄمار پوري ڪئي.

## مولانا عبدالڪريم سمون

مولوي عبدالڪريم ولد مولوي محمد هاشم سمون سن 1310ھ مطابق 1892ع ڏاري ڳوٺ ڀڳڙا ميمڻ لڳ شهر سيراڻي ضلعي بدين ۾ ڄائو. پاڻ سجاول جي مدرسي "هاشميه" ۾ مولوي محمد اڪرم هالائي ۽ مولوي فتح علي جتوئيءَ وٽ پڙهڻ کان پوءِ ٽوئن جي ڳوٺ تعلقي ماتلي ضلعي بدين ۾ مولوي علي محمد درس وٽ فقه ۽ تفسير جي تعليم وٺي فارغ ٿيو.

علم جي تحصيل کان پوءِ ڳوٺ باقر نظاماڻي، ڳوٺ مبين خاصخيلي، ڳوٺ گولاڙي، ڳوٺ پير محمد ٽيڀي لڳ تلهار ۽ ڳوٺ چڻي هاليپوٽي لڳ بدين ۾ ديني تعليم ڏنائين(485).

مولوي عبدالڪريم سمي "خلافت تحريڪ" ۾ حصي وٺڻ سان سياست ۾ پير پاتو. پاڻ ضلعي بدين ۾ تحريڪ طرفان سڏايل گڏجاڻين ۾ شريڪ ٿي، هن نئي تحريڪ جي سياسي ميدان تان وطن جي آزاديءَ لاءِ جدوجهد ڪيائين(486)، ان کان پوءِ عملي طرح سياست کان پري ٿي، صرف ديني خدمتون سرانجام ڏيندو رهيو.

## مولاناعبداللطيف ڊول

مولوي عبداللطيف ولد سانوڻ ڊول، دين پور تعلقي ٿل ضلعي جيڪب آباد ۾ پيدا ٿيو. قرآن مجيد ۽ فارسيءَ جي تعليم ڳوٺ جي مولوي محمد عظيم لاشاريءَ کان ورتائين. ان بعد عوديءَ ۾ مولانا نبي بخش، جنگل ۾ مولوي در محمد ڊول ۽ ٻچڙي ۾ مولوي احمد الدين وٽ پڙهيو، پر دستاربندي وري موٽي اچي عودي ۾ ڪيائين.

علمي فراغت کان پوءِ هن مختلف هنڌن جهڙوڪ، ڳوٺ عبدالغني شاھ، دين پور، ٿل ۽ هاليجيءَ ۾ درس وتدريس جو سلسلو جاري رکيو(487). پاڻ تحرير ۽ تقرير جو ٻہ وڏو ماهر هو. سندس ڪي فتوائون ۽ "شرح اسماءالحسنيٰ" شايع ٿيل آهن(488).

مولوي عبداللطيف صاحب "خلافت تحريڪ" ۾ حصو وٺندي، سياست ۾ گهڙيو، هن تحريڪ جي هر موڙ تي هڪ مخلص ۽ سرگرم ڪارڪن جي حيثيت سان پنهنجون سياسي خدمتون سرانجام ڏنيون.

"خلافت تحريڪ" دوران انگريزن جڏهن "امن سڀا" قائم ڪرائي ۽ ان جي روح روان مولوي فيض الڪريم ٺارو شاهيءَ کان "تحقيق الخلافت" نالي هڪ فتويٰ جو رسالو لکارائي، خلافت جي حيثيت ۽ حقيقت خلاف شايع ڪرايو. جنهن تي آزادي

واري جذبي هيٺ "خلافت تحريڪ" کي ڪامياب بنائڻ لاءِ انهيءَ "تحقيق الخلافت" رسالي خلاف جوابي ڪاروائي ڪندي، خلافتي عالمن پڻ فتوائون جاري ڪرڻ جو سلسلو شروع ڪري ڏنو. خلافتي عالمن جي ڏنل فتوائن مان ڪيترين جي مولانا عبداللطيف ڊول پڻ تصديق ڪئي (489).

ان کان سواءِ مولوي صاحب نه رڳو تحريڪ جي مالي مدد ڪئي(490)، پر پاڻ هن تحريڪ جي آواز کي عوام تائين پهچائڻ لاءِ هنڌين ماڳين وڃي جلسن ۾ به شرڪت ڪيائين(491).

"خلافت تحريڪ جي خاتمي کان پوءِ هن "جمعيت العلماءِ" ۾ شموليت اختيار ڪئي ۽ پنهنجين لياقتن سبب ضلعي جيڪب آباد جي مشهور جمعيتي عالمن ۾ شمار ٿيڻ لڳو. سن 1931ع ۾ جڏهن هن جماعت طرفان "جمعيت المبلغين" ٺاهي ويئي ته ڪيس انهيءَ جو نائب ناظم مقرر ڪيو ويو(492).

مولوي صاحب سن 1379ھ مطابق 1960ع ۾ وفات ڪئي(493).

## مولانا عبدالوهاب لنڊ بلوچ

مولانا عبدالوهاب ولد نورنگ خان لنڊ بلوچ سن 1320ھ مطابق 1902ع ڏاري ڳوٺ سينگاري تعلقي بدين ۾ پيدا ٿيو. ابتدائي فارسي ۽ عربيءَ جي تعليم بدين جي مدرسي "انوار العلوم" ۾ مولانا احمد ملاح کان ورتائين. ان کان پوءِ وڃي پير جهنڊي جي مشهور مدرسي "دارالرشاد" ۾ داخل ٿيو. جتي سال کن عربيءَ جي تعليم وٺڻ کان پوءِ اچي سجاول جي مدرسي "دارالفيوض هاشميه" ۾ مولانا فتح علي جتوئي منطقيءَ وٽ ٻن سالن تائين پڙهيو. ان کان پوءِ سن 1924ع ۾ وڃي انڊيا جي مشهور مدرسي "دارالعلوم ديوبند" ۾ داخل ٿيو.* جتي مشڪوٰة شريف ۽ بزي فلسفه قديم

---

*مولانا عبدالوهاب 27 ڊسمبر 1982ع تي پنهنجي انٽرويو دوران ٻڌايو ته ان سال مدرسي "دارالعلوم ديوبند" ۾ سنڌ ملڪ جا17 شاگرد تعليم وٺندا هئا، جنهن سبب ان وقت جو صدر مهتمم مدرسه ديوبند مولانا انور شاھ ڪشميري نهايت خوش ٿيو ۽ چيائين ته : "هيترا سارا طالب علم سنڌ ولايت کان هتي ديوبند پڙهڻ آيا آهن." انهن سترهن مان مولانا عبدالوهاب صاحب جن چوڏهن جا نالا ٻڌايا، سي هئا:

1- مولانا محمد سعيد گوپانگ (بدين)، 2- مولانا حبيب الله (ٽيڙهي)، 3- مولانا احمد پنهور(سکر)، 4- مولانا عبدالحق (؟) 5- مولانا شفيع محمد شيخ (لاڙڪاڻو)، 6-مولانا محمد صالح راڄڙ (ميرپورخاص) 7- مولانا نواب الدين چانڊيو(غيبي ديرو ـ لاڙڪاڻو) 8- مولانا محمد حنيف (سکر)، 9- مولانا محبوب علي شاھ (سکر)، 10- مولانا عبدالرحيم

مولانا محمد ابراهيم وٽ، شرح چغمني، قرآن شريف ۽ تفسير مولانا محمد ادريس ڪانڌيلويءَ وٽ، حديث جو ڪتاب ابودائود مولانا سراج الحق وٽ، ديوان حماسه ۽ ادب مولانا اعزاز عليءَ وٽ، بخاري شريف ۽ ترمذي شريف صدر مدرس مولانا سيد انور علي شاهه ڪشميريءَ وٽ، فقه ۾ هدايه مولانا عزيز الله وٽ، منطق مولانا غلام رسول پناڻ وٽ، مقامات حريري مولانا شفيع محمد وٽ، مختصر معاني مولانا عبدالسميع وٽ، ۽ تفسير بيضاوي مولانا شبير احمد عثمانيءَ وٽ پڙهي فارغ التحصيل ٿيو.

علمي فراغت ڪان پوءِ مولانا صاحب دهليءَ جي مدرسي فتحپوريءَ ۾ ڇهه مهينا تعليم ڏيڻ بعد واپس وطن وريو، ۽ مولانا احمد ملاح جي مشوري تي بدين جي مدرسي "انوار العلوم" ۾ پڙهائڻ ويٺو. جتي ساندهه ٻارهن سال انهيءَ خدمت سان گڏ، بدعتن جي پاڙ پٽڻ لاءِ توحيد جي تبليغ به ڪندو رهيو.

مولانا صاحب انهيءَ عرصي دوران بدين مان هڪ هفتيوار اخبار "حزب الله" به ڪڍي، جيڪا سن 1941ع تائين جاري رهي.

هن وطن جي آزادي واري جذبي هيٺ "ڪانگريس" جماعت ۾ شامل ٿي، پنهنجي سياسي زندگيءَ جو آغاز ڪيو. پاڻ هن جماعت ۾ سرگرميءَ سان حصو وٺندي، ان جي اهم اجلاسن ۾ شرڪت ڪيائين ۽ ڪيتري وقت تائين "ڪانگريس ڪاميٽي بدين" جو نائب صدر به ٿي رهيو.

اهڙيءَ طرح جڏهن "جمعيت العلماءِ سنڌ" جو قيام عمل ۾ آيو تہ مولانا صاحب ان ۾ شامل ٿي وطن جي آزاديءَ لاءِ جدوجهد ڪئي. پاڻ بدين جي ناميارن جمعيتي عالمن ۾اڳواٽن مان هڪ هو. ۽ سن 1931ع کان وٺي اتان جي جمعيت جو نائب صدر ٿي رهيو (494). هن مکيہ عهديدار جي حيثيت سان ڪيترن ئي اجلاسن ۾ شرڪت ڪئي. خاص طور تي ولايتي ڪپڙي جي بائيڪاٽ ۾ زوردار دليل پيش ڪري، سنڌي عوام کي ديسي ڪپڙي جي استعمال لاءِ آماده ڪندو هو(495).

ان ڪان سواءِ پاڻ "خاڪسار تحريڪ" ۾ به رهي وطن جي آزاديءَ لاءِ ڪم ڪيائين. جنهن ۾ ڪيس بدين ۽ ٽنڊي باگي جي تعلقن لاءِ "سالار مندوب" به مقرر ڪيو ويو هو. هن تحريڪ ۾ سرگرميءَ سان حصو وٺڻ ڪري، نہ صرف ڪيس جيل جي سزا ڀوڳڻي پيئي، پر هن محب وطن سنڌي عالم کي ڌڪا به هنيا ويا.

---

(ڏيپلو)، 11- مولانا گل محمد (سکر) 12- مولانا غلام صديق (لاڙڪاڻو)، 13- مولانا محمد ابراهيم لنڊ (بدين)، ۽ 14- (آڻون) مولانا عبدالوهاب لنڊ (بدين)

ان کان پوءِ جڏهن مسلمانن مذهب جي بنياد تي "ڪانگريس" کان عليحدگي اختيار ڪري، ڌار پنهنجي جماعت "مسلم ليگ" ٺاهي، تہ شيخ عبدالمجيد سنڌيءَ جي مشوري تي مولانا عبدالوهاب هن جماعت ۾ شامل ٿي، ملڪ جي ورهاڱي تائين پنهنجون سياسي خدمتون سرانجام ڏيندو رهيو. ان کان پوءِ عملي طور تي سياست کان پري رهيو، ۽ صرف ديني خدمت ڪندي زندگي گذارڻ لڳو(496).

## مولانا عبيدالله سنڌي

مولانا عبيدالله سنڌيءَ جي ولادت تاريخ 12 محرم 1289ھ مطابق 10 مارچ 1872ع تي ڳوٺ چيانوالي ضلعي سيالڪوٽ جي سک خاندان ۾ ٿي(497).

جيئن تہ مولانا صاحب جو والدڪانئس اڳ هيءَ دنيا ڇڏي چڪو هو. ان ڪري سندس تعليم ۽ تربيت جو بندوبست هن جي والده کي ڪرڻو پيو. جنهن ضلعي ديري غازي خان ۾ اچي کيس ڄامپور جي پرائمري اسڪول ۾ داخل ڪرايو (498). سن 1884 ع ۾ جڏهن پاڻ اڃا ٻارنهن ورهين جو هو، تہ کيس پنهنجي هڪ هم ڪلاسي آريہ سماجي دوست کان هڪ نومسلم شيخ عبدالله جو لکيل ڪتاب "تحفة الهند" مليو. ان ڪتاب جي مطالعي مان هن کي اسلام جي صداقت جو يقين ٿيڻ لڳو(499). ان کان پوءِ پرائمري اسڪول ڪوٽلہ مغلان جي هندو شاگردن ذريعي کيس مولانا اسماعيل شهيد جو لکيل ڪتاب "تقوية الايمان" هٿ آيو. جنهن جي پڙهڻ کان پوءِ هو پنهنجو اباڻو ڌرم ڇڏي، اسلام ڏانهن راغب ٿيو(500).

مولانا عبيدالله سنڌي، جنهن جو اصل نالو بوٽا سنگھ هو(501)، سو ڪوٽلہ مغلان ۾ سنت ختنہ ادا ڪرائي، ٿورن ڏينهن بعد پنجاب ڇڏي، اچي ڀرچونڊيءَ پهتو(502). جتي جناب حافظ محمد صديق جي هٿ تي اسلام قبول ڪيائين ۽ "تحفة الهند" جي مصنف جي نالي تي پنهنجو نالو عبيدالله رکيائين(503).

پاڻ ڪجھ وقت کان پوءِ ڀرچونڊي ڇڏي، پهريائين بهاولپور جو رخ ڪيائين ۽ ان کان پوءِ دين پور هليو ويو، جتي مولوي عبدالقادر وٽ ابتدائي ڪتاب پڙهيائين (504). ان بعد وڃي دارالعلوم ديوبند ۾ داخل ٿيو، جتي شرح جامي مولانا حڪيم محمد حسن کان پڙهيائين. حڪمت ۽ منطق جا ڪتاب مولانا احمد حسن ڪانپوريءَ وٽ پڙهيو، بعد ۾ ڪجھ وقت لاءِ مدرسہ عاليہ رام پور ۾ رهي، مولانا ناظر الدين وٽ پڙهڻ کان پوءِ ديوبند ۾ اچي شيخ الهند مولانا محمود الحسن وٽ تعليم ورتائين (505).

هن ئي عرصي دوران پهريائين گنگوهه ۾ وڃي مولانا رشيد احمد گنگوهيءَ وٽ پڙهيو، ۽ ان کان پوءِ دهليءَ وڃي مولانا نذير حسين کان تبرڪ طور چار سبق حديث جا پڙهي سند ورتائين(506).

فارغ التحصيل ٿيڻ کان پوءِ پاڻ تاريخ 20 جمادي الثاني سن 1308ھ مطابق 31 جنوري 1891ع تي سنڌ ۾ موٽي آيو(507). جيئن تہ هن جي طالب العلميءَ جي عرصي دوران ئي سندس روحاني رهبر ۽ مرشد جناب حافظ محمد صديق لاڏائو ڪري چڪو هو، تنهن ڪري هن کي پرچونديءَ بدران امروٽ شريف وڃڻو پيو. جتي کيس مولانا تاج محمود امروٽيءَ جي شفقت ۽ مهرباني حاصل ٿي. مولانا تاج محمود صاحب هن کي هڪ ديني مدرسو قائم ڪري ڏنو ۽ تصنيف وتاليف جي ڪم ۾ آساني پيدا ڪري ڏيڻ لاءِ "محمود المطابع" نالي هڪ ليٿو پريس بہ قائم ڪري ڏني(508).

امروٽ واري زماني ۾ مولانا عبيدالله سنڌيءَ کي درس وتدريس ۽ تصنيف وتاليف سان گڏ، تحقيق ۽ غور وفڪر ڪرڻ جو بہ موقعو مليو. اٺن سالن جي عرصي گذارڻ کان پوءِ وري هن کي پنهنجي استاد مولانا محمود الحسن جي سڏ تي لبيڪ چئي ديوبند وڃڻو پيو. پر پوءِ سنڌ جي ڌرتيءَ وري کيس پوئتي موٽڻ لاءِ مجبور ڪيو (509). مطالعي ۽ مشاهدي کان پوءِ مولانا صاحب زندگيءَ جي هن موڙ تي، عمل جي ميدان ۾ قدم رکندي، ڳوٺ پير جهنڊي ۾ مدرسي "دارالرشاد" جو بنياد رکيو(510).

مولانا عبيدالله سنڌي "دارالرشاد" ۾ پورا ڏهہ سال فردن جي تياري ۽ درس وتدريس جو ڪم ڪيو. جڏهن کيس يقين ٿيو تہ هو پنهنجي نئين فڪر تي عمل ڪرائڻ لاءِ ڪيترن ئي نوجوانن کي همر خيال بڻائي چڪو آهي، تڏهن سنڌ ۾ اهو ڪم ٻين کي سونپي، پاڻ هند ۾ ساڳئي ڀڄ ڊڪڻ لاءِ روانو ٿي ويو(511).

مولانا صاحب پنهنجي استاد مولانا محمود الحسن جي تعاون سان سن 1327ھ مطابق 1909ع ۾ ديوبند ۾ "جمعيت الانصار" نالي هڪ جماعت قائم ڪئي، جنهن جو پاڻ سيڪريٽري ٿي ڪم ڪرڻ لڳو(512). ان کان پوءِ هن دهليءَ ۾ وڃي سن 1331ھ مطابق 1913ع ۾ "نظارة المعارف" نالي هڪ جماعت ٺاهي. هن تنظيمي تحريڪ دوران کيس حڪيم اجمل خان، نواب وقارالملڪ، ڊاڪٽر انصاري ۽ مولانا ابوالڪلام سان گڏجي ڪم ڪرڻ جو موقعو مليو(513).

مولانا عبيدالله هن ئي عرصي دوران دهليءَ جي فتح پور مسجد ۾ "قاسم العلوم" نالي مدرسو قائم ڪيو. حقيقت ۾ هن مدرسي جو قيام بہ "نظارة

المعارف" جي تحريڪ جو ئي نتيجو هو. انهيءَ جماعت جي مالي مدد سان شاگردن کي هر ماهه پنجاهه روپيا وظيفو ڏنو ويندو هو. مولانا صاحب هن مدرسي جي معرفت شاگردن ۾ قومي جذبي جو روح ڦوڪڻ شروع ڪيو. ان سلسلي ۾ اتي "موتمر الانصار" نالي هڪ شاگرد جماعت جو بنياد وڌائين.

جيئن ته ان وقت هندستان جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ انقلابي تحريڪن جو آغاز ٿي چڪو هو، ۽ انهيءَ سلسلي ۾ مولانا عبيدالله سنڌيءَ کي به گرفتار ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي ويئي، تنهن ڪري کيس دهلي ڇڏي سنڌ ۾ اچڻو پيو(514). اهڙي طرح پاڻ پنجن سالن کان پوءِ وري "دارالرشاد" پير جهنڊي ۾ موٽي آيو.

سنڌ ۾ اچڻ کان اڳ مولانا محمود الحسن اهو طئي ڪري چڪو هو ته مولانا عبيدالله کي هتي هندستان ۾ رهي گرفتار ٿيڻ کان بهتر آهي ته ٻاهر وڃي ڪم ڪرڻ گهرجي. جيتوڻيڪ مولانا عبيدالله سنڌي ان جي برعڪس هن راءِ جو هو ته ٻاهر وڃي هٿيار ڪٺا يا حاصل ڪرڻ بدران هندستان ۾ ويهي ذهنن جي تربيت ڪجي. پر کيس پنهنجي استاد جي فيصلي کي قبول ڪرڻو پيو، ۽ افغانستان ڏانهن هجرت جي تياري ڪرڻ شروع ڪيائين.

مولانا عبيدالله سنڌي مڪمل تياري ڪرڻ کان پوءِ مولانا تاج محمود امروٽيءَ جي تعاون سان (515). مولانا عبدالله لغاريءَ کي ساڻ ڪري آگسٽ 1915ع ۾ افغانستان ڏانهن هجرت ڪري ويو(516). پرديس ۾ پهچڻ کان پوءِ سڀ کان پهريائين کيس اتان جي علماء طبقي جي مخالفت سان منهن ڏيڻو پيو. جن کيس مذهبي ميدان ۾ پرکڻ ۽ پروڙڻ جي ڪوشش ڪئي. مولانا صاحب هن مسئلي مان جند ڇڏائي اچا امير حبيب الله جي دربار تائين مس پهتو ته فرنگي سرڪار کي سندس ملڪ ڇڏي وڃڻ جون خبرون پهتيون. ان ڪري انگريز سرڪار سندس منصوبي کي ناڪام بنائڻ لاءِ هندستان مان کي جڙتو عالم افغانستان ڏانهن موڪلي، اتان جي حڪومت کي باور ڪرايو ته مولانا سنڌي انگريزن لاءِ جاسوسي ڪرڻ واسطي هندستان ڇڏي آيو آهي.* هن نئين سازش کي منهن ڏيڻ لاءِ کيس وقتي طورتي پنهنجي گرفتاريءَ جي آڇ ڪرڻ پيئي. افغانستان حڪومت سندس ئي

---

* انهيءَ سلسلي ۾ مولانا صاحب حيدرآباد ضلعي جي هڪ پير ڏانهن اشارو ڪيو، جنهن جو تعلق ڪابل سان به هو. پر ان جا تفصيل نه ڏنا. (ڏسو: ماهوار "توحيد" ڪراچي، ماهه آڪٽوبر 1944ع ص15).

تجويز تي ڪيس نظربند رکي سموري معاملي جي ڇنڊڇاڻ ڪئي، ۽ آخرڪار بهتان جي ڪوڙي ثابت ٿيڻ بعد کيس آزاد ڪيو ويو.

افغان حڪومت جي اعتماد حاصل ڪرڻ کان پوءِ مولانا سنڌي نہ رڳو فرنگين خلاف منظم تحريڪ هلائڻ جو آغاز ڪيو، پر ان سان گڏ افغانستان جي ملڪي سياست تي بہ اثر انداز ٿيڻ لڳو. هن صاحب جي حلقي جي ڪوشش سان ٿي امير حبيب الله جي وفات کان پوءِ سندس پٽ امان الله خان تخت تي ويٺو(517). ان زماني ۾ جڏهن افغان - انگريز جنگ لڳي تہ مولانا سنڌي نہ رڳو جنگي منصوبن جي تشڪيل ڪئي، پر ڪنهن حد تائين جنگ جي ميدان ۾ عملي طرح بہ حصو ورتو، جنهن جي ڪري انگريزن کي منهن جي کائڻي پيئي.* مولانا صاحب جيترو وقت افغانستان ۾ رهيو، اوترو وقت امير امان الله خان سک ۽ سڪون سان حڪومت هلائي، ۽ سندس حڪمرانيءَ جي پڄاڻي تڏهن ٿي، جڏهن مولانا سنڌي ماسڪو روانو ٿي چڪو هو.**

ڪابل واري عرصي دوران مولانا صاحب فرنگين خلاف جيڪا منظم تحريڪ هلائي، تنهن جون خصوصيتون يا مکيہ رخ هن طرح هئا:

i. هن اتي راجا مهندر پرتاب ۽ راس بهاري گوس سان گڏجي عارضي آزاد هند سرڪار قائم ڪئي(518). ۽ انهيءَ حڪومت جي هٿ هيٺ "جنود ربانيه" نالي هڪ فوج قائم ڪئي(519).

ii. هن ريشمي رومالن جي هڪ ڪمپني کولي ۽ ريشمي رومالن کي رابطي جو ذريعو بڻائي هندستاني مرڪزن سان خط وڪتابت ڪئي(520).

iii. هندستان جي مسئلي کي سمجهائڻ ۽ مقبول بنائڻ لاءِ اتي "ڪانگريس

---

* خود امير امان الله خان ٿي مولانا سنڌيءَ کي هڪ "فوجي ماهر" طور قبول ڪيو، ۽ پنهنجي جرنيل نادرخان کي سندس ماتحت ڪم ڪرڻ لاءِ حڪم جاري ڪري ڇڏيا هئا. هڪ انگريز هن ڳالهہ چوڻ تي مجبور ٿيو تہ هيءَ ڪاميابي امير امان الله جي نہ، پر مولانا عبيدالله سنڌيءَ جي آهي. (ڏسو: ماهوار "توحيد" ڪراچي، آگسٽ ـ سيپٽمبر 1952ع ص12).

** مولانا صاحب جي ڪوشش سان امير امان الله حڪمران ٿيو. مولانا کيس تاڪيد ڪيو هو تہ هو ڪجهہ وقت تائين افغانستان کان ٻاهر نہ وڃي. پر جڏهن مولانا صاحب روس هليو ويو، تہ امير امان الله انگلينڊ ڏانهن رخ رکيو، ۽ پويان سندس تخت تي قبضو ڪيو ويو. (ڏسو: ماهوار "توحيد" ڪراچي، ڊسمبر 1948ع ص 1.)

جماعت" ٺاهيائين(521).

iv. فرنگين خلاف ڀرپور تعاون حاصل ڪرڻ لاءِ روس ۽ جرمنيءَ سان رابطو قائم ڪيائين(522).

v. عالم اسلام جون همدرديون حاصل ڪرڻ لاءِ قسطنطنيه جي شيخ الاسلام ڪان انگريزن خلاف بغاوت ڪرڻ جي حق ۾ فتوي وٺي هندستان موڪليائين(523).

vi. افغانستان حڪومت ڪي هندستان تي چڙهائي ڪرڻ جي صورت ۾ ترڪيءَ ڪان فوجي امداد حاصل ڪري ڏيڻ جي ڪوشش ڪيائين(524).

جيئن تہ پهرين مهاڀاري لڙائيءَ جي پيدا ڪيل اثرن سبب ترڪي ۽ جرمني ڪنهن بہ ڀروسي جوڳي امداد ڪرڻ جي قابل نہ رهيا هئا. ۽ "ريشمي رومال تحريڪ" جو بہ راز کلي چڪو هو. تنهن ڪري مولانا صاحب انهيءَ سلسلي ۾ سن 1922ع ۾ ڪابل ڇڏي روس هليو ويو(525). جتي اٺ مهينا ڪن ماسڪو ۾ ڪميونسٽ حڪومت جو شاهي مهمان ٿي رهيو.

بعد ۾ مولانا سنڌي روس کي الوداع چئي وڃي استنبول پهتو. ان وقت ترڪي، وقت ۽ حالتن جو نئون چولو پهري چڪي هئي، ۽ ان جي اقتدار واري افق تي ڪمال اتاترڪ جي قيادت جو سج چمڪي رهيو هو. مولانا صاحب ڪي ترڪيءَ ۾ ٽي سال گذاري پنهنجي منصوبي جي مهاڀاري پهلوئن تي روشني وجهڻي پيئي(526).

سن 1345هه مطابق 1927ع ۾ مڪي شريف ۾ "مؤتمر اسلامي" جي گڏجاڻي ٿيڻي هئي، ۽ مولانا سنڌي ان موقعي کي غنيمت ڄاڻي اٽليءَ ڪان ٿيندو اچي مڪي شريف ۾ پهتو(527). جيئن تہ "مؤتمر اسلامي" سندس پهچڻ ڪان اڳ ئي ختم ٿي چڪي هئي، ۽ مڪي جي نئين سرڪار پنهنجي اقتدار وارين حدن ۾هر قسم جي سياسي سرگرميءَ تي بندش وجهي ڇڏي هئي، تنهن ڪري مولانا صاحب ڪي علمي دنيا ۾ ڪم ڪرڻ جي گنجائش نظر آئي (528). ان ڪان پوءِ هن لڳاتار ٻارهن سال خانہ ڪعبي جي ڇانو ۾ ويهي حديث ۽ قرآن جو درس ڏنو. هن ئي عرصي دوران مولانا صاحب درس وتدريس سان گڏ ڪن هندستاني عالمن جي، انقلابي بنيادن تي ذهني تربيت بہ ڪندو رهيو.

انهيءَ عرصي دوران هندستان جون حالتون بدلجي چڪيون هيون. سنڌ بمبئيءَ ڪان الڳ ٿي پنهنجي صوبائي خودمختياري حاصل ڪري ورتي هئي، تنهن ڪان سواءِ "انڊيا ايڪٽ آف 1935ع" جي لاڳو ٿيڻ ڪان پوءِ سڄو هندستان "ڪانگريس" ۽ "مسلم ليگ" جي ٻن خانن ۾ ورهائجي چڪو هو. فرنگي سرڪار هندستان ڇڏڻ جا سانباها ڪري

رهي هئي. انهن حالتن کي آڏو رکندي ڪانگريس ۽ مولانا صاحب جي مداحن طرفان سندس هندستان ڏانهن واپس ورائڻ جي تحريڪ هلائي وئي(529).

وقت جي انگريز سرڪار ڪن شرطن سان مولانا سنڌيءَ تان هندستان اچڻ جي پابندي هٽائي ڇڏي، ۽ اهڙيءَ طرح پاڻ چوويهن ورهين جي جلاوطنيءَ بعد تاريخ 15 محرم الحرام 1358هه مطابق 7 مارچ 1939ع تي سنڌ ۾ موٽي آيو(530).

مولانا سنڌيءَ جي واپسيءَ ڪيس گلن جي سيج تي ڪو نه ويهاريو. بلڪ ڳجهيءَ طرح مٿس سي، آءِ، ڊي جا پهرا ويهاريا ويا. ۽ ڪن عالمن کي ڏن ۽ دولت جي سهاري سان خريد ڪري، مولانا صاحب جي خلاف ڪم ڪرڻ تي آماده ڪيو ويو.* مگر مولانا سنڌي وقت ۽ حالتن کان بي نياز ٿي، پنهنجي فڪر جو پروانو ڪٽي هندستانين کي آڇڻ لڳو.

مولانا صاحب 10 ڊسمبر 1939ع تي "جمنا، نربدا، سنڌ ساگر پارٽي" تشڪيل ڏني ۽ ان کي پوري ننڍي کنڊ ۾ مقبول بنائڻ لاءِ هندستان جو دورو ڪيو. ان سلسلي ۾ هن بزرگ سياستدان نومبر 1940ع ۾ دهليءَ ۾ "بيت الحڪمت" نالي هڪ ادارو قائم ڪيو(531). سنڌ ۾ واپس اچي "ساگر انسٽيٽيوٽ"(532) ۽ "جمعيت الطلبه" قائم ڪئي(533).

مولانا عبيدالله سنڌي وقت ۽ حالتن جي تڪڙيءَ تبديليءَ کي نظر ۾ رکندي، پنهنجي ڄمار جا باقي ڏينهن عوام کي بيداريءَ جي پيغام ڏيڻ ۾ گذاريا. پر ڏٺي تعاليٰ کي ڪجهه ٻيو منظور هو. سخت محنت ڪرڻ سبب سندس طبيعت روزبروز وئي خراب ٿيندي، ۽ آخرڪار تاريخ 2 رمضان سن 1363هه مطابق 22 آگسٽ 1944ع تي جلاوطنيءَ کي جواني نذر ڪندڙ، ۽ آخر ۾ ٻڍاپو به عوام تان قربان ڪندڙ هيءُ عظيم انسان، هميشه لاءِ هيءَ دنيا ڇڏي هليو ويو(534).

* ايتري قدر جو مولانا صاحب جي عزيزن مان هڪ مولوي احمد علي لاهوري سندس خلاف ٿي بيٺو، ۽ مولانا بابت فتوائون جاري ڪيائين. ان کان سواءِ فرنگي سرڪار ماڻهن کي بدظن ڪرڻ لاءِ، اهو مشهور ڪيو ته مولانا عبيدالله سنڌي ذهني توازن وڃائي ويٺو آهي. (تفصيل لاءِ ڏسو: ماهوار "توحيد" ڪراچي، آڪٽوبر 1944ع ص 17، ۽ ماهوار "توحيد"، ڪراچي، مئي 1949ع ص6).

# مولانا عبيدالله لاشاري

مولانا عبيدالله ولد قيصر لاشاري ڳوٺ ٻڍاپور تعلقي واره ضلعي لاڙڪاڻي ۾ پيدا ٿيو. قرآن شريف جي تعليم مولوي واحد بخش ۽ حاجي مٺل شيخ وٽ تعلقي قمبر ۾، ۽ فارسي مولوي فضل الحق وٽ ڳڙهي خير محمد ڪرنٽيو ۾ پڙهيو. ان کان پوءِ پارو ديرو تعلقي واره، پاٽ شريف، پير جهنڊو، ٽنو، سجاول، پانڊوقبو ۽ مظهر العلوم ڪڏي ۾ به پڙهيو(535). ان بعد مدرسه "دارالسعادت" گوروپهوڙ تعلقي شڪارپور ۾ مولانا غلام مصطفي قاسميءَ کان هيڪر، ۽ مدرسه "بيت الحڪمت" ميرپور پٺي ۾ پيهر تعليم وٺي دستاربند ٿيو.

ان کان پوءِ دارالعلوم ديوبند پهچي پهرئين سال ۾ مولانا حسين احمد مدنيءَ وٽان حديث جو دورو پورو ڪيائين، ۽ ٻئي سال ۾ ادب ۽ فلسفي جي وڌيڪ تعليم دارالعلوم مان ئي وٺي واپس سنڌ وريو (536).

ديوبند کان موٽڻ بعد مٺياڻي، پير جهنڊي، سعيدآباد، نواب شاه، ٽنڊي آدم ۽ رتيديري ۾ پڙهائڻ کان پوءِ "مظهر العلوم" ڪڏي ڪراچيءَ ۾ صدر مدرس ۽ شيخ الحديث ٿي درس وتدريس ڏنائين.

مولانا صاحب پنهنجي ڳوٺ ٻڍاپور تعلقي واره ۾ مولانا حسين احمد مدنيءَ جي نالي "دارالعلوم حسينيه" مدرسو قائم ڪري، اتي به تدريس جو سلسلو جاري رکيو(537).

آخر ۾ پوليس هيڊڪوارٽر ڪراچيءَ جي مسجد جو خطيب ۽ مدرس ٿي رهيو، ۽ اتي ئي پنهنجي ڄمار پوري ڪيائين(538).

مولانا عبيدالله لاشاريءَ ان وقت سياست ۾ پير پاتو، جڏهن مولانا عبيدالله سنڌي جلاوطنيءَ کان پوءِ سن 1939ع ۾ واپس سنڌ وريو، ۽ اچي "جمنا، نربدا، سنڌ ساگر پارٽي" ٺاهيائين. پاڻ مولانا عبيدالله سنڌيءَ جي سياسي صحبت اختيار ڪري، ان جي ٺاهيل پارٽيءَ ۾ شامل ٿي ڪم ڪرڻ لڳو(539).

سن 1944ع ۾ حيدرآباد جي تاريخي قلعي ۾ "جمعيت العلماءِ سنڌ" پاران ساليانو جلسو قاري محمد طيب صاحب مهتمم دارالعلوم ديوبند جي صدارت هيٺ ٿيو(540). ته انهيءَ دوران سنڌ جي طالب علمن کي گهرائي، انهن جو ڌار جلسو ڪيو ويو. ان جلسي جي صدارت مولانا عبيدالله سنڌي کان ڪرائي "جمعيت الطلباءِ" سنڌ جو قيام عمل ۾ آندو ويو. جنهن ۾ مولانا عبيدالله لاشاريءَ کي "جميعت الطلباءِ

سنڌ“ جو صدر مقرر ڪيو ويو هو.

پاڻ ان کان پوءِ بہ ”جمعيت العلماءِ سنڌ“ جي سياسي ميدان تان وطن جي آزاديءَ لاءِ جدوجهد جاري رکيائين (541).

مولانا عبيدالله لاشاري تاريخ 20 صفر سن 1395هہ مطابق 4 مارچ 1975ع تي دل جي دوري پوڻ سبب رحلت ڪري ويو(542).

## مولانا عزيز الله

مولوي عزيز الله ولد قاضي عبدالله سن 1314هہ مطابق 1896ع ڏاري ڄائو. ابتدائي ديني تعليم ٽيڙهيءَ مان ورتائين. ان کان پوءِ ڪجهہ وقت هاليجي ۽ پير جهنڊي جي مدرسن مان پڙهي دستاربند ٿيو.

علمي فراغت بعد مولوي صاحب درس وتدريس جو آغاز ڪيو، ۽ پوري عمر انهيءَ شغل ۾ صرف ڪيائين(543).

مولوي عزيز الله صاحب پنهنجي سياسي زندگيءَ جي شروعات ”خلافت تحريڪ“ ۾ حصي وٺڻ سان ڪئي. پاڻ ان جو پر خلوص ۽ سرگرم ڪارڪن ٿي رهيو. جڏهن امن سپائي عالمن طرفان خلافت جي حيثيت ۽ حقيقت کي مسخ ڪرڻ لاءِ ”تحقيق الخلافت“ نالي هڪ فتويٰ جو رسالو شايع ٿيو. تہ خلافتي عالمن بہ ان جو جواب لکي ورهايو، جنهن جي مولوي عزيز الله صاحب تائيد ڪري پنهنجي تحريڪ دوستيءَ جو ثبوت ڏنو(544).

”خلافت تحريڪ“ کان پوءِ پاڻ ”جمعيت العلماءِ“ ۾ شامل ٿيو، ۽ ان جو سرگرم ڪارڪن رهي انگريزن کان آزادي حاصل ڪرڻ لاءِ پنهنجون سياسي خدمتون سرانجام ڏيندو رهيو (545).

مولوي صاحب سن 1395هہ مطابق 1975ع ۾ لاڏاڻو ڪري ويو(546).

## مولانا عزيز الله جروار

مولوي عزيز الله ولد خان محمد جروار سن 1339هہ مطابق 1921ع ۾ ڳوٺ گل محمد جروار تعلقي شهداد ڪوٽ ضلعي لاڙڪاڻي ۾ پيدا ٿيو. قرآن شريف ۽ ابتدائي سنڌي پنهنجي ئي ڳوٺ ۾ مولوي محمد پناهہ وٽ پڙهيو. ان کان پوءِ مولانا فتح محمد سيرانيءَ وٽ ميروخان ۾ پڙهڻ ويٺو، ۽ عربيءَ جي تعليم ساڳئي ئي مدرسي ۾ مولانا خوش محمد صاحب ميروخانيءَ کان ورتائين. ڪجهہ وقت لاءِ پاڻ ضلعي رحيم يار خان ۾ بہ وڃي پڙهيو، ۽ ان بعد موٽي اچي مدرسه ”دارالهديٰ“ ٽيڙهيءَ ۾ داخل ٿيو (547).

آخر ۾ ڳوٺ گوري پهوڙ جي مدرسي "دارالسعادت" تعلقي شڪارپور ۾ مولانا عبدالحڪيم وٽ پڙهيو ۽ اتي ئي تحصيل جا آخري ڪتاب: منطق، فلسفه، ادب ۽ حديث مولانا غلام مصطفيٰ قاسميءَ وٽ پڙهي دستاربندي ڪيائين. ان کان اڳ هن شاگرديءَ واري ئي دور ۾ پنهنجي استاد سان گڏ پير جهنڊي جي "بيت الحڪمت" ۾ مولانا عبيدالله سنڌيءَ جي خدمت ۾ قرآن مجيد ۽ فلسفه شاهه ولي الله جي تعليم حاصل ڪري ورتي.

علمي فراغت کان پوءِ پنهنجي ئي ڳوٺ ۾ عربي مدرسو قائم ڪيائين، جتي شاهه ولي الله جو فلسفو پڻ پڙهايو ويندو هو. انڊونيشيا جو هڪ نوجوان پروفيسر ارشد جيڪو مولانا سنڌيءَ جو معتقد ۽ شاگردن جو شاگرد هو، ان کي گهرائي پاڻ وٽ پرنسيپال ڪري رکيائين. هن مدرسي ۾ ڀرواڙيءَ جي ڇوڪرن ۽ ڇوڪرين لاءِ انگريزي تعليم جو پڻ انتظام ڪيو ويو هو(548).

مولانا عزيز الله جروار سن 1937ع ۾ "جمعيت العلماءِ هند" ۾ شموليت اختيار ڪئي ۽ ان جو سرگرم ڪارڪن ٿي رهيو. تاريخ 4-5-6 ۽ 7 مئي 1945ع تي جڏهن سهارنپور يو. پي ۾ هن جماعت جو جلسو ٿيو، تہ هن بہ مولانا غلام مصطفيٰ قاسميءَ جي اڳواڻيءَ هيٺ وڃي ان ۾ شرڪت ڪئي.

ان کان سواءِ پاڻ "ڪانگريس" ۾ بہ رهي ڪم ڪيائين ۽ "ڪانگريس ڪاميٽي ڳوٺ گل محمد جروار" جو صدر ۽ "ڪانگريس ڪاميٽي لاڙڪاڻو" جو ڪيتري وقت تائين ميمبر ٿي رهيو. اهڙيءَ طرح "جمعيت العلماءِ سنڌ" سان بہ وابستہ رهي وطن جي آزاديءَ لاءِ پاڻ پتوڙيندو رهيو.

سن 1944ع ۾ حيدرآباد واري قلعي ۾ مولانا عبيدالله سنڌيءَ جي صدارت هيٺ سنڌ جي طالب علمن جو هڪ جلسو ٿيو، جنهن ۾ "جمعيت الطلباءِ سنڌ" جو قيام عمل ۾ آيو. مولانا عزيز الله جروار کي هن شاگرد جماعت جو "جوائنٽ سيڪريٽري مقرر ڪيو ويو هو.

ان بعد "هاري ڪاميٽيءَ" ۾ سرگرميءَ سان حصو ورتائين ۽ ڪامريڊ حيدربخش جي وفات کان پوءِ سالن جا سال "سنڌ هاري ڪاميٽيءَ" جو صدر بہ ٿي رهيو. ان عهدي تي فائز رهندي سنڌ جي غريب ۽ ڏتڙيل هارين کي سندن حق وٺي ڏيڻ لاءِ جدوجهد جاري رکيائين. جنهن جي پاداش ۾ ڪيس جيل جي سزا بہ ڀوڳڻي پيئي(549).

سن 1939ع ۾ مولانا عبيدالله سنڌي جلاوطنيءَ جي خاتمي بعد واپس سنڌ وريو،

۽ اچي "جمنا، نربدا، سنڌ ساگر پارٽي" ٺاهيائين، تہ مولانا عزيز الله جروار بہ ان ۾ شموليت اختيار ڪري، پنهنجون سياسي خدمتون جاري رکيون.

مولانا صاحب جو ڪن قومي ڀائرن سان اختلاف پيدا ٿي پيو، ان ڪري هن پنهنجو اباڻو ڳوٺ گل محمد جروار ڇڏي وڃي، پنهي عاقل جي پر ۾ عزيز آباد نالي ڳوٺ قائم ڪيو ۽ اتي سڪونت اختيار ڪئي. پاڻ مولانا عبيدالله سنڌيءَ جو وڏو پروانو هو ۽ ان جي وفات تائين سندس خدمت ڪندو رهيو. اڳتي هلي هن زميندار ۽ ٺيڪيداريءَ جو پيشو اختيار ڪيو ۽ ان مان جيڪي ڪجهہ ڪمايائين، سو هيءُ مرد مجاهد پنهنجي استاد مولانا عبيدالله سنڌيءَ جي پيرويءَ ۾ پنهنجي غريب ڀائرن ۾ ورهائيندي، پاڻ اهائي حضرت ابوذر واري زندگي گهاريندو رهيو(550).*

## مولانا عطاءُ الله پٺاڻ

مولانا عطاءُ الله ولد نور محمد پٺاڻ تعلقي ٺل ضلعي جيڪب آباد جو ويٺل هو(551). ابتدائي تعليم مولانا محمد اسماعيل عوديءَ ڪان ورتائين. ان بعد ديوبند ويو، جتي مظفر ننگر ۾ بہ تعليم ورتائين ۽ اتان ئي فارغ التحصيل ٿيو.

علمي فراغت کان پوءِ واپس وطن وريو ۽ اچي ڏکڻ سنڌ ۾ رهڻ لڳو. پاڻ مختلف جاين تي پڙهايائين، ۽ ڪجهہ سال ٽنڊي الهيار ۾ خطيب بہ ٿي رهيو. ان ڪان پوءِ گهڻو عرصو ميرپورخاص شهر ۾ گذاريائين، ۽ آخر ۾ اچي مولانا نور محمد وٽ سجاول ۾ رهي پنهنجي ڄمار پوري ڪيائين(552).

مولانا عطاءُ الله صاحب "خلافت تحريڪ" ۾ حصي وٺڻ سان سياست ۾ پير پاتو. پاڻ هن تحريڪ ۾ هڪ پرخلوص ۽ سرگرم ڪارڪن جي حيثيت سان بهرو ورتائين.

انگريزن خلافت جي حقيقت ۽ حيثيت کي مسخ ڪرڻ لاءِ جڏهن مولوي فيض الڪريم ٺارو شاهيءَ کان "تحقيق الخلافت" نالي فتويٰ جو هڪ رسالو شايع ڪرايو تہ خلافتي عالمن بہ جوابي ڪاروائي ڪندي ان جو رد لکيو، جنهن جي مولانا عطاءُ الله پڻ تصديق ڪئي(553).

مولانا صاحب تحريڪ جي جلسن ۾ نہ صرف شريڪ ٿي انگريزن خلاف ڪم ڪندو هو(554)، پر "خلافت تحريڪ" جي جلسن جي صدارت بہ ڪيائين(555).

ان ڪان سواءِ تحريڪ کي ڪامياب بنائڻ واسطي پنهنجي وٽ آهر، ان جي مالي

* مولوي صاحب هن وقت وفات ڪري چڪو آهي.

مدد بہ ڪندو هو(556).

خلافت جي خاتمي کان پوءِ پاڻ ”جمعيت العلماءِ هند“ جي سياسي ميدان تان مولانا محمد صادق کڏي واري، مولانا عبدالحق رباني، ۽ مولانا محمد اسماعيل لغاريءَ جي رفاقت ۾ انگريز سامراج خلاف ڪم ڪيائين. جنهن جي پاداش ۾ ڪيس جيل جو منهن بہ ڏسڻو پيو(557).

جڏهن ”جمعيت العلماءِ سنڌ“ جو قيام عمل ۾ آيو تہ پاڻ ان ۾ بہ رهي وطن جي آزاديءَ لاءِ جدوجهد ڪيائين. مولانا صاحب ”جمعيت العلماءِ سنڌ“ جي مٿيارين واري تاريخي اجلاس ۾ شريڪ ٿيو(558). ان کان سواءِ ڏکڻ سنڌ ۾ هن جماعت جي جلسن ۾ شريڪ ٿي، انگريزي ڪپڙي پهرڻ جي مخالفت ۾ ۽ ديسي ڪپڙي جي استعمال لاءِ وجي سنڌي عوام ۾ پرپور تقريرون ڪندو هو(559).

جڏهن ”سنڌ جي بمبئيءَ کان عليحدگيءَ واري تحريڪ“ شروع ٿي ۽ ”سنڌ آزاد جماعت“ ٺهي تہ ڪيس هن جماعت جي ماتلي شاخ جو سيڪريٽري مقرر ڪيو ويو (560). انهيءَ عهدي تي فائز رهي، سنڌ جي آزاديءَ تائين پاڻ پتوڙيائين.

مولانا عطاءُ الله صاحب تاريخ 7 جمادي الثاني سن 1402هہ مطابق 3 مارچ 1982ع تي رحلت ڪري ويو(561).

## مولانا سيد علي اڪبر شاهہ

مولانا سيد حاجي علي اڪبر شاهہ سن 1319هہ مطابق 1901ع ڏاري ضلعي دادو ۾ ڄائو. ابتدائي تعليم پنهنجي والد کان ورتائين. ان بعد ڳوٺ گاهي مهيسر لڳ ميهڙ ۾ مولوي عبدالڪريم ويروي ۽ مولانا عبدالوهاب وٽ پڙهڻ کان پوءِ ”مدرسة الاسلام“ ميهڙ ۾ بہ ڪجهہ وقت پڙهيو.

علمي فراغت کان پوءِ ميهڙ جي جامع مسجد جو پيش امام بڻيو(562). انهيءَ عرصي دوران معاشري جي اصلاح لاءِ ”انجمن اصلاح المسلمين“ شاگردن جي تنظيم ”ينگ مسلم اسوسيئيشن“ (Young Muslim Association)، جامع مسجد ۾ لائبريري، ريڊنگ روم ۽ نائيٽ اسڪول قائم ڪيائين.

شاهہ صاحب پنهنجي دور جو پرجوش خطيب، سنڌي زبان جو اديب ۽ رنگين اسلوب جو مالڪ ٿي گذريو آهي. ڪيس شعر وشاعريءَ سان بہ شغف هو ۽ سندس گهڻو ڪلام اخبارن ۽ رسالن، خاص طور تي تہ ماهي مهراڻ ۾ شايع ٿي چڪو آهي.

سن 1923ع ۾ جڏهن "شڌي" ۽ "سنگٺن" جون تحريڪون شروع ٿيون، تہ هن انهن جو ڀرپور مقابلو ڪيو.

پاڻ سن 1927ع ۾ جامع مسجد ميهڙ سان گڏ هڪ عربي مدرسو بہ تعمير ڪرايائين(563).

سن 1940ع ۾ سندس ئي ڪوشش سان حيدرآباد شهر ۾ "آل سنڌ عربي ڪانفرنس" سڏائي ويئي، ۽ ان ۾ ڏنل تجويزن جي روشنيءَ ۾ "جامع عربيه" جي تشڪيل ڪئي ويئي. جنهن جو پاڻ اعزازي سيڪريٽري ٿي رهيو(564).

مولانا سيد علي اڪبر شاهہ لاڙڪاڻي ۾ سڏايل پهرين "خلافت ڪانفرنس" ۾ شريڪ ٿي، پنهنجي سياسي زندگيءَ جو آغاز ڪيو. ان بعد خلافت ڪاميٽي ميهڙ جو سيڪريٽري ٿي ڪم ڪيائين. ۽ ان سان گڏ تحريڪ جي مالي مدد بہ ڪندو هو(565).

سن 1940ع ۾ "آل انڊيا مسلم ليگ" جڏهن پاڪستان جو ٺهراءُ پاس ڪيو، تہ ان ڪان پوءِ مولانا صاحب "آل انڊيا مسلم ليگ" ڪاميٽيءَ جي ميمبر جي حيثيت سان پاڪستان جي ٺاهڻ لاءِ هم خيال عالمن ۽ ساٿين سان گڏجي ڪوششون ورتيون. انهيءَ سلسلي ۾ تاريخ 25 مئي 1941ع تي سلطان ڪوٽ ۾ "جمعيت العلماءِ اسلام" جي قيام لاءِ عالمن جي گڏجاڻي ٿي. جنهن ۾ شريڪ ٿيو، ۽ "مسلم ليگ" جي حمايت ڪيائين(566). پاڻ "آل انڊيا مسلم ليگ" جي مقبول ترين اڳواڻن مان هڪ هو. سن 1945ع ۾ مسلم ليگ جي اميدوار جي حيثيت سان پوري ننڍي ڪنڊ ۾ پهرئين نمبر تي ڪاميابي حاصل ڪيائين (567). شاهہ صاحب "مسجد منزل گاهہ" واري واقعي ۾ بہ پنهنجيءَ جماعت سان ڀرپور حصو ورتو(568).

سيد علي اڪبر شاهہ سن 1389هہ مطابق 1969ع ۾ هيءُ جهان ڇڏي ويو(569).

## مولانا علي شير

مولوي علي شير جي ولادت سن1298هہ مطابق 1881ع ڏاري لکپور، تعلقي لوهاڙي ضلعي سکر ۾ ٿي. اول ڪان وٺي آخر تائين ديني تعليم جي تڪميل راڄنپور ۾ ڪيائين.

فارغ التحصيل ٿيڻ ڪان پوءِ پنهنجي ئي ڳوٺ ۾ ديني درسگاهہ قائم ڪري تعليم ڏيڻ لڳو (570).

مولوي علي شير پنهنجي سياسي زندگيءَ جو آغاز "خلافت تحريڪ" ۾ حصي وٺڻ سان ڪيو. پاڻ هن تحريڪ جي سرگرم ڪارڪنن مان هڪ هو. اتر سنڌ ۾ هن تحريڪ جي نہ صرف جلسن ۾ شرڪت ڪيائين(571)، پر ان جي مالي مدد بہ ڪندو هو (572). ان ڪان سواءِ هن تحريڪ کي ڪامياب بنائڻ لاءِ خلافتي عالمن جڏهن فتوائن

جاري ڪرڻ جو سلسلو شروع ڪيو تہ مولانا علي شير بہ خلافتين جو ساٿ ڏيندي ڪيترين ئي فتوائن جي تصديق ڪئي(573).

مولانا علي شير صاحب "خلافت تحريڪ" سان گڏ "جمعيت العلماءِ" جي ضلعي اڳوائن مان هڪ هو. پاڻ ڪيترو وقت ضلعي سکر جي "جمعيت العلماءِ" جو نائب صدر ٿي رهيو (574). ۽ ان عهدي تي فائز رهي وطن جي آزاديءَ لاءِ ڪم ڪيائين.

مولانا صاحب سن 1361هہ مطابق 1942ع ۾ وفات ڪئي (575).

## مولانا علي محمد مهيري

مولانا علي محمد ولد حافظ ڏٿي پرتو مهيري ڳوٺ بجاري تعلقي گولاڙچي ضلعي بدين ۾ ڄائو. قرآن شريف حافظ محمد نونداڻيءَ وٽ پڙهيو. ان کان پوءِ فارسي مخدوم عبدالرئوف نورنگ زاده، حافظ احمد ميمڻ (576)، ۽ آخر ۾ پنهنجي عزيز مولوي فتح محمد مهيريءَ وٽ پڙهي پوري ڪيائين (577). ان کان پوءِ عربيءَ جي تعليم مولانا حافظ احمد ميمڻ، مولانا حامد الله ۽ مولانا محمد سليمان ٻنويءَ وٽ پڙهي درس نظاميءَ جي تڪميل ڪيائين.

علمي فراغت کان پوءِ ڳوٺ بجاري شريف ۾ تدريس جو سلسلو شروع ڪيائين. ان کان پوءِ ڳوٺ ٻيلي ۾ وڃي مولانا حامد الله صاحب جي صحبت ۽ تربيت هيٺ شرعي مسئلا حل ڪندو رهيو.

مولانا صاحب شعر وشاعري ۽ لکڻ پڙهڻ سان بہ شغف رکندو هو. ۽ سندس تصنيف ڪيل ڪتابن مان: 1. ديوان علي، 2. تفسير سوره انا فتحنا، 3. سوانح شيطان، 4. مجموعہ فتاويٰ، 5. ترجمو ناول شيخ شبلي، ۽ 6. منظوم ترجمہ قصيده برده ذڪر لائق آهن (578).

مولانا علي محمد مهيري صاحب "خلافت تحريڪ" ۾ شامل ٿي سياست ۾ قدم رکيو، ۽ ڏکڻ سنڌ ۾ هن تحريڪ جو سرگرم ڪارڪن ٿي رهيو. پاڻ خلافتي عالمن طرفان امن سڀائين جي خلاف جاري ڪيل فتوائن جي پڻ تصديق ۽ تائيد ڪري، پنهنجي تحريڪ دوستيءَ جو ثبوت ڏنائين (579).

خلافت تحريڪ سان گڏ مولانا صاحب "جمعيت العلماءِ هند" سان وابستہ رهيو. سنڌ ۽ هند جي عالمن جڏهن "ترڪ موالات" تي عمل ڪرڻ لاءِ هڪ گڏيل فتويٰ جاري ڪئي تہ مولانا مهيريءَ وطن جي آزاديءَ خاطر انهيءَ فتويٰ جي تائيد ڪئي(580).

ان کان پوءِ جڏهن مسجد منزل گاهہ جو واقعو پيش ٿيو ۽ انهيءَ مسئلي کي مسلم

ليگ پنهنجي هٿ ۾ ڪئيو تہ مولانا صاحب بہ انهيءَ جماعت سان ساٿ ڏيندي، انهيءَ هلچل ۾ ڀرپور حصو ورتو.(581).

پاڻ تاريخ 21 شعبان،سن 1367ھ مطابق 29جون 1948ع تي الله کي پيارو ٿي ويو (582).

## مولانا علي محمد ڪاڪيپوٽو

مولانا علي محمد ولد بهادر خان ڪاڪيپوٽو سن 1317ھ مطابق 1900ع ڳوٺ مارون ڪاڪيپوٽي تعلقي ڳڙهي ياسين ضلعي شڪارپور ۾ پيدا ٿيو (583).

قرآن پاڪ ۽ فارسيءَ جي ابتدائي تعليم پنهنجي چاچي آخوند ميان غلام رسول کان ورتائين (584). ان کان پوءِ ڳوٺ سنهڙي ۾ مولانا محمد ڪامل وٽ پڙهڻ لاءِ ويئو. جتان پوءِ مولانا مير محمد جي خاص شاگرد غلام الرسول وٽ ڳوٺ ٻيڙي چانڊيي ۾ پهچي، شرح جامي ۽ ٻيا ڪتاب پڙهڻ شروع ڪيائين. ۽ ان کان پوءِ وڌيڪ علمي اڃ لاهڻ لاءِ ڪورسليمان تعلقي قمبر ۾ مولانا عبدالڪريم ڪورائيءَ وٽ پهتو (585). جنهن وٽ گهڻو عرصو رهڻ کان پوءِ پنجاب ڏانهن هليو ويو. جتي رياست بهاولپور ۾ ڪوٽ چنيءَ ۾ مولانا حبيب الله وٽ ڪجھ وقت رهي واپس سنڌ وريو (586). آخر ۾ وڃي دارالعلوم ديوبند ۾ داخل ٿيو. جتي مولانا حيسن احمد مدنيءَ وٽ تعليم مڪمل ڪري، وڃي دهليءَ جي طبيہ ڪاليج مان حڪمت جي سند حاصل ڪيائين. ان بعد مشرقي علوم جي امتحانن لاءِ اورينٽل ڪاليج فتح پوريءَ ۾ داخل ٿي سندون ورتائين، ۽ آخر ۾ پنجاب يونيورسٽيءَ طرفان اورينٽل ڪاليج لاهور جو فيلو مقرر ٿيو (587).

لاهور جي قيام دوران مولانا علي محمد صاحب ڊاڪٽر محمد اقبال جو استاد بڻيو. ڊاڪٽر صاحب کي قديم فلسفي تي يورپ ۾ ليڪچر ڏيڻو هو. جنهن لاءِ هن مولانا محمد شفيع پرنسپل اورينٽل ڪاليج لاهور کي ڪنهن جيد عالم لاءِ لکيو. جنهن علامہ ڪاڪيپوٽي صاحب کي انهيءَ ڪم لاءِ مقرر ڪيو، جيڪو روزانو ڊاڪٽر اقبال ڏانهن ويندو هو. ۽ ڊاڪٽر صاحب استفاده کان پوءِ علامه علي محمد کي پنهنجي طرفان اهڙو سرٽيفڪيٽ پڻ ڏنو.

ان بعد واپس وطن وريو ۽ اچي لاڙڪاڻي جي مدرسي ۾ عربيءَ جو استاد مقرر ٿيو. ان کان پوءِ مدرسن جي ماحول ڏانهن وريو، ۽ ڪيترن عربي مدرسن ۾ صدر مدرس يا شيخ الحديث جي حيثيت ۾ تعليم ڏيندو رهيو (588). جن

مان "دارالسعادت" گورو پهوڙ، علي شاه جو ڳوٺ، مدرسه "مظهر العلوم" کڏو ڪراچي، ڪنڊ ڪوٽ، پنهنجو ڳوٺ، ۽ شاه ولي الله ڪاليج منصوره تعلقو هالا ذڪر لائق آهن (589).

پنهنجي عمر جي آخري دور ۾ علامہ صاحب اباڻي ڳوٺ جا وڻ وسائي وڃي حڪمت سان گڏوگڏ درس وتدريس جو سلسلو پڻ جاري رکيو (590).

علامہ علي محمد ڪاڪيپوٽي ان وقت سياست ۾ پير پاتو، جڏهن سن 1939ع ۾ مولانا عبيد الله سنڌي جلاوطنيءَ کان پوءِ واپس سنڌ وريو، ۽ پير جهنڊي ۾ "بيت الحڪمت" قائم ڪري قرآن مجيد جي درس جو سلسلو شروع ڪيو، ۽ علامہ ڪاڪيپوٽو نہ صرف ان درس ۾ شريڪ ٿيو(591)، پر هن مولانا سنڌيءَ جي ٺاهيل "جمنا ـ نربدا ـ سنڌ ساگر پارٽيءَ" ۾ بہ شموليت اختيار ڪري، پنهنجون سياسي سرگرميون شروع ڪيون(592).

اهڙيءَ طرح پاڻ "جمعيت العلماءِ سنڌ" جي سياسي پليٽ فارم تان بہ ڪم ڪيائين. سن 1944ع ۾ حيدرآباد واري قلعي ۾ قاري محمد طيب ديوبنديءَ جي صدارت ۾ جلسو منعقد ٿيو. تہ هن بہ ان ۾ شريڪ ٿي وطن جي آزاديءَ لاءِ پاڻ پتوڙيو(593).

پاڻ تاريخ 22 ذي القعد 1386ھ مطابق 1، مارچ 1967ع تي هيءُ جهان ڇڏي ويو(594).

## مولانا غلام احمد ملڪاڻي

مولانا غلام احمد ولد حاجي بچل خان، بلوچ قوم جي ملڪاڻي قبيلي مان تاريخ 14 رمضان 1276ھ مطابق 5، اپريل 1860ع تي ڳوٺ ملڪاڻي ضلعي دادو ۾ ڄائو. هن قرآن شريف جي تعليم ترَ جي آخوند عبدالڪريم کان ورتي(595). ان بعد فارسيءَ جي تعليم سيالن واري مدرسي لڳ دادو ۾ وٺڻ کان پوءِ، مولانا حاجي حسن الله پاٽائي، مولانا عطاءُ الله فيروزشاهي، ۽ مولانا نور محمد شهداد ڪوٽيءَ وٽ حاصل ڪيائين. آخر ۾ عربيءَ جي تعليم مولانا محمد حسن حيدرآباديءَ وٽ تعليم پوري ڪري دستاربند ٿيو(596).

علمي فراغت کان پوءِ درس وتدريس جو شغل اختيار ڪيائين، جيڪو لڳ ڀڳ اڌ صديءَ تائين جاري رهيو. مولانا ملڪاڻي صاحب جي پوري ڄمار علم جي پياس پوري ڪندي گذري. تعليم حاصل ڪرڻ جو شوق ايترو تہ دامنگير هوس، جو پاڻ 48

سالن جي عمر ۾ پنجاب ويجي، حافظ عبدالڪريم جي مدرسي ۾ رهيو، ۽ قرآن شريف حفظ ڪيائين(597).

مولانا صاحب پنهنجي دور جو جيد عالم ۽ نامور مفتي هو. فقه ۾ ڪيس غير معمولي دسترس حاصل هئي. پاڻ صاحب تصنيف به هو ۽ سندس لکيل ڪتابن مان: 1-سبيل الرشاد، 2-تنقيح المقاصد والمعاني، 3-حسن الخطاب في اثبات البقاب، 4-تعويذ الله الاحد، 5-نتيجة الافكار والمحن في الرد علي المفتي الماجن، 6-تحفة الاقران، 7-تاريق عباد الله في جواز يا رسول الله، 8- السيف القهري علي عنق النوشهري، 9-ذلاقة الڪبيرة في تحقيق نڪاح الصغيرة، 10-عمدة الرسائل، 11-منع الملک الجليل في جواز القيام والمعانقة والتقبيل، 12- الحق الصريح، 13-فتح الخلاق في الرد علي عبدالرزاق، 14- ايقاظ الناعس الغبي في عدم ايقاع طلاق الصبي، 15- زجر الغوي البليد في تحقيق وجوب التقليد، 16- القول الحسان، 17- ترويح جنان المنصفين، 18- زجر الفضيح، 19- تحفة العارفين الصوفية ۽ 20-ايضاح لما اشتبه علي الملاح قابل ذڪر آهن.

مولانا صاحب جيتوڻيڪ بنيادي طرح شاعر نہ هو، پر تنهن هوندي بہ هن لوڪائي نوعيت وارو ڪجھ ڪلام چيو آهي(598).

مولانا غلام احمد صاحب پنهنجي سياسي زندگيءَ جي شروعات ”خلافت تحريڪ“ ۾ حصي وٺڻ سان ڪئي. پاڻ هن تحريڪ جو سرگرم ڪارڪن ٿي رهيو. ننڍي ڪنڊ ۾ پهرين ”خلافت ڪانفرنس“ جيڪا حيدرآباد سنڌ ۾ منعقد ٿي، تنهن جي صدارت بہ ڪانئس ئي ڪرائي ويئي(599).

ان ڪان پوءِ جڏهن ”ڪانگريس“ ۽ ”مسلم ليگ“ جماعتن ڌارين حڪمرانن کان آزادي حاصل ڪرڻ لاءِ ڌار ڌار ڪوششون ورتيون، تہ مولانا غلام احمد ملڪائيءَ ”مسلم ليگ“ جي حمايت ڪئي(600).

مولانا صاحب تاريخ 22 جمادي الثاني 1354ھ مطابق 22 سيپٽمبر 1935ع تي هن فاني جهان مان لاڏاڻو ڪيو(601).

## مولانا غلام حسين جمالي

مولانا غلام حسين ولد مٺو خان جمالي سن 1316ھ مطابق 1898ع ڌاري ڳوٺ عثمان جمالي تعلقي سڪرنڊ، ضلعي نواب شاهہ ۾ ڄائو. ابتدائي ناظره قرآن مجيد پيرجهنڊي جي مشهور مدرسي ”دارالرشاد“ ۾ مولانا محمد سليمان ۽ مولانا عبدالقادر

لغاريءَ وٽ پڙهيو. فارسي ۽ عربي ساڳئي ئي مدرسي ۾ مولانا محمد نور وٽ پڙهڻ شروع ڪيائين. ڪجهه وقت ڪان پوءِ جڏهن مولانا محمد نور پيرجهنڊي جو مدرسو ڇڏيو تہ پاڻ بہ ان سان گڏجي وڃي پهريائين مدرسي "دارالفيوض هاشميہ" سجاول ۾، ۽ پوءِ "مدينۃ العلوم" پيپنڊي ۾ وٽس ئي تعليم جاري رکيائين. ان بعد مولانا غلام حسين "دارالهديٰ" ٺيڙهيءَ ۾ پهچي ڪجهه وقت مولانا قاضي فضل الله وٽ پڙهيو. تنهن ڪان پوءِ ڪيس مولانا محمد نور پنجاب وٺي ويو، جتي پنج سال پنهنجي استاد جي صحبت ۾ رهي، وٽانئس تعليم جي تڪميل ڪري واپس ڳوٺ وريو.

علمي فراغت ڪان بعد پنهنجي ڳوٺ عثمان جاليءَ ۾ مدرسو "دارالحسنات" قائم ڪري درس وتدريس ڏيڻ لڳو. ڪجهه وقت ڪان پوءِ پنهنجي مدرسي کي پير واري ڳوٺ فضل ڪيريو ڏانهن منتقل ڪيائين، ۽ اتي مدرسي سان گڏ ملا اسڪول قائم ڪرائي، پاڻ ان جو هيڊ معلم بہ ٿي رهيو.

آخر ۾ اچي جامع مسجد سڪرنڊ ۾ رهيو، جتي سانده ٻارهن ورهيہ فتويٰ نويسيءَ سان گڏ پيش اماميءَ جا فرائض انجام ڏنائين. ان ڪان پوءِ اچي پنهنجو ڳوٺ وسايائين، ۽ لکڻ پڙهڻ ۽ شرعي فيصلن جو شغل جاري رکندي، پنهنجي ڄمار پوري ڪيائين.

مولانا غلام حسين صاحب پنهنجي دور جو وڏو عالم ۽ مفتي ٿي گذريو آهي. سندس فتوائون ڪورٽن ۽ ملڪي خواهہ غير ملڪي عالمن وٽ مقبول هيون. هن جا لکيل "اهم فتوائن جا نقل"، "ڪتاب صرف"، "نماز ۽ حج جا احڪام" (قلمي) ذڪر لائق آهن(602).

مولانا صاحب جيتوڻيڪ پنهنجي ڄمار جو گهڻو حصو دين جي خدمت ڪندي صرف ڪيو. پر جڏهن انگريزن ڪان آزادي حاصل ڪرڻ لاءِ ملڪ اندر ماٺهو سرگرميءَ سان حصو وٺڻ لڳا، ۽ خاص ڪري جڏهن مسلمانن "مسلم ليگ" جي سياسي ميدان تان هلچل شروع ڪئي، تہ مولانا غلام حسين جمالي بہ ان ۾ شامل ٿيو. انهيءَ تحريڪ دوران جڏهن "آل انڊيا مسلم ليگ" طرفان "يوم پاڪستان" ملهائڻ لاءِ اپيل ڪئي ويئي تہ تاريخ 23 مارچ 1941ع تي ڳوٺ عثمان جماليءَ ۾ هڪ عظيم الشان جلسي جي صدارت ڪيائين (603). جنهن ۾ "يوم پاڪستان" جي اهميت تي روشني وجهندي، ڌارين حڪمرانن ڪان نجات حاصل ڪرڻ لاءِ پاڻ پتوڙيائين.

آزاديءَ جي تحريڪ دوران جڏهن عالمن انگريزي شين جي استعمال خلاف "ترڪ موالات" جو سڏ ڏنو تہ مولانا غلام حسين صاحب انهن جو عملي ساٿ

ڏنو. پاڻ نہ رڳو ملڪ جي ورهاڱي تائين انگريزي شين جي استعمال کان پري رهيو، پر ان کان پوءِ بہ زندگيءَ جي آخري لمحي تائين، ويندي انگريزي دوائن جي ذريعي بہ پنهنجو علاج نہ ڪرايائين.

مولوي صاحب تاريخ 7 ربيع الاول سن 1398ھ مطابق 15 فيبروري 1978ع تي هن فاني جهان مان لاڏاڻو ڪري، دارالبقا ڏانهن راهي ٿيو(604).

## مولانا مخدوم غلام حيدر هالائي

مخدوم غلام حيدر ولد مخدوم ميان ظهير الدين قريشي تاريخ 12 ذي الحج سن 1316ھ مطابق 24 اپريل 1899ع تي نون هالن ضلعي حيدرآباد ۾ پيدا ٿيو. ابتدائي تعليم هالن ۾ ورتائين، ۽ ان بعد مولوي شاھ محمد وٽ پڙهيو. ۽ آخر ۾ ديوبند وٽي دستاربندي ڪيائين.

فارغ التحصيل ٿي واپس سنڌ وريو ۽ اچي خانداني مسند سنڀاليائين(605).

انهيءَ عرصي دوران هالن جي شهر ۾ سن 1942ع ۾ هاءِ اسڪول ۽ سن 1947ع ۾ ڪاليج قائم ڪيائين(606). ڪيس مطالعي ۽ لکڻ پڙهڻ سان بہ گهڻي دلچسپي هوندي هئي. مشغول هئڻ جي باوجود هن جيڪي ڪتاب لکيا، تن جو وچور هن طرح آهي: (607)

"مختصر سوانح عمري مخدوم نوح" ، "اسوه محمدي" ، "اسلامي تصوف"، "نبوي اخلاق"، "منهاج المؤمنين" ۽ "سفينة النوح عرف سڪينة الروح" .

مخدوم غلام حيدر سن 1922ع کان مقامي سياست ۾ دلچسپي وٺڻ سان پنهنجي سياسي زندگيءَ جو آغاز ڪيو. "خلافت تحريڪ" دوران پاڻ انهيءَ کان عملي طور تي پاسيرو رهيو ۽ "امن سبا" قائم ڪري "عدم تعاون" جي تحريڪ جي مخالفت ڪيائين (608). ان کان پوءِ سن 1930ع ۾ جڏهن "عدم تعاون" جي تحريڪ زور شور تي هئي تہ سندس ڪوشش سان هالن ۾ سنڌ جي پيرن ۽ فقيرن جي گڏجاڻي ٿي، جنهن ۾ هن تحريڪ جي مخالفت ۾ ٺهراءَ منظور ڪيا ويا (609).

سنڌ جي بمبئيءَ کان عليحدگيءَ واري تحريڪ دوران جڏهن "سنڌ آزاد جماعت" جو قيام عمل ۾ آيو، تہ هن بہ ان ۾ سرگرميءَ سان حصو ورتو(610). سنڌ جي بمبئيءَ کان عليحدگيءَ بعد پاڻ سنڌ اسيمبليءَ جو ميمبر بڻيو، ۽ "مسلم پوليٽيڪل پارٽيءَ" سان وابستہ رهيو(611).

ان کان پوءِ "مسلم ليگ " ۾ شموليت اختيار ڪري تحريڪ پاڪستان ۾ سرگرميءَ سان حصو ورتائين. ۽ هالا مسلم ليگ شاخ جو هميشہ صدر بہ ٿي

رهيو(612). مخدوم صاحب تاريخ 26 رمضان 1372ھ مطابق 9 جون 1953ع تي رحلت ڪئي (613).

## مولانا حڪيم غلام صديق نوناري

مولانا غلام صديق نوناري سن 1312ھ مطابق 1894ع ڌاري ڳوٺ حيدر چانڊيي ضلعي لاڙڪاڻي ۾ ڄائو. مختلف مدرسن ۾ پڙهيو، ۽ آخر ۾ وڃي مولانا خوش محمد ميروخانيءَ وٽ دستاربندي ڪيائين.

فارغ التحصيل ٿيڻ بعد ديوبند بہ ويو، ۽ واپسيءَ تي اچي قمبر علي خان ۾ درس وتدريس جو شغل اختيار ڪيائين.آخري وقت ۾ شهداد ڪوٽ ۾ وڃي مطب کولي حڪمت جو ڌندو ڪرڻ لڳو(614).

مولانا غلام صديق ”خلافت تحريڪ“ ۾ حصي وٺڻ سان سياست جي ميدان ۾ قدم رکيو. پاڻ هن تحريڪ جو پرخلوص ۽ سرگرم ڪارڪن ٿي رهيو. وطن جي آزاديءَ خاطر انگريزن خلاف تقريرون ڪري، وڃي سنڌي عوام کي بيدار ڪندو هو، جنهن ڪري هن حريت پسند سنڌي عالم کي وقت جي سرڪار طرفان زبان بنديءَ جا حڪم بہ مليا(615). مولانا صاحب ڪيتري وقت تائين خلافت ڪاميٽيءَ قمبر جو صدر بہ ٿي رهيو(616). ان ڪان سواءِ جڏهن خلافت جي حيثيت کي مسخ ڪرڻ لاءِ مولوي فيض الڪريم ٺارو شاهيءَ ”تحقيق الخلافت“ نالي هڪ فتويٰ جو رسالو شايع ڪيو تہ ان جي جواب ۾ خلافتي عالمن بہ رد لکيو. مولانا غلام صديق خلافتين جو ساٿ ڏيندي ان رد جي تائيد ڪئي(617).

خلافت جي خاتمي ڪان پوءِ ”جمعيت العلماءِ“ ۾ شرڪت ڪيائين، ۽ ان جو سرگرم ڪارڪن ٿي رهيو(618). اهڙيءَ طرح پاڻ ”ڪانگريس“ جماعت جو بہ همدرد رهيو.

سن 1939ع ۾ مولانا عبيدالله سنڌي جلاوطنيءَ ڪان پوءِ واپس سنڌ وريو، ۽ اچي ”جمنا، نربدا، سنڌ ساگر پارٽي“ ٺاهيائين تہ هن بہ ان جي قيام ۽ ڪارڪردگيءَ ۾ نمايان خدمتون سرانجام ڏنيون.

مولانا صاحب سن 1365ھ مطابق 1946ع ۾ هيءُ جهان ڇڏيو(619).

## مولانا غلام علي گوپانگ

مولانا غلام علي ولد حيدرخان گوپانگ جي ولادت سن 1287ھ مطابق 1870ع ۾ ڳوٺ ناگيل ضلعي بدين ۾ ٿي. پاڻ تعليم جي حصول لاءِ ڪيترن ئي مدرسن جا در

ڪڙڪايائين. سندس مکيہ استادن مان مولانا عبدالله ولهاري هو. جنهن وٽان تعليم پوري ڪري دستاربند ٿيو.

علمي فراغت کان پوءِ پنهنجي ڳوٺ ديهہ بخشاهہ تعلقي بدين ۾ ديني مدرسو قائم ڪري تدريس جو آغاز ڪيائين. ان بعد ڪجهہ وقت لنواري شريف ۾ بہ پڙهايائين.

مولانا صاحب لاڙ ۾ پنهنجي دور جو وڏو فقيه ٿي گذريو آهي، ۽ ان سان گڏ ڪيس سنڌي، اردو، فارسي ۽ عربيءَ تي بہ عبور حاصل هو.

مولانا غلام علي صاحب پنهنجي سياسي زندگيءَ جي شروعات "خلافت تحريڪ" ۾ شامل ٿيڻ سان ڪئي. پاڻ ڏکڻ سنڌ ۾ تحريڪ جي جلسن ۾ شريڪ ٿي، خلافتي عالمن جو ساٿ ڏيندو رهيو(620).

خلافتي عالمن طرفان جڏهن غير ملڪي ڪپڙي جي استعمال خلاف فتويٰ جاري ٿي تہ هن ان جي تائيد ڪري پنهنجي تحريڪ دوستيءَ جو ثبوت ڏنو(621). ان کان سواءِ وت آهر تحريڪ جي مالي مدد بہ ڪيائين (622).

"خلافت تحريڪ" دوران ئي "جمعيت العلماءِ" جو قيام عمل ۾ اچي چڪو هو. ان ڪري پاڻ هن جماعت ۾ بہ شامل ٿيو، ۽ "جمعيت العلماءِ بدين" جو ڪيترائي پيرا، صدارت جي عهدي تي رهندي، هڪ سرگرم اڳواڻ جي حيثيت سان وطن جي آزاديءَ لاءِ پاڻ پتوڙيائين(623).

مولوي صاحب پنهنجي ڄمار جا 82 ورهيہ پورا ڪري تاريخ 13 ربيع الاول 1368 هہ مطابق 13 جنوري 1949ع تي راهہ رباني ورتي(624).

## مولانا غلام عمر جتوئي

مولانا غلام عمر ولد ميان محمد صادق جتوئي سن 1263هہ مطابق1847ع ڏاري ڳوٺ سوٽي جتوئي ضلعي لاڙڪاڻي ۾ پيدا ٿيو. ديني علم جي تڪميل مولانا حسن الله پاٽائيءَ کان ڪيائين.

علمي فراغت کان پوءِ پنهنجي ڳوٺ ۾ مدرسہ "دارالفيوض" قائم ڪري درس ڏيڻ لڳو. ڪيس علم ادب ۽ مذهب سان ايترو تہ چاهہ هوندو هو. جو پنهنجي مدرسي ۾ هڪ بي مثال ڪتب خانو بہ قائم ڪيائين(625).

مولانا غلام عمر جي حيثيت هڪ فقيه عالم جي هئي. هن "امن سبا" جي تائيد ڪرڻ سان سياست جي ميدان ۾ قدم رکيو. جڏهن "خلافت تحريڪ" جو آغاز ٿيو، ۽

امن سڀائي عالم مولوي فيض الڪريم ان جي مخالفت ۾ "تحقيق الخلافت"نالي هڪ فتويٰ جو رسالو لکي شايع ڪرايو. تہ هن بہ ان جي تائيد ڪئي هئي(626). مگر پوءِ ستت ئي پنهنجي سياسي غلطيءَ جو ازالو ڪري "خلافت تحريڪ" ۾ شامل ٿيو. ۽ خلافتي عالمن جي جاري ڪيل ڪيترين ئي فتوائن جي تصديق پڻ ڪيائين(627). انهن فتوائن مان ولايتي ڪپڙي جي پهرڻ کي حرام سمجهندي، پهريائين خلافتين جو ساٿ ڏنائين، پر پوءِ سگهوئي انهيءَ مسئلي تي هن ساڻن اختلاف ظاهر ڪيو(628).

مولانا صاحب آخري وقت ۾ "جمعيت العلماءِ سنڌ" ۾ شموليت اختيار ڪئي، ۽ پاڻ "جمعيت العلماءِ" ضلعي لاڙڪاڻي جو صدر بہ ٿي رهيو. اهڙي طرح هن جماعت ۾ رهي آزاديءَ لاءِ جدوجهد ڪندي پنهنجي ڇمار پوري ڪيائين(629).

پاڻ سن 1353ھ مطابق 1934ع ۾ لاڏاڻو ڪري ويو(630).

## مولانا غلام فريد سپريو

مولانا غلام فريد سپريو سن 1321ھ مطابق 1904ع ڌاري ڳوٺ نور محمد سپريي تعلقي قمبر ضلعي لاڙڪاڻي ۾ ڄائو. ڪور سليمان لڳ شابٽاڻي ڳوٺ ۾ تعليم وٺي فارغ التحصيل ٿيو ۽ علمي فراغت کان پوءِ درس وتدريس جو شغل اختيار ڪيائين(631).

مولانا غلام فريد صاحب "خلافت تحريڪ" جي شروع ٿيڻ سان سياست ۾ پير پاتو. پاڻ هن تحريڪ جو سرگرم ڪارڪن ٿي رهيو، ۽ وقت بوقت سنڌ اندر ٿيندڙ خلافت ڪانفرنسن ۽ جلسن ۾ شريڪ ٿي، ان جو ڀرپور ساٿ ڏنائين(632).

جڏهن امن سڀائي عالمن "خلافت تحريڪ" کي مشڪوڪ بنائڻ جي ڪوشش ڪئي، تہ خلافتي عالمن بہ "امن سڀا" ۾ شامل ٿيندڙن خلاف هڪ فتويٰ جاري ڪئي، جنهن جي مولانا غلام فريد پڻ تائيد ڪئي(633). هن تحريڪ ۾ سرگرميءَ سان حصو وٺڻ جي پاداش ۾ ڪيس جيل جي سزا بہ ڀوڳڻي پيئي(634).

مولانا صاحب "ڪانگريس" ۽ "جمعيت العلماءِ" جو بہ سرگرم ڪارڪن ٿي رهيو. پاڻ ضلعي لاڙڪاڻي جي جمعيتي عالمن مان هڪ هو. ڪيس ڪافي عرصي تائين "جمعيت العلماءِ سنڌ" جي ڪاروباري ڪاميٽيءَ تي ميمبر جي حيثيت سان ڪم ڪرڻ جو موقعو مليو(635). پاڻ هن جماعت جي جلسن ۾ بہ شريڪ ٿي، وطن جي

آزاديءَ لاءِ جدوجهد ڪيائين(636).

سن 1938ع دوران فلسطين مٿان ٽيندڙ ظلمن سبب انهن جي مظلوميت جو احساس سنڌي عوام ۾ به وڌڻ لڳو. ان ڪري فلسطينين جي حمايت ۽ مدد لاءِ سنڌ جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ "فلسطين ڪاميٽيون" ٺاهيون ويون. مولانا غلام فريد کي ان ڪاميٽيءَ جو قمبر تعلقي لاءِ نائب صدر مقرر ڪيو ويو. پاڻ بين الاقوامي سياست ۾ بهرو وٺندي، مظلوم فلسطينين جي حق ۾ وڃي سنڌي عوام ۾ ڀرپور تقريرون ڪيائين(637). اهڙيءَ طرح مولانا حافظ غلام فريد صاحب سياسي ۽ ديني خدمت ڪندي، پنهنجي ڄمار پوري ڪئي(638).

## مولانا پير غلام مجدد سرهندي

پير غلام مجدد ولد ميان عبدالحليم تاريخ 16 رجب سن 1300ھ مطابق 13 مئي 1883ع تي مٽياري ضلعي حيدرآباد ۾ پيدا ٿيو. هن سموري تعليم پنهنجي ئي ڳوٺ مٽياريءَ ۾ مولانا حسن الله پاٽائيءَ کان ورتي. ان کان پوءِ 1913ع ۾ والد جي وفات کان پوءِ سجاده نشينيءَ جي دستار ٻڌي، پيري مريديءَ جو شغل اختيار ڪيائين. پاڻ شعروشاعري ۽ علم ادب سان به شعف رکندو هو (639).

جڏهن "خلافت تحريڪ" کي ڪمزور بنائڻ لاءِ مولوي فيض الڪريم ٽارو شاهيءَ "تحقيق الخلافت" نالي هڪ فتويٰ جو رسالو شايع ڪيو، تہ پير صاحب به ان جي تصديق ڪري، پنهنجي سياسي زندگيءَ جو آغاز ڪيو(640). پر پوءِ سگهوئي انگريزن سان نفرت ڪندي "خلافت تحريڪ" ۾ شامل ٿي ويو، ۽ خلافتي عالمن جي جاري ڪيل فتوائن جي تائيد ڪري پنهنجي تحريڪ دوستيءَ جو ثبوت ڏنائين (641). پاڻ سنڌ ۽ هند جي مشهور خلافتي اڳواڻن مان هڪ هو، ۽ ڪيس "آل انڊيا خلافت ڪاميٽيءَ" جو ميمبر به چونڊيو ويو هو (642). ان کان سواءِ "سنڌ خلافت ڪاميٽيءَ" جي ڪيترن ئي عهدن تي فائز رهيو.*

* پاڻ جن عهدن تي فائز رهيو، اهي هيٺ:

i. "مرڪزي خلافت ڪاميٽيءَ جو ميمبر" (ڏسو: روزانہ "الوحيد" ڪراچي، مؤرخہ 14 فيبروري 1931ع ص2).

جيئن تہ پاڻ بنيادي طرح پير هو، ان ڪري هن تحريڪ کي سندس ڪيترن ئي مريدن جون بہ همدرديون حاصل ٿيون. جنهن ۾ هن پيري مريديءَ جي مروجہ طريقي کي پاسيرو رکي ”خلافت تحريڪ“ کي ڪامياب بنائڻ تي زور ڏنو (643). پير صاحب سنڌ اندر هن تحريڪ جي سڏايل مڙني مکيہ ڪانفرنسن ۽ جلسن ۾ شريڪ ٿيندو رهيو (644). اهڙيءَ طرح ڏکڻ سنڌ ۾ هن تحريڪ جا ڪيترائي جلسا سندس ئي صدارت ۾ ٿيا (645). جن ۾ پاڻ انگريزن جي غلط ڪارين کي، سنڌي عوام اڳيان اگهاڙو ڪري، منجهن آزاديءَ جو روح ڦوڪيائين(646).

سندس انهيءَ وطن دوستيءَ ۽ انگريز دشمنيءَ سبب ڪيس ڀن سالن لاءِ جيل جي سزا بہ ڀوڳڻي پيئي(647). هن مرد مجاهد تحريڪ کي ڪامياب ۽ ڪامران بنائڻ لاءِ ان جي مالي مدد بہ ڪئي(648).

”خلافت تحريڪ“ دوران ئي ”جمعيت العلماءِ“ جو قيام عمل ۾ اچي چڪو هو، ان ڪري پير صاحب هن جماعت سان بہ وابستہ رهيو، ۽ ان جي جلسن ۾ شريڪ ٿي وطن جي آزاديءَ لاءِ جاکوڙ ڪيائين(649).

جڏهن سنڌ جي بمبئيءَ کان عليحدگيءَ واري تحريڪ شروع ٿي، ۽ ”سنڌ آزاد انجمن“ ٺهي تہ ان جو صدر بڻجي، هن تحريڪ ۾ بہ ڀرپور حصو وٺڻ لڳو(650).

پير غلام مجدد صاحب آخر ۾ ”مسلم ليگ“ ۾ شامل ٿي،پنهنجون سياسي خدمتون سرانجام ڏيندو رهيو(651). اهڙيءَ طرح جڏهن مسجد منزل گاهہ تحريڪ شروع ٿي، تہ پاڻ ان ۾ بہ ڀرپور حصو ورتائين، جنهن ڪري کيس گرفتار ڪري جيل ۾ رکيو ويو هو(652).

پير صاحب تاريخ 18 جمادي الثاني 1377هہ مطابق 9 جنوري 1958 تي هيءُ جهان ڇڏيو (653).

## مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي

مولانا غلام مصطفيٰ ولد حافظ محمود چانڊيو تاريخ 22 رجب 1334هہ مطابق 24 جون 1916ع تي ڳوٺ ڀنيي خان چانڊيي ضلعي لاڙڪاڻي ۾ ڄائو. سندس والد استاد العلماء مولانا غلام صديق شهداد ڪوٽيءَ جي ابتدائي شاگردن مان هو، ۽ قادري

---

ii. ”صوبي سنڌ خلافت ڪاميٽيءَ جوميمبر“ (ڏسو: روزانہ ”الوحيد“ ڪراچي، مؤرخہ 24 اپريل 1932ع ص6).

طريقي ۾ سندس خليفو بہ هو. حافظ محمود صاحب سنڌ جي ناميارن قارين ۽ عالمن مان هڪ هو. سندس مدرسي ”تحفيظ القرآن“ سڄي سنڌ کي فيض رسايو.

مولانا غلام مصطفيٰ قاسميءَ جو والد بزرگوار سندس ولادت کان ڪجھ سال پوءِ هيءُ جهان ڇڏي ويو. ان ڪري هن جي ڏاڏي پياري خان ۽ والده سندس سار سنڀال لڌي.

پاڻ قرآن شريف جا اٺ پاره ناظره پڙهي، ڳوٺ ۾ ئي فارسي پڙهڻ شروع ڪيائين. فارسيءَ ۾ سندس پهريون استاد مولانا فتح محمد سيراني هو. اڳتي هلي ڳوٺ ڇڏي، ميروخان پهتو ۽ مولانا خوش محمد کان تعليم ورتائين. ان بعد ڪور سليمان جي مدرسي ”دارالفيض“ ۾ داخل ٿيو ۽ مولانا عبدالڪريم ڪورائيءَ جو شاگرد بڻيو. مولانا قاسمي صاحب طالب العلميءَ جي زماني ۾ ايڏو تہ ذهين هو، جو هيٺين ڪتابن وارن شاگردن کي سبق ڏيندو هو. ان کان پوءِ پنهنجي استاد سان گڏ علي خان جي مدرسي ۾ اچي تعليم ورتائين، ۽ آخر ۾ ساڳئي استاد سان گڏجي ڳوٺ پير بخش پٽني ۾ آيو. جتي آخري ڪتاب پڙهي دستاربندي ڪيائين.

ان بعد وڃي دارالعلوم ديوبند ۾ داخل ٿيو. جتي پاڻ پڙهڻ کان سواءِ ذهانت جي بنياد تي، پنهنجي هم ڪلاسين کي پڙهائيندو بہ هو. هتان فارغ التحصيل ٿيڻ کان پوءِ وڃي دهليءَ جي اورينٽل ڪاليج ۾ داخل ٿيو. جتان مشرقي علمن ۾ تعليم وٺڻ بعد مدرسہ طبيہ مان، طب جي تعليم بہ حاصل ڪري ورتائين.

ديوبند کان واپس سنڌ ورڻ بعد مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي صاحب مدرسي ”دارالسعادت“ گوري پهوڙ تعلقي شڪارپور ۾ درس وتدريس جو شغل اختيار ڪيو. جتي ڪيترائي شاگرد ڪانئس مستفيد ٿيا. بعد ۾ ڳوٺ پير بخش جي مدرسي ”بيت الحڪمت“ ۾ پڙهائڻ شروع ڪيائين. پاڻ ڪيترو وقت ”قاسم العلوم“ گهوٽڪيءَ جو صدر مدرس بہ ٿي رهيو. تنهن کان پوءِ مدرسي ”مظهر العلوم“ ڪڏي ۾ استاد حديث جي حيثيت سان پڙهايائين. مولانا صاحب ڪجھ وقت ”سنڌ مسلم ڪاليج“ ڪراچيءَ ۾ اسلاميات جو استاد بہ ٿي رهيو. ۽ بعد ۾ اچي ”شاهہ ولي الله اڪيڊمي“ حيدرآباد جو ڊائريڪٽر مقرر ٿيو.

مولانا صاحب سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ پهريون اعزازي پروفيسر ۽ وزيٽنگ پروفيسر هئڻ سان گڏ سنڌي ادبي بورڊ ۽ مرڪزي چنڊ ڏسڻ ڪاميٽيءَ جو چيئرمين رهي چڪو هو. پاڻ سنڌجي ناميارن عالمن مان هڪ هو ۽ هن جي علمي فيض نہ رڳو اڻ ڳڻيا ديني عالم پيدا ڪيا، پر مختلف شعبن ۾ سندس همہ گير شخصيت جي پيدا

ڪيل ايم. فل ۽ پي.ايچ.ڊيءَ وارن جو بہ وڏو انگ آهي.

قاسمي صاحب نہ ماهي "الرحيم" (سنڌي) ۽ نہ ماهي "الولي" (اردو) رسالي جي ايڊيٽر هئڻ کان سواءِ نہ ماهي "مهراڻ" جي ايڊيٽوريل بورڊ جو بہ ميمبر بہ رهيو. اهڙيءَ طرح پاڻ ڪيترين ئي سرڪاري، نيم سرڪاري، علمي ادبي ۽ ثقافتي ادارن خواهہ جماعتن جو اڳواڻ يا باني ڪارڪن بہ هو.*

سندس ڇمار جو گهڻو حصو درس وتدريس ۽ علم ادب جي خدمت ۾ صرف ٿيو. پاڻ ڪيترائي مقالا ۽ مضمون لکيااٿس، ۽ لڳ ڀڳ درجن ڪتابن جو مصنف، مترجم ۽ مرتب هو. ان کان سواءِ ڪيترن ڪتابن جا مقدما، ۽ حاشيا پڻ لکيا اٿس. جن جو مختصر وچور هيٺ ڏجي ٿو:

1. تفسير سورة سبا (سنڌي) 2.شاهہ جو رسالو (ترتيب)، 3. پاره الم (ترجمو) 4. الهام الرحمان في تفسيرالقرآن، 5. بنيادي سنڌي لغت (ساٿي ايڊيٽر)، 6.بنيادي ڪاروباري سنڌي لغت (ساٿي ايڊيٽر) 7.وڏايل بنيادي سنڌي لغت، (ساٿي ايڊيٽر) 8.سماجي انصاف ۽ اجتماعيت (شاهہ ولي الله جي فلسفي جي روشنيءَ ۾)، 9.سطعات (ترجمو) 10.سماجي انصاف، 11.مفيد طلباء منطق (عربي)، 12. مختصر قدوري (عربي مقدمو ۽ تعليقات) 13.ادارة المتانة في مرمة الخزانة (عربي) مقدمو ۽ حواشي 14.انباء الانباء في حيات الانبياءِ(عربي) تاليف ابوالحسن صغير سنڌي (عربي مقدمو ۽ حواشي) 15.ڪچڪول نامہ (فارسي) ابوالحسن ڏاهري (فارسي مقدمو ۽ حواشي) 16. امعان النظر شرح شرح نخبة الفڪر(عربي) قاضي محمد اڪرم نصرپوري (عربي مقدمو ۽ تعليقات) 17. لمحات (عربي) 18. سطعات (فارسي) 19. الطاف القدس (فارسي) 20. تاويل الاحاديث (عربي) 21. تفهيمات الاهيہ ٻہ جلد (عربي) 22. ترجمو سطعات سنڌي، 23.ترجمو اردو تاويل الاحاديث ۽ 24.فتح الرحمٰن (فارسي حواشي قرآن پاڪ جو مڪمل سنڌي ترجمو).

---

* علامہ صاحب جن ادارن سان وابستہ رهيو، سي هي آهن:

1. ميمبر سنڌ الاجي، 2. ميمبر سنڌ ميوزم حيدرآباد، 3. ميمبر ڊاڪٽر دائود پوٽہ سنڌ پراونشل لائبريري حيدرآباد، 4. ميمبر مهراڻ آرٽس ڪائونسل حيدرآباد، 5. ميمبر صوبائي ڪائونسل سنڌ، 6. ميمبر مرڪزي پاڪستان براڊ ڪاسٽنگ اسلام آباد، 7. ميمبر مرڪزي رويت هلال ڪاميٽي، 8. ميمبر اسلامڪ اسٽڊيز ايگريڪلچر يونيورسٽي پشاور، 9. ميمبر مرڪزي اقبال اڪيڊمي لاهور، 10. ميمبر مرڪزي زڪوٰة ڪائونسل، 11. ميمبر صوبائي زڪوٰة ڪائونسل ۽ 12. ميمبر مرڪزي سيرت ڪاميٽي.

مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي اجا "دارالفيض" ڪور سليمان ۾ پڙهندو هو تہ عملي سياست ۾ قدم رکيائين. اڳتي هلي پاڻ نہ صرف تعلقي قمبر جي ڪانگريس ڪاميٽيءَ جو وائيس پريذيڊنٽ ٿي رهيو، پر ڪيس ضلعي لاڙڪاڻي جي ڪانگريس ڪاميٽيءَ جي وائيس پريزيڊنٽ بڻجڻ جو بہ موقعو مليو.

مولانا صاحب ڪانگريس کان سواءِ "جمعيت العلماء سنڌ"جو پڻ اڳواڻ ڪارڪن ٿي رهيو. "جمعيت العلماءِ هند" جي سهارنپور واري اجلاس ۾ اتر سنڌ مان ڪيس نمائندگي حاصل هئي(654).

جڏهن سنڌ جي بمبئيءَ کان عليحدگيءَ واري تحريڪ شروع ٿي تہ پاڻ بہ ان ۾ ڀرپور حصو ورتائين. انهيءَ سلسلي ۾ جڏهن "سنڌ آزاد پارٽيءَ" جو قيام عمل ۾ آيو تہ سنڌ جي جدا ٿيڻ تائين پاڻ ان جو سرگرم ڪارڪن ٿي رهيو.

انهيءَ عرصي دوران جڏهن فلسطين ۾ عربن جي مٿان ڏکيا ڏينهن آيا، تہ سنڌ جي مسلمانن اهڙن واقعن تي شديد ردعمل ڏيکاريو ۽ عربن جي مالي خواه اخلاقي مدد ڪرڻ لاءِ سنڌجي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ فلسطين ڪاميٽيون برپا ڪيون ويون. انهيءَ بين الاقوامي سياست ۾ مولانا قاسمي صاحب پڻ ڀرپور حصو ورتو جنهن ۾ ڪيس فلسطين ڪاميٽي قمبر جو ناظم بہ مقرر ڪيو ويو هو(655).

سن 1939ع ۾ مولانا عبيدالله سنڌي جلاوطنيءَ کان پوءِ جڏهن واپس سنڌ وريو ۽ اچي پيرجهنڊي ۾ "بيت الحڪمت" قائم ڪري درس ڏيڻ شروع ڪيائين. تہ پاڻ نہ صرف ان جي درس مان فيضياب ٿيو(656)، پر مولانا سنڌيءَ جي ناهيل "جمنا، نربدا، سنڌ ساگر پارٽيءَ" ۾ بہ شموليت اختيار ڪري وطن جي آزاديءَ لاءِ پاڻ پتوڙيندو رهيو. اهڙيءَ طرح مولانا عبيدالله سنڌيءَ جڏهن "جمعيت الطلباء سنڌ" ناهي تہ ان جي تشڪيل ۽ عمل ۾ بہ هن ڀرپور حصو ورتو. مولانا سنڌيءَ سان سندس ايتري تہ نسبت ۽ عقيدت هئي جو هن بزرگ هڪ ڀيرو سندس مدرسي جو معائنو بہ ڪيو هو(657). آخر ۾ پاڻ جڏهن "شاه ولي الله اڪيڊمي" حيدرآباد مان فارغ ٿيو تہ پوءِ پنهنجي گهر تائين محدود رهيو.*

## مولانا فتح علي جتوئي

مولانا فتح علي ولد ميان ناٿو خان سن 1285ھ مطابق 1868ع ۾ ڳوٺ ڪڏيون

---

* مولانا صاحب تاريخ 15شوال سن 1424ھ مطابق 9 ڊسمبر 2003ع تي رحلت ڪري ويو.

تعلقي شاهبندر ضلعي ٺٽي ۾ ڄائو. شروعاتي تعليم مولانا عبد الله جتوئي ستاهہ واري کان ورتائين. ان بعد رتيديري ۾ مولانا خادم حسين جتوئيءَ وٽ باقي تعليم پوري ڪري فارغ التحصيل ٿيو. ان کان پوءِ حرمين شريف ويو ۽ اتي جي عالمن ۽ محدثن کان پڻ تعليم وٺي واپس سنڌ وريو.

علمي فراغت کان پوءِ جاتي تعلقي ۾ ٿهيمن جي ڪاڪ تي ٽنگي جي ڳوٺ ۾ ڪجهہ وقت پڙهائڻ کان پوءِ اچي سنڌي بندر ۾ مدرسو قائم ڪري، ان ۾ تعليم ڏيڻ لڳو. تنهن کان پوءِ ڪجهہ وقت چوهڙ جماليءَ ۾ بہ پڙهايائين. ۽ آخر ۾ اچي سجاول جي مدرسي "دارالفيوض هاشميہ" ۾ پڙهائڻ ويٺو. مولانا صاحب پنهنجي دور ۾ علم منطق جو وڏو ماهر ۽ استاد مڃيو ويندو هو (658).

مولانا فتح علي جي سياسي زندگيءَ جو آغاز "خلافت تحريڪ" ۾ شرڪت ڪرڻ سان ٿيو. پاڻ ڪيترو وقت"صوبائي خلافت ڪاميٽيءَ" جي منتظم ڪاميٽيءَ جو ميمبر بہ ٿي رهيو (659). آزاديءَ جي تحريڪ ۾ سرگرميءَ سان حصو وٺڻ جي پاداش ۾ جيل جي سزا بہ ڀوڳيائين (660).

خلافتي عالمن طرفان تحريڪ کي ڪامياب بنائڻ لاءِ جڏهن فتوائون جاري ٿيون، تہ مولانا صاحب پڻ انهن جي تصديق ڪري، پنهنجي تحريڪ دوستي جو ثبوت ڏنو (661) ان کان سواءِ وس آهر تحريڪ جي مالي مدد بہ ڪيائين (662).

"خلافت تحريڪ" کان پوءِ جڏهن "جمعيت العلماءِ" جو سياسي دور آيو، تہ هن ان ۾ شامل ٿي وطن جي آزاديءَ لاءِ ڀرپور حصو ورتو. پاڻ سن 1930ع کان ڪراچي ضلعي جي "جمعيت العلماءِ" جو ناظم ٿي رهيو (663). اهڙي طرح سن 1931ع ۾ جڏهن ڪراچيءَ ۾ "جمعيت العلماءِ هند" جو ساليانو ميڙ ٿيو، تہ ڪيس آدر ڀاءُ ڪنڌڙ جي ڪاميٽيءَ ۾ شريڪ ٿي ڪم ڪرڻ جو موقعو پڻ مليو (664).

مولانا صاحب تاريخ 4، ذي القعد 1355هہ مطابق 16 جنوري 1937ع تي هن فاني جهان مان لاڏاڻو ڪيو (665).

## مولانا فتح علي جتوئي

مولانا فتح علي ولد ميان خير محمد جتوئي سن 1278هہ مطابق 1861ع ۾ ديهہ لڪي ضلعي ٺٽي ۾ پيدا ٿيو. ابتدائي تعليم ٺٽي ۾ مولانا عبدالرحيم کان ورتائين. ان کان پوءِ فارسيءَ ۽ عربيءَ جي باقي تعليم گونگاٽين جي مدرسي ۾ مولانا عبدالله جتوئيءَ وٽ پوري ڪري دستار بند ٿيو.

فارغ التحصيل ٿيڻ بعد ڪجهه وقت گجي جي مدرسي ۾ پڙهيائين، ۽ ان کان پوءِ اچي ڳوٺ ڪڏيون تعلقي شاهبندر ۾ مدرسو قائم ڪري ديني تعليم ڏيندو رهيو (666).

مولانا فتح علي صاحب "خلافت تحريڪ" ۾ شامل ٿي سياست ۾ قدم رکيو. پاڻ تحريڪ جي جلسن ۾ شريڪ ٿي نہ صرف انگريز دشمني جو اظهار ڪندو هو، پر ڪيتري وقت تائين خلافت ڪاميٽي ڳوٺ سونپارا، تعلقي گهوڙا ٻاريءَ جو صدر بہ ٿي رهيو، ۽ ان عهدي تي رهي آزادي حاصل ڪرڻ لاءِ جاکوڙا ڪيائين (667).

خلافت جي خاتمي کان پوءِ پاڻ "جمعيت العلماءِ" ۾ شموليت اختيار ڪيائين ۽ ان جو سرگرم ڪارڪن ٿي رهيو. ڪيس سن1930ع کان وٺي، ڪراچي ضلعي جي "جمعيت العلماءِ" شاخ جو صدر منتخب ڪيو ويو. سندس ئي صدارت واري زماني ۾ ڪراچي شاخ سکر بئراج جي مسجدن جي بچاءَ لاءِ ڪوششون ورتيون، ۽ "ساردا ايڪٽ" جي خلاف ٺهراءَ بحال ڪيا (668). ان کان سواءِ سن 1931ع ۾ جڏهن ڪراچيءَ ۾ "جمعيت العلماءِ هند" جو ساليانو ميڙ ٿيو، تہ پاڻ ان جي استقباليہ ڪاميٽيءَ جي ميمبر جي حيثيت سان ڪم ڪيائين (669).

هن تاريخ 12ربيع الثاني 1358هہ مطابق 1، جون 1939ع تي رحلت ڪئي (670).

## مولانا حڪيم فتح محمد سيوهاڻي

مولانا حڪيم فتح محمد ولد حڪيم غلام محي الدين جي ولادت سن 1300هہ مطابق 1882ع ڌاري سيوهڻ ضلعي دادو ۾ ٿي. حڪيم صاحب ابتدائي ديني تعليم جو آغاز پنهنجي جنم ڀوميءَ جي مولوي محمد عمر چني وٽ ڪيو، ان کان پوءِ عطاءالله شاهہ پنجي واري، مولانا عبدالرئوف بختيارپوريءَ بوبڪن واري، ۽ سيتا جي مولانا محمد صديق وٽ پڙهي علم جي تحصيل ڪيائين (671). ان کان پوءِ طب ۽ حڪمت جي سکيا پنهنجي والد کان وٺي حڪيم بڻيو.

ڪجهه وقت کان پوءِ مرحوم سيد الهندي شاهہ جي ڪاروبار سنڀالڻ ۽ سندس ٻارن کي پڙهائڻ لاءِ دربيليءَ ۾ رهيو (672). بعد ۾ ڪراچيءَ جي "سنڌ مدرسة السلام" ۾ فارسي جو استاد مقرر ٿيو. پر پوءِ جلد ئي ڪراچي ۾ پليگ پوڻ سبب سيوهڻ موٽي ويو. ان کان پوءِ پنهنجي ڀاءُ عبدالقيوم سان گڏجي حيدر آباد ۾ مطب کولي ويٺو. ٻن سالن بعد موٽي اچي ڪراچي ۾ آباد ٿيو، ۽ اتي ئي طبابت ڪندو رهيو (673).

حڪيم فتح محمد سيوهاڻي پنهنجي دور جو نامور عالم، اديب، صحافي ۽

شاعر ٿي گذريو آهي. هن پنهنجي ادبي زندگيءَ جو آغاز شعروشاعريءَ سان ڪيو. شاعريءَ ۾ پهريائين ”صغير“ ۽ پوءِ ”حڪيم“ تخلص اختيار ڪيائين (674).

سنڌي صحافت جي دنيا ۾ هن سڀ کان پهريون قدم سال 1925ع ۾ ڪراچيءَ مان ”الجامع“ ماهوار رسالي جي جاري ڪرڻ سان رکيو (675). تنهن کان پوءِ سال 1936ع ۾ ڪراچيءَ مان ”اصلاح“ هفتيوار اخبار جاري ڪيائين (676).

حڪيم صاحب پنهنجي دور جو مشهور نثرنويس پڻ هو. سندس لکيل ڪتابن جو مختصر وچور هن طرح آهي (677):

1- ميرن جي صاحبي، 2- ڪمال زوال، 3- ابو الفضل ۽ فيضي، 4- نورالايمان مقدمہ تفسير القرآن، 5- مناجات دلنشين، 6- حيات النبي، 7 اخلاق النبي، 8- بهاراخلاق، ۽ 9 آفتاب آدب.

حڪيم فتح محمد سيوهاڻي پهريءَ صف جي سنڌي عالم ساستدانن مان هڪ هو. سندس سياسي زندگيءَ هو آغاز ”خلافت تحريڪ“ ۾ حصي وٺڻ سان ٿيو. پاڻ سنڌ ۾ منعقد ٿيل خلافت ڪانفرنسن ۾ شرڪت ڪندو هو (678)، ۽ تحريڪ جي اخلاقي توڙي مالي مدد بہ ڪيائين (679). جيتوڻيڪ مٿس ڪو ڏکيو ڏينهن نہ آيو ۽ جيل وڃڻ کان بچيو رهيو، پر ان هوندي بہ ڪيترن موقعن تي هن تي وقت جي سرڪار طرفان زبان بنديءَ جا حڪم تعميل ڪيا ويا هئا (680). هو ڪافي وقت تائين ”سنڌ خلافت ڪاميٽيءَ“ جي مختلف عهدن تي فائز رهيو، ۽ ان طرفان هڪ هزار رپيا درماهہ پگهار تي مبلغ بہ ٿي رهيو (681). پاڻ تحريڪ دوران خلافتي عالمن جي جاري ڪيل ڪيترين ئي فتوائن جي پڻ تائيد ڪيائين (682).

”خلافت تحريڪ“ کان سواءِ پاڻ انهيءَ عرصي دوران ”سنڌ محمدن ايسوسيئيشن“ جو ميمبر بہ ٿي رهيو (683). ان کان سواءِ ”جميعت العلماءِ هند“ ۽ ”ڪانگريس“ جي سياسي ميدان تان بہ وطن جي آزاديءَ لاءِ پاڻ پتوڙيائين (684)، ۽ ڪجهہ وقت ”جمعيت العلماءِ“ جو ناظر بہ ٿي رهيو(685).

سنڌ جي بمبئيءَ کان عليحدگيءَ بعد سنڌ جي مختلف سياستدانن سان گڏجي ”سنڌ اتحاد پارٽيءَ“ جي قيام ۾ حصو ورتائين (686).

حڪيم صاحب تاريخ 3 ذي الحج سن 1361هہ مطابق 12 ڊسمبر 1942ع تي هيءُ جهان ڇڏيو(687).

## مولانا قاضي فتح محمد نظاماڻي

قاضي فتح محمد ولد حاجي عبدالله خان نظاماڻي سن 1270هہ مطابق 1853ع ۾

ٽنڊي قيصر ضلعي حيدرآباد ۾ ڄائو. ابتدائي تعليم اڏيرو لعل لڳ چرائي ۾ سيد خان محمد شاهه کان ورتائين.ان بعدعربي ۽ فارسي مولانا پير محمد ٽيهي ٽنڊي قيصر واري وٽ پڙهيو. آخر ۾ مولانا عبدالله کڏهري تعلقي سڪرنڊ واري وٽ باقي تعليم پوري ڪري دستاربند ٿيو.

علمي فراغت بعدموري منگر تعلقي حيدرآباد ۾ ديني مدرسو قائم ڪري درس وتدريس ڏيڻ شروع ڪيائين (688).جتان پوءِ وچي ڳوٺ پيرجهنڊي تعلقي هالا ۾ پڙهائڻ لڳو ۽ ان سان گڏ تصنيف ۽ تاليف جو شغل بہ جاري رکيائين. سندس تصنيفات جو وچور هن طرح ٿئي ٿو(689):

1. مفتاح رشد الله تفسير ڪلام (سنڌي) 2. مجمع الفيوضات جو ترجمو جامع البرڪات (سنڌي) 3. صل الطالبين جوترجمو (سنڌي) 4. تحفة المحبين في ملفوظات خير طب سين، 5. ملا بد منه جو ترجمو (سنڌي)، 6. انعام الباري ترجمو صحيح بخاري (سنڌي) ۽ 7. سنڌي گرامر ميزان صرف، ارشاد صرف علم الصيغه.

قاضي فتح محمد نظامانيءَ سياست ۾ مختصر حصو ورتو ۽ سندس سياسي خدمتون محض ”خلافت تحريڪ“ تائين محدود رهيون. پاڻ هن تحريڪ جو سرگرم ڪارڪن رهي آزاديءَ لاءِ ڪم ڪيائين.

امن سپائي عالمن جي اڳواڻ مولوي فيض الڪريم ٺاروشاهيءَ ”خلافت“ جي حيثيت کي مشڪوڪ بنائڻ لاءِ جڏهن ”تحقيق الخلافت“ نالي هڪ فتويٰ جو رسالو شايع ڪيو، تہ خلافتي عالمن وري ان جو رد لکي ورهايو. مولانا فتح محمد نظامانيءَخلافتي عالمن جو ساٿ ڏيندي، جيتوڻيڪ ان جي رد جي تصديق ڪئي (690)، پر هجرت واري مسئلي تي ساڻن اختلاف رکيو(691).

پاڻ سن 1339هه مطابق 1920ع ۾ رحلت ڪيائين(692).

## مولانا حافظ فضل احمد

مولانا حافظ فضل احمد ولد غلام محمد تاريخ 17 ذوالحج سن 1321هه مطابق 4 مارچ 1904ع تي ڪراچيءَ ۾ پيدا ٿيو. مدرسي ”مظهر العلوم“ کڏي ۾ حافظ قاري خان محمد وٽ قرآن مجيد حفظ ڪيائين. ان بعد ساڳئي ئي مدرسي ۾ مولانا محمد صادق، مولانامحمد صديق ۽ مولانا احمد علي لاهوريءَ وٽ باقي تعليم پوري ڪري دستاربند ٿيو.

فارغ التحصيل ٿي، ”مظهر العلوم“ کڏي ۾ ئي درس وتدريس ڏيڻ شروع

ڪيائين(693).

سن 1939ع ۾ جڏهن مولانا عبيد الله سنڌي جلاوطنيءَ کان پوءِ واپس سنڌ وريو ۽ اچي "مدرسي مظهر العلوم" کڏي ۾ "بيت الحڪمت" ۽ "جمنا، نربدا، سنڌ ساگر پارٽي" ٺاهي، تہ مولانا فضل احمد بہ سندس سياسي صحبت اختيار ڪري، نہ صرف "بيت الحڪمت" جي درس ۾ شريڪ ٿيو، پر هن "جمنا، نربدا، سنڌ ساگر پارٽيءَ" ۾ شامل ٿي انگريزن کان آزادي حاصل ڪرڻ لاءِ جدوجهد شروع ڪئي(694).

اهڙيءَ طرح مولانا محمد صادق کڏي واري جي رفاقت ۾ "جمعيت العلماءِ" جي سياسي ميدان تان بہ ملڪ جي آزاديءَ لاءِ جاکوڙيائين. سن 1944ع ۾ حيدرآباد واري تاريخي قلعي ۾ جڏهن قاري محمد طيب ديوبنديءَ جي صدارت ۾ "جمعيت العلماءِ سنڌ" جو جلسو منعقد ٿيو، تہ حافظ فضل احمد بہ ان ۾ شريڪ ٿي، آزاديءَ لاءِ ڪم ڪيو(695).

پاڻ تاريخ 13 شعبان 1381هہ مطابق 20 جنوري 1962ع تي وفات ڪري ويو(696).

## مولانا حڪيم فضل الله سومرو

مولوي فضل الله ولد ڏاتر ڏنو سومرو سن 1318ع مطابق 1900ع ۾ شڪارپور ۾ ڄائو. ابتدائي تعليم شڪارپور جي مولانا عبدالرحمٰن ميمڻ کان ورتائين(697). ان کان پوءِ مولانا عبدالحڪيم وٽ ڪجھ وقت پڙهڻ بعد وڃي دهليءَ جي طبيہ ڪاليج مان طب جي فراغت لڌائين.

علم جي تحصيل کان پوءِ شڪارپور ۾ مدرسو "اشرافيہ" قائم ڪري درس وتدريس ڏيڻ لڳو. انهيءَ مدرسي ۾ ساڻس مولانا عبدالحڪيم شاهل سڏائي وارو بہ تعليم ڏيندو هو. پڙهائڻ سان گڏ مولانافضل الله صاحب شڪارپور ۾ هڪ مطب بہ قائم ڪيو. پاڻ وڏو طبيب ثابت ٿيو جنهن ڪري پنهنجي مطب کي نهايت ڪاميابيءَ سان هلائيندو رهيو. مولانا صاحب سلوڪ ۾ حضرت مولانا ٿانويءَ جو خليفو مجاز هو(698).

مولانا فضل الله خلافتي عالمن مان هڪ هو، ۽ ڪيترو وقت "خلافت ڪاميٽي شڪارپور" جو نائب صدر ٿي رهيو(699). پاڻ انهيءَ عهدي تي فائز رهي وطن جي آزاديءَ لاءِ سرگرميءَ سان حصو ورتائين ۽ جڏهن خلافتي عالمن انگريزي ڪپڙي جي پهرڻ خلاف هڪ فتويٰ جاري ڪئي، تہ هن ان جي تصديق ڪري پنهنجي تحريڪ دوستيءَ جو ثبوت ڏنو(700).

"خلافت تحريڪ"جي خاتمي کان پوءِ هن "سنڌ جي بمبئيءَ کان عليحدگيءَ

واري تحريڪ“ ۾ حصو ورتو ۽ پاڻ ”سنڌ آزاد جماعت“ شڪارپور جو نائب صدر ٿي رهيو(701).

مولانا صاحب سن 1392هه مطابق 1972ع ۾ لاڏاڻو ڪري ويو(702).

## مولانا حڪيم فضل محمد نوشهرائي

مولانا فضل محمد نوشهري، ضلع نواب شاهه جو ويٺل هو. هن ڳوٺ فيض محمد آگري تعلقي ميهڙ ۾ مولانا محمد آگري کان تعليم حاصل ڪئي(703). پاڻ پنهنجي وقت جو سٺو حڪيم به ٿي گذريو آهي.

مولانا فضل محمد صاحب"خلافت تحريڪ" ۾ شامل ٿي سياست ۾ پير پاتو. پاڻ ساهتي پرڳڻي* جو سرگرم سياستدان هو، ۽ هن تحريڪ جي ضلعي خواهه صوبائي سطح جي اجلاسن ۾ شريڪ ٿي، وطن جي آزاديءَ خاطر انگريزن جي خلاف ڀرپور ڪوشش ڪئي(704). مولانا صاحب ضلعي خلافت ڪاميٽي جو صدر به ٿي رهيو(705)، ۽ ڪيترا ئي جلسا سندس ئي صدارت هيٺ ٿيا(706). جڏهن انگريزن طرفان ترڪيءَ تي مڙهيل شرطن تي نظرثاني ڪرائڻ لاءِ وائسراءِ هند ۽ گورنر جنرل "چيلمسفورڊ" کي 22 جون 1920ع تي هڪ يادداشتنامو ڏنو ويو ته ان تي صحيح ڪندڙن مان حڪيم فضل محمد نوشهرائي به هڪ هو(707).

اهڙيءَ طرح جڏهن خلافتي عالمن جي طرفان انگريزي ڪپڙي جي استعمال جي حرام هئڻ جي فتويٰ جاري ڪئي ويئي ته پاڻ به ان جي تصديق ڪيائين(708). هن محب وطن عالم تحريڪ ۾ نه صرف عملي طرح حصو ورتو، پر ان جي مالي مدد به خوب ڪئي(709).

حڪيم صاحب سن 1343هه مطابق 1924ع ۾ هيءُ جهان ڇڏيو(710).

## مولانا فيض محمد ”واعظ“

مولانا فيض محمد ڏوڪري ضلعي لاڙڪاڻي جو رهاڪو هو. شروع کان آخر تائين جان محمد لاڪير جي ڳوٺ ۾ مولانا عبد الرزاق وٽ پڙهي فارغ التحصيل ٿيو.

علمي فراغت کان پوءِ ڏوڪريءَ ۾ درس و تدريس جو سلسلو شروع ڪيائين ۽ ان سان گڏوگڏ فضول رسمن کي ختم ڪرڻ لاءِ ميلن ملاکڙن تي پهچي، ماڻهن کي

* ساهتي پرڳڻو هن وقت ضلعو نوشهرو فيروز سڏجي ٿو.

وعظ ۽ نصيحت بہ ڪندو هو(711).

مولانا فيض محمد صاحب پنهنجي سياسي زندگيءَ جي شروعات "خلافت تحريڪ" ۾ حصي وٺڻ سان ڪئي. پاڻ هن تحريڪ جو مخلص ۽ سرگرم ڪارڪن ٿي رهيو. جڏهن انگريزن امن سبا قائم ڪرائي، خلافت جي حقيقت ۽ حيثيت کي مسخ ڪرڻ لاءِ مولوي فيض الڪريم ڪان تحقيق الخلافت نالي فتويٰ جو هڪ رسالو شايع ڪرايو تہ خلافتي عالمن بہ ان جو رد لکيو. جنهن جي مولانا فيض محمد پڻ تائيد ڪئي(712).

ان ڪان پوءِ جڏهن خلافتي عالمن پوري ملڪ کي "دارالحرب" سمجهندي، ماڻهن کي هتان هجرت ڪري وڃڻ لاءِ فتوائون جاري ڪيون تہ مولانا فيض محمد صاحب لاڙڪاڻي ضلعي ۾ نہ صرف هجرت جي اهميت تي تقريرون ڪيون(713)، پر عملي طور تي پاڻ بہ پين سان گڏ هجرت ڪري وڃي ڪابل پهتو ۽ اتي ئي وفات ڪيائين(714).

## مولانا حڪيم قائم الدين احمد

مولانا قائم الدين ولد قادر بخش مهر، ڳوٺ موٽاٽي ضلعي جيڪب آباد ۾ ڄائو. عربيءَ جي تعليم مولانا قمرالدين انڍڙ ڪان ورتائين ۽ سندس ئي حڪم تي مولاناعبدالڪريم صاحب ڪورائي وٽ بہ پڙهندو رهيو. دستاربنديءَ ڪان پوءِ وڃي، دهليءَ جي طبيہ ڪاليج ۾ حڪيم اجمل جو شاگرد ٿيو.

طبيہ ڪاليج دهليءَ ۾ فارغ التحصيل ٿي،واپس سنڌ وريو ۽ اچي جيڪب آباد ۾ پنهنجو دواخانو کولي حڪمت جو ڌنڌو ڪرڻ لڳو(715).

مولوي قائم الدين صاحب مولانا تاج محمود امروٽي جي سياسي حلقي جو عالم هو. سندس سياسي زندگيءَ جو آغاز "خلافت تحريڪ" ۾ حصي وٺڻ سان ٿيو. ڪيس هن تحريڪ ۾ ڀهري وٺڻ ۽ انگريز سرڪار جي خلاف عوام کي اڀارڻ جي ڏوهہ ۾ ٽيهن ڏيهن جي سزا بہ ملي(716).

خلافت تحريڪ ڪان پوءِ هن "جمعيت العلماءَ" ۾ شرڪت ڪئي ۽ وطن جي آزاديءَ تائين هڪ سرگرم ڪارڪن جي حيثيت سان پنهنجون سياسي خدمتون جاري رکندو آيو (717). پاڻ سن 1378هہ مطابق 1959ع ۾ رحلت ڪيائين(718).

## مولانا پير حاجي منل شاهه

پير حاجي منل شاهه ولد پير مظهر الدين شاهه سن 1301هه مطابق 1884ع ۾ ڳوٺ ٺلاهه ضلعي لاڙڪاڻي ۾ پيدا ٿيو. هن قرآن شريف جي تعليم پنهنجي ڳوٺ ۾ ورتي. ان کان پوءِ عربي ۽ فارسيءَ جي تعليم وچي مولانا سکپور واري کان ورتي. ان کان پوءِ باقي تعليم مولانا غلام عمر سوني جتوئيءَ واري کان وٺي، فراغت حاصل ڪيائين(719). ان کان سواءِ پير صاحب پنهنجي دور جو سٺو حڪيم به ٿي گذريو آهي.

جڏهن خلافت تحريڪ شروع ٿي ته هن مولانا تاج محمود امروٽيءَ جي رفاقت ۾ پنهنجي سياسي زندگيءَ جو آغاز ڪيو. پاڻ لاڙڪاڻي ضلعي جي خلافت ڪاميٽي جو سرگرم ڪارڪن ۽ ورڪنگ ڪاميٽي جو ميمبر به ٿي رهيو. اهڙيءَ طرح سندس ئي ڪوششن سان ڏوڪري تعلقي ۾ خلافت ڪاميٽيءَ جو بنياد پيو ۽ ڏوڪري، بادهه،سيهڙ ۽ ميهڙ ۾ هن تحريڪ جا جلسا منعقد ٿيا(720).

پاڻ خلافتي عالمن جو ساٿ ڏيندي انهن جي جاري ڪيل فتوائن جي تائيد ڪيائين(721). انگريز دشمنيءَ جي پاداش ۾ ڪيس جيل جي سزا به ڀوڳڻي پئي(722). پير صاحب رئيس المهاجرين جناب جان محمد جوڻيجي سان گڏجي افغانستان ڏانهن هجرت به ڪئي، پر پوءِ ڪيس ٻين مهاجرن سان گڏجي واپس وطن ورڻو پيو.

هن محب وطن سنڌي عالم تاريخ 17 رمضان المبارڪ سن 1377هه مطابق 7، اپريل 1958ع تي لاڏاڻو ڪيو(723).

## مولانا حڪيم محڪم الدين پرهياڙ

مولانا محڪم الدين پرهياڙ ڳوٺ ولي محمد پرهياڙ لڳ جيمس آباد ضلعي ٿرپارڪر جو رهاڪو هو. پاڻ پهريائين پنجاب جي شهر سيالڪوٽ ۾ تعليم ورتائين. ان کان پوءِ هندستان جي مشهور مدرسي"ندوة العلماء" ۾ داخل ٿيو. جتان فارغ التحصيل ٿي واپس سنڌ ۾ وريو. ۽ اچي جيمس آباد ضلعي ٿرپارڪر ۾ ڪافي عرصي تائين تعليم ڏنائين. ان کان پوءِ ڪجهه وقت نصرپور ۾ به پڙهايائين ۽ آخر ۾ اچي حيدرآباد ۾ رهيو. جتي ميونسپالٽيءَ جي حڪمت خاني ۾ حڪمت جو شغل جاري رکندي، پنهنجي ڄمار پوري ڪيائين. پاڻ معقولات ۾ وڏو ماهر ۽ هڪ مجاهد ماڻهو ٿي گذريو آهي(724).

جڏهن ملڪ جي اندر انگريزن کان آزاديءَ حاصل ڪرڻ لاءِ هلچل شروع ٿي ته مولانا محڪم الدين ڪانگريس ۾ شامل ٿي، ان جو سرفروش ورڪر ٿيو (725). ان کان پوءِ جڏهن خلافت تحريڪ شروع ٿي ته پاڻ ان ۾ شريڪ ٿي، انگريزن جي خلاف حصو ورتائين. ڪيس خلافتين جي طرفان "ترڪ موالات" ۽ خلافت تحريڪ کي ڪامياب بنائڻ لاءِ مبلغ به مقرر ڪيو ويو (726). جڏهن خلافتي عالمن "ترڪ موالات" جي حق ۾ فتوائون جاري ڪيون ته پاڻ نه صرف انهن جي تصديق ڪيائين (727)، پر عملي طور انهيءَ تحريڪ جي جلسن ۾ شريڪ ٿي، عوام کي انگريزي شين کان نفرت ڏياري، ديسي شين جي استعمال لاءِ آماده ڪندو هو(728).

سنڌ جو هيءُ عالم سياستدان پنهنجي ملڪ کي انگريزن کان آزاد ڪرائڻ سان گڏوگڏ انهن ملڪن جي آزاديءَ جو به خواهان هو، جيڪي انگريز سامراج جي قبضي هيٺ هئا. جڏهن جزيرة العرب انگريزن جي هٿن ۾ اچي ويو ته مولانا محڪم الدين عالمي سياست ۾ حصو وٺندي،انهيءَ ملڪ جي آزاديءَ لاءِ انگريزن جي خلاف تقريرون ڪيون. جنهن تي وقت جي سرڪار ناراض ٿي، ميرپور مان سندس زمين ضبط ڪري بين کي ڏيئي ڇڏي. ڪيس نه صرف ان کان محروم ڪيو ويو(729)، پر هن حريت پسند سنڌي عالم کي انهيءَ انگريز دشمنيءَ جي سبب جيلن پٺيان جيل به ڪاٽڻا پيا (730). پاڻ خلافت تحريڪ جي ڪيترن ئي عهدن تي رهي،* ان کي ڪامياب ۽ ڪامران بنائڻ جي بيحد ڪوشش ڪيائين.

خلافت تحريڪ کان پوءِ پاڻ "جمعيت العلماء" جي سياسي پليٽ فارم تان وطن جي آزاديءَ لاءِ ڪم ڪرڻ لڳو. جڏهن ميرپورخاص ۾ هن جماعت جي شاخ قائم ٿي، ته ڪيس ان جو نائب صدر مقرر ڪيو ويو(731). ان کان سواءِ 15 مارچ1925ع تي جڏهن

---

* پاڻ جن عهدن تي فائز رهيو، سي هئا:

i. عيوضي — خلافت ڪاميٽي حيدرآباد
(ڏسو، روزانه "الوحيد"، ڪراچي، مؤرخه 11 آڪٽوبر 1922ع، ص4).

ii. ميمبر — مرڪزي خلافت ڪاميٽي
(ڏسو، روزانه "الوحيد" ڪراچي، مؤرخه 14 فيبروري 1931ع، ص2) .

iii. ميمبر — صوبه سنڌ خلافت ڪاميٽي
(ڏسو، روزانه "الوحيد"، ڪراچي، مؤرخه 24 اپريل 1932ع، ص6).

iv. سيڪريٽري — خلافت ڪاميٽي حيدرآباد
(ڏسو، روزانه "الوحيد"، ڪراچي، مؤرخه 24 اپريل 1932ع، ص6).

سکر ۾ ”جمعيت العلماءِ سنڌ“ جو جلسو ٿيو تہ کيس ان جي ورڪنگ ڪاميٽي جي ميمبر جي حيثيت سان بہ ڪم ڪرڻ جو موقعو مليو(732).

آخر ۾ جڏهن ڪانگريس ۽ مسلم ليگ مذهبي بنيادن تي آزادي حاصل ڪرڻ لاءِ هلچل شروع ڪئي تہ پاڻ مسلم ليگ جو صدر ٿيو ۽ جڏهن صوبہ سنڌ مسلم ليگ جي جنرل بورڊ جو اجلاس تاريخ 2 اپريل 1938ع تي حيدرآباد ۾ منعقد ٿيو تہ مولانا محڪم الدين بہ ان ۾ شريڪ ٿيو(733). اهڙيءَ طرح هن مرد مجاهد سياسي خدمتون سرانجام ڏيندي پنهنجي چمار پوري ڪئي.

## مولانا محمد ڪٽي

مولوي محمد ولد سعدالله ڪٽي سن 1312هہ مطابق 1894ع ۾ ڳوٺ گونگاٺي تعلقي شاهبندر ضلعي ٺٽي ۾ ڄائو. اول ڪان آخر تائين مولانا محمد هاشم ڪٽيءَ وٽ پڙهي فارغ التحصيل ٿيو. ان ڪان پوءِ علم تي وڌيڪ دسترس حاصل ڪرڻ لاءِ مولانا فتح علي جتوئيءَ ٺٽي وٽ بہ ڪجهہ وقت پڙهيو.

علمي فراغت ڪان بعد پهريائين گليل ۾ ۽ پوءِ مولانا محمد هاشم جي مدرسي ۾ تعليم ڏيندو رهيو(734).

مولوي محمد ڪٽيءَ پنهنجي سياسي زندگيءَ جو آغاز ”خلافت تحريڪ“ ۾ حصي وٺڻ سان ڪيو. پاڻ ڏکڻ سنڌ ۾ هن تحريڪ جي جلسن ۾ شريڪ ٿي انگريزن جي خلاف ڀهرو ورتائين. ۽ ڪيتري وقت تائين ”خلافت ڪاميٽيءَ “گج گليل“ ضلعي ٺٽي جو سيڪريٽري بہ ٿي رهيو (735). مولانا صاحب انهيءَ عهدي تي رهي وطن جي آزاديءَ لاءِ خوب پاڻ پتوڙيو. ۽ سندس سياسي خدمتون بہ هن ئي تحريڪ تائين محدود رهيون(736).

پاڻ تاريخ 2 ذي الحج 1362هہ مطابق 30 نومبر 1943ع تي وفات ڪيائين(737).

## مولانا محمد سومرو

مولوي محمد ولد محمد عثمان ڪچي سومرو سن 1307هہ مطابق 1889ع ڏاريءَ ڳوٺ ستري ڪڇ مانڊويءَ ۾ پيدا ٿيو. پاڻ ديوبند ۾ وڃي پڙهيو. جتي حڪمت ۾ بہ مهارت حاصل ڪري ورتائين. پوءِ سگهوئي سنڌ واپس وريو ۽ اچي ”مظهر العلوم“ کڏي ۾ داخل ٿيو. جتي باقي تعليم مولانا محمد صادق ۽ مولانا محمد عثمان بلوچ ڪان پوري ڪري علمي فضيلت جي دستاربندي ڪيائين.

علم جي تحصيل بعد ڪافي عرصي تائين ”مظهر العلوم“ کڏي ۾ ئي درس

وتدريس ڏيندو رهيو ۽ آخر ۾ نئون آباد جي حاجياڻي مسجد ۾ اچي خطيب ٿيو (738).

مولوي صاحب "خلافت تحريڪ" ۾ شامل ٿي سياست ۾ قدم رکيو. پاڻ وطن جي آزاديءَ خاطر هن تحريڪ جو هڪ مخلص ۽ سرگرم ڪارڪن ٿي رهيو. "خلافت تحريڪ" کي ڪامياب بڻائڻ لاءِ جڏهن محب وطن عالمن فتوائون جاري ڪيون، تہ هن سندن سات ڏيندي ڪيترين ئي فتوائن جي تائيد ڪئي (739). مولانا صاحب ڪيتري وقت تائين خلافت ڪاميٽي ڪراچيءَ جي "مجلس شوريٰ" جو بہ ميمبر ٿي رهيو (740) ۽ وس آهر هن تحريڪ جي مالي مدد بہ ڪيائين (741).

پاڻ تاريخ 7، ذي الحج 1388هه مطابق 26 جنوري 1969ع تي لاڏاڻو ڪري ويو (742).

## مولانا محمد پنوي

مولانا محمد ولد يعقوب ميمڻ جي ولادت سن 1320هه مطابق 1902ع ۾ پني جي شهر ضلعي ٺٽي ۾ ٿي. قرآن شريف ۽ فارسيءَ جي تعليم پنهنجي ڳوٺ ۾ مولانا علي محمد وٽ پڙهيو. عربيءَ جي تعليم بہ ساڳئي ڳوٺ ۾ مولانا محمد يوسف وٽ پڙهيائين. ان کان پوءِ بوبڪن، "مظهر العلوم" کڏي، بهاولپور (پنجاب) ۾ بہ پڙهيو، ۽ آخر ۾ 27 شوال 1346هه تي وڃي دارالعلوم ديوبند ۾ داخل ٿيو. جتي مولانا حسين احمد مدنيءَ ۽ مولانا محمد ابراهيم بلياريءَ وٽ تعليم حاصل ڪري واپس سنڌ وريو.

علمي فراغت کان پوءِ هڪ سال لاءِ سجاول جي مدرسي "دارالفيوض هاشميہ" ۾ درس وتدريس ڏنائين. ان بعد شاهہ ڪريم بلڙيءَ لڳ ساداتن جي بستيءَ ۾ لڳاتار ڏهن سالن تائين پڙهائيندو رهيو. آخر ۾ لڏي اچي ڳوٺ راهوٽ لڳ پنو ضلعي ٺٽي ۾ سڪونت اختيار ڪري، پنهنجون ديني خدمتون جاري رکيائين.

کيس تصنيف ۽ شعرو شاعريءَ سان بہ ذوق هو، سندس لکيل ڪتابن مان: 1- قصيده برده جو عربي شرح (قلمي)، 2- حفظ الايمان (قلمي)، 3- ترجمه الشمائل (قلمي)، 4 - تقريرات ترمذي (قلمي) ۽ 5- شاعريءَ ۾ بياض الشعر (قلمي) ذڪر لائق آهن.(743).

مولانا محمد ميمڻ "جميعت العلماءِ سنڌ" جي ٺي سياسي ميدان تان وطن جي آزاديءَ لاءِ جدوجهد ڪئي ۽ "جميعت العلماءِ مجلس عاملہ" جو ميمبر ٿي رهيو(744).

جڏهن سنڌ جي بمبئيءَ کان علحدگيءَ واريءَ هلچل شروع ٿي، تہ پاڻ بہ ان ۾ شامل ٿيو ۽ سنڌ جي آزاديءَ لاءِ ڪوشش ورتائين (745).

مولانا صاحب سن 1395هه مطابق 1975ع ۾ هيءُ جهان ڇڏيو (746).

## مولانا حاجي محمد قريشي

مولوي حاجي محمد ولد خان محمد قريشي سن 1321هه مطابق 1903ع ڏاري ڳوٺ اڪتڙ لڳ بوبڪ ضلعي دادو ۾ ڄائو . قرآن مجيد پنهنجي ڳوٺ ۾ پڙهيو، ۽ فارسي مولانا محمد صادق ڳوٺ پارو جوکوهه ۾ مولانا عبدالرؤف بختيارپوريءَ وٽ پڙهي پوري ڪيائين (747). ان کان پوءِ اميناڻيءَ جي مدرسي "عين العلوم" ۾ سيد امير محمد شاهه وٽ باقي تعليم پوري ڪري فارغ التحصيل ٿيو. بعد ۾ سنڌ جي مختلف مدرسن ۾ درس وتدريس ڏنائين.

مولانا محمد صاحب وطن جي آزاديءَ خاطر "خلافت تحريڪ" ۾ شامل ٿيو، ۽ ان جو سرگرم ڪارڪن ٿي رهيو. پاڻ سن1920ع لاڙڪاڻي جي "خلافت ڪانفرنس" ۾ به شرڪت ڪيائين(748). ان کان سواءِ انگريزن کان آزادي حاصل ڪرڻ لاءِ هن حريت پسند عالم، وطن جا وڻ ڇڏي. افغانستان ڏانهن هجرت به ڪئي (749).

پاڻ تاريخ 12 ربيع الآخر 1396هه مطابق 12، اپريل 1976ع تي وفات ڪيائين (750).

## مولانا محمد مدني

مولانا محمد ولد اسلام تاريخ 9، شعبان 1314هه مطابق 13 جنوري 1897ع تي تعلقي هالا ۾ ڳوٺ معروف ڀنيري جي هڪ هندو خاندان ۾ پيدا ٿيو (751). ان زماني ۾ سنڌي فائينل جا ڇهه درجا هوندا هئا، جيڪي هن اتي سنڌي اسڪول ۾ هڪ مسلمان استاد وٽ پڙهي پورا ڪيا. سندس استاد جي خوش اخلاقي جو مٿس اهڙو ته اثر ٿيو، جو پاڻ دين اسلام ڏانهن راغب ٿي، وٽس قرآن شريف به پڙهي ورتائين.

مولانا صاحب جو پيءُ اڳ ۾ ئي فوت ٿي چڪو هو، جنهن ڪري پاڻ پنهنجي مامي جي سنڀال هيٺ رهيو. ننڍي عمر هئڻ جي ڪري ڪيس ڪو به مسلمان ڪرڻ لاءِ تيار نه هو. نيٺ عمر ڪوٽ پهچي ظاهر ڪيائين ته پاڻ قرآن شريف جي معنيٰ ۽ تفسير اتي پڙهڻ گهري ٿو، جتي قرآن شريف جي ٻولي ڳالهائي وڃي ٿي. اتفاق اهڙو ٿيو جو عمر ڪوٽ کان بمبئيءَ جي رستي ڪي حاجي حج تي وڃي رهيا هئا، جيڪي هن سيا ڳي ٻار کي پاڻ سان عربستان وٺي ويا.

اهو ترڪي حڪومت جو دور هو. پاڻ مديني ۾ رهي عربيءَ جي تعليم وٺڻ شروع ڪيائين. اڳتي هلي شريف - جيڪو مڪي جو گورنر هو، تنهن جو وليعهد مديني ۾ آيو ۽ امتحان وٺندي جڏهن هن ٻار جو وارو آيو تہ ان کي مدرسي ۾ اول نمبر ڏنائي، کيس مڪي جي شيخ الاسلام جي نگرانيءَ هيٺ، تعليم ۽ تربيت لاءِ رکيائين. ان دور ۾ مولانا حسين احمد مدني بہ مديني ۾ پڙهائيندو هو، ان ڪري ڪائنس بہ ڪيترائي ڪتاب پڙهيو، ۽ اهڙيءَ طرح هن پنهنجي تعليم پوري ڪري ورتي.

ان کان پوءِ جڏهن شيخ الهند مولانا محمود الحسن مديني ۾ پهتو، تہ ڪائنس برڪت طور پيهر مشڪواة شريف پڙهيائين. مولانا خليل احمد سهارنپوري، جيڪو پڻ ان دور ۾ مديني ۾ آيل هو، تنهن کان هدايہ پڙهيو. اڳتي هلي مولانا حسين احمد مدنيءَ جي چوڻ تي مديني کان ديوبند پهتو. اتي مولانا انور شاهہ ڪشميريءَ وٽ حديث جو دورو پڙهيائين. هن ئي دور ۾ عربيءَ ۾ مهارت هئڻ ڪري کيس علمي مجلس لاءِ بہ مهينا حڪيم اجمل پاڻ وٽ رهايو.

ديوبند کان واپس مڪي آيو ۽ سالن جا سال حرم ۾ تعليم ڏنائين. جڏهن مولانا عبيد الله سنڌي اتي پهتو تہ ڪائنس فلسفہ شاہ ولي الله جي تعليم ورتائين ۽ سندس چوڻ تي سنڌ موٽي آيو ۽ ڪجهہ سال پيرجهنڊي ۾ تعليم ڏنائين(752) . ان کان پوءِ سنڌ مدرسة الاسلام ڪراچي ۾ اچي عربيءَ ۽ اسلاميات جو استاد مقرر ٿيو. انهيءَ عرصي دوران پاڻ ڪيترائي ڪتاب بہ لکيائين ۽ قرآن مجيد جو سنڌيءَ ۾ ترجمو پڻ ڪيائين. مولانا صاحب سنڌ مدرسة الاسلام مان 28 فيبروري 1961ع تي رٽائر ٿيو(753). بعد ۾ سن 1389هہ ۾ مدرسي ”مظهر العلوم“ کڏي ۾ مدرس بنجي ڪجهہ وقت عربي ادب جا ڪتاب پڙهايائين (754).

مولانا محمد مدنيءَ جڏهن شيخ الهند مولانا محمود الحسن ۽ مولانا عبيدالله سنڌيءَ سان مڪي ۽ مديني واري دور ۾ ملاقاتون ڪيون، تہ هن جي سياسي سوچ ۾ پختگي اچي ويئي. تنهن کان اڳ جڏهن شيخ الهند مديني پهتو تہ ان وقت "ريشمي رومال واري تحريڪ" شروع ٿي چڪي هئي. جنهن ڪري مولانا محمد مدنيءَ پاڻ کي انهيءَ خدمت لاءِ پيش ڪيو، پر ڪيس ننڍي عمر جو ڄاڻي خط نہ ڏنو ويو.

ان کان پوءِ جڏهن واپس سنڌ وريو ۽ اچي پير جهنڊي ۾ پڙهائڻ لڳو، تہ ان سان گڏ "جمعيت العلماءِ" ۾ شموليت اختيار ڪري وطن جي آزاديءَ لاءِ بہ ڪم ڪندو رهيو.

سن 1939ع ۾ مولانا عبيدالله سنڌي جلا وطني کان پوءِ جڏهن واپس سنڌ وريو، ۽ اچي "جمنا- نربدا- سنڌ ساگر پارٽي" ٺاهيائين، تہ مولانا مدني صاحب پڻ ان سان وابستہ رهي پنهنجون سياسي خدمتون سرانجام ڏيندو رهيو (755).

مولانا صاحب 83 ورهين جي ڄمار ۾ تاريخ 7، محرم سن 1399هہ مطابق 7، ڊسمبر، 1978ع تي هن فاني جهان مان لاڏاڻو ڪري دارالبقا ڏانهن راهي ٿيو (756).

## مولانا محمد ابراهيم ڳڙهي ياسيني

مولانا محمد ابراهيم ولد مولانا محمد هاشم تاريخ 9، ربيع الاول 1307هہ مطابق 3، نومبر 1889ع تي ڳڙهي ياسين ضلعي شڪارپور ۾ ڄائو. (757) ابتدائي تعليم پنهنجي والد بزرگوار مولانا محمد هاشم کان ورتائين. ان کان پوءِ باقي تعليم پنهنجي وڏي ڀاءُ مولانا محمد قاسم صاحب وٽ پڙهي فارغ التحصيل ٿيو.

علمي فراغت کان پوءِ وڃي مولانا عبدالغفور همايونيءَ جي مدرسي ۾ پڙهائڻ لڳو. ان کان پوءِ جڏهن سندس ڀاءُ مولانا محمد قاسم هيءُ جهان ڇڏيو، تہ پاڻ موٽي اچي پنهنجي مدرسي ڳڙهي ياسين ۾ پڙهائڻ سان گڏ فتويٰ نويسيءَ جو شغل اختيار ڪيائين. ان مشغوليءَ جي باوجود پاڻ ڪيترا ڪتاب بہ لکيائين، جن مان سندس ڇپيل ڪتابن جو وچور هن طرح آهي (758).

1.ترجمومشڪوٰة شريف (ربع اول) 2.رسالو ازالة الارتياب (فارسي)، 3.رسالہ حڪم فوٽوگراف (عربي)، 4.قوت ايمان (سنڌي)، 5.العقول الصواب (سنڌي)، 6.مناسڪ حج (سنڌي)، 7. رسالہ جماعت ثانيہ (فارسي)، 8.لباس النبي ﷺ (سنڌي)، 9.تعليم المسلمين (سنڌي)، 10.آداب رسول الله ﷺ (منظوم،فارسي)، 11. "ما مريدان" (منظوم فارسي)، ۽ 12.هداية العباد فيما يتعلق بالضاد.

مولانا صاحب سنڌ ۽ بلوچستان ۾ قضا جي عهدي تي پڻ فائز رهيو. ان کان سواءِ پاڻ فارسي، اردو، عربي ۽ سنڌيءَ ۾ شاعري بہ ڪيائين ۽ پنهنجي شاعريءَ ۾ "ناظم"

تخلص ڪم آڻيندو هو(759).

مولوي صاحب همايوني مڪتب فڪر جو سياستدان هو. جڏهن ”خلافت تحريڪ“ شروع ٿي، تہ هن وطن جي آزاديءَ خاطر جيتوڻيڪ ان ۾ شموليت اختيار ڪئي ۽ خلافتي عالمن جو ساٿ ڏيندي، انهن جي جاري ڪيل فتويٰ ”اظهار الڪرامۃ“جي تصديق ڪري( 760). پنهنجي تحريڪ دوستيءَ جو ثبوت ڏنو. پر ”هجرت“ خواهہ ”ولايتي ڪپڙي جي پهرڻ جهڙن مسئلن تي ساڻن اختلاف رکيائين(761).

”خلافت تحريڪ“ کان پوءِ ”جمعيت العلماءِ“ (احناف) جو سرگرم ڪارڪن ٿي رهيو (762).

مولانا صاحب تاريخ 7 شعبان 1384هہ مطابق 12 ڊسمبر 1964ع تي رحلت ڪئي (763).

## مولانا محمد ابراهيم ٻٺوي

مولانا محمد ابراهيم ولد مولانا دين محمد چانڊيو سن1327هہ مطابق 1909ع ۾ ٻٺي تعلقو ميرو خان ضلعي لاڙڪاڻي ۾ پيدا ٿيو. ابتدائي عربي ۽ فارسيءَ جي تعليم پنهنجي والد بزرگوار مولانا دين محمد وٽ ڳوٺ ۾ ئي حاصل ڪيائين. ان بعد علي خان ۽ نورنگ جي مدرسن ۾ پڙهيو. ۽ آخر ۾ محبوب تنيي ۾ مولانا محمد اسماعيل قريشيءَ وٽ باقي تعليم پوري ڪري، فضيلت جي دستار بندي ڪيائين.

علمي فراغت بعد پنهنجي والد واري مدرسي ۾ درس وتدريس ڏيندو رهيو (764). پاڻ پنهنجي دور جو بهترين مبلغ هئڻ سان گڏ، سٺو شاعر بہ ٿي گذريو آهي. هن پنهنجي شاعريءَ ۾ ”اثير“ تخلص استعمال ڪيو آهي(765).

مولانا محمد ابراهيم جي سياسي تربيت پنهنجي والد وٽ ٿي. جنهن ” خلافت تحريڪ“ ۾ حصو ورتو هو. مولانا محمد ابراهيم اڃا ننڍي ڄمار جو هو، تہ اها تحريڪ هلي ۽ ختم ٿي ويئي. جنهن ڪري ڪيس ان ۾ حصي وٺڻ جي سعادت نصيب نہ ٿي. ان کان پوءِ جڏهن ”ڪانگريس“ ۽ ”مسلم ليگ“ جماعت مذهبي بنيادن تي آزادي حاصل ڪرڻ لاءِ ڪوششون ورتيون، تہ پاڻ ”مسلم ليگ“ ۾ شامل ٿي سياست ۾ قدم رکيائين. ملڪ جي آزاديءَ لاءِ هن ئي جماعت جي سياسي ميدان تان سرگرميءَ سان حصو وٺڻ لڳو. سندس سٺي سهڪار جي ڪري ”مسلم ليگ“ جا جلسا هن جي مدرسي ۾ بہ منعقد ٿيندا هئا (766). ان کان سواءِ مولوي صاحب سنڌ اندر هن جماعت جي سڏايل جلسن ۾ شريڪ ٿي، وڃي ان جي ڪاميابيءَ واسطي خوب تقريرون بہ ڪندو هو (767). اهڙيءَ طرح جڏهن ”مسجد منزل گاهہ“ تحريڪ شروع ٿي تہ هن ان ۾ بہ ڀرپور حصو ورتو (768).

پاڻ تاريخ 4 شعبان 1399هه مطابق 30 جون 1979ع تي لاڏاڻو ڪري ويو (769).

## مولانا پير آقا محمد اسماعيل جان

پير آقا محمد اسماعيل جان ولد پير آقا محمد حسين جان تاريخ 5 ذي القعد 1307هه مطابق 24جون 1890ع تي ٽکڙ ضلعي حيدرآباد ۾ ڄائو (770). ابتدائي تعليم علامه يوسف کان ورتائين. ان کان پوءِ "دلگير" کان قرآن مجيد، سنڌي، فقه ۽ فارسي پڙهي فارغ ٿيو (771).

پاڻ پنهنجي دور جو نياميارو شاعر ٿي گذريو آهي، ۽ شاعريءَ ۾ "روشن" تخلص اختيار ڪيو هئائين (772). هن ڪيترا ڪتاب به لکيا، جن جو مختصر وچور هن طرح آهي:

1- ديوان روشن (فارسي)، 2- انشائِ روشن و خطبه هائِ نظم ۽ نثر (فارسي)، 3- نسيم چمن در تتبع نفحة اليمن (فارسي)، 4- جواهر نفيسه تصوف جي فن تي، 5 ديوان روشن (سنڌي) ۽ 6- خطبات سنڌي (منظوم) قابل ذڪر آهن (773).

پير صاحب "خلافت تحريڪ" ۾ حصي وٺڻ سان پنهنجي سياسي زندگي جو آغاز ڪيو. پاڻ نه صرف خلافتي عالمن جي جاري ڪيل فتوائن جي تصديق ڪيائين (774)، پر انهن جڏهن "انگوره فنڊ" تي گڏ ڪيو، ته هن به ان ۾ هٿ ونڊايو (775).

ان کان سواءِ هن "جمعيت العلماء" جي سياسي ميدان تان به آزاديءَ لاءِ جدوجهد ڪئي. پير صاحب ٿرپارڪر ضلعي جي جمعيتي عالمن مان هڪ هو، ۽ سندس ئي ڪوششن سان ميرپورخاص ۾ هن جماعت جي شاخ قائم ٿي، ۽ پاڻ ان جو باني صدر بڻيو (776).

ان کان پوءِ "مسلم ليگ" ۾ شموليت اختيار ڪيائين، ۽ جڏهن هن جماعت "مسجد منزل گاهه" واري مسئلي کي هٿ ۾ ڪنيو، ته پاڻ به انهيءَ تحريڪ ۾ ڀرپور حصو ورتائين.

پير صاحب تاريخ 14 جماد الثاني 1361هه مطابق جون 1942ع تي هيءُ جهان ڇڏيو (777).

## مولانا محمد اسماعيل پنهور

مولانا محمد اسماعيل ولد ملا ڪمن پنهور سن 1292هه مطابق 1875ع ڏاري گهوٽڪي ضلعي جيڪب آباد ۾ ڄائو (778). ابتدائي تعليم ڳوٺ حسين ٻيلي ۾ ورتائين، ان کان پوءِ گهوٽڪي، دين پور، پير جهنڊي ۽ ٻين مختلف مدرسن مان پڙهڻ بعد وڃي ديوبند ۾ مولانا

محمود الحسن وٽ دروه حديث پڙهيو. ۽ فارغ ٿي واپس سنڌ وريو (779).

علم جي تحصيل کان پوءِ گهوٽڪيءَ ۾ ديني مدرسو قائم ڪري درس وتدريس جو شغل اختيار ڪيائين (780).

مولانا محمد اسماعيل خلافتي عالمن مان هڪ هو. تحريڪ جي آغازکان وٺي انجام تائين، هن انهيءَ ۾ سرگرميءَ سان حصو ورتو.

جڏهن مولوي فيض الڪريم "خلافت تحريڪ" جي حقيقت کي بدلائڻ لاءِ "تحقيق الخلافت" نالي هڪ فتويٰ جو رسالو شايع ڪيو، ته خلافتي عالمن وري ان جو رد لکيو. مولانا محمد اسماعيل خلافتين جو ساٿ ڏيندي، نه صرف سندن لکيل رد جي تصديق ڪئي (781)، پر پوءِ جڏهن "ترڪ موالات" جو دور آيو، ته پاڻ ان ۾ به علمي خواهه عملي طور تي ساڻ گڏ رهيو (782).

مولانا صاحب سن 1376هه مطابق 1957ع ۾ رحلت ڪئي (783).

## مولانا محمد اسماعيل عودي

مولانا محمد اسماعيل ولد مولانا نبي بخش جي ولادت سن 1315 هه مطابق 1897 ع ۾ ٿي. اول کان وٺي آخر تائين عوديءَ ۾ پنهنجي والد بزرگوار مولانا نبي بخش وٽ تعليم حاصل ڪري دستار بند ٿيو (784).

علمي فراغت کان پوءِ مولانا صاحب ڳڙهي حسن ۾ مدرسو قائم ڪري تعليم ڏيڻ شروع ڪئي، ۽ ان سان گڏ مطالعي ۽ تصنيف جي شغل کي به جاري رکيائين. سندس لکيل ڪتاب - جيڪي اڃا اڻ ڇپيل آهن، تن جو وچور هن طرح آهي (785).

1- نور الايمان في اعجاز القرآن (عربي)، 2- نهايت البحث في مسائل الارث، 3- صفوة العرفان بمفردات القرآن 2 جلد (عربي)، 4- عزة النحو (عربي)، 5- اظهار الغرية في اعفاء اللحية- تفسير والتين والزيتون (عربي مطبوعه)، 6- تحفةالعاشقين (فارسي)، ۽ 7- چهل حديث (مطبوعه).

مولوي محمد اسماعيل عودي مولانا تاج محمود امروٽيءَ جي سياسي حلقي سان واسطو رکندو هو. جڏهن "خلافت تحريڪ" شروع ٿي ته پاڻ وطن جي آزاديءَ خاطر ان ۾ شامل ٿي، ڀرپور حصو وٺڻ لڳو. هن خلافتي عالمن جو ساٿ ڏيندي انهن جي جاري ڪيل ڪيترين ئي فتوائن جي تصديق ڪئي (786)، ۽ ان سان گڏ تحريڪ جي ڪاميابيءَ لاءِ ان جي مالي مدد به ڪيائين (787).

"خلافت تحريڪ" کان پوءِ مولوي صاحب "جميعت العلماءِ" ۾ شرڪت ڪري ملڪ جي آزاديءَ لاءِ پنهنجون سياسي سرگرميون جاري رکيون. سن1931ع ۾ جڏهن

”جمعيت“ جي ضلعي جيڪب آباد واري شاخ ”جميعت المبلغين“ قائم ڪئي. تہ ڪيس ان جو نائب صدر مقرر ڪيو ويو هو (788).

پاڻ تاريخ 29 رمضان 1390هه مطابق 29 نومبر 1970 تي وفات ڪيائين (789).

## مولانا محمد اسماعيل لغاري

مولانا محمد اسماعيل ولد حاجي خان محمد لغاريءَ جي ولادت سن 1326هه مطابق 1908 ع ڏاري لڳ ڳوٺ جروار ٽيهي تعلقي ٽنڊي الهيار ضلعي حيدر آباد ۾ ٿي. ابتدائي تعليم ڳوٺ جروار ٽيهي ۾ حافظ محمد تقي هاليپوٽي کان ورتائين. ان کان پوءِ ڳوٺ حاجي وريام خاصخيلي تعلقي جيمس آباد ۾ وقت جي جيد عالم مولانا محمد نوح خاصخيليءَ وٽ پڙهيو. ان کان پوءِ وڌيڪ تعليم جي تڪميل لاءِ مولانا محمد صالح ميرپور خاص واري وٽ پهتو. جتان پوءِ سگهوئي وچي مدرسي محمديہ رانڌير ضلعي سورت گجرات ۾ مولانا محمود الحسن اجميريءَ وٽ پڙهڻ وينو. تنهن کان پوءِ رياست پالنپور شهر ۾ مولانا نذير احمد صاحب وٽ ڪجھ وقت پڙهڻ کان پوءِ واپس سنڌ ۾ موٽي اچي ماتليءَ لڳ ٽوهن جي ڳوٺ ۾ مولانا علي محمد صاحب درس وٽ عربيءَ جا درمياني ڪتاب پڙهيو، ۽ آخري چار سال مولانا محمد عثمان قرانيءَ وٽ پڙهي فارغ التحصيل ٿيو.

علمي فراغت کان پوءِ ذي القعد 1352هه مطابق فيبروري 1934ع ۾ اچي مسڻ وڏيءَ ۾ مدرسہ ”دارالهديٰ“ قائم ڪري هڪ طرف درس وتدريس جو سلسلو شروع ڪيائين، ۽ ٻئي طرف عوام الناس ۾ سياسي ٽوڙي سماجي شعور پيدا ڪرڻ جو آغاز ڪيائين.

مولانا صاحب سنڌ جو مايہ ناز عالم، فاضل ۽ مجاهد شخص ٿي گذريو آهي. پاڻ وقت جي وڏيرا شاهيءَ کان ڪافي ستائبو رهيو. ۽ وڏيرڪي ظالمانہ نظام خلاف جدوجهد ۾ ڪيس ڪافي مشڪلاتن کي بہ منهن ڏيڻو پيو. ايتري قدر جو هن بيباڪ سنڌي عالم کي ڪيترائي ڀيرا جيل جي سزا بہ ڀوڳڻي پيئي.

مولانا لغاري صاحب ديني ۽ دنياوي مشغولين هوندي بہ تصنيف ۽ شعر و شاعريءَ ۾ شغف رکندو هو. هن پنهنجي شاعريءَ ۾ ”ذبيح“ تخلص ڪم آندو آهي. ۽ هن 1- ديوان ذبيح (سنڌي)، 2- بياض ذبيح (فارسي) ڪتاب لکيا، جيڪي اڃا تائين غير مطبوعہ آهن.

مولانا محمد اسماعيل آزاديءَ جي تحريڪ ۾ حصو وٺندي ”جمعيت العلماءِ هند“ ۾ شريڪ ٿيو. پاڻ هن جماعت جي سياسي ميدان تان تقريرن ۽ تحريرن ذريعي

وقت جي انگريز حڪومت جي مخالفت ڪيائين ۽ سنڌ ۾ تحريڪ جي اڳواڻ مولانا محمد صادق ڪڏي واري جي رفاقت ۾ وڃي دهليءَ جا بہ درڪڙڪايائين. مولانا صاحب ڪيتري وقت تائين "جمعيت العلماءِ سنڌ" جي مجلس عاملہ جو ميمبر ٿي رهيو (790)، ۽ جماعت طرفان سڏايل جلسن ۾ شريڪ ٿي وطن جي آزاديءَ لاءِ پاڻ پتوڙيائين (791).

سن 1939ع ۾ جڏهن مولانا عبيدالله سنڌي جلاوطنيءَ جي خاتمي کان پوءِ واپس سنڌ وريو ۽ اچي "بيت الحڪمت" ۽ "جمنا- نربدا- سنڌ ساگر پارٽي" ٺاهيائين، تہ مولانا صاحب پڻ انهن سان وابستہ رهيو.

اهڙيءَ طرح پاڻ انگريزن کان آزادي حاصل ڪرڻ وارن ساڳين اصولن تي "ڪانگريس" جماعت جو پڻ همدرد رهيو، ۽ ملڪ جي ورهاڱي کان پوءِ بہ پنهنجون سياسي خواه سماجي سرگرميون جاري رکندو آيو (792). *

## مولانا محمد اڪرم انصاري

مولانا محمد اڪرم ولد حاجي عبدالحق انصاري سن 1307هہ مطابق 1890ع ڌاري هالا نوان ضلعي حيدرآباد ۾ پيدا ٿيو. ابتدائي قرآن مجيد ناظره ۽ حفظ جي تعليم هالا ۾ خليفي عبداللطيف کان ورتائين. ان بعد عربي ۽ فارسي پنهنجي ڀاءُ مفتي سعدالله وٽ خير پور ۾ پڙهڻ کان پوءِ اچي مدرسي "دارالرشاد" پيرجهنڊي ۾ داخل ٿيو. جتي مولانا عبيدالله سنڌيءَ وٽ باقي تعليم پوري ڪري فضيلت جي دستاربندي ڪيائين.

علمي فراغت کان پوءِ مولانا محمد اڪرم ڪجهہ وقت تائين پنهنجي شهر هالا ۾ "مدرسة القرآن والحديث" قائم ڪري تعليم ڏيڻ لڳو. بعد ۾ مولانا عبيدالله سنڌيءَ جي مشوري تي پيرجهنڊي جي مدرسي ۾ اچي درس وتدريس ڏنائين. ان کان پوءِ سجاول جي مدرسي "دار الفيوض هاشميہ" ۽ پينڊي جي مدرسي "مدينة العلوم" ۾ پڻ پڙهايائين. ان بعد ڪجهہ وقت ڏورو نارو ضلعي ٿرپارڪر ۾ بہ دين جي خدمت ڪيائين.

مولانا صاحب کي مطالعي ۽ لکڻ جو بہ شوق هوندو هو. ۽ پاڻ "ارشاد صرف" (ڇپيل) ۽ "جمعي جو خطبو" (قلمي) پڻ تصنيف ڪيائين (793).

مولانا محمد اڪرم انصاري پيرجهنڊي جي مدرسي ۾ شاگرديءَ واري زماني ۾

* مولوي صاحب تاريخ 23 ذوالقعد 1409هہ مطابق 28 جون 1989ع تي رحلت ڪري ويو. (هيءَ معلومات مولوي محمد يامين شورو، ساڪن مسڻ وڏيءَ کان 14 جون 2008ع تي ملي).

ئي پنهنجي مربي استاد ۽ انقلابي اڳواڻ حضرت مولانا عبيدالله سنڌيءَ جي سياسي صحبت حاصل ڪري چڪو هو. "خلافت تحريڪ" جي زماني ۾ جڏهن پيرجهنڊي ۾ ان جون گڏجاڻيون ٿيڻ لڳيون. تہ پاڻ ان ۾ بہ شريڪ ٿيندو رهيو. انهيءَ جذبي هيٺ مولوي صاحب ٿرپار ڪر ضلعي جي ميلن ۽ ملاڪڙن ۾ پهچي وڃي ماڻهن کي "خلافت تحريڪ" جي اهميت کان واقف ڪندو هو (794).

وقت جي سرڪار جڏهن "امن سڀا" قائم ڪرائي ۽ ان جي روح روان مولوي فيض الڪريم ٺاروشاهيءَ کي اڳيان آڻي، "خلافت تحريڪ" کي ناڪام بنائڻ لاءِ ڪائنس "تحقيق الخلافت" نالي هڪ فتويٰ جو رسالو شايع ڪرايو. تہ خلافتي عالمن وري ان فتويٰ جو رد لکيو. مولانا محمد اڪرم صاحب خلافتين جو ساٿ ڏيندي ان رد جي تصديق ڪئي (795). اهڙيءَ طرح هن تحريڪ دوران خلافتين جي قائم ڪيل فنڊن ۾ بہ مولانا صاحب دل کولي چندا ڏنا (796).

جڏهن خلافتي عالمن "ترڪ موالات" جو سڏ ڏنو. تہ هن محب وطن سنڌي عالم سندس "ملا اسڪول" کي ملندڙ سرڪاري گرانٽ وٺڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو (797). ڪيس ڏارين حڪمرانن خلاف جدوجهد جي پاداش ۾ ٻارهن مهينا جيل جي سزا بہ ڀوڳڻي پئي (798).

مولانا محمد اڪرم سنڌ کان علاوه هند جي جلسن ۾ بہ شريڪ ٿي ملڪ جي آزادي لاءِ پاڻ پتوڙيو. ۽ "خلافت تحريڪ" سان گڏ "جمعيت العلماءِ" جي سياسي ميدان تان بہ انگريزن خلاف ڪم ڪيائين (799).

سن 1939ع ۾ جڏهن مولانا عبيدالله سنڌي جلاوطني کان پوءِ واپس سنڌ وريو. ۽ اچي پيرجهنڊي ۾ "بيت الحڪمت" قائم ڪري، درس ڏيڻ لڳو تہ مولانا محمد اڪرم انصاري نہ صرف ان جي درس ۾ شريڪ ٿيو (800)، پر سندس ٺاهيل "جمنا- نربدا- سنڌ ساگر پارٽيءَ" سان بہ وابستہ رهي، هن پنهنجون سياسي سرگرميون جاري رکيون (801).

مولانا صاحب تاريخ 7، ذي الحج 1377هه مطابق 26 جولاءِ 1958ع تي لاڏاڻو ڪري ويو (802).

## مولانا محمد امين آريسر

مولانا الحاج محمد امين ولد حافظ صدرالدين آريسر جي ولادت سن 1316هه مطابق 1898ع ڏاري ضلعي ٿرپارڪر ۾ ٿي. ابتدائي تعليم پنهنجي والد کان

ورتائين. ان کان پوءِ ڪجهه عرصو مدرسي قرانيہ ۾ مولانا محمد عثمان قرانيءَ وٽ پڙهيو. ۽ آخر ۾ جڳو پرڳڙيءَ جي مدرسي ۾ مولانا حڪيم معين الدين صديقي سيوهاڻيءَ وٽان باقي تعليم پوري ڪري فارغ التحصيل ٿيو.

علمي فراغت کان پوءِ ساڳئي ئي مدرسي ۾ درس و تدريس ڏيڻ شروع ڪيائين. مولانا صاحب سٺو اديب ۽ شاعر پڻ هو. ۽ پنهنجي شاعريءَ ۾ "امين" تخلص استعمال ڪندو هو.

جڏهن "خلافت تحريڪ" شروع ٿي تہ پاڻ ان ۾ شامل ٿي. پنهنجي سياسي زندگيءَ جو آغاز ڪيائين. ۽ هن تحريڪ جو مخلص ۽ سرگرم ڪارڪن ٿي رهيو (803). جڏهن محب وطن عالمن انگريزي شين جي استعمال خلاف فتوائون جاري ڪيون. تہ هن نہ صرف انهن فتوائن جي تصديق ڪئي (804). پر تحريڪ جي مالي مدد جي لاءِ چندن گڏ ڪرائڻ ۾ بہ خلافتي عالمن جو ڀرپور ساٿ ڏنائين (805). "خلافت تحريڪ" ۾ سرگرميءَ سان حصي وٺڻ ۽ انگريز دشمنيءَ جي پاداش ۾ ڪيس هڪ سال لاءِ جيل بہ اماڻيو ويو (806).

"خلافت تحريڪ" کان سواءِ مولانا صاحب "ڪانگريس" ۽ "جمعيت العلماءِ" ۾ بہ شريڪ ٿي وطن جي آزادي لاءِ پاڻ پتوڙيو (807) ۽ آخر ۾ "مسلم ليگ" ۾ شموليت اختيار ڪري. ملڪ جي ورهاڱي تائين جدوجهد ڪندو رهيو (808).

پاڻ سن 1380هه مطابق 1960ع ڌاري هيءُ جهان ڇڏيائين (809).

## مولانا محمد پريل منگيو

مولانا محمد پريل ولد حاجي ابوالخير منگيو سن 1318هه مطابق 1900ع ڌاري ڳوٺ ڇتن شاهہ تعلقي سڪرنڊ ضلعي نواب شاهہ ۾ ڄائو. اول کان وٺي آخر تائين ان وقت جي مشهور مدرسي "دارالرشاد" پير جهنڊي ۾ مولانا عبيدالله سنڌيءَ، مولانا محمد اڪرم انصاريءَ ۽ مولانا عبدالعليم متووڪيءَ کان تعليم وٺي فارغ ٿيو.

علم جي تحصيل کان پوءِ پنهنجي ڳوٺ ڇتن شاهہ ۾ اچي زمينداري سنڀالڻ لڳو. ۽ ان سان گڏ نياڻين لاءِ هڪ "ملا مڪتب" قائم ڪرائي. ڪافي وقت تائين ان ۾ بنا معاوضي پڙهائيندو رهيو (810). ڪيس علم طب ۾ بہ وڏي مهارت حاصل هئي. (811)

مولانا محمد پريل پنهنجي سياسي زندگيءَ جو آغاز "خلافت تحريڪ" ۾ حصي وٺڻ سان ڪيو. پاڻ خلافت ڪاميٽي تعلقي سڪرنڊ جو مبلغ ۽ جنرل سيڪريٽري ٿي رهيو. ۽ ان سلسلي ۾ ڪيترا جلسا بہ ڪاميابيءَ سان ڪرايائين. هن "قطع تعلقات" تي

عمل ڪندي مختلف ڳوٺن ۾ وڃي ولايتي ڪپڙو ساڙايو. جن مان راهب شاهه. جوٽا، ۽ ڇتن شاهه قابل ذڪر آهن. ان ڪان سواءِ پاڻ هن تحريڪ جي مالي مدد بہ ڪيائين، ۽ پڇاڙيءَ تائين انگريزن جو ڪٽر دشمن ٿي رهيو (812).

جڏهن سنڌ جي بمبئيءَ کان علحدگيءَ واري تحريڪ هلي، تہ هن بہ ان ۾ شريڪ ٿي ڀرپور حصو ورتو. سن 1931ع ۾ جڏهن ڇتن شاهه ۾ "سنڌ آزاد جماعت" قائم ٿي. تہ ڪيس ان جو ناظم مقرر ڪيو ويو هو (813).

مولانا صاحب سنڌ جي بمبئيءَ کان جدائي بعد نظرياتي طرح "مسلم ليگ" سان وابستہ رهيو. هن جماعت جڏهن سکر جي "مسجد منزل گاهه" جي تحريڪ هلائي تہ پاڻ بہ ان ۾ بهرو ورتائين (814).

مولانا محمد پريل سن 1363هه مطابق 1944ع ۾ هن فاني جهان مان لاڏاڻو ڪري دارالبقا ڏي راهي ٿيو (815).

## مولانا حافظ خواجہ محمد حسن جان سرهندي

خواجہ محمد حسن جان ولد خواجہ عبدالرحمٰن تاريخ 6 شوال 1278هه مطابق 6، اپريل 1862ع تي قندار، افغانستان ۾ ڄائو. ڪيس تعليم وتربيت پنهنجي والد بزرگوار جي هٿ هيٺ ملي (816). سن 1297هه ۾ اتان هجرت ڪري ٽکڙ، ضلعي حيدرآباد سنڌ ۾ اچي پنهنجي والد سميت آباد ٿيو. جتي مولانا لعل محمد متعلويءَ کان بہ تعيلم حاصل ڪيائين (817). ان کان پوءِ هن صاحب پنهنجي زندگي جو ڪافي عرصو وڃي مڪي شريف ۾ گذاريو، ۽ اتي ئي عربي ۽ حديث جي تعليم ڪان سواءِ قرآن شريف بہ حفظ ڪري ورتائين (818).

مڪي ڪان واپس سنڌ اچي ٽکڙ ۾ ڪجهہ وقت تائين درس وتدريس جو شغل جاري رکيائين. پاڻ ڪيترن ئي ڪتابن جو مصنف بہ ٿي گذريو آهي، ۽ سندس لکيل ڪتابن مان- "شفاء الامراض" (عربي)، انيس المريدين" (فارسي)، "عهد ومواثيق" جو فارسيءَ ۾ ترجمو "انساب الانجاب"، اصول الاربعة في ترديد الوهابية" ۽ "سفر نامہ عربستان" ذڪر لائق آهن (819).

حافظ محمد حسن جان "خلافت تحريڪ" ۾ حصي وٺڻ سان سياسي ميدان ۾ قدم رکيو. جيئن تہ پاڻ روحاني گهراڻي جو چشم و چراغ هو، ان ڪري هن تحريڪ دوران گهٽي حد تائين علمي خدمت ۾ شريڪ رهيو. پاڻ جيتوڻيڪ "اظهار الڪرامة" نالي خلافتي عالمن جي جاري ڪيل فتويٰ جي تصديق ڪيائين (820)، ۽ "ترکِ موالات"

بابت سنڌ ۽ هند جي عالمن طرفان ڏنل فتويٰ جي بہ تائيد ڪيائين (821)، پر ولايتي ڪپڙي جي پهرڻ واري مسئلي تي هن خلافتين سان اختلاف ظاهر ڪيو (822). تنهن هوندي بہ هن صاحب تحريڪ کي ڪامياب بنائڻ لاءِ ان جي مالي مدد بہ ڪئي (823).

"خلافت تحريڪ" کان پوءِ حافظ صاحب ڪافي عرصي تائين سياست کان پري رهيو، پر پنهنجي ڄمار جي آخري حصي ۾ "مسلم ليگ" سان وابستہ رهيو (824).

پاڻ تاريخ 2- رجب 1365هہ مطابق 3- جون 1946ع تي رحلت ڪري ويو (825).

## مولانا محمد حسن ٽالپر

مولوي محمد حسن ولد مولوي حاجي محمد علي ٽالپر جي ولادت سن 1318هہ مطابق 1900ع ۾ ٽنڊي ڄام ضلعي حيدرآباد ۾ ٿي، "مدرسہ عربيہ" قراني پڻيري ضلعي ٿرپارڪر ۾ مولانا محمد عثمان قرانيءَ کان تعليم وٺي سن 1926ع ڏاري دستاربندي ڪيائين.

علمي فراغت بعد پنهنجي والد جي قائم ڪيل "مردسہ عربيہ" لڳ 68 موري ديهہ نصرت ضلعي نواب شاهہ ۾ درس وتدريس ڏيڻ لڳو. ساڳئي وقت حڪمت جو پيشو اختيار ڪري، بنا ڪنهن مذهبي مت ڀيد جي غريبن جو مفت علاج ڪندو رهيو (826).

مولوي صاحب "خلافت تحريڪ" ۾ شامل ٿي پنهنجي سياسي زندگي جي شروعات ڪئي، ۽ ان جو سرگرم ڪارڪن ٿي رهيو (827).

هن تحريڪ جي خاتمي کان پوءِ "ڪانگريس" جي سياسي ميدان تان بہ وطن جي آزاديءَ لاءِ پاڻ پتوڙيائين، ۽ آخر ۾ "هاري ڪاميٽيءَ" ۾ شريڪ ٿي پنهنجون سياسي سرگرميون جاري رکندو آيو (828).

مولوي صاحب تاريخ 14 ذي الحج 1381هہ مطابق 19 مئي1963ع تي وفات ڪئي (829).

## مولانا آقا محمد حسين جان سرهندي

خواجہ محمد حسين جان ولد خواجہ عبدالرحمٰن سن 1290هہ مطابق 1873ع ۾ ڳوٺ ارغستان، علائقي قنڌار ۾ پيدا ٿيو. پاڻ اجا اٺن سالن جو مس هو تہ سندس والد افغانستان مان هجرت ڪري، ٽکڙ ضلعي حيدرآباد سنڌ ۾ اچي سڪونت پذير ٿيو (830). ان کان پوءِ سن1329هہ ۾ ٽکڙ ڇڏي وجي تعلقي ساماري ضلعي ٿرپارڪر ۾ "پيرسرهندي" نالي ڳوٺ ٻڌائي، هميشہ لاءِ اتي رهائش اختيار ڪيائين.

پير صاحب علم جو فيض حافظ محمد يوسف، مولانا لعل محمد کان سواءِ ٻين ڪيترن ئي نياميارن عالمن کان پرايو. ديني علم جي فراغت کان پوءِ طب جي تعليم به حاصل ڪري ورتائين. ان کان سواءِ ڪيس ٻالپڻي کان وٺي شعرو شاعريءَ سان به شغف هوندو هو. پاڻ پنهنجي دور جو فارسي ۽ عربيءَ ۾ سٺو شاعر هو. ۽ "سرهندي" تخلص سان شاعري ڪئي اٿس، سندس ڪلام "خيابان سرهندي" جي نالي سان، سندس ئي حياتيءَ ۾ ڇپجي چڪو هو (831).

مولوي محمد حسين جان خلافتي عالمن مان هڪ هو. جنهن سندن جاري ڪيل ڪيترين ئي فتوائن جي تصديق ڪري (832)، پنهنجي تحريڪ دوستيءَ جو ثبوت ڏنو.

"خلافت تحريڪ" کان پوءِ "جمعيت العلماءِ" جي سياسي ميدان تان به انگريزن کان آزادي حاصل ڪرڻ لاءِ پنهنجون سياسي سرگرميون جاري رکندو آيو (833).

هن سن 1367هه مطابق 1948ع ۾ لاڏاڻو ڪيو. (834).

## مولانا محمد حسين صديقي

مولانا محمد حسين ولد حافظ پير محمد صديقي عرف ڪنجهو سن 1315هه مطابق 1896ع ڏاري سنڌ جي تاريخي شهر ٺٽي ۾ ڄائو. ابتدائي فارسيءَ جي تعليم پنهنجي والد وٽ ۽ ڪجهه تعليم قاضي عبدالرحيم ڪنيءَ کان وٺڻ کان پوءِ ڪراچيءَ ۾ پهچي ابتدائي سالن اندر مولانا عبد الڪريم درس وٽ عربي، صرف ۽ نحو جا ڪتاب پورا ڪيائين. ان کان پوءِ مٽيارين ۾ مولانا قاضي لعل محمد صاحب متعلويءَ وٽ علم الميراث، پير غلام مجدد کان ڪنزالدقائق، ۽ باقي تعليم پير حاجي محمد عمر جان سرهنديءَ کان وٺي دستاربند ٿيو.

علمي فراغت کان پوءِ پنهنجي وڏن جي قائم ڪيل عربي مدرسي "دارالرشد" ٺٽي ۾ درس وتدريس جو شغل جاري رکيائين.

مولانا محمد حيس پنهنجي استاد پير غلام مجدد سرهنديءَ جي سياسي صحبت اختيار ڪري، "خلافت تحريڪ" ۾ شريڪ ٿيو پير غلام مجدد صاحب جڏهن به سنڌ جي ڏاڪڻي علائقي ۾ پنهنجا سياسي دورا ڪندو هو، ته مولانا محمد حسين به ساڻس گڏجي "خلافت تحريڪ" جو پرچار ڪندو هو (835). جڏهن سنڌ اندر خلافت ڪاميٽيون برپا ٿيڻ لڳيون ته هن کي "خلافت ڪاميٽي ٺٽي" جو صدر مقرر ڪيو ويو.(836)

خلافت جي خاتمي کان پوءِ مولوي صاحب "جمعيت العلماءِ" ۾ شموليت اختيار

ڪري وطن جي آزاديءَ لاءِ جاکوڙ ڪئي. پاڻ هن جماعت جي اهم گڏجاڻين ۾ شريڪ ٿيندو هو (837).

جڏهن سکر بئراج جي کوٽائي جو ڪم وقت جي سرڪار هٿ ۾ ڪنيو ۽ مسجدن جي شهيد ٿيڻ جو انديشو ظاهر ٿيو تہ سنڌ جي عالمن طرفان "تحفظ مساجد" تحريڪ هلائي ويئي، جنهن ۾ پڻ هن بهرو ورتو(838).

پاڻ تاريخ 23 شوال سن 1382 مطابق 19 مارچ 1963ع تي رحلت ڪيائين(839).

## مولانا محمد حسين زئونر

مولانا محمد حسين ولد حاجي جڙيو زئونر سن 1317هہ مطابق 1899ع ڌاري ڳوٺ جڙيو زئونر تعلقي ميرپور بٺوري ضلعي ٺٽي ۾ پيدا ٿيو. ناظره قرآن مجيد ڳوٺ رحيم خان زئونر تعلقي ميرپور بٺوري ۾ حافظ محمد وٽ پڙهيو. ان کان پوءِ عربي ۽ فارسي ڳوٺ اڪ مگسي لڳ سهراڻي تعلقي ٽنڊي محمد خان ۾ مولانا مير محمد مگسيءَ کان پڙهيائين. تنهن کان پوءِ "مظهر العلوم" کڏي ڪراچيءَ ۾ مولانا محمد صادق وٽ ڪجهہ وقت پڙهيو. آخر ۾ اچي ميرپور بٺوري جي "مدرسہ اسلاميہ" ۾ مولانا محمد عثمان ڪٽيءَ وٽ باقي تعليم پوري ڪري دستاربند ٿيو.

علمي فراغت کان پوءِ "مدرسہ اسلاميہ" بٺوري ۾ درس و تدريس ڏيڻ لڳو. ان کان پوءِ پنهنجي ڳوٺ ۾ "مسلم اسڪول" قائم ڪرائي ديني خواهہ دنياوي تعليم ڏيڻ جو سلسلو جاري رکيائين (840).

مولوي صاحب" تحريڪ خلافت" ۾ شريڪ ٿي پنهنجي سياسي زندگي جو آغاز ڪيو.پاڻ انهيءَ تحريڪ جو سرگرم ڪارڪن ٿي رهيو. ۽ خلافتي عالمن جڏهن انگريزي ڪپڙي جي استعمال جي خلاف فتويٰ جاري ڪئي تہ پاڻ بہ سندن ساٿ ڏيئي ان فتويٰ جي تصديق ڪيائين(841). اهڙيءَ طرح انگريزن کان آزادي حاصل ڪرڻ لاءِ پوءِ بہ پنهنجون سياسي سرگرميون جاري رکندو آيو.

مولاناصاحب تاريخ 5 ربيع الثاني 1399هہ مطابق 5 مارچ 1979 تي وفات ڪئي (842).

## مولانا محمد دائود تنيو

مولانا محمد دائود تنيو، ڳوٺ محبوب تنيو.لڳ ٻڌني تعلقو ميرو خان ضلعي لاڙڪاڻي جو رهاڪو هو. ديني تعليم مولانا خوش محمد ميروخانيءَ کان حاصل

ڪيائين ۽ مولانا ثناءُ الله امرتسري ۽ مولانادين محمد وفائيءَ جي صحبت ۾ رهي، اهل حديث مسلڪ اختيار ڪري سنڌن داعي رهيو.

مولانا صاحب ڪي حلال مال هٿ ڪرڻ جو فڪر دامنگير هوندو هو، ان ڪري پنهنجي ئي ڳوٺ ۾ تجارت جو پيشو اختيار ڪري،پوري ڄمار انهيءَ شغل ۾ گذاريائين(843).

مولانا محمد دائود "خلافت تحريڪ" ۾ شامل ٿي سياست ۾ قدم رکيو. جڏهن انگريزن خلافت جي حقيقت ۽ حيثيت کي مسخ ڪرڻ لاءِ "امن سڀا" قائم ڪرائي ته، ان ۾ شامل ٿيندڙن جي خلاف خلافتي عالمن هڪ فتويٰ جاري ڪئي، جنهن جي مولانا صاحب پڻ تصديق ڪئي(844). اهڙيءَ طرح تحريڪ جي جلسن ۾ شريڪ ٿي، ان جي ڪاميابيءَ لاءِ وڃي تقريرون به ڪندو هو(845).

خلافت جي خاتمي کان پوءِ پاڻ "جمعيت العلماءِ" ۾ شموليت اختيار ڪيائين. جڏهن تاريخ 14 ۽ 15 آگسٽ 1937ع تي ڪراچيءَ ۾ "جمعيت العلماءِ سنڌ" جو جلسو مولانا حسين احمد مدنيءَ جي صدارت هيٺ منعقد ٿيو، ته هن به شرڪت ڪري وطن جي آزاديءَ لاءِ پاڻ پتوڙيو(846).

ان کان پوءِ جڏهن مذهبي بنيادن تي "ڪانگريس" ۽ "مسلم ليگ" جماعتن ملڪ جي آزاديءَ لاءِ جدوجهد شروع ڪئي، ته مولانا صاحب "مسلم ليگ" جي سياسي ميدان تان ڀرپور حصو ورتو. پاڻ هن جماعت جي جلسن ۾ شريڪ ٿي، نهايت سرگرميءَ سان بهرو ورتائين(847) اهڙيءَ طرح هن سنڌي عالم سياسي ۽ ديني خدمتون سرانجام ڏيندي پنهنجي ڄمار پوري ڪئي (848).

## مولانا محمد سعيد گوپانگ

مولانا محمد سعيد ولد مولانا حاجي غلام علي گوپانگ جي ولادت تاريخ16 رمضان سن 1315هه مطابق 8 فيبروري1898ع تي ڳوٺ مڪان گاڏهه ضلعي بدين ۾ ٿي. ابتدائي تعليم پنهنجي والد کان ورتائين. ان کان پوءِ ڪجهه وقت مولانا حامد الله وٽ پڙهڻ کان پوءِ وڃي "دار الفيوض" هاشميه سجاول ۾ مولانا فتح علي جتوئيءَ وٽ پڙهيو. آخر ۾ وڌيڪ تعليم لاءِ وڃي دارالعلوم ديوبند ۾ داخل ٿيو، جتي مولانا انور شاهه ڪشميري ۽ مولانا محمد شفيع ديوبنديءَ کان تعليم وٺي واپس سنڌ وريو.

علم جي تحصيل کان پوءِ ڳوٺ ٽوهن تعلقي ماتلي ضلعي بدين ۾ ديني مدرسو قائم ڪري، درس ۽ تدريس ڏيڻ لڳو. جتان پوءِ سگهوئي ڇڏي وڃي بدين جي

پرپاسي ۾ مدرسو کولي پڙهائڻ جو سلسلو جاري رکيائين. آخر ۾ بدين شهر ۾ مدرسي ”مظهر العلوم“ جو مهتمم بڻجي دين جي خدمت ڪندو رهيو.

سندس والد بزرگوار مولانا غلام علي گوپانگ آزاديءَ جي تحريڪ ۾ ڀرپور حصو ورتو هو. جنهن جي سياسي صحبت جو اثر مٿس به پيو(849). پوءِ جڏهن خلافت تحريڪ شروع ٿي ته مولانا محمد سعيد ان ۾ شامل ٿي پنهنجي سياسي زندگيءَ جو آغاز ڪيو. پاڻ هن تحريڪ جي سياسي ميدان تان حصو وٺندي ڏکڻ سنڌ ۾ ٿيندڙ ميلن ملاڪڙن ۾ پهچي، ماڻهن ۾ انگريزن جي خلاف پرچار ڪندو رهيو(850).

خلافتي عالمن جڏهن غير ملڪي ڪپڙي جي استعمال جي خلاف فتويٰ جاري ڪئي ته هن به ان جي تائيد ڪري، پنهنجي وطن دوستيءَ جو ثبوت ڏنو (851).

خلافت جي خاتمي کان پوءِ مولانا ”جمعيت العلماءِ“ ۾ شامل ٿيو ۽ انهيءَ جماعت طرفان ڏکڻ سنڌ ۾ سڏايل گڏجاڻين ۾ شريڪ ٿي وطن جي آزاديءَ لاءِ ڪم ڪيائين(852).

آخر ۾ ”مسلم ليگ“ ۾ شموليت اختيار ڪري ملڪ جي ورهاڱي تائين پنهنجون سياسي خدمتون سرانجام ڏيندو رهيو.

پاڻ تاريخ 3- رجب 1381ھ مطابق 11ڊسمبر1962ع تي رحلت ڪيائين(853)

## مولانا محمد سليمان ٻنوي

مولانا محمد سليمان ولد حاجي هارون سن 1270ھ مطابق 1854ع ڏاري ٻني، ضلعي ٺٽي ۾ ڄائو. ارڙهن ورهين جي ڄمار جو ٿيو ته تعليم حاصل ڪرڻ جو شوق جاڳيس. ان کان پوءِ آخوند يعقوب پليجي، مولانا عبد الرحيمؒ ٺٽويءَ، مخدوم حسن الله پاٽائي ۽ قاضي خير محمد کان تعليم وٺي فارغ التحصيل ٿيو.

علمي فراغت کان پوءِ بصري ۽ بغداد ذريعي پيادل حج ۽ زيارت لاءِ ويو. جتان موٽڻ بعد ڪراچيءَ ۾ سيٺ حاجي محمد حسين ميمڻ جي مدد ۽ مولانا عبد الله جي ساٿ سان کڏي جي مدرسي جو بنياد وڌائين(854). ٻن سالن کان پوءِ شهر دڙي جي ديني مدرسي ۾ پڙهائڻ لڳو. ان کان پوءِ مختلف هنڌن: جهڙوڪ ڳوٺ حاجي جيئي سومري، ٽنڊي حافظ شاهه، ڪونڙي ۽ ٻني ۾ تعليم ڏنائين(855).

مولانا محمد سليمان ان وقت سياست ۾ پير پاتو، جڏهن خلافت تحريڪ شروع ٿي. سندس ئي ڪوشش سان ضلعي ٺٽي جي مختلف هنڌن تي ”خلافت تحريڪ“ جون مختلف شاخون قائم ٿيون. پاڻ هن تحريڪ جي آغاز کان وٺي انجام

تائين، هر موڙ تي سرگرميءَ سان حصو وٺڻ لڳو، ۽ انهيءَ سلسلي ۾ سنڌ جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ ٿيل ڪانفرنسن ۽ وڏن جلسن ۾ پڻ شرڪت ڪيائين(856). پاڻ ڪيترو وقت ”صوبہ سنڌ خلافت ڪاميٽيءَ“ جو عهديدار بہ ٿي رهيو(857). ان ڪان سواءِ تحريڪ کي ڪامياب بنائڻ لاءِ ان جي مالي مدد بہ ڪندو رهيو(858).

خلافت تحريڪ جي آغاز ۾ جڏهن امن سڀائي عالمن خلافت جي حيثيت ۽ اهميت کي مسخ ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي تہ خلافتي عالمن بہ مقابلي ۾ فتوائن جي جاري ڪرڻ جو سلسلو شروع ڪيو. مولانا محمد سليمان خلافتين جو ساٿ ڏيندي، انهن جي جاري ڪيل ڪيترين ئي فتوائن جي تائيد ڪئي(859).

خلافت تحريڪ سان گڏ پاڻ ”جمعيت العلماءِ“ جو بہ خيرخواه ۽ سرگرم ڪارڪن ٿي رهيو. سن1925ع کان ڪيس ”جمعيت العلماءِ سنڌ“ جي ورڪنگ ڪاميٽيءَ جو ميمبر مقرر ڪيو ويو(860). اهڙيءَ طرح سن 1931ع ۾ جڏهن ڪراچيءَ ۾ ”جمعيت علماءِ هند“ جو جلسو ٿيو تہ هن ان لاءِ ”آدرياءِ ڪاميٽيءَ“ جي ميمبر جي حيثيت ۾ حصو ورتو(861). هيءُ جمعيت علماءِ هند جي حڪمت عملي جو حامي هو، ان ڪري ملڪ جي آزاديءَ لاءِ ڪانگريس سان بہ وابستہ رهيو.

مولانا صاحب سن 1360هہ مطابق 1941 ۾ لاڏاڻو ڪيو(862).

## مولانا محمد سليمان ”واعظ“

مولانامحمد سليمان ولد الهندو خان نوناري ڳوٺ ٽرڙي محبت تعلقي ميهڙ ضلعي دادو ۾ ڄائو. ابتدائي تعليم پنهنجي ڳوٺ جي مولوي حافظ محمد صادق وٽان حاصل ڪيائين. ان بعد رتيديري ۾ وڃي باقي تعليم مولوي عبد الله جي مدرسي ۾ پوري ڪري دستاربند ٿيو.

علم جي تحصيل کان پوءِ ميهڙ جي ڀرسان ٽيڀن زميندارن کي پڙهائڻ لڳو. پڇاڙيءَ واري عمر ۾ ڳوٺ جهتيال ۾ تعليم ڏنائين(863).

مولانا محمد سليمان " واعظ " جي سياسي زندگيءَ جو آغاز"خلافت تحريڪ جي ابتدا سان ٿيو. پاڻ انهيءَ تحريڪ جو سرگرم ڪارڪن ٿي رهيو. جڏهن ان جي فائدي ۾ خلافتي عالمن فتوائون جاري ڪيون تہ مولانا صاحب پڻ ڪيترين ئي فتوائن ۾ سندن ساٿ ڏنو(864). اهڙيءَ طرح پاڻ نہ صرف تحريڪ جي جلسن ۾ شريڪ ٿي(865)، وطن جي آزاديءَ لاءِ جدوجهد ڪيائين، پر هن تحريڪ کي ڪامياب بنائڻ واسطي، ان جي مالي مدد بہ خوب ڪندو رهيو(866).

"خلافت تحريڪ" کان پوءِ هن "جمعيت العلماءِ" جي سياسي ميدان تان، پنهنجون سياسي سرگرميون جاري رکيون. پاڻ ڪيترو وقت هن جماعت جي ورڪنگ ڪاميٽيءَ جو ميمبر بہ ٿي رهيو(867)

مولانا صاحب زندگيءَ جو سفر پوري ڪري، تاريخ 15 شعبان1367ھ مطابق 23 جون1948ع تي وڃي پنهنجي رب سان مليو(868)

## مولانا محمد سليمان ڀڳهيو

مولوي محمد سليمان ولد محمد عرس ڀڳهيو سن 1343ھ مطابق 1924ع ۾ ڳوٺ ڪاراٽي، تعلقہ ڏوڪري ضلعي لاڙڪاڻي ۾ پيدا ٿيو. ابتدائي تعليم ڳوٺ گاجي ديري ۾ مولوي عبد الڪريم کان ورتائين. ان کان پوءِ ڳوٺ خير محمد آريجا ۾ مولوي تاج محمد ۽ لاڙڪاڻي ۾ مولوي محمد ڪوڪر وٽ پڙهيو، ۽ آخر ۾ گورو پهوڙ ۾ مولانا غلام مصطفيٰ قاسميءَ کان تعليم وٺي دستاربندي ڪيائين. پوءِ ڪجھ وقت لاءِ ديوبند وڃي، مولانا حسين احمد مدنيءَ وٽ دوره حديث پورو ڪري سنڌ واپس وريو.

علمي فراغت کان پوءِ ڳوٺ پيرجهنڊي جي مدرسي "دارالرشاد" ۾ درس ۽ تدريس ڏيڻ لڳو(869). جيئن تہ پاڻ اجا طالب العلميءَ جي آخري دور مان گذري رهيو هو، تنهن ڪري مولانا عبيدالله سنڌيءَ جي عقيدت ۽ پنهنجي استاد مولانا غلام مصطفيٰ قاسميءَ جي محبت ۽ اثر هيٺ سياست ڏانهن راغب ٿيو.

سن 1939ع ۾ جڏهن مولانا عبيد الله سنڌي پنهنجي جلاوطنيءَ کان پوءِ، سنڌ واپس وريو، ۽ اچي "جمنا- نربدا- سنڌ ساگر پارٽي" ٺاهيائين، تہ مولوي ڀڳهيي صاحب بہ ان ۾ شامل ٿي سرگرميءَ سان حصو ورتو. ان کان پوءِ ملڪ جو ورهاڱو ٿيو ۽ کيس تعليم کاتي ۾ ملازمت ملي ويئي، جنهن ڪري پاڻ عملي طور تي سياست کان الڳ ٿي ويو. مولوي صاحب آخر ۾ وڃي اسلاميات جو پروفيسر بڻيو (870). *

## مونالا محمد صادق ميمڻ

مولانا محمد صادق ولد مولوي عبدالله ميمڻ جي ولادت 25 محرم الحرام 1291ھ مطابق 15 مارچ 1874ع تي ڪراچيءَ جي محلي اسلام آباد کڏي ۾ ٿي (871). سندس ابتدائي تعليم ۽ تربيت جو آغاز سندس والد جي نگرانيءَ هيٺ ٿيو. ان کان پوءِ

* مولانا محمد سليمان ڀڳهيو هن وقت فوت ٿي چڪو آهي.

پنهنجي والد جي قائم ڪيل مدرسہ "مظهرالعلوم" ڪڏي ۾ مولانا احمد الدين چڪواليءَ وٽ ستن سالن تائين مختلف علمن جا ڪتاب پڙهيائين. تنهن کان پوءِ وڃي دارالعلوم ديوبند ۾ داخل ٿيو. ۽ ان سان گڏ علم طب جي بہ سند وٺي واپس سنڌ وريو.

علمي فراغت کان بعد "مظهرالعلوم" ڪڏي ۾ درس وتدريس جو آغاز ڪيائين. جڏهن سندس والد وفات ڪئي، تہ پڙهائڻ سان گڏ مدرسي جو مهتمم بہ ٿي رهيو (872). مولانا صاحب مدرسي ۾ اعزازي طور تي ڪم ڪندو هو. ۽ سندس گذر معاش جو مدار طبابت تي هوندو هو (873).

مولانا محمد صادق علم جي تحصيل کان پوءِ ڪراچيءَ ۾ واپس اچي نہ صرف درس ۽ تدريس جو ڪم هٿ ۾ ڪنيو. پر وطن جي آزاديءَ واري جدوجهد ۾ بہ شريڪ ٿيو. سن 1327ھ ۾ شيخ الهند جي حڪم تي جڏهن مولانا عبيدالله سنڌي ديوبند پهچي، "جميعت الانصار" ۾ چئن سالن تائين ڪم ڪيو، تہ ساڻس گڏ مولانا محمد صادق پڻ شريڪ رهيو(874). پاڻ اجا ديوبند ۾ ئي هو تہ پنهنجي مستقل مزاجي، علمي صلاحيت ۽ ذهني لياقت سبب پنهنجي استاد شيخ الهند وٽ مقبوليت حاصل ڪري چڪو هو. شيخ الهند پنهنجي سياسي تحريڪ جي سلسلي ۾ وقت بوقت پيو کيس گهرائيندو هو ۽ هن کي خاص رازدان سمجهي سنڌ ۾ تحريڪ جو سربراھ مقرر ڪيو هئائين.

مولانا صاحب سن 1914ع کان وٺي سياست ۾ عملي طرح حصو وٺڻ لڳو. تنهن سال جڏهن انگريز سرڪار جي هندستاني لشڪر ترڪن جي خلاف جنگ لڙندي عراق تي حملو ڪيو تہ مولانا محمد صادق فتويٰ ڏيئي انگريزي لشڪر ۾ ڀرتي ٿي، ترڪن سان وڙهڻ کي ڪفر قرار ڏنو. سندس انهيءَ فتويٰ بلوچستان ۾ بہ طرفو اثر پيدا ڪيو. هڪ طرف سردار نور الدين مينگل جي اڳواڻيءَ ۾ اتي بغاوت منهن ڪڍيو. ۽ ٻئي طرف بلوچستان مان لشڪر جي ڀرتيءَ کي ڀنجو اچي ويو. نہ صرف ايترو. بلڪ بلوچستان جي بغاوت کي منهن ڏيڻ لاءِ فرنگي سرڪار کي پنهنجو ڪيترو لشڪر اتي رهائڻو پيو. جنهن جي نتيجي ۾ عراق ۾ وڙهندڙ انگريزي فوج کي هتان ڪا بہ مدد پهچي نہ سگهي ۽ ترڪن جي گهيري هيٺ آيل جنرل ٽائون شيڊ کي ترڪن جي اڳيان پيش ٿيڻو پيو(875). ۽ انهيءَ سلسلي ۾ کيس گرفتار ڪري چئن سالن تائين ڪاروار جيل ۾ رکيو ويو(876).

ريشمي رومال واري تحريڪ دوران مولانا عبيد الله سنڌيءَ کيس "جنود رباني" ۾ ڪرنل جو عهدو ڏنو هو(877). ۽ سندس مدرسي کي انگريزن جي خلاف

بغاوت ڪرڻ جو مرڪز مقرر ڪيو.

مولانا صاحب جيل مان آزاد ٿي آيو تہ ملڪ ۾ اڳ ئي "خلافت تحريڪ" جو آغاز ٿي چڪو هو. تنهن ڪري پاڻ بہ ان ۾ شريڪ ٿي ويو ۽ ڪيترو وقت آل انڊيا خلافت ڪاميٽيءَ جو ميمبر، سنڌ ڪاميٽيءَ جو نائب صدر ۽ صدر ٿي رهيو(878).

انهن ئي ڏينهن ۾ تاريخ8 جولاءِ 1921ع تي"آل انڊيا خلافت ڪانفرنس" جو ستون اجلاس ڪراچيءَ ۾ ٿيو تہ، ان جو انتظام بہ مولانا صاحب پاڻ ڪيو. هن ئي ڪانفرنس ۾ مولانا حسين احمد مدنيءَ فوجي پرتي، پوليس ۽ فوج جي ملازمت جي خلاف فتويٰ پيش ڪئي. مولانا محمد صادق ان ڪانفرنس جو صدر مجلس استقباليہ هو. ۽ پاڻ ئي آجيان جو خطبو پڙهيو هئائين(879).

"خلافت تحريڪ" جي زماني ۾ خلافتي عالمن جڏهن فتوائن جو سلسلو شروع ڪيو تہ ڪيترين ئي فتوائن جي هن بہ تصديق ڪئي(880). ان کان سواءِ تحريڪ جي ڪاميابيءَ لاءِ ان جي مالي مدد بہ خوب ڪيائين(881).

"خلافت تحريڪ" دوران جڏهن نومبر 1919ع ۾ "جمعيت العلماءِ هند" جي قيام لاءِ دهليءَ ۾ سنڌ ۽ هند جي عالمن جو جلسو منعقد ٿيو تہ هن بہ ان ۾ شرڪت ڪئي(882)، ۽ ان کان پوءِ پاڻ انهيءَ جماعت جو اڳواڻ ليکيو ويو(883). مولانا صاحب "جمعيت العلماءِ هند" جي ورڪنگ ڪاميٽيءَ جو ميمبر(884). ۽ "جمعيت العلماءِ سنڌ" جو صدر بہ رهيو ۽ اهڙيءَ طرح سندس ئي ڪوشش سان تاريخ31مارچ 1931ع تي ڪراچيءَ ۾ "جمعيت العلماءِ هند" جو ساليانو اجلاس ٿيو. جنهن ۾ پاڻ صدر جي حيثيت سان آجياڻي جو خطبو پڙهيائين (885).

ان کان پوءِ سيپٽمبر 1945ع ۾ جڏهن "آل مسلم پارٽيز ڪانفرنس" دهليءَ ۾ منعقد ٿي، تہ پاڻ بہ وڃي ان ۾ شرڪت ڪيائين. جتي "آل انڊيا مسلم پارليامينٽري بورڊ" قائم ٿيو. جنهن لاءِ 23 ميمبر ڪنيا ويا، جن ۾ هيءُ بہ هڪ هو (886).

جڏهن سنڌ جي بمبئيءَ کان علحدگيءَ واري تحريڪ هلي، تہ مولانا محمد صادق پڻ ٻين سياستدانن سان کلهو ڪلهي ۾ ملائي هن تحريڪ ۾ ڀرپور حصو ورتو (887).

سن 1939ع ۾ مولانا عبيدالله سنڌيءَ جڏهن "جمنا- نربدا سنڌ ساگر پارٽي" ٺاهي، تہ هن بہ انهيءَ جماعت جي قيام ۽ ڪارڪردگيءَ ۾ ڀرپور حصو ورتو. جنهن ۾ سندس مدرسو "مظهر العلوم" کڏو پڻ هن پارٽيءَ جو مرڪز رهيو (888). پاڻ آزادي حاصل ڪرڻ وارن ساڳين اصولن تي "ڪانگريس" جو بہ همدرد رهيو ((889).

هن 6- شوال 1372هـ مطابق 18 جون 1953ع تي راهہ رباني ورتي (890).

## مولانا محمد صادق انڊڙ

مولوي محمد صادق عرف سنهڙو مولوي ولد ميان جي چنيسر جي ولادت وڏڻ تعلقي پني عاقل ۾ ٿي. قرآن پاڪ جي تعليم آخوند محمد ابراهيم کان حاصل ڪيائين. ان کان پوءِ ملا حبيب الله، مولوي محمد واصل بروهي، مولانا قمرالدين انڊڙ ۽ مولوي محمد لغاريءَ وٽ به پڙهيو. آخر ۾ مدرسي "دارالرشاد" پيرجهنڊي مان وجي دستار بندي ڪيائين (891).

علم جي تحصيل بعد ڳوٺ محمد ابراهيم ۾ پڙهائڻ لڳو. ان کان پوءِ لڳاتار ڇهه سال اڇي هاليجيءَ ۾ تعليم ڏنائين. تنهن کان پوءِ برٽ ۾ مدرسو کوليائين ۽ ان سان گڏ ملا اسڪول به قائم ڪري ديني خواهه دنياوي تدريس جو شغل جاري رکندو آيو (892).

مولانا محمد صادق انڊڙ "خلافت تحريڪ" ۾ حصي وٺڻ سان پنهنجي سياسي زندگيءَ جو آغاز ڪيو. پاڻ هن تحريڪ جو سرگرم ڪارڪن ٿي رهيو. ۽ آخر ۾ جڏهن محب وطن عالمن هن تحريڪ جي فائدي ۾ فتوائون جاري ڪيون، تہ مولانا صاحب بہ انهن جي جاري ڪيل ڪيترين ئي فتوائن جي تصديق ڪئي(893). ان کان سواءِ پاڻ تحريڪ جي ڪاميابيءَ لاءِ پنهنجي پهچ آهر ان جي مالي مدد بہ ڪيائين (894).

جڏهن سنڌ ۽ هند جي عالمن پوري ملڪ کي دارالحرب سمجهي ماڻهن کي هجرت ڪري وڃڻ لاءِ سڏ ڏنو، تہ مولانا محمد صادق انڊڙ پڻ پنهنجي سموري ملڪيت وڪڻي، هجرت لاءِ تيار ٿيو تہ اها تحريڪ وچي پنهنجي اختتام کي پهتي. پاڻ هن تحريڪ کان پوءِ عملي سياست کان پري رهيو.

مولانا صاحب سن 1374هه مطابق 1955ع ۾ هيءُ جهان ڇڏيو. (895).

## مولانا محمد صالح ماڏوي

مولوي محمد صالح ولد محمد يوسف گلال ڳوٺ ماڏي تعلقي خيرپور ناٿن شاهه ضلعي دادو ۾ ڄائو. ۽ مَلڪن ۾ تعليم وٺي فارغ التحصيل ٿيو.

علم پورو ڪري پنهنجي ئي ڳوٺ واري مدرسي ۾ درس وتدريس ڏيندو رهيو (896).

مولوي گلال صاحب "خلافت تحريڪ" ۾ شامل ٿي سياست ۾ قدم رکيو. پاڻ تحريڪ طرفان سڏايل جلسن ۾ نہ صرف شريڪ ٿيندو هو (897)، پر ڪيتري وقت تائين "خلافت ڪاميٽيءَ" ماڏي جو سيڪريٽري بہ ٿي رهيو (898). مولانا صاحب انهيءَ عهدي تي فائز ٿي، وطن جي آزادي لاءِ پاڻ پتوڙيو ۽ انهيءَ سلسلي ۾ هن تحريڪ طرفان ضلعي دادو ۾ ٿيندڙ جلسن جي صدارت بہ ڪيائين (899). ان کان سواءِ

تحريڪ کي ڪامياب بنائڻ لاءِ ان جي مالي مدد بہ ڪندو هو (900).

پاڻ تاريخ 21 رمضان 1369هہ مطابق 17 جولاءِ 1950ع تي رحلت ڪيائين (901).

## مولانا محمد صالح سمون

مولانا محمد صالح ولد حافظ محمد طالب سمون تاريخ 18 جمادي الثاني 1318هہ مطابق 12 آڪٽوبر 1900ع تي گرهوڙ شريف ضلعي بدين ۾ ڄائو. ابتدائي تعليم گرهوڙ شريف ۾ پنهنجي والد کان حاصل ڪرڻ بعد وڃي دارالعلوم ديوبند ۾ داخل ٿيو. جتي قاري محمد طيب وٽان پڙهي فارغ التحصيل ٿيو، ۽ انهيءَ دوران حڪمت جي سند بہ حاصل ڪري ورتائين.

ديوبند کان واپس اچي ميرپور خاص ۾ تدريس جو آغاز ڪيائين، ۽ ان سان گڏ پنهنجي گذر معاش لاءِ اتي ئي مطب قائم ڪري حڪمت ڪندو رهيو (902).

مولانا محمد صالح سمي "خلافت تحريڪ" ۾ حصي وٺڻ سان پنهنجي سياسي زندگيءَ جي ابتدا ڪئي. پاڻ تحريڪ جو سرگرم ڪارڪن ٿي رهيو ۽ جڏهن خلافتي عالمن هن تحريڪ کي ڪامياب بنائڻ لاءِ فتوائون جاري ڪيون، تہ انهن جي تصديق ڪندڙن مان هيءُ بہ هڪ هو (903). ان کان سواءِ پنهنجي حيثيت آهر تحريڪ جي مالي مدد بہ ڪيائين (904).

مولانا صاحب "خلافت تحريڪ" کان سواءِ "جميعت العلماءِ هند" جو بہ ڪارڪن ٿي رهيو، ۽ سنڌ ۾ هن جماعت جي روح روان مولانا محمد صادق کڏي واري جو دست راست بہ هو (905).

وطن جي آزاديءَ لاءِ هن جماعت طرفان ڏڪڻ سنڌ ۾ جيڪي جلسا ٿيندا هئا، تن ۾ بہ سندس ئي وڏو هٿ هو (906). پاڻ ڪيتري وقت تائين "جميعت العلماءِ" ميرپور خاص شاخ جو نائب ناظم بہ ٿي رهيو (907).

سن 1944ع ۾ حيدرآباد واري تاريخي قلعي ۾ قاري محمد طيب ديوبنديءَ جي صدارت هيٺ جڏهن "جمعيت العلماءِ سنڌ" جو عظيم الشان جلسو ٿيو. تہ مولانا محمد صالح بہ ان ۾ شريڪ ٿي وطن جي آزاديءَ لاءِ پاڻ پتوڙيو (908).

انگريز سرڪار طرفان هن محب وطن سنڌي عالم کي آزاديءَ جي هلچل ۾ ڀرپور حصي وٺڻ جي پاداش ۾، صوبي بدر ڪري ٽن سالن لاءِ جيل بہ موڪليو ويو (909).

مولانا صاحب پڇاڙيءَ ۾ "مسلم ليگ" ۾ شامل ٿي سرگرميءَ سان ڀرو ورتو (910)، ۽ ملڪ جي ورهاڱي کان پوءِ پاڻ عملي سياست کان پاسيرو ٿي، خالص علمي ۽

تبليغي خدمتون سرانجام ڏيندو رهيو (911).

هيءُ محب وطن عالم تاريخ 19 جماد الثاني 1388هه مطابق 12 سيپٽمبر 1968ع تي، هن فاني جهان مان ڏالاڏو ڪري وڃي پنهنجي مالڪ حقيقيءَ سان ملاقي ٿيو (912).

## مولانا محمد صالح شيخ

مولوي محمد صالح ڳوٺ لين ڍاهو (موجوده حسين آباد) ضلع خيرپور ميرس ۾ هڪ هندوءَ جي گهر ۾ ڄائو. هن تعليم جو آغاز سن 1901ع ۾ پنهنجي ڳوٺ جي پرائمري اسڪول کان ڪيو. سن 1905ع ڌاري اسلامي تعليم جو اثر قبول ڪيائين، ۽ آخرڪار سن 1908ع ۾ مولانا تاج محمود امروٽيءَ جي هٿ هيٺ مسلمان ٿيو.

مولوي صاحب قرآن مجيد امروٽ ۾ پڙهيو ۽ دستاربندي "مدرسه عربيه سومراٽيءَ مان ڪيائين. ان کان سواءِ "دارالرشاد" پيرجهنڊي ۾ به ڪيس مولانا عبيدالله سنڌيءَ وٽ تفسير پڙهڻ جو شرف حاصل ٿيو.

علم جي تحصيل بعد پهريائين امروٽ ۾، پوءِ محمد پور اوڍي ۾ ۽ آخر ڄمار ۾ دين پور تعلقي شڪارپور ۾ پڙهائڻ لڳو (913).

مولوي محمد صالح شيخ شاگرديءَ واري ئي دور ۾ پنهنجي محسن استاد مولانا تاج محمود امروٽيءَ جي سياسي صحبت به حاصل ڪري چڪو هو. جڏهن "خلافت تحريڪ" شروع ٿي ته پاڻ به ان ۾ شامل ٿي سرگرميءَ سان حصو وٺڻ لڳو. هن ئي تحريڪ دوران جڏهن ماڻهو افغانستان ڏانهن هجرت ڪرڻ لڳا، ته پاڻ به اهل رعيال سميت هجرت ڪيائين. پر پوءِ ڪيس ٻين مهاجرن سان گڏ واپس وطن ورڻو پيو (914).

ان کان پوءِ ديني خدمت ڪندي پنهنجي ڄمار پوري ڪيائين (915).

## مولانا محمد صالح "عاجز"

مولانا محمد صالح ولد ملا محمود ميمڻ سن 1336هه مطابق 1918ع ڌاري نور محمد شجراهه ضلعي شڪارپور ۾ پيدا ٿيو. ابتدائي تعليم مدرسي "دين محمديه" نور محمد شجراهه ۾ مولوي سيد عابد شاهه ۽ مولوي نهال الدين کان ورتائين. ان کان پوءِ ڪجهه وقت مدرسي "دارالسعادت" گوري پهوڙ ۾ مولانا احمدالدين خليفي ۽ مولانا عطا محمد صرفيءَ جو شاگرد ٿي رهيو. آخر ۾ ٻه سال ڪن ٽل تعلقي جي مولانا رحيم بخش بنگلاڻي ۽ مولانا عبداللطيف ڊول وٽ پڙهي پنهنجي تعليم پوري ڪيائين.

علمي فراغت سان ئي پاڻ سياست ۾ پير پائڻ ڪري تدريسي مشغلو اختيار ڪري نه سگهيو. البت اڳتي هلي سن 1945ع کاز صحافت جو آغاز ڪيائين ۽

"الحنيف" (جيڪب آباد) ۾ مضمون لکڻ لڳو. ۽ جيڪب آباد جي هفتيوار اخبار "چئلينج" جو ڪجھ وقت لاءِ ايڊيٽر بہ ٿي رهيو. اهڙيءَ طرح سن 1946ع ۾ جڏهن مولانا عبدالحق ربانيءَ هڪ هفتيوار اخبار "عدل" جاري ڪئي، تہ ان جو ڪجھ عرصو ايڊيٽر ٿي رهيو. ان کان پوءِ 1- مئي 1947 تي شڪارپور مان پنهنجي هفتيوار اخبار "جمهور" جاري ڪيائين. جنهن جو ابتدائي پيغام جنگِ آزادي جي مشهور ليڊر ۽ ڪابل ۾ قائم ڪيل "آزاد هند گورنميٽ" جي صدر راجا مهندر پرتاب ڏنو، ۽ هن ئي اخبار جو مولانا عبدالڪريم چشتي چيف ايڊيٽر ٿي رهيو. ان بعد ڪراچي مان جڏهن سنڌ جي وزيراعظم پيرالاهي بخش روزانہ اخبار "مجاهد" جاري ڪئي، تہ ان ۾ مولانا محمد صالح اسسٽنٽ ايڊيٽر طور ڪم ڪيو. ۽ ان سان گڏ ڪراچيءَ مان ئي پنهنجي هفتيوار اخبار "شهباز" بہ شروع ڪري ڏنائين. ان کان پوءِ هن سن 1954ع ۾ پڊعيدن ضلعي نواب شاهہ مان هفتيوار اخبار "ستاره سنڌ" ڪڍي، جيڪا سن 1962ع تائين جاري رهي. آخر ۾ هن سن1970ع ۾ نواب شاهہ مان هفتيوار اخبار "صبح صادق" جاري ڪئي، ۽ ان جو سلسلو تڏهن ختم ٿيو. جڏهن پاڻ هيءُ جهان ڇڏي ويو.

مولانا محمد صالح پنهنجي شاگرديءَ واري ئي دور ۾ سياست ۾ قدم رکيو، ۽ "ڪانگريس" پارٽيءَ ۾ شامل ٿي هڪ سرگرم ڪارڪن جي حيثيت سان ڪم ڪرڻ لڳو. جڏهن ٻي جنگ عظيم 3. سيپٽمبر 1939ع تي شروع ٿي تہ 6. آڪٽوبر 1939ع تي سکر جي ليوڪس باغ ۾ ڊاڪٽر محمد عمر جي صدارت هيٺ "مجلس احرار الاسلام" جو جلسو منعقد ٿيو. ان جلسي ۾ مولانا محمد صالح انگريزي تخت ۽ تاج جي خلاف تقرير ڪئي. جنهن ڪري ڪيس ڊفينس آف انڊيا رولس جي سيڪشن 38 جي سي فقري هيٺ گرفتار ڪري هڪ سال لاءِ جيل موڪليو ويو. ۽ 1939ع کان پوءِ ڊفينس آف انڊيا رولس جو پهريون قيدي پاڻ ئي هو.

ان کان پوءِ جيئن ئي جيل مان آزاد ٿيو ۽ جڏهن الرا جاگير تعلقي روهڙي حال ضلعي خيرپور جي موروثي هارين- جاگيرادرن جي ظلم خلاف سيد محمد علي شاهہ مرحوم ناظم مدرسہ "دارالهديٰ" ٺيڙهي ۽ سکر ضلع جي "ڪانگريس" جي صدر مسٽر چوئٿرام وليجا وڪيل ايم. ايل. سي سنڌ جي اڳواٽيءَ ۾ هڪ تحريڪ هلائي تہ مولانا محمد صالح بہ ان هلچل ۾ حصو ورتو.

ان ئي سال اپريل 1941ع ۾ "جمعيت العلماءِ سنڌ" طرفان پني عاقل ۾ مولانا حسين احمد مدنيءَ جي صدارت هيٺ هڪ وڏي ڪانفرس ٿي، جنهن ۾ مولانا محمد صالح

پڻ شريڪ ٿي، وطن جي آزادي لاءِ پاڻ پتوڙيو. هن ڪانفرنس ۾ ٻين سان گڏ اسلامي دنيا جي وڏي انقلابي رهنما حضرت مولانا عبيدالله سنڌيءَ به شرڪت ڪئي هئي.

سن1942ع ۾ جڏهن "انڊين نيشنل ڪانگريس" پنهنجي بمبئيءَ واري اجلاس ۾ برطانيه سرڪار جي خلاف مشهور "ڪئٽ انڊيا" وارو تاريخي ٺهراءُ پاس ڪيو، ته مولانا تاج محمود امروٽيءَ جي جماعت سان گڏ مولانا محمد صالح به هن ۾ ڀرپور حصو ورتو، جنهن ڪري ڪيس ٻن سالن لاءِ جيل جي سزا به ڏني ويئي. اهڙيءَ طرح وطن جي آزاديءَ خاطر هن مرد مجاهد پنهنجون سياسي سرگرميون جاري رکيون، ۽ ملڪ جي ورهاڱي کان پوءِ صحافت جي خدمت ڪندي (916)، تاريخ 29 شوال 1402هه مطابق 21 جولاءِ 1982ع تي لاڏاڻو ڪري ويو (917).

## مولانا حڪيم محمد صديق مورائي

مولوي محمد صديق ولد عبدالرئوف سن 1298هه مطابق 1881ع ڌاري موري شهر ضلعي نواب شاهه ۾ ڄائو. پاڻ سنڌ جي مختلف مدرسن مان تعليم وٺي فارغ ٿيو.

ان کان پوءِ ڪجهه وقت درس وتدريس ۾ مشغول رهيو، ۽ باقي وقت پنهنجو مطب کولي زندگي گذارڻ لڳو. پاڻ پنهنجي تَرَ جو ناميارو عالم، اديب، شاعر ۽ ڪاتب ٿي گذريو آهي (918).

مولانا محمد صديق "خلافت تحريڪ" ۾ حصي وٺڻ سان پنهنجي سياسي زندگيءَ جو آغاز ڪيو. پاڻ هن تحريڪ جو سرگرم ڪارڪن ٿي رهيو ۽ ان جي جلسن ۾ شريڪ ٿي، انگريزن خلاف تقريرون ڪندو هو (919). ان ڪري ڪيترن ئي جلسن دوران وقت جي سرڪار مٿس زبان بنديءَ جا به حڪم صادر ڪيا (920)، مگر هن محب وطن سنڌي عالم جيل وڃڻ ته قبول ڪيو (921)، پر ڌاڙين ۽ ظالم حڪمرانن جي اڳيان خاموش ۽ بي زبان نه رهيو.

خلافت ڪاميٽيءَ طرفان جڏهن تُرڪيءَ تي مڙهيل شرطن تي نظرثاني ڪرائڻ لاءِ وائسراءِ ۽ گورنر جنرل کي هڪ يادداشت نامو ڏنو ويو، ته ان تي صحيح ڪندڙن مان پاڻ به هڪ هو (922). ان کان سواءِ وطن جي آزاديءَ خاطر هن تحريڪ کي ڪامياب بنائڻ لاءِ وس آهر ان جي مالي مدد به ڪيائين (923).

مولانا صاحب سن 1348هه مطابق 1929ع ۾ هيءُ جهان ڇڏي ويو (824).

## مولانا محمد صديق ڪڇي

مولانا محمد صديق ولد مولوي عبدالله پنٺاڻ سن 1293هه مطابق 1876ع ڌاري

سوات ۾ ڄائو. ابتدائي تعليم پنهنجي والد کان ورتائين. ان کان پوءِ سندس والد کيس ديوبند ۾ پهچايو. ۽ پاڻ سوات کي هميشه لاءِ خيرآباد چئي، اچي ڪڇ جي ڳوٺ سٽريءَ ۾ قيام پذير ٿيو. ۽ اتي مدرسو قائم ڪري درس وتدريس جو سلسلو شروع ڪيائين.

مولانا محمد صديق به ديوبند مان فارغ التحصيل ٿيڻ کان پوءِ اچي ڪڇ وسايو. ۽ اتي جي اصلي رهاڪن مان شادي ڪري ڪڇي سڏجڻ لڳو. ڪجهه وقت کان پوءِ "مظهر العلوم" کڏي ۾ اچي درس وتدريس جو آغاز ڪيائين ۽ ان سان گڏ مدرسي جي ترقي ۽ ترويج ۾ بيحد دلچسپي وٺڻ لڳو. پاڻ مولانا محمد صادق جي جيل وڃڻ واري دور ۾ مدرسي جو مهتمم به ٿي رهيو. ۽ سندس پوري ڄمار، هن جي ئي مدرسي سان وابسته رهي (925).

مولانا صاحب "خلافت تحريڪ" ۾ شامل ٿي سياست جي ميدان ۾ پير پاتو. پاڻ پهرين صف جو عالم سياستدان هو ۽ مولانا محمد صادق جي رفاقت ۾ وطن جي آزاديءَ لاءِ وڏو ڪم ڪيائين. خلافتي عالمن هن تحريڪ کي ڪامياب بنائڻ لاءِ جڏهن فتوائون جاري ڪيون، ته پاڻ انهن جي تصديق ڪندڙن مان هڪ هو (926).

مولانا صاحب هن تحريڪ جي جلسن ۾ شريڪ ٿيندو هو (927)، ۽ ڪيترا جلسا سندس ئي صدارت ۾ ٿيا (928). پاڻ خلافت ڪاميٽيءَ جي مجلس شوريٰ جو ميمبر به ٿي رهيو (929). ان کان سواءِ وطن جي آزاديءَ خاطر تحريڪ جي مالي مدد به خوب ڪيائين (930). هن وطن دوستي ۽ انگريز دشمنيءَ سبب جيل جون صعوبتون به سٺيون (931).

خلافت جي خاتمي کان پوءِ پوري ڄمار "ڪانگريس" ۾ رهيو، ۽ ملڪ جي ورهاڱي تائين، هن ئي جماعت جو مخلص ۽ سرگرم ڪارڪن ٿي رهيو (932).

مولانا محمد صديق ڪڇي زندگيءَ جو ظاهري سفر پورو ڪري تاريخ 18 ربيع الاول سن 1372هه مطابق 6- ڊسمبر 1952ع تي وڃي پنهنجي رب سان مليو (933).

## مولانا محمد طيب لڪمير

مولوي محمد طيب ولد آخوند خدا بخش لڪمير جي ولادت سن 1324هه مطابق 1906ع ڏاري ڳوٺ کهڙ لڪمير تعلقي سڪرنڊ ضلعي نواب شاهه ۾ ٿي. قرآن مجيد پنهنجي ڳوٺ ۾ مولانا دوست محمد لڪمير وٽ پڙهڻ کان پوءِ وڃي پيرجهنڊي جي مدرسي "دارالرشاد" ۾ مولانا محمد اڪرم انصاريءَ، مولانا محمد اسماعيل ۽ مولانا محمد نور وٽ پڙهيو. جتان پوءِ موٽي پنهنجي ڳوٺ واري مدرسي "باب الرشاد" ۾

مولانا عبدالله کڏهريءَ کان باقي تعليم وٺي فضيلت جي دستاربندي ڪيائين.

علمي فراغت کان بعد پنهنجي ئي ڳوٺ واري مدرسي ۾ درس وتدريس جو مشغلو اختيار ڪري علم جو فيض جاري رکندو آيو.

پيرجهنڊي جو مدرسو، جيڪو آزاديءَ جي تحريڪ جو مرڪز بڻيل هو، تنهن ۾ تعليم وٺندي مولوي محمد طيب پنهنجي شاگرديءَ واري ئي زماني ۾ ڪيترن ئي عالمن جي سياسي صحبت به حاصل ڪري ورتي هئي.

جڏهن سنڌجي بمبئيءَ کان عليحدگيءَ واري تحريڪ شروع ٿي ته هن به ان ۾ ڀرپور حصو ورتو ۽ ان کان پوءِ "جمعيت العلماءِ سنڌ" جي سياسي ميدان تان وطن جي آزاديءَ لاءِ جاکوڙ ڪيائين.

سن 1944ع دوران حيدرآباد واري تاريخي قلعي ۾ جڏهن قاري محمد طيب ديوبنديءَ جي صدارت هيٺ "جمعيت العلماءِ سنڌ" جو عظيم الشان اجلاس ٿيو، ته هن به ان ۾ شريڪ ٿي پنهنجي وطن دوستيءَ جو ثبوت ڏنو(934).

جڏهن "ڪانگريس" ۽ "مسلم ليگ" مذهبي بنيادن تي وطن جي آزاديءَ لاءِ هلچل شروع ڪئي، ته پاڻ "مسلم ليگ" ۾ شموليت اختيار ڪري پنهنجون سياسي سرگرميون جاري رکيائين. پاڻ هن جماعت جي ڳوٺ ڪهڙ لڪمير واري شاخ جو صدر به ٿي رهيو(935) . ۽ ملڪ جي ورهاڱي کان پوءِ عملي طور تي سياست کان الڳ ٿي ويو(936).*

## مولانا محمد عاقل "عاقلي"

مولوي محمد عاقل ولد آخوند الله نواز سومرو تاريخ 19 ذي القعد 1267ھ مطابق 15 سيپٽمبر 1851ع تي ڪنگري ضلعي سکر ۾ پيدا ٿيو. ابتدائي تعليم پنهنجي والد کان وٺڻ بعد مولانا نبي بخش عباسي، مولانا غلام صديق شهداد ڪوٽي ۽ مولانا غلام محمد ڪمال ديرويءَ وٽ پڙهي فارغ التحصيل ٿيو(937). ان کان پوءِ سن 1882ع ڌاري ڪنگري ڇڏي، اچي ڳوٺ عاقل ضلعي لاڙڪاڻي ۾ ويٺو (938). ۽ "مدرسه اسلاميه" ۾ پڙهائڻ لڳو. جتي وٽس وڏو ڪتب خانو به موجود هو(939).

مولوي صاحب پنهنجي دور جو ناميارو عالم ۽ شاعر ٿي گذريو آهي. پاڻ شاعريءَ ۾ "عاقلي" تخلص ڪم آندو اٿس. اهڙيءَ طرح سٺو حڪيم به هو، ان ڪري درس وتدريس ڏيڻ سان گڏ طب جو شغل به جاري رکندو آيو(940).

---

* مولوي صاحب هن وقت فوت ٿي چڪو آهي.

مولانا محمد عاقل سنڌ جي انهن عالم سياستدانن مان هڪ هو، جنهن امن سڀائي عالمن جي اڳواڻن جي تائيد ڪرڻ سان پنهنجي سياسي زندگيءَ جو آغاز ڪيو، ۽ پوءِ سگهوئي پنهنجي غلطيءَ جو ازالو ڪري خلافتين جو همدرد بڻجي ويو.

هن پهريائين "امن سڀا" جي روح روان عالم مولوي فيض الڪريم ٺاروشاهيءَ جي جاري ڪيل "تحقيق الخلافت" نالي فتويٰ تي صحيح ڪئي هئي(941)، پر پوءِ جڏهن خلافتي عالمن انهيءَ جي رد ۾ "اظهار الڪرامة" نالي فتويٰ جاري ڪئي، ته پاڻ ان جي تصديق ڪري (942). "خلافت تحريڪ" ۾ شامل ٿي ويو. ان ڪان پوءِ هن تحريڪ ۾ سرگرميءَ سان حصو ورتائين(943). ايتري قدر جو جڏهن موقعو آيو ته هن "ترڪ موالات" جي حمايت ۾ جاري ڪيل فتوائن تي به صحيح ڪئي (944). اهڙيءَ طرح لاڙڪاڻي ضلعي ۾ تحريڪ خلافت جو صدر به ٿي رهيو(945).

خلافت جي خاتمي ڪان پوءِ مولوي صاحب "جمعيت العلماءِ" جي سياسي ميدان تان وطن جي آزاديءَ لاءِ جدوجهد ڪئي ۽ پڇاڙيءَ تائين انگريزن جو مخالف رهيو(946).

پاڻ تاريخ 10 شعبان 1360هه مطابق 3 سيپٽمبر 1941ع تي رحلت ڪيائين(947).

## مولانا محمد عبدالحڪيم

مولوي محمد عبدالحڪيم ولد مولوي نور محمد سن 1313هه مطابق 1895ع ۾ ڳوٺ چوڏهو سڏايه تعلقي شڪارپور ۾ ڄائو(948). هن شروعاتي تعليم پنهنجي ڳوٺ ۾ ورتي. ان ڪان پوءِ مختلف مدرسن مان تعليم حاصل ڪري وڃي محرابپور ۾ مولانا شيخ غلام رسول فاضل ديوبند وٽ مولانا خوش محمد ميروخانيءَ سان گڏ دستاربندي ڪيائين. سنڌ مان پڙهي هيءُ بزرگ عالم دارالعلوم ديوبند ويو، ۽ مولانا انور شاهه ڪشميريءَ ڪان دورو حديث پڙهيائين. مهتمم صاحب قاري محمد طيب سندس هم ڪلاسين مان هو، ۽ مولانا عبدالحڪيم جي زباني ته قاري محمد طيب صاحب ڪانئس استفادو به ڪندو هو. مولوي عبدالحڪيم صاحب پاٽ ۾ به صاحبزاده محمود ڪان فلسفي جي تعليم ورتي ۽ پوءِ اجمير پهچي مولانا معين الدين اجميريءَ ڪان به منطق ۽ فلسفو پڙهيائين.

فارغ التحصيل ٿيڻ ڪان پوءِ درس وتدريس جو آغاز ڪيائين. سنڌ جا گهڻي ڀاڱي عالم سندس ئي شاگرد آهن(949).

مولانا صاحب خلافتي عالمن مان هڪ هو، ۽ "خلافت تحريڪ" ۾ سرگرميءَ سان حصو ورتائين. انگريزن جڏهن مولوي فيض الڪريم ٺاروشاهيءَ ڪان "تحقيق

الخلافت" نالي هڪ فتويٰ جو رسالو شايع ڪرائي، خلافت جي حيثيت ۽ حقيقت کي مسخ ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي تہ خلافتي عالمن بہ ان جو رد لکيو، جنهن جي مولانا عبدالحڪيم پڻ تصديق ڪئي(950).

"خلافت تحريڪ" کان پوءِ مولانا صاحب "جمعيت العلماءِ" ۾ شموليت اختيار ڪئي، ۽ جڏهن حيدرآباد واري تاريخي قلعي ۾ قاري محمد طيب ديوبنديءَ جي صدارت هيٺ "جمعيت العلماءِ سنڌ" جو اجلاس ٿيو، تہ هن بہ ان ۾ شريڪ ٿي وطن جي آزاديءَ لاءِ پاڻ پتوڙيو(951).

مولانا صاحب سن 1381ھ مطابق 1961ع ۾ راهہ رباني ورتي(952).

## مولانا محمد عثمان "قراني"

مولانا محمد عثمان ٻنيرو تاريخ 27 صفر 1296ھ مطابق 20 فيبروري 1879ع ڏاري ڳوٺ ڏينگاڻ پر ڳڙي تعلقي جيمس آباد ضلعي ٿرپارڪر ۾ پيدا ٿيو. قرآن مجيد سيد حاجي احمد شاهہ وٽ پڙهيو. فارسيءَ جي تعليم ميان محمد عليءَ کان حاصل ڪرڻ بعد عربي تعليم مولانا لعل محمد متيارين واري کان پڙهي فارغ ٿيو. ان بعد حديث ۽ تفسير جي تعليم لاءِ دارالعلوم ديوبند بہ ويو.

ديوبند مان موٽڻ بعد پنهنجي ڳوٺ عمر ٻنيري تعلقي ساماري ۾ اچي "مدرسہ مجدديہ" قائم ڪري درس وتدريس ڏيڻ شروع ڪيائين. مولانا صاحب پنهنجي دور جو وڏو عالم ۽ سٺو شاعر ٿي گذريو آهي. هن پنهنجي شاعريءَ ۾ "قراني" تخلص ڪم آندو آهي(953). پنهنجي مدرسي جي نصاب ۾ ٻين علومن سان گڏ طب جو مضمون بہ شامل ڪيائين، ۽ اهڙيءَ طرح پوري ڇمار علم جو فيض پلٽيندو رهيو(954).

مولانا محمد عثمان ٻنيري درس ۽ تدريس جي مشغوليءَ هوندي بہ وطن جي آزاديءَ خاطر سياست ڏانهن وڪ وڌائي. جڏهن "خلافت تحريڪ" شروع ٿي تہ پاڻ ان ۾ شامل ٿي ڀرپور حصو وٺڻ لڳو. جيتوڻيڪ انگريزي ڪپڙي جي پهرڻ واري مسئلي تي خلافتي عالمن سان اختلاف رکيائين (955)، پر تنهن هوندي بہ هن سندن جاري ڪيل "اظهار الڪرامة" نالي فتويٰ جي تصديق ڪئي(956). ان کان پوءِ "خلافت تحريڪ" جي جلسن ۾ شريڪ ٿي، نہ صرف ڏارين حڪمرانن جي مخالفت ڪيائين، پر هن محب وطن عالم مدرسي کي ملندڙ گرانٽ وٺڻ کان بہ انڪار ڪري ڇڏيو(957).

"خلافت تحريڪ" دوران ئي "جمعيت العلماءِ" جو قيام عمل ۾ اچي چڪو هو، ان ڪري پاڻ هن جماعت ۾ بہ شموليت اختيار ڪري، وطن جي آزاديءَ لاءِ پنهنجي

جدوجهد جاري رکيائين(958).

مولانا صاحب تاريخ 15 رجب 1355هه مطابق 1، آڪٽوبر 1936ع تي هن فاني جهان مان لاڏاڻو ڪري دارالبقا ڏي راهي ٿيو(959).

## مولانا محمد عثمان ڪٽي

مولوي محمد عثمان ولد حاجي احمد ڪٽيءَ جي ولادت سن 1282هه مطابق 1865ع ۾ ڳوٺ ولهار تعلقي سجاول ضلعي ٺٽي ۾ ٿي. ٺٽي جي ”مدرسه اسلاميه“ ۾ مولوي محمد هاشم ڪٽيءَ کان تعليم وٺي فارغ التحصيل ٿيو. ان بعد ٻڍاپور جي حڪيم پير غلام رسول سرهنديءَ وٽان حڪمت سکيو.

علمي فراغت کان پوءِ ٺٽي، ميرپور بٺوري ۽ سجاول ۾ تعليم ڏنائين(960).

مولانا محمد عثمان ”خلافت تحريڪ“ ۾ شامل ٿيڻ سان سياست جي ميدان ۾ قدم رکيو. پاڻ هن تحريڪ جو مخلص ۽ سرگرم ڪارڪن ٿي رهيو ۽ ڪيترو عرصو ”سنڌ خلافت ڪاميٽيءَ“ جو ميمبر (961) ۽ ان جي ڳوٺ سونپارا شاخ جو ناظم (962) بڻجي، انگريزن خلاف جدوجهد ڪيائين. انگريز دشمنيءَ جي پاداش ۾ هن محب وطن عالم کي جيل جي سزا به ڀوڳڻي پيئي(963). تنهن هوندي به وطن جي آزاديءَ خاطر هن تحريڪ کي ڪامياب بڻائڻ لاءِ وس آهر ان جي مالي مدد به ڪيائين(964).

”خلافت تحريڪ“ کان پوءِ مولانا صاحب ”جمعيت العلماءِ“ جو سرگرم ڪارڪن ٿي رهيو ۽ سن 1925ع کان وٺي هن جماعت جي ڪيترين ئي ڪاميٽين ۾ ميمبر جي حيثيت سان ڪم ڪيائين.* ان کان سواءِ سنڌس همدرديون ”ڪانگريس“ سان به رهيون(965)، پر جڏهن هن جماعت طرفان لوڻ جي بهشڪار جي تحريڪ هلي ته پاڻ ان جي مخالفت ڪئي هٿائين(966).

مولانا صاحب سن 1359هه مطابق 1940ع ۾ پنهنجي رب کي پيارو ٿي ويو(967).

---

* مولانا صاحب جن ڪاميٽين جو ميمبر ٿي رهيو سي هيون:

i. ميمبر منتظمه ڪاميٽي (ڏسو: روزانه ”الوحيد“ ڪراچي، مؤرخه 20 مارچ 1925ع ص4).

ii. ميمبر ڪاروباري ڪاميٽي (ڏسو: روزانه ”الوحيد“ ڪراچي، مؤرخه 14 فيبروري 1930ع ص2).

## مولانا محمد عثمان شيخ

مولوي محمد عثمان ابتدائي تعليم پنهنجي والد مولوي احمد شيخ کان حاصل ڪئي. ان کان بعد پيرجهنڊي جي مدرسي "دارالرشاد" مان وچي درس نظامي پورو ڪيائين. تنهن کان پوءِ نواب شاهه ۾ ڪپڙي جو دڪان کولي گذر معاش ڪندو رهيو(968).

مولوي محمد عثمان جي سياسي زندگيءَ جو آغاز تڏهن ٿيو، جڏهن "خلافت تحريڪ" شروع ٿي. هن تحريڪ دوران جڏهن خلافتي عالمن "امن سڀائين" خلاف فتوائون جاري ڪيون تہ پاڻ سنڌن ساڻ ڏيندي نہ صرف انهن فتوائن جي تصديق ڪيائين (969)، پر تحريڪ لاءِ فنڊن گڏ ڪرڻ ۾ بہ ساڻن پانهن ٻيلي ٿي رهيو(970).

مولوي محمد عثمان خلافت جي خاتمي کان پوءِ "جمعيت العلماءِ" ۾ شرڪت ڪئي، ۽ ان جو سرگرم ڪارڪن ٿي رهيو(971). بعد ۾ پاڻ ذريعہ معاش سبب ڪجهہ وقت لاءِ سياست کان الڳ ٿي ويو، پر جڏهن "سنڌ جي بمبئيءَ کان عليحدگيءَ" واري تحريڪ هلي، تہ ان ۾ ڀرپور حصو ورتائين. انهيءَ سلسلي ۾ سن 1931ع ۾ جڏهن "سنڌ آزاد جماعت" ٺاهي ويئي تہ کيس ان جي ورڪنگ ڪاميٽيءَ جو ميمبر مقرر ڪيو ويو هو(972).

پاڻ تاريخ16 جمادي الاول 1377هه مطابق 12 ڊسمبر 1657ع تي وفات ڪيائين(973).

## مولانا محمد عثمان بلوچ

مولانا محمد عثمان ولد ملا ڪريم بخش سن 1315هه مطابق 1897ع ڌاري ڪراچيءَ جي محلي ڪنياروا ڙي ۾ پيدا ٿيو. ابتدائي عربي ۽ فارسيءَ جا ڪتاب پنهنجي والد وٽ پڙهيو. ان کان پوءِ درس نظاميءَ تائين مدرسي "مظهر العلوم" کڏي ۾ مولانا محمد صديق ڪڇيءَ وٽ پڙهي فارغ التحصيل ٿيو. ان بعد 22 ورهين جي ڄمار ۾ ديوبند پهچي مولانا حسين مدنيءَ کان حديث جي سند حاصل ڪيائين.

ديوبند کان واپس اچي لياري ڪوارٽر ڪراچيءَ ۾ سندس والد جي قائم ڪيل مدرسي "احرار الاسلام" ۾ درس وتدريس جو آغاز ڪيائين. ان سان گڏ محلي اندر ڇوڪرن ۽ ڇوڪرين لاءِ پرائمري اسڪول قائم ڪرائي، عوام کي دنياوي علوم جي زيور سان بہ آراستہ ڪرڻ لڳو. انهن مشغولين جي هوندي بہ پاڻ لکڻ پڙهڻ ۽ صحافت جو شغل رچائي قوم جي اصلاح بہ ڪندو رهيو. هن سن 1935ع ۾ "ترجمان

بلوچ" نالي هڪ هفتيوار اردو اخبار جو اجراءُ ڪيو، جيڪا ٻي جنگ عظيم (1939ع) تائين جاري رهي.

مولانا صاحب بلوچ قوم جو مفتي هو. ۽ ڪيس فقه ۾ وڏو درڪ حاصل هو. پاڻ سن 1942ع ۾ قلات اسٽيٽ جو وزير معارف (وزير تعليم) بہ ٿي رهيو.

مدرسي "احرار الاسلام" لياري ڪوارٽر جو بنياد ئي ان لاءِ رکيو ويو هو تہ مدرسي مان بهادر ۽ آزاد مزاج جا طالب العلم پيدا ڪيا وڃن تہ جيئن انگريزن خلاف جدوجهد ڪري ڪانئن نجات حاصل ڪري سگهجي(974).

مولانا محمدعثمان بلوچ ديوبند کان موٽڻ بعد نہ صرف مدرسي ۾ پاڻ کي درس وتدريس جي شغل تائين محدود رکيو، پر هن وطن جي آزاديءَ لاءِ "خلافت تحريڪ" جي آغاز سان پنهنجي سياسي زندگيءَ جي بہ شروعات ڪئي. پاڻ تحريڪ جي سرگرم اڳواڻن مان هڪ هو، ۽ تحريڪ کي ڪامياب بنائڻ واسطي خلافتي عالمن جڏهن فتوائون جاري ڪيون، تہ سندن ساٿ ڏيندي هن بہ ڪيترين ئي فتوائن جي تصديق ڪئي(975).

اهڙيءَ طرح هن تحريڪ لاءِ نہ صرف چندا گڏ ڪندو هو(976)، پر وس آهر پنهنجي طرفان بہ ان جي مالي مدد ڪندو هو(977). انگريزن خلاف جدوجهد ڪرڻ جي پاداش ۾ هن محب وطن عالم جيل جي سزا بہ ڀوڳي(978). تنهن هوندي بہ "خلافت تحريڪ" جي ڪيترن ئي عهدن تي فائز رهيو،* ۽ جلسن ۾ شريڪ ٿي (979)، پنهنجون سياسي سرگرميون جاري رکيائين.

"خلافت تحريڪ" کان پوءِ مولانا محمد عثمان "جمعيت العلماءِ" ۾ شريڪ ٿيو.

---

* پاڻ جن عهدن تي فائز رهيو سي هئا:

i. "ميمبر منتظمہ ڪاميٽي" ــ خلافت ڪاميٽي ڪراچي (ڏسو: روزانہ "الوحيد" ڪراچي، مؤرخہ سيپٽمبر 1920ع ص4).

ii. "ميمبر مجلس شوريٰ" ــ خلافتي ڪاميٽي (ڏسو: "روزانہ "الوحيد" ڪراچي، مؤرخہ 30 جنوري 1923ع ص4).

iii. "ميمبر" ــ مرڪزي خلافت ڪاميٽي (ڏسو: روزانہ "الوحيد" ڪراچي، مؤرخہ 14 فيبروري 1931ع ص2).

iv. "خزانچي" ــ صوبہ سنڌ خلافت ڪاميٽي (ڏسو: روزانہ "الوحيد" ڪراچي، مؤرخہ 14 فيبروري 1931ع ص2).

پاڻ ڪراچي ضلعي جي مکيه جمعيتي عالمن مان هڪ هو ۽ هن جماعت جي جلسن ۾ شريڪ ٿي سرگرميءَ سان حصو ورتائين (980). اهڙيءَ طرح جمعيت العلماءِ سنڌ جي مجلس عامله جوميمبر ٿي رهيو، ۽ ان کان سواءِ مولانا محمد صادق کڏي واري جي صحبت اختيار ڪري "جمعيت العلماءِ هند" ۽ "ڪانگريس" جو به همدرد رهيو(981).

مولاناصاحب ڪراچي ميونسپل اليڪشن لاءِ اميدوار بيٺو(982)، ۽ ميمبر متخب ٿي ويهه سال لياريءَ جي ماڻهن جي خدمت ڪيائين. اهڙيءَ طرح پاڻ "سنڌ مدرسة الاسلام" ڪراچيءَ جي بورڊ جو به ميمبر ٿي رهيو.

سن 1939ع ۾ مولانا عبيدالله سنڌي جلاوطنيءَ کان پوءِ جڏهن واپس سنڌ وريو ۽ اچي "جمنا، نربدا، سنڌ ساگر پارٽي" ٺاهيائين ته هن به ان ۾ شامل ٿي پنهنجون سياسي سرگرميون جاري رکيون.

مولانا محمد عثمان بلوچ تاريخ25 ذي القعد 1390هه مطابق 23 جنوري 1971ع تي هيءُ جهان ڇڏي راهه رباني ورتي(983).

## مولانا محمد عظيم "شيدا"

مولانا محمد عظيم ولد لعل بخش سولنگيءَ جي ولادت سن 1287هه مطابق 1870ع ۾ ڳوٺ گل ہرڙي تعلقي وارهه ضلعي لاڙڪاڻي ۾ ٿي. مولانا عبدالعزيز شاهه خارانيءَ کان شهر ڪنڊو، مولانا محمد کان پير جهنڊي، مولانا خادم حسين جتوئيءَ کان ڳوٺ ڀليڏني ۽ مولانا سيد محسن شاهه کان ميان جي ڳوٺ ۾ تعليم وٺي دستاربندي ڪيائين.

علمي فراغت کان پوءِ مختلف هنڌن تي درس وتدريس جو سلسلو جاري رکيائين ۽ ان سان گڏ ادبي خدمتون به سر انجام ڏيندو رهيو. پاڻ شعروشاعريءَ سان به شغف رکندو هو، ۽ پنهنجي شاعريءَ ۾ "شيدا" تخلص ڪم آڻيندو هو. سندس لکيل ڪتابن مان "سيرت مصطفيٰ"، "اصول حديث"، "ارشاد سالڪين" ۽ "ديوان شيدا" ذڪر لائق آهن(984).

مولوي محمد عظيم صاحب پنهنجي سياسي زندگيءَ جو آغاز "خلافت تحريڪ" ۾ حصي وٺڻ سان ڪيو. پاڻ هن تحريڪ جو مخلص ۽ سرگرم ڪارڪن ٿي رهيو (985). ان سان گڏ هن "جمعيت العلماء" ۾ به شرڪت ڪئي، ۽ ڪيتري وقت تائين هن جماعت جي ضلعي شاخ جو عهديدار به ٿي رهيو(986).

سنڌ جي بمبئيءَ کان عليحدگيءَ کان پوءِ مولانا صاحب ڪجهه وقت سياست کان

الڳ رهيو، پر پوءِ "مسلم ليگ" ۾ شموليت اختيار ڪيائين(987). ۽ قيام پاڪستان تائين انهيءَ سان وابستہ رهيو. ملڪ جي ورهاڱي بعد سياست کان پري رهي، خالص ديني خدمتون سرانجام ڏيندو رهيو(988)*.

## مولانا محمد علي جوڻيجو

مولانا محمد علي جوڻيجو سن1300ھ مطابق 1883ع ڌاري ڳوٺ گهموري تعلقي عمر ڪوٽ ۾ ڄائو. ابتدائي تعليم ڳوٺ هاڙهہ جي مڪتب مان ورتائين ۽ ان کان پوءِ مولانا محمد عثمان قرانيءَ جي مدرسي مان وڃي فارغ التحصيل ٿيو(989).

علمي فراغت کان پوءِ پهريائين ڳوٺ هوندو پليءَ ۾ پڙهايائين ۽ بعد ۾ حاجي محمد عالم پلي تعلقي عمر ڪوٽ ۾ "مدرسه دارالفيوض" قائم ڪري درس وتدريس ڏيڻ لڳو.

مولوي محمد عليءَ "جمعيت العلماءِ" ۾ شامل ٿي وطن جي آزاديءَ لاءِ پاڻ پتوڙيو. ان کان پوءِ "مسلم ليگ" ۾ شريڪ ٿي پنهنجون سياسي سرگرميون جاري رکيائين.

مولوي صاحب تاريخ 10 جمادي الاول 1371ھ مطابق 19 فيبروري 1952ع تي هيءُ جهان ڇڏيو(990).

## مولانا محمد علي شاهہ

مولوي سيد محمد علي شاهہ ولد سيد ولايت علي شاهہ جي ولادت سن 1323ع مطابق 1905ع ۾ ڳوٺ سيد ضلعي خيرپور ۾ ٿي. ابتدائي تعليم ڪوٽ مير محمد ۾ حاصل ڪيائين. ان کان پوءِ ٺيڙهي ۽ ديوبند ۾ پڙهي فارغ التحصيل ٿيو(991).

شاهہ صاحب "خلافت تحريڪ" جي آخري دور ۾ شامل ٿي آزاديءَ لاءِ جدوجهد شروع ڪئي. پاڻ "خلافت ڪاميٽي" ضلعي سکر جي مجلس عاملہ جو ميمبر بہ ٿي رهيو(992).

"خلافت تحريڪ" کان سواءِ مولانا صاحب "هاري تحريڪ" جو پڻ پرخلوص ڪارڪن ٿي گذريو آهي.سندس ئي ڪوشش سان سکر ۾ "هاري ڪاميٽيءَ"جو قيام عمل ۾ آيو. پاڻ هن تحريڪ سان وابستہ هجڻ سبب جيل بہ ڪاٽيائين(993).

---

* مولوي صاحب تاريخ 24 صفر المظفر سن 1409 مطابق 7 آڪٽوبر 1988ع تي وفات ڪري ويو.

شاهه صاحب 9 ربيع الثاني 1387هه مطابق 18 جولاءِ 1967ع تي رحلت ڪئي(994).

## مولانا ڊاڪٽر محمد عمر شيخ

مولوي محمد عمر ابتدائي تعليم پنهنجي والد مولوي احمد کان ورتي، باقي سڄي تعليم ٽيڙهي واري مدرسي "دارالهديٰ" ۽ پيرجهنڊي جي مدرسي "دارالرشاد" مان حاصل ڪيائين. ان کان پوءِ طبيه ڪاليج لاهور مان طب جو ڪورس پورو ڪري، اچي پهريائين پنهنجي ڳوٺ ۾، پوءِ سکر ۾ اسپتال کولي حڪمت جو ڌنڌو ڪرڻ لڳو.

پاڻ مولانا ابوالڪلام آزاد ۽ مولانا عبيدالله سنڌيءَ کي سياست ۾ پنهنجو اڳواڻ ڪري مڃيندو هو ۽ "جمعيت العلماءِ هند" سان واسطو رکي آزاديءَ جي تحريڪ ۾ حصو ورتائين.

ڊاڪٽر محمد عمر صاحب تاريخ 8 جمادي الاول 1390هه مطابق 15 جولاءِ 1968ع تي وفات ڪئي (995).

## مولانا محمد عمر ڪٽي

مولانا محمد عمر ولد ميان محمد اسحاق ڪٽي تاريخ 12 ربيع الاول 1278هه مطابق 7 سيپٽمبر 1861ع تي ڳوٺ گونگاٽي تعلقي شاهبندر ضلعي ٺٽي ۾ پيدا ٿيو. قرآن مجيد جي تعليم پنهنجي ڏاڏي کان وٺڻ بعد وڃي شاهه يقيق جي درگاهه تي مولوي محمد ابراهيم ميمڻ وٽ پڙهڻ ويٺو. جتي ماستر يار محمد ڪلهوڙي وٽ پرائمري تعليم به حاصل ڪري ورتائين، ۽ انهيءَ دوران ان وقت جي مشهور شاعر استاد ڪندن مل "مسڪين" وٽ به پڙهيو. ان بعد فارسي ۽ عربيءَ جي تعليم مولانا عبدالله جتوئيءَ کان وٺي فارغ ٿيو، ۽ باقي دوري جا ڪتاب اچي پنهنجي چاچي مولانا محمد هاشم ڪٽيءَ غلام الله واري کان پڙهيائين.

بعد ۾ اچي "سنڌ مدرسة الاسلام" ڪراچيءَ ۾ داخل ٿيو ۽ سن 1913ع ۾ فائينل پاس ڪري واپس اچي پنهنجي شهر ۾ ديني مدرسو قائم ڪيائين. جتي پهريائين مولانا فتح علي جتوئي نندي ۽ پوءِ ان جي جاءِ تي مولانا محمد عثمان ڪٽيءَ کي ڇڏي، پاڻ علم جي وڌيڪ تحقيق لاءِ وڃي مولانا عبدالغفور همايونيءَ وٽ رهيو. اتي سال کن رهي پوءِ امروٽ شريف ۾ مولانا تاج محمود صاحب وٽ هڪ سال تائين تفسير ۽

حديث جو مطالعو ڪيائين. ان کان پوءِ وچي ديوبند ۾ داخل ٿيو ۽ هڪ سال کان پوءِ واپس اچي علم قيافه مولانا محمد عثمان کان پڙهيائين.

مولانا صاحب کي آزاديءَ جي تحريڪن ۾ حصي وٺڻ جي ڪري ڪنهن مدرسي ۾ ويهي پڙهائڻ جو موقعو ڪو نه مليو. البت خانگي طرح ڪيترن ئي پانڌيئڙن کي علم جي زيور سان آراسته ڪيائين.

ڪيس تصنيف ۽ تاليف جو به شوق رهيو ۽ هن "زيب النساءِ جي ديوان مخفي" جي منظوم شرح به تيار ڪئي آهي. مولوي صاحب نوجوانن جي تعميري ادب ۾ دلچسپي رکندي "شاهبندر ادبي سوسائٽي" جو اعزازي ميمبر به رهيو(996).

مولانا محمد عمر ڪٽيءَ "خلافت تحريڪ" ۾ حصي وٺڻ سان پنهنجي سياسي زندگيءَ جو آغاز ڪيو. پاڻ تحريڪ جو سرگرم ڪارڪن ٿي رهيو ۽ وس آهر ان جي مالي مدد به ڪيائين(997). ان کان سواءِ ڏکڻ سنڌ ۾ هن تحريڪ جا ڪيترا جلسا سندس ئي صدارت ۾ ٿيا(998).

جڏهن سنڌ جي بمبئيءَ کان عليحدگيءَ واري تحريڪ هلي ته پاڻ به هن جدوجهد ۾ ڀرپور حصو ورتائين.

انگريزن کان آزادي حاصل ڪرڻ واسطي جڏهن "ڪانگريس" ۽ "مسلم ليگ" مذهبي بنيادن تي هلچل شروع ڪئي، ته هن "مسلم ليگ" ۾ شموليت اختيار ڪري پنهنجون سياسي سرگرميون جاري رکيون. ملڪ جي ورهاڱي کان پوءِ عملي طور تي سياست کان پري رهي، صرف ديني خدمتون سرانجام ڏيندو رهيو(999)*.

## مولانا محمد قاسم

مولانا محمد قاسم ٽنڊي ڄام جي طرف جو وينل هو. پاڻ ڪجهه وقت پير جهنڊي جي مدرسي "دارالرشاد" ۾ ابوتراب محمد رشد الله شاهه وٽ تعليم وٺڻ کان پوءِ مدرسي "مظهر العلوم" کڏي ڪراچيءَ ۾ به پڙهيو. ان بعد وچي دهليءَ جي طبيه ڪاليج ۾ داخل ٿيو ۽ ان سان گڏ جامعه مليه ۾ به پڙهڻ جو سلسلو جاري رکيائين.

سن 1929ع ڌاري واپس سنڌ وريو ۽ اچي مختلف شهرن ۾ شفاخانا کوليائين ۽ آخر ۾ حيدرآباد ۾ قومي شفاخانو قائم ڪري، حڪمت ڪندو رهيو. پاڻ سلهه جي مرضوعن تي هڪ ڪتاب لکيو هئائين، جيڪو ڇپجڻ کان اڳ ضايع ٿي ويو(1000).

---

* مولانا صاحب تاريخ 7 شوال سن 1403هه مطابق 16 جولاءِ 1983ع تي وفات ڪري ويو.

مولانا محمد قاسم "خلافت تحريڪ" ۾ شامل ٿي سياست ۾ قدم رکيو. پاڻ تحريڪ طرفان سڏايل جلسن ۾ شريڪ ٿي، نہ صرف خلافت جي اهميت تي ۽ ڌارين حڪمرانن کان آزادي حاصل ڪرڻ لاءِ تقريرون ڪندو هو (1001)، پر ڪيترو وقت "خلافت ڪاميٽي" حيدرآباد جو نائب صدر ۽ "صوبہ سنڌ خلافت ڪاميٽيءَ" جو ميمبر بہ ٿي رهيو(1002). ان ڪري کيس "صوبه سنڌ خلافت ڪاميٽيءَ" جي جنرل باديءَ جي اجلاس ۾ شرڪت ڪرڻ جو بہ موقعو مليو(1003).

سن 1930ع ۾ ڪانگريس لوڻ جي قانون شڪنيءَ جي انحرافيءَ ۾ تحريڪ هلائي، تنهن ۾ بہ بهرو وٺڻ ڪري جيل ياترا ڪيائين(1004).

خلافت جي خاتمي کان پوءِ هن صاحب "مسلم ليگ" ۾ شموليت اختيار ڪئي. کيس ٽنڊي جام مسلم ليگ طرفان ضلعي ڪاميٽيءَ تي کنيو ويو هو(1005). ان ڪري آخر ۾ هن ٿي جماعت جي سياسي ميدان تان وطن جي آزاديءَ لاءِ پاڻ پتوڙيندي عمر پوري ڪري ويو(1006).

## مولانا محمد مبارڪ پلي

مولوي محمد مبارڪ ولد حافظ عبدالحميد پلي سن 1333هه مطابق 1915ع ڌاري ڳوٺ ڪيرل تعلقي عمرڪوٽ ۾ ڄائو (1007). ڳوٺ حاجي عالم پليءَ جي مدرسي "دارالفيوض" ۾ مولانا محمد علي جوٺيجي وٽ پڙهي، فضيلت جي دستاربندي ڪيائين.

فارغ التحصيل ٿيڻ کان پوءِ ڪجهہ وقت مدرسه "تعليم الاسلام" عمر ڪوٽ ۾ مدرس ٿي رهيو. ان کان پوءِ مدرسه "دارالفيوض" حاجي محمد عالم پليءَ ۾ تعليم ڏيڻ لڳو. کيس علم ادب سان بہ وڏو چاهہ هو ۽ پاڻ رسالي "قراني" جو معاون ٿي رهيو. سندس تصنيف "انڪشاف الحقيقت" ذڪر لائق آهي.

مولانا صاحب "جمعيت العلماءِ" ۾ شموليت اختيار ڪري وطن جي آزاديءَ لاءِ جدوجهد شروع ڪئي(1008).

بعد ۾ جڏهن "ڪانگريس" ۽ "مسلم ليگ" مذهبي بنيادن تي هلچل شروع ڪئي تہ پاڻ "مسلم ليگ" ۾ شريڪ ٿي پنهنجون سياسي سرگرميون جاري رکيائين.

مولانا صاحب سن 1359هه مطابق 1940ع ۾ رحلت ڪئي(1009).

## مولانا حڪيم محمد معاذ پيرزادو

مولانا محمد معاذ ولد حاجي محمد عارف پيرزادو سن 1314هه مطابق 1896

ع ڏاري ڳوٺ قطال شاهه تعلقي سڪرنڊ ضلعي نواب شاهه ۾ پيدا ٿيو(1010). سندس اصل نالو محمد پناهه هو. پر پوءِ مولانا عبيدالله سنڌيءَ مٽس نئون نالو محمد معاذ رکيو.

قرآن مجيد ڳوٺ جي آخوند واليڏني وٽ پڙهڻ کان پوءِ وڃي ان وقت جي مشهور مدرسي "دارالرشاد" پير جهنڊي ۾ داخل ٿيو. جتي سنڌي، فارسي ۽ عربيءَ جي تعليم حاصل ڪرڻ کان پوءِ سن 1913ع ۾ درس نظامي پورو ڪيائين. تنهن کان پوءِ سن 1914ع ۾ دهليءَ وڃي حڪيم اجمل خان جي "مدرسه طبيه" ۾ ٻن مهينن تائين مطالعو ڪيائين. ان بعد ميرٺ وڃي مولانا عبدالمؤمن وٽ حديث جا ڪتاب پڙهيائين. آخر ۾ لکنؤ جي "تڪميل الطب ڪاليج جهوانئي ٽولا" ۾ داخل ٿي سن 1917ع ۾ طب جي عربيءَ ۾ سند وٺي واپس سنڌ وريو.

علمي فراغت کان پوءِ مولانا محمد معاذ نواب شاهه ۾ اچي دواخانو قائم ڪيو. جيڪو سالن جا سال حڪمت ۽ سياست جو مرڪز رهيو(1011). ڪيس پڙهڻ ۽ لکڻ جو پڻ وڏو ذوق هو، ۽ سندس ڪيترائي تاريخي مضمون سنڌ جي مختلف رسالن ۽ اخبارن جهڙوڪ: الرحيم ۽ مهراڻ ۾ شايع ٿيندا هئا.

مولانا محمد معاذ سنڌ جي ٻي لوث ۽ وطن دوست عالم سياستدانن مان هڪ هو. سندس سياسي تربيت مولانا عبيدالله سنڌيءَ جي نظرداريءَ هيٺ ٿي. جڏهن "خلافت تحريڪ" جو آغاز ٿيو، تہ وڏي جوش ۽ جذبي سان ان ۾ شرڪت ڪيائين. مولوي صاحب ڪيترو وقت هن تحريڪ جو مبلغ ٿي رهيو(1012)، ۽ هن جي ئي ڪوشش سان نواب شاهه شهر تحريڪ جو مکيہ مرڪز بڻجي ويو. پاڻ اتان جي خلافت ڪاميٽيءَ جو سيڪريٽري هو(1013). اهڙيءَ طرح "صوبہ سنڌ خلافت ڪاميٽي" جي ورڪنگ ڪاميٽي جو ميمبر، (1014) ۽ "آل انڊيا خلافت ڪاميٽيءَ" جو بہ ميمبر ٿي رهيو(1015). وطن جي آزاديءَ خاطر هن نہ رڳو تحريڪ جي سمورين ڪانفرنسن ۽ جلسن ۾ شرڪت ڪئي (1016)، پر انهيءَ جذبي هيٺ وطن جا وڻ ڇڏي افغانستان ڏانهن هجرت بہ ڪيائين(1017).

حڪيم صاحب "خلافت تحريڪ" سان گڏ "جمعيت العلماءِ" جو بہ سرگرم ڪارڪن ٿي رهيو. پاڻ پنهنجي ضلعي جي جمعيتي عالم اڳواڻن مان هڪ هو ۽ هن جماعت جي جلسن ۾ شريڪ ٿي وطن جي آزاديءَ لاءِ ڪوششون ورتائين(1018). ان کان سواءِ سن 1931ع دوران ڪراچيءَ ۾ سڏايل "جمعيت العلماءِ هند" جي جلسي ۾ هن آڌرياءُ ڪاميٽيءَ جي ميمبر طور بہ ڪم ڪيو(1019).

"جمعيت العلماءِ" سان گڏ آزاديءَ وارن ساڳين اصولن تي سندس لاڳاپا "ڪانگريس" سان بہ رهيا. جڏهن سنڌ جي بمبئيءَ کان جدائيءَ واري تحريڪ شروع ٿي، تہ پاڻ ان ۾ بہ ڀرپور حصو ورتائين(1020).

مطالعي هيٺ آيل دور ۾ مذهب ۽ وطن سان واسطو رکندڙ جيڪي بہ پارٽيون ٺهيون، يا جن جون بہ سنڌ اندر شاخون قائم ڪيون ويون، مولوي محمد معاذ انهن ۾ شرڪت ڪئي.

سن 1939ع ۾ مولانا عبيدالله سنڌيءَ جڏهن جلاوطنيءَ کان پوءِ واپس سنڌ وريو، ۽ اچي "جمنا، نربدا، سنڌ ساگر پارٽي" ٺاهيائين تہ هن ان جماعت جي قيام ۽ ڪارڪردگيءَ ۾ بہ سرگرميءَ سان حصو ورتو(1021).

ملڪ جي ورهاڱي کان پوءِ "هاري تحريڪ" ۾ شامل ٿي غريب هارين جي بهبود لاءِ جدوجهد ڪندو رهيو(1022).

پاڻ سن 1389ھ مطابق 1969ع تي لاڏاڻو ڪري ويو(1023).

## مولانا محمد موسيٰ حبشي

مولوي محمد موسيٰ ولد جمعو خان حبشي سن 1283ع مطابق 1866ع ڏاري ڳوٺ ڏاڀيجي ضلعي ٺٽي ۾ ڄائو. سنڌيءَ جي تعليم ڏاڀيجيءَ جي مڪتب ۾ وٺڻ بعد قرآن مجيد، فارسي ۽ عربيءَ جي ابتدائي تعليم وجهي مولوي عبدالله کان ٺٽي ۾ ورتائين. ان بعد سندس والدين ڏاڀيجيءَ مان ڪوچ ڪري وڃي ڪوٽڙيءَ ۾ ويٺا. ان ڪري پاڻ وڃي ٽنڊي ٺيڙهيءَ جي مدرسي ۾ داخل ٿيو. اتان پوءِ سکهوئي لکنؤ ۾ وڃي تعليم ورتائين، جتي طب جو علم بہ سکيو.

فارغ التحصيل ٿي سنڌ آيو ۽ ڪوٽڙي نانگولين ۾ ديني مدرسو قائم ڪري درس وتدريس ڏيڻ لڳو ۽ ان سان گڏوگڏ طب جو دڪان کولي حڪمت جو شغل بہ جاري رکيائين. پاڻ مدرسي "احرار الاسلام" لياري ڪوارٽر ۽ "مظهر العلوم" کڏي ۾ بہ ڪجھ وقت تعليم ڏنائين. ۽ اهڙيءَ طرح سٺو مبلغ ۽ چڱو شاعر پڻ هو(1024).

مولانا محمد موسيٰ پنهنجي سياسي زندگيءَ جو آغاز "خلافت تحريڪ" ۾ حصي وٺڻ سان ڪيو. پاڻ هن تحريڪ جو مخلص ۽ سرگرم ڪارڪن ٿي رهيو. خلافتي عالمن طرفان جڏهن "امن سڀا" ۾ شامل ٿيندڙن لاءِ فتويٰ جاري ٿي، تہ مولانا صاحب پڻ ان جي تصديق ڪري(1025)، پنهنجي تحريڪ دوستيءَ جو ثبوت ڏنو.

مولانا صاحب ڌارين حڪمرانن کان نجات حاصل ڪرڻ لاءِ تحريڪ جي جلسن ۾

نه صرف شريڪ ٿي انگريزن خلاف نفرت ڀريون تقريرون ڪندو هو(1026)، پر هن تحريڪ جي جلسن جي صدارت به ڪيائين(1027). انگريز دشمنيءَ جي پاداش ۾ ڪيس جيل جي سزا به ڀوڳڻي پئي. هن مرد مجاهد جي جيل وڃڻ تي خلافت جي جلسن ۾ نه صرف ڪيس خراج عقيدت پيش ڪيو ويو(1028)، پر جيل مان آزاد ٿي موٽڻ تي سندس استقبال به ڪيو ويو(1029). اهڙيءَ طرح وطن جي آزاديءَ خاطر پاڻ هن تحريڪ جي مالي مدد به خوب ڪيائين(1030).

هن محب وطن عالم سن 1350هه مطابق 1931ع تي رحلت ڪئي (1031).

## مولانا محمد هاشم اسحاق ديرائي

مولانا محمد هاشم ولد حاجي الهه بخش سن 1306هه مطابق 1889ع ۾ ڳوٺ قلپوته لڳ بنگلديرو ضلعي لاڙڪاڻي ۾ ڄائو. هن ابتدائي تعليم پنهنجي ڳوٺ کان شروع ڪئي ۽ پنهنجي مامي ملا عمر وٽ قرآن شريف حفظ ڪيائين. ان کان پوءِ مولانا عبدالله ٻنگلديرائي، مولانا خوش محمد ميروخاني، مولانا عبدالقادر پنهواري، ۽ مولانا محمد قاسم ڳڙهي ياسينيءَ وٽ پڙهي درس نظامي پورو ڪيائين(1032).

هن علمي فراغت بعد اچي اسحاق ديري تعلقي ڳڙهي ياسين ۾ ديني مدرسو قائم ڪري درس وتدريس جو آغاز ڪيو. ڪيس مولانا تاج محمود امروٽيءَ جي گهڻي صحبت ۽ ملاقات نصيب ٿي، پر ان جي وفات بعد لڏي اچي رڪ اسٽيشن پرسان نئين ڳوٺ ۾ ويٺو، ۽ اتي "انجمن مجاهدان اسلام" جي نالي سان هڪ تبليغي ادارو به قائم ڪيائين.

مولوي صاحب تدريس ۽ تبليغ سان گڏ تصنيف جو به ڪم ڪيو، ۽ سندس لکيل ڪتابن مان "بنات الرسول" ، "قبله جو مسئلو" ۽ "احياءِ القلوب" ذڪر لائق آهن(1033).

مولانا محمد هاشم "خلافت تحريڪ" ۾ شامل ٿي سياست ۾ پير پاتو. پاڻ تحريڪ جو سرگرم ڪارڪن ۽ مبلغ ٿي رهيو(1034)، ۽ تحريڪ سان انصاف ڪرڻ خاطر مدرسي کي ملندڙ سرڪاري گرانٽ وٺڻ کان به انڪار ڪري ڇڏيائين(1035). پاڻ تحريڪ جي جلسن ۾ شريڪ ٿي وڃي انگريزن خلاف عوام کي بيدار ڪندو هو. جنهن ڪري هن جيل جي سزا به ڀوڳي(1036). جڏهن خلافتي عالمن تحريڪ جي حق ۾ فتوائون جاري ڪيون ته مولوي صاحب به سندن ساٿ ڏنو(1037).

"خلافت تحريڪ" کان سواءِ هن "جمعيت العلماءِ" جي سياسي ميدان تان به وطن

جي آزاديءَ لاءِ پاڻ پتوڙيو. مولانا صاحب سکر ضلعي جي ناميارن جمعيتي عالمن مان هڪ هو. پاڻ ڪيترو وقت هن جماعت جي ضلعي شاخ جو ناظم (1038)، نائب صدر (1039)، صدر(1040)، ۽ ”جمعيت العلماءِ سنڌ“ جي ڪاروباري ڪاميٽيءَ جو ميمبر بہ ٿي رهيو(1041).

مولوي صاحب سن 1359ھ مطابق 1940ع ۾ وفات ڪئي(1042).

## مولانا محمد هاشم ڪٽي

مولانا محمد هاشم ولد ميان عبدالله ڪٽيءَ جي ولادت تاريخ 11 رجب المرجب 1271ع مطابق 30 مارچ 1855ع تي ڳوٺ گونگاٽيون، تعلقي شاهبندر ضلعي ٺٽي ۾ ٿي. ابتدائي تعليم پنهنجي ڏاڏي مولانا عبدالغفور ڪٽيءَ کان ورتائين. ان بعد باقي تعليم مولانا محمد عمر ستاهہ واري، مولانا عبدالله جتوئي ۽ ٺٽي ۾ مولانا عبدالرحيم کان وٺي فارغ التحصيل ٿيو.

علمي فراغت کان بعد ڪجھ وقت، پهريائين ڳوٺ گونگاٽين ۾ ۽ پوءِ غلام الله شهر ۾ تعليم ڏيڻ بعد موٽي اچي پنهنجي ئي ڳوٺ ۾ پوري ڄمار درس وتدريس ۾ گذاريائين. هن وقت سندس نالي پٺيان مدرسہ ”فيض هاشميہ“ ڪم ڪري رهيو آهي(1043).

مولانا محمد هاشم ڪٽيءَ ”خلافت تحريڪ“ ۾ حصي وٺڻ سان پنهنجي سياسي زندگيءَ جو آغاز ڪيو ۽ ڪيترو وقت خلافت ڪاميٽي ”گج گليل“ جو صدر بہ ٿي رهيو(1044).

”خلافت تحريڪ“ کان سواءِ پاڻ ”جمعيت العلماءِ“ ۾ بہ شموليت اختيار ڪيائين ۽ ان جي جلسن ۾ شريڪ ٿي، هن صاحب وطن جي آزاديءَ لاءِ پاڻ پتوڙيو(1045).

مولانا صاحب تاريخ 29 جمادي الثاني 1380ھ مطابق 18 ڊسمبر 1960ع تي هن فاني جهان مان لاڏاڻو ڪري ويو(1046).

## مولانا محمد هاشم انصاري

مولانا محمد هاشم ولد ملا محمد انصاري تاريخ 12 ربيع الاول 1305ع مطابق 28 نومبر 1887ع تي ڦلجي تعلقي جوهي ضلعي دادو ۾ ڄائو(1047). قرآن پاڪ ۽ فارسيءَ جي ابتدائي تعليم پنهنجي ڳوٺ ۾ ورتائين. ان بعد ڏکڻ بالا تعلقي جوهيءَ ۾ مولانا محمد حسن جي مدرسي ۾ وڃي هن عربيءَ جي تعليم حاصل ڪئي(1048).

علمي فراغت کان پوءِ دادو ۾ درس وتدريس ڏيڻ لڳو. ان بعد ميان جو پٽ لڳ اسٽيشن همايون، کهڙا رياست خيرپور، قاضيءَ جي ڪنڊي لڳ اسٽيشن ڦلجي، شڪارپور، ڪاهي ڪنڊا لڳ نوشهروفيروز ۽ نوشهروفيروز ۾ وڃي علم جو نور پکڙيائين(1049) آخر ۾ نواب شاهه جي جامع مسجد جو پيش امام مقرر ٿيو ۽ هن ٿي عرصي دوران قرآن شريف جو حفظ به ڪري ورتائين(1050).

مولانا صاحب "خلافت تحريڪ" ۾ بهرو وٺندي سياست ۾ قدم رکيو. پاڻ جيتوڻيڪ هن تحريڪ جي مکيه ڪانفرنسن ۾ شريڪ ٿي آزاديءَ لاءِ ڀرپور جدوجهد ڪيائين، پر ان هوندي به خلافتي اڳواڻن جي جذباتي فيصلن کان پري رهيو. خاص ڪري "هجرت تحريڪ" جي مخالفت ڪيائين ۽ ولايتي ڪپڙي پهرڻ واري مسئلي تي هن خلافتين جو ساٿ نه ڏنو(1051).

پاڻ زندگيءَ جو ظاهري سفر پورو ڪري تاريخ 12 صفر سن 1382هه مطابق 14 جولاءِ 1962ع تي وڃي پنهنجي خالق حقيقيءَ سان مليو(1052).

## مولانا پير محمد هاشم جان سرهندي

پير محمد هاشم جان ولد خواجه محمد حسن جان سرهندي تاريخ 16 ذي القعد 1322هه مطابق 22 جنوري 1905 تي ٽنڊي سائينداد ضلع حيدرآباد ۾ ڄائو(1053).

قرآن مجيد جو حفظ مولانا لعل محمد متعلويءَ وٽ ڪيائين ۽ فارسي ۽ عربيءَ جا ڪتاب پنهنجي والد بزرگوار وٽ پڙهيو(1054). ان بعد وڃي اجمير شريف جي "مدرسه معينيه" ۾ داخل ٿي، مولانا معين الدين وٽ پڙهيو، ۽ ان جي پاءِ حڪيم نظام الدين کان فن طب حاصل ڪيائين(1055). اجمير کان واپس اچي هن مدرسه "رڪن الاسلام" ٽنڊي سائينداد ۾ درس وتدريس جو شغل اختيار ڪيو(1056).

پير هاشم جان "جمعيت العلماءِ" ۾ شموليت اختيار ڪري انگريزن کان آزادي حاصل ڪرڻ لاءِ جدوجهد شروع ڪئي. تاريخ 14 ۽ 15 آگسٽ 1937ع تي ڪراچيءَ ۾ جڏهن مولانا حسين احمد مدنيءَ جي صدارت هيٺ "جمعيت العلماء سنڌ" جو جلسو ٿيو، ته پاڻ به ان ۾ شرڪت ڪيائين(1057).

ان کان پوءِ جڏهن حيدرآباد واري قلعي ۾ قاري محمد طيب ديوبنديءَ جي صدارت ۾ هن جماعت جو عظيم الشان جلسو منعقد ٿيو، ته ان ۾ پڻ پير صاحب شرڪت ڪري وطن جي آزاديءَ لاءِ جاکوڙ ڪئي(1058).

پير صاحب تاريخ 22 رمضان 1395هه مطابق 28 سيپٽمبر 1975ع تي هن فاني جهان مان لاڏاڻو ڪيو(1059).

## مولانا محمد هاشم

مولوي محمد هاشم ولد حاجي لال محمد ڳوٺ وارياسي تعلقي ميهڙ ۾ پيدا ٿيو. هن ابتدائي تعليم مولوي عبدالڪريم ڏيري کان ورتي. ان کان پوءِ مولانا محمد اسحاق ڪڙيائيءَ وٽ باقي تعليم پوري ڪري دستاربندي ڪيائين(1060).

فارغ التحصيل ٿيڻ بعد مولوي صاحب پنهنجي ڳوٺ ۾ مدرسو قائم ڪري درس وتدريس جو آغاز ڪيو. ڪيس تصنيف ۽ تاليف سان به شوق هوندو هو ۽ هن "خطبات هاشميه" نالي ڪتاب لکيو(1061).

مولانا محمد هاشم خلافتي عالمن مان هڪ هو ۽ وطن جي آزاديءَ خاطر پاڻ "خلافت تحريڪ" جي ئي سياسي ميدان تان جدوجهد ڪيائين(1062). ۽ هن تحريڪ جي خاتمي کان پوءِ سياست کان پري رهيو.

هن سن 1396هه مطابق 1976ع ۾ وفات ڪئي(1063).

## مولانا محمد هاشم لغاري

مولانا محمد هاشم ولد حاجي الهه بخش لغاري سکر ضلعي جو رهاڪو هو. شروعاتي تعليم پانڌيءَ جي ڳوٺ ۾ ورتڻ بعد ٿوري وقت لاءِ رياست بهاولپور ۾ وڃي پڙهيو. ان کان پوءِ پير جهنڊي ۾ مولانا عبيدالله سنڌيءَ وٽ ڪجهه وقت پڙهڻ بعد وڃي دارالعلوم ديوبند ۾ داخل ٿيو، ۽ اتان ئي علم جي تڪميل ڪري واپس وريو.

علم جي تحصيل بعد داد لغاريءَ جي ويجهو ٿالهيءَ جي ڳوٺ ۾ مدرسو کولي پڙهائڻ لڳو، پر سندس گهڻو رجحان تبليغ ڏانهن هئڻ ڪري، اڪثر سفر ۾ گذاريندو هو.

مولانا محمد هاشم لغاريءَ تي ديوبند واري ئي دور ۾ انقلابي رنگ چڙهڻ شروع ٿيو. جڏهن "خلافت تحريڪ" هلي ته ان ۾ حصي وٺڻ جي پاداش ۾ هن آزاديءَ جي متوالي کي سهارنپور جيل جو به منهن ڏسڻو پيو(1064).

ديوبند کان واپس موٽي اچي مانُ ڪري ويهي نه رهيو، پر درس وتدريس سان گڏ سياست جي شغل کي به جاري رکيائين. پاڻ بين الاقوامي سياست ۾ به دلچسپي رکندو هو ۽ انگورا جي مظلومن سان همدرديءَ جي اظهار لاءِ ميرپورماٿيلي ۾ سندس ئي صدارت ۾ جلسو منعقد ٿيو(1065).

ان کان پوءِ مسلمانن تي ٿيندڙ ظلمن خلاف تاريخ 31 مئي 1931ع تي جڏهن شڪارپور ۾ جلسو ٿيو، تہ پاڻ ان ۾ بہ شريڪ ٿي انهن ظلمن خلاف نفرت جو اظهار ڪيائين(1066). خلافت جي خاتمي کان پوءِ مولوي صاحب صرف ديني خدمتون انجام ڏيندي پنهنجي ڄمار پوري ڪئي(1067).

## مولانا محمد هاشم گهانگهرو

مولوي محمد هاشم ولد محمد چُتل گهانگهرو سن 1329هہ مطابق 1911ع ۾ پير وهنيل تعلقي ميرواهہ ضلعي خيرپور ۾ ڄائو. سن 1924ع ڌاري پيرجهنڊي جي مدرسي "دارالرشاد" ۾ مولانا عبدالله لغاري، مولانا عبدالقادر لغاري ۽ مولانا شمس الحق افغانيءَ وٽ ڇهن سالن تائين پڙهيو. ان کان پوءِ سن 1928ع ۾ وڃي "مظهر العلوم" کڏي ڪراچيءَ ۾ داخل ٿيو، جتي مولانا محمد صادق، مولانا عبدالجليل ۽ مولانا حافظ فضل احمد کان تعليم ورتائين. اتان پوءِ واپس ڳوٺ پهچي هن سنڌي فائينل جي تياري ڪري سن 1932ع ۾ وڃي شڪارپور مان اهو امتحان پاس ڪيو. ان بعد ٻيهر "مظهر العلوم" کڏي ۾ پهچي تعليم جاري رکندي سن 1938ع ۾ دستاربندي ڪيائين. تنهن بعد مدرسي جي قائم ڪيل اسڪول ۾ پڙهائڻ سان گڏ هفتيوار "اصلاح" جو ايڊيٽر ٿي رهيو. جڏهن مولانا عبيدالله سنڌي پنهنجي جلاوطنيءَ کان پوءِ سن 1939ع ۾ واپس سنڌ وريو ۽ اچي "جمنا، نربدا، سنڌ ساگر پارٽي" ۽ "بيت الحڪمت" قائم ڪيائين تہ مولانا محمد هاشم پنهنجي سياسي زندگيءَ جو آغاز ڪري، مولانا سنڌيءَ جي ڻاهيل پارٽيءَ ۾ شريڪ ٿيو. پاڻ شاگرديءَ واري ئي دور ۾ مولانا محمد صادق کڏي واري جي سياسي صحبت بہ حاصل ڪري چڪو هو. ان ڪري مولاناعبيدالله سنڌيءَ هن کي پيرجهنڊي ۾ وٺي اچي کيس "جمنا، نربدا، سنڌ ساگر پارٽي" ۽ "بيت الحڪمت" جي دفتر جو انچارج مقرر ڪيو. مولانا محمد هاشم صاحب هن ئي جماعت جي سياسي ميدان تان وطن جي آزاديءَ لاءِ پاڻ پتوڙيو.

سن 1940ع دوران فوج ۾ ڀرتي ٿيو ۽ تربيت بعد کيس برما جي محاذ تي موڪليو ويو. سن 1947ع ۾ فوج مان ڇڏي سکر ٽيڪنيڪل اسڪول ۾ هڪ سال ٽريننگ وٺي اچي حيدرآباد پاور هائوس ۾ ملازم بڻيو. جتان پوءِ سگهوئي ڇڏي خانگي ڪمن ۾ زندگي بسر ڪرڻ لڳو(1068)*

---

* مولوي گهانگهرو صاحب هن وقت وفات ڪري ويو آهي.

## مولانا محمد يعقوب حاجاڻو

مولوي محمد يعقوب ولد سونهارو خان حاجاڻو بلوچ تاريخ 6 صفر 1330ھ مطابق 26 جنوري 1912ع تي ديهه لياري تعلقي ڇڇوري ضلعي ٿرپارڪر ۾ پيدا ٿيو. هن ابتدائي عربيءَ جي تعليم "دارالعلوم وليهڙ" تعلقي عمرڪوٽ ۾ مولانا عبدالمطلب کان ورتي. ان بعد "دارالعلوم قراني" تعلقي ڇڇوري ۾ مولانا محمد عثمان قرانيءَ وٽ فقه ۽ حديث جي تعليم پوري ڪرڻ کان پوءِ ٻيهر موٽي اچي "دارالعلوم وليهڙ" ۾ مولانا عبدالڪريم ساند وٽ باقي رهيل ڪتاب ۽ تفسير پورو ڪيائين.

علمي فراغت کان پوءِ درس وتدريس جو مشغلو اختيار ڪرڻ بدران مولوي صاحب سياست ۾ قدم رکيو. جڏهن پڙهي بس ڪيائين تہ "خلافت تحريڪ" پنهنجي آخري دور ۾ پهچي چڪي هئي، تنهن هوندي بہ ان ۾ بهرو ورتائين.

مولانا صاحب "ڪانگريس" ۾ بہ ڪافي وقت رهي وطن جي آزاديءَ لاءِ پاڻ پتوڙيو. آخر ۾ سن 1938ع کان وٺي ملڪ جي ورهاڱي تائين "خاڪسار تحريڪ" ۾ رهي، پنهنجي محلي جي سالار جو عهدو سنڀالي سياسي خدمتون سرانجام ڏيندو رهيو. ڌارين حڪمرانن خلاف سنڌس انهيءَ سرگرم سياست جي پاداش ۾ ڪيس سول نافرمانيءَ جي ڏوهہ ۾ 307 هيٺ ٻن سالن جي سزا ڏيئي، ڊسٽرڪٽ جيل ملتان ۾ رکيو ويو.

مولانا محمد يعقوب پاڻ هر هاري هئڻ ڪري آخر ۾ ڏکويل هارين جو همدرد ٿي رهيو(1069).

## مولانا محمد يوسف ٻنوي

مولانا محمد يوسف ولد مولانا محمد سليمان ٻنوي سن 1306ھ مطابق 1889ع ۾ ڳوٺ سيد قادر ڏنو شاهہ لڳ جنهاڻ سومرو ضلعي حيدرآباد ۾ ڄائو. اول کان وٺي آخر تائين پنهنجي والد وٽ علم حاصل ڪري سن 1327ھ ۾ دستاربند ٿيو(1070).

علمي فراغت کان پوءِ ٻني ۾ پنهنجي والد واري مدرسي ۾ تدريس جو ڪم شروع ڪيائين، ۽ انهيءَ پڙهائيءَ جي سلسلي کي سن 1390ھ تائين جاري رکندو آيو(1071) ان بعد فيصلا ڪرڻ ۽ فتوائون ڏيڻ سنڌس خاص مشغلو رهيو(1072).

مولانا محمد يوسف بہ پنهنجي والد مولانا محمد سليمان ٻنويءَ وانگر آزادي پسند سنڌي عالم هو. هن پنهنجي والد جي تربيت هيٺ سياسي بصيرت حاصل ڪئي هئي. جڏهن "خلافت تحريڪ" جي لهر پوري ملڪ اندر ڊوڙي تہ مولانا محمد يوسف پڻ ان ۾ شريڪ ٿي، پنهنجي سياسي زندگيءَ جو آغاز ڪيو. پاڻ تحريڪ جو سرگرم

ڪارڪن ٿي رهيو ۽ ڏکڻ سنڌ ۾ ان کي ڪامياب ۽ ڪامران بنائڻ لاءِ سڏايل جلسن ۾ سنڌس وڏو هٿ هو(1073).

جڏهن انگريزن مولوي فيض الڪريم کان "تحقيق الخلافت" نالي هڪ فتويٰ جو رسالو شايو ڪرائي، "خلافت تحريڪ" کي دٻائڻ جي ڪوشش ڪئي، تہ خلافتي عالمن طرفان وري ان جو رد لکيو ويو، جنهن جي مولانا محمد يوسف پڻ تائيد ڪئي(1074).

ان سان گڏ تحريڪ جي مالي امداد لاءِ خلافتي عالمن سان چندن گڏ ڪرائڻ ۾ بہ ساٿ ڏنائين(1075) وطن جي آزاديءَ خاطر انگريزن خلاف ڪم ڪرڻ ڪري، ڪيس جيل جي سزا بہ ڀوڳڻي پيئي(1076).

"خلافت تحريڪ" کان پوءِ جڏهن سنڌ جي بمبئيءَ کان عليحدگيءَ واري تحريڪ هلي ۽ سنڌ اندر "سنڌ آزاد پارٽي" ٺاهي ويئي تہ ڪيس ميرپور بٺوري شاخ جو صدر مقرر ڪيو ويو. هن عهدي تي فائز رهي هڪ مبلغ بڻجي، سنڌ جي جدائيءَ تائين هن تحريڪ ۾ بہ ڀرپور حصو ورتائين(1077).

مولانا صاحب آخر ۾ "جمعيت العلماءِ" ۾ شامل ٿيو، ۽ هن جماعت جي جلسن ۾ شريڪ ٿي وطن جي آزاديءَ لاءِ پاڻ پتوڙيندو رهيو(1078).

مولوي محمد يوسف تاريخ 9 محرم 1397هہ مطابق 31 ڊسمبر 1976ع تي رحلت ڪئي(1079).

## مولانا محمود پاٽائي

مولانا محمود ولد مولانا محمد صالح صديقي سن 1301هہ مطابق 1884ع ڏاري پاٽ ضلعي دادو ۾ ڄائو. ابتدائي تعليم مولانا حسن الله پاٽائيءَ کان وٺڻ بعد وڃي ٽونڪ ۾ حڪيم برڪات احمد وٽ پڙهڻ ويٺو(1080) ان کان پوءِ اجمير ۾ مولانا معين الدين وٽ پڙهيو ۽ آخر ۾ دستاربند بہ ٿيو.

علمي فراغت بعد درس وتدريس جو شغل اختيار ڪيائين. سندس غير معمولي قابليت جي شهرت جي ڪري، وٽس فارغ التحصيل عالم بہ پڙهڻ ايندا هئا. پاڻ يوناني حڪمت ۾ مهارت رکڻ (1081) سان گڏ عربي ۽ فارسيءَ جو اديب پڻ هو، ۽ هن "امور عامہ" (قلمي) تي هڪ ڪتاب بہ لکيو آهي(1082).

مولانا محمود صاحب پنهنجي سياسي زندگيءَ جي ابتدا تڏهن ڪئي، جڏهن "خلافت تحريڪ" شروع ٿي. پاڻ هن تحريڪ جو نہ صرف سرگرم ڪارڪن ٿي رهيو، پر جڏهن خلافتي عالمن امن سڀا ۾ شامل ٿيندڙن لاءِ فتويٰ جاري ڪئي، تہ هن ان

جي تصديق ڪري پنهنجي تحريڪ دوستيءَ جو ثبوت ڏنو(1083) ان ڪان سواءِ حيثيت آهر تحريڪ جي مالي مدد به ڪيائين(1084).

پاڻ تاريخ 29 جمادي الآخر 1351هه مطابق 30 آڪٽوبر 1932ع تي لاڏاڻو ڪري ويو(1085).

## مولانا ميان محمود

مولوي محمود ولد ميان حاجي محمد قاسم لاڪير جي ولادت ڳوٺ صلح آباد عرف ٻوڙا لاڪير لڳ خيرپور ناٿن شاهه ضلعي دادو ۾ ٿي. ۽ ملڪن ۾ پڙهي دستاربندي ڪيائين.

علم جي تحصيل ڪان پوءِ پڙهائڻ سان گڏ ذڪرواذڪار جو سلسلو به شروع ڪيائين ۽ پاٽ شريف ۾ پهچي، مولانا محمود صديقيءَ وٽ ان سلسلي جي تڪميل ڪرڻ بعد اڻ ڳڻين ماڻهن کي فيض پهچائيندو رهيو(1086)

مولانا ميان محمود "خلات تحريڪ" شروع ٿيڻ سان سياست ۾ پير پاتو. جڏهن خلافتي عالمن امن سڀائين جي خلاف فتوائون جاري ڪيون. ته پاڻ نه صرف انهن جي تصديق ڪيائين(1087)، پر ڪيتري وقت تائين لاڙڪاني ضلعي جي ڳوٺ "چونڊين خلافت ڪاميٽيءَ" جو صدر به ٿي رهيو(1088).

تحريڪ جو هيءُ مخلص ڪارڪن لارڪاڻي ضلعي ۾ "خلافت تحريڪ" جي ٿيندڙ جلسن ۾ شريڪ ٿي، وطن جي آزاديءَ خاطر جدوجهد ڪندو هو(1089).

مولانا صاحب تاريخ 27 رمضان 1363هه مطابق 15 سيپٽمبر 1944ع تي وفات ڪئي(1090).

## مولانا معين الدين صديقي

مولانا معين الدين سيوهڻ جي صديقي خاندان مان هو ۽ پنهنجي دور جو وڏو جيد عالم ٿي گذريو آهي. پاڻ مخدوم حسن الله پاٽائيءَ ڪان تعليم ورتي هٿائين ۽ جيمس آباد وٽ پير ڳڙين ۾ پڙهائيندو هو(1091).

مولانا صاحب پنهنجي سياسي زندگيءَ جو آغاز "خلافت تحريڪ" ۾ حصي وٺڻ سان ڪيو.پاڻ انگريزن ڪان آزادي حاصل ڪرڻ واسطي هن ئي تحريڪ کي ڪامياب بنائڻ لاءِ خلافتي عالمن جو ساٿ ڏنائين.

خلافتي عالمن جڏهن "ترڪ موالات" تي عمل ڪرائڻ لاءِ فتوائون جاري ڪيون

تہ مولانا معين الدين صاحب پڻ انهن فتوائن جي تصديق ڪري(1092) پنهنجي تحريڪ دوستيءَ جو ثبوت ڏنو.

پاڻ سن 1367ھ مطابق 1948ع ۾ هيءُ جهان ڇڏيائين(1093).

## مولانا حڪيم معين الدين ڪنياروي

مولوي معين الدين ولد عبدالرحمٰن سن 1310ھ مطابق 1893ع ۾ ڪنيارين ضلعي نواب شاھ ۾ ڄائو. سندس اوائلي نالو حزب الله هو، پر پوءِ معين الدين سڏجڻ لڳو. قرآن شريف پنهنجي والد وٽ پورو ڪرڻ بعد ڪجھ وقت حافظ گل شير ۽ قاضي محمد صديق جهونجهاڻ واري وٽ بہ پڙهيو. عربيءَ جا سبق مولوي احمد علي لاهوريءَ، حافظ محمد اڪرم هالائي ۽ مولانا محمد صديق راڻي پور واري کان ورتائين. طبابت پروفيسر محمد نواز بهاولپور واري کان سکيو، پر ان جي سند هن وڃي دهليءَ جي طبيہ ڪاليج پٽيالي مان ورتي(1094).

مولانا معين الدين صاحب سن 1917ع کان وٺي دادو جي شهر ۾ رهڻ لڳو ۽ اتي طبابت شروع ڪيائين. ڪيس انهيءَ پيشي ۾ چڱي مهارت حاصل ٿي ويئي، ۽ ڪجھ وقت کان پوءِ دادو ڇڏي وڃي نواب شاھ ۾ ويٺو ۽ اتي بہ طبابت جو شغل جاري رکيائين(1095).

مولانا صاحب خلافت تحريڪ ۾ شامل ٿي سياست ۾ قدم رکيو. پاڻ "آل انڊيا خلافت ڪاميٽيءَ" جو ميمبر ٿي رهيو (1096)، ۽ سنڌ اندر هن تحريڪ جي جلسن ۾ شريڪ ٿي وطن جي آزاديءَ لاءِ ڪم ڪيائين(1097). اهڙيءَ طرح خلافتي عالمن جڏهن غير ملڪي ڪپڙي جي پهرڻ خلاف فتويٰ جاري ڪئي، تہ هن بہ ان جي تصديق ڪئي(1098). ان کان سواءِ وس آهر تحريڪ جي مالي مدد بہ ڪيائين(1099).

"خلافت تحريڪ" کان پوءِ "جمعيت العلماءِ" ۾ شموليت اختيار ڪري، ان جو سرگرم ڪارڪن ٿي رهيو. ڪيس سن 1925ع ۾ جمعيت العلماءِ سنڌ جي ورڪنگ ڪاميٽي جو ميمبر مقرر ڪيو ويو(1100). اهڙيءَ طرح پاڻ هن جماعت جي جلسن ۾ پڻ شريڪ ٿي(1101)، پنهنجون سياسي خدمتون جاري رکندو آيو.

مولانا صاحب تاريخ 13 ذي الحج 1389ھ مطابق 20 فيبروري 1970ع تي هن فاني دنيا مان لاڏاڻو ڪري، دار البقا ڏانهن راهي ٿيو(1102).

## مولانا مولاداد چانڊيو

مولوي مولاداد ولد علي بخش چانڊيي جي ولادت ڳوٺ گل محمد چانڊيي تعلقي خيرپور ناٿن شاهه ضلعي دادو ۾ ٿي. سنڌي فائنل تائين ڪڪڙ ۾ پڙهيو. ان کان پوءِ پوليس ڪاتي ۾ منشي بڻجي ملازمت جو آغاز ڪيائين ۽ گڏوگڏ سوني خان جتوئيءَ جي مدرسي ۾ مولانا غلام عمر جتوئيءَ کان ديني تعليم بہ حاصل ڪندو رهيو. لڳاتار ستن سالن جي محنت کان پوءِ دستاربند ٿيو ۽ ملازمت ڇڏي اچي ڳوٺ وسايائين (1103).

مولوي صاحب "خلافت تحريڪ" ۾ حصي وٺڻ سان سياست ڏانهن وڌيو. پاڻ هن تحريڪ جو پرخلوص ۽ سرگرم ڪارڪن ٿي رهيو. وطن جي آزاديءَ خاطر انگريزن خلاف ڪم ڪرڻ سبب جيل بہ ڪاٽيائين(1104). هن خلافت ڪاميٽي "گل محمد چانڊيو" شاخ جو سيڪريٽري بڻجي آزاديءَ لاءِ جدوجهد ڪئي(1105).

مولوي صاحب پنهنجي ڄمار جو آخري حصو "مسلم ليگ" ۾ گذاريو. هن انهيءَ جماعت سان تعاون ڪندي "مسجد منزل گاهه" واري تحريڪ ۾ ڀرپور حصو ورتو.

پاڻ تاريخ 17 رمضان 1362هه مطابق 17 سيپٽمبر 1943ع تي هيءُ جهان ڇڏيائين(1106).

## مولانا مير محمد نورنگي

مولانا مير محمد ولد ملا محمد هاشم ڳوٺ راضي ڳوررڙ، تعلقي قمبر ضلعي لاڙڪاڻي ۾ پيدا ٿيو. ابتدائي تعليم پنهنجي والد کان ورتائين. ان کان پوءِ مولوي فيض محمد پير ڳوٺائي، مولوي محمد اسماعيل ابڙن واري، مولانا عبد الله بنگلديرائي، مولانا قمر الدين، مولوي نظر محمد پنگائي ۽ مولوي امام بخش بهاولپوري کان عربي ۽ فارسي جي تعليم وٺي دستاربندي ڪيائين. علم جي تحصيل کان پوءِ هن پنهنجي ئي ڳوٺ ۾ مدرسو قائم ڪري تدريس جو سلسلو شروع ڪيو(1107).

مولانا مير محمد نورنگيءَ "خلافت تحريڪ" ۾ شريڪ ٿيڻ سان سياست جي ميدان ۾ پير پاتو ۽ پڇاڙيءَ تائين ان جو سرگرم ڪارڪن ٿي رهيو(1108).

خلافت تحريڪ جي زماني ۾ انگريز سرڪار جڏهن امن سڀا قائم ڪرائي ۽ سنڌي عوام هن نئين ڄار ۾ ڦاسڻ لڳو تہ خلافتي عالمن گڏجي امن سڀا ۾ شامل ٿيندڙن خلاف فتويٰ جاري ڪئي، جنهن جي مولانا صاحب بہ تصديق ڪئي(1109). ان کان پوءِ امن سڀائي عالمن ولايتي ڪپڙي کي استعمال ڪرڻ جي حق ۾ ڳالهيون ڪرڻ شروع

ڪيون تہ انهن جي رد ۾ بہ خلافتي عالمن فتوائون ڏنيون، جن جي تائيد ڪندڙن مان مولانا مير محمد نورنگي بہ هڪ هو(1110).

”خلافت تحريڪ“ ڪان سواءِ مولانا صاحب ”جمعيت العلماءِ سنڌ“ جي سياسي ميدان تان بہ وطن جي آزاديءَ لاءِ جدوجهد ڪئي. پاڻ سن1925ع ڪان وٺي هن جماعت جو نائب صدر ٿي رهيو(111).

آخر ۾ سن 1938ع ڪان وٺي مولوي صاحب ”مسلم ليگ“ سان وابستہ رهيو ۽ سندس ئي ڪوشش سان لاڙڪاڻي ۾ ”مسلم ليگ“ جي شاخ قائم ٿي(1112).

پاڻ تاريخ 10 محرم 1361هہ مطابق 28جنوري 1942 تي رحلت ڪيائين(1113).

## مولانا مير محمد جتوئي

مولانا مير محمد ولد مولانا حاجي عبد الله جتوئي سن 1275هہ مطابق 1858ع ۾ ڄائو. شروعاتي تعليم پنهنجي والد ڪان ورتائين. ان بعد ڪجهہ وقت مولانامحمد هاشم غلام الله واري وٽ پڙهيو، ۽ آخر ۾ مولانا خادم حسين رتيديرو واري وٽ باقي تعليم پوري ڪري دستاربند ٿيو. علمي فراغت ڪان پوءِ پنهنجي ڳوٺ ۾ درس تدريس ڏيندو رهيو(1114).

مولانا صاحب پنهنجي سياسي زندگي جي شروعات ”خلافت تحريڪ“ ۾ شامل ٿيڻ سان ڪئي. جڏهن خلافتي عالمن امن سڀا ۾ شامل ٿيندڙن لاءِ هڪ فتويٰ جاري ڪئي تہ پاڻ بہ ان جي تصديق ڪري(1115)، پنهنجي تحريڪ دوستيءَ جو ثبوت ڏنائين.

”خلافت تحريڪ“ جي جڏهن پڇاڙي ٿي تہ مولوي صاحب ”جمعيت العلماءِ“ ۾ شامل ٿيو ۽ ڏکڻ سنڌ ۾ هن جماعت جي سڏايل جلسن ۾ شريڪ ٿي وطن جي آزاديءَ لاءِ پاڻ پتوڙيندو رهيو(116).

مولانا مير محمد جتوئيءَ تاريخ 15 رمضان 1391هہ مطابق 5 نومبر1971ع تي وفات ڪئي (1117).

## مولانانبي بخش عودي

مولانا نبي بخش ولد غلام حسين سومري جي ولادت سن 1287هہ مطابق 1870ع ۾ شڪارپور ۾ ٿي. هن ابتدائي تعليم شڪارپور ۾ ورتي. بعد ۾ مولانا عبدالغفور همايوني ۽ مولانا عبد الله بنگلديري واري وٽ پڙهيو. ان ڪان پوءِ ڪجهہ وقت خواجہ غلام فريد جي مدرسي ڪوٽ مٺڻ ۾ ۽ مولانا راغب الله جي مدرسي پاٽي پٽ ۾ باقي

تعليم وٺي فضيلت جي دستاربندي ڪيائين (1118).

فارغ التحصيل ٿيڻ کان پوءِ مولانا نبي بخش پاڙي جي مسجد ۾ درس تدريس ڏيڻ لڳو. ان کان پوءِ ڳوٺ عودي تعلقي ٺل ضلعي جيڪب آباد جي مدرسي ۾ مدرس اعليٰ مقرر ٿيو(1119).

مولانا صاحب "خلافت تحريڪ" ۾ حصو وٺندي وطن جي آزاديءَ لاءِ جدوجهد شروع ڪئي. پاڻ هن تحريڪ جو مخلص ڪارڪن ٿي رهيو. ۽ خلافتي عالمن جي جاري ڪيل فتوائن ۾ سنڌن صحيحون ڏنائين(1120). اهڙيءَ طرح خلافت تحريڪ جي جلسن ۾ به شريڪ ٿيندو رهيو(1121).

"خلافت تحريڪ" کان پوءِ ڪيترو عرصو "جمعيت العلماءِ" سان به وابسته رهيو. ۽ جيڪب آباد ضلع جي ناميارن جمعيتي عالمن مان هڪ هو. مولوي صاحب "جمعيت العلماءِ سنڌ" جي ورڪنگ ڪاميٽيءَ جو ميمبر(1122). ۽ ان جي جيڪب آباد واري ضلعي شاخ جو صدر به ٿي رهيو(1123). هن انهيءَ عهدي تي فائز رهي، وطن جي آزادي لاءِ پنهنجون سياسي سرگرميون جاري رکيون.

مولانا صاحب تاريخ 11 ربيع الثاني سن 1370هه مطابق 19 جنوري1951ع تي لاڏاڻو ڪري ويو(1124).

## مولانا نذير حسين جتوئي

مولانا نذير حسين ولد خادم حسين جتوئي تاريخ 6- جمادي الاول 1321هه مطابق 31 جولاءِ 1903ع تي شاهه جي ڳوٺ تعلقي ڳڙهي ياسين ضلع شڪارپور ۾ پيدا ٿيو. شروعاتي تعليم پنهنجي والد کان ڳوٺ پليڏنو آباد ۾ ورتائين. ان کان پوءِ گهوٽڪيءَ ۾ مولانا اميد علي صاحب، وڏا وڳڻ ۾ مولانا محمد عظيم سولنگيءَ ۽ چشمه شريف ۾ مولانا عبدالحڪيم وٽ پڙهيو (1125). آخر ۾ اچي رتيديري ۾ مولانا اميد عليءَ وٽ دستاربندي ڪيائين (1126).

علمي فراغت کان پوءِ سياست ۾ حصي وٺڻ ڪري، ڪيس پڙهائڻ جو موقعو نه ملي سگهيو. البت صحافت ۾ قدم رکندي لاڙڪاڻي مان نڪرندڙ هفتيوار "سجاڳي" اخبار ۽ ماهوار "بادل" رسالي جو ايڊيٽر ٿي رهيو. انهيءَ مشغلي هوندي به شاعريءَ سان لڳاءُ هوندو هوس. *

---

* مولانا نذير حسين جتوئيءَ عربي، فارسي، اردو ۽ سنڌيءَ ۾ شاعري ڪئي آهي. تحريڪ دوران سنڌيءَ ۾ چيل ڪلام جو هڪ بند هن طرح آهي:

مولانا نذير حسين صاحب پنهنجي سياسي زندگيءَ جو آغاز "خلافت تحريڪ" ۾ حصي وٺڻ سان ڪيو. پاڻ هن تحريڪ طرفان ٿيندڙ جلسن ۾ شريڪ ٿي انگريزن خلاف نفرت جو اظهار ڪندو هو.

جڏهن خلافت جو خاتمو ٿيو تہ هن "ڪانگريس پارٽيءَ" ۾ شموليت اختيار ڪئي. سن 1923ع ۾ پارٽيءَ طرفان ڪيس ضلعي لاڙڪاڻي جو صدر بہ مقرر ڪيو ويو. پاڻ ان عهدي تي فائز رهي وطن جي آزاديءَ لاءِ ڪم ڪيائين.

سن 1935ع ۾ جڏهن هاري پارٽيءَ جو قيام عمل ۾ آيو، تہ هن بہ ان ۾ شامل ٿي، سنڌ جي ڏتڙيل ۽ غريب هارين کي سندن حق وٺي ڏيڻ لاءِ جاکوڙ ڪئي. ۽ نتيجي ۾ ڪيس جيل جي سزا بہ ڀوڳڻي پيئي (1127).

ان بعد "جمعيت العلماءِ" جي سياسي ميدان تان وطن جي آزاديءَ لاءِ پاڻ پتوڙيائين ۽ هن جماعت جي مکيہ گڏجاڻين ۽ ڪانفرنسن ۾ شريڪ ٿي انگريزن خلاف ڪم ڪندو رهيو (1128).

سن 1939ع ۾ مولانا عبيدالله سنڌي جلاوطنيءَ کان پوءِ جڏهن واپس سنڌ وريو، ۽ اچي "بيت الحڪمت" قائم ڪري پيرجهنڊي جي مدرسي ۾ تعليم ڏيڻ جو آغاز ڪيائين، تہ پاڻ بہ ان جي تعليمي درسن ۾ شريڪ ٿي فيضياب ٿيو. اهڙيءَ طرح مولانا سنڌيءَ جي سياسي صحبت حاصل ڪري، ان جي ٺاهيل "جمنا- نربد- سنڌ ساگر پارٽيءَ" سان وابستہ رهي پنهنجون سياسي سرگرميون جاري رکيائين (1129).

مولانا صاحب تاريخ 1 جمادي الاول 1394هه مطابق 23 مئي 1974ع تي رحلت ڪري ويو(1130).

## مولانا قاضي نظر محمد ديهاتي

مولانا قاضي نظر محمد ولد حڪيم عبدالرحمان سومرو سن 1304هه مطابق 1886ع ۾ ڳوٺ ديهات تعلقي ڪنڊياري ضلع نوابشاهہ ۾ ڄائو (1131). ابتدائي سنڌي، فارسي ۽ حفظ قرآن جي تعليم پنهنجي والد کان ورتائين. وڌيڪ تعليم لاءِ ڪيس محبت ديري سيال ۽ سيٺارجا وڃڻو پيو. عربيءَ جي حصول لاءِ وڃي ٽنڊي سائينداد واري مدرسي "دارالرشاد" ۾ مولانا شاهہ آغا صاحب وٽ صرف ۽ نحو جا ڪتاب پڙهيائين. ان کان پوءِ

---

بغاوت منهنجي فطرت آ، مان باغي ٿي گذاريندس،
سڄي سنسار جي ردي سرشتي کي سڌاريندس.

هن ديني علمن تي وڏيڪ دسترس حاصل ڪرڻ لاءِ وڃي دهليءَ جا در ڪڙڪايا. جتي مولانا عبدالرب جي مدرسي ۾ داخل ٿي، ديني علم جي حصول سان گڏ علم طب ۾ به مهارت حاصل ڪري ورتائين. ان کان پوءِ واپس سنڌ وريو ۽ اچي ٽنڊي سائينداد ۾ مولانا خير محمد مگسيءَ وٽ فارغ التحصيل ٿيو(1132).

علمي فراغت کان پوءِ موٽي پنهنجي ڳوٺ ديهات ۾ "مدرسه مجدديه" قائم ڪري درس وتدريس ڏيڻ لڳو ۽ ان سان گڏ حڪمت جو شغل به جاري رکيائين (1133).

مولانا صاحب کي لکڻ پڙهڻ جو به شوق هوندو هو ۽ ڪجهه ڪتاب به لکيائين. جن مان 1- تحفدقاديان، 2- انوار احمديه درحالات مشائخ نقشبنديه ۽ 3- مجموعه نظم ديهاتي ذڪر لائق آهن. (1134).

مولانا نظر محمد ديهاتي گهڻو وقت اسلام جي تبليغ ۽ اشاعت ۾ مشغول رهندو هو، پر جڏهن انگريزن کان آزادي حاصل ڪرڻ لاءِ ملڪ اندر تحريڪون شروع ٿيون ته پاڻ به سياست ۾ دلچسپي وٺندي "خلافت تحريڪ" ۾ شامل ٿيو. جيتوڻيڪ پاڻ خلافتي عالمن سان ولايتي ڪپڙي جي استعمال تي اختلاف رکندو هو(1135)، پر تحريڪ جي باقي مرحلن تي ساڻن ڀرپور ساٿ ڏنائين.

"خلافت تحريڪ" جي اوائلي دور ۾ جڏهن امن سپائي عالم مولوي فيض الڪريم ٺاروشاهيءَ "تحقيق الخلافت" نالي هڪ فتويٰ جو رسالو شايع ڪري خلافت جي حقيقت ۽ حيثيت کي مسخ ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي، ته خلافتي عالمن به ان جو رد لکيو، جنهن جي مولانا صاحب پڻ تصديق ڪري پنهنجي تحريڪ دوستيءَ جو ثبوت پيش ڪيو(1136).

مولانا صاحب تاريخ 9 جمادي الثاني 1345هه مطابق 15 ڊسمبر 1926تي لاڏاڻو ڪيو(1137).

## مولانا نور محمد نظاماڻي

مولوي نور محمد ولد محمد خان نظاماڻيءَ جي ولادت سن 1306هه مطابق 1888ع ڏاري ٽنڊي سومري، تعلقي ٽنڊي الهيار ضلعي حيدرآباد ۾ ٿي. سنڌي فائينل تائين تعليم ڳوٺ واري اسڪول ۾ استاد محمد حسن کان ورتائين. "ڪريما" فارسي به وٽس پڙهيو ۽ ذاتي شوق هيٺ عربي ۽ اردوءَ جو پڻ سٺو چاڻو بنجي ويو.

پاڻ شاگرديءَ جي ئي زماني ۾ علم ادب ۽ شعر وشاعريءَ سان شغف رکندو هو ۽ نتيجي ۾ اڳتي هلي سن 1912ع ۾ "جهاد اڪبر" نالي هڪ ننڍڙو رسالو ڇپائي پڌرو

ڪيائين.

مولانا صاحب ڪجهه وقت سنڌيءَ جو استاد به ٿي رهيو، پر پوءِ سگهوئي استعيفا ڏيئي، پنهنجي ئي ڳوٺ ۾ "نورالهديٰ" نالي ديني مدرسو قائم ڪري، قرآن مجيد جي تعليم ڏيڻ شروع ڪيائين. ڪيس قرآن وحديث جي علم ۾ ڪافي مهارت حاصل هئي.

سن 1925ع ۾ پنهنجو ڳوٺ ڇڏي اچي ٽنڊي الهيار ۾ دواخانو کوليائين، ۽ ان سان گڏ صحافت جي به خدمت ڪندو رهيو. پاڻ هفتيوار اخبار "نور الاسلام" ٽنڊوالهيار (1925ع)، هفتيوار اخبار "طيرا ابابيل" حيدرآباد (1933ع)، ۽ هفتيوار "مرغ فلڪ" حيدرآباد (1934ع) جو ايڊيٽر ٿي رهيو.

مولوي نور محمد نظاماڻيءَ پنهنجي سياسي زندگيءَ جو آغاز "خلافت تحريڪ" ۾ حصي وٺڻ سان ڪيو. پاڻ تحريڪ جي گڏجاڻين ۾ شريڪ ٿي وطن جي آزاديءَ لاءِ جدوجهد ڪيائين(1138). اهڙيءَ طرح انهيءَ تحريڪ کي ڪامياب ۽ ڪامران بنائڻ واسطي نه صرف چندا گڏ ڪندو هو(1139)، پر وس آهر هن پنهنجي طرفان به ان جي مالي مدد ڪئي (1140).

مولوي صاحب تاريخ 15 شعبان 1353هه مطابق 23 نومبر 1934ع تي وفات ڪئي(1141).

## مولانا نور محمد انڍڙ

مولوي نور محمد ولد الهنواز انڍڙ سن 1304هه مطابق 1886ع ۾ ڳوٺ شاهو انڍڙ ضلعي سکر ۾ ڄائو. پاڻ پهريائين ڳوٺ لکپور تعلقي اباوڙي ۾ مولانا علي شير وٽ پڙهڻ ويٺو. بعد ۾ لاڙڪاڻي شهر لڳ خالد ڳوٺ ۾ مولانا نورنگائيءَ ۽ نيڙهيءَ ۾ مولانا حماد الله صاحب هاليجويءَ وٽ پڙهڻ کان پوءِ وڃي دارالعلوم ديوبند ۾ داخل ٿيو، ۽ اتان ئي دستاربندي ڪيائين(1142).

علمي فراغت کان پوءِ واپس سنڌ وريو ۽ اچي پهريائين مٺارين ۾ سرهندي پيرن وٽ پڙهائڻ ويٺو. ان بعد ڪجهه سال دادلوءَ تعلقي پني عاقل ۾ پڙهايائين. تنهن کان پوءِ اچي گهوٽڪيءَ جي مدرسي "قاسم العلوم" ۾ درس ڏيڻ لڳو. بعد ۾ جيتوٽيڪ پاڻ هن مدرسي مان به پيرا هليو ويو ۽ وڃي ٻين هنڌن تي پڙهايائين، پر وري به موٽي اچي ساڳي ئي مدرسي ۾ ديني خدمتون سرانجام ڏيندو رهيو(1143).

مولانا نور محمد انڊڙ کي مولانا تاج محمود امروٽيءَ جي سياسي صحبت حاصل هئي ۽ انگريزن جي مخالفت ۾ ڏاڍو سرگرم رهيو(1144). جڏهن "خلافت تحريڪ" شروع ٿي تہ ان ۾ شامل ٿيو. ۽ سنڌ ۽ هند جي عالمن طرفان جڏهن "ترڪ موالات" لاءِ هڪ جامع فتويٰ شايع ٿي، تہ هن بہ ان جي تصديق ڪئي(1145). اهڙيءَ طرح سنڌ جي خلافتي عالمن جڏهن "امن سبا" ۾ شامل ٿيندڙن خلاف فتويٰ جاري ڪئي، تہ پاڻ بہ ان جي تائيد ڪندڙن مان هڪ هو(1146).

"خلافت تحريڪ" دوران جڏهن علماءِ ڪرام افغانستان ڏانهن هجرت ڪرڻ جو سڏ ڏنو، تہ مولانا صاحب بہ سنڌ مان ان وقت هجرت ڪري اچا پشاور تائين مس پهتو تہ "هجرت تحريڪ" ختم ٿي ويئي ۽ ڪيس واپس ورڻو پيو(1147).

پاڻ تاريخ 12 محرم 1386هہ مطابق 7 مئي 1966ع تي هيءُ جهان ڇڏيائين(1148).

## مولانا نور محمد سجاولي

مولانا نور محمد ولد حافظ محمد عمر راجا جي ولادت سن 1332هہ مطابق 1914ع ڌاري ڳوٺ خالصہ لڳ سجاول ضلعي ٺٽي ۾ ٿي. قرآن مجيد جو حفظ پنهنجي والد وٽ شروع ڪرڻ کان پوءِ وجي "دارالفيوض هاشميہ" سجاول ۾ مولوي محمد ٻارڻ وٽ پڙهڻ وينو. ان بعد فارسيءَ جي تعليم مولانا محمد ٻنويءَ وٽ پوري ڪيائين. تنهن کان پوءِ هن مولانا محمد يعقوب، مولانا حاجي فتح علي ۽ مولانا شمس الحق افغانيءَ وٽ باقي مٿيان ڪتاب پورا ڪيا. انهيءَ وچ ۾ وزيرآباد پنجاب ۾ مولانا محمد خليل وٽ ۽ اڇره لاهور ۾ مولانا مهر محمد وٽ بہ پڙهيو. اهڙيءَ طرح هڪ سال لاءِ اجمير وڃي مولانا عبدالحي وٽ ميبذي پڙهيائين(1149). تنهن کان پوءِ ڊابيل وڃي مولانا عبدالرحمٰن امروهيءَ کان تفسير جلالين پڙهيو.

علمي فراغت بعد واپس سنڌ وريو ۽ اچي سجاول ۾ پڙهائڻ لڳو. ٻارهن سالن بعد وڃي مولوي محمد خان نوحاڻي ڪنگوره وٽ ٽن سالن تائين پڙهايائين. جنهن کان پوءِ اچي ٻيهر سجاول ۾ پڙهائڻ لڳو ۽ مدرسي جو صدر مدرس ٿي رهيو(1150).

مولانا صاحب وطن جي آزاديءَ خاطر "جمعيت العلماءِ هند" ۾ شامل ٿي جدوجهد

شروع ڪئي. پاڻ هن جماعت جو مخلص ۽ سرگرم ڪارڪن ٿي رهيو. اهڙيءَ طرح ورهاڱي کان پوءِ محض ديني خدمتون جاري رکيائين(1151).*

## مولانا هدايت الله تنيو

مولانا هدايت الله ولد مولوي گل محمد تنيو تاريخ 10 ذي القعد سن 1312ھ مطابق 5 مئي 1895ع تي ڳوٺ موسيٰ ديري تعلقي ڪنڊياري ضلعي نواب شاهه ۾ ڄائو(1152). ڪيس سن 1905ع ۾ محبت ديري پرائمري اسڪول ۾ ويهاريو ويو(1153). جتان هن سنڌيءَ جا چار درجا پاس ڪري سن 1908ع ۾ وڃي نوشهري جي مدرسي ۾ داخلا ورتي (1154). ان بعد وڃي ”سنڌ مدرسة الاسلام“ ڪراچيءَ ۾ پڙهيو، ۽ اتان سن 1914ع ۾ فائينل پاس ڪيائين(1155).

مولوي صاحب فائينل پاس ڪرڻ کان پوءِ ڪلارڪ جي حيثيت سان ملازمت اختيار ڪئي. جڏهن خلافت تحريڪ شروع ٿي تہ پاڻ ملازمت ڇڏي وڃي سياست ۾ عملي قدم رکيائين(1156). انهيءَ ٿي عرصي دوران پاٽ جي مدرسي مان ديني تعليم حاصل ڪري عالمن جي صف ۾ شمار ٿيو(1157).

مولانا صاحب جڏهن عيال سميت مديني منوره پهتو، تہ اتي جي ”مدرسة التهذيب“ ۾ ستن سالن تائين تعليم ڏنائين(1158). اتان پوءِ واپس سنڌ وريو ۽ اچي پٿوري ۾ مدرسو قائم ڪري درس وتدريس ڏيڻ لڳو. ان کان پوءِ ڪجھ وقت ٽنڊي آدم ۾ حڪيم محمد معاذ سان گڏ طب جي دڪان ۾ حصيدار بڻجي ڪم ڪيائين(1159). بعد ۾ ڪيس نوشهري فيروز ۾ ملازمت ملي، پر سگھوئي اتان بہ ڇڏي وڃي مبلغ بڻيو (1160). اهڙيءَ طرح محبت ديري جتوئي جي انگريزي پنچاتي اسڪول ۾ ٻارهن مهينا استاد ٿي رهيو(1161).

پاڻ پنهنجي دور جو سٺو عالم، حڪيم حاذق، اديب ۽ شاعر ٿي گذريو آهي. سندس لکيل ڪتابن مان ”مجموعه زيور“ (قلمي) ”زال مڙس جو جهيڙو“ (قلمي) ”طب

* مولوي صاحب سن 1611ھ مطابق 1990ع ۾ وفات ڪري ويو.

يوناني" (قلمي) ۽ "بياض ناصري" (قلمي) ذڪر لائق آهن(1162).

مولانا هدايت الله صاحب "خلافت تحريڪ" ۾ حصي وٺڻ سان سياست ۾ قدم رکيو. سن 1920ع ۾ جڏهن علماءِ ڪرام هجرت ڪرڻ جو سڏ ڏنو، تہ پاڻ عيال سوڌو هن تحريڪ ۾ شامل ٿي، افغانستان ڏانهن هجرت ڪيائين (1163). پر پوءِ ڪيس ناڪام ۽ مايوس مهاجرن سان گڏ واپس وطن ورڻو پيو(1164).

مولوي صاحب "خلافت تحريڪ" جو پرخلوص ۽ سرگرم ڪارڪن ٿي رهيو. سندس ئي ڪوشش سان ڳوٺ سعيد باغ ۾ خلافت ڪاميٽي قائم ٿي ۽ جنهن جو پاڻ سيڪريٽري ٿي ڪم ڪيائين. تحريڪ جي ڪاميابيءَ واسطي مولانا صاحب سنڌ جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ وڃي، تبليغ ڪرڻ سان گڏ چندا بہ گڏ ڪندو هو(1165).

خلافت جي خاتمي کان پوءِ سن 1931ع ۾ هن "خاڪسار تحريڪ" ۾ شموليت اختيار ڪئي ۽ ڪيس ضلعي "خاڪسار تحريڪ" جو "سالار" بہ مقرر ڪيو ويو. پاڻ پڇاڙيءَ تائين هن تحريڪ سان وابستہ رهي وطن جي آزاديءَ لاءِ جدوجهد ڪندو رهيو.*

مولانا هدايت الله تنيو تاريخ 14 شعبان سن 1370هہ مطابق 1- جون 1950ع تي هن فاني جهان مان لاڏاڻو ڪري دارالبقا ڏانهن راهي ٿيو(1166).

---

* مولانا صاحب "خاڪسار تحريڪ" جي تعريف ۾ سنڌ جي سالار مولوي خير محمد نظامائيءَ کي شعر ۾ هڪ خط بہ هن طرح لکيو هو:

بيهي بيلچي جو ويو يار پڙڪو،
ڇمڇي جو چانهہ ۾ ٻڏي يار ڪڙڪو،
ڪڏهن بيلچو ئي هو ڪنڌ ۾،
ڊبل مارچ ۽ هو پنڌ ۾،
هئي هاڪ ڏاڍي سڄيءَ سنڌ ۾،
پيو برطانيہ ۾ يار ڦڙڪو.

## مولانا يار محمد

مولوي يار محمد جي ولادت سنڌ جي قديم شهر شڪارپور ۾ ٿي. هن ابتدائي تعليم پنهنجي ڏاڏي حافظ خليفي الهرڪيي ڪان ورتي. ان ڪان پوءِ مولوي ميان عبدالرحيم شڪارپوريءَ ۽ مولانا حافظ محمد حيات صاحب وٽ پڙهي باقي تعليم پوري ڪيائين.
علمي فراغت ڪان پوءِ پاڻ درس وتدريس ڏيڻ لڳو ۽ پوري چمار مسجد ۾ ويهي انهيءَ شغل کي جاري رکيائين(1167).

مولوي يار محمد صاحب پنهنجي عملي سياست جو آغاز "خلافت تحريڪ" ۾ شامل ٿيڻ سان ڪيو ۽ ان جو سرگرم ڪارڪن ٿي رهيو. "خلافت تحريڪ" جي شروعات ۾ انگريزن جڏهن "امن سڀا" قائم ڪرائي ۽ ان جي روح روان عالم مولوي فيض الڪريم ٽارو شاهيءَ کي اڳيان آڻي، خلافت جي اهميت کي مسخ ڪرڻ لاءِ ڪانئس "تحقيق الخلافت" نالي هڪ فتويٰ جو رسالو شايع ڪرايو، تہ خلافتي عالمن وري ان جو رد لکيو، جنهن جي مولوي صاحب پڻ تصديق ڪئي(1168).

ان ڪان پوءِ سنڌ جي خلافتي عالمن انگريزي ڪپڙي پهرڻ جي مخالفت ۾ فتويٰ جاري ڪئي، تہ هن بہ ان جي تصديق ڪري (1169)، پنهنجي تحريڪ دوستيءَ جو ثبوت ڏنو. وطن جي آزاديءَ لاءِ سندس سياسي خدمتون هن ئي تحريڪ تائين محدود رهيون. ۽ پاڻ تاريخ 29 شوال سن 1361هہ مطابق 9 نومبر 1942ع تي زندگيءَ جو ظاهري سفر پورو ڪري، وڃي پنهنجي مالڪ حقيقيءَ سان مليو(1170).

# حوالا

(1) مولانا دين محمد وفائي مرحوم: ”تذڪره مشاهير سنڌ“، حيدرآباد، سنڌي ادبي بورڊ، 1974ع، ص177.

(2) ايضاً، ص178.

(3) تفصيل لاءِ ڏسو:

i. ”امن سڀا ۾ شامل ٿيندڙن لاءِ متفقه فتويٰ“، ڪراچي جمعيت علماءِ سنڌ، 1340هه، ص17.

ii. ”اظهار الڪرامة في مقاصد الخلافة والامامة“، سکر انجمن شوريٰ علماءِ سنڌ، سال؟، ص146.

(4) ڏسو: روزانه ”الوحيد“ ڪراچي، مؤرخه 26 جون 1920ع، ص3.

(5) مولانا دين محمد وفائي مرحوم: ”تذڪره مشاهير سنڌ“، حيدرآباد، سنڌي ادبي بورڊ، 1974ع، ص179.

(6) مولوي محمد هالائي: ”مولانا احمد مرحوم هالائي“ (مضمون)، ٽه ماهي مهراڻ ”سوانح نمبر“ 3-4 ڪراچي، حيدرآباد سنڌي ادبي بورڊ، 1957ع، ص196.

(7) ڏسو: روزانه ”الوحيد“ ڪراچي، مؤرخه 26 اپريل 1920ع، ص14-16.

(8) تفصيل لاءِ ڏسو:

i. روزانه ”الوحيد“ ڪراچي، مؤرخه 13 جون 1920ع، ص4.

ii. روزانه ”الوحيد“ ڪراچي، مؤرخه 10 جولاءِ 1920ع، ص4.

iii. روزانه ”الوحيد“ ڪراچي، مؤرخه 11 جولاءِ 1920ع، ص5.

iv. خلافت ۽ سمرنا فنڊ جي آمدنيءَ جو تفصيل ۽ خرچ جو نقشو تاريخ4 نومبر 1919ع کان تاريخ 31 جولاءِ 1921ع تائين ڪراچي، جمعيت خلافت اسلاميه صوبه سنڌ، 1922ع ص2 ۽ 10)

(9) ڏسو: روزانه ”الوحيد“ ڪراچي، مؤرخه 22 آڪٽوبر 1922ع، ص4.

(10) تفصيل لاءِ ڏسو:

i. ”امن سڀا ۾ شامل ٿيندڙن لاءِ متفقه فتويٰ“، ڪراچي جمعيت علماءِ سنڌ، 1340هه، ص11.

ii. ”اظهار الڪرامة في مقاصد الخلافة والامامة“، سکر انجمن شوريٰ علماءِ سنڌ، سال؟، ص137.

(11) ڏسو ماهي مهراڻ "سوانح نمبر" حيدرآباد سنڌي ادبي بورڊ، 1957ع، ص197.

(12) هيءَ معلومات "مولانا عبدالحڪيم ولد مولانا احمد ميمڻ" کان 1، آڪٽوبر 1982ع تي انٽرويو ذريعي ورتي ويئي.

(13) ڏسو: "جمعيت خلافت صوبہ سنڌ جي ساليانی رپورٽ" بابت سال سيپٽمبر 1922 کان اگسٽ 1923ع تائين، ڪراچي الوحيد اليڪٽرڪ پرنٽنگ پريس، 1923ع، ص4.

(14) تفصيل لاءِ ڏسو:

i. روزانہ "الوحيد" ڪراچي، مؤرخہ 31 آڪٽوبر 1922ع، ص4.

ii. روزانہ "الوحيد" ڪراچي، مؤرخہ 15 نومبر 1922ع، ص4.

iii. روزانہ "الوحيد" ڪراچي، مؤرخہ 12 مارچ 1929ع، ص6.

(15) هيءَ معلومات "مولانا عبدالوهاب لنڊ" کان 24 سيپٽمبر 1982ع تي انٽرويو ذريعي ورتي ويئي.

(16) هيءَ معلومات "مولانا عبدالحڪيم ولد مولانا احمد ميمڻ" کان 1، آڪٽوبر 1982ع تي انٽرويو ذريعي ورتي ويئي.

(17) خواجہ غلام علي الانا: "لاڙ جي ادبي ءِ ثقافتي تاريخ"، ڄامشورو، انسٽيٽيوٽ آف سنڌ الاجي، 1977ع ص322.

(18) ايضاً ص323.

(19) ڏسو: روزانہ "الوحيد" ڪراچي، مؤرخہ 31 آڪٽوبر 1922ع، ص4.

(20) ڏسو: روزانہ "الوحيد" ڪراچي، مؤرخہ 24 اپريل 1932ع، ص6.

(21) ڏسو: روزانہ "الوحيد" ڪراچي، مؤرخہ 20 مارچ 1925ع، ص4.

(22) ڏسو: روزانہ "الوحيد" ڪراچي، مؤرخہ 22 مئي 1931ع، ص3.

(23) خواجہ غلام علي الانا: "لاڙجي ادبي ءِ ثقافتي تاريخ"، ڄامشورو، انسٽيٽيوٽ آف سنڌ الاجي، 1977ع ص322.

(24) هيءَ معلومات "حڪيم نور محمد خاصخيلي ڊينگاڻ پرڳڻيءَ" واري کان سوالنامي ذريعي حاصل ٿي.

(25) روزانہ "الوحيد" ڪراچي، مؤرخہ 9 جولاءِ 1920ع، ص2.

(26) تفصيل لاءِ ڏسو:

i. "ترڪِ موالات نمبر 1"، بمبئي، مرڪزي خلافت ڪميٽي، 1920ع ص11.

ii. "ولايتي ڪپڙي خريد ڪرڻ واري معنيٰ هجڻ واري فتويٰ" ڪراچي، جمعيت علماءِ سنڌ، 1340هه، ص21.

(27) غلام محمد گرامي، "ويا سي وينجهار"، حيدر آباد، سنڌي ادبي بورڊ، 1977ع ص249.

(28) ايضاً ص248.

(29) مرتب ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ: "پير احسان الله شاهه راشدي مرحوم"، (مقالو)، ٽه ماهي مهراڻ "سوانح نمبر" 3-4 ڪراچي، حيدرآباد 1957ع، ص ص153-154.

(30) ايضاً ص155.

(31) ايضاً ص153.

(32) اسد الله شاهه "اسد" ٽکڙائي: "مرحوم مولانا حافظ اسد الله شاهه ٽکڙائي" (مضمون)، ٽه ماهي مهراڻ "سوانح نمبر" 3-4 ڪراچي، حيدرآباد سنڌي ادبي بورڊ، 1957ع، ص126.

(33) اسد الله شاهه "اسد" ٽکڙائي: "تذڪره شعراء ٽکڙ"، حيدرآباد سنڌي ادبي بورڊ، 1959ع، ص72.

(34) اسد الله شاهه "اسد" ٽکڙائي: "مرحوم مولانا حافظ اسد الله شاهه ٽکڙائي (مضمون)، ٽه ماهي مهراڻ "سوانح نمبر" 3-4 ڪراچي، حيدرآباد سنڌي ادبي بورڊ، 1957ع، ص129.

(35) مولانا سيد محمد ميان: "تحريڪ شيخ الهند"، (باردوم) لاهور، مڪتبه محموديه، 1978ع، ص392.

(36) تفصيل لاءِ ڏسو:
روزانه "الوحيد" ڪراچي، مؤرخه 8، آڪٽوبر 1920ع، ص3.
روزانه "الوحيد" ڪراچي، مؤرخه 10، آڪٽوبر 1920ع، ص4.
روزانه "الوحيد" ڪراچي، مؤرخه 13، آڪٽوبر 1920ع، ص3.
روزانه "الوحيد" ڪراچي، مؤرخه 24، آڪٽوبر 1920ع، ص2.

(37) ڏسو: "خلافت ۽ سمرنا فنڊ جي آمدني جو تفصيل ۽ خرچ جو نقشو" تاريخ نومبر 1919ع کان تاريخ 31 جولاءِ 1921 تائين، ڪراچي جمعيت خلافت اسلاميه صوبه سنڌ، 1922ع، ص2.

(38) تفصيل لاءِ ڏسو:
i. "ترڪِ مولات نمبر 1"، بمبئي، مرڪزي خلافت ڪميٽي، 1920ع ص10.
ii. "اظهار الڪرامة في مقاصد الخلافة والامامة"، سکر انجمن شوريٰ علماءِ سنڌ، سال؟، ص136.

iii. ”متفقه فتويٰ“ دهلي، جمعيت مرڪزيہ علماء هند. 1339هه، ص27.
iv. ”ولايتي ڪپڙي خريد ڪرڻ جي واري منع هجڻ واري فتويٰ“ ڪراچي، جمعيت علماءِ سنڌ، 1340هه، ص16.

(39) مختصر حالات انعقاد، دهلي، جمعيت علماء هند، سال؟، ص5.

(40) ڏسو: روزانہ ”الوحيد“ ڪراچي، مؤرخہ 20 مارچ 1925ع، ص4.

(41) ڏسو: روزانہ ”الوحيد“ ڪراچي، مؤرخہ 26 اپريل 1920ع، ص14-16.

(42) جي. ايم. سيد: ”جنب گذاريم جن سين“، (جلد پهريون)، حيدرآباد، سنڌي ادبي بورڊ. 1967ع،ص175.

(43) مولانا دين محمد ”اديب“: ”مولانا الاهي بخش مرحوم“ (مضمون) ٽہ ماهي مهراڻ ”سوانح نمبر“ 3-4، حيدرآباد سنڌي ادبي بورڊ، 1957ع، ص90.

(44) مولانا دين محمد ”اديب“: ”مولانا الاهي بخش مرحوم“ (مضمون) ٽہ ماهي مهراڻ ”سوانح نمبر“ 3-4 حيدرآباد سنڌي ادبي بورڊ، 1957ع، ص91.

(45) ايضاً ص94.

(46) هيءَ معلومات ”علامہ غلام مصطفيٰ قاسمي“ کان انٽرويو ذريعي ورتي ويئي.

(47) خلافت ۽ سمرنا فند جي آمدنيءَ جو تفصيل ۽ خرچ جو نقشہ تاريخ4 نومبر 1919ع کان تاريخ 31 جولاءِ 1921ع تائين، ڪراچي، جمعيت خلافت اسلاميہ صوبہ سنڌ، 1922ع ص6.

(48) مولانا دين محمد ”اديب“: ”مولانا الاهي بخش مرحوم“ (مضمون) ٽہ ماهي مهراڻ ”سوانح نمبر“ 3-4 حيدرآباد سنڌي ادبي بورڊ، 1957ع، ص93.

(49) عبدالوهاب چاچڙ: ماهوار ”شريعت“ - ”سوانح حيات نمبر“، سکر، يونائيٽيڊ پيڪيجز لميٽيڊ. آڪٽوبر نومبر 1981ع. ص150.

(50) ايضاً ص151.

(51) ڏسو: روزانہ ”الوحيد“ ڪراچي، مؤرخہ 4 جون 1931ع، ص6.

(52) هيءَ معلومات ”علامہ غلام مصطفيٰ قاسميءَ“ کان 8 مئي 1982 ع تي انٽرويو ذريعي ورتي ويئي.

(53) عبدالوهاب چاچڙ: 'ماهوار شريعت' - ”سوانح حيات نمبر“، سکر، يونائيٽيڊ پيڪيجز لميٽيڊ. آڪٽوبر نومبر 1981ع. ص151.

(54) سيد حسام الدين راشدي: ”ماڪ ڦڙا رابيل“، ڪراچي پاڪستان پبليڪشنز، 1965ع، ص17.

(55) ڏسو: "مسدس ابوجهو"، حيدرآباد، مسلم ادبي سوسائٽي، 1949ع، ص1 کان اڳ وارو مواد.

(56) Makhdum Amir Ahmed: "Maulana Allah Bux Abhojo", The Platinum Jublee Book, 1960, P. 11.

(57) هيءَ معلومات مولانا الهه بخش "ابوجهو" جي "فرزند جناب احمد شاهه" کان 15 مارچ 1978ع تي انٽرويو ذريعي ورتي ويئي.

(58) ڏسو: "مسدس ابوجهو" حيدرآباد، مسلم ادبي سوسائٽي، 1949ع، ص1 کان وارو مواد.

(59) عبدالوهاب چاچڙ: 'ماهوار شريعت' ـ "سوانح حيات نمبر"، سکر، يونائيٽيڊ پيڪيجز لميٽيڊ، آڪٽوبر نومبر 1981ع، ص325.

(60) ڏسو: "اظهار الڪرامة في مقاصد الخلافة والامامة" سکر، انجمن شوريٰ علماء سنڌ، سال؟، ص151.

(61) ڏسو: روزانه "الوحيد" ڪراچي، مؤرخه 4، جنوري 1922ع، ص4.

(62) عبدالوهاب چاچڙ: ماهوار "شريعت" - "سوانح حيات نمبر"، سکر، يونائيٽيڊ پيڪيجز لميٽيڊ، آڪٽوبر نومبر 1981ع، ص325.

(63) مولانا دين محمد وفائي: "تذڪره مشاهير سنڌ" حيدرآباد، سنڌي ادبي بورڊ، 1974ع، ص176.

(64) ايضاً، ص177.

(65) مولانا فيض الڪريم: "تحقيق الخلافت" ڪراچي، ڊيلي گزيٽ پريس، 1919ع ص23.

(66) تفصيل لاءِ ڏسو:

i. "اظهار الڪرامة في مقاصد الخلافة والامامة" سکر، انجمن شوريٰ علماء سنڌ، سال؟، ص146.

ii. "امن سيا ۾ شامل ٿيندڙن لاءِ متفقه فتويٰ"، 1340هه، ص18.

(67) ڏسو: روزانه "الوحيد" ڪراچي، مؤرخه 29، مارچ 1920ع، ص5-19.

(68) مولانا دين محمد وفائي: "تذڪره مشاهير سنڌ"، حيدرآباد، سنڌي ادبي بورڊ 1774ع، ص177.

(69) مولانا عبدالرحيم لغاري: "مولانا سيد الحاج امير محمد شاهه صاحب" حسيني (مضمون) "ٽه ماهي الرحيم"، 1، حيدرآباد، شاهه ولي الله اڪيڊمي 1968ع ص41.

(70) مولانا عبدالرحيم لغاري: مولانا سيد الحاج امير محمد شاهه صاحب حسيني (مضمون) "تہ ماهي الرحيم" حيدرآباد، شاهه ولي الله اڪيڊمي 1968ع، ص42 .

(71) ڏسو: "امن سڀا ۾ شامل ٿيندڙن لاءِ متفقه فتويٰ" ڪراچي، جمعيت علماءِ سنڌ، 1340هـ، ص19.

(72) ڏسو: روزانہ "الوحيد"، ڪراچي مؤرخہ 20 مارچ 1925ع، ص5.

(73) عبدالوهاب چاچڙ: ماهوار "شريعت" - "سوانح حيات نمبر"، سکر، يونائيٽيڊ پيڪيجز لميٽيڊ، آڪٽوبر - نومبر 1981ع، ص388.

(74) ايضاً ص366.

(75) حڪيم نياز حسن همايوني: "سنڌ جي طبي تاريخ"، (جلد پيو)، حيدرآباد، سنڌ سائنس سوسائٽي، 1976 ص689.

(76) ڏسو: "متفقه فتويٰ"، دهلي، جمعية مرڪزيه علماءِ هند، 1339هـ، ص27.

(77) ڏسو: "خلافت ۽ سمرنافند جي آمدنيءَ جو تفصيل ۽ خرچ جو نقشہ" تاريخ 4 نومبر 1919ع کان تاريخ 31 جولاءِ 1921ع تائين، ڪراچي، جمعيت خلافت اسلاميہ صوبہ سنڌ، 1922ع، ص16.

(78) جي. ايم. سيد: "جنب گذاريم جن سين" (جلد پهريون)، حيدرآباد، سنڌي ادبي بورڊ 1967ع، ص128.

(79) محمد جمن ٽالپر: "سنڌ جا اسلامي درسگاهہ" حيدرآباد، سنڌ ڪلاسڪس، صوبائي هجره ڪاميٽي ۽ سنڌ ثقافت ڪاتو، 1982ع، ص 459.

(80) ڏسو: "تحقيق الخلافت" ڪراچي، ڊيلي گزيٽ پريس، 1919ع ص 37.

(81) ڏسو: "اظهار الڪرامة في مقاصد الخلافة والامامة" سکر، انجمن شوريٰ علماءِ سنڌ، سال ؟ ص 134.

(82) ڏسو: "خلافت ۽ سمرنا فنڊ جي آمدنيءَ جو تفصيل ۽ خرچ جو نقشو" تاريخ 4 نومبر 1919ع کان تاريخ 31 جولاءِ 1921ع تائين، ڪراچي، جمعيت خلافت اسلاميه صوبه سنڌ 1922ع ص8.

(83) هيءَ معلومات "مولانا عبدالرحمٰن" ولد مولانا قاضي تاج محمد کان 31 مئي 1982ع تي انٽرويو ذريعي ورتي ويئي.

(84) ڏسو: "امن سڀا ۾ شامل ٿيندڙن لاءِ متفقه فتويٰ" ڪراچي، جمعيت علماءِ سنڌ 1340هـ ص11

(85) تفصيل لاءِ ڏسو: روزانہ "الوحيد" ڪراچي، مؤرخه 3 آڪٽوبر 1922ع ص 4 – روزانہ "الوحيد" ڪراچي، مؤرخه 5 نومبر 1922ع ص4.

(86) هيءَ معلومات "مولانا عبدالرحمٰن" ولد مولانا قاضي تاج محمد کان 31 مئي 1982ع تي انٽرويو ذريعي ورتي ويئي.

(87) ڏسو: روزانہ "الوحيد" ڪراچي، مؤرخه 12 مارچ 1929ع ص6.

(88) هيءَ معلومات "مولانا عبدالرحمٰن ولد مولانا قاضي تاج محمد" کان 31 مئي 1982ع تي انٽرويو ذريعي ورتي ويئي.

(89) عبدالوهاب چاچڙ: ماهوار "شريعت" - "سوانح حيات نمبر"، سکر، يونائيٽيڊ پيڪيجز لميٽيڊ، آڪٽوبر – نومبر 1981ع ص100.

(90) ڏسو: "الوحيد اسپيشل ايڊيشن – سنڌ آزاد نمبر" ڪراچي، مؤرخه 15 جون 1936ع ص41.

(91) ابوبڪر شبلي: "حضرت مولانا تاج محمود (رح) امروٽي" (مضمون) ماهوار "نئين زندگي" ڪراچي، اپريل 1964ع ص24.

(92) پروفيسر ميمڻ عبدالمجيد سنڌي: "حضرت تاج محمود صاحب امروٽي" (مضمون. "تذڪره مولانا تاج محمود امروٽي" حيدرآباد، علمي مجلس سنڌ، 1975ع ص29.

(93) مولانا سيد محمد ميان: "تحريڪ شيخ الهند" لاهور، مڪتبه محموديه 1978 ع، ص364.

(94) مولانا حسين احمد مدني: "تحريڪ ريشمي رومال" لاهور، اردو پريس، 1960 ع ص160.

(95) ڏسو: مٿي ڄاڻايل حاشيو نمبر1 ۽ روزانہ "الوحيد" ڪراچي، مؤرخه 14 جولاءِ 1920ع ص3.

(96) ڏسو: "جمعيت خلافت صوبہ سنڌ جي ساليانی رپورٽ بابت سيپٽمبر 1922ع کان آگسٽ 1923ع تائين" ڪراچي، الوحيد اليڪٽرڪ پرنٽنگ پريس 1923 ع ص ص 37-38 ۽ 39.

(97) ڏسو:

i. "اظهار الڪرامة في مقاصد الخلافة والامامة" سکر، انجمن شوريٰ علماءِ سنڌ، سال ؟ ص 139

ii. "امن سڀا ۾ شامل ٿيندڙن لاءِ متفقه فتويٰ" ڪراچي، جمعيت علماءِ سنڌ

1340ھ ص9.

(98) ڏسو: "ترڪ موالات نمبر1" بمبئي، مرڪزي خلافت ڪاميٽي، 1920ع ص10 .

(99) ڏسو: "الوحيد اسپيشل ايڊيشن ـ سنڌ آزاد نمبر" ڪراچي، مؤرخه 15 جون 1936ع ص42.

(100) ڏسو: "مختصر حالات انعقاد" دهلي، جمعيت علماءِ هند سال ؟ ص 5.

(101) تفصيل لاءِ ڏسو:

i. روزانہ "الوحيد" ڪراچي، مؤرخه 15 سيپٽمبر 1920ع ص3

ii. "الوحيد اسپيشل ايڊيشن ـ سنڌ آزاد نمبر" ڪراچي، مؤرخه 15 جون 1936ع ص 42.

(102) ڏسو: ماهوار "پيغام" ڪراچي، ماه مارچ ـ اپريل 1981ع ص 33

(103) ڏسو: ماهوار "توحيد" ڪراچي، ماه آڪٽوبر 1924ع ص32.

(104) ڏسو: روزانہ "الوحيد" ڪراچي، مؤرخه 23 سيپٽمبر 1920ع ص3

(105) ڏسو: "الوحيد اسپيشل ايڊيشن ـ سنڌ آزاد نمبر" ڪراچي، مؤرخه 15 جون 1936ع ص43.

(106) هيءَ معلومات "پير حسام الدين راشديءَ" کان 29 نومبر 1978ع تي انٽرويو ذريعي ورتي ويئي.

(107) ڏسو: "اظهار الڪرامة في مقاصد الخلافة والامامة" سکر، انجمن شوريٰ علماءِ سنڌ، سال ؟ ص 147.

(108) ڏسو: "مختصر حالات انعقاد" دهلي، جمعيت علماءِ هند سال ؟ ص 12.

(109) ايضاً، ص14

(110) ڏسو: "ترڪ موالات نمبر1"، بمبئي، مرڪزي خلافت ڪميٽي، 1920ع ص10 .

(111) ڏسو: "متفقه فتويٰ" دهلي، جمعية مرڪزيه علماءِ هند، جمادي الآخر 1339ھ ص27.

(112) ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌي: "پير تراب علي شاھ" (مقالو) ماهوار "الرحيم" حيدرآباد، شاھ ولي الله اڪيڊمي، مئي ـ جون 1976ع ص31.

(113) هيءَ معلومات "پير حسام الدين راشديءَ" کان 29 نومبر 1978ع تي انٽرويو ذريعي ورتي ويئي.

(114) خواجه غلام علي الانا: "لاڙ جي ادبي ۽ ثقافتي تاريخ" ڄامشورو، انسٽيٽيوٽ آف سنڌ الاجي، 1977ع ص313.
(115) خواجه غلام علي الانا: "لاڙ جي ادبي ۽ ثقافتي تاريخ" ڄامشورو، انسٽيٽيوٽ آف سنڌ الاجي، 1977ع ص314.
(116) ايضاً، ص315
(117) ايضاً، ص314.
(118) ڏسو: "اظهار الڪرامة في مقاصد الخلافة والامامة" سکر، انجمن شوريٰ علماءِ سنڌ، سال ؟ ص 133.
(119) ڏسو: روزانہ "الوحيد" ڪراچي، مؤرخه 29 مارچ 1920ع ص 15-19.
(120) عبدالوهاب چاچڙ: ماهوار "شريعت" - "سوانح حيات نمبر"، سکر، يونائيٽيڊ پيڪيجز لميٽيڊ، آڪٽوبر – نومبر 1981ع ص471.
(121) هيءَ معلومات "علامه غلام مصطفيٰ قاسميءَ" کان 8 مئي 1982ع تي انٽرويو ذريعي ورتي ويئي.
(122) ڏسو: "اظهار الڪرامة في مقاصد الخلافة والامامة" سکر، انجمن شوريٰ علماءِ سنڌ، سال ؟ ص 154.
(123) ڏسو: 'ماهوار شريعت' - "سوانح حيات نمبر" سکر، ماهہ آڪٽوبر – نومبر 1981ع ص 447.
(124) ڏسو: روزانہ "آزاد" ڪراچي، مؤرخه 21 اپريل 1944ع ص2.
(125) عبدالوهاب چاچڙ: ماهوار "شريعت" - "سوانح حيات نمبر"، سکر، يونائيٽيڊ پيڪيجز لميٽيڊ، آڪٽوبر – نومبر 1981ع ص472.
(126) مولانا غلام مصطفي قاسمي: "جنيد وقت حضرت مولانا حماد الله هاليجوي رح" (مقالو) ماهوار "شريعت" سکر، يونائيٽيڊ پيڪيجز لميٽيڊ مارچ 1980ع، ص12.
(127) ايضاً، ص13
(128) ايضاً، ص14
(129) تفصيل لاءِ ڏسو:

i. روزانہ "الوحيد" ڪراچي، مؤرخه 20 جون 1920ع ص4.

ii. "جمعيت خلافت صوبہ سنڌ جي ساليانی رپورٽ بابت سيپٽمبر 1922ع کان آگسٽ 1923ع تائين" ڪراچي، الوحيد اليڪٽرڪ پرنٽنگ پريس

1923ع ص1.

(130) ڏسو: "ولايتي ڪپڙي خريد ڪرڻ جي منع هجڻ واري فتويٰ" ڪراچي، جمعيت العلماءِ سنڌ، 1340ھ ص18.

(131) ڏسو: روزانه "الوحيد" ڪراچي، مؤرخه 10 سيپٽمبر 1922ع ص 4.

(132) ڏسو: روزانه "آزاد" ڪراچي، مؤرخه 21 اپريل 1944ع ص 2.

(133) مولانا غلام مصطفي قاسمي: "جنيد وقت حضرت مولانا حماد الله هاليجوي رح" (مقالو) ماهوار "شريعت" سکر، يونائيٽيڊ پيڪيجز لميٽيڊ مارچ 1980ع ص 21.

(134) عبدالوهاب چاچڙ: ماهوار "شريعت" - "سوانح حيات نمبر"، سکر، يونائيٽيڊ پيڪيجز لميٽيڊ، آڪٽوبر – نومبر 1981ع ص175.

(135) عبدالوهاب چاچڙ: ماهوار "شريعت" - "سوانح حيات نمبر"، سکر، يونائيٽيڊ پيڪيجز لميٽيڊ، آڪٽوبر – نومبر 1981ع ص176.

(136) ڏسو: روزانه "الوحيد" ڪراچي، مؤرخه 22 سيپٽمبر 1922ع ص 4.

(137) ڏسو: "متفقه فتويٰ" دهلي، جمعية مرڪزيه علماءِ هند، جمادي الآخر 1339ھ ص27.

(138) ڏسو: "اظهار الڪرامة في مقاصد الخلافة والامامة" سکر، انجمن شوريٰ علماءِ سنڌ، سال ؟ ص153.

(139) عبدالوهاب چاچڙ: ماهوار "شريعت" - "سوانح حيات نمبر"، سکر، يونائيٽيڊ پيڪيجز لميٽيڊ، آڪٽوبر – نومبر 1981ع ص176.

(140) ايضاً، ص65.

(141) عبدالوهاب چاچڙ: ماهوار "شريعت" - "سوانح حيات نمبر"، سکر، يونائيٽيڊ پيڪيجز لميٽيڊ، آڪٽوبر – نومبر 1981ع ص66.

(142) تفصيل لاءِ ڏسو:

i. "اظهار الڪرامة في مقاصد الخلافة والامامة" سکر، انجمن شوريٰ علماءِ سنڌ، سال ؟ ص 146.

ii. "امن سڀا ۾ شامل ٿيندڙن لاءِ متفقه فتويٰ" ڪراچي، جمعيت علماءِ سنڌ 1340ھ ص17.

(143) عبدالوهاب چاچڙ: ماهوار "شريعت" - "سوانح حيات نمبر"، سکر، يونائيٽيڊ پيڪيجز لميٽيڊ، آڪٽوبر – نومبر 1981ع ص66.

(144) ايضاً، ص261.

(145) ايضاً، ص 262.

(146) هيءَ معلومات "علامه غلام مصطفيٰ قاسميءَ" کان 8 مئي 1982ع تي انٽرويو ذريعي ورتي ويئي.

(147) ڏسو: "تحقيق الخلافت" ڪراچي، ڊيلي گزيٽ پريس، 22 مئي 1919ع، ص 37.

(148) ڏسو: "اظهار الڪرامة في مقاصد الخلافة والامامة" سکر، انجمن شوريٰ علماءِ سنڌ، سال ؟ ص 150.

(149) ڏسو: روزانه "الوحيد" ڪراچي، مؤرخه 21 مارچ 1930ع ص3.

(150) ڏسو: روزانه "آزاد" ڪراچي، مؤرخه 21 اپريل 1944ع ص 2.

(151) ڏسو: روزانه "الوحيد" ڪراچي، مؤرخه 22 اپريل 1938ع ص4.

(152) عبدالوهاب چاچڙ: ماهوار "شريعت" - "سوانح حيات نمبر"، سکر، يونائيٽيڊ پيڪيجز لميٽيڊ، آڪٽوبر – نومبر 1981ع ص265.

(153) هيءَ معلومات جناب "احسان احمد ولد حافظ خير محمد اوحديءَ" کان سوالنامي ذريعي حاصل ٿي.

(154) ڏسو: ٽماهي "مهراڻ" حيدرآباد، سنڌي ادبي بورڊ، نمبر4، آڪٽوبر – نومبر ۽ ڊسمبر 1981ع ص7.

(155) هيءَ معلومات "پير وهب الله شاهه ولد پير ضياءُ الدين شاهه" کان تاريخ 9 ڊسمبر 1982ع تي ورتي ويئي.

(156) هيءَ معلومات "مولانا خير محمد نظاماڻيءَ" کان سوالنامي ذريعي حاصل ٿي.

(157) ڏسو: روزانه "الوحيد" ڪراچي، مؤرخه 27 آڪٽوبر 1945ع ص3.

(158) هيءَ معلومات "مولانا خير محمد نظاماڻيءَ" کان سوالنامي ذريعي حاصل ٿي.

(159) ڏسو: روزانه "عبرت" حيدرآباد، مؤرخه 14 ڊسمبر 1985ع.

(160) عبدالوهاب چاچڙ: ماهوار "شريعت" - "سوانح حيات نمبر"، سکر، يونائيٽيڊ پيڪيجز لميٽيڊ، آڪٽوبر – نومبر 1981ع ص202.

(161) ايضاً، ص203.

(162) عبدالوهاب چاچڙ: ماهوار "شريعت" - "سوانح حيات نمبر"، سکر، يونائيٽيڊ پيڪيجز لميٽيڊ، آڪٽوبر – نومبر 1981ع ص204.

(163) تفصيل لاءِ ڏسو:

i. ”خلافت ۽ سمرنا فنڊ جي آمدنيءَ جو تفصيل ۽ خرچ جو نقشو“، تاريخ 4 نومبر 1919ع کان تاريخ 31 جولاءِ 1921ع تائين، ڪراچي، جمعيت خلافت اسلاميه صوبه سنڌ 1922ع ص18.

ii. جمعيت خلافت صوبہ سنڌ جي ساليانو رپورٽ بابت سيپٽمبر 1922ع کان آگسٽ 1923ع تائين“ ڪراچي، الوحيد اليڪٽرڪ پرنٽنگ پريس 1923 ع، ص ص24-36.

(164) ڏسو: روزانہ ”الوحيد“ ڪراچي، مؤرخه 8 نومبر 1922ع ص6.

(165) تفصيل لاءِ ڏسو:

i. ”اظهار الڪرامة في مقاصد الخلافة والامامة“ سکر، انجمن شوريٰ علماءِ سنڌ، سال ؟ ص 154.

ii. ”امن سڀا ۾ شامل ٿيندڙن لاءِ متفقه فتويٰ“ ڪراچي، جمعيت علماءِ سنڌ 1340هه ص18.

iii. ”ولايتي ڪپڙي خريد ڪرڻ جي منع هجڻ واري فتويٰ“ ڪراچي، جمعيت العلماءِ سنڌ 1340هه ص18.

(166) ڏسو: روزانہ ”الوحيد“ ڪراچي، مؤرخه 9 جولاءِ 1920ع ص9.

(167) ڏسو: روزانہ ”الوحيد“ ڪراچي، مؤرخه 30 مارچ 1925ع ص4.

(168) ڏسو: روزانہ ”الوحيد“ ڪراچي، مؤرخه 15 ڊسمبر 1931ع ص2.

(169) ڏسو: روزانہ ”آزاد“ ڪراچي، مؤرخه 21 اپريل 1944ع ص2.

(170) عبدالوهاب چاچڙ: ماهوار ”شريعت“ - ”سوانح حيات نمبر“، سکر، يونائيٽيڊ پيڪيجز لميٽيڊ، آڪٽوبر – نومبر 1981ع ص207.

(171) هيءَ معلومات ”مولانا در محمد 'خاڪ'“ کان 13 ڊسمبر 1977ع تي انٽرويو ذريعي ورتي ويئي.

(172) هيءَ معلومات ”علامه غلام مصطفيٰ قاسميءَ“ کان 8 مئي 1982ع تي انٽرويو ذريعي ورتي ويئي.

(173) هيءَ معلومات ”مولانا در محمد 'خاڪ'“ کان 13 ڊسمبر 1977ع تي انٽرويو ذريعي ورتي ويئي.

(174) هيءَ معلومات ”علامه غلام مصطفيٰ قاسميءَ“ کان 8 مئي 1982ع تي انٽرويو ذريعي ورتي ويئي.

(175) هيءَ معلومات ”مولانا ابوالحسن ولد مولانا دوست محمد لڪمير“ کان 30

